ॐ

# سنڌ جي تصوير

عرف

# سنڌ جو اِتهاس




ليکڪ ۽ ڇپائيندڙ:

مورومل چيتنداس ڏانڌا ”بيوطن“

”برهم کتري رتن“



# سنڌ جي تصوير

عرف

# سنڌ جو اِتهاس



ليکڪ

**مورُومل چيتنداس ڏانڌا ”بيوَطن“**

**”برهم کتريِ رتن“**

# Sindh Ji Tasveer

alias

# Sindh Jo Ithas

by:

***Morumal Chetandas Dhandha "Bewatan"***

***"Braham Khatri Ratan"***

Address : 65/48, Shyopur Road,

Pratap Nagar, Sanganer-Jaipur. 302030

Ph : 0141-2790272 (BHARAT)



First Edition : 2004

Copies : 400

Printed by:

Amar Bharat Offset Press

Hathi Bhata, Ajmer

Ph : 0145-2626372








اوم

## ٻه اکر



شرِي گڻيش کي وار وار نمسڪار ڪريان ٿو ته هي ڪتاب نِروِگهن لکي پورو ڪريان، نمسڪار سرسوتي ديويءَ کي ڪريان ٿو ته منهنجو قلم صحيح نموني سان هن پستڪ لکڻ ۾ هلائي، نمسڪار شرِي وشڻو ڀڳوان کي ڪريان ٿو ته هر قسم جي سهائتا ڪري، نمسڪار ستگرو ديوَ سوامي ليلاشاه مهاراج کي ڪريان ٿو ته هن ڪتاب ”سنڌ جي تصوير“ عرف ”سنڌ جو اِتهاس“ برابر طرح سان لکي پورو ڪرڻ ۾ مدد ڪري، آخر ۾ سيني ديوتائن کي پرنام ڪريان ٿو.

هڪ ڏينهن مون سوامي ليلاشاه مهاراج جن کان پڇيو ته سوامي جي! سنڌ ورِي موٽي هلبو يا نه؟ جواب ڏنائون ته ”مون اُميد ڪانه لاٿي آهي.“ اُن جو مطلب ٿيو ته ڪڏهن نه ڪڏهن سنڌي ورِي موٽي سنڌ ۾ هلنداسون. اهڙو ساڳيو مثال تواريخ ۾ ٿيو آهي. يهودِي يعني عزرائيلي پنهنجي ملڪ مان لوڏي ڪڍيا ويا، جن وچي ٻين ديسن ۾ پناه ورتي ۽ واپس وڃڻ لاءِ ڪوشش ڪندا رهيا. آخر ٽن چئن سون سالن ڪانپوءِ پنهنجو ملڪ ورتائون ۽ هاڻي تمام زور وٺي ويا آهن. مون سوچ ويچار ڪيو ته ڪڏهن نه ڪڏهن سنڌ واپس ته وربو پر الائي ڪڏهن.

جيئن سنڌِي برهم ڪترين جو اِتهاس لکي ڇپائي نيات ۾ وراهيو آهي، تهڙيءَ طرح چونه سنڌ اسانجِي ماتر ڀومِي اُنجو به اِتهاس لکي ۽ ڇپائي نيات ۾ وراهيان. سوئي ڪيترن سالن کان خيال پئي ڪيم ته پنهنجي جنم ڀومِي يعني ماترڀومي سنڌ جو احوال لکان. ڇاڪاڻ ته هزارين سالن کان سنڌ اسانجي وڏن ابن ڏاڏن جو وطن ۽ پئدائشي ڌرتي ٿي رهي آهي، تنهن کي وسارڻ نه گهرجي. سنڌو نديءَ جو پوتر جل پيٽ ۾ آهي ۽ اُن پاڻيءَ مان پئدا ٿيل اَن مان پالنا ٿي. اُنهيءَ اَن جل مان اسانجي سرير ۾ خون نهي گهمي رهيو آهي. پورا پنجٽيهه سال سنڌن زمين تي رهِي، گهمِي ۽ ٻوڙِي گذاريا اٿم، سا ڪيئن ٿي وسري؟

”وساريان ڪيئن سونهارِي سنڌ رت ٿو رڳن ٻوڙي،
وطن ۾ ”بيوطن“ ٿياسون، مگر سِڪ ٿي سنيهه جوڙي.“

اسانجو اولاد پاڪستان پئدا ٿيڻ بعد سنه ١٩٤٧ع کان پوءِ جيڪي هندستان ۾ جاوا آهن، تن کي کهڙِي سُڌ ته اسانجي وڏن جي کهڙِي جنم ڀومِي هئي ۽ ڇا اُنجي حالت ۽ خاصيت هئي.

اِها حقيقت آهي ته هندستان جي سيني پرڳڻن ۽ رياستن جي ماڻهن وغيره جي ڀيٽ ۾ سنڌ ۽ سنڌ جا باشنده سرسبز ۽ ساوا، شاد ۽ آباد، اُتپتي ۽ پئدائش، حب الوطني ۽ قرباني، محنت ۽ مزوري، وڻج واپار ۽ ڌنڌي ڌوڙي، ساک پت ۽ ھُندين جو هلڻ، سچائي ۽ ايمانداري، دنيا جي هر ملڪ ۽ ڪوني ڪوني ۾ وڃي پير کوڙي واپار ڪرڻ ۽ ڏاڪو ڄمائڻ، عقل ۽ علم، ادب ۽ اخلاق، ميل

۽ ميلاپ ۽ ڏي وٺ، سهنشيلتا ۽ سخاوت، ديا ۽ ڌرم، مهمانوازي ۽ خاطرداري، سماج ۽ راڄنيتيءَ ۾ ٻهرو ونڊڙ، بهادري ۽ مقابلي، مطلب ته هر ڳالهه ۾ گهڻي ڀاڱي اڳرا هئا.

مان ٻين ڪتابن خاص ڪري سنڌي برهم کتري سماج بابت لکڻ، ڇپائڻ ۽ ورهائڻ ۾ مشغول رهندو هوس ۽ تنهن ڪانسواءِ اکل ڀارت سنڌي برهم کتري پنچات جي جنرل سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ به پنچات جي ڪاريه ۾ رڌل رهندو هوس ۽ سائيڊ (Side) ۾ وقت بچائي ڪتاب پڙهندو هوس ۽ اُن مان لاڳاپيدار ڳالهيون پنهنجي نوٽبوڪن ۾ نوٽ ڪندو هوس. هي ڪم اٽڪل ڏه سال ڪن ڪيم، جنهن ۾ مون اٽڪل هڪ سوَ ڪن ڪتاب پڙهيا. پهرين ته اُنهن جا نالا ۽ ليکڪ ڪونه لکيم پر پوءِ لکڻ شروع ڪيم جي ٧٦ نالا ٿيا، اُنهن مددي ڪتابن جي لسٽ آخر ۾ ڏني اٿم. اُنهن ڪتابن مان ڪن مان فقط ڪي جملا، ڪن مان ٿوريون سُٽون، ڪن مان ٽڪرا ۽ ڪن مان مضمون لکي نوٽ ڪيم.

پوءِ اُنهن کي سهيڙيندي، سوهيندڙي، سلجهائيندي، سلسليوار ڪيم، تنهن ڪانسواءِ منهنجي سچي سنڌ ڏنل ۽ گهميل آهي، تنهنڪري ڪي ڏٺل ڳالهيون ڪي ٻڌل حقيقتون ۽ ڪي شخصي آزمودا به اُن ۾ جوڙيم ۽ ڪتاب لکڻ شروع ڪيم جو لڳي ٻن سالن ۾ پورو ڪيم. وري اُن لکيت جو دوُر (Revise) ڪيم، اُنهن ۾ ڪي ٽڪرا هڪ هنڌان ڪڍي ٻي موضون هنڌن تي فِٽ (Fit) ڪيم. اُن ۾ به هڪ سال لڳي ويم.

اهڙيءَ طرح سنڌ جي تصوير چٽڻ ۾ جاگرافي ۽ قدرتي بيهڪ، تواريخ ۽ اِتهاس، سنسڪرتي ۽ سڀيتا، ادب ۽ تعليم، واپار ۽ ڌنڌو، ڌارمڪ، سماجڪ ۽ راڄنيتي ڄاڻ، ساهتڪ روشني ۽ وندر جا وسيلا، قومون ۽ ذاتيون، ريتيون ۽ رسمون، ڪاڌ ۽ خوراڪ، ويس ۽ وڳا، ڳهه ڳنا ۽ زيور، جانور ۽ جيت، ليکڪ ۽ شاعر، سورما ۽ شهيد، رهبر ۽ اُپڪاري، ڌرمي ۽ داني، سنت ۽ درويش، حڪمت ۽ جوتش، حڪومتون ۽ اِنتظام مطلب ته سڀني پهلن ۽ پاسن تي قلم هلائي سنڌ جي تصوير چٽي اٿم.

جن مونکي ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏنا آهن اُنهن ۽ جن ڪتابن مان مون حوالا ڪڍي لکيا آهن، اُنهنجي ليکڪن جو نهايت شڪرگذار ۽ احسانمند آهيان.

هن ڪتاب جي ڇپائي ۽ پني وغيره جي خرچ لاءِ نياتي ڀائرن آرٿڪ سهائتا ڪئي آهي ۽ ڏيڻ لاءِ پورو پورو هٿ ڏگهيريو آهي. اکل ڀارت سنڌي برهم کتري پنچات ۽ اُنجي پريزيڊنٽ شريمان نٿورام هاسانند ليئا ۽ ٻين عهديدارن ۽ ڪاروبارين سهائتا ڏيارڻ ۾ مدد ڪئي آهي، تن سڀني جو شڪرگذار، ممنون ۽ مشڪور آهيان ۽ اُنهن سڀني کي ڌنيواد ڏيان ٿو.

هيءُ ڪتاب سنڌي برهم کتري سماج وغيره ۾ بنا ڪنهن قيمت وٺڻ جي ورهايو ويندو.

تاريخ ٧ مارچ ٢٠٠٢ع
مالويه نگر (جئپور)

موروُمل چيتنداس ڏانڊا
”بيوطن“ برهم کتري رتن





اوم

# مهاڳ

## سنڌ جو اِتهاس

### اڳ اکر

**ليکڪ : مورومل چيتنداس ڏانڊا ”بيوطن“ برهم کتري رتن**

آدرڻيه دادا مورومل جو اٿاه محنت سان تيار ڪيل ”سنڌ جو اِتهاس“ پڙهان، اُن ڪان اول دادا جا موتين ڪان به ملهائتا زيبدار وٽندڙ اکر من کي موهي مُنڊي ويا. سنڌ جي هن سچي عاشق جي رڳ رڳ ۾ سنڌ جي ياد سمايل آهي. لکميچند ”پريم“ جي لفظن ۾ :

”سنڌي سنڌي مان ڪريان، جو سنڌي منهنجو خون،
ساعت ساعت ٿو رهي، سنڌيت جو ئي جنون،
ڪوئي ڀي قانون، پورن ڪان نه پري ڪري.“

اِئين ته سنڌ تي اول به گهڻائي اِتهاسڪ گرنٿ لکيل آهن، جن مان گهڻي ڀاڱي دادا پڙهيا آهن. سڀني جو مطالعو گهرائيءَ سان ڪري اُن ۾ پنهنجا شخصي آزمودا جوڙي هڪ نئين نموني هيءُ ذهني پورهيو ڪيو اٿس.

سنڌ جي هن اِتهاس ۾ محض اِتهاسي حقيقتون نه آهن پر جاگرافي، تعليم، سنسڪرتي، سڀيتا، وڻج واپار، ساهتڪ ڄاڻ، سياسي ذخيرو، ڌرم، مذهب، پنٿ، سورما ۽ شهيد، ميلا ۽ ورسيون، ڏڻوار، پِروليون، ڳجهارتون، ويڙهيون، ٻوڙون، فلمون، وندر جا طريقا، ٽوٽا ٽوٽڪا، حڪيم، وئديه، ڊاڪٽر، مطلب ته سنڌ سان واسطيدار هرقسم جي ڄاڻ موجود آهي. هن سنڌي اِتهاس ۾ دادا کي سوَن ۾ ڪتاب پڙهڻا پيا هوندا. ٧٦ مددي ڪتابن جي ته خود ئي فهرست پيش ڪئي اٿن. جيڪي ١٩٢٦ع کان ١٩٩٨ (٢٠٠١) جي وچ واري وقت ۾ شايع ٿيل آهن. ايترا ڳوڙها اڀياسي آهن جو عمر جي هن اٺين ڏهاڪي تائين رسڻ بعد به روزانو نيم سان ست اٺ ڪلاڪ ساهت ساڌنا ڪندا آهن. جهڙي سندن حياتي پريرڻا سان ڀريل آهي، تهڙو پريرڻادائي ۽ اهميت ڀريو آهي هي ڪوجناتمڪ گرنٿ، جيڪو هر سنڌيءَ جي گهر ۾ پويتر پستڪ مثل شرڌا سان رکڻ جڳائي. انگريز عالمن جا نالا سنڌيءَ سان گڏ انگريزيءَ ۾ به ڏنا اٿس، جنهن مان پڻ عالميت جي پروڙ پوي ٿي. ٻيو دادا ٻڌايو ته ڪتاب ديوناگريءَ ۾ به ڇپبو، جيئن نئين ٿهي ڪجهه ڄاڻ حاصل ڪري سگهي. مان ڪتابن جا نالا لکان ٿي، جن کي چاهه هجي پلي پڙهن. دادا کي وار وار پرڻام، شل پريو وڏي آورجا ڏئين ۽ سالم صحت، جو اجا وڏيڪ سنڌي ساهت جا گهڙا ڀري سگهن.

| نمبر | ڪتابن جا نالا | ليکڪ |
|---|---|---|
| ١. | سنڌ جو چند ذاتيون | ڊاڪٽر غلام حيدر |
| ٢. | سنڌ جي نثر جي تواريخ | ڊاڪٽر غلام علي الانا |
| ٣. | سنڌيءَ ٻوليءَ جو بڻ بنياد | ڊاڪٽر غلام علي الانا |
| ٤. | آزاديءَ جي يڌ ۾ سنڌ جو ڀاڱ | ٻلديو ڳاجرا |
| ٥. | حيدرآباد شهر | ڊاڪٽر قمر جهان مِرزا |
| ٦. | سنڌي نالن ۾ سنڌيت جي سڳنڌ | پنڊت ڪرشن چندر جيٽلي |
| ٧. | سنڌي سونهون جا سمورا انڪ | پنڊت ڪرشن چندر جيٽلي |
| ٨. | گوروَ مئي سمپدا ڪي ڌني سنڌي | قيمت هريسنگهاڻي |
| ٩. | سنڌ جي ڪوچ | جيرامداس ڊولترام |
| ١٠. | سنڌ ۽ سنڌي | پيرومل مهرچند |
| ١١. | سنڌي هندن جي تاريخ | پيرومل مهرچند |
| ١٢. | سنڌ جي هندو ڌرمي استانن جي تاريخ | ٿهلرام آسودومل وڪيل |
| ١٣. | فتح نامو سنڌ عرف چچ نامو | تشريح ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ |
| ١٤. | سنڌ رگويد کان شيخ اياز تائين | امرلعل پنجواڻي |
| ١٥. | سنڌ ڳالهائي ٿي | جي. ايم. سيد |
| ١٦. | ڪٿي تہ پهچو ٿڪ مسافر (چار ڀاڱا) | شيخ اياز |
| ١٧. | منهنجي جيل جي ڊائري | شيخ اياز |

دادا جي ئي ٻالڪي
**ڊاڪٽر ڪملا گوڪلاڻي، اجمير**





# فهرست

سنڌ جي تصوير






اوم

شري گڻيشايہ نمهہ

# سنڌ جي تصوير
## عرف
# سنڌ جو اِتهاس

:: باب پهريون ::

## اِتهاس

هلائي هٿ ڪلاڪار پنهنجا ٿو هنر ڏيکاري، قلم سان ”بيبوطن“ ٿو ”سنڌ جي تصوير“ سنواري.

١. **شروعات** - سون مان سونارا، باھ ۽ اوزارن جي مدد سان ڪئين قسمن جا زيور مورتون ٺاهيندا آهن. ڪاريگر ۽ ڪلاڪار پٽل، ٽامي ۽ برونز (Bronze) مان آگ ۽ اوزارن جي ذريعي گهڻن ئي نمونن جون مورتون ۽ صورتون تيار ڪندا آهن. لوهار لوھ ۽ رُڪ مان نپي ۽ نوڪي الڳ الڳ نموني جا اوزار ۽ صورتون بڻائيندا آهن. سنگتراش پٿرن کي ڇيڻيءَ ۽ رَنبيءَ سان ٽُڪي جدا جدا نمونن جون جانورن ۽ ماڻهن جون مورتون جوڙيندا آهن. چوڙيگر عاج کي ڇيري ۽ گهڙي ڪئين قسمن جون ماڙيون ۽ محل، جيتن ۽ جانورن جا جسم ۽ ماڻهن جون مورتيون ٺاهيندا آهن. نقاش رنگن سان برش جي وسيلي پٽين تي توڙي ڪاٽ، ڌاتوءَ جي پٽرن تي جدا جدا نمونن جون سينريون چٽي ۽ ماڻهن وغيرھ جون شڪليون ڪڍندا آهن. فوٽوگرافر ڪيميريا جي دوارن هر ڪنهن شيءِ جو فوٽو ڪينچي وٺندا آهن.

مگر هن بندي قلم ۽ ڪاري مس سان تحرير جي وسيلي پنهنجي جنم ڀومي ”سنڌ جي تصوير“ تيار ڪئي آهي. جنهن کي عالم ۽ ودوان پڙهي ۽ پروڙي سگهن ٿا.

هن مان منهنجي پنيان هلندڙ پيڙهين توڙي سنڌ جي رهاڪن ۽ ٻاهرين ماڻهن کي معلوم ٿيندو تہ اسانجي سنڌ اصل وطن ۾ آبهوا ۽ پاڻي، موسوم ۽ مندون، پوک ۽ پيدائش، حڪومتون ۽ ڪاروبار، ڏنڍا ۽ ڏاڙيون، هُنر ۽ ڪاريگريون، محل ۽ ماڙيون، جايون ۽ جڳهيون، پرورش ۽ پوشاڪ، صحت ۽ سينگار، ڪاڌو ۽ پيتو، مهمان نوازي ۽ خاطرداري، ادب ۽ اخلاق، ٻولي ۽ لپي، ساک ۽ پت، سنت ۽ درويش، محبت ۽ ميلاپ، رواج ۽ ريتيون، وِندر ۽ وَرونهن، دان ۽ اُپڪار، ملڪ سرسبز ۽ آباد ڏسڻ ۾ ايندو. مطلب تہ هرحالت ۾ اسانجي جنم ڀومي پياري سنڌ عمدي ۽ عاليشان هئي.

**۲. اِتهاس جي وَصف ۽ ضرورت** - اِتهاس جو مطلب آهي اصلي وارداتن ۽ سچين گھٽنائن جو ورنن هجي. اِتهاس شبد ''اِتي-هه-س'' اِنهن ٽن سنسڪرت شبدن مان جڙيو آهي. اِنجو اصلي ارٿ آهي، ''اِئين ئي ٿيو'' (So it has been). هندن جا ٻه مکيه اِتهاس رامائڻ ۽ مهاڀارت آهن. ڪوٽِليه جي ارٿ شاستر مان معلوم ٿئي ٿو ته پُراڻ، تواريخ، اُڌهارڻ، ڌرم شاستر ۽ ارٿ شاستر اِنهن سڀني کي گڏي اِتهاس چوندا هئا. اِتهاس ستيه جو پرڪاش ۽ جيوَن شڪشڪ آهي. اِتهاس مان هزارين سال گذري وڃڻ واري وقت جي به روشني ملندي. اِتهاس جي پڙهڻ سان ڪنهن ملڪ، جاتيءَ ۽ اُنهيءَ جي ماڻهن جي اُنتي ۽ ڳراوٽ يعني ڪماليت ۽ زواليت، سندن اِرادا ۽ آزمودا، ڪمزوريون ۽ ڪنڌايون، اُنهن جا ڏوهه ۽ ثواب، حقيقتون ۽ حاصلاتون، قابليتون ۽ لياقتون، سُکن ۽ دکن جي معلوميت، ريتين ۽ رسمن ۽ رواجن جي ڄاڻ، علمي صفتون ۽ هُنري تجويزون، تن جو به پورو پتو پوي.

هڪ سنسڪرت جو ڪوي لکي ٿو ته ''اِتهاس اُها وديا آهي، جنهن مان پراچين ڳالهين سان گڏوگڏ ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موکش جو اُپديش ٿئي.''

پرسڌ اِتهاسڪار انگريز جيمس ٽاڊ (JAMES TOD) مهاشيه جڏهن ڪترين جو اِتهاس لکڻ لڳو ته چارڻن ۽ ڀاٽن کان ڪيس تاريخوار گھٽنائن جو پتو ملي ويو، جو هن پنهنجي راجستان جي اِتهاس ۾ لکي ڇڏيو.

سچي پچي تواريخ اُها آهي جنهن مان آڳاٽن ماڻهن جي رهڻيءَ ۽ ڪهڻيءَ، خيالن ۽ جذبن، ريتين ۽ رسمن، ڌرم ۽ ڪرم، ساهت ۽ ادب جي سُڌ پوي. قديم زماني جي تواريخ پڙهڻ جي هڪ مکيه مراد آهي ئي اِها، آڳاٽن ماڻهن جي آزمودي جو فائدو وٺي اسين پنهنجي لاءِ وات گھڙيون، جيئن اڳين کان اڳرا ٿيون ۽ پنهنجن پوين لاءِ مثال ٿيون.

ڪن مسلمان بادشاهن جي ظلم ڪرڻ ڪري اسان جا پستڪاليه (Libraries) جلايا ويا، جن ۾ ڪئين قيمتي ڪتاب ۽ پراچين پستڪ سڙي خاڪ ٿي ويا، تنهنڪري اصلي هندن جو اِتهاس الوپ ٿي ويو آهي. اُن لاءِ کوجنا جي ضرورت آهي. ''جنهن قوم يا ذات يا نيات جو اِتهاس قائم آهي، سا قوم يا نيات زنده آهي.'' اِتهاس اِنسان ذات جي آد کان اڄ تائين ڪيل ڪارنامن، خيالن، غمن ۽ اُميدن جو آئينو آهي. جنهن اندر اِنسان ماضيءَ جا مزا ۽ معاملا، ڪماليت ۽ زواليت، قدرت جي قهر ۽ مهر جو اثر باقي مخلوقات سان سندس تعلق هلندڙ وقت ۾ پسي ٿو ۽ حال کي ماضيءَ سان ملائي مستقبل جا ڳجهه معلوم ڪري سگهي ٿو. بشرطيڪ انهيءَ تواريخ جي تعريف سموري سچ تي ٻڌل آهي.

**۳. سنڌ جو اِتهاس -**

**''سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار، دوست توں دلدار عالم سڀ آباد ڪرين.''**

سنڌ ديش جي پراچين اِتهاس جي اڃا کوجنا پوري نموني ڪانه ٿي آهي. مسلم راڄ جو اِتهاس ملي ٿو، پر هندن جي زماني جو سنڌ جو اِتهاس اڃا اونده ۾ آهي. مٿي لکيو ويو آهي ته مسلمان



بادشاهن جهونو اِتهاس جلارائي ڇڏيو، پر پويون اِتهاس راجا ڇچ ۽ راجا ڏاهر جي وقت جو اِتهاس به پوري نموني ڪونه لکيو ويو آهي.

سڪندر بادشاهه سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ وقت، سڪندر جي سنڌ رستي يونان ڏي موٽندي سنڌي هندن سڪندر جو مڙس ٿي مقابلو ڪيو هو. سڪندر جي وقت جو سنڌين جي سورمائيءَ جو اِتهاس هڪ سونهري اِتهاس آهي، جنهن تي سنڌي هندو وڏو فخر ڪري سگهن ٿا.

پهريون ۽ پراچين ويد رگويد آهي. اسان جا چار ويد آهن - رگ ويد، يجرويد، سام ويد ۽ اٿرويد. رگويد جي رچنا گهٽ ۾ گهٽ ست اٺ هزار سالن جي پراڻي آهي. ڀارت جي ويدن جي وڏي ۾ وڏي ڄاڻو لوڪمانيه بال گنگاڌر تلڪ ثابت ڪيو آهي ته رگويد جي منترن جي رچنا ست اٺ هزار سالن کان اڳ شروع ٿي هئي. ڀڳوان رام جي وقت کان اڳ رگويد موجود هو. ڪرشن ڀڳوان جي ڪال کان اڳي جو رگويد آهي. رگويد ۾ رامچندر مهاراج جو نالو ڪونه ٿو اچي، اٺ ڏهه پيڙهيون اڳوات جي راجائن جا نالا رگويد ۾ اچن ٿا. سيني ويدن کان پراچين ويد رگويد آهي. سنڌو ديش ۽ سنڌو نديءَ جو گهڻو ڪري ورنن اچي ٿو. رگويد جا ۱۰ منڊل جن ۾ ۱۱ هزار منتر آهن. جيتوڻيڪ مسلمان حملاورن اِتهاسي ۽ تواريخي پستڪ جلارائي ڇڏيا، پر تنهن هوندي به هندستان جي ڪيترن ئي هندن ۾ پراچين پستڪ موجود آهن، اُنهن جي ايڀاس ۽ کوجنا جي ضرورت آهي. جي اِئين ڪيو ويو ته وري به سنڌ جو جهونو اِتهاس ظاهر ٿي سگهي ٿو.

**''خبر سڀ ٿي پوي اِتهاس مان سنسار جي نعمت، سماجي راڄنيتي گيان ڀڳتي آرٿڪ محنت.''**

**۴. سنڌ تي اِتهاسي روشني -**

**(الف)** ماڪ پٽاوالا موجب ڇهه ڪروڙ ورهيه اڳ لکيءَ واري ايراضيءَ ۾ سنڌ جو پهريون حصو نڪري نروار ٿيو هو، بعد ۾ اُهو کير-ساگر ۾ ٻڏي ويو. صديون پوءِ سنڌ جو ٽڪرو وري ٻاهر نڪري آيو ۽ منڇر ڍنڍ واري ايراضيءَ ۾ بستي قائم ٿي ويئي. ڪيترن ڄاڻن جو رايو آهي ته اِنسان جڏهن غارن ۽ غفائن ۾ رهندو هو، تڏهن اُنهن جا مائٽ سنڌ اندر هئا. ڪن عالمن جو رايو آهي ته اوائلي اِنڊوُ يورپي لوڪ عريبيا جي رڻ-پٽ ۽ سنڌ ۾ رهندا هئا. ڪجهه حقيقتون عيسوي سنه (۵۰۰۰) پنج هزار ورهيه اڳ موهن ۽ هڙاپا جي ڊڙن مان ملن ٿيون. سنڌ جي سڀيتا کي جهوني ۾ جهوني سڀيتا نهرايو ويو آهي.

**(ب) اول تواريخون** - سنڌ جون پهريون ٽي تواريخون (۱) ڇچ نامو (۲) تاريخي موصومي (۳) تحفته-الڪرام عربي ٻوليءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري لکيون ويئون.

**۵. سنڌي شاعرن جو اِظهار -**

**(۱) سِڪ ۾ مورو** - سنڌين ۽ سنڌ جي سِڪ ۾ هڪ سنڌي شاعر عبدالجبار هينئين مورو چيو آهي -

سنڌ جو گهران سک ڙي، دور ٿئي سپ ڏک ڙي؛ دوست منهنجي ديش جا، ڳايان ويني مورو.
سنڌ سدائين ساٿي ڙي، وات اِهـــائي وائي ڙي؛ دوست منهنجي ديش جا، ڳايان ويني مورو.
سنڌ جو ورندو سائين ڙي، سنڌ جو ٿورو لاٿين ڙي؛ دوست منهنجي ديش جا، ڳايان ويني مورو.
سنڌ منهنجو ساه ڙي، جـيـئـي سـنـڌو شاه ڙي؛ دوست منهنجي ديش جا، ڳايان ويني مورو.

**(٢) وطن ۾ بيوطن-** سنڌ جي ٻئي شاعر گدائي چيو آهي تہ اسين سنڌي وطن ۾ بيوطن ٿي ويا آهيون ۽ سنڌين جي حالت ٻڌائي اٿس-

اسان سمجهيو تہ پنهنجي ديش ۾ خوشحال ٿينداسين، دنيا ۾ دين جي دولت سان مالامال ٿينداسين، گمان بہ ڪونہ گذريو هو تہ هينئن ڪنگال ٿينداسين، وطن ۾ بيوطن، بيوس، بکيا، بدحال ٿينداسين.

**(٣) پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ ويزا-** سنڌ جي ٽئين شاعر شيخ اياز چيو آهي تہ پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ ڪنهن ويزا (VIZA) ورتي آهي؟

هي سوچي افسوس ٿئي ٿو، هرڪنهن کي پنهنجي ڌرتي آ،
پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ بـہ ويـزا، ڇـا ڪنهن دنـيا ۾ ورتي آ؟

## ٦. سنڌ جون خاصيتون-

**(١) بي بقا-** سنڌو نديءَ اسانکي سدائين سبق پئي سيکاريو آهي تہ سنسار جي هر شيءِ ناسونت ۽ بي بقا آهي. سنڌو نديءَ ور ور ڪري پنهنجو وهڪرو پئي بدلايو آهي، جنهنڪري بيٺل اڏاوتون ۽ عمارتون ڍهيو وڃيو پٽ پون ۽ زمين دوز ٿين ۽ مُئن جا دڙا بنجيو پون يا کنڊهر ٿيو پون. اِنهيءَ ڪارڻ ڪري سنڌ ۾ ڪابہ عمارت (٦٠٠) ڇهہ سَو سالن کان وڌيڪ پراڻي ڪين آهي.

**(٢) پاڻي-** سنڌ جو پاڻي سچ پچ انبرت جي برابر آهي، ڇوتہ سنڌ جي هر پئدائش جيئن تہ اناجن، ڀاڄين ۽ ميون ۾ بيحد سواد ۽ شڪتي ڀريل هوندي آهي. هيءَ حقيقت آهي، جنهن کان ڪوبہ انڪاري ٿي نٿو سگهي.

**(٣) مٽي-** جيترو مهاتم سنڌو نديءَ جي پاڻيءَ جو آهي، اوترو ئي مهاتم سنڌ جي مٽيءَ جو سمجهڻ گهرجي. سنڌ جي مٽي مرض لاءِ معجون ۽ ملم جو ڪم ڏئي. مڪان لاءِ سيمينٽ جو ڪم ڪري، گندگيءَ کي ساڙي ختم ڪري ڇڏي. سنڌ جا ميدان ۽ پٽ ڪشادا، سوڙه ۽ تنگي ڪانہ ٿئي. ساوڪ پيدا ڪري ۽ من ۾ سدائين موج ڀري.

**(٤) سُڪار-** سنڌو نديءَ جي ڪري سنڌ ۾ سدائين سُڪار آهي، ڏڪار جو نالو ئي ڪونهي. ماڻهو صبر ۽ شڪر وارا ”ٿوري ڪتئي گهڻي برڪت“ جا عادي آهن. سنڌ ۾ محنت سان هرڪو سُکيو ستابو رهي سگهي ٿو.

**(٥) سداورت ۽ مهمان نوازي-** سنڌين چار پئسا ڪمايا تہ سداورت هلايا. مهمان نوازي تہ سنڌين کان ڪو سِکي. خاطرداري ڪرڻ ۾ ڪڏهن بہ پير پٺتي نہ ڪندا.



**(٦) سنت ۽ درويش-** سنڌ جي پاڻيءَ ۽ مٽيءَ ۾ اُها شڪتي آهي جا من کي عشق حقيقيءَ ڏانهن ڪشش ڪري ٿي. سنڌ سنتن ۽ درويشن جي ڀومي آهي، اُن تي سوا لک پيرن جي آسيس آهي.

**(٧) هندو ۽ مسلمان-** ورهاڱي کان اڳ سنڌ ۾ ٧٣ سيڪڙو مسلمان ۽ ٢٧ سيڪڙو هندو هئا، جي پاڻ ۾ کيرکنڊ ٿي رهيا. ورهاڱي ۾ سنڌ پاڪستان ۾ هلي ويئي، اُن بعد چوطرف نفرت ۽ ناسازيءَ جا نظارا ڏسي سنڌ جا هندو صلح پسند سي پنهنجا اباڻا ڪک ڇڏڻ لاءِ مجبور ٿي پيا. جلدئي سنڌ جي مسلمانن کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو. ”مگر ڏڌو کير ڪو ٽڻين پوي.“

## ٧. سنڌ تي نالو ڪيئن پيو-

سنڌ لفظ جي معنيٰ آهي (١) هڪ وڏي ندي (٢) سنڌو نديءَ جو نالو (٣) سنڌو نديءَ جي پسگردائيءَ وارو ملڪ (٤) راڳ يا سُرا (٥) هاٿي.

هماليہ جبل جي ڪئلاش پربت مان سچي پهاڙ جو پاڻي وَهي اچي مانسرووَر ڍنڍ ۾ ڪنو ٿئي ٿو، اُن مان سنڌو ندي وَهي ٻاهر نڪري ٿي جا ڪشمير مان لنگهي، پنجاب لتاڙي سنڌ جي سِري مان ڪشموز شهر ڀرسان ٿيندي سنڌ کي چيريندي ڏکڻ ۾ اچي عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي، جا سچي سنڌ کي آباد ڪري ٿي. تنهنڪري اُن سچيءَ ايراضيءَ جو نالو سنڌ رکيو ويو. ڪي ڇون ٿا تہ ايوڌيا جي پرسڌ رُگهوَنش جي پوروَجن ۾ ٤٩ پيڙهيءَ ۾ سنڌ ڊِويپ نالي هڪ سمراٽ ٿي گذريو آهي، جنهن جي نالي تان هن پرديش جو نالو سنڌو ڊِويپ هو جو فقط سنڌو ٿي ويو آهي.

بمبئيءَ جي ڀارت وگيانيءَ (Indologist) پادري مورس جي سَند موجب سنڌو نديءَ کي اهو نالو آرين کان آڳاٽن رهاڪن دراوڙن ڏنو هو، جن جي ٻوليءَ ۾ سَند يا سندو لفظ جي معنيٰ هئي ندي يا درياهہ. آرين ان اکر کي ڦيرائي سنڌ يا سنڌو ڪيو. جنهن پنيان سمورو ملڪ جنهن مان اها ندي لنگهي ٿي، تنهن تي ”سنڌ“ ديس جو نالو پئجي ويو. اهو نالو ايراني واپارين ”سنڌ“ مان ڦيرائي هند ڪيو. جنهن مان هاڻوڪو ”هندستان“ ٿيو آهي. ڇو تہ انهن سچي هندستان جو نالو ئي اهو سمجهيو. تنهن کان پوءِ رومي واپارين ان کي وڌيڪ ڦيرائي ”اِنڊ“ ڪري ڇڏيو. جنهن مان هاڻوڪو ”اِنڊيا“ (India) ٺهيو آهي جو بہ ڌيهي نالو آهي ۽ نہ يوُروپي. هندستان تي ”ڀارت“ نالو تہ گهڻو پوءِ پيو، جڏهن راجا دُشينت ۽ شڪنتلا جو پٽ ڀرت راڄ ڪندو هو، جنهن تان نالو ”ڀارت“ پيو. شري گنگارام سمراٽ ”آزيہ وير“ ماهوار رسالي انڪ اپريل-ميءِ ١٩٩٥ع ۾ لکيو آهي تہ سنڌ جو نالو سنڌو، بعد ۾ سنڌو سؤ وير ۽ هن وقت سنڌ، اهو نالو ڪنهن راڄ گهراڻي تان پيل آهي نہ ڪِ سنڌو نديءَ تان.

## ٨. سنڌو نديءَ تي نالو ڪيئن پيو-

سنسڪرت ۾ وَهڻ کي چئبو آهي ”سينڌ“ سينڌ مان ڦري ٿيو سنڌوُ. پاڻي جهجهي انداز ۾ چڱي ويڪر ۾ لنبي ايراضيءَ ۾ وَهي، ان کي سڏبو آهي ندي. اهڙيءَ طرح نالو پيو ”سنڌو ندي“. هن جو اصل نالو سمبيڌا هو جو ڦري سنڌو ٿيو. قديم ايراني لوڪن جو ”س“ جو اُچار ”ھ“ وارو آهي جن سنڌو مان ڪيو هندو. يونانين ”هندو“ مان ڪيو ”اِنڊو“ ۽ اِنڊوس ندي سڏڻ لڳا. سا ٿي اِنڊس (Indus).

## ٩. سنڌ جون حدون، حصا، ضلع ۽ رهاڪو.

(١) حدون. (الف) ويدن ۾ ذڪر ڪيل ”سپت سنڌو“ ديس، زماني جي بدليل حالتن ۽ قدرتي سببن ڪري پنجن ڇهن حصن ۾ ورهائجي ويو. جنهن مان هڪ ڪي ڪشمير، ٻئي ڪي پنجاب، ٽئين ڪي افغانستان، چوٿين ڪي بلوچستان، پنجين ڪي سنڌ، ڇهين ڪي اُتر اولهه وارو سرحدي پرانت سڏيو ويو.

(ب) آريه ورت جي زماني ۾ سنڌ تمام وڏي هئي. جنهن ۾ ست نديون شت درو، پرشڻي، اسڪني، وتستا، ارجڪنا، سودا ۽ سنڌو اچي ٿي ويئون. ڇهن ندين جا نالا بدلجي ويا:- ستلج، راوي، چناب، جهلم، بياس ۽ وهندا ٿيا آهن، پر سنڌو اڄ ڀي نالو سنڌو آهي.

اُن وقت جي سنڌ ۾ ڪشمير، راجپوتانا، بهاولپور جو ڪجهه حصو، افغانستان ۽ بلوچستان جا ڪجهه ڀاڱا ۽ راجستان جا ڪجهه ڀاڱا شامل هئا. گجرات ۾ اُن جون حدون سورت تائين هيون. هن وقت جي سنڌ پراڻي سنڌ جو پنجون حصو مس آهي.

(ث) اڄ کان ١٤٠٠ چوڏهان سو سال اڳ سنڌ جون حدون هينئيون هيون. اُتر ۾ مُلتان کان وڏي ميان واري جهلم، پشاور ۽ قنڌهار تائين، اولهه ۾ مڪران تائين، ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ ۽ گجرات تائين ۽ اوڀر ۾ مالوا جي وچ ۽ راجپوتانا تائين.

(د) هاڻوڪيون حدون. اُتر طرف پنجاب، اُتر اوڀر طرف بهاولپور رياست، اُتر اولهه پاسي بلوچستان، اُلهندي طرف ڪيچ مڪران هالار ۽ ڪيرٿر جبلن جي قطار، ڏکڻ ۾ ڪڇ جو رڻ، ڏکڻ اولهه پاسي عربي سمنڊ ۽ اُڀرندي طرف راجستان ۽ ان جو ريگستان.

نوٽ. انگريزن سنڌ ١٨٤٧ع ۾ بمبئي پرڳڻي ۾ شامل ڪئي، جا سنه ١٩٣٦ع ۾ جدا ڪري ڌار علائقو بڻايو.

(٢) حصا. سنڌ ۾ پوزيشن ۽ حالتن انوسار الڳ الڳ ايراضيءَ کي ڌار ڌار نالن سان سڏيو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح ٩ ڀاڱن ۾ سنڌ ورهائي ويئي آهي:-

(الف) سرحد. اُتر واري حد. شهداد ڪوٽ، جيڪب آباد ۽ ڪشمور تعلقي جو چيڙو.

(ب) سِرو. خيرپور رياست کان وٺي ويندي اُباوڙي تعلقي جي ڇيڙي تائين ۽ سيوهڻ دادو کان وٺي لاڙڪاڻي ضلع تائين.

(ث) چانڊڪا. لاڙڪاڻي جي آسپاس وارو ٽڪر، جو اُتي چانڊيا ذات جا گهڻا رهندا آهن.

(د) ڪاڇو. سنڌو نديءَ جي اُلهندي پاسي ڪيرٿر جبل سان لاڳو ماٿريءَ وارو ڀاڱو.

(ع) ساهتي. نوشهرو، ڪنڊيارو ۽ نارُوشاه تعلقا. سنڌو نديءَ جي اُڀرندي پاسي اوائل ۾ سهتا گهڻا رهندا هئا.



(ف) وچولو. سِري ۽ لاڙ جي وچ وارو ڀاڱو ۽ ڪنڊياري ۽ دادو تعلقي جي اُتر واري ڀاڱي کان وٺي هيٺ ڪوٽڙيءَ تائين. جنهن ۾ ساهتي به اچي ويئي.

(گ) لاڙ. ڏاکڻو ڀاڱو وچولي جي هيٺان وڃي عربي سمنڊ ۽ ڪڇ سان لاڳو آهي. هن جا به ڀاڱا آهن:-

١. حيدرآباد ضلع جي لاڙ ڊويزن يعني گوني، ديرو محبت، تلهار ۽ بدين تعلقا ويندي بلڙيءَ تائين.

٢. ڪراچي ضلع جو سمورو ڏاکڻو ڀاڱو، جو ڪيٽي بندر ۽ ڪراچيءَ طرف اچي سمنڊ سان لڳو آهي. هن ۾ به تعلقي ميرپور ساڪري واري ٽڪر کي ساڪرو پرڳڻو چوندا آهن.

(هه) ٿرُ. ڏکڻ اُلهندي وارو پاسو، جو ٿل مان نڪتل ٿرُ يعني سوڪ، جتي رڳو واريءَ جون ڀِٽُون آهن. تعلقو ڏيپلو، مٺي، ڇاڇرو، امرڪوٽ ۽ نگرپارڪر.

(ج) ڪوهستان. لس ٻيلو ۽ ٿاڻي بولاخان واري آس پاس واري ايراضي.

(٣) ضلع. اصل سنڌ ۾ انگريز حڪومت ڇاهيا پهريائين هينيان ست ضلع، پوءِ ٣ ضلع ڪل ١٠. پاڪستان پوءِ ٣ ضلع ٺاهيا، هاڻي ڪل ١٣ ضلع آهن:-

(١) اُتر سرحد (Frontier) يعني جيڪب آباد (٢) سکر (٣) نواب شاه (٤) لاڙڪاڻو (٥) حيدرآباد (٦) ڪراچي (٧) ٿرپارڪر (ميرپور خاص) (٨) خيرپور رياست (٩) پوءِ نئيو ضلعو دادو (١٠) پاڪستان ٺهڻ کان به سال ڪن اڳ نئيو ضلع سانگهڙ. پاڪستان پئدا ٿيڻ کان پوءِ ٣ ضلع نئيا آهن:- (١١) بدين (١٢) ٺٽو (١٣) شڪارپور.

(٤) رهاڪو. سنڌ جا ماڻهو جن ايراضين ۾ رهندا هئا ته ان ايراضيءَ واري نالي سان ڪوٺبا هئا:-

(١) سرحدي. سرحد تي رهندڙ. (٢) اُترادي. اُتر ۾ رهندڙ.

(٣) ساڪروُ. سَکر ۾ رهندڙ. (٤) شڪارپوري. شڪارپور ۾ رهندڙ.

(٥) چانڊڪائي. چانڊڪن ۾ رهڻ وارا.

(٦) ڪاڇيچا. ڪاڇي ۾ رهڻ وارا. (٧) ساهتيءَ وارا. ساهتيءَ ۾ رهندڙ.

(٨) وچولي پرڳڻي وارا. نواب شاه ضلع جي ڏاکڻي ڀاڱي ۽ حيدرآباد ضلع جي اُتر ۾ رهندڙ.

(٩) حيدرآبادي. حيدرآباد ۾ رهندڙ.

(١٠) خدابادي. خدآباد ۾ رهندڙ، جي لڏي حيدرآباد ۾ آيا.

(١١) لاڙي. لاڙ ۾ رهندڙ. (١٢) ٿري. ٿر ۾ رهندڙ.

**(الف) ٿر ۾ مٿين ذاتين وارا-** سوڍا، پاٽي، ٺڪر، مهيشوري يعني ڪراڙ.

**(ب) ٿر ۾ هيٺين ذاتين وارا-** ڀيل، ڪولهي، مينگهواڙ ۽ صفائي ڪندڙ.

**(۱۳) پاڳناڙي-** اُتر اولهه پاسي قلات لڳ پاڳ ۽ ناڙي ٻه ديهون آهن، اُتي جا رهندڙ.

**(۱۴) ڇاڇرو-** ڏکڻ اولهه پاسي (يعني لس ٻيلو ۽ ٽاٽو بولاخان) جبل تي رهندڙ جابلو.

**(۱۵) ڪڇي جا رهندڙ-** سانوڻيءَ ۾ سنڌو نديءَ اُٿل ڪائيندي هئي ۽ جهر جهنگ پاڻي تي ويندو هو. سياري ۾ پاڻي لهي ويندو هو. پوءِ اُتي وڃي ماڻهو ڪچا گهر اڏي رهندا هئا. پوءِ اُهي هر ڪيڙي ٻج وجهي ڪڻڪ، جَوَ، جانيو، سَرنهن توُريو، ڇٽا، مَٽر، اهر ۽ ڏاٽا وغيره پوکيندا هئا.

## ۱۰. سنڌ جي ايراضي، پکيڙ، زمين ۽ پسگردائي-

**(۱) ايراضي-** سنڌ ديس هڪ پاسي ۳۵ ۽ ۲۳ کان ۳۰ ۽ ۲۸ اُتر ويڪرائي ڦاڪن ۾ ته ٻي پاسي ٦۷ کان ۷۰ اوير ڊگهائي ڦاڪن ۾ ان جي اندر اچي ٿي وڃي. هنجي ڊيگهه ۳۰۰ ميل ۽ ويڪر ۱۲۰ ميل آهي. هنجي ايراضي ۵۴۱۲۳ چورس ميل آهي. پکيڙ ۳،۴۸،۰۰،۰۰۰ ايڪڙ آهي. ڪي تاريخ نويس ڊيگهه ۳٦۰ ميل ۽ ويڪر ۱۷۰ ميل لکن ٿا.

**(۲) پکيڙ-** مٿي ۹ جي (۱) حدن ۾ لکي ظاهر ڪيو ويو آهي. وري هت به صاف لکيو ٿو وڃي ته اصل سنڌ جون حدون اُتر ۾ قندهار تائين يعني افغانستان ۽ پنجاب واري ايراضي به سنڌ ۾ هئي. اولهه ۾ ڪيچ مڪران تائين ڏکڻ ۾ سورٺ بندر تائين، اوير ۾ ڪشمير، قنوج تائين. جيسلمير ۽ ٻاڙميڙ واريون ايراضيون به سنڌ ۾ هيون.

**(۳) زمين-** سنڌ ۾ عام طور زمين ڇيڪي مٽيءَ واري ۽ ٻاڪئون هئي. جنهنڪري اُتي زرعي پيدائش سٺي ٿيندي هئي. ان ڪانسواءِ وارياسي، ڪلراٺي ۽ جابلو زمين به هئي.

**(الف) وارياسي زمين-** خيرپور رياست اُيرندو ۽ سانگهڙ ضلع جو اُيرندو پاسو، راڄاوير جي چوطرف واريءَ جون ڍبون هيون، نصرپور شهر جي لاڳيتي ٿوري ايراضي. ٿرپارڪر ضلع جو اوير ۽ ڏاکڻو ٿورو پاڱو.

**(ب) ڪلراٺي زمين-** لاڙ ڊويزن جو ڏاکڻو حصو ويندي ڪڇ جي رڻ تائين. ميرپور بٺورو ۽ ميرپور ساڪري جا ٽُڪر.

**(ٿ) جابلو زمين-** اولهه وارو پاسو کيرٿر ۽ هالار جبل وارو حصو، ڇپر، لس ٻيلو ۽ ٽاٽو بوُلاخان واري ايراضي نئي جهرڪن، سونڊن ۽ جنگ شاهي شهرن جون ڪجهه ايراضيون. حيدرآباد جو گنجو ٽُڪر.

**(ڊ) ڇيڪي ۽ ٽاڪئون زمين-** مٿين ايراضين ڪانسواءِ سڄي سنڌ ۾ ڇيڪي ۽ ٽاڪئون زمين هئي ۽ آباديءَ لاءِ ڀلي هئي.



**(۴) پسگردائي-** اُتر ۾ پنجاب واري آباديءَ لائق زمين آهي. اولهه ۾ پهاڙي جابلو ايراضي آهي. ڏکڻ ۾ رڻ ۽ سمنڊ آهي. اوير ۾ راجستان واري اُتر ۾ واري ۽ ڏکڻ ۾ ڪلر واري زمين آهي. اُتر واري ۽ اوير واري سرحدي ايراضي ريل رستي ڳنڍيل هئي. ڏکڻ ۾ ساموندي جهازن جو رستو هو ۽ اولهه ۾ ڪن هنڌ جابلو لڪ هئا.

## ۱۱. سنڌ ۾ رياستون-

سنڌ ۾ فقط ٻه رياستون هيون. جنهن ۾ لس ٻيلي جي رياست پهرين انگريزن سنڌ ۾ ملائي ڇڏي هئي ۽ ٻي خيرپور رياست، تنهن ۾ حاڪم مير هو جو نالي ۾ هو. پر سڄو بندوبست، ڪاروبار ۽ ضابطو انگريزن جو هو.

**(۱) خيرپور رياست-** خيرپور رياست ضلع سکر ۽ نواب شاهه جي وچ ۾ سنڌو نديءَ جي ڪاٻي پاسي اوير طرف هئي. رياست ميرن جي هئي، تنهنڪري سڏبي هئي خيرپور ميرس. هن تي حڪومت ميرن يعني ٽالپرن جي هئي. سنه ۱۸۴۳ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي، پوءِ هيءَ رياست به انگريزن جي قبضي ۾ اچي ويئي ۽ اِنتظام سڄو انگريزن جو هو، مگر والي مير سڏبو هو. هنجي ايراضي (٦۰۰۰) ڇهه هزار چورس ميل هئي ۽ آدم ۳۰۵،۷۸۷ هو. هن ۾ وڏا شهر فقط ٻه هئا، هڪ راڻيپور ٻيو ڳنبت. هتي نير جي پوک جام ٿيندي هئي.

**(۲) لس ٻيلو رياست-** لس ٻيلو رياست سنڌو نديءَ جي ساڄي طرف اولهه پاسي آهي. هيءَ گهڻو ڪري پهاڙي ايراضي آهي. هن رياست واري ايراضي هنگوس نديءَ جي ڪنارن سان آهي. هنجي ايراضي (۷۰۴۳) ست هزار ٿيتاليهه چورس ميل هئي. هن رياست تي حاڪم جام راڄ ڪندو هو، پر انگريزن جي هٿ هيٺ اچڻ کان پوءِ هنن ڪراچي ضلع ۾ ملائي ڇڏي. هن جو آدم (٦۹۰٦۷) اُٺهتر هزار سٺهٺ هو. هن رياست ۾ هنگلاج ديويءَ جو اصل آستان آهي ۽ اُتي مندر نهيل آهي ۽ هڪ غفا به آهي. ڪٿان ڪٿان جا ڪئين ياتري درشن ڪرڻ ايندا آهن. هيءَ پهاڙي جابلو ايراضي آهي هيٺ مٿي ليول آهي. تنهنڪري ياتري اُٺن تي ۽ پنڌ قافلا ڪاهي ايندا آهن. پاڻ سان پاڻي ۽ کاڌي پيتي جو سامان به کڻي ايندا آهن. اوسي پاسي ڪوبه شهر ڪونهي، جتان سيڌو سامان ملي سگهي. ريل يا ڪار جو رستو ڪونهي. شرڌالن ٻين شهرن ۾ به هنگلاج ديويءَ جا مندر نهرايا آهن. پر اصل هي آستان آهي. هِت سنڌي، مڪراني، بروهڪي، بلوچي ۽ لاسي ٻوليون ڳالهايون وينديون آهن. ننڍين پاڱن ۾ وراهيل آهي. (۱) حب (۲) سون مياڻي (۳) لياري (۴) اُٿل (۵) سرلاڪڙو (٦) جسندي (۷) اورمارو (۸) مڪران.

□□

:: باب پهريون ::

# قومون، ذاتيون، آدمشماري

## ١. سنڌ ۾ رهندڙ قومون

(١) آريه- اصل سنڌ ۾ آريه رهندا هئا. ڪي تاريخ نويس لکن ٿا ته سنڌ ۾ ڪول، مُنڊ ۽ سنسٿال رهندا هئا، جن کي عراق مان آيل دِراوڙن هڪالي ڪڍيو. موهن جي دڙي مان مليل لاشن مان اِها ڄاڻ پوي ٿي ته لاش ڪول، سنسٿال ۽ دِراوڙي قوم جا هئا. پوءِ اهي ٽيئي قومون آرين سان گڏجي ويئون. پوءِ سنڌ کان ٻاهر ٻئي واپار وغيره خاطر ويئون ۽ پئي آيون. گهڻن عالمن جو اِهو رايو آهي ته سنڌ ۾ اصل آريه لوڪ ئي رهندا هئا.

ڪُنڀ نه ڪاري تنهن کي، جو هالاري هوءِ ـ توڙي ڏوٻي ڌوئي، ته به لعلي ان جي نه لهي. ـ شاهه

علم لغات Philology جهوني وٽ وگيان Archaelogy منک وديا يا پرش وگيان Anthropology ڌرتي جو علم Geology اسان جا ڪي ڏيهي عالم پنهنجي راءِ تي ڪُپ ڪوڙي ٿي ٻيئا ته آريه لوڪ اصل سپت سنڌوءَ جا رهاڪو هئا ۽ ڪٿان ٻاهران ڪونه آيا. پر پوءِ وڻج واپار ۽ ٻين سببن ڪري ايران وچ ايشيا ۽ يورپ ڏي ويا. ڪي ودوان چون ٿا ته آرين جو ماڳ اُتر قطب هو. لوڪمانيه بال گنگاڌر تلڪ کوج ڪري لکيو آهي ته پُراڻن پٽاندر آڳاٽا لوڪ ميرو پربت تي رهندا هئا، جو اُتر قطب ڏي هو. رگ ويد سڀيتا عيسوي سن کان پنجويهه هزار ورهيه اڳ شروع ٿي. سماج شاستر Sociology آڳاٽن لکيل ڪتابن مان سنڌو ماٿر جو احوال پهريائين پهريائين هندن جي رگ ويد ۽ پوءِ ٻين ويدن، براهمڻ گرنٿن، اِتهاس، پُراڻن ٻڌ ڌرم ۽ جين ڌرم وارن جي ڌرمي پستڪن مان ملي ٿو.

سائينم! سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سُڪار ـ دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين. -شاهه

ـ سنڌ ـ

(٢) قديم سنڌ جا اصل رهاڪوُ- سنڌ ۾ پهريائين ڪول ۽ سنسٿال آيا. اڄ کان پندرهان هزار سال ماڻهو اڻ- گهڙيل پٿر ڪم آڻيندا هئا، پوءِ هنن زماني کان وٺي پٿر گهڙڻ سِکيا ته ڪپ، ڏاٽا ۽ ٻيا اوزار پٿر جا ٺاهي سگهيا. پٿر واري زماني جي سڀيتا جو بنياد وجهندڙ دراوڙ لوڪ چوڻ ۾ اچن ٿا. موهن جي دڙي مان ڪولن، سنسٿالن ۽ دراوڙن جون کوپريون لڌيون آهن، پوءِ آرين سان لهه وچڙ ۾ آيا. سنڌ ۾ جيڪي اوڏ آهن، سي اصل دراوڙن جي ڪُل مان آهن. ڏکڻ هندستان مان لڏي اُتر هندستان ۾ آيا، پوءِ جتي ويٺا سو هنڌ سندن نالي پٺيان "اوڏر ديش" سڏجڻ ۾ آيو جو اُچار ڦري ٿيو "اوڙيسا." اُنهن اوڏن مان ڪي مارواڙ ويا، جتان پوءِ سنڌ ۾ آيا. پر ٻولي اڄ تائين مارواڙين جهڙي ڳالهيندا آهن. اُهي اصل هندو آهن، پر اڪثر شڪل مسلمان جهڙي اٿن ۽ ڪپڙا به اهڙا ئي ڍڪيندا آهن. سندن پير رامديو آهي، جنهن جو ميلو هر سال لڳندو آهي. "اوڏ" لفظ جي بنيادي معنيٰ آهي "اڏيندڙ." اڄ تائين پٽين جون اوساريون ڪٽندا آهن. سنڌ ۾ هن وقت ٻيا



ماڱر (ماڇر) ذات جا مُهاڻا رهندا آهن، سي به سنڌ جي آڳاٽن دراوڙن جو اولاد آهن. هيلايا ڍنڍ سونڊن پاسي رهندا آهن. سجاول پاسي گهڻا آهن، جو اڄ سوڏو اِهو پاسو "ماڇر" سڏبو آهي.

"سجاول ۾ واهه گهوٽارو، وِهي وچ بازار - ماڇر ۾ ٿا مڇر پون ماني منجهه هزار" "غريب"

دراوڙن جي باري ۾ الڳ الڳ رايا آهن. ڪي چون ٿا ته يونوچ سمنڊ طرف رهندڙ قومن مان هئا اُتان آيا. ڪي چون ته اصل هندستان جا رهاڪو هئا

(٣) ٽامي وارو زمانو- (Copper age) پوءِ سڏجي ٿو، جو ترقي ڪيائون. ٽامون ۽ قلعي ملائي هڪ ڳاڏڙ ڌاتو Bronze age سڏجي ٿو. هن مان اوزار ٻاسڻ برتڻ ٿالهيون ٺاهيندا هئا. پوءِ ماڻهو لوهه ڄاڻڻ سِکيا ته ڪڙا ڪنڊا، ڪپ ڪاتيون، ڪهاڙا ڪوڏريون. ڪرپان، ترارون وغيره جوڙڻ سِکيا. هاڻي ته اسين ڪلن واري زماني ۾ آهيون، ڪيترن ئي قسمن جو مشينون نهي ويئون آهن.

ڪيترا عالم هاڻ اِئين پيا چوَن ته هندن جي جهڙي آهي سڀيتا آڳاٽي، تهڙوئي آهي ڌرم آڳاٽو ۽ انهيءَ ڳالهه ۾ سڄي دنيا مان ٻي ڪابه قوم هندن سان ڪُلهو هڻي ڪين سگهندي. ويدڪ زمانو نهايت قديم آهي ۽ آريه لوڪ گهڻو پوءِ ميرو پربت کان هندستان ۾ آيا. تنهنڪري اُهي به جدا زمانا آهن.

(٤) رگ ويد وارو زمانو- رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿو ته آڳاٽا آريه لوڪ ستن ندين جا ڪنارا پاڻيءَ جي سهج ڪري والاري ويٺا هئا. جنهنڪري سندن والاريل ملڪ "سپت سنڌو" يعني ست درياهو سڏبو هو. عالمن کي رگ ويد مان اِئين سمجهڻ ۾ اچي ٿو ته اُنهن ستن ندين مان پنج نديون پنجاب واريون هيون، ڇهين سرسوتي ۽ ستين سنڌو. جنهن ۾ سنڌو نديءَ جون ڀرتي ڪندڙ نديون يعني ڪابُل ندي گومتي (گومال) ندي سوات ۽ ڪرم به ليکيون وڃن ٿيون. جي تنهن وقت وَهنديون هيون ۽ سنڌو نديءَ سان اچي گڏبيون هيون.

(٥) سنڌ ۾ سُورجوَنسي- سنڌ جو ناتو سُورجوَنسي گهراڻي وارن سان برابر هو. راجا دسرت جو سنڌ سان گهڻو ناتو هو. دسرت کان پوءِ سنڌ جو راجا رام جو ڀاءُ ڀرت هو.

(٦) چندر وَنسي آرين جا ڪُل يا خاندان- چندر وَنسي گهراڻي وارن جون پنج مکيه شاخائون هيون. هرهڪ شاخ وارا پنهنجي ڪنهن وڏي ڏاڏي جي نالي پٺيان سڏبا هئا. هڪڙا سڏبا هئا يدو (يا يادوَ يا جادوَ -ونسي)، ٻيا تروسو، ٽيان پرو، چوٿان انو ۽ پنجان ورهيو.

سورجونسي گهراڻي مان پهريون راجا اڪشواڪو هو (ڳادي ايوڌيا ۾) هاڻي ائوڌ سڏبو آهي. اڪشواڪو جي پيڻ اِلاٻڌ سان پرڻيل هئي. ٻڌ جي پيءُ جو نالو سوم (چنڊ) جنهن ڪري چندرونسي سڏيا. چندرونسي گهراڻي مان پهريون راجا پرِوَرس هو، جنهن جي ڳادي پرتيستان هو جو هاڻي الله آباد سڏجي ٿو. راجا پرورس ۽ سندس اولاد کي اٿل يعني اِلا سڏبا هئا. اهي ميرو پربت ڪان وچ هماليه وارِي وات وٺي اُتر هندستان ۾ آيا. راجا پرورس جو پڙپوٽو راجا يُياتي هو، جنهنکي به راڻيون هيون. هڪڙي ديوياڻي آسرن جي گرو شُڪرآچاريه جي نياڻي هئي. ٻي سرمشنا جا دئتن دانوَن ۽ اسُرن جي راجا ورس پرون جي نياڻي هئي. راجا يُياتيءَ کي راڻي ديوياڻيءَ مان به پٽ يدو ۽ تروسو هو ۽ راڻي سرمشنا مان ٽي پٽ ورهيو، انو ۽ پرُو هئا. انهن پنجن ئي پٽن جو اولاد سندن ئي نالي

پنيان سڏبو هو. مطلب تہ اُهي ”پنج جن“ اصل هڪڙي ئي ڏاڏي جي اولاد هئا. پوءِ پيڙهيون پونديون وڃي ڪي ڪهڙي ڪي ڪهڙي نالي سان سڏائيندا هئا. رگ ويد ۾ مڙيئي ۴۰ خاندانن جا نالا آهن. ”پنج جن“ وارو خيال هن وقت ”پنچات“ لفظ ۾ سمايل آهي جنهن جي اصلي معنيٰ آهي ”پنجن ڄڻن جو ميڙ“.

(۷) سنڌ ۾ جادو وَنسي- يدو ۽ تروسو آريہ لوڪ بابل کان سمنڊ رستي اول سنڌ ۾ اچي رهيا. سري ڪرشن بہ جادو وَنسي ڪل مان هو. جنهن ڪري چئبو تہ سندس ابا ڏاڏا اصل کڇ وقت سنڌ ۾ هئا. جيسلمير جا ڀٽي راجپوت سنڌ، ڪڇ ۽ ڪانياواڙ جا سما راجپوت جادو وَنسي ڪل مان هئا.

(۸) ڀين آرين جون ٻينڪون- ”پُروُ“ آريہ لوڪ هئا. نهايت قديم زماني ۾ انهن مان پرت هڪ ناميارو راجا ٿي گذريو آهي. جنهن جي نالي پنيان سارو ڀارت کنڊ سڏجي ٿو. جو راجا دُشينت ۽ شڪونتلا جو پٽ هو.

(۹) سيپتا جا ٽي زمانا- آرين جي سيپتا جا مکيہ ٽي زمانا هئا.

۱- جنهن ۾ آريہ لوڪ ڏت ۽ شڪار تي گذران ڪندا هئا. ۲- جنهن ۾ آريہ لوڪ ڌڻ ڌارڻ سکيا. ۳- جنهن ۾ آريہ لوڪ کيتي ڪرڻ سکيا. ۱- ڏت ۽ شڪار- ”قديم سيپتا جي شروعات“ سڄي دنيا ۾ برف گهٽي پوندي هئي. جنهن ڪري کيتي ڪرڻ ناممڪن هئي. سڀ ماڻهو ڏت تي گذران ڪندا هئا. اهو دستور ڪوهستان ۽ ڀين هنڌن جا مسڪين اڄ تائين هلائيندا پيا اچن. برف پوڻ ڪري وڻ ٽڻ سڙي ويندا هئا تہ مڇي ماس کائڻ جو رواج پيو.

چوٽي- اُٺ واري آڪرو- ٻڪريءَ واري ڪاڪرو يعني اُن اَڪ کونہ کائي ۽ ٻڪري ڪڪرو کونہ کائي.

چوٽي- سون جي رَتيءَ کان رت جي رتي چڱي يعني توري روڪڙ کان تورو چوپايو مال چڱو.

چوٽي- پاڻ سدا جواڻ يعني پاڻ ئي فصل کي جوان بڻائي سگهي ٿو.

چوٽي- جنهنجي ويلا تنهنجي رکيا يعني جنهنجي صاحبي هجي، تنهن جو سدائين خير گهرجي.

(۱۰) سنڌ ۾ پنچالن جي حڪومت- رگ ويد ۾ گهڻن زمانن جي سيپتا جو ذڪر آهي. هرهڪ زماني ۾ ڪهڙا ڪهڙا راجائون هئا، سنڌ ۾ تن جو خاص ذڪر ڪونهي. جن گهڻا دان ڪيا، تن جون دان اُستتيون يعني سخا جون ساراهون ڪن رشين ڳايون آهن، جي رگ ويد ۾ ڏنل آهن.

قديم زماني ۾ سنڌ جو راجا سِوَنيہ ڀاوِيہ هو جنهنجي راڻيءَ جو نالو روماسا هو. اهو راجا ڪِروِي آرين مان هو، جي پوءِ پنچال سڏجڻ ۾ آيا. سندن ڏورانهان سوٽ پرو ۽ پرت آريہ لوڪ هئا، جن سان راجا سوُداس لڙيو. سنڌ جو راجا سِوَنيہ راجا ڀاوِيہ جو پٽ وڏو ڌرماتما هو. سندس ساکون ڪاڪشون نالي هڪ رشيءَ ڳايون آهن. راجا سِوَنيہ کي ڏھ ڏيئرون هيون، جي سڀ ڪاڪشون رشيءَ کي پرڻائي ڏنائين. جهجهو دان مليس. رگ ويد جي منڊل پهرئين (۲۶، ۱-۵) ۾ ڏنل آهي. انهيءَ دان اُستتيءَ ۾ راجا سِوَنيہ ڀاوِيہ جي نالي جيڪي چيو اٿس، تنهن جو مختصر مطلب هي آهي:

سنڌ جي راجا مونکي هڪ سَو نشڪ (سونا سڪا)، هڪ سَو گهوڙا، هڪ سَو ڏاند، هڪ هزار سٺ ڳايون ۽ يارهن رٿ ڏنا. ڏهن زالن لاءِ ڏھ رٿ ۽ يارهون رٿ ڪاڪشون رشيءَ لاءِ. هر رٿ ۾ چار چار



سنڌي گهوڙا ٻَڌل هئا، جن تي موتين سان جڙيل سنج هئا. سنڌ جي راجا سِوَنيہ ڀاوِيہ هيترو سارو دان ڪري پاڻ کي امر ڪري ڇڏيو. سنڌ جا گهوڙا ناميارا هئا.

(۱۱) وهانءُ- هندن ۾ وهانءُ هڪ ڌرمي سنسڪار ليکيو ويو آهي. زال پنهنجي مڙس جي ”ارڌانگني“ يا ”اڌ سرير“ سڏي ويئي آهي. مرد ۽ عورت اصل ۾ بہ جدا سرير آهن، پر وواہ سنسڪار ڪري ٻئي هڪ ٿين ٿا. هندن ۾ اڄ تائين دستور آهي تہ ڪا پوڄا ڪرائين تہ زال مڙس گڏ پلئہ ٻڌي وهن. هن رسم کي اهو ڌرم جو ڏاڍو آڳاٽن آرين اهڙو ٻڌو، جو هڪ واريءَ جو پرڻيو سو پرڻيو. سنڌ ۾ هندن ۾ طلاق جو رواج ڪونہ هو.

(۱۲) ويڏيءَ جو رواج- ويڏيءَ جو رواج رگ ويد واري زماني کان هليو اچي. منتر ۽ ويڏي گريهہ سوترن ۾ ڄاڻايل رگ ويد مان ورتل آهي. وهانءُ لفظ سنسڪرت جو آهي ”وواہ“ و معنيٰ چڱيءَ طرح، وھ معنيٰ وٺي وڃڻ. گهوٽ ڪنوار کي سانن سوٽن سان چڱيءَ طرح وٺي وڃي. سانن سوٽن ۾ مکيہ ڳالهہ آهي پرڻو. ”پرڻو“ لفظ جي معنيٰ آهي ڦيرا ڏيڻ. ”پر“ معنيٰ چوڌاري ”نيہ“ معنيٰ ٿيڻ. پلئہ ٻڌي يگيہ جي اگنيءَ کي ست ڦيرا ڏبا آهن. جيسين ڦيرا نہ ڦريا آهن، تيسين وهانءُ جائز نٿو ليکجي. يورپي عالمن جو چوڻ آهي تہ هندن جي وهانءَ جي آدرش جهڙو ٻيو آدرش آهي ئي ڪونہ. ايڪ ناري سدا برهمچاري.

(۱۳) (الف) هندو- سنڌ ۾ آد کان وٺي سنہ ۷۱۲ع تائين هندو ئي رهندا هئا. مسلمان جو نالو ئي ڪونہ هو. ڪوبہ مسلمان سنڌ ۾ ڪونہ رهندو هو.

(ب) مسلمان- جڏهن محمد بن قاسم سنہ ۷۱۲ع ۾ سنڌ تي ڪاهہ ڪري راجا ڏاهر کي جيتي سنڌ هٿ ڪئي، ان کان پوءِ عرب اُتي ئي رهڻ لڳا ۽ ٻيا ايران، افغانستان ۽ بلوچستان مان بہ مسلمان اچڻ لڳا. مطلب تہ مسلمانن انين صديءَ ۾ سنڌ ۾ اچڻ ۽ رهڻ شروع ڪيو. ڏيري ڏيري ڪَڇي ذاتيون جهڙوڪ ڪولهي، ڀيل، مينگهواڙ ۽ صفائي ڪرمچاري لَڏي ڪَڇ مان سنڌ ۾ آيا. جيسلمير کان جاڳري هندو آيا. انهن جون زالون تمام سُهڻيون هونديون هيون جي ڳائڻ جو ڪم ڪنديون هيون، جن کي ماڙيچاڻيون طوائفون چوندا هئا. مارواڙ کان برهم کتري ۽ ڪِراڙ لَڏي آيا. ان کان سواءِ پوڪرڻا براهمڻ ۽ موچي بہ آيا. ڪيچ مڪران کان مڪراني مسلمان آيا، جي گهڻو ڪري ڪراچيءَ جي شهر ۾ ئي رهيا. گجرات مان، برهم کتري، لوهاڻا (واڻيا) لڏي آيا. بلوچستان مان مسلمان بلوچ آيا. بهاولپور رياست مان کي بهاولپوري آيا. سنہ ۱۹۳۲ع ۾ سنڌ ۾ سکر بئريج نڪرڻ بعد پنجابي هندو مسلمان ۽ سِک بہ لڏي آيا. جن سرڪاري غيرآباد ڀيل زمينون خريد ڪري ۽ ڪي قبولي توڙي ناقبولي زمينون مقاطعي تي ڪٽي آبادي ڪرڻ لڳا. يورپ مان انگريز ۽ ٻيا ڪرستان بہ آيا. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ ڪيترن ئي قومن ۽ ذاتين جا ماڻهو اچي ڪنا ٿيا ۽ اُتي ئي رهيا. پنهنجي گهرن ۾ سيڪو پنهنجي مادري زبان واري ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندو هو ۽ ٻاهر سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندا هئا جو اُتي رهڻ ڪري سنڌي ٻولي سِکي ويا هئا. انهيءَ نموني سنڌ هڪ ڪاسموپوليٽن (Cosmopoletin) اِسٽيٽ بڻجي ويئي.

## ٢. آدمشماري

جهوني زماني ۾ آدم جي ڳڻپ وقت جون حڪومتون ڪيئن ڪرائينديون هيون، سا پوري ڄاڻ ڪانه ڪا معلوم ٿي سگهي آهي. پر انگريزي حڪومت آدمشماري هر ڏهين سال ڪرائيندي هئي. پاڪستان برپا ٿيڻ کان اڳ سنه ١٩٤١ع ۾ آدمشماري ڪئي ويئي هئي. پر آزاديءَ جي هلچل هئڻ سبب ڪانگريس، جنهن ۾ گهڻي ڀاڱي هندو هئا، تن اپيل ڪئي ته آدمشماريءَ جو بهشڪار (Bycot) ڪريو. ڪيترن ئي هندن ڪانگريس جو سڏ اونائي آدمشماري ڪرڻ وقت سرڪاري مُلازمن کي پنهنجا ۽ پنهنجي ڪٽنبن جا نالا ئي ڪونه لکايا ۽ مسلمانن پنهنجا سڀ نالا لکايا. اهڙيءَ طرح مسلمانن جي آدم جا پُورا انگ داخل ٿي ويا ۽ هندن جي ماڻهن جا انگ اڪر سچا پچا به ڪونه داخل ٿيا. انهيءَ ڪري هندن جي آدمشماريءَ جا انگ گهٽجي ويا. جڏهن انگريزن هندستان کي آزاد ڪرڻ جو اعلان ڪيو ته پرڳڻن جي آدمشماريءَ جي سنه ١٩٤١ع وارن انگن جي آڌار تي مسلمانن جي گهڻائيءَ وارن ڀاڱن کي هندستان مان ڇني ڌار ڪري پاڪستان پيدا ڪيو. نتيجو اِهو نڪتو، جي حصا هندن جي گهڻائيءَ وارا هئا، سي به هندستان جي بدران پاڪستان ۾ هليا ويا. سنڌ مان ڪوبه ضلع هندستان کي ڪونه مليو ۽ سڄي سنڌ پاڪستان ۾ هلي ويئي.

## ٣. سنه ١٩٤٧ع ۾ ضلعوار آدم

هندستان جي ورهاڱي وقت سنه ١٩٤٧ع ۾ آدمشماريءَ جا انگ سنه ١٩٤١ع ۾ شمار ڪيل ورتا ويا، جي هيٺينءَ طرح هئا.

### (١) ضلعوار انگ (آدم)

| جريان نمبر | ضلع | ڪُل آدم | مسلمان | غير مسلمان |
|---|---|---|---|---|
| ١. | جيڪب آباد (فرنٽيئر) | ٣٠،٤،٠٣٤ | ٢،٧٥،٠٦٣ | ٢٨،٩٧١ |
| ٢. | سکر | ٦،٩٢،٥٥٢ | ٤،٩١،٦٣٤ | ٢،٠٠،٩١٨ |
| ٣. | لاڙڪاڻو | ٥،١١،٢٠٨ | ٤،١٨،٥٤٣ | ٩٢،٦٦٥ |
| ٤. | دادو | ٣،٨٩،٢٨٠ | ٣،٢٩،٩٩١ | ٥٩،٢٨٩ |
| ٥. | نواب شاهه | ٥،٨٤،١٧٨ | ٤،٣٦،٤١٤ | ١،٤٧،٧٦٤ |
| ٦. | حيدرآباد | ٧،٥٨،٧٤٨ | ٥،٠٧،٦٢٠ | ٢،٥١،١٢٨ |
| ٧. | ٿرپارڪر | ٥،٨١،٠٠٤ | ٢،٩٢،٠٢٥ | ٢،٨٨،٩٧٩ |
| ٨. | ڪراچي | ٧،١٣،٩٠٠ | ٤،٥٧،٠٣٥ | ٢،٥٦،٨٦٥ |
| ٩. | خيرپور رياست | ٣،٠٥،٧٨٧ | ٢،٥٣،٦٩٠ | ٥٢،٠٩٧ |
| ٽوٽل | رياست ڪانسواءِ | ٤٥،٢٥،٠٠٨ | ٣٢،٠٨،٣٢٥ | ١٣،١٦،٦٨٣ |

نوٽ: ڪل آدم جو ڪل جوڙ ٤٥،٣٤،٩٠٤ تو ٿئي، اُن ۾ ٩،٨٩٦ جو فرق آهي.



## ٤. ضلعوار سيڪڙو هندو مسلمان ۽ ٻيا

ڊاڪٽر راجيندر پرساد ڀارت جي پهرئين پريزيڊنٽ جي لکيل ڪتاب (India Divided) ۾ ڏنل انگ. هي انگ هندستان جي ورهاڱي ۾ ڏنل انگ آهن، جن جي آڌار تي سنڌ پاڪستان ۾ ويئي.

| جريان نمبر | ضلع | مسلمان | هندو | ٻيا |
|---|---|---|---|---|
| ١. | جيڪب آباد | ٤٧ ع ٩٠ | ٤٢ ع ٩ | ١٠ ع ٠ |
| ٢. | سکر | ٨٩ ع ٧٠ | ٢٢ ع ٢٨ | ٧٨ ع ٠ |
| ٣. | لاڙڪاڻو | ٨٥ ع ٨١ | ٨١ ع ١٧ | ٣١ ع ٠ |
| ٤. | دادو | ٧٤ ع ٨٤ | ٩٩ ع ١٤ | ٢٦ ع ٠ |
| ٥. | نواب شاه | ٧٢ ع ٧٤ | ٥٤ ع ٢٤ | ٢٥ ع ١ |
| ٦. | حيدرآباد | ٩٠ ع ٦٦ | ٤٠ ع ٣٢ | ٦٩ ع ٠ |
| ٧. | ٿرپارڪر | ٢٦ ع ٥٠ | ٥٨ ع ٤٢ | ١٤ ع ٧ |
| ٨. | ڪراچي | ٠٠ ع ٦٤ | ١٨ ع ٣١ | ٨٠ ع ٤ |

پاڪستان ٿيڻ کان اڳ سنڌ جي آدمشماري ١٩٤٧ع ۾ ٥٠،٠٠،٠٠٠ پنجاه لک هئي.

## ٥. سنڌ جا ماڻهو — مَرد ۽ زالون

(١) مَرد- سنڌ جا ماڻهو اڳئين هندو قوم جا پويان آهن. جن سان ايراني، عرب، ٻروچ، بروهي ۽ پناڻن جو اولاد به مليل آهن. ان ڪري بُت ۾ مضبوط ۽ طاقت وارا آهن. هي جيتيل ۽ هيسيل قوم آهي ۽ غلام ٿي وينا آهن. هندن جا مکيه ڌنڌا مال مويشي ڌارڻ، کيتي، پورهيو ڪرڻ، واپار ڪرڻ ۽ نوڪري ڪرڻ آهي. سنڌي مسلمان زميندار، هاري ۽ ڪاسبي آهن. سنڌي مسلمان اڪثر ڪري غريب مسڪين ٿا ٿين. ڪي جزوي ضلع آهن، جن ۾ آبادگار ڪُتل ڪاٺل نه آهن. شهرن ۾ هندو جهجها ۽ ٻهراڙين ۾ مسلمان گهڻا آهن. ٻٽئيءَ جو حساب هيءُ آهي:- پيدائش جي ٽين يا اڌ پتي امير جي. ٻچاءَ لاءِ حاڪم جو حصو جنس ۾ ڏبو آهي. باقي جيڪي بچي، سو هاريءَ جو آهي. چلم سيڪو چِڪي، نشي جي عادت به منجهن آهي. متئين درجي وارا دارون ۽ آفيم واپرائيندا آهن. عام ماڻهو ڀنگ پياڪ آهن. اڳين ڏينهن ۾ مغل حاڪم ڏوهارين کي روز اُٺڻ سان پُست جو پيالو پيئاريندا هئا، جيئن سندن مغز خراب ٿئي.

(٢) زالون- زالون وارن کي خوشبودار تيل مَکي ٻن وڏين چڳن ۾ ڪنئر پاٽي لڳائي. پنيان سڀ وار گڏي چوٽي ڪن، جا ڪمر تائين پيئي لٽڪي. اکيون وڏيون ۽ آبدار بادامي ڊؤل جون، رنگ جهڙو سنگ سُليماني، پنبٽيون ڊگهيون ۽ ڪجل پائين. مرد پينل سُرمون پسند ڪندا آهن. مٿي جا وار ميٽ سان مَلين. نڪ سڌو جهڙو آمي جي ڦار، ناسون نار طرح سان وَريل ۽ اُن ۾ نٿ پيل. وات ڊولائتو. ڏند به موتين جون لڙهون. ڇپ مُساڳ سان ڳاڙها ڪنديون. هٿن پيرن جي

ترين کي ميندي لڳائي لعل ڪنديون. ڳهه چنڊي، چنبل، ڳن، جهومڪ، ڏر، چندن هار، ڳلپٽا، ڪڙيون، پانزيب، ٽاٽ، مُنڊيون، ويڙه، چوڙا، ڇير، نوُرا، ٻُنڊڙا پائينديون. ڪپڙا چادر، چولي، ڪنجري، سُٿڻ ۽ سليپر پائينديون آهن.

## ٦. سنڌ جا هندو مرد ۽ زالون

(۱) مرد- سنڌ جا هندو صفا چمڙيءَ جا آهن. هوند وارا سُکيا شهرن ۾ رهن ٿا. ۾ غريب شهرن ۽ ڳوٺن ۾ رهن پر صفائيءَ جو گهڻو خيال ڪونه رکن. ويس مسڪيني پائي ملڪيت پيا لڪائيندا. مسلماني حڪومت ڪري هندوءَ کي ٿنڊي الهيار جو نالو ڳنهڻ جي مجال نه ٿيندي آهي، ڇو جو نالي جي شروعات ۾ پاڪ لفظ هئا. ڪو هندو عربيءَ ۾ لکيل ڪاغذ نه ڇهندو هو، جو عربيءَ ۾ قران شريف لکيل آهي. ٻن مسلمانن شاهدي ڏني ته هندو مسلمانڪا لفظ چيا ته اُنجو مذهب بدلايو ويو ٿي. هندوءَ کي حساب ڪتاب جي لاءِ خاص ڪوپري آهي. تيزفهمي ۽ عقل ۾ سندس مٽ ڪونه هو. صبر سان سهڻ ته ڪو هندوءَ کان سِکي. هندو ڪنجوس به هئا. لکن جو خاوند سادي ماني ۽ ڳڙ سان پيو گذر ڪندو. مسلمان به چار روپيه ڳنڍ ۾ ٻڌي پيو مؤجون ڪندو. عامل يعني هندو سرڪاري نوڪريءَ ۾ هوندو هو ته اُن کي آبرودار سمجهيو ويندو هو. هندن جون هُنڊيون هندستان ۽ اُتر اولهه ملڪن ۾ روڪڙ ڪري ليکبيون هيون. اها سندن شاهوڪاري ڪارپت جي ثابتي هئي. هي حالتون ڪلهوڙن ۽ ميرن جي حڪومت ۾ هيون. ١٨٤٣ع کان انگريزن جي صاحبيءَ ۾ اِنصاف هو، دٻ ڪونه هو. مرد هندڪي پوشاڪ پائيندا هئا. پڙهيل ۽ عامل ۽ نوڪرين وارا سوٽ يا پتلون، قميص، کليل گلي وارو ڪوٽ، ٽوپلو يا بئنگلوري ٽوپي پائيندا هئا. سينيون ۽ سنڌ ورقي اَچا ڪپڙا جهڙوڪ ڌوتي، قميص گلي بند ڊگهو ڪوٽ، پڳڙي پائيندا هئا ۽ ڪلهي تي بوڇڻ رکندا هئا. ڪي سونيون مُنڊيون ۽ ٻيڙا پائيندا هئا. پوچا پان جي آزادگي هئي. گهوڙي ۽ اُن جي سواريءَ جي چِڙت هئي. طعام چڱا چوکا کائيندا هئا.

(۲) زالون- سنڌ ۾ هندو زالون مردن کان وڌيڪ حسين آهن. سوُڌا رَوش، عمدو بدن ۽ سهڻي شڪل اٿن. هندو زالون پڙهيل آهن. عيش عشرت جون ڪوڏيون نه آهن. ڳهه پائي زنانو نخرو ڪن ته موهيو ڇڏين. ڪنن ۾ ڳن، نڪ ۾ نٿ ٻولو، ڪراين ۾ ڪنگڻ، آڱرين ۾ مُنڊيون ۽ ويڙه، مُرن ۾ پانزيب، پيرن ۾ ٻندڙا، ڳچيءَ ۾ هار، ٻانهن ۾ ڪئين قسمن جا چوڙا پائينديون آهن. دٻ هوندي به اشراف، محنتي ۽ قربائتيون آهن. اولاد لاءِ سڪ اٿن. ڪپڙا گهڻو ڪري مسلمان زالن جهڙا پائين. پلا ملڪ جي رواج تي هلن، تڏهن رهي سگهن. انگريزن جي صاحبيءَ ۾ زالون به هندڪي پوشاڪ پائينديون هيون. عاملن ۽ نوڪريءَ وارن جون زالون پيٽي ڪوٽ، بلائوز ۽ ساڙهي پائينديون هيون ۽ ٻيون زالون رئو چولو پتلون ۽ پيشگير پائينديون هيون. زيور به هندڪا پائينديون هيون. سنڌي زالن ۾ قدرتي سوُنهن ته هئي پر تنهن هوندي به گلابي رنگت آڻڻ لاءِ هوُ پنير ۽ رسول جا وه جهڙا وٽا پيئنديون، ڪيسوقل جي پاڻيءَ ۽ ڪير جي قيڻ ڪريم سان مُنهن ۽ ٻانهون ملنديون هيون. اکين



جي صفائيءَ لاءِ ماکيءَ جون سرايون پائينديون هيون. وارن کي ميٽ ۽ ليمي سان ڌوئنديون ۽ تيل ڦليل، ميندي ۽ ساڳ جو به اِستعمال ڪنديون هيون. طرح طرح جا زيور پائينديون هيون پوءِ مرد سندن مُٺيءَ ۾.

## ٧. سنڌ جا ٻار

سنڌ ۾ سفيد پوش ماڻهن جا جهڙا وٽندڙ ٻار ٿين ٿا، اهڙا ٻئي ڪنهن هند مشڪل ڏسڻ ۾ ايندا. رَوش سوُڌا ۽ نفيس، پيشاني گول، ڳل پريل ۽ پنيان ڪاريون ريشمي گونڊيون، اکيون وڏيون ڊگهيون آبدار. جهڙي شڪل تهڙو ڊول. ويس سادو، مٿي تي جمني ٽوپي، ٻٽ تي ننڍو ريشمي گهگهو، ڪمر ۾ شال، جنهن ۾ هڪ خنجر پيو ڏسجي، پيرن ۾ سليپر پيل هوندو اٿس. چوڪرو پيءُ اڳيان با اَدب اُٿي بهندو، جڏهن چوندس تڏهن وهندو. وڏن جي گفتگو گنيير تي ٻڌندو ۽ جواب اَدب سان ڏيندو. پيءُ جي غيرحاضريءَ ۾ ڪو مهمان آيو ته باقاعدي هنجو آدرڀاءُ ڪندو.

## ٨. شڪارپور جا هندو

شڪارپور شهر جو هندو بندرو، گهنجايل نرڙ، سُڪل مُنهن، کُهريءَ ڪاڏيءَ مان لوپ پيو بڪي. چپ سنها ۽ پيڙيل، نڪ ڪنديارو ۽ اک ڪاري ٽڪي اٿس. مٿي تي سوڙهي ۽ ننڍڙي پڳڙي رکي اٿس ۽ چيلهه ۾ گوڏ جو ٽڪر ٻڌل اٿس. ڪنهن وقت ٻئي صفا ۽ اچا هئا. ڏائي پاسي ڪُلهي تي جٽيو پيو لٽڪي ۽ پيشانيءَ تي اچو وڏو تلڪ لڳل اٿس. ڪن جي پنيان هڪ ڊگهو ڳاڙهو قلم ۽ هٿ ۾ مالها پيئي ڦري. رڳ رڳ ۾ هندو واپاري، اِئين لکن جو واپاري، پر هٿ مان ڪوڏي ڇوٽو ڇڏي؟ شڪارپوري هندن جون (٩٠٠) نوَ سوَ ڪوٺيون هيون. ولايت ۾ به وڃي ڪوٺيون ڪڍن. جيڪي به هُنڊيون ڪڍن، اُتي وڃي پرجن؛ اهڙي اٿن ساک. هُنڊيون ١٨٤١ع کان وٺي هلنديون هيون.

## ٩. ذاتيون

سنڌ ۾ ڌرم ۽ مذهب جا به فرقا مکيه طور رهندا هئا ۽ ٻين مذهبن جا نالي خاطر رهندا هئا.

(۱) هندو- هندن ۾ به ذاتيون هونديون هيون:- براهمڻ اُنهن جا قسم هئا، هڪڙا سارسوت، ٻيا گوُڙ، ٽيان پشڪرڻا ۽ چوٿان ڪرٽيگور. ٻيا برهم کتري، اُنهن ۾ به ٻويزونون هيون: جهڙوڪ سنڌي، ساڪرائي، ناگرو (چوڙيگر)، چاپرو، بوبڪائي ۽ آراضي وارا، پارڪري، سنڌي مارواڙي ۽ عامل. عام طرح برهم کتري ڪپڙي جي رڱائي ۽ ڇپائيءَ جو ڪم ڪندا هئا، تنهنڪري هنن کي کتي به ڪونيو ويندو هو. ٽيان وئش يعني لوهاڻا (واڻيا پائيبند) اُنهن ۾ به پاڻا هوندا هئا: جيئن اُترادي، شڪارپوري، وچولي وارا، ساهتيءَ وارا، چانڊڪائي، ٽري، لاڙي، عامل، حيدرآبادي، خدابادي ۽ جابلو (چاپرو). سنڌ جا لوهاڻا عامل به سنڌي هندن جو فرقو آهي، اُنهن جو احوال هيٺ جدا ڏنل آهي. سونارا اُنهن ۾ به ٽي قسم آهن، هڪڙا سويچر، ٻيا بدڙيا، ٽيان ڍاٽي. ٻيا هئا نڪر، پاٽيا، جاجڪ ۽ پٽ. چوٿان هئا شودر جهڙوڪ موچي ۽ سوچي جي مارواڙ ۽ جيسلمير کان آيا. پيل ڪولهي، مينگهواڙ، ڪلال، صفائي ڪرمچاري ڪڇ کان آيا. اوڏ به ٻاهران آيا.

(٢) ٻوڌي- هنن بہ هندو ڌرم مان ڦٽي ٻوڌي مذهب اختيار ڪيو. ڪتري راجا گوتم ٻڌ هي مذهب هلايو.

(٣) جيني- هي بہ هندو ڌرم مان ڦٽي، جين ڌرم ڪتري راجا مهاوير چالو ڪيو. هنن ۾ بہ فرقا ٿي ويا آهن، هڪ سيتمبر جيڪي اَڇا ڪپڙا پائيندا آهن، ٻيا ڏگمبر جيڪي ننگن اوستا ۾ رهندا آهن. ياپڙا ۽ ڪراڙ بہ جين ڌرم کي مڃيندا آهن.

(٤) سِک- سِک فرقو بہ هندن مان ڦٽي ڌار ٿيو آهي. گرو نانڪ صاحب پڻ کالوُ ڪتريءَ جو پٽ هو. گرو گوبندسنگهہ ڌهين پاتشاهي هندن تي مسلمان بادشاهن (مغلن) جا ظلم ڏسي، اُنهنکي سامهون ٿيڻ لاءِ هڪ ملٽرِي فوج تيار ڪئي ۽ اُن کي خالصا نالو ڏنائون، پوءِ ڏيري ڏيري سِکن پاڻ کي الگ پنٿ يا مذهب ۾ ڌار روپ ڏنو.

(٥) مسلمان- مسلم مذهب بہ حضرت محمد صاحب شروع ڪيو، جنهن کي ١٤٠٠ (چوڏهن سوَ) ورهيہ ٿيا آهن. هي سنڌ ۾ ٨ صديءَ ۾ ڪاهون ڪري قبضو ڄمائي اچي ويٺا. هنن ۾ بہ فرقا آهن، هڪ سُني ٻيا شيعا؛ هنن جي اُصولن ۾ ٿورو فرق آهي. ٽيان احمدي، هنن جي اُصولن ۾ گهڻو فرق آهي. مگر سڀئي مسلمان حضرت محمد صاحب کي ئي مڃيندا آهن.

مسلمانن ۾ ذاتيون- مسلمانن ۾ گهڻيئي ذاتيون آهن، جيڪي معلوم ٿي سگهيون آهن سي هي آهن:- امير، ارباب، آغا، ارغون، افغان، اگهيم، اُنڙ، ابڙا، آراڻي، آرائين، آريجا، اوڍيجا، آخوند، آمڙ، اٿراڻي، اُڃڻ، احبداڻي، اُڏيچا، اگهاماڻي، اوڳاهي، ايسر. بلوچ (ٻروچ)، بانارا، ٻُڙدي، ٻُرفت، ٻروهي، بگٽي، بالادي، بوري، بوزدار، بجير، بگهڙ، باجر، باچڪاڻي، بادا، باريچا، باقراڻي، باڪڙا، بڪيرا. ٻرهام، ٻُگهيا، ٻداڻي. ڀُٽا، ڀَٽي، ڀٽ، ڀنگا، ڀنيڙا، ڀچا، ڀرڳڙي، ڀُرت، ڀتونڙا، ڀنگرا. تُرڪ، تُرخان، تلهيار، تگيا، ٿهيم، ٿيٻا، ٿوري، ٽالپر، ٽنگڙي. ٽُل، ٽوڙها. پير، پيرزادا، پناڻ، پنوهر، پرهياڙ، پليجا، پتافي، پالاري، پانڌياڻي، پنگريا. ڦرڪارا. جتوئي، جروار، جاڙيجا، جهيجا، جوڻيجا، جويا، جوهيا، جوکيا، جعفري، جکرا، جت، جلباڻي، جماڻي، جَمالي، جهرڪ، جلالاڻي، جسڪاڻي، جهاڳورا. ڄام، ڄاموٽ، ڄَڙه. چوهاڻ، چانگ، چانديا، چنبڙ، چلهيار، چوُناري، چنڊ، چنا، چاڪر، چنيچا، چٽنگ، چنبڙ. ڇَلگري، ڇَتا، ڇورا. حبشي (شيدي)، خاصخيلي (خاصڪيلي)، خوجا، دَل، دَرِس، ڏيرا، ڏيٽا، ڏهر، ڏهري (ڏاهري)، ڊيشڪ، ڊوليا، رِند، راوت، راڄڙ، راهوُجا، راڄپر، زرداري، زئونر، زنگيجا، سيد، سِرائي، سما، سوُمرا، سَمات، سَهتا، سوڍا، ساند، سنگراسي، ساٽي، سُرها، سالاري، سنجوڳي، سونبا، شيخ، شورا، شهوُڪ، شيدي (حبشي) عالماڻي، غوري، غَني، قاضي، قريشي، قنبراڻي، قهار، قهري، ڪلهوڙا، ڪورائي، ڪيريا، ڪاتيار، ڪاچيلا، ڪلوئي، ڪوريجا، کوسا، کيبر، کوکر، کتياڻ، کهُڙا، کيڙا، کٽي، (ڌوٻي)، گورچاڻي، گشڪوري، گوپانگ، لُنڊ، لغاري، لشاري، لباڻ، لاکا، لاڙڪ، مير (ٽالپر)، مخدوم، مَري، مِرزان، مَهر، مهڙ، ميرجت، مهيم، مَلِڪ، ميرڪ، مزاري، منگسي، ميمڻ، ماڇي، ملدسي، موراڻي، مهاڻا، ميربحر،



مڪراني، نظاماڻي، نواب، نوتڪاڻي، ناريجا، نوناري، وساڻ، ورياه، وهيان، هنگورا، هاليپوٽا، هڱڙا، هيلايا، هالار.

(٦) ڪرستان- انگريز ۽ ٻيا ڪرستان يورپ کنڊ مان آيا. ڪي وري هت ڌرم بدلائي ڪرستان ٿيا.

(٧) پارسي- پارسي ايران مان لڏي اچي سنڌ ۾ رهيا.

## ١٠. عامل، ٻروچ، ۽ شيدي غلام

(١) عامل- سنڌي هندو لهاڻن جي ذات ۾ پڙهيل ۽ پارسي چاڻندڙن ۾ هڪ فرقو ”عامل“ نالي سان ڌار ٿيو. هنن جو پيشو ڪلهوڙن، ميرن ۽ انگريزن جي حڪومتن ۾ سرڪاري نوڪري ڪرڻ جو هو. تنهنڪري عام هندو لهاڻن (پائيبندن) کان هوُ پاڻ کي اوُچو سمجهندا هئا. سنڌن ريتيون رسمون ۽ رواج ٿورا ڦريل هئا. هندن جڏهن ڏٺو تہ اسان بنا حاڪمن جي نٿي سَري تڏهن پنهنجي تيزفهميءَ ۽ ڦڙتيءَ جو پورو فائدو ورتائون. ملڪ ۾ پنهنجي حالت سڌاريندا ۽ زور وٺندا ويا. حاڪمن جو پنهنجي عملدارن تي ٻن قسمن جو ضابطو هو. هڪ موت ٻيو عذاب ڏيڻ. جي ڪو هندو لاهي پاهي بيهندو هو تہ لنين يا ڪَنڌر ڏنڊن سان ڪُٽي ماريندا هُوَس يا ڳچيءَ تائين زمين ۾ پوري دفن ڪرائيندا هُوَس. وڻ تي اُبتو لٽڪائي ٻانهن تي واريءَ سان ڀريل ٽانوَ ٻڌندا هُوَس. هَلڪن ڏوهن واسطي گهوڙي جو توبرو ٻاڙهن مِرچن سان ڀري مُنهن ۾ ڏيندا هُئس. سُٿڻ ۾ بہ چار وِڇون يا تہ لوه جي نوڪدار ”ٻِلي“ ماس ڀَٽڻ لاءِ وجهندا هُئس. عاملن کي پنهنجي مطلب ڪانسواءِ ٻيو ڪي ڪين سُجهندو هو يعني پورا خودمطلبي هئا. تمام چالاڪ هئا. مسلمانن جي زور زبر ڪري مومنن جو لباس ڪٽي اختيار ڪيائون. جيئن سڌي ڏگهي ٽوپي ۽ جهولدار سُٿڻ پاتائون. ڏگهيون سونهاريون رکيائون. انگريزن جي ڏينهن ۾ اُنهن جي دريس پائڻ شروع ڪيائون. پٽلون، پئنٽ، قميص، نيڪٽاءِ، ڪوٽ ۽ هئٽ (ٽوپلو) وغيره. عاملن جون شاديون وَڏخرچيون آهن. ڪڏهن بہ (٥٠٠) پنج سوَ روپين اندر نہ ٿي سگهنديون هيون.

(٢) ٻروچ- ڪلهوڙن جو راڄ سنہ ١٧٤٠ع ۾ شروع ٿيو. سرڪاري نوڪريون سنڌي مسلمانن کي هيون. مير محمد ڪلهوڙي ٻن ٻروچ مُريدن مير الودي ۽ مير مسوديءَ کي جاگيرون ڏيڻ جون لالچون ڏيئي گهرايو تہ جبل جو سُڃو پٽ ڇڏي اچي سنڌ ۾ رهو. پر اها ڀُل ڪيائين. حاڪم هنن جي اِستقبال لاءِ سونهري سَنجن سان ڦهريل گهوڙا ۽ خلعتون موڪليون، جڏهن اچا خداآباد کان ١٥ ميل پري هئا. هنن جو جلوس هلڻ لاءِ اڳتي وڌيو. ڏسن تہ ريڍارن جو ڊنبلو، ٻارين ٻچين گڏهن تي چڙهيل پنيان رڍن جو ڌڻ پيو اچي. وزير ڪانئن پڇا ڪئي تہ ڪا مير الودي جي خبر ڪريو. ورندي مليِ تہ مير الودو آءٌ آهيان، سو ڏسي حيرت ۾ وات ئي ڦاٽي وين. مير الودي کي هٿ ۾ ڍيري ڪلهي تي ڪانبو ڪري اڳيان پيو هون. وري بہ پاڻ جهلي تهذيب سان سلام ڪري هٿ مان ڍيري وٺي ڪلهي تان ڪانبو لاهي هڪ تازي گهوڙي تي سوار ڪري دربار ۾ وٺي وين. پوءِ تہ ٻيا ٻروچ ايندا رهيا ۽ هڪ پنهنجو ڳوٺ ٻڌي وَسائي ويهي رهيا. شڪل شبيهہ توڙي چال چلڻ ۾ سنڌين کان ٻروچ سرس هئا. رنگ وڌيڪ صفا، هڏ پڪو ۽ ٻُت سَگهو هئن.

عزت آبروءَ لاءِ خيال ئي نرالا اٿن. قوم لاءِ فخر، خاندان جي وڏائي، تند مزاج، بيوَفا، ويرونُ هئا. گدلا ۽ عياشي هئا. مکيه وِندرون به هئن. هڪ شراب نوشي، ٻيو شڪار، لکڻ پڙهڻ کان عار. سنڌ ۾ چالو هٿيار بندوقون (ڏگهين نالين سان) تپاچا،، تلوارون، ڀالا، پٽڇيون، خنجر ۽ ڪٽاريون هئن. سنڌِي اميرن کي دائمي بينل فوج ڪانه هئي نه قواعد هو. سپاهي پيادي جي پگهار ماهوار ساڍا ٽي روپيه هئي. ڪي سوار روز هڪ روپيو ڪٽندا هئا. لڙائيءَ وقت دشمن جي ملڪ ۾ لُٽ تي روڪ ڪانه هئي. هندو زالون عزت بچائڻ لاءِ پاڻ سان ڪٽارِي رکنديون هيون. جڏهن انگريزن سنڌ فتح ڪئي ته مڙدن کي زالن سان اُره زوراوري ڪرڻ جي منع ٿي. تڏهن زالن جاتو ته ”هاڻ اَڳٽ سان ڪٽارِي ڪانه ٻڌل آهي.“ نتيجو اِهو نڪتو ته زناه وڌِي ويو پر پوءِ بند ٿِي ويو. ڪاتيءَ ۽ ڪٽارِيءَ بدران ڪُلف ۽ ڪَڙا لڳايا ويا.

(٣) شيدِي غلام - سنڌ ۾ شيدِي غلام ٻن قسمن جا هئا. هڪڙا گهر ڄاوا، ٻيا مسقط يا عربستان جي اوير کان آيل. گهر ڄاوا ڀاتِي ڪري ليکبا هئا. جيئن هندستان ۾ تيئن زمين سان ٻڌل ۽ زمين سان وڪيل يا ورثي ۾ آيل غلام سنڌ ۾ ڪونه هئا. تنهنڪري جڏهن آزاد ٿيا، تڏهن اها نعمت سندن لاءِ زحمت هئِي. اميرن جي ايامڪارِيءَ ۾ ساليانا ڇهه ست سو زنگبارِي، ممباسِي ۽ حبشي آفريڪا مان ايندا هئا. ٿورن سالن کان پوءِ اهو واپار ذري گهٽ بند ٿِي ويو. غلام جو ملهه ٤٠ کان ١٥٠ روپين تائين هوندو هو. ڇوڪرين جو ملهه سرس هو ۽ تعداد به وڌيڪ هو. حبشِي ڇوڪريون ڪڏهن ته ڇهن سَتن سَوَن روپين ۾ وڪامنديون هيون. سندن ڇوڻ هو ته ٻالڪپڻي ۾ اَن، ڪپڙا ۽ ٻيون ضرورِي شيون ڏيئِي واپارِي کين خريد ڪندا هئا. ڀڄائي وڪڻڻ عام رواج هو. ڪيترين کي هڪ ”سواهلي“ قوم قيد ڪري سمنڊ جي ڪناري تي واپارين کي وڪڻندِي هئِي. غلام گهڻو ڪري ڪِنمنڊي ضلع جا هئا. مزور، واڍا، لوهار، سَئس ۽ ٻيا غلامن کي پنهنجي ڏنڌي ۾ سيڪڙات ڪري رکندا هئا. ڪاڏو ڪپڙو ملندو هون. ڪن حالتن ۾ چڱي مَرتبي کي وڃِي رَسيا. اميرن جا خاص خادم ٿِي زيردستن تي خوب حڪم هلائيندا هئا. امير شير محمد جو پيارو خادم شيدِي هوش محمد منجهائن هڪڙو هو. شيدِي شيدياڻين سان ئِي پرڻبا هئا. سندن اولاد به غلام ئِي هو. سنڌِي مسلمان شيدياڻين سان شادِي ڪندا هئا ۽ انهن جو اولاد سنڌين کي پسند پوندو هو. انهن کي سنڌِي ”گڊو“ ۽ ”گڊِي“ ڪوئيندا هئا. سنڌِيءَ مان اولاد کي ”قنبراڻي“ چوندا هئا. شيدِي اڻ پڙهيل، جاهِل، خوش مزاج، ترشرو، من موجِي، تپڙا، خارباز ۽ ويڙهوُ گهڻا هئا.

## ١١- وَرڻ، گوتر ۽ نُکون

(١) وَرڻ- پراچين وقت ۾ رشين ۽ مُنين، ديش ۽ جاتِيءَ جي ڪلياڻ خاطر وَرڻ آشرم جي اِستاپنا ڪئِي ۽ ان کي ڪرت وڀاڳ (Labour of Division) جي آڌار تي سڄي اِنسان جاتِيءَ کي هينين چئن حصن ۾ ورهايو. جيئن پنهنجو ڌرم ۽ فرض پوريءَ طرح پاليندا رهن. ١- براهمڻ ٢- کترِي ٣- وئش ٤- شوُدر. وڌيڪ وستار هيٺ ڏجي ٿو:-



| جريان نمبر | ورڻ | ورات روپ ۾ ايشور جا اَنگ آلنڪار سان | ڌرم | فرض يا ڪرم جي سپاءَ ڪان اُتپن ٿيل آهن |
|---|---|---|---|---|
| ١. | برهمڻ | سِر (مُک) | موکيه لاءِ | پرلوڪ ۽ پرميشوَر جي هستِيءَ ۾ ويساه، گيان وگيان هٿ ڪرڻ، من اِندريون روڪڻ، تپ ڪرڻ، پوتر رهڻ، دان وٺڻ ۽ ڏيڻ، وديا سيکارڻ، ويد پڙهڻ ۽ پاڙهڻ، يگيه ڪرڻ ۽ ڪرائڻ، سنڌيا، اِشنان، جپ، هوم ڪرڻ. |
| ٢. | کترِي | راجا لوڪ (ٻانهون) | يوڳ لاءِ | راجائي ڪرڻ، سوُرهيائي ڪرڻ، يُڌ ڪرڻ، ملڪ جو بچاءُ ڪرڻ، دان ڪرڻ، وشين ۾ نه ڦاسڻ، دشٽن کي ڏنڊ ڏيڻ. |
| ٣. | وئش | شرير جو ڌڙ (ٽنگون) | اَرٿ لاءِ | کيتِي، گئو رکشا، ڍورن جي پالنا، وڻج واپار، ڌن جي رکيا ڪرڻ، وياج وٺڻ، وديا پڙهڻ. |
| ٤. | شوُدر | پير | ڌرم لاءِ | مٿين ٽنهِي وَرڻن جِي ٽهل ڪرڻ. |

(٢) گوتر - آڳاٽن ماڻهن جان ۽ مال جي بچاءَ سانگي گڏيل ڪٽنب جو رواج وڌو ته به پوُرت ڪانه پين. پوءِ پنهنجي گهرن ۾ مال جي وَٿاڻن جي چوڌارِي وڏيون پٽيون ڪنيائون. اهو عالم پناه وارو هنڌ ”گوتر“ سڏيو. ”گو“ معنيٰ ڳانءِ ۽ ”تر“ معنيٰ پِٽ يعني ڳانين جو پِٽ. رشي شادِي ڪندا هئا ۽ آڪه وڏِي هوندِي هين ۽ چوپايو مال ڌاريندا هئا. جنهن رشِيءَ اهو گوتر ٺاهيو، ان رشِيءَ جي نالي سان سڏبو هو. انهن گوترن ۾ پنهنجي برادرِيءَ وارا ئي رهندا هئا، جي سؤٽ ٿيا. پوءِ آڪاهيون وڏِي وڃڻ ڪري انهن کي ننڍن دفعن ۾ ورهاياٿون. ان جو نالو رکيائون ”نُک“. هرهڪ گوتر ۾ پنج ست نُکون هونديون هيون. گوترن ۽ نُکن جو رواج پهريائين سنڌو ماٿرِيءَ ۾ پيو.

مهاڀارت ۾ اصل چار گوتر ڏيکاريا ويا آهن. جيئن انگرا، ڪشيپ، وسشٽ ۽ ڀرگوُ. ڌرم سنڌوءَ ۾ لکيل آهي ته اَٺن رشين جي ونس کي گوتر چون ٿا. جهڙوڪ ١ - وشوامتر ٢- جمدگن ٣- ڀاردواج ٤- گوتم ٥- اَترِي ٦- وسشٽ ٧- ڪشيپ ٨- اَگستيه. ٻيو اِهو به ڏيکاريل آهي ته گوتر گهڻا آهن پر مکيه ڀيد (Divisions) ٤٩ آهن. جيئن ته:- ٧ برگو گڻ، ١٧ انگرا گڻ، ٤ اُترِي گڻ، ١٠ وشوامتر گڻ، ٣ ڪشيپ گڻ، ٤ وسشٽ گڻ، ٤ اَگستيه گڻ. سي ڪل ٿيا ٤٩ گوتر.

(٣) نُکون- نُک (Surname) اهو نالو ڪٽنب جي وڏي ماڻهوءَ مان پراپت ٿيو. هن وقت سنڌِي هندن ۾ ٨٧٤٥ نُکون آهن ۽ آڪاهين جو نه آهي اٿو نه مٿو. براهمڻن ۾ ٢٠٠٠ آڪاهيون ۽ سارسوَت براهمڻن ۾ ٤٦٩ جاتِي ڀيد آهن. کترين ۾ ٦٥٠ نُکون آهن. برهم کترين ۾ ٢٨ گوترن ۾ ١٤٧ نُکون آهن. هن وقت سنڌِي برهم کترين ۾ فقط ٤٣ نُکون آهن. آدمشمارِي ڏينهون ڏينهن

وڏنديِ تيِ وڃي. هاڻي نُکن کي ڇڏي، ڏاڏي واري نالي جي آکه سڏائين ٿا. جيئن واڌومل مان واڌواڻي، ميرچنداڻي، منگهناڻي، ڳدواڻي، ڪرپالاڻي، آڏواڻي، واسواڻي وغيره وغيره. ڪي ڏنڌي جي خيال کان اهو نالو گڏي سڏائين ٿا. جيئن سونارا، لوهار، ڪُنيار، پُروهِت، واڍا، نائي، تيلي، ڏولي وغيره وغيره.

(۴) سنڌي نُکون- اَروڙا، اچپليا، اديسي، اداسي، آچاريہ، آهوجا، آڏا، آسرپوٽا، آسائو، ٻجاج، ٻنيجا، ٻولاڪي، ٻترا، ٻيلارا، ٻگڙيا، ٻابلرو، ٻاڪرو، ٻودا، ٻجان، ٻبر، ٻروا، ٻاٽيا، ٻاردواج، ٻاڳيا، ٻرڳڙي، ٻمبراپٽ، ٻوت، ٻڇڙا، ٻيڏا، تنيجا، تلريجا، تيجوجا، تلسانيا، ٽنڊن، ٽاٽاريئا، ٺڪر، ڦوجا، ڦري، ڦاليجا، قريا، جڳپيا، چندل، چمون، چاولا، چڇرا، چودري، چانڊڪا، چندي، ڇُگهه، ڇنڇريا، ڇابڙا، ڇاٽپار، ڇونڇا، دسيجا، دُٻي، دڳيا، دامار، دوديا، درها، دڙا، داميجا، دنبا، درڙي، ڏانڌا، ڏاميجا، ڏنگ، ڏنڌيا، ڏوڏا، ڏمريا، ڏوڙ، ڏُليرا، ڏوڏيجا، ڏاوڙيا، ڏاندريا، ڏنگرا، رهيجا، رتن پال، روهڙا، راڄپال، رپڙي، رگهيري، رانجور، رتيسر، روپيلا، سرايا، سُڄان، سچديو، سونيجي، سولنڪي، ستيپال، سهتا، سوري، سورنيا، سوميسر، سهندا، سارڏا، سيٺي، سوتاريا، شرنگي، ڪالرا، ڪڪڙيجا، ڪٽاريا، ڪانيا، ڪاراتيلا، ڪنگر، ڪوکل، ڪيري، ڪيريا، ڪپُور، ڪنڌرا، ڪوهلي، ڪاڪوپوٽا، ڪارڙا، کوکر، کوُها، کيتپال، کڙکڙيا، کاليا، گيرا، گوديا، گراچ، گوراتيلا، گنڊا، ڳابا، ڳوگيا، ڳاجرا، ڳدڙ، ڳروور، ليئا، لالا، لُلا، لوترا، لُنڊ، ماکيجا، مامتورا، متريجا، مينڊا، ماڙيوال، مهرا، ملهوترا، مڃيڻا، ماکي، مڪتا، ماڏو، ماٽا، مڪڙيا، مسند، منوجا، ناڳپال، نات، نرسي، وليڇا، واڌوا، وليرا، وارڏي، وياس، وڄر، هندوُجا، هيرا، هرڳڻ، هرسريا، هنجڙيا.

(۵) برهمڻ ۽ سنڌي برهم کترين جا گوتر- برهمڻن ۽ برهم ڪترين جا گوتر ساڳيا ئي آهن، ڇاڪاڻ تہ ٻنهي جا مُول پرش ساڳيا ئي هئا. پراچين وقت ۾ براهمڻن ۽ کترين جو پاڻ ۾ وهانءَ جو سنبنڌ هو. پنهنجي ڪرمن سان برهمڻ کتري، کتري برهمڻ ٿي سگهيا ٿي. وشوامتر کتري هو، جو ڪرمن سان برهمڻ ٿي ويو. پرسرام ۽ دروڻاچاريہ براهمڻ هوندي بہ کتري ڪرمن وارا هئا. کتري راجا يياتي براهمڻ ڪنيا شرمنا سان شادي ڪئي. ٻين برهم رشين بہ کتري ڪنيائن سان شاديون ڪيون. وهانءَ بعد ڪنيا پتيءَ جي پريوار جاتي ۽ گوتر جي ٿي وڃي ٿي. کترين ۽ لوهاڻن جون ڪي نُکون ساڳيون آهن. ساڳيءَ طرح براهمڻن ۽ کترين جون بہ ڪي نُکون ساڳيون آهن.

## ١٢. سنڌي نالا ۽ آڪاهيون

(١) نالا- دنيا ۾ بيشمار ماڻهو آهن. انهن کي سُڃاڻڻ لاءِ آهي نالو. ڪنهن کي سڏبو تہ نالو وٺي سڏ ڪبو. پنڃن ستن جي وچ ۾ ٻينو هوندو تہ اُهوئي ايندو، جنهن کي سڏ ڪبو. آدمشماري وڌڻ لڳي تہ نالا نقل ٿيڻ لڳا. پوءِ سُڃاڻپ لاءِ پيءُ جو نالو جوڙڻو پيو. اڃا بہ آدم وڌيو ۽ ڪن جي پيءُ پٽ جا نالا ساڳيا ٿي پيا تہ پوءِ اُنهن جي پنيان آکه جو نالو گڏڻو پيو. پوءِ ڪٿي پُڇڙيون (Sufix) ڪٿي اَڳياڙيون (Perfix) گڏڻ جو رواج پيو. ڏاڏي جي نالي پنيان ”آڻي“ گڏي آکه ناهي



ويئي. جيئن رامچند مان رامچنداڻي. ڪن ورِي پنهنجي ڏنڌي واري نالي سان پنهنجو نالو ڳنڍيو. جيئن هوتوُ حلوائي، پيسوُ پساري، هاسو حڪيم، ويروُ واڍو، ڪيسوُ ڪنيار، سيتل سونارو، وغيره وغيره. ڪي ماڻهو هڪ ڳوٺ مان لڏي، ٻئي ڳوٺ ۾ ويا تہ ڳوٺ وارو نالو آکه طور ڪم آڻيندا هئا. جيئن سکر وارو ساکروُ، شڪارپور وارو شڪارپوري، حيدرآباد وارو حيدرآبادي، سَن وارو سنائي. ان بعد نک، قبيلي ۽ ذات وارو نالو آکه طور واپرايو ويو. پيروُمل ڀاٽيا، لالوُمل لُهاڻو، ڪيولرام ڪپور. اهڙيءَ طرح مسلمانن ۾ مصطفيٰ ميمڻ، صديق ساند، پيربخش پليجو. هاڻي ورِي ليکڪ ۽ شاعر اُپنام يعني تخلص نالي پنيان گڏڻ جو رواج پيو. جيئن ڪشنچند ”بيوس“ ڳنگارام ”سمرات“، ويڙهومل ”رفيق“. ورِي پرانتڪ نالا بہ آکه وانگر سڏبا آهن. جيئن اُتر وارا اُترادي، لاڙ وارا لاڙائي، ساڪري وارا ساڪرائي، نتي ننگر وارا ناگرو، ڇپر وارا ڇاپرو، خداآباد وارا خدابادي، ٿر وارا ٿري وغيره وغيره.

(٢) هندوُ- هندو، ٻوڌي، جيني، سِک (خالصا) تن سڀني جا نالا ساڳيا ئي آهن، پر براهمڻ پنيان شرما لڳائيندا آهن ۽ سِک نالي پنيان سنگهہ گڏيندا آهن.

سوُچڪ- نالي کي مان ۽ عزت ڏيڻ لاءِ ڪي اکر گڏبا آهن، جي مان جو سوُچڪ آهن. جيئن تہ مل، چند، داس، رام، راءِ گڏبا آهن. مثال طور هيٺ نالا ڏجن ٿا- سيئوُمل، رامچند، ساجنداس، موتيرام، حشمتراءِ.

بگڙيل نالا- ڪي نالا ڳالهائڻ ۾ بگڙي ويا آهن. جيئن تہ- ڪرشڻ کي ڪشن، ڊرگ روڊ کي ڊگروڊ، اِستيشن کي ٽيشن، درخواست کي درڪاس، لارڊ کي لاٽ، ڪليڪٽر کي ڪليٽر، چلم کي چمل، ڪلف کي ڪفل.

آڻي- ڏاڏي جي نالي پنيان ”آڻي“ وجهي ناهيائون آکه ”آڻي“ معنيٰ ”جو“.

چوڻي- ”سمن ۽ سوُرمن ستايو، ڪلهوڙن ڪاتي ڏيکاري،
ميرن مجبوُر ڪيو ۽ انگريزن آڳاهه ڪيو تہ آکه شروع ڪريو.“

هندن کهڙيءَ طرح ۽ ڪهڙي آڌار سان نالا رکڻ شروع ڪيا، سو هيٺ ڏجي ٿو-

١- ٻارهن مهنن جا نالا- چيٽ تان چيٽومل، ويساک تان ويساک مل، جيٺ تان جيٺومل، سانوڻ تان سانوڻ مل، بڊي تان بڊومل، اسوءَ تان آسوُمل، نهريءَ تان ناهريومل، پوه تان پوهومل، مانگهہ تان منگهومل، منگهن مل، منگهرمل، ڦڳڻ تان ڦڳڻ مل. باقي آڪاڙ ۽ ڪتيءَ تان نالا ڪونہ رکبا آهن.

٢- هفتن جي ڏينهن تان نالا- سومر تان سومارمل، سومنداس، منگل تان منگلداس، ٻڌر تان ٻڌرمل، جمع (ٽارون) تان جمعون مل، جمڙومل، ٽانوريومل، ٽانورداس، ٽارومل، آرتوار (آچر) تان آتومل، آرت مل، آوت مل، آچارمل، وسپت (خميس) هندو نالو ڪونہ رکن پر مسلمان خميسو رکن. باقي ڇنڇر تان نالو ڪونہ رکن.

٣- ٽتين تان نالا- ٻيج تان ٻيجومل، ٻيجل، ٽيج تان ٽيجومل، تيجومل، چوٿ تان چوئٿرام، پنجئہ تان پنجومل، ڇٺ تان ڇٽومل، ستئين تان ستئيون مل، سَتومل، سٽڻ مل، سترامداس، اٺئن تان اٺومل، نائين تان نائون مل، ڏسئين تان ڏيئومل، گيارس تان گيارسي لعل.

۴- انگن تان نالا- هڪ تان هڪومل، ٻہ تان ٻيجومل، ٽي تان ٽيجومل، چار تان چوٿ مل، پنج تان پنجومل، ڇهہ تان ڇتومل، ڇڪن مل، ست تان ستومل، اٺ تان اٺومل، نوَ تان نائون مل، ڏہ تان ڏيئومل، هزار تان هزارِي مل، لک تان لکيرام، ڪروڙ تان ڪروڙِي مل، پدم تان پدمچند، نيلم سان نيلمچند.

۵- ايشور ۽ ديوتائن تان نالا- ايشورلعل، ايسرداس، ڀڳوانداس، وشنداس، نارائڻداس، برهمانند، شوانند، مهاديومل، هريچند، رامچند، پرسرام، لڇمڻداس، گڻيش داس، ڀيرولعل، اِندرسين، اِندرلعل، اِندرمل، ڪرشڻداس، ڪشنچند، ڪنئيالعل، نندلعل، مُرارِي لعل، گرڌارِي لعل، پرشوتمداس، جڳديشچند، گهنشامداس، راڌاڪرشڻ، شنڪرلعل، شنڪرداس، ڀولارام، موهنداس، موهن لعل، گورڌنداس، ٺاڪرداس، پريداس، ٻلرام داس، ارجن داس، شام لعل، پرتابراءِ، گوپالداس، پرت لعل، رگهومل، هريرام.

٦- تيرٿ آستانن تان نالا- تيرٿداس، گوڪلداس، مٿراداس، برجداس، دوارڪاداس، دوارومل، گيامل، ايوڌيا پرساد، هردارام، رشي ڪيش، راميشورداس، سومجي مل (سومنات).

۷- ڌرمي ڪارجن ۽ شيواڌارين تان نالا- ڌرمداس، ڇيلومل، ڇيلارام، شيوڪرام، شيوارام، ٺهليومل، ٺهلرام، داس مل، گولومل، ٻانهون مل، ديوداس.

۸- واس ۽ ڌوپ تان نالا- واس تان واسومل، چندن مان چندن مل، ڏات مان ڏاتومل، ڪيسو ڦل تان ڪيسومل، امبرت مان امرت لعل، جوت مان جوتومل، ڏيئي تان ڏيئومل، ڏيپچند.

۹- جڳت تان نالا- جڳت تان جڳتراءِ، لوڪ مان لوڪومل، لوڪرام، لوڪچند، پارت مان پرت داس، پرت لعل، ترلوڪ مان ترلوڪچند.

۱۰- اُڀ ۽ مُندن وغيره تان نالا- اُڀ تان اُڀوڙومل، آڪاس مان آڪاسچند، سج تان سورج پرڪاش، چنڊ تان چنڊمل، چنڊڙومل، چانڊومل، چندر پرڪاش، تارن تان تاراچند، بادل تان بدل مل، بدلداس، ڪڪر مان ڪڪن مل، مينهن تان مينهون مل، ملهار مان ميلهومل، گجڻ مان گجڻ مل، ڪِنوڻ مان ڪيئومل، بهار مان بهارمل، بسنت مان بسنتراءِ.

۱۱- ندين تان نالا- گنگا نديِ تان گنگارام، جمنا نديءَ تان جمناداس، گوداوري نديءَ مان گوڏومل، ڪرشنا نديءَ مان ڪرشناداس.

۱۲- سندرتا ۽ خوبصورتيءَ تان نالا- سندرداس، روپچند، سونهارومل، پورومل، خوبچند.

۱۳- ساجن ۽ عاشقن تان نالا- ساجنداس، پريمچند، پريتمداس، پيارومل، پياري لعل، پرين مل، مِٺومل، جانِي مل، مجنومل، پنهومل، راڻومل، رانجهومل، موهنداس، ڇبيلومل، ڍولڻ مل، سانولداس.

۱۴- ماڻڪن ۽ موتين تان نالا- هيري تان هيرانند، موتيءَ تان موتيرام، ماڻڪ تان ماڻڪمل، ماڻڪ لعل، لعل تان لعلچند، جوهر، جوهرمل، جواهرلعل، رتن تان رتنچند، پکراج تان پکراج مل، پني تان پنالعل، نيلم تان نيلم ڪمار.

۱۵- وڻڪار، ڀاڄين، گلن ڦلن تان نالا- ڪبڙمل، نمريومل، انب مل، ڪجومل، ڏاڙهون مل،



ڪيلومل، ٽماڪي مل، ڪلومل، تلسيداس، ڇٽومل، ڀڳڙومل، مٽرمل، ليمون مل، واڱڻ مل، مرچومل، توريومل، پيرون مل، ميوارام، ميوومل، ميوَلداس، آلوُمل، ڊاڪومل، ڇيڙمل، ميهومل، بصرمل، ٿومي مل، ڪريلومل، ٻيجومل، ڦوٽومل، لونگ مل، لاهورِي مل، گلابراءِ، ڪملداس، ڪملچند.

۱٦- جانورن ۽ پکين تان نالا- پولڙي تان پولومل، پولارام، ڪودي تان ڪودومل، ڏاند تان ڏاندومل، بگومل، شير تان شيرسنگهہ، طوطي سان طوطومل، طوطارام، چتون مل، هنس سان هنسراج مل، مور تان مورندمل، ڪانگ تان ڪانگ مل، پوپٽ تان پوپٽ مل.

۱۷- سازن ۽ ناچ تان نالا- مُرليءَ تان مُرليڌر، بنسريءَ تان بنسي لعل، دهل مان دهلانومل، ڍول مان ڍولارام، ڍولڻداس، جشن تان جشن مل، جهمڻ تان جهمون مل، نچڻ تان نچڻ مل، لُڏڻ تان لُڏڻ مل، ٽلي تان ٽلومل، ٽلڻ مل، گهنڊ تان گهنڊورام، دِلي تان دُليچند، چنگ تان چنگومل، فوني تان فونومل.

۱۸- هسي مذاق تان نالا- هاس تان هاسومل، هاسانند، کل تان کلوُمل، ٽهڪن تان ٽهڪڻداس، چرچي تان چچلومل، خوشيءَ تان خوشيرام، ڏند ڏيکارڻ تان ڏاندوُمل.

۱۹- نہ بچڻ جي حالت ۾ يا شيءِ ورهائڻ جي حالت ۾ نالا- ڪوڏڙومل، لونگ مل، ڦوٽومل، ڊاڪومل، بصرمل، ٿوُمي مل، ڪاچومل، ڪجومل، مرچومل، ڀڳڙومل، ڇٽومل، ٽوماريومل.

۲۰- نالن تي ٻاهريون اثر هيٺ وارا نالا- سامت مل، سلامتراءِ، صورت مل، شوقيرام، ذوقيرام، حشمتراءِ، حڪومتراءِ، قيمتراءِ، قسمتراءِ، عئنشيرام، ڪيراج مل، خيرياتي لعل، جميعتراءِ.

۲۱- ٻيا انيڪ نالا تن مان ٿورا ڏجن ٿا- اُتمچند، اوڌئداس، ارجنداس، اوڍرمل، امرنومل، آتمارام، آلمچند، آئلداس، آسومل، آسنداس، آسودومل، آوتراءِ، بگومل، بچومل، بنسومل، بولچند، بالڪشن، ٻالچند، ٻيلارام، ٻلديو، ٻلرام، ٻاروُمل، ٻاڳچند، ٻنيارام، پيرومل، پيمنداس، تاراچند، تلسيداس، تنومل، تلوڪچند، ٿڌومل، ٿانورداس، ٽڪيومل، ٽيڪمداس، ٽيئونرام، ٺاڪوُمل، ٺاروُمل، ڀيسومل، پرمانند، پرتابراءِ، پمنداس، پهلومل، پُرسومل، پوڪرداس، پارومل، پريومل، ڦبيومل، ڦيروُمل، جسومل، جيوترام، جيرامداس، جيوڻ مل، جئسنگ مل، چاچِي مل، چيٺانند، جهانگيرام، جهامنداس، چيتنداس، چندومل، چوهڙمل، چاڳومل، چتارام، ڇبلداس، حڪمچند، حاڪم چند، خانچند، ديارام، دودومل، درگاداس، دولترام، دروُمل، ڏنومل، ڏيروُمل، ڏاسن مل، ڏونگرمل، ڏيالداس، ڏياروُمل، ڏيوَنداس، ڏيارام، ڊيٺارام، ڊولارام، ڍالومل، راسينگ مل، ريواچند، ريلومل، زوراوَرمل، ساڌورام، سدورومل، سهجرام، سڪيلڏومل، سويومل، شوَلداس، شوَنداس، شوالومل، عيدن مل، عالمچند، غريبداس، فتحچند، ڪارومل، ڪانوڙومل، ڪوڙومل، ڪيولرام، ڪرمچند، ڪٽومل، کيمچند، کيانتومل، ڳاگومل، گربومل، گنگارام، گوبندرام، گيانچند، گلوُمل، گيلارام، گيهي مل، گووَرمل، ڳوٽومل، گهمڻ مل، لڌارام، ليکراج مل، ليلارام، لاهوري مل، لڇپتراءِ، مانوُمل، منيرام، مولچند، موُرومل، مورج مل، منوهرداس، نارومل، نيپراج مل، نندیرام، نولراءِ، نيڻومل،

نيوندرام، نندلعل، نهچومل، واڌومل، وليرام، وطڻ مل، وينسي مل، ويڌومل، وريلداس، وَروُمل، ھروُمل، هيمنداس، هرداس مل، يڌشٽر، يوگيراج، وغيره وغيره.

(۳) مسلمان - مسلمان عزت ڏيڻ جي خيال کان نالي جي اڳيان ”محمد“ يا پنيان ”بخش“ يا ”علي“ يا ”الله“ ڳنڍيندا آهن. باقي عام طور ”خان“ پنيان ئي ڳنڍيندا آهن. جيڪي حج ڪري ايندا آهن، تن جي نالي جي اڳيان ”حاجي“ ڳنڍيندا آهن، سيد جي نالي پنيان ”شاه“ ڳنڍيندا آهن. مثال طور - محمد رمضان، ڪريم بخش، شوڪت علي، رحمت الله، يوسف خان، فتح محمد خان، حاجي يار محمد، حاجي نور محمد خان، دوست علي شاه. ڪي نالي پنيان خاندان يا ذات يا هنر وارو نالو ڳنڍيندا آهن. جيئن تہ- لطف الله سولنڪي، مير مُراد علي خان ٽالپر، مُرتظي خان ميمڻ، شيخ هارون، عبدالوهاب پناڻ، قادر بخش ڪوري، قاسم ڪُنڀار، وليداد واڍو، لڪانو لوهار، حيدر حجام، در محمد درزي وغيره وغيره.

انيڪ نالن مان ٿورا ڏجن ٿا - ارباب، اسحاق، اڪرم، ابراهيم، الله رکيو، الهورايو، الله بچايو، الله بخش، احمد، امين، امين محمد شاه، افضل خان، ايوب خان، اشرف علي، احسان علي، ابوالحسن، اِمام بخش، اسماعيل، اياز، الطاف حسين، اميد علي، آچر، آڳيڏنو، آدم، آغاخان، بچل، بادل، بهاول، بدرالدين، بچايو، بهرام، برهان، باگو، بابر شاه، بقادار شاه، بڊل، بيڙو، پروُ، پورو، تاج محمد، تاج الملوڪ، تماچي، تيمور، تڳيو، تڪيو، توهر، تِندوُ، نارو، ثابت علي شاه، پيروُ، پيربخش، پيرزادو، پنيلڊو، پنيل، پيروزخان، پنهون، پارو فقير، ڦوڳ، ڦوٽو جانو، جان محمد، جلا الدين، جمال الدين، جهانگير، جادو، جبار، جيئندو، جمال، جعفرخان، جهندو خان، چنيسر، ڇُٽو، حنيف، حاتم، حليم، حفيظ، حمل خان، حسن علي، حيدر بخش، خيرمحمد، خمون، خالق ڏنو، در محمد، دريا خان، دائم، دودو، ڏتو، ذوالفقار علي، ذاڪر حسين، رازقڏنو، رستم، رمضان، رجب، رشيد، عنايت شاه، عثمان، عارف، عبداللطيف، عبدالرئوف، عبدالحق، عظيم، عاشق علي، غلام علي خان، فريد، فيروزشاه، قادربخش، قطب الدين، قليچ بيگ، ڪريمڏنو، ڪانبوخان، ڪمال، گل محمد، زنگي خان، سهراب، سچل، سائينداد، سُليمان، سُلطان سڪندر بخش، شيرمحمد، شمس الدين، شربت خان، صفر، صديق، صاحبڏنو، صاحبزادو، طيب علي، لعل محمد، لياقت علي، لقمان، لاڪيٽوُ، محمد خان، محرم، مير محمد، محبت خان، محمد شريف، ميران محمد شاه، محمد بقا، محمد واصف، محمد موُسيٰ، مولي داد، محبوب علي، مصري خان، نواز علي، نور محمد، نياز محمد، نصير خان، نمرو، وروُ، وهاب، وتايو فقير، وسان، وحيد خان، وارث علي، هاشم شاه، همزو خان، هارون، ياروُ، يعقوُب، يوُسف، ياسين، وغيره وغيره.

(۴) ڪرستانن جا نالا - جوزف، ايڊورڊ، جيمس، جارج، شيڪسپيئر، چرچل، چيلمسفورڊ، اِسٽيفن وغيره.

(۵) پارسين جا نالا - سڌوا، ڪرسيتجي، جمشيد، فيروز نانا، وغيره.

□□



:: باب ٽيون ::

# سمنڊ، نديون، تلاءَ، نئيوُن، بندر ۽ رستا وغيره

## ١. سمنڊ ۽ اُن تي بندر

سنڌ جي ڏکڻ ۾ هڪ ئي سمنڊ ”عربي سمنڊ“ نالي آهي. هن تي عربي سمنڊ نالو ان ڪري پيو، جو سنڌ جي ڏاکڻي پاڻي کان وڌندو ڏکڻ ۽ اُلهندي طرف عرب ملڪن ڏانهن وڃي ٿو. سنڌو ندي بہ هماليہ پهاڙ جي ڪني ڪيل پاڻيءَ جي مانسروور ڍنڍ مان نڪري، ڪشمير ۽ پنجاب لتاڙيندي، سنڌ کي اُتر کان ڏکڻ طرف چيريندي، وَهي اچي هن سمنڊ ۾ ئي ڇوڙ ڪري ٿي. سمنڊ جي رستي مال ڍوئڻ وارن جهازن ۽ ماڻهن جي مسافريءَ ڪرڻ وارن جهازن جي اچ وڃ لاءِ ٽي بندرگاه هئا. هڪ ڪراچي بندر، ٻيو ڪيٽي بندر، ٽيون ديبل بندر يا لاهري بندر هئا. تنهن کان سواءِ بہ ٻيا بہ ننڍا بندر هئا. هڪ باري بندر ٻيو وڙيا بندر. ڪل پنجن بندرن مان رفتہ رفتہ چار تہ ڦٽي ويا، باقي وڃيو هڪ ڪراچي بندر، جو ڏينهون ڏينهن زور وٺندو ويو ۽ اڄ بہ مشهور بندر آهي.

پاتال بندر - پاتال بندر بہ سمنڊ جي ڪناري ڪڇ جي رڻ ويجهو هو. جنهن کي هينئر ڪيڏڻ جو شهر چون ٿا. هي بدين جي ڏکڻ ۾ ١٢-١٤ ميل پري آهي. ڏيساور سان واپار هلندو هو. هتي منجا ديويءَ جو مندر هو. هت چوريءَ جو نالو ئي ڪونہ هو. باغات کان مشهور هو. گلاب ۽ موتئي جو عرق نڪرندو هو ۽ عطر بہ نهندو هو. ٻيلن ۾ گينڊا ۽ سوئر هوندا هئا. انهن ساموندي بندرن کان سواءِ سنڌو نديءَ تي بہ مال ڍوئڻ ۽ ماڻهن جي مسافريءَ واسطي بندر هئا جهڙوڪ سکر ۽ روهڙي، ڪوٽڙي بندر ۽ گدو بندر پر نديءَ ۾ جهازن بدران ٻيڙيون هلنديون هيون. سڄو سامان سنڌ مان ولائت ڏانهن جهازن ذريعي ايندو ويندو هو. ماڻهو بہ ولائت ڏانهن ڪراچي بندر کان ويندا هئا ۽ اُتان ايندا هئا. جيسين هوائي جهاز نہ نڪتا هئا، تيسين سڄو ڪاروبار ساموندي جهازن رستي ئي هلندو هو. اڄ تائين بہ جهازن جي سمنڊ ۾ اچ وڃ چالو آهي. پر سامان ۽ مال جي وڏيڪ ۽ ماڻهن جي گهٽ آهي. مورڙي ميربحر واڳهوءَ کي ماريو، جو هن ٦ پائر ڪاڏا هئا سو بدلو ورتو.

## ٢. نديون، نئيون، بندر پتڻ ۽ ٻيليون

(١) سنڌو ندي - ويدن ۾ گنگا نديءَ جو ذڪر فقط بہ دفعا آيل آهي، پر سنڌو نديءَ جو ذڪر ٽيهہ ڀيرا ٿيل آهي. انهيءَ مهاسنڌو نديءَ سنڌ ۽ هند کي پنهنجو نالو عطا ڪيو آهي. اهو نالو ڀارت کي اِتهاس ۽ ڀارتي ڀوُگول ۾ سڀ کان پراچين نالو آهي. سنڌو ندي ٿبيٽ يعني تِبت جي اُلهندي علائقي ۾ ١٦٠٠٠ فوٽن جي اوچائيءَ تان شروع ٿئي ٿي ۽ ٢٠٠ ميلن جو مفاصلو طئہ ڪري جمون ڪشمير جي لداخ جي ١٥٠٠٠ فوٽن جي اوچائيءَ ۾ داخل ٿئي ٿي. ليهہ کان ١١ ميل پري سڪار ندي اچي ملي ٿي. اُنهيءَ ڏس ۾ وڌندي ١٥٠ ميلن جي مفاصلي تي شيوڪ نالي هڪ ٻي ندي بہ ساڳس اچي ملي ٿي. تنهن کان پوءِ ڪوهستان، ناگا ۽ ڪاراڪورم پربتن ڏانهن وڃي ٿي. جتي شيوڪ، شگار، هنزا، گلگت ۽ ٻيون پهاڙي نديون ساڳس اچي ملن ٿيون. سنڌو ندي سِنگهي ڪباب

يعني شينهن جي مُک هنڌان شروع ٿئي ٿي ۽ نه ڪي مانسرووَر مان، جيئن عام طرح سمجهيو ويندو آهي. ١٧٠٠٠ فوٽن تان هيٺ وَهي ٿي. سنڌو ندي ١٨٨٠ ميل يعني ٢٩٠٠ ڪلوميٽر لنبي آهي. پنهنجي آس پاس ٤،٥٠،٠٠٠ چورس ميلن ۾ لوڪن کي ۽ ڌرتيءَ جي پياس بجهائي ٿي.

سنڌ ۾ هن وقت فقط هڪ ئي وڏي ندي نالي سنڌو ندي آهي. جا شنڪر ڀڳوان جي لاڏلي ڌيءَ آهي. ان جي گهر ڪئلاش پربت تان مٿي ڏيکاريل موجب وهندي اچي مانسرووَر ڍنڍ مان ٿيندي ڪشمير گلگت، افغانستان جو سَرُ ڪندي پنجاب گهمندي ١٤٠٠ ميل لتاڙي اُتر کان ڪشمور شهر وٽان سنڌ ۾ پرويش ڪري ٿي ۽ سڄي سنڌ کي ٻه اڌ ڪندي چيريندي ٤٠٠ ميل سنڌ ۾ وَهي ڏکڻ ۾ وڃي عربي سمنڊ ۾ سمائجي وڃي ٿي يعني ڪل ١٨٨٠ ميل سفر ڪندي سمنڊ ۾ پئي آرام ڪري ٿي. هيءَ ندي پنجاب ۾ گهمندي پنجن ندين راوي، جهلم، چناب، ستلج ۽ بياس کي پنهنجون ساهيڙيون بنائيندي، اُنهن جو پاڻي به پنهنجي پاڻيءَ سان گڏي وهندي اچي ساري سنڌ کي سرسبز آباد ڪري ٿي. سنڌو نديءَ جي وهنڌڙ تيز رفتار ۽ اُٿل ڪري پنهنجو وهڪرو به ڪيترا دفعا بدلايو اٿس. انڪري ڪيس پورالي ندي ڪري چوندا آهن. سنہ ٧١٢ع ۾ محمد بن قاسم سنڌ تي ڪاهه ڪئي هئي. ان وقت ديول يا لاهري بندر وٽ رخ ڦيرايو. تنهن کان پوءِ ننگرپارڪر جي ٻاري بندر وٽ ١٧٥٨ع ۾ نصرپور وٽان ٿيندي نئي بندر وٽ ۽ ١٨١٩ع ۾ سنڌ ۾ غضبناڪ زلزلو ٿيو. تڏهن کان ڪيٽي بندر وٽ سمنڊ ۾ سمائي آهي. چون ٿا ته ڪنهن وقت شهدادپور ۽ ٿرپارڪر ضلع جي ٿر پاسي کان وهندي هئي، جو وهڪرو ڦيرائي ويئي. اُتي اجا به سندس ريٽ واري واريءَ جا دڙا ڏسجن ٿا. هن نديءَ کي درياهه شاهه به چوندا آهن. مهاڀارت جي انوشاسن پروَ ۾ ٻڌايل آهي ته موت کان پوءِ سُرڳ وڃڻ لاءِ سنڌو نديءَ ۾ سنان ڪرڻ کپي.

مهراڻ- اصل ۾ آهي ”مها اَرڻ“ سنسڪرت ۾ مها معنيٰ وڏو ۽ اَرڻ (اَرڻو) معنيٰ ”ٻوڏ، ٻوڙ ٻوڙان سمنڊ“ سو ٿيو ”وڏو سمنڊ“؛ يا ”جهجهي ٻوڙ ٻوڙان.“ ٿلهي ليکي اِئين چئبو ته سنڌو ۽ مهراڻ ٻئي ساڳي معنيٰ وارا لفظ آهن. مرزا قليچ بيگ چچ نامي ۾ لکيو آهي ته مهراڻ سنڌو نديءَ جو جهُونو نالو آهي. پر چچ نامي ۾ چٽيءَ طرح اِهو به لکيل آهي ته مهراڻ ندي اَلور تعلقي روهڙي واري ٽڪريءَ جي هيٺان وهندي هئي. ليڪن سنڌو ندي سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ مان پيئي وَهي. اَلور روهڙيءَ کان اڍائي ڪوهه پري آهي. ٻنهي ندين جو رُخ نرالو ته ساڳيون نديون ڪيئن چئبيون؟ مهراڻ اڄ ڪلهه موجود ڪانهي ته به انجو شڪل پيٽ اڄ تائين پڌرو بينو آهي. انهيءَ شڪل پيٽ جو ڪجهه ڀاڱو اُڀرندي ناري طرف آهي ۽ سنڌو ندي اُلهندي ناري طرف آهي. اِهائي پڪي پختي ثابتي آهي. هيءَ ويدڪ زماني جي ندي آهي.

هاڪرو- سنہ ١٧١١ع ۾ جڏهن عربن سنڌ تي ڪاهه ڪئي، تڏهن سنڌ ۾ ٻه وڏيون نديون هيون. هڪ سنڌ جي اُلهندي، جا اڄ تائين سنڌو (وڏو درياهه) سڏجي ٿي. ٻي سنڌ جي اُڀرندي جنهن کي چچ نامي ۽ ٻين تواريخن ۾ سڏيو آٿن ”مهراڻ“ يعني وڏو درياهه. ڪن تواريخ نويسن مهراڻ کي ”هاڪرو“ ۽ ”واهندهه“ به سڏيو آهي. هاڪري کي ستلج جو پاڻي پهچندو هو. سنڌو



نديءَ جون به شاخون هڪ مهراڻ يا هاڪرو بهاولپور سان لڳي ٿو، جو روهڙيءَ کان اڍائي ڪوهه پري الور جي قديم شهر جي ٻنه ٽڪريءَ هيٺان وهندو هو اُتان انڪل ٢٥ ڪوهن ۾ پٽ پسائيندو امر ڪوٽ ڏي وَهندو هو. اڄ تائين انجو سڪل پيٽ امر ڪوٽ ۽ نبيسر جي وچ ۾ ظاهر بينو آهي. هاڪرو اها وات وٺي ڏيپلي تعلقي جي ڏکڻ ۾ ويندو هو، جتي اڄ تائين پُراڻ آهي. پُراڻ معنيٰ پراڻو يا جهُونو درياهه.

سرستي ندي- وڏيڪ معلوم ٿيو آهي ته موجود سنڌ ۾ هڪ ندي ”سرسوَتي“ نالي وهندي هئي، جنهنکي جمنا نديءَ مان پاڻي ملندو هو. جا گهڻو وقت گذريو آهي ته سُڪي گم ٿي ويئي.

حب ندي- جمالا دان جي زهري ڳوٺ وٽان جبلن مان حب ندي نڪري لس ٻيلي وٽان ٦٠ ميل وهي عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿي. آبڪلاني مؤسوم ۾ وهندي آهي، پوءِ سُڪي ويندي آهي. چوندا آهن ته هن نديءَ جون مڇيون لذيذ ٿينديون آهن.

(٢) نئيون- سنڌ جي اولهه پاسي سنڌو نديءَ جي ساڄي پاسي ڪيرٿر جبل ۽ هالار جبل قطار ڪري بينا آهن. مينهن جي موسوم ۾ مٿين جبلن تي برسات جو وَسيل پاڻي اچي نَئين ۾ پوي. اهي نئيون جبلن تان ڪِرندي تمام تيز رفتار وهڪري سان اچن ٿيون ۽ اُهو پاڻي آڻي نديءَ ۾ وجهن. نئين جي تيز وهڪري سبب ان وقت جبلن تي ڪوبه سامان يا شيءِ پيل آهي سو پاڻ سان ڳهلي ڪٽي اچن ۽ اچيو نديءَ ۾ اُڇلائين. هڪ ملير نئي ٻي باران نئي. ٽي نئي گاج وغيره آهن.

(٣) بندر- اڳي خشڪيءَ جا رستا پورا نه هئا. نڪي ريل گاڏيون يا ٽرڪون يا بسون هيون. تنهنڪري واپاري سامان ٻيڙين جي رستي نديءَ تي هلندو هو. سامان بندرن تي لهندو هو ۽ اُتان ئي ٻيڙين ۾ چڙهندو هو. نديءَ جي ڪناري تي هيٺيان بندر هئا. سکر سامهون روهڙي بندر، ڪوٽڙي بندر سامهون گدو بندر، ڪراچي بندر ۽ ڪيٽي بندر. لاڙ ۾ لاڙي بندر هاڪارو هو، جو ڦٽي ويو آهي.

(٤) پتڻ- اڳ ۾ هندن جي حڪومت يا مسلمانن جي راڄ ۾ سنڌو نديءَ تي آمدرفت لاءِ ڪابه پُل ڪانه نهيل هئي. ماڻهو ۽ سامان ٻيڙين جي وسيلي آر پار ايندا ويندا هئا. نديءَ تي شهرن يا ڳوٺن جي وِيجهو مقرر هنڌن تي پتڻ نهيل هوندا هئا. جي ٻيڙيون سڄي ڏينهن ۾ ٻه پُور ڪنديون هيون، هڪ صبح ٻيو شام. پر آبڪلانيءَ جي موسوم ۾ درياهه ۾ پاڻي چڙهڻ ڪري روز هڪ پُور ڪري ٻيڙيون اينديون وينديون هيون. خاص پتڻ هئا سکر، نواب شاهه جي ويجهو، ڪندو، ڪوٽڙي، جهرڪ، ڪامڙيون ۽ راڄي جو ڳوٺ. هڪ به پتڻ نديءَ جي پڇڙيءَ ويجهو هئا.

(٥) پُليون- انگريزن پنهنجي حڪومت جي دوران سنڌو نديءَ تي پُليون نهرايائون. پهرين پل سکر ۽ روهڙيءَ شهرن ڳنڍڻ لاءِ ۽ آمدرفت چالو ڪرڻ لاءِ لئنسڊائون پل نهرائي، جا ٢٧ مارچ ١٨٨٩ع ۾ کلي، جنهن ۾ پل کي ڪوبه پيلپائو يا ٿنيو ڪونهي. سڄي پل ڪئنچيءَ جي آڌار تي نهيل آهي. هن جا ٻه حصا آهن جو وچ ۾ ٻيٽاري آهي. ان ڪئنچيءَ وٽ هڪ ڪڙو ڪُنڊو لڳل آهي. هن کي هڪ وڏو انڪل مڻ ڪن تور جو تالو لڳايو ويو هو. جنهنجي لاهڻ سان ۽ ڪڙو لاهڻ سان سڄي پل ڌهي اچي پٽ پئي سگهي ٿي. ڪجه وقت کان پوءِ انگريزن ان ڪُلف کي شيهي سان

پرائي چڙهيو، جيئن ڪو به دشمن تالو نہ کولي سگهي، نڪي پل ئي ڊهي سگهي. ان پل تي ريل گاڏي هلڻ لاءِ رستو نهيل آهي ۽ پاسن کان ماڻهن ۽ ننڍن واهڻن هلڻ لاءِ بہ رستو نهيل آهي. هن پل جو مهورت ان وقت جي وائسراءِ لئسنڊائون ڪيو هو. ان ڪري پل جو نالو لئسنڊائون پل رکيو ويو. هن جي ڊيگهہ ٨٢٠ فوت آهي. ٻي پل ڪوٽڙيءَ ۽ گدو بندر جي وچ ۾ سنڌو نديءَ تي نهرائي وئي، جا ٢٥ مئي ١٩٠٠ع ۾ کُلي، جنهن تي ريل گاڏي هلڻ لاءِ رستو نهيل آهي ۽ واهڻن جي هلڻ ۽ ماڻهن جي اچ وڃ لاءِ بہ رستو نهيل آهي. سنہ ١٩٣٢-١٩٣٣ع ۾ هن پل کي ويڪرو ڪيو ويو. وچ مان ريل رستو آهي ۽ ٻنهي پاسن کان ويڪرا رستا نهرايا ويا آهن، جن تان سڀ ننڍا وڏا واهڻ ۽ پيادا ماڻهو اچي وڃي سگهن ٿا. هڪ پاسي اچڻ جو رستو ۽ ٻئي پاسي کان وڃڻ جو رستو آهي.

ٽين پل سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ ۾ لئسنڊائون پل جي ويجهو نهرائي وئي آهي، جڏهن انگريزن پراڻا سڀ واهہ بند ڪري نوان واهہ کوٽارايا تہ هيءَ پل ٺاهي وئي، جا سنہ ١٩٣٢ع ۾ تيار ٿي وئي. هن پل جي هيٺان سنڌو نديءَ جي پاڻي روڪڻ ۽ پاڻيءَ جي وَهڪ کي گهٽ وڌ ڪرڻ لاءِ فولاد جا ٦٦ دروازا لڳايا ويا ۽ ريگيوليٽر سسٽم رکيو ويو. پاڻيءَ جو سڄو ڪنٽرول ريگيوليٽرن جي ذريعي ڪيو ويندو آهي. هن پل جو مهورت گورنر لارڊ لائڊ جاري ڪيو هو. تنهنڪري انجو نالو سکر بئريج لائڊ برج رکيو ۽ نوان واهہ ١٩٣٢ع ۾ وهڻ چالو ٿي ويا. هيءَ پل ٤٧٢٥ فوت ڊگهي آهي.

## ٣. پاڻي - اُنجو ذريعو ۽ سرشتو

(١) پاڻي - سنڌ ۾ پاڻي فصل پوکڻ ۽ پيئڻ لاءِ وڏو آڌار سنڌو نديءَ جي پاڻيءَ تي هو. اهو پاڻي پراڻن واهن ۽ ڪڙين جي وسيلي وَهي ڪن وارياسي، ڪلراٺي ۽ جابلو ٽُڪرن کان سواءِ سڄي سنڌ ۾ پهچندو هو. جنهن تي آبادي ٿيندي هئي ۽ ڪي ٿي پيئڻ جي ڪم ۾ بہ ايندو هو.

٢- برسات جو پاڻي. ٢- نئيون جي برسات جو پاڻي جبلن تان ڪٽي ايندڙيون هيون. ٤- تلاءَ. ٥- ڍنڍون. ٦ - ڍورا. ٧- پاتالي کوهہ.

(٢) پراڻا واهہ- سنڌو نديءَ مان پاڻي پري ڪٽي وڃڻ لاءِ واهہ کوٽايا ويا هئا. اهي گهڻو ڪري سڄي سنڌ ۾ پکڙيل هئا. فقط ٿر جي واريءَ جي ڊڀن واري ايراضي، ڇپر ۽ لس ٻيلي جي آس پاس جابلو پٽ ۽ ڪي ٽڪر ڪلراٺا لاڙ ۽ ساڪري طرف پاسي واهہ ڪونہ هئا. تنهنڪري اها زمين برسات جي پاڻيءَ جي آڌار تي هئي. واهہ اهڙيءَ طرح کوٽايا ويا هئا، جو مٿاهين کان هيٺاهينءَ ڏرتيءَ طرف پاڻي سوليءَ طرح وَهي سگهي. تنهنڪري انهن ۾ وَر وَڪڙ بہ ڏاڍا هئا. آبادي گهڻو ڪري چرخي هوندي هئي. واهن مان وري ننڍا ڪڙيا ڪڍيا ويا هئا، جن تي نار ۽ هرلا چاڙهي، انهن ذريعي ٻنين ۾ پهچايو ويندو هو. ٻنين ۾ ڪڙيا ٻنا ٻڌا ويندا هئا ۽ ٻاريون ٺاهيون ويندڙيون هيون.

ڪن واهن جا نالا- جمڙائو واهہ، منڙائو واهہ، نارو واهہ، ساڱرو واهہ، لکي واهہ، گاجيا واهہ، گهلوُ واهہ، گهاڙ واهہ، نور واهہ، سنڌ واهہ، اڙل واهہ، ڪلري واهہ، حجامڙو واهہ، پيڃاري واهہ، بيگاري واهہ، چتو واهہ، گانگرو واهہ، لکي واهہ، ٻگهاڙ واهہ، سيتا واهہ، واڌو واهہ، داديجي واهہ، فسادي واهہ، شير واهہ، علي واهہ وغيره.

ٿات واهہ- ڪو واهہ کوٽايو ڪونہ ويندو آهي. پر ٿاٽي نڪرندو آهي ۽ هيٺاهينءَ جو رخ وٺي



وَهندو ويندو آهي. جيئن ٿليلي ٿات. هنڪي گوني بہ چوندا هئا. جو اونهي هوندي هئي ۽ ڪيترن هنڌن تي هن ۾ کُن بہ هوندا هئا، جنهن ۾ ڪا بہ شيءِ کُن جي چڪر ۾ اچي وئي. جهڙوڪ ٻيڙي، جانور ۽ ماڻهو سو گهيري ۾ ٿري وڃي ٽر ونندو هو ۽ ٻڏي ويندو هو. ٿليلي واهہ حيدرآباد جي نزديڪ ڄام شوري ڳوٺ وٽان نڪري هيٺ لاڙ طرف وهي ويندي هئي. حيدرآباد، ٽنڊو محمد خان، ماتلي، تلهار، ٽنڊو باگو ۽ بدين تعلقن ۾ وهي آبادي ڪرائيندي هئي. ٿليليءَ مان ڪڙيا بہ پري پاڻي پهچائڻ لاءِ کوٽايا ويا هئا. غيرآبادي:- جتي پاڻي نہ پهچندو هو ۽ کوهن جو پاڻي بہ مُيسر ٿي نہ سگهندو هو يا ڪڏهن مينهن بہ ڪونہ وَسندو هو تہ جي اها زمين لاڳيتي ٽي سال آباد نہ ٿي تہ نوبت هيٺ اچي ويندي هئي ۽ سرڪار ڪٽي ويندي هئي يعني قبضو ڪندي هئي.

(٣) نوان واهہ (ڪئنال)، ڊسٽريبيوُٽريون، مائنرون ۽ واٽر ڪورس-

واهہ (Canals)- انگريزن جي حڪومت ۾ پُراڻن واهن ۽ ڪڙين کي بند ڪري هڪ نون واهن جي اِسڪيم تيار ڪئي وئي، ان جي اندر سڄيءَ سنڌ لاءِ سڌن واهن ڪڍڻ جي رٿ رٿي وئي، جيئن ڪا بہ زرعي زمين آباديءَ لائق واريءَ تي پوک ٿي سگهي ٿي ۽ ڪو بہ زمين جو حصو غيرآباد نہ رهي. اِها اِسڪيم سنڌ جي اُتر ۾ سکر شهر کان شروع ڪئي وئي. سنڌو نديءَ جي ترې ۾ پڪو بند ٻڌي مٿان پُل ٻڌي وئي. ان پل ۽ بند جي وچ ۾ ٦٦ دروازا بنايا ويا جو هرهڪ دروازو ١٨ ميٽر ويڪرو آهي. انهن دروازن جي ذريعي پاڻيءَ کي ريگيوليٽ ڪيو ويندو آهي، جيئن پاڻيءَ جي وهڪ کي گهٽ وڌ ڪري سگهجي ۽ پاڻي مقرر انداز ۾ واهن ۾ ڇڏيو وڃي. هن سسٽم جو نالو رکيائون ”سکر لائڊ بئريج.“ پل جي مٿئين پاسي کان سنڌو نديءَ مان ڪل وڏا ست واهہ ڪڍيا ويا. نديءَ جي ساڄي پاسي ٽي واهہ (١) اُتر اولهہ ڪئنال (٢) رائيس ڪئنال (٣) دادو ڪئنال ۽ کاٻي پاسي چار واهہ- (١) نارا ڪئنال (٢) خيرپور فيڊر اوڀر (٣) خيرپور فيڊر اولهہ (٤) روهڙي ڪئنال. انهن ۾ وڏي ۾ وڏو واهہ آهي ”روهڙي ڪئنال.“

مٿيان واهہ پنهنجي شاخن سميت ٦٤٠٠ ميلن ۾ آهن. جن تي ٢٠٠٠ پليون آهن ۽ دروازا ٻڌل آهن. هن سسٽم تي اٽڪل ٥٥ لک ايڪڙ يعني ٣٠،١٢،٠٠٠ هيڪٽوميٽر زمين آباد ٿئي ٿي. هن سڄي سسٽم تي ٢٥ ڪروڙ روپيہ خرچ لڳو. ماهرن جو چوڻ آهي تہ هي دنيا ۾ وڏي ۾ وڏو آبپاشي سرشتو آهي. انهن واهن مان وري شاخون ڪڍيون ويئون. وڏين کي ڊسٽريبيوُٽري (Distributory) ۽ ننڍين کي مائنر (Minor) نالا ڏنا ويا. انهن مان ننڍيون شاخون ڪڍيون ويئون آهن، جن کي نالو ڏنو ويو واٽر ڪورس (Water Course). سڀني ڊسٽريبيوُٽريز ۽ مائنرس کي دروازا ڏيئي ريگيوُليٽر بنايا ويا. جن جي وسيلي زمين انهن تي آڌار رکڻ جي حساب سان پاڻيءَ جي ورڇ ڪري ڇڏيو ٿي ويو. واٽر ڪورسن جي مُنڍ ۾ ماڊيوُل (Modules) يعني لوهي فريم لڳايا ويا. انهن واٽر ڪورسن تي جيتري زمين آباديءَ لائق هئي، اوتري پاڻي ڇڏڻ لاءِ ماڊيول جي ماپ رکي ٿي وئي. هن سسٽم شروع ٿيڻ سان اڳيان پراڻا واهہ سڀ بند ڪيا ويا ۽ نوان واهہ چالو ٿي ويا. هيءَ سڄي اِسڪيم ١٩٢٦ع کان شروع ٿي، ١٩٣٢ع ۾ تيار ٿي وئي ۽ نون واهن ۾ پاڻي ڇڏيو ويو. سڀ ڪئنال ۽ اُنهن جون شاخون کوٽجي ويئون، پليون ٻڌجي ويئون، ريگيوليٽر ۽ ماڊيول لڳايا ويا. برسات

پوڻ ڪري واهن ۾ پاڻي وڌڻ سبب يا اُنهن ۾ گهاري پوڻ ڪري، پاڻيءَ جي گهٽائڻ ۽ نيڪال لاءِ چنبڊُون (Escapes) کوٽائي تيار ڪيون ويون، جن جي ذريعي اُنهن ۾ پاڻي وهائي واپس سنڌو نديءَ ۾ وڌو ٿي ويو. پهريائين زمين جي سروي ڪري ڪنٽور لائين جي حساب سان واهه اهڙيءَ طرح کوٽايا ويا هئا جو گهڻو ڪري سڄي پوک موڪ ذريعي ٿي ويئي. باقي ڪي نالي خاطر ڪي ٽڪرا اهڙا هئا جي ليول مٿاهينءَ هئڻ سبب آبادي موڪ مدد چرخي يا چرخي مدد موڪ سان ڪئي ٿي ويئي. پاڻيءَ ڪري وراهست اهڙيءَ طرح رکي ويئي جو آبادِي لائق زمين خريف ۾ ۲۷ سيڪڙو ۽ ربيع ۾ ۵۴ سيڪڙو آباد ٿي سگهي ۽ فصل نه سُڪي. جيڪا ٿوري زمين برسات تي آباد ٿي ٿي، تنهن کي ”باراني“ سڏيو ويو. جيڪا زمين نار چاڙهي کوهن مان آباد ٿي ڪئي ويئي، تنهن کي ”چاهي“ پوک ڪوٺيو ٿي ويو. نون واهن جي وسيلي جيڪا اڳ غيرآباد زمين پيئي هئي، سا به آباد ٿي ويئي ۽ هاڻي زمين جو نوبت هيٺ اچڻ جو سوال ئي نه رهيو.

(۴) کوهه- عام طرح زمين ۾ هيٺ اٽڪل ۴۰- ۵۰ فوٽ کوهه لاءِ کوٽائي ڪئي ويندي هئي ته پاتالي پاڻي نڪري ايندو هو. کوٽائيءَ بعد کوهه کي چوڌاري اندران سرن سان اوساري ڪري پٽ وِڌي ويندي هئي ۽ کوهه جي تري ۾ هڪ گول چڪر وارو چُڪ وڌو ويندو هو. جنهن تي ئي سرن جي اوساري ڪئي ويندي هئي. ڪن کوهن ۾ ڪاٺ جي بدران شيهي جو چُڪ به وڌو ويندو هو. چڪ وٽان ڪاريگر پاتالي پاڻي نڪرڻ لاءِ ٻه ٽي نار به رکي ڇڏيندا هئا. جن مان هميشه پاڻي پيو نڪرندو هو ۽ کوهه مان ڪيترو به پاڻي ڪڍڻ تي کُٽندو ڪونه هو. کوهه جي مُنهن وٽ زمين جي ليول کان ۲ فوٽ کن اوچو ٻنجرو سرن يا گنب مٽيءَ جو ٻڌو ويندو هو. ان ٻنجري سان لڳو لڳ هڪ ڪاٺ جي ٻلانگهي يئونري به کوڙي ويندي هئي ۽ اُن ۾ ڪاٺ جي يا لوهه جي چرخي به لڳائي ويندي هئي. پوءِ اُن يئونري تي ڪاباڙ جي نوڙي رکي هڪ چيڙي ۾ نڪر جو دلو يا ٽين جي بالٽي ٻڌي کوهه ۾ وجهي ان کي نوڙيءَ جي لوڏي سان ٻوڙبو هو. پاڻي ڀرجڻ بعد ڇڪي پاڻي ڪڍي ونبو هو. جو پيئڻ جي ڪم ايندو هو. کوهه تي نار به چاڙهيو ويندو هو. اُن ۾ اُٺ يا ڏڳو ٻڌبو هو، جو نار کي ڦيري پيو گهمندو هو ته نار ۾ مالهه سان گڏ نڪر جون ڪِنگريون ڀرجي نڪرنديون، جي اچي نيسر ۾ پاڻي پلٽينديون هيون. اهو پاڻي کيتيءَ لاءِ جانورن ۽ ماڻهن جي پيئڻ لاءِ ڪم ايندو هو. ٿر ۾ تمام اونها کوهه کوٽبا هئا. اٽڪل ۱۰۰ فوٽن کان ۲۰۰ فوٽن تائين کوٽبو هو تڏهن پاڻي نڪرندو هو جو پاڻي چمڙي جي چرس وسيلي به ڏڳا ڇڪي ڪڍندا هئا. پهاڙي ايراضيءَ جهمپير ۽ جنگشاهيءَ جي پاسي ننڍيون کوهيون اٽڪل ۸- ۱۰ فوٽ اونهيون کوٽبيون هيون ته پاڻي نڪري ايندو. تنهن ڪري ماڻهو گهرن جي اڱڻن ۾ ئي پاڻي پيئڻ لاءِ کوهيون کوٽيندا هئا.

(۵) برسات- سنڌ ۾ مينهن ٿورو پوندو هو. مينهن اونهاري ۾ آکاڙ، سانوڻ ۽ ٻڊو برابر ميءَ مهني کان سيپٽمبر ۽ سياري ۾ پوهه مانگهه يعني ڊسمبر جنوريءَ ۾ پوندو هو. خاص ڪري اونهاري ۾ آسمان ۾ ڪڪر ڊوڙندا ڏسڻ ۾ ايندا هئا ۽ گجگوڙون خوب ٿينديون هيون ۽ بجليءَ جا چمڪاٽ پيا ٿيندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن نانگڻ ڪنوڻ به ٿيندي هئي. پوءِ مينهن جا وَسڪارا ٿي ويندا هئا.



ڪُڏن ٽان نارن رستي پاڻي گهٽين ۽ بزارين ۾ پوندو هو ۽ اهي واهن وانگر وهڻ شروع ڪنديون هيون. ماڻهو چوندا هئا ته ”پيچ مولي پيچ، ته ڪوڙا ڇُٽن ڪم ڪان.“ براج جي نڪرڻ کانپوءِ برسات جي آسري پوک ڪانه پوکبي هئي پر برسات پوڻ سان فصل کي اوچ اچي ويندي هئي. مينهن پوڻ سان ڍنڍن ڍورن ۽ تلاون ۾ پاڻي اچي ويندو هو ۽ سياري ۾ برسات ٿوري پوندي هئي. چوندا آهن ته ”مانگهه جون رُهيُون، ڏُٻن ڏراڙن جون ڳيون.“ سراسري برسات سال ۾ ۵- ۶ اِنچ وَسندي هئي. اونهاري ۾ مينهن پڪي ڏريءَ ۽ سياري ۾ جت ڪٽ پوندو هو.

## ۴. چشما، ڍورا ۽ ڍنڍون، تلاءَ ۽ ڪڏُون ۽ ٻيٽ

(۱) چشما- چشمو ان کي چئجي، جو زمين ڦاڙي نڪري. ڏرتي ڦاڙڻ لاءِ ڪا شڪتي کپي. اها چيز زمين ۾ دٻيل هئي گندرف جي گئس. اهڙي شيءِ ۾ هوندي آهي گرمي. گرميءَ ۾ ٿيندي آهي اُٻس، جا اُڀامندي زمين کي چيري نڪرندي ٻاهر. جي اُتي جبلن مان اندران ئي اندران ئي سِمي پاڻي ڪنو ٽيل هوندو ته اهو به ڦوهاري وانگر نڪري ٿيندو ٻاهر. پاڻيءَ ۾ گندرف گڏجڻ ڪري منجهس گرمائش رهندي آهي. تنهنڪري پاڻي هميشه ٿهڪندو ئي رهندو آهي ۽ گرم رهندو آهي ۽ پاڻيءَ جو رنگ سائي رنگ جو ٿي ويندو آهي. گندرف جي هئڻ ڪري پاڻيءَ ۾ اها شڪتي پئدا ٿيندي آهي، جا چمڙيءَ جي سيني بيمارين جهڙوڪ خارس، کُجلي، ڦٽ ڦرڙيون ۽ ٽمنڊڙ مَلو ۽ ڏد کي لاهي ڇڏيندي آهي. انهن بيمارين لاءِ اهڙي چشمي ۾ سنان ڪرڻ يڪ ٽِڪ علاج آهي. سنڌ ۾ اهڙا به چشما هئا. هڪ لڪيءَ تيرٿ ۾، ٻيو ڪراچيءَ جي منگهي پير آستان تي.

(الف) لڪي تيرٿ- سيوهڻ شهر کان ۱۱ ميل پري ڏکڻ ۾ لڪي تيرٿ ريلوي اِسٽيشن کان ٻه ميل اولهه طرف پهاڙ جي هنج ۾ ٽَڪريءَ تي گندرف واري گرم پاڻيءَ جو چشمو آهي. اهو هزارين سالن کان آهي. هميشه ان مان گرم ٿهڪندڙ پاڻي سائي رنگ تي نڪرندو ئي رهندو آهي. هي چشمو اٽڪل ۱۰۰ فوٽ کن ويڪرو ۽ ۲۰۰ فوٽ کن ڊگهو آهي. چئُطرف ننڍي پٽ ڏنل اٿس. هي پاڻي اٽڪل ٽن ساڍن ٽن فوٽن جي ليول تي بيهندو آهي. وڌيڪ جيڪو پاڻي پهاڙن مان نڪري هن کُنڊ ۾ پوندو آهي، سو هيٺ لهي هليو ويندو آهي. تلاءَ جي مٿان ڪاٺ جي تختن جو ديوار طور اڌ ۾ پردو ڏنل آهي. ان جي هڪ طرف مرد سنان ڪندا آهن ۽ ٻئي طرف زالون سنان ڪنديون آهن. عام طرح ماڻهو تيرٿ اِستان سمجهي، پوتر پاڻيءَ ۾ سنان ڪندا آهن. پر خاص طور چمڙيءَ جي بيمارين وارا سنان ڪرڻ ايندا آهن. هن پاڻيءَ ۾ اِها خاصيت آهي ته خارس، ڦٽ ڦرڙيون، ڏد، سِمنڊڙ مَلو وغيره لاءِ ۳- ۴ دفعا سنان ڪرڻ سان چمڙيءَ جون جملي بيماريون لهي وڃن ٿيون. ڪي ماڻهو رت به صاف ڪرڻ جي خيال کان هڪ يا ٻه ڍُڪ پيئندا به آهن. پاڻيءَ ۾ گهڻو وقت نه وهبو آهي. ڇاڪاڻ ته گهڻي وقت وهڻ سان گندرف جي هوا مغز ۾ چڙهي ويندي جا دماغ ۾ چڪر ڏياريندي آهي. ان ڪري اُتي پوليس وارا بيٺا آهن، جي ماڻهن کي پاڻيءَ ۾ گهڻو وقت وهڻ نه ڏيندا آهن. اُهي چوندا آهن ته هينئر پاڻيءَ مان نڪري، ڪلاڪ ٻه ترسي وري پوءِ اچي سنان ڪريو. عام طرح ماڻهو هڪ دفعو سنان ڪندا آهن پر بيمار ڏينهن ۾ ٻه ٽي دفعا ڪندا

آهن ۽ اُتي رهي ٿي چار ڏينهن پيا سنان ڪندا آهن، جي بلڪل چاق چڱا ڀلا ٿي ويندا آهن. جيڪو وڏيڪ پاڻي وَهي اچي جبل جي پاڙ وٽ تلاءَ ۾ پوندو آهي، اُتي اُنجو رنگ اڇو کير جهڙو ۽ بلڪل ٿڌو پاڻي ٿي پوندو آهي. اُن تلاءَ مان اُتلي هيٺ زمين تي وَهندو آهي. ان جو رنگ اڇو کوهہ جي پاڻيءَ جهڙو نہ ڪوسو، نہ ٿڌو هوندو آهي. اهو پاڻي بہ ميل لتاڙي وڃي سنڌو نديءَ ۾ پوندو آهي. مٿئين گرم تلاءَ جي ڀرسان شوالو (شوَ جو مندر) ۽ هڪ غفا آهي. ياتري شوالي ۾ شولنگ جو درشن ڪري پوءِ غفا ۾ وڃن. اُتي هڪ ننڍو ڪونڊي جيڏو ڪُنڊ آهي. ماڻهو اُن مان بہ پنج سناني ڪندا آهن. هن ڪُنڊ ۾ اِها خاصيت آهي تہ هن مان ڪيترو بہ پاڻي ڪڍِي ڪڍ، پر ان ننڍڙي ڪُنڊ ۾ پاڻي اوتري جو اوترو. ياترين لاءِ ترسڻ واسطي ريلوي اِسٽيشن وٽ هڪ وڏي ڌرمشالا ٺهيل آهي. ڀرسان ديويءَ جو مندر آهي. اهو بہ وڏو آستان آهي. ڪيترا ياتري هن آستان ۾ بہ وڃي ترسندا آهن. اڳي شوراترِيءَ جو زوردار ميلو لڳندو هو ۽ هزارين ياتري ايندا هئا. پاڪستان ٿيڻ بعد ان آستان جو ڪهڙو حال آهي، سو ايشور ئي ڄاڻي.

(ب) منگهو پير- ڪراچيءَ کان اٽڪل ١٠ ميل ڪن پري منگهي پير جو آستان آهي. اُتي گرم گندرف واري پاڻيءَ جو چشمو آهي. هن چشمي ۾ بہ سنان ڪرڻ سان ساڳيا مٿيان ڄاڻايل فائدا آهن. ساڳئي نموني سنان ۽ ساڳيءَ طرح ترسي وڏيڪ سنان ڪرڻ جو دستور آهي. هت منگهي پير جو آستان بہ آهي. تنهنڪري هت بہ ياتري ايندا ئي رهندا آهن. منگهي پير جو درشن ڪن ۽ سنان ڪري بيمارين کان ڇوٽڪارو بہ پائين. هت بہ ساليانو ميلو لڳندو هو. پر پاڪستان برپا ٿيڻ بعد ڪجهہ بہ معلوم ڪونہ ٿي سگهيو آهي.

(ٿ) ٻيا چشما- ٻيا چشما جهمپير، ڪيرٿر جبل تي لاڪي جا چشما بہ ڪوسي پاڻيءَ وارا آهن.

(٢) ڍورا- ڍورو بہ هڪ واهہ ۽ ڍنڍ جو وچ وارو ساڌن آهي. هن مان بہ پوک کي پاڻي ملندو آهي.

(الف) ڍورو نارو- هي وڏو ڍورو آهي. سنڌو نديءَ جي کابي پاسي اوپر طرف آهي. هي واهہ وانگي وَهندو آهي. هن تي چانورن جي پوک جهجهي انداز ۾ ٿيندي آهي.

(ب) ڦراڻ- هي بہ هڪ چڱو خاصو ڍورو آهي پر مٿئين کان ننڍو آهي. هي ٽنڊي جان محمد تعلقي ڏگهڙيءَ وٽان وَهندو آهي. هن تي ٿوري پوک ٿيندي آهي. جانور پکي وغيره پاڻي پيئندا آهن.

(ٿ) ننڍڙا ڍورا- ٻيو ڪن هنڌن تي ننڍا ننڍا ڍورا هوندا آهن. جي آبڪلاني موسم ۾ وَهندا يا ڀربا آهن، پوءِ ڌيري ڌيري سُڪندا ويندا آهن.

(٣) ڍنڍون- ڍنڍون بہ هڪ قسم جا وڏا تلاءَ آهن. هنن ۾ سدائين پاڻي وهندو رهندو آهي. پر سانوڻيءَ ۾ ڍنڍون ڀرجي تار ٿي ونديون آهن، پوءِ آهستي آهستي اُنهن مان پاڻي سُڪندو گهٽبو ويندو آهي ۽ سياري ۾ گهڻو پاڻي گهٽجي ويندو آهي. سنڌ ۾ وڏيون ڍنڍون فقط پنج آهن ۽ ٻيون ڪِٽ ڪِٽ ننڍيون ڍونڍون آهن.

(الف) منڇر ڍنڍ- منڇر ڍنڍ سنڌو نديءَ جي ساڄي طرف اولهہ ۾ ڪيرٿر ٽڪرين جي وچ ۾ جوهي شهر جي ويجهو آهي. هنجي ڊيگهہ ويڪر هم چورس اٺ (٨) ميل آهي. سانوڻيءَ جي



موسم ۾ ٻن سوَ چورس ميلن ۾ ڦهلجي ويندي آهي. هنجي اونهائي ڏهہ فوٽ کن آهي. هن ڍنڍ جي پاڻيءَ تي پوک بہ ٿيندي آهي، خاص ڪري چانوَر ٿيندا آهن يعني سارين جي پوک ٿيندي آهي. هن مان پابوڙا بہ نڪرندا آهن. تري ۾ سُٽيون ۽ ڪوڏ بہ ٿيندا آهن. هن ڍنڍ ۾ مڇي بہ نڪرندي آهي ۽ پاڻيءَ جا پکي بہ منجهس رهندا آهن.

(ب) ڪينجهر ڍنڍ- ڪينجهر تعلقي ننگر ٺٽي جي هيلاين ۽ سونڊن ڳوٺ جي وچ ۾ ۽ اُنهن کي ويجهي آهي. هن ڍنڍ مان ڪن پوکن کي پاڻي ڏنو ويندو آهي. هن ۾ مڇي بہ جام ٿيندي آهي. اُن ڪانسواءِ هن مان پابوڙا، ڪُمَ، ڪوٽيون جام نڪرنديون آهن ۽ هيٺ تري مان ٻهہ ۽ لوڙهہ ۽ لوڙهيون بہ نڪرنديون آهن. اُهي شيون هتي جون مشهور آهن ۽ ٻين شهرن ۾ بہ هتان موڪليون وينديون آهن. هن ڍنڍ مان سُٽيون ۽ ڪوڏ جيئرا توڙي مُئل بہ جام نڪرندا آهن. ڪيترائي ماڻهو ڪڍي ويندا آهن. هن ڍنڍ ۾ پاڻيءَ جا پکي جهڙوڪ بدڪون، آڙيون وغيره رهنديون آهن.

نُوري مهاڻي بہ هن ڍنڍ جي ڪناري تي رهندي هئي. جنهن کي جام تماچيءَ ڏٺو ۽ سندس سُونهن ڏسي مٿس عاشق ٿي پيو، آخر هن سان شادي ڪيائين. اُن جي رهڻ لاءِ ڍنڍ جي ڪپ تي هڪ عاليشان محلات اڏارايائين. وقت پڄاڻا اُهو محلات رفتہ رفتہ ڦِٽندو ويو ۽ هاڻي زبُون حالت ۾ آهي. هينئر بہ بادشاه جام تماچيءَ ۽ راڻيءَ نُوريءَ جون تربتون هن ڍنڍ جي ڀرسان ٺهيل آهن.

(ٿ) ٻيون ڇوٽِيون ڍنڍون- ٻيون بہ ڇوٽيون موٽيون ڍنڍون سنڌ جي ڪن هنڌن تي آهن، پر اُنهن مان گهڻي پيدائش ڪانہ ٿي ٿِئي. جاتي شهر جي پاسي ڪن ڍنڍن مان سوڊا ڪار نڪرندي هئي ۽ ڪن مان لوڻ نڪرندو هو. ڪن ٻين هنڌ ڍنڍن مان پابوڙا ۽ سِنگهاڙا ۽ تري مان ٻهہ نڪرندا آهن. ٻيو پاڻي جانورن ۽ پکين جي پيئڻ ۾ ڪم ايندو آهي. ماڻهو ڪپڙا ڌوئندا آهن ۽ ڪِٽ هن مان سِرون بہ ٺاهيندا آهن. ٻيون ڍنڍون آهن: مَکي ڍنڍ سانگهڙ ۾ جنهنجو گهيرو ١٢ ميل آهي. سومري ڍنڍ ٿرپارڪر ضلع ۾، گدو ڍنڍ سکر ضلع ۾، گهنيرو ڍنڍ ميهڙ ويجهو، سونهري ۽ هاليجي جوهيءَ ۾، ڦتي بلاول ۾، هئدو لاڙڪاڻي ۾، ڇانگرو، لرطون، ڊرگهہ، هسو لاهوري ۽ لانگ قنبر تعلقي ۾، سونهري ڪينجهر ويجهو، هاليجي ٺٽي ۾ آهي.

(٤) ڪڍون ۽ تلاءَ- ڪڍون ۽ تلاءَ شهرن ۽ ڳوٺن ۾ عام جام آهن. ڪن ۾ اڳئين وقت ۾ پاڻي واهن مان ملندو هو، پر نون واهن نڪرڻ بعد ڪن ڪڍن کي جيڪي انجنيري کاتي ۾ منظور ٿيل آهن، تن کي هفتہ هفتہ شاخن ۽ واٽر ڪورسن مان مقرر ٿيل پاڻي ملندو آهي. ڪي ڪڍون ۽ تلاءَ برسات جي پاڻيءَ سان ڀربا آهن جي آهستي آهستي سُڪندا ويندا آهن. هي پاڻي ماڻهن جي پيئڻ جي ڪم ڪونہ ايندو آهي پر ڪن جو پاڻي سنان جي ڪم ايندو آهي. چوپايو مال ۽ پکي پاڻي پيئندا آهن. اوڏ آلي مٽي ڪڍِي ڄاين جون ڀِتيون وجهندا آهن. سربند آلي مٽيءَ سان سِرون ٺاهيندا آهن. سُڪڻ تي ڪورن ۾ بند ڪري باهہ ڏيئي پچائيندا آهن ۽ ماڻهو هن پاڻيءَ مان ڪپڙا بہ ڌوئندا آهن.

(٥) ڍنڍن ۽ تلائن جو تعداد- سنڌ ۾ ڍنڍن ۽ تلائن جو تعداد اٽڪل ٥٠٠ کن هو.

(٦) ٻيٽ- سنڌو نديءَ ۾ ٣ ٻيٽ هئا: ساڌ ٻيلو، سَکر ۽ زنده پير.

## ٥. جبل، پهاڙ ۽ ٽڪريون

**(١) جبل-** سنڌ ۾ تمام وڏا جبل هماليه جهڙا ڪونه آهن. سي ننڍا جبل به فقط سنڌ جي اولهه طرف آهن، جي سنڌ ۽ ڪيچ مڪران جي سرحدن کي الڳ ڪن ٿا.

**(الف) کيرٿر جبل-** کيرٿر جبل سنڌ جي اولهه سرحد تي ضلع جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي سان لاڳو آهي، هي اچي هالار جبل سان لڳي ٿو. سنڌ کي ڪيچ مڪران کان ڌار ڪري ٿو. کيرٿر جبل جي چوٽي سمنڊ جي مٿاڇري کان پنج هزار فوٽ اوچي آهي. هن جبل تي خاص پوک ڪانه ٿيندي آهي، رواجي ڏُٿ واريون شيون اُپرن ٿيون ۽ ٿورو گهڻو گاهه ٿئي ٿو. ريڍار پنهنجون رڍون ۽ ٻڪرار پنهنجون ٻڪريون چاريندا آهن. ڏُٿ واريون شيون جابلو پنوهار کائيندا آهن. هن مان ڦٽڪي نڪرندي هئي، پر هلڪي قسم جي هئي.

**(ب) هالار جبل-** هي جبل به سنڌ جي اولهه سرحد تي ضلع لاڙڪاڻي ۽ دادوءَ سان لاڳو آهي. هي کيرٿر جبل سان لڳي شروع ٿئي ٿو ۽ پهاڙن جون قطارون لاڳيتيون سرحد سان لڳيون اچن ٿيون جي سنڌ ۽ ڪيچ مڪران کي الڳ ڪن ٿيون. هن جبل تي به خاص آبادي ڪانه ٿئي. ڏُٿ واريون شيون ۽ گاهه ٿيندو آهي. مالدار مال چارين ۽ ڏُٿ واريون شيون پٽي اچن، ڪي ڪچيون کائن ۽ ڪي رڌي کائين. مينهن جو پاڻي جو جبلن تي وسي سو وَهي اچيو نئين ۾ پوي، جي زور سان وَهي اچي سنڌو نديءَ ۾ وڃهن. هن جبل تي ننڍا ٻاڙها ٻير جام ٿيندا آهن جي چاپرو ٻير سڏبا آهن. مالدار اهي ٻيرين مان ڇانٽي ڏوٽي ڪٽي ايندا آهن جي پاڻ به کائين ۽ باقي وڪٽي ڇڏين، جي ٻين ڳوٺن ۽ شهرن ڏانهن موڪليا ويندا آهن. هنن پهاڙن تي پنڪ جي پوک به ٿيندي آهي.

**(ث) پب جبل-** پب جبل هالار جبل جي هيٺان لاڳيتو ١٠٠ ميلن ۾ آهي. هت به ساڳيءَ طرح ڏُٿ ۽ گاهه ٿئي. مالدار مال چارين ۽ ڏُٿ پٽي اچي واپرائين. هت به چاپرو ٻير ٿيندا آهن. سانگي ماڻهو ٻير پٽي اچن ۽ کائين.

**(د) ڏاڙهيارو جبل-** هي کيرٿر جبل جي اُپرندي واري شاخ آهي. سنه ١٨٦٢ع ۾ سنڌ جي ڪمشنر مسٽر ايس مينسفيلڊ مٿس هڪڙو تلاءُ کوٽارايو هو.

**(٢) پهاڙ-** پهاڙ ننڍا جبل آهن. هنن جا ٽڪرا ڪيترن ئي هنڌ آهن:

**(الف) پهاڙ ٺٽي ۽ جنگ شاهي وٽ-** هي پهاڙ جنگ شاهي ۽ جهمپير ريلوي اسٽيشن کان ٺٽي ننگر شهر طرف ڏانهن آهن. هنن پهاڙن مان هڪ قسم جي اهڙي واري نڪرندي آهي جنهن مان شيشو (ڪائو) ناهيندا آهن. چوٽي وٽڪار ۽ گاهه ٿيندو آهي. مالدار مال چاريندا آهن.

**(ب) ميٽنگ ۽ ٻولهاڙي ريلوي اسٽيشن وارا پهاڙ-** هي پهاڙ ميٽنگ ريلوي اسٽيشن کان ٻولهاڙي ريلوي اسٽيشن جي وچ ۾ آهن. هت به ڏُٿ واريون شيون ۽ گاهه اُپرندو آهي، تنهن ڪانسواءِ هنن پهاڙن مان ڪوئلو به نڪرندو هو، جو هلڪي ڪوالٽيءَ وارو هو.

**(ث) جهرڪن جي شهر وارو پهاڙ-** هي پهاڙ جهرڪن شهر وٽ سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪپ کان شروع ٿيو ۽ سونڊن تائين هليو ويو. هن مان ٻن قسمن جي ميٽوڙي نڪرندي آهي، هڪ اڇي ٻي ڳاڙهي. اڇي ميٽوڙي لڱن کي لائي سنان ڪندا آهن ته بدن جي مَر به لهي ويندي آهي ۽



سرير کي فرحت اچي ويندي آهي. تنهن ڪانسواءِ ڪپڙن ڌئڻ ۾ به ڪم ايندي آهي. ڳاڙهي ميٽوڙي رنگن جا مصالح ناهڻ ۽ پٿين جي پوچي ڏيڻ وغيره جي ڪم ايندي آهي. ٿورو ڏُٿ ۽ گاهه به ٿيندو آهي. مالدار مال چاريندي ڏٿ واريون شيون پٽي ايندا آهن.

**(د) ٻڍڪن وارو ٽڪر-** هي ٽڪر سنڌو نديءَ جي کابي ڪناري کي ويجهو ۽ ملان ڪاتيار شهر جي نزديڪ آهي. هت اڳ ٻڌ ڌرم وارن جو ڪو نشان هو جو هن وقت ڪونه ٿو ڏسجي. پر سڏجي ٻڍڪن وارو ٽڪر. هتي ٿوري گاهه ڪانسواءِ پئدائش ڪانه ٿئي.

**(ع) روهڙيءَ وارو ٽڪر-** هي ٽڪر سکر ۽ روهڙيءَ شهرن وٽ آهي، ١٨ ميلن تائين آهي ۽ خيرپور کان ٣٠ ميل اڳتي وڃي ٿو. هن ٽڪر مان فقط ڳاڙهي ميٽوڙي نڪرندي آهي.

**(ف) گنجو ٽڪر-** هي ٽڪر حيدرآباد شهر جي پرسان ٿورو هوسڙيءَ شهر طرف وڌيل آهي. هن ٽڪر تي ڪوبه وڻ ٽڻ يا ٻوٽو بلڪ گاهه ڪونه اُپري، تنهن ڪري هنکي گنجو ٽڪر ڪوٺيندا آهن. هن مان پيلي رنگ جو ميٽ نڪرندو آهي جو سنان جي ڪم ايندو آهي. ٻي ڳاڙهي ميٽوڙي نڪرندي آهي جا رنگاوت جي مصالحن ناهڻ ۽ پٿين جي پوچيءَ لڳائڻ ۾ ڪم ايندي آهي. ٽيون هن ٽڪر مان هڪ قسم جو پٿر نڪرندو آهي، اُن کي ننڍين ڪورين ۾ وجهي باهه ڏيئي پچائيندا آهن ته اڇو چُن نهي پوندو آهي. اُهو چن پان جي مصالحي وجهڻ وقت لڳائيندا آهن، ڪن دوائن ۽ رنگن جي مصالحن ۾ ڪم ايندو آهي. تنهن ڪانسواءِ پٿين جي پوچي لڳائڻ ۾ به ڪم ايندو آهي.

**(٣) ننڍيون ٽڪريون-** مٿين جبلن، پهاڙن ۽ ٽڪرن ڪانسواءِ سنڌ جي ڪن هنڌن تي ڇوٽيون ڇوٽيون ٽڪريون به هونديون آهن. اُهي ٽُڪر فقط جابلوُ يا ٿاڪروُ هوندا آهن. باقي اُنهن ۾ ڪا خاص خاصيت ڪانهي، تر ۾ ڪارونجهر ٽڪري آهي جتي ٻوٽيون جام اُپرنديون آهن.

**الف- درهيارو ٽڪريون-** هي ننڍيون ٽڪريون آهن.

**ب- مڪلي ۽ ڪارونجهر-** هي ٽڪريون ٺٽي ۽ پارڪر ۾ آهن، هن تي ٻوٽيون ٿين ٿيون.

**(٤) ايراضي-** سنڌ ۾ جابلو ايراضي ٥٠٠٠ چورس ميل آهي.

**(٥) چوٽي-** اوچي چوٽي برگ آهي جا ٧٨٥٠ فوٽ اوچي آهي.

## ٦. آمدرفت جا وسيلا

**(١) خُشڪي رستا-** اوائلي زماني ۾ خشڪي رستا جزوي هئا ۽ ننڍا گس ۽ پيچرا هئا. رفته رفته ڪجهه ٻيا به رستا ڪڍيا ويا. اُنهن ذريعي بيل گاڏيون، اُٺ گاڏيون ۽ اُٺ مال ڍوئي ڪٽي هڪ شهر کان ٻئي شهر ويندا هئا. اهڙيءَ طرح واپاري مال گهرائيندا ۽ موڪليندا هئا. ماڻهو اُٺن، گهوڙن ۽ گڏهن تي سواري ڪندا هئا. ڪي پيدل به ايندا ويندا هئا. شادين وغيره ۾ اُٺ گاڏين، ڏڳي گاڏين ۽ اُٺن تي ڪجاوا رکي اُن ۾ ويهي ايندا ويندا هئا. ننڍن شهرن ۾ يعني گسن ۽ پيچرن تان گاڏيون ڪونه هلنديون هيون باقي ٻيا مٿيان وسيلا اختيار ڪندا هئا.

جڏهن انگريزن جي حڪومت ٿي ته اُنهن وڏن شهرن کي ڳنڍڻ لاءِ وڏا گهاڙو رستا ٦٦ فوٽ ويڪرا ٺهرايا ۽ ٻنهي پاسي ڇايادار وڻ پوکايا. پوءِ وري ڪي پڪا رستا ڏامر وارا ٺهرايا ۽ اُنهن تي

ضروري جڳهين هنڌ پليون ۽ موريون ٺهرايون، جن تان هر قسم جي سواري ايندي ويندي هئي. ڪجهه عرصي کانپوءِ اُنهن رستن تان موٽرون، بسون ۽ ٽرڪ به هلڻ چالو ٿي ويا. رستن جي سنڀال لاءِ بيلدار رکيا ويا. ننڍن ڳوٺن ۽ ڀراڙين ۾ اچڻ وڃڻ لاءِ گس ۽ پيچرا هئا.

(٢) دريائي رستا، ٻيڙيون، لانچون ۽ جهاز- سنڌو نديءَ ۽ قليليءَ ۾ ميرن جون جهمٽيون هلنديون هيون. عام طرح ٻيڙيون هلنديون هيون، جن جي ذريعي واپاري مال ڍويو ويندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ٻيڙين ۾ چڙهي مسافري ڪندا هئا. آمهون سامهون شهرن ۾ پار اچڻ لاءِ پتڻ ٺهيل هوندا هئا ۽ پتڻن تان ٻيڙيون ويندڙيون هيون ۽ موٽي اُتي اينديون هيون. مير جڏهن سير لاءِ نڪرندا هئا يا سندن عملدار سير تي نڪرندا هئا، تڏهن جهمٽيءَ ۾ چڙهندا هئا. اُنهيءَ موقعي تي مير بحر اڇا ڪپڙا ۽ ميرن جي امداد ڪيل رنگارنگي ڏڀي ٽوپي پهريندا هئا. ناکئا به موقعو ڏسي خاصا ڪپڙا ڍڪي، جئن ڪپ تي نئڙي رس ڇڪيندا ويندا هئا ته سندن سلوارون هوا ۾ ڦنڊي ڀنديون هيون، تئن جهمٽي رونقدار نظر ايندي هئي. جهمٽيءَ جي آڳيل ۾ هڪ ننڍو سهڻو قرمچي شاميانو لڳل هوندو هو، جنهن ۾ حاڪم شان سان ليٽيو پيو هوندو هو. ٻيڙي ١٢٠ فوٽ ڊگهي، ساڍا ١٨ فوٽ ويڪري، اڍائي فوٽ اونهي هوندي هئي ۽ ٦ ڳن هوندا هئس. هرهڪ کي پنجن خلاصين موڙيو ٿي. اُهي ملبار جي پڪي ساڳ جون ٺهيل هيون.

لانچون- انگريزن جي راڄ ۾ لانچون نڪتيون، اُهي به ٻيڙين وارو ڪم ڏينديون هيون. هن ۾ ونجهه هلائڻا ڪونه پوندا هئا، هن ۾ اِنجڻ لڳل هئي. لانچ اِنجڻ جي وسيلي هلائبي، موڙبي ۽ بيهاري ويندي هئي. لانچ ۾ ڪمرا به ٺهيل هوندا هئا. مال ۽ ماڻهن لاءِ ڪم ايندي هئي.

پاڻيءَ جا جهاز (Steamer)- هي جهاز رڳو سمنڊ ۾ ئي هلندا هئا. ڪراچيءَ کان ٻين ولائتن ڏانهن واپاري مال ۽ ماڻهو کڻي ويندا هئا ۽ اُتان ساڳيءَ طرح مال ۽ ماڻهو کڻي ايندا هئا. هي سنڌ جي پراڻن بندرن ڏانهن به ايندا ويندا هئا.

(٣) درياهي سفر- حيدرآباد کان هيٺ سمنڊ تائين درياه جي پاڳن جون حدون ۽ نالا:

ساهو: حيدرآباد وٽ هڪ ڳوٺ کان ٺٽي جي ٽڪرن تائين - مفاصلو ٤٠ ميل معنيٰ چڱو.

سيتا: ٺٽي کان وٺي ٽوُنچ تائين - مفاصلو ٢٨ ميل - سيتا درياه وهندو هو.

موگراه: ٽوُنچ کان وٺي اڳئين نير درياه جي پيٽ تائين - مفاصلو ساڍا ٥ ميل-موگراه قوم نالي تان.

پوپٽ: نير کان وٺي سوُتاهوُ تائين - مفاصلو ساڍا ٤ ميل - ڏند ڪٿا موجب.

واياڻي: سوُتاهوُ کان وٺي گوراه تائين - واڻين جي وسڻ ڪري.

ٻنو: گهوڙا ٻاڙيءَ تائين - درياه تي بند ڪري.

حجامڙو: گهوڙا ٻاڙيءَ کان سمنڊ تائين - مفاصلو ٢٠ ميل-پيٽل حجام پار ويندي هِٽ ٻڏو هو.

درياه جي هيٺئين پاڳي ۾ اُٿل پٿل ڪري دوابي ۾ درياه جي شاخن جا وَهه ڦرن گهرن ٿا، جنهن ڪري دريائي سفر خطرناڪ ٿئي ٿو.

(٤) ريل رستا: انگريزي راڄ ۾ ريل جي رستن ذريعي آڳ گاڏي هلائڻ جو اِرادو ڪيو ويو. اُن لاءِ سنڌ ۾ ريل رستا ٺهرائڻ جو مهورت تاريخ ٢٩ اپريل ١٨٥٨ع شام جو ساڍي ٥ بجي سنڌ جي



ڪمشنر سَر بارٽل فريئر ڪيو. ريل لائين ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين تيار ٿي ويئي، تنهنجو مهورت اُن وقت جي سنڌ جي ڪمشنر مِسٽر جان ڊنڪن انويرئرٽي تاريخ ١٣ مئي ١٨٦١ع تي ڪيو. اُن ريل لائين تان گاڏيون هلڻ شروع ٿي ويئون. ڌيري ڌيري وقتن تي ريل رستا وڌائيندا ويا. ڪي ميل پئسينجر گاڏيون ماڻهن جي چڙهڻ لاءِ هيون، ڪي مال ڍوئڻ لاءِ (Goods) گاڏيون هيون، ڪي مڪسڊ (Mixed) گاڏيون هيون جو اُن ۾ ماڻهن جي چڙهڻ ۽ ويهڻ لاءِ گاڏا هئا ته ڪي بار کڻڻ لاءِ به گاڏا هئا. وڏي پٽي وارِي ريل لائين چالو ڪئي ويئي. پنجاب مان لاهور کان ايندي سنڌ ۾ جيڪب آباد کان گهڙندي سنڌو نديءَ جي کابي طرف کان سکر، نواب شاه، شهدادپور، ٽنڊو آدم، حيدرآباد، ڪوٽڙي، جهمپير، جُنگشاهي کان هلندي اچي ڪراچيءَ پهچندي هئي. وري سنڌو نديءَ جي ساڄي پاسي روهڙيءَ کان لاڙڪاڻو، دادو، سيوهڻ، مانجهند کان هلندي اچي ڪوٽڙي اڳين لائين سان گڏبي هئي جا ڪراچيءَ ويندي هئي. ٽي ريلوي لائين ڪوٽڙيءَ کان حيدرآباد، هوسڙي، ٽنڊو محمد خان، ماتلي، تلهار کان ٿيندي بدين پهچندي هئي. چوٿين لائين ٽنڊي آدم کان چالو ٿي جا هالا، سڪرنڊ کان هلندي اچي محراب پور وٽ پهرين لائين سان گڏبي هئي. تنهن کانسواءِ جوڌپور جي راجا سنڌ لاءِ ريلوي گاڏي ننڍي پٽي وارِي لائين تي چالو ڪئي، جا جوڌپور کان ايندي سنڌ ۾ کوکراپار کان گهڙندي، ڍورو نارو، پٿورو، ميرپور خاص، ٽنڊو الهيار، ٽنڊي ڄام کان هلندي اچي حيدرآباد دنگ ڪندي هئي. ريل گاڏي چالو ٿيڻ سان مسافري ٿوري خرچ ۽ آرام سان ڪرڻ ۾ ايندي هئي. واپاري مال به هڪ شهر کان ٻئي شهر تائين جلد پهچي ويندو هو. جهڙي سهوليت ريل گاڏيءَ ۾ هئي، اهڙي ٻئي ڪنهن به سواريءَ ۾ ڪانه هئي. چوڻي ٿي ويئي ته:

”چوي ريل گاڏي رمان ٿي رمان، اچي چڙه مسافر وڃان ٿي وڃان.“

(٥) هوائي اُڏام- انگريزن جي حڪومت ۾ وري هوائي جهاز (Aeroplane) شروع ٿيا. جي آسمان ۾ پکين وانگر اُڏامندا رهندا هئا. هنن جي چڙهڻ ۽ لهڻ لاءِ خاص ميدان تيار ڪيو ويندو آهي. نه اُن ۾ هجي ڪو کڏ کوٻو يا ڪو پيل هجي ڪو پٿر پٽر يا ڪِن ڪچرو ۽ نه هجيس منجهس لاهي چاڙهي. سنئون سِڌو پَٽ ۽ صاف سُٿرو هجي ۽ ايراضي به چڱي خاصي هجي. سنڌ ۾ اُنهن لاءِ اهڙا ئي ٽي اڏا هئا: (١) ڪراچي (ڊرگ روڊ)، (٢) حيدرآباد، (٣) ميرپور خاص.

ماڻهو هوائي جهازن ۾ مسافري ڪرڻ لڳا، خاص ڪري جيڪي ولائت ويندا هئا يا جيڪي اُتان ايندا هئا. ڪن جهازن ۾ خاص خاص مال به کنيو ويندو هو. هوائي جهازن جو ڀاڙو تمام گهڻو هو، تنهنڪري اُن ۾ شاهوڪار ۽ وڏا آفيسر ئي مسافري ڪندا هئا.

(٦) ٽپال، تار ۽ ٽيليفون- (الف) ٽپال (پوسٽ Post)- ٽپال جو سرشتو پهريائين سنڌ ۾ چالو ٿيو، پوءِ هندستان جي ٻين شهرن ۾ چالو ٿيو. اڳ پهريائين خط يا نياپو قاصد جي هٿان موڪليو ويندو هو، پوءِ ٽپال جو سرشتو چالو ٿيو. پهريائين پانڌي يا سُوار ٽپال کڻي پهچائيندا هئا. جڏهن ريل گاڏي چالو ٿي، تڏهن ٽپال ريل ۾ ئي موڪلي ويندي هئي. تنهن هوندي به جتي ريل نه هوندي هئي ته اُتي پانڌي گڏهن تي چڙهي ٽپال کڻي ننڍڙن ڳوٺن ۽ ڀراڙين ۾ پهچائيندا هئا،

موٽندي اُتان ٽپال ڪٺي اچي پوسٽ آفيس ۾ پهچائيندا هئا. اُنهن کي هڪ لٺ به هوندي هئي، جنهن جي هڪ ڇيڙي ۾ گهنگهريا ٻڌل هوندا هئا.

سنڌ ۾ پهرئين ٽڪلي تاريخ ١ جولاءِ سنه ١٨٥٢ع ۾ سنڌ جي ڪمشنر سَر هينري بارٽل ايڊورڊ فريئر ڪڍي، جا پهريون ئي پيرو نڪتي. سنڌ جي پهرئين ٽڪلي ايسٽ اِنڊيا ڪمپنيءَ جي نالي سان ڪڍي ويئي. سنه ١٨٥٤ع ۾ نيو پوسٽ آفيس ائڪٽ پاس ٿيو. پوسٽ آفيس وارن ڪلڪتي ۾ سنه ١٨٣٧ ۾ ڊيڊ ليٽر آفيس (Dead Letter Office) جو پايو پيو. سنه ١٩٧٠ع ۾ هنجو نالو بدلائي رٽرنڊ ليٽر آفيس (Returned Letter Office) رکيو ويو. ننڍن ڳوٺن ۾ جتي پوسٽ آفيسون نه هيون ته اُنهن ڳوٺن جون ٽپالون رولڙ سنجر (يعني پانڌيِ ٽپالي) مهني ۾ هڪ ٻه دفعا چڪر هڻي پهچائي ويندو هو ۽ ڪا ٽپال ماڻهن وٽان ملنديِ هيس ته اُها ڪٺي وچي پوسٽ آفيس ۾ ڏيندو هو، جتان رواني ٿي ويندي هئي.

(ب) تار (Telegram) - تار جو سرشتو به انگريزن چالو ڪيو. جڏهن سنه ١٨٥٨ع ۾ ريل گاڏي چالو ٿي ته ريل جي پٽن واري لائين سان ٿوري ٿي مفاصلي تي (Paralal) ٿنڀا کوڙي، اُن ۾ تارون لڳايون ويئون ۽ تارن ۾ بئٽريءَ جي ذريعي ڪرنٽ پيدا ڪيو ويو. هرهڪ اسٽيشن تي آگر سان ٽِڪ ٽِڪ ڪرڻ وارو اوزار لڳايو ويو ۽ اُن سان لائن واري تار ڳنڍي ويئي. انگريزيءَ جي اي-بي-سي (A-B-C) لاءِ ٽِڪ ٽِڪ جو ڪوڊ ناهي مقرر ڪيو ويو. اسٽيشن ماسٽر يا پوسٽ ماسٽر کي تار ڪرڻي هونديِ هئي ته اُهو اُن اوزار سان ڪوڊ موجب ٽِڪ ٽِڪ ڪندو هو ته اُها ٽِڪ ٽِڪ مقصد واري شهر ۾ فِٽ ٿيل اوزار تي ٽِڪ ٽِڪ شروع ٿي ويندي هئي ته اُتي جو ماسٽر اُهي آواز ٻڌي اُهي اکر لکندو ويندو هو، جنهن مان پوءِ جملا ٺهي ويندا هئا. ماسٽر اُها تار فارم تي لکي ٽپاليءَ هٿان لاڳاپيدار کي موڪلي ڏيندو هو. اُهي پڙهي مطلب سمجهندو هو. اُها تار اٽڪل ڪلاڪ کن جي اندر ڪنهن به شهر ۾ پهچي ويندي هئي. تار ايجاد ٿيڻ ڪري، خاص ڪري ريلوي وارن، آفيسرن ۽ واپارين کي خاص سهوليت ٿي ويئي آهي. پر خانگي ماڻهوءَ کي به تار رستي نياپو موڪلڻو هوندو هو، اُهو به جلد پهچي ويندو هو.

(ث) ٽيليفون (TelePhone) - ڪجھ وقت کانپوءِ مٿئين نموني ٽيليفون جون تارون به لڳايون ويئون. هرهڪ آفيس يا گهر جتي ٽيليفون لڳائڻو هجي ته اُتي هڪ ٽيليفونم باڪس (جنهن ۾ ايمپليفاير ۽ لائوڊ اسپيڪر فِٽ ٿيل آهي) رکي اُن سان تار جو ڪنيڪشن جوڙيو ويندو آهي. اُن مٿان هڪ انگن وارو ڊايل فِٽ ٿيل هوندو آهي، اُن پرسان هڪ آوزار رسيوَر رکيل هوندو آهي. هرهڪ لڳل فون کي ايڪسچينج مان نمبر ملندو آهي. پوءِ جنهن کي ٽيليفون ڪرڻو هوندو ته اُن نمبر جا انگ ڊايل تي لڳل انگن تي آڱر رکي ڦيرائبا ته ڪنيڪشن ملي ويندو ۽ اُتي گهنڊڻي وڄڻ شروع ٿي ويندي ته اُهو آواز ٻڌي رسيوَر کڻي چوندو هئلو ته اڳلو به چوندو هئلو. رسيوَر کي ٻه پاسا ٿيندا آهن، هڪ ڪن تي رکبو، ٻيو وات جي سامهون ٿيندو. وات واري سان ڳالهائبو ۽ ڪن واري سان آيل آواز ٻڌبو، پوءِ جيڪا به ڳالهه ڪرڻي هونديِ، سا ڪندا رهو. هن ۾ سڀ کي سهوليت آهي، ترت ڪم ٿيو وڃي.



:: باب چوٿون ::

# شهر، ڳوٺ، جهوُنا شهر، جهوُنا ڊَڙا، قلعا ۽ جڳهيون

## ١. شهر، ڳوٺ ۽ ڀراڙيون

ماڻهو ٻن طريقن سان وسيل هئا. هڪڙا شهرن ۾ رهندا هئا، ٻيا ننڍن ڳوٺن ۽ ڀراڙين ۾ رهندا هئا. ڪي ته ويچارا ٻنين تي ڪچا گهر مَنهه سان اَڏي چوطرف ڪنڊن جا لوڙها ڏيئي رهندا هئا. شهرن ۾ هندوُ وڌيڪ ۽ مسلمان گهٽ رهندا هئا، پر ڳوٺن ۾ هندو گهٽ ۽ مسلمان زياده رهندا هئا. چاڪاڻ ته هندو واپار ۽ نوڪرين ۾ مشغول هئا سي شهرن ۾ رهندا هئا ۽ هندو ڀراڙين ۾ رڳو ريزڪي دڪان ڪڍيو ويٺا هوندا هئا، اِنڪري گهٽ رهندا هئا. مسلمان گهڻو ڪري پوک جو ڪم ڪندا هئا يعني هارِي هوندا هئا. ڪي ننڍا زميندار هوندا هئا، سي ئي ننڍن ڳوٺن ۾ رهندا هئا. مسلمان جيڪي وڏا واپاري هئا يا وڏا زميندار هئا، سي ئي شهرن ۾ رهندا هئا. ڪن شهرن ۾ ڪني پاڻيءَ جون ڪسيوُن هٽن جي اڳيان وَهنديون هيون، تنهنڪري ڪن هنڌن گندگي به ٿي ويندي هئي. سنڌ ۾ اٽڪل ١٢٥ شهر، ٤٠٠٠ ڪن ڳوٺ ۽ ٥٠٠٠ ننڍڙا ڳوٺ يعني ڀراڙيون هيون. هاڻي سنڌ جي مکيه شهرن، ڳوٺن ۽ ڀراڙين جو ڌار ڌار ذڪر ڪجي ٿو.

(ا) شهر- مکيه شهرن جي مختصر واقفيت هيٺ ڏجي ٿي-

١- جيڪب آباد- جيڪب آباد شهر اُتر سنڌ جي سرحد تي پنجاب کي ويجهو آهي. اُتر سرحد يعني فرنٽيئر ضلع جي گادِي آهي. هنڪي ضلع جي نالي سان به سڏيندا آهن. هي شهر انگريز مِسٽر جيڪب اڏايو هو، تنهنڪري اُنجي نالي سان سڏجي ٿو. هتي گهوڙن جو ميلو لڳندو هو. هي گهڻي گرميءَ وارو شهر آهي.

٢- سَکر- هيءُ سَکر سنڌو نديءَ جي ڪابي ڪپ تي پراڻو اڏيل آهي. شهر وڌندو ويو ۽ نئون اڏبو ويو، تنهنڪري اڳئين اڏيل شهر کي سَکر پراڻو ۽ نئين اڏيل کي سَکر نئون سڏيو وڃي ٿو. پر ٻئي شهر ڳنڍيل آهن. هي ضلع جي گادِي به آهي. درياه جي ٻيءَ پر سامهون روهڙي شهر آهي، اُنکي ڳنڍڻ لاءِ هڪ پل ٻڌل آهي، جنهنجو نالو آهي لئسنڊائون پل. هيءَ پل بنا ٿنين ڪئنچي سان اڏيل آهي. سَکر بئريج ٺهڻ ڪري ٿورو پري سنڌو نديءَ تي ٻي پل ٺهرائي ويئي جا ٿنين تي اڏيل آهي ۽ هنکي ٦٦ دروازا آهن ۽ اُنهن کي دروازا چڙهيل آهن جي پاڻيءَ جي وهڻ کي ريگيوليٽ ڪندا آهن. هن شهر ۾ هڪ وڏو ۽ اوچو معصوم شاه جو مِنارو به ٺهيل آهي، جو اٽڪل ١٠٠ فوٽ کن اوچو آهي. اڪبر مغل بادشاه معصوم شاه کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو هو، هي مِنارو اُنجي نالي تي سڏبو آهي. هي بندر به آهي. ٻيڙين رستي هتان مال ويندو ۽ ايندو هو. هٽ واپار به سٺو هلندو هو. هتان جو ڪُتب فروش هريسنگهه ائنڊ سنس مشهور هو، هن وٽان هر قسم جا ڪتاب ملي سگهندا هئا.

٣- روهڙيِ- روهڙيِ شهر سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪناري تي جهونو اڏيل آهي. سَکر شهر جي بلڪل سامهون آهي جو پل جي رستي ڳنڍيل آهي. سنه ١٨٤٧ع ۾ سنت وسڻ شاه جائو هو، جنهن جو

هت آستان ۽ ٽڪاڻو آهي. سنت وسڻ شاهه جو گرو سنت پاروشاه هو. هن شهر ۾ آسائوءَ جو تڙ ۽ ستين جو آستان آهي. هي به بندر آهي، هت به چڱو واپار هلندو هو ۽ ٻيڙين رستي مال ويندو ۽ ايندو هو.

۴- شڪارپور- شڪارپور جو شهر سنه ۱۶۱۷ع ۾ دائود پوٽن لڌو. هي شهر سنڌ جي اُتر ۾ سکر کان ڏهاڪو ميل کن پري جهونو ۽ عاليشان اڏيل شهر آهي. هنکي چوطرف ڪوٽ ڏنل هو، جنهن کي اٺ دروازا هئا. (۱) لکي در (۲) هزاري در (۳) هاٿي در (۴) خانپوري در (۵) ڪرن در (۶) واڳوٽون در (۷) سري در (۸) نوشهرو در. هي بيت نهيو:

”لکيءَ لک اُپايا، هزاريءَ هنيا - هاٿيءَ جي همت سان، خانپوري ڪنيا؛
ڪرن در ڪوڙو ٿيو، واڳوٽون وريو - سرِي در سائـو ٿـيـو، نوشهرو نئون.“

هرهڪ دروازو اڌ اڌ ميل تي هو. اِن مان معلوم ٿئي ٿو ته شهر جو گهيرو ۴ ميل هو. شڪارپوري هندن جو اوائلي واپار بخاري، خُراسان ۽ وچ ايشيا سان هو. هي سنڌ مان مال گهرائي اُتي وڪڻندا هئا ۽ اُنهن هنڌان ريشم، پشم، اوني نهيل مال، ڪارڪون، ڪتل سنڌ ڏانهن موڪليندا هئا. واپار اُٺن، خچرن ۽ خراساني گڏهن ذريعي ٿيندو هو. شڪارپور خُراسان جو دروازو ليکبو هو. شڪارپوري هندن جون هُنڊيون به هنن ملڪن ۾ هلنديون هيون. انگريزن جي راڄ ۾ شڪارپور جا هندو گهڻيئي ڪراچيءَ ۾ رهندا هئا، جتي سندن ڪوٺيون هيون. سنو واپار هلندو هو. هتي جا ماڻهو مٿي تي ٽوپيءَ جي ٿوري نموني وانگر ٻاڙهي پڳ ٻڌندا هئا. اُن کي چوندا ئي هئا: ”شڪارپوري پڳڙي.“ پوءِ جي آستان نهندا ويا، اُنهن مان ڪي هيٺ ڄاڻائجن ٿا:

ڪٽ واري ٻائي جي ڌرمشالا، منگهن وارِي ڌرمشالا، بالڪرام جي مَڙهي، دوارڪانات جي مَڙهي، جمناداس جي مَڙهي، شنڪر پارتي آشرم، ساڌ آشرم، پرمانند پنڊار، مسند دربار ۽ جڳل ٿان وغيره.

۵- راڻيپور- سنڌ ۾ ميرن جي رياست خيرپور هئي، جنهن کي خيرپور ميرس سڏيو ويندو هو. راڻيپور شهر ۾ اُنجي گادي هئي. رياست ۾ سنو شهر هو. هت نير جي پيدائش ٿيندي هئي.

۶- گنبت- هي خيرپور رياست جو ٻيو نمبر شهر هو، چڱو شهر هو. هن شهر جي پسگردائيءَ نير جي پوک چڱي ٿيندي هئي، جنهن مان پوءِ نير ناهيندا هئا جو رنگ جو ڪم ڏيندو هو.

۷- لاڙڪاڻو- هن شهر ۾ مسلمان ذات جا لاڙڪ رهندا هئا، تنهنڪري شهر جو نالو لاڙڪاڻو پيو.

”هو قوم لاڙڪن جو هتڙي قديم ٺاڻو، پيو پوءِ نانوءُ هن تي لاڙڪن تان لاڙڪاڻو.“

هي قديمي شهر آهي، هي اڳئين وقت ۾ واپار ۽ ٻين ڳالهين کان مشهور هو، اِنڪري پهاڪو نهي ويو : هُجيئي ناڻو ته گهم لاڙڪاڻو. هت سارين جي پوک جام ٿيندي آهي، جن مان چانور نڪرندا آهن. هت ڏاڙيل به چڱائي رهندا هئا، جي ڏاڙا هڻي ويجهن جبلن هالار ۽ کيرٿر ۾ وڃي لڪندا هئا. هي شهر چئن ڳالهين کان مشهور هو: (۱) موئن جو دڙو (۲) جاگيردار (۳) وڪيل (۴) شاعر، تنهن کانسواءِ هت وٿشيائون به چڱيون رهنديون هيون، جي سڄي سنڌ ۾ مشهور هيون. اِنڪري مٿيون پهاڪو نهيو. هت کُٽ جون ٿالهيون به نهنديون هيون. هتي سوامي ڌرمداس جي دربار ۽



موري جي دربار آهي. هتي جو سَر نواز پٽو، سندس پٽ ذوالفقار علي ڀٽو ۽ خانبهادر ايوب خان کهڙو ۽ مشهور زميندار ۽ سنڌ جا چيف منسٽر به هئا.

۸- هالا - پراڻا ۽ نوان- هالن جو شهر حيدرآباد ضلع ۾ سنڌو نديءَ کان ڪابي طرف ۳ ميل کن پري جهونو شهر آهي. سانوڻيءَ جي ڏينهن ۾ پاڻي چڙهي اُٿل کائي ۳ ميل طئه ڪري پراڻن هالن جي شهر سان بند ٻڌل وٽ اچي لڳندو آهي. ڪڏهن ٻوڏ به ڪندو آهي، اِنڪري ڪيترن ماڻهن هتان لڏي ۳ ميل پري نئون شهر اڏيو آهي، جنهن کي هالا نوان چون. پراڻي شهر ۾ هوشيار يوناني حڪيم ۽ شاعر رهندا هئا. سنڌو درياه مان پلا مرندا آهن، تنهنڪري هتي پلن جي مياڻ آهي، جتان پلا ٻاهر موڪليندا آهن. نون هالن ۾ مخدوم نوح جي هڪ وڏي درگاهه آهي، جتي هر سال ميلو لڳندو آهي. ريلوي جي اسٽيشن به هت آهي. ٽنڊي آدم کان گاڏي هلندي آهي جا نون هالن کان ٿيندي سڪرنڊ ڏانهن ويندي آهي. پراڻن هالن کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي خانوٽ نالي ڳوٺ آهي، جتي ڪاٺ جي نهيل فرنيچر تي رنگين ۽ عاليشان جنڊيءَ جو ڪم ٿيندو هو، اُهو سامان هالن جي مارڪيٽ ۾ اچي وڪامندو هو. پر هاڻي اهو ڳوٺ ڦِٽي ويو آهي ۽ جنڊيءَ جو ڪم هالن ۾ ٿيندو آهي. خاص ڪري پينگها (هندورا) هت جا مشهور هئا. هت آڏاڻن تي ڪپڙو به نهندو آهي، خاص ڪري گربيون جيڪي ٻاهر ڏيساور تي وينديون آهن. پيهون به سنا تيار ٿيندا آهن. هت واپار سنو ٿيندو آهي. ڪاشيءَ جو ڪم به ٿيندو هو، خاص ڪري سِرون سنيون نهنديون آهن.

۹- دادوُ- دادوُ شهر سنڌو نديءَ جي ساڄي پاسي اُن کان ٿوري ئي مفاصلي تي اڏيل آهي، هي به جهونو شهر آهي، هن جي پسگردائيءَ ۾ پنگ جي پوک ٿيندي آهي. پاڪستان نهڻ کان اٽڪل ڏهاڪو سال اڳ ڪجهه ٽڪر لاڙڪاڻي ضلع مان ڪجهه ٽڪر ڪراچي ضلع مان چِني دادو ضلع ٺاهيو ويو، جنهن جو هيڊ ڪوارٽر به هت آهي.

۱۰- سيوَهڻ- سيوهڻ جو اصل نالو ”شواستان“ هو، پوءِ ڦرِي سڏبو هو ”سيوستان.“ هاڻي ڪونجي ٿو ”سيوهڻ.“ سيوهڻ شهر دادوُ ضلع ۾ تواريخي جهُونو مشهور شهر آهي، ڪن ڏينهن ۾ اوج تي رَسيل هو، پر پوءِ ڪجهه ماڻهو لڏيندا ويندا رهيا، تنهنڪري شهرن جي ڪن پاڙن ۾ جايون ڦٽيون پيئون آهن. هتي اُڏيري لعل جا پوڄارِي نڪر به گهڻا رهندا آهن. هت هڪ قلندر شهباز جو عاليشان قبو نهيل آهي ۽ اُنجي حاطي اندر راجا برٿريءَ جو آستان به آهي. هت هرسال ميلو لڳندو آهي، ڪٿان ڪٿان جا ماڻهو ايندا آهن. سيوهڻ کي هڪ قلعو هو جو اٽڪل ۴-۵ ميلن تائين ٻڌل هو، اُنکي ۱۲ دروازا هئا. سيوهڻ جو شهر قلعي اندر هو. ڏيساور سان واپار هلندو هو. سنڌو نديءَ جو هڪ بندر هو. شهر ۾ شِوَ جو مندر هو، اُن جي دروازن تي گڻيش جون مورتون هيون. مندر جي چوطرف تلاءُ هو. هت نير جو واپار گهڻو هلندو هو. سيوهڻ سُرڳ جو دروازو ليکيو ويندو هو، ڪنهن وقت ۾ سنڌ جي گادِي به هو.

۱۱- ٺاروُ شاهه- ٺاروُ شاهه جو شهر نواب شاهه ضلع ۾ ساهتي پرڳڻي ۾ سنو شهر آهي. سعيد ٺاروُ شاهه جي نالي پنيان سڏبو آهي. هتي آڏاڻن تي انگوڇا سنا نهندا آهن. هت باغن ۾ نارنگيون به

جام ٿيندڙيون آهن ۽ مشهور آهن. انگوڇا ۽ نارنگيون ٻين شهرن ڏانهن به موڪليون وينديون آهن. هتي هنسراج وايرليس جادو وغيره سيکارڻ جو اسڪول کوليو هو.

۱۲ - ڪنڊيارو- ڪنڊيارو به نواب شاه ضلع جي ساهتي پرڳڻي ۾ سٺو شهر آهي. پروفيسر هاسانند جادوگر، جادوءَ جو اُستاد يا بادشاهه، سڄي دنيا ۾ مشهور هت ڄائو هو ۽ ڪامروپ ديس مان جادو سِکي واپس هت اچي رهيو. هنکي راجائن ۽ مهاراجائن کان ڪئين سونا ميڊل ۽ ٻيا اِنعام مليا. ساڳئي وقت هيءَ آريه سماجي، ڪانگريسي پرچارڪ، سماج سڌارڪ، ليکڪ ۽ شاعر هو. پرچار ڪندي شاعري گفتا ٻڌائيندي جادوءَ جا ڪرشما ڏيکاريندو هو. هيءُ سنڌ مان اچي پوني رهيو ۽ دهليءَ ۾ سرڳواس ٿيو.

۱۳ - پِريا- هيءَ به نواب شاه ضلع ۾ ساهتي پرڳڻي جو علمي شهر مشهور هو. هتي ورنيڪيولر اسڪول ۽ سيڪنڊرِي هاءِ اسڪول مشهور هئا. هنن اسڪول ۾ تمام هوشيار ۽ قابل ماستر هئا، انڪري هتي جي پڙهائي تمام عمدي هئي ۽ شاگرد به پنهنجي اُستادن وانگر قابل ٿي ويندا هئا. هنن اسڪولن ۾ گهٽو ڪري ڪوبه ڇوڪرو ناپاس ڪونه ٿيندو هو. سنڌ ۾ پِرين شهر جي پڙهائي ڇٽيِ ڪٽي بس ڪر. هتي جي دربار به مشهور هئي، پڙهيل ماڻهن جي ڪري ساهتيءَ جا ماڻهو سرڪاري نوڪرين ۾ به خاصائي هئا.

۱۴ - نواب شاه- نواب شاه شهر ميرن جي صاحبيءَ ۾ اڏيو هو. سٺو شهر ۽ نواب شاه ضلع جو هيڊ ڪوارٽر آهي. هن ضلع جا ٽي تعلقا ڪنڊيارو، نوشهرو ۽ ناروُ شاه ڪي گڏي "ساهتي" چوندا آهن، جو هت سهتا ذات جا گهڻا رهندا هئا. ريلوي اسٽيشن به مکيه بزار جي ويجهو آهي. اُتي هڪ وچ ۾ چؤڪ آهي، جنهن جي چوڌاري دڪان ٺهيل آهن، جتي سٺو واپار هلندو آهي ۽ چڱو ئي ڏندو ٿيندو آهي. سڄو ڏينهن ڇهڇٽو لڳو پيو هوندو هو. هت وِڇون ڇاپ (Trade Mark) ٻيڙين جو وڏو ڪارخانو هو. هي ٻيڙيون تمام مشهور هيون ۽ سنڌ جي ڪئين شهرن ڏانهن موڪليون وينديون هيون. پاڪستان ٺهڻ بعد سنه ۱۹۴۷ع جي پڇاڙيءَ ۾ ٻيڙين جي ڪارخاني جو مالڪ ڀڳت هرومل ايسرداس ڇاٽپار برهم کترِي، نواب شاه ۾ ڪارخانو بند ڪري راجستان جي بياور ۾ ساڳئي نالي سان "وِڇوُن ڇاپ ٻيڙِي" ڪارخانو کوليو، جو زور شور سان هلِي رهيو آهي.

ساهتيءَ ۾ پڙهيل سرڪارِي نوڪرين ۾ چڱي انداز ۾ هئا. سرڪارِي نوڪرين ۾ نمبر (۱) ڪراچِي، نمبر (۲) حيدرآباد، نمبر (۳) ساهتي هوندو هو.

۱۵ - شهدادپور- شهدادپور شهر نواب شاه ضلع ۾ وڏي ۾ وڏو شهر هو، هن ۾ ڪپه ٽاٽڻ جون وڏيون اِنجڻيون لڳل هيون. سنڌ ۾ ونٽڻ جو فصل جام ٿيندو هو، جن مان ڪپهه جون ڦٽيون نڪرنديون هيون، جي اوسي پاسي مان هنن ڪارخانن ۾ ايندبون هيون. ڪارخانن ۾ ڦٽين کي ٽاٽي صاف ڪيون وينديون هيون. ڪپه ڌار ٿيندِي ۽ اُن مان ڪڪڙا ڌار ٿيندا هئا. ڪپه جون ڳنڍيون ٻڌِي احمدآباد موڪليون وينديون هيون، جتي مِلئن ۾ سُٽ تيار ڪري ڪپڙو ٺاهيندا هئا. باقي ڪڪڙا سنڌ جي شهرن ۾ مال جي چاري لاءِ موڪليا ويندا هئا، اِنڪري هيءَ واپار جو مرڪز



بڻجي ويو هو، جتي سوائي صاحب جي مشهور مڙهي هئي، جتي نوراتن ۾ ميلو لڳندو هو. هيءُ شهر سر شهداد خان اڏايو هو، تنهنڪري اُنجو نالو ئي مٿس پيو.

۱۶ - ٽنڊو آدم- ٽنڊو آدم نواب شاه ضلع ۾ شهدادپور کانپوءِ ٻيو نمبر شهر هو. هيءُ شهر آدم خان مريءَ اڏايو هو. هتي به ڪپه ٽاٽڻ جون اِنجڻيون هيون. مٿئين طرح ڪپه ۽ ڪڪڙن جو نيڪال ڪيو ويندو هو. هيءُ به ڇهڇٽي وارو سٺو شهر هو. ريلوي اسٽيشن ۽ ڌرمشالا شهر سان لڳو لڳ هيون. هتي سنسڪرت پڙهيل ودوان گهڻا هئا، تنهنڪري "سنڌ جي ڪاشي" سڏبو هو. شهر جي لڳو لڳ واريءَ جي ڍِڀ تي سنت ٿيئونرام جي دربار هئي، جتي روز ستسنگ ٿيندو هو. اُن بعد ڍوڍو چٽٽيءَ جو پرساد وراهيو ويندو هو جو تمام سوادي هوندو هو. پاڪستان ٿيڻ بعد سنت ٿيئون رام جي دربار "امراپور" نالي سان جئپور ۾ ٺاهي ويئي آهي. هن شهر جا سيٺيون منگهناڻي آکه جا ۽ ڪپه جي اِنجڻين جا مالڪ سيٺ آسنداس ۽ سيٺ راڌاڪرشن جيڪو ميونسپل جو پريزيڊنٽ به هو، مشهور هئا.

۱۷ - ڪَنڊوُ- ڪَنڊوُ شهر هالن شهر جي ڏکڻ ۾ ۴ ميلن جي پنڌ تي اڏيل آهي. هيءُ وچولو شهر هو، هتي به ڦٽين ٽاٽڻ جي هڪ اِنجڻ هئي، جتي ڪپهه ۽ ڪڪڙا ڌار ڪيا ويندا هئا. هت آسپاس انبن جا چڱائي باغ هوندا هئا، جي انب ٻاهر موڪليا ويندا هئا. هتي عام طور ماڻهو کيتيِ ٻاڙيءَ ۾ خوب رڌل هئا. زميندار، واپارِي، هارِي، ڪونجڙا سڀ هئا. هت گسائين پريتمگر جو وڏو عاليشان آستان هو ۽ اَندر ديوِي شنگهه ڀوانيءَ جو ٿان هو، جتي اسوءَ ۽ چيٽ ۾ نوراتن جو ڀَرو ملهايو ويندو هو. جوارا پوکيا هئا، جاگرتو ٿيندو هو ۽ ڀڄن ڀاوَ ٿيندو هو. اشٽميءَ جو ڏينهن ڀيڪي سان ملهايو ويندو هو. ڪنڊوءَ جي لڳو لڳ ڀڏر پراڻي واه ڦٽل جي ڀُن پير سالاري جو ڳوٺ هو ۽ هندو درويش "گهندوُ گهوٽ" جو قبو هو، جتي هر سال ميلو لڳندو هو. سانوڻيءَ ۾ سنڌو نديءَ اُٿل ڪائِي پاڻِي اچي ڪنڊوءَ جي بند سان لڳندو هو. پاڻي لهِي وڃڻ بعد ڪٽڪ ڇَو ڄاڻيو سرنهن ۽ توريِ جي ڪچي ۾ پوک ٿيندِي هئي. ٻيلي ۾ ماکِي به جام لهندِي هئي. سنت ٿيئونرام جو جنم هت ٿيو هو ۽ اُتي سندس دربار هئي، جتي بسنت رام رهندو هو. اُنجي دربار هينئر اجمير ۾ دهلِي گيٽ وٽ آهي.

۱۸ - مانجهوُ- مانجهوءَ جو شهر سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪپ تي دادوُ ضلع ۾ هو. هتي ڪپڙي تي اجرڪون خوب ڇپبيون هيون، جي مشهور هيون ۽ ٻين شهرن ۾ وينديون هيون. هنکي ڏيڍ ميل پنڌ تي انڙپور ريلوي اسٽيشن هئي. هتي جو سيٺ وشنداس نالي وارو ۽ مشهور ماڻهو هو، ڀيلن جا ٺيڪا ڪٽندو هو. هنجي سخاوت به خوب هلندِي هئي. غريبن کي اناج وغيره ڏيندو هو. ڪوبه وٽانئس هٿين خالِي ڪونه ويو. هندستان ۾ ڪٿي به ڏڪار پيو ته اُتي اناج وغيره موڪليندو هو. راڳ جو شوقين هو. هيءُ شاعر ۽ راڳيندڙ هو. ڇئجي ڪٿي ته هوشيار ڳويو هو. راڳ جو به پورو پورو پارکو هو، ڳائڻ وارن جون ٽوليون وٽس ايندبون رهنديون هيون. سُنن ڳائيندڙن کي پگهار ڏيئي پاڻ وٽ رکندو هو. هنجو آستان حيدرآباد ۾ ڦليليءَ جي ڪَپ تي به هو. هنجو پٽ سيٺ هرچندراءِ به مشهور وڪيل ۽ ڀلي جا ڪم ڪندڙ هو. سيٺ وشنداس جا پوٽا ڪراچِيءَ ۾ رهندا هئا. پاڪستان ٿيڻ بعد لڏي هندستان ۾ آيا.

١٩- مانجهند- مانجهند جو جهونو شهر سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪناري تي مانجهوءَ کان ٻه ميل کن هيٺ ڏکڻ ۾ آهي ۽ ڪيس ريلوي اِسٽيشن آهي. نديءَ جي ٽِڪي وهڪري سبب هت ڪاڻ ٿيندي رهندي آهي، تنهنڪري شهر جا ڪيترائي حصا پاڻيءَ ڪٽي ويو آهي. اهڙيءَ طرح هي شهر ٽي چار دفعا ڊهي چڪو آهي ۽ وري پئي اَڏيو آهي. مانجهند کي پاراتو مليل آهي ته اُتي ڪوبه ماڙي اَڏائيندو ته درياهه پائيندو. ٽي دفعا اِئين ٿيو آهي، هي چوٿون دفعو اَڏيل آهي. پر هاڻي ڪير به ماڙي ڪونه ٿو نهرائي. اِنڪري ڪيترا ماڻهو مانجهوءَ ۽ ٻين شهرن ۾ لڏي ويا. هتي سنت گوبندرام جي وڏي دربار آهي، جتي هر سال ميلو لڳندو هو ۽ سنڌ جو مشهور سنت ۽ ڳويو ڀڳت ڪنورام ميلي ۾ اچي ڀڳت وجهندو هو.

٢٠- ڪوٽڙي- ڪوٽڙي شهر سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪپ تي اُلهندي طرف اَڏيل آهي ۽ ان جي سامهون ڪاٻي پاسي گدو بندر آهي. ٻئي بندر هئا ۽ ٻيڙين رستي مال ايندو ويندو هو. پوءِ انگريزن هتي هڪ پل ٻڌائي، جنهن تي ريل جو رستو ناهيو ويو ۽ ماڻهن جي آمدرفت به هوندي هئي. سنه ١٩٣٢ع ۾ پل کي ويڪرو بنايو ويو. وچ ۾ ريل جو رستو، پاسن کان گاڏين موٽرن ۽ ماڻهن لاءِ رستا نهرايا ويا. هڪ اچڻ جو ته ٻئي پاسي وڃڻ جو. هي شهر ريلوي جنڪشن اِسٽيشن آهي. هتان اُتر طرف لاڙڪاڻي طرف، ڏکڻ طرف ڪراچيءَ پاسي ۽ اوپر ڏکڻ بدين ڏانهن ريل جا رستا آهن. اوڀر طرف حيدرآباد کان ٿيندي هڪ گاڏي جوڌپور ويندي ۽ اُتر ۾ سکر پاسي ويندي آهي. هتي درياهه مان پلا جام مرندا آهن، تنهنڪري پلن جي مياڻ آهي. ريل جي پرسان هڪ مسلمان پير جو آستان آهي جتي هر سال ميلو لڳندو هو. ٻيو هت سنت واڌورام جي دربار ڀڳت ڀڳوان جي دربار ۽ گسائين ڪلياڻ گر جي مڙهي آهي ۽ ميل کن پنڌ تي سنياسين جون سماڌيون آهن، جتي هر سال ميلو لڳندو هو. هت جا مسلمان ذات جا مَلڪ به مشهور ماڻهو آهن.

٢١- سانگهڙ- سانگهڙ چڱو شهر آهي. هي شهدادپور جي اوير طرف اٽڪل ١٦ ميل کن پري آهي. هن جي ڀَر ۾ مَکيءَ جو ٻيلو ۽ ڍنڍ آهي، جنهن ۾ پير پاڳاري جا حُر مريد رهندا هئا. حُرن جو اڳوان ٻچوُ رهندو هو. ٻچو بادشاهه، ٻچو خاصخيلي جو لقب هو. جنهن انگريزن جي خلاف سنه ١٨٩٦ع واري ”حُر تحريڪ“ جي ٽوليءَ جي اڳواڻي ڪئي. ان تان چوٽي نهي ويئي: ”ٻارهن جٽا ڀهروٽيا، مَکيءَ پاسي مير - ٻچوُ جن جو بادشاهه، پيروُ سندن وزير.“ پير پاڳاري جي گرفتاريءَ بعد حُرن وري سنه ١٩٤٢ع ۾ خونريزي ۽ ڦرلُٽ چالو ڪئي. تنهنڪري هن ايراضيءَ ۽ ريل رستي تي ۽ آس پاس مارشل-لا لاڳو ڪيو ۽ پاڪستان ٿيڻ کان ٿورا سال اڳ ڪجهه حصو نواب شاه ضلع مان ۽ ڪجهه حصو ٿرپارڪر ضلع مان ڇني نئون سانگهڙ ضلع ٺاهيو ۽ هي شهر ضلع جو هيڊ ڪوارٽر ڪيو ويو. انگريزن مَکيءَ جي ٻيلي تي هوائي جهازن مان بم ڪيرائي ڪيترو ٻيلو ۽ گهاٽو جهنگل جلايو، جيئن اُن ۾ حُر لِڪي نه سگهن. هتي وڏا زميندار هندو توڙي مسلمان رهندا هئا. واپار چڱو هلندو هو.

٢٢- سنجهورو- سنجهورو شهر به سانگهڙ ضلع ۾ آهي. هيءُ به چڱو شهر آهي. هت به چڱا ئي زميندار رهندا هئا. واپار چڱو هلندو هو.



٢٣- ٽنڊو اَلهيار- ٽنڊو اَلهيار حيدرآباد ضلع ۾ آهي ۽ جهونو شهر آهي. هي شهر مير اَلهيار خان پٽ مير فتح محمد خان ٽالپر سنه ١٧٩٠ع ۾ اڏايو هو. هنڪي هڪ ڪچو قلعو مٽيءَ جي گنب مٽيءَ سان ٺاهيل آهي. هن اندر اڳ شهر هو. پر هن وقت پوليس ٺاڻو، مختيارڪار جي آفيس ۽ ٻيون سرڪاري آفيسون آهن ۽ وڏيڪ شهر قلعي جي دروازي کان شروع ٿئي ٿو. بزار يڪي ڍڪهي آهي، جا ڪاٺ جي ڪئنچين سان اَڏيل آهي. پاڪستان ٿيڻ کان ٿورا سال اڳ بزار کي اچي باه لڳي تنهنڪري باه وسائڻ ۽ اڳتي وڌڻ کان روڪڻ لاءِ اڏوڳاري بزار جو اڏيل حصو ڊاٺو ويو، جو اجا ٿائين کليل آهي. ان جي وچ مان ٻي به بزار شروع ٿئي، جا وڃي مارڪيٽ ۽ اِسڪول سان لڳي ٿي. ٻنهي بزارين ۾ هر قسم جا دڪان آهن ۽ چڱوئي ڇهڇٽو آهي. ريلوي اِسٽيشن جي اوريان عاليشان پبلڪ گارڊن (باغ) آهي. هي شهر ڪپڙي جي رڱاوت کان مشهور هو ۽ سنو واپار هلندو هو. تنهن کان سواءِ هت پاٽوليِ چڱا رهندا آهن، جي ريشم رڱي ۽ ڏاڳا تيار ڪري ٻاهر موڪليندا آهن. تنهن کان سواءِ عاج جو واپار به چڱوئي هو. ڪاچ جون ٽِڪوُن به ٺهنديون هيون ۽ آتشبازيءَ جا ڪي اِسم جهڙوڪ وڇون، ٽونٽا ۽ ماتاميون به ٺهنديون هيون. هتي جون مائي جون ڪچوريون ۽ ڇانهيون مشهور هونديون هيون سي به ٻاهر وينديون هيون. شهر جي لڳولڳ هڪ ڍڪهي ۽ اونهي پاڻيءَ جي ڪڏ هئي، جنهن ۾ رڱاوت وارو ڪپڙو ڊوٻبو هو. هت راماپير جو مندر آهي، جتي هر سال بدي جي گيارس کان ستنارائڻ تائين زبردست ميلو لڳندو هو، جنهن ۾ خوب واپار ٿيندو هو. هت ٻائي ڪيڏارنات جي مڙهي ۽ ٻائي ڀڳوانداس جو ٽڪاڻو به مشهور هئا. هت جا ميمڻ ۽ پاٽولي ريشم وغيره جي واپار ۾ مشهور هئا.

٢٤- نصرپور- نصرپور حيدرآباد ضلع ۾ جهونو شهر، جوڌپور ريلوي لائين تي ڪيساني اِسٽيشن کان اٽڪل ٤ ميل پري آَڏيل آهي. سنه ٧٥٨ع ۾ سنڌو ندي هتان وهندي هئي پر پوءِ رُخ ڦيرائي پرتي هلي ويئي. ان جا نشان واريءَ جا دڙا اڄ به شاهد آهن. هتي ڪيس ۽ اڳٿ تمام عمدا ۽ عاليشان اُڻبا آهن. نڪر جي ٿانون تي ڪاشيءَ جو ڪم به مشهور آهي. هي ٺيئي شيون ڪيترن ئي ٻاهرين شهرن ۾ موڪليون وينديون آهن. هتي جا کيرپڙا به تمام مشهور ٺهندا هئا. حلواين کي گهڻو ڪري پنهنجون مينهون هونديون هيون. اُنهن جي کير مان کيرپڙا ٺاهيندا هئا، جي ٻاهر به ويندا هئا. اوتار اُڏيري لعل جو جنم رتنچند کتريءَ جي گهر سنبت ١٠٠٧ وڪرمي برابر سنه ٩٥٠ع ۾ هن شهر ۾ ئي ٿيو هو. اُهي کتري هاڻ پاڻ کي نڪر سڏائيندا آهن. اُڏيري‌لعل جو آستان ۽ ٻالميي نالي کوهه اتي آهي، جتي هر سال وڏو ميلو لڳندو هو.

٢٥- اُڏيرولعل- اُڏيرولعل گهوڙي تي چڙهي گهمڻ نڪتو. هيءَ ڳالهه سنه ١٠١٩ع ۾ ٿي. هن سان گڏ نڪر به هو. جڏهن هن ڳوٺڙي وٽان لنگهيا ته هڪ زمين جو ٽڪر ميدان جي روپ ۾ ڏٺائون، جو هنن کي پسند پيو. اُن زمين جي مالڪ کان اُڏيري لعل پڇيو ته زمين وڪڻندين، پئسا وٺ ۽ اسانکي ڏي. ميمڻ چيو ته جوءِ سان صلاح ڪري پوءِ ٿو اچي ٻڌايان. ميمڻ گهر ويو. اُس تمام تيز هئي ۽ هنن کي پياس ستايو. اُڏيري لعل نيزو ڪڍي اُت کوڙيو ته پاڻي نڪري آيو ۽ کبڙ جو

وڻ جو ٻہ پيدا ٿي ويو. هنن پاڻي پي اُڇ لاٿي ۽ کيڙ جي ڇانوَ ۾ ٿي ويٺا. تيسين ميمڻ ۽ سندس زال اُتي آيا، جيڪي ڪوھ ۽ وڻ ڏسي وائڙا ٿي ويا ۽ عجب ۾ پئجي ويا ۽ سمجھيائون تہ هي ڪو وَلي آهي. تن چيو تہ سائين! اسانکي زمين جا پئسا نہ کپن. تون دربار ڪري هت رھہ ۽ اسانکي اُنجو مُجاوَر ڪر. اِها ڳالھہ اُڏيري لعل قبول ڪئي. پوءِ اُتي دربار بہ ٺهي ۽ چڱو شهر اڏجي ويو. جتي هينئر گنب مٿيءَ جو وڏو ڪوٽ اڏيل آهي ۽ اندر وڏو قبو ٺهيل آهي، جنهن ۾ هڪ هال ٺهيل آهي ۽ ڀرسان پاسي هڪ هڪ ڪمرو ٺهيل آهي، اُن ۾ سماڌِي هئي جا هاڻ قبر آهي جا مسلمان شيخ سنڀاليندا آهن ۽ اُتي آيل نذرانو اُهي کڻندا آهن ۽ ٻئي ڪاٻي واري پاسي ۾ اکنڊ جوت جلندي آهي ۽ اُهو هندو سنڀاليندا آهن ۽ اُتي جيڪا پيٽا چڙھندِي آهي، سا هندو کڻندا آهن. ڪوٽ جي اندر چوطرف ياترين جي رهڻ لاءِ ڪمرا ٺهيل آهن. سڄي ڪوٽ جي چارج هندن کي آهي ۽ چاٻيون بہ اُنهن وٽ رهنديون آهن. شهر کان ٣ ميل پري حيدرآباد کان سکر ريلوي لائين تي اُڏيري لعل جي ريلوي اسٽيشن آهي جا بہ هاڻ وسي ويئي آهي. هت هر سال زبردست ميلو لڳندو هو ۽ چوپايو مال بہ وڪامڻ لاءِ خوب ايندو هو. واپار بہ خوب ٿيندو هو. نصرپوُر وانگر هت بہ عاليشان کيرپوڙا ٺهندا آهن، جي ٻاهر ويندا آهن.

٢٦- ٽنڊو ڄام - ٽنڊو ڄام بہ حيدرآباد ضلع ۾ جوڌپور ريلوي لائين تي حيدرآباد کان اوڀر طرف اٽڪل ١٥ ميلن جي مفاصلي تي اڏيل آهي. هي بہ جهونو شهر ميرن جو اڏيل آهي. هت ڦٽين ٽاٽڻ جي هڪ وڏِي انجڻ آهي. هن ڪارخاني مان تيار ٿيل ڪپھ ۽ ڪڪڙا ٻاهر ويندا هئا. هن ڪارخاني جو مالڪ سيٺ اجومل جڳتراءِ هو. هينئر تہ الاجي ڪنهن جي هٿ ۾ آهي. هت پتاشا ۽ ريوڙيون سٺيون ٺهنديون هيون جي ٻئي شيون ٻاهر بہ وينديون هيون. هت سنت همت سنگھہ جي دربار آهي، جتي هر سال ميلو لڳندو هو. هتي هندو وڏا زميندار رهندا هئا ۽ واپار چڱو ئي هلندو هو.

٢٧- ٽنڊو قيصر - ٽنڊو قيصر بہ ٽنڊي ڄام کان ٢-٣ ميلن جي مفاصلي تي ميرن جو ئي اڏيل شهر آهي. هتي چڱا باغ هئا. هتي جا انب ۽ صوفي وڏا ٻير مشهور هئا جي ٻاهر ويندا هئا. ٽنڊي ڄام کي ويجھو هئڻ ڪري هت بہ چڱو ئي واپار هلندو هو.

٢٨- مٽياريون - مٽياري بہ حيدرآباد ضلع ۾ وچولو شهر ۽ جهونو آهي. حيدرآباد اوير ۾ اٽڪل ٢٠ ميل کن پري آهي. هن شهر جون گهٽيون تمام سوڙهيون ۽ انگڙ ونگڙ آهن. هت سعيد، پير، ڄاموٽ ۽ ميمڻ گهڻا رهندا آهن ۽ آخوند ۽ ڪوري بہ چڱي انداز ۾ رهن ٿا. هندو ٿورا رهندا آهن. هت هڪ وڏِي جامع مسجد آهي، جتي هندن کي مسلمان ڪيو ويندو هو. پهاڪو ٺهي ويو تہ ”مٽيارين جو مؤت ويندي جي ويرم.“ هتي سخي هاشم شاھ جي درگاھ آهي، جتي ميلو لڳندو آهي. هت مسلمان گربيون اُٽندا هئا ۽ هندو برهم ڪتري اجرڪون ڇپيندا هئا. ٻئي شيون مشهور هيون جي ٻين شهرن ۾ بہ وينديون هيون.



٢٩- حيدرآباد سنڌ - حيدرآباد شهر تمام جهونو سنڌ جي وچ ۾ ٽڪريءَ تي اڏيل آهي. شهر کي چوطرف پڪو سِرن جو ٺهيل قلعو آهي. قلعي جي چوڌارِي بچاءَ لاءِ خندق (کاهِي) آهي. هيِ شهر ڪلهوڙن ۽ ميرن جي حڪومت ۾ سنڌ جي گادِي هو. ڪي چون ٿا تہ قلعو ۽ شهر بادشاھ غلام شاھ ڪلهوڙي اڏايا هئا. ڪي چون تہ قلعو اڳيئي هو ۽ نارائڻ ڪوٽ سڏبو هو. پوءِ غلام شاھ ڪلهوڙي ٿوري قلعي جي درستي ڪرائي نالو نيرن ڪوٽ رکيو. آمدرفت لاءِ دروازي سامهون ڪڏ مٿان پل ٺهيل آهي. دروازي جي اڳيان بچاءَ لاءِ نيم چڪر ديوار آهي. دروازو شاهي ڪاٺ جو ٺهيل، اُن کي لوھ جا پٽ ۽ ڪِلَ لڳل آهن. دروازو ايڏو وڏو آهي جو هاٿيءَ تي سوارِي آسانيءَ سان لنگهي وڃي. پر وقت گذرندي سڄو دروازو هنڌان هنڌان سڙِي ويو آهي. اِها پوزيشن تہ ١٩٤٧ع ۾ هيس، هينئر ٥٥ سالن بعد سڄو ختم ٿي چڪو هوندو. قلعي جي اندر صاحبزادن جا محل، ديوان خاص، ميراڻي دربار، نوڪرن جي رهڻ جون جايون، مسجدون، حرم خانہ ۽ کُڙهيون هڪ ٻئي پنيان سٽيون پيئون آهن. پڌرو پٽ تہ ڇڏيل ئي ڪونهي، حيدرآباد جو نقشو سوُڙو آهي. قلعي جي پل کان وٺي اُتر حد تائين ١١٦١ وال اُيرندي کان اُلهندي ٽڪر تي وسيل پاڻي جي سراسرِي ويڪر ٥١٠ وال آهي. جملي ايراضي ٥،٩٢،١١٠ چورس وال آهي. قلعي جي دروازي کان اُتر ڏي سڌِي شاهي بزار ميل کن ڊگهِي، هيرآباد کان هلندي وڃي ميرن جي قبن وٽ دنگ ڪري ٿي. آخر ۾ ميرن جا قبا اڏيل آهن پر سنڀال نہ هئڻ ڪري زبون حالت ۾ آهن. شاهي بزار جي ٻنهي پاسي اوڀر ۽ اولهہ طرف سوڙهيون ۽ ڳتيل ڳهٽيون آهن. تنهن هوندي بہ منجهس صفائي سٺي آهي. ٽڪريءَ کان هيٺ اُيرندو ڪچو ۽ اُلهندو ڪچو آهي. اُتي بہ جايون جهجهيون گهٽيون ئي ٺهيل آهن. ڪچي ۾ ٻيڻل پاڻيءَ جي بانسي ڪڏ آهي. غريب ماڻهو پاڻِي ڀرين ۽ پڄندي وارا قليلي مان پاڻي ڀرائيندا آهن. شهر جا آبرودار ماڻهو ڀرسان لڳ ڳوٺ خدا آباد ۾ رهندڙ هئا ۽ پراڻي شهر حيدرآباد ۾ واپاري، ڪاريگر ۽ هُنرمند وغيره رهندا هئا. پوءِ تہ خدا بادِي عامل واڻيا وغيره لڏي اچِي حيدرآباد ۾ رهڻ لڳا. شاهِي بزار ۾ هر قسم جي شيءِ جا دڪان آهن، انڪري واپار سٺو آهي ۽ سدائين ڇهڇٽو لڳو ئي پيو آهي. ميرن جي قبن کان ٿورو پريان ڄام شوري جو ڳوٺ آهي، اُتان سنڌو ندي ڦاٽِي هڪ شاهِي پاڻيءَ جو حصو ڇڳي ويڪر ۾ هڪ واھ وهِي نڪتو. جنهن کي قليلي ڦاٽ چون، ڪي اُنکي قليلي واھ چون. ڪي اُنکي گوني چون جو هيٺ تمام اونهِي آهي ۽ اُن ۾ ڪن ڪِن هنڌ وڏا کُن آهن. هيءُ هتان وهِي لاڙ طرف وڃي ٿي. حيدرآباد تعلقي ۽ لاڙ ڊويزن کي آباد ڪري ٿي. انگريزن ريل جو رستو چالو ڪيو. حيدرآباد جنڪشن ريلوي اسٽيشن آهي. اُتر ۾ نواب شاھ سکر جيڪب آباد کان ٿيندي سنڌ پار ڪري پنجاب وڃي ٿي، ڏکڻ ۾ ڪوٽڙي جهمپير جنگشاهي لٺاڙي ريل ڪراچيءَ پهچي ٿي. اوير ڏکڻ ۾ لائين هوسڙي ٽنڊو محمد خان مان ماتلي کان بدين پهچي ٿِي. اُيرندي راجا جي ڳاڏِي ٽنڊو الهيار ميرپور خاص کان ٿيندي کوکرو پار کان سنڌ جِي حد اورانگهي جوڌپور هلي وڃي ٿي. حيدرآباد جا هندو واپارِي جن کي ”سنڌ ورڪي“ سڏبو آهي سي دنيا جي هر ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ويا ۽ پنهنجون ڪوٺيون ٻوليون. حيدرآباد جي ڀرسان گنجو ٽڪر آهي، اُن مان ميٽ ۽

ميٺوڙي نڪرندي آهي. ٻيو ڇن جو پٿر نڪرندو آهي، جنهن ڪورن ۾ پچائي ڇن ناهيندا آهن. سي ٿيئي شيون ڪيترن ئي شهرن ۾ وينديون هيون. گنجي ٽڪر جي پرسان ڪالي ديويءَ جو مشهور مندر آهي. گرپد صاحب جي دربار آهي. بيراڳي سمپردايہ جو ۲۵۰ سال پراڻو شري رامچندر جو مندر آهي. حيدرآباد ۾ سنت ساڌو واسواڻيءَ جي دربار هئي جا هينئر پوني ۾ آهي. پاڪستان ٺهڻ بعد هندو لڏي هندستان ۾ آيا. تنهن ڪري هندن جي ڌرمي آستانن جو ڪهڙو حال هوندو سو ايشور ئي ڄاڻي. هتي ماسترن لاءِ ٽريننگ ڪاليج، ٽيپيدارن لاءِ ٽيپيداري ڪاليج ۽ وئيدڪ دوائن جو ڪاليج ۽ پڙهندڙن لاءِ ڊگري ڪاليج هئا. اُلهندي ڪچي کان ٿورو پريان ملٽريءَ جي ڇانوڻي هئي. ٿورو هيٺ ڏکڻ طرف هڪ مٽيءَ جو ڪچو قلعو هو، جو ڦٽل حالت ۾ هو. ميرن جي صاحبيءَ ۾ اصل حيدرآباد ۾ رهندڙ واپارين ۽ ڪاريگرن جي هينئين پوزيشن هئي -

اصل حيدرآباد ۾ رهندڙ واپارين ۽ ڪاريگرن جو نقشو ميرن جي صاحبيءَ ۾

| جريان نمبر | ڌنڌو | دڪان | ڌنڌي وارا | ريمارڪ | جريان نمبر | ڌنڌو | دڪان | ڌنڌي وارا | ريمارڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ۱. | آن جا واپاري | ۴۰ | ۳۰۰ | | ۱۳. | ڌوٻي | - | ۳۲۵ | درياھ جي ڪپ تي رهن |
| ۲. | ڪپڙي جا واپاري | ۱۰۰ | ۴۲۵ | | ۱۴. | سُئي سَبي وڪڻندڙ | ۳ | ۷ | |
| ۳. | جواهري | ۷ | ۱۳ | اڪثر مُلتاني | ۱۵. | ڦٽيگر | ۵۰ | ۱۰۸ | لڪڙي جي شين مان ٺهيل مال ٻاهر موڪلڻ |
| ۴. | حلوائي | ۷۰ | ۳۵۰ | | ۱۶. | ڪاسائي | ۷۵ | ۳۰۰ | ۴ دڪان خاص ميرن لاءِ |
| ۵. | پساري | ۱۲ | ۳۲ | | ۱۷. | ٻهشتي | - | ۳۰۰ | ڍڳن تي پاڻي پرين |
| ۶. | باڪري | ۳۵ | ۱۵۰ | | ۱۸. | مَشڪ وارا | - | ۱۵۰ | ٻِنن تي پاڻي پرين |
| ۷. | رنگريز | - | ۲۷۵ | | ۱۹. | موچي | ۳ | ۲۶ | |
| ۸. | ٺانارا | ۸۰ | ۱۷۵ | | ۲۰. | چمار | ۱۳ | ۲۱ | |
| ۹. | سونارا | ۴۵ | ۱۰۰ | | ۲۱. | تيلي ۽ ڳڏه وارا | ۹ | - | |
| ۱۰. | لوهار | ۴ | - | پراڻو لوھ وڪڻڻ | ۲۲. | باروت ناهيندڙ | - | ۵۰ | بروچ ڪن |
| ۱۱. | لوهار | ۶۰ | ۳۲۵ | | ۲۳. | زره ساز | ۴۰ | ۳۰۰ | |
| ۱۲. | واڍا | ۱۴ | ۳۰ | | ۲۴. | زينون ناهيندڙ | ۳۲ | ۲۷۵ | |

انگريزن جي حڪومت ۾ هي شهر تمام وڏي ترقي ڪري ويو. هر شيءِ جا دڪان وڌي ويا ۽ واپار سنو هلندو هو. هن شهر ۾ ديوان گدومل، ساڌو نولراءِ شوقيرام، مرزا قليچ بيگ، راج رشي ڏيارام گدومل، ساڌو هيرانند شوقيرام، پرمانند ميوارام، صاحب سنگهه شهاڻي، ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي، ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي، جيٺمل پرسرام، مُکي منگهارام، ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي، جٿرامداس دولترام، مُکي گوبندرام ۽ پروفيسر گهنشامداس، آچاريہ جيوترام ڀڳوانداس ڪرپالاڻي مکيہ ۽ مشهور ماڻهو هئا.



۳۰- جهرڪ - شهر جهرڪ جهونو شهر سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪناري ٽڪريءَ تي اَڏيل آهي. ريلوي اِسٽيشن ميٺنگ مان لهي خشڪيءَ جي رستي اٽڪل ۱۰ ميل لتاڙي جهرڪن پهچبو آهي. شهر جي بزار سوڙهي ڏٺي ۽ اَڏيل آهي. هن شهر ۾ مسلمان ذات جا جهرڪ رهندا آهن. ٺٽهنڪري شهر تي اهو نالو پئجي ويو. هتي جي آب تمام سٺي ۽ صحت بخش آهي. ٺٽهنڪري هتي سلهه جي اِسپتال آهي. سلهه جا بيمار هت ايندا آهن ۽ علاج ڪرائي نيڪ ٿي ويندا آهن. ٽڪرن مان پيلو ميٺ ۽ ميٺوڙي اڇي ۽ ڳاڙهي نڪرندي آهي. هيءَ ٻيڙين رستي ٻاهر ويندي آهي. ڪٿي ريل رستي بہ ويندي آهي. آڳاٽي وقت ۾ هت جبلن ۾ ٻگهڙ گهڻا رهندا هئا پر هاڻي گهٽ ڪري ڪونهن. هت آر پار وڃڻ لاءِ پتڻ آهي. سنڌو نديءَ ۾ پلا بہ مرندا آهن.

۳۱- جهمپير - جهمپير ميٺنگ کان ٿورو پريان ريلوي اِسٽيشن وٽ ننڍو ڳوٺ اَڏيل آهي. هت هڪ تلاءَ ۾ مندر آهي. درويش جهمپير جو آستان آهي. ياترِي هت تيرٿ سمجهي ايندا آهن. تلاءَ ۾ سنان ڪري مندر مان درشن ڪري ويندا هئا. هتان اُنن تي سونڊا شهر وڃبو آهي. هندو سرڳواسين جي ٻارهي جو ڪِرياڪرم هت ڪرائڻ ايندا هئا.

۳۲- ٺٽو ننگر- ٺٽو اصل سنسڪرت ٻوليءَ جو تٽ (يعني نديءَ جو ڪنارو) تان بنيو آهي. ٺٽهنڪري ٺٽو معنيٰ نديءَ جي ڪپ تي ٻڌل. ٺٽو ننگر ضلع ڪراچيءَ ۾ سنڌ جو تمام جهونو قديمي شهر آهي. سنہ ۳۴۰ ع ڌاري هي اصل سنڌ جو تختگاه هو. هن شهر ۾ وڃڻ لاءِ جنگ شاهي ريلوي اِسٽيشن تي لهبو. اڳ اُتان اُنن تي وڃبو هو پر پوءِ بسون چالو ٿيون. اڳ سنڌو ندي شهر جي پرسان وهندي هئي پر پوءِ رُخ بدلائي ويئي ۽ ڪجهہ ميل پري وهڻ لڳي. هت اصل سچن موتين ۽ عاج جو واپار سُنو هلندو هو. تنهن کان سواءِ کاٺ جي ڪاريگريءَ جو ڪم بہ مشهور هو. واپار ٻاهرين ملڪن سان بہ هلندڙ هو. ماڻهو سُکيا سَتابا چڱا ئي رهندا هئا. اتي هڪ مَڪليءَ جي ٽڪري آهي جا ڏه ميل ڏگهي آهي. چون ٿا تہ اُتي سوا لک پير پوُريل آهن. هن شهر ۾ گرو گورکنات جي ڌوڻي ۽ سَتين جو آستان بہ آهي. راجا گوپيچند جي راجڌاني مَڪليءَ ٽڪريءَ تي هئي. اُن آستان تي سنہ ۱۱۸۰ ع ۾ هڪ اولياءُ اچي رهيو هو، جو پير پٺي جي نالي سان مشهور آهي. سنہ ۱۶۹۹ ع ۾ ننگر ٺٽي شهر ۾ اچي پليگ جي بيماري پيئي، جنهن ۾ اسي هزار ماڻهو مري ويا. ڪيترن اُپائن ڪرڻ سان بہ بيماري بند ڪانہ ٿي. ڪيترا ماڻهو حيدرآباد، ڪراچي ۽ ٻين شهرن ڏانهن لڏي ويا. پاڙن جا پاڙا خالي ٿي ويا. گهٽي ياڳي شهر ئي ڦٽي ويو. پوءِ اِتفاق سان شهر کي اچي باهہ لڳي، جنهن ۾ اڌ کان مٿي شهر سڙي ڀسم ٿي ويو. ان ۾ پليگ جا جيوڙا جلي ويا ۽ بيماريءَ جو انت آيو. ان بعد سچن موتين ۽ عاج جو واپار بہ بند ٿي ويو. وري ٺٽي جون ريشمي ۽ سوٽي لونگيون ۽ سوسيون نهڻ لڳيون، سي مشهور ٿي ويئون. اُتي گلاب جي گلن جون چادرون آرڊر تي تيار ٿينديون هيون، جي پرڻي بعد گهوٽ ڪنوار جي سيج پلنگ تي وڇائيندا هئا. سرند ماڻهو ئي نهرائيندا هئا. هت جو شربت بہ مشهور هو.

۳۳- ڪراچي - اڳ ڪراچي مڪران جي حد ۾ هئي، جا ٽالپرن (ميرن) قلات جي خان کان

ڪسي سنڌ ۾ ملائي ڇڏي. سنڌ بابت سيٺ نائون مل هوتچند پوڄواڻيءَ جي ڪيل بيان موجب ته هن جا وڏا اصل دادو ضلع جي وسندڙ ۽ آباد شهر ڪاهريءَ جا وينل هئا. سنبت ١٧٨١ وڪرمي برابر سنه ١٧٢٥ع ۾ نائون مل جو پڙڏاڏو سيٺ ڀوڄومل ١٦ ورهين جي ڄمار ۾ ماٽيجي ماءُ سان اَڻبڻت سبب ڪاهري ڇڏي سيوهڻ ۾ اچي قافلو تيار ڪري ڏن جي ڳولا ۾ نڪتو. اچي حب نديءَ پاسي مشهور شهر ڪرڪ ۾ وينو. پنهنجا گماشتا سونمياڻي، گوادر، ٻيلي ۽ مَسقط موڪليائين. مسقط جي مُنيم وچي بشائر، شيراز ۽ بحرين ۾ ننڍيون پيڍيون کوليون. پوءِ شاه بندر، لاهري بندر ۾ پيڍيون کوليون. سورت، ملبار ۽ پوربندر سان واپار جاري ٿيو. ڪڇ ۾ گهيڙ لڳجي ويو ۽ ڊنگي ڪِهڙي نٿي سگهي. تن ڏينهن ۾ دنگيون بانس جي لڪڙن جون هيون. بانس جا لڪڙا ڪاٻاڙي رَسن سان جڙيل هوندا هئا. ڀوڄومل واپاري خيال کان ٻئي بندر جي تلاش ڪئي ۽ ڪراچي ڪاري پسند ڪئي، جتي مُهاڻن جا فقط ٢٠-٢٥ مَڏ هئا. اُنهيءَ مڪان کي ”دربو“ ڪري سڏيندا هئا. پاس ۾ هڪ ڪڏ هئي، جنهن کي ”ڪُلاچي (مهاڻي) جو ڪُن“ چوندا هئا. جايون اڏائي ڪرڪ بندر تان سنه ١٧٢٩ع ۾ اسباب کڻي اچي ڪُلاچي جو ڳوٺ وَسايائين. پوءِ ”ڪُلاچي“ اُچار ڦِري ”ڪراچي“ ٿي ويو ۽ اُن نالي سان ئي سڏيو. ڀوڄومل جي چوڻ تي آسودي مل ٻيبي مردان سان ملي ڪراچيءَ جي بچاءَ لاءِ صلاح ڪئي. چارون طرف تمر جا وڻ ڪپي ڪاٺ ۽ مِٽيءَ جو عالم پناه ڏياريائين. مزورن کي مسقط جي شڪل ۽ تازي ڪتل مزوريءَ ۾ ڏني ويندي هئي. خاصو ڪوٽ اڏجي ويو، مٿس مسقطي توفون رکجي ويئون. اندر ٦٠-٧٠ جريب زمين هئي. ڪوٽ کي ٻه دروازا هئا. سمنڊ طرف کارو در، لياري نديءَ طرف مِٺو در.

سنه ١٨٤١ع ۾ ڪراچي صدر بزار جو ماستر ۽ ڪامسريٽ کاڌي جو آفيسر ڪئپٽن پريڊي ۽ فوجي سپهسالار ٻنهي سيٺ هوتچند کي چيو ته صدر بزار ۾ دڪان کول، اميرن کان اڪٽ معاف ڪرايو ڏئون. پر دڪان ٻيو ڪير به کونه ٿو کولي جو ميرن جا ماڻهو اُنهن کي منع ٿا ڪن. هوتچند چيو ته آءٌ تيار آهيان. جڳهيون جڙي ويئون ۽ دڪان کُلي ويو. احمدآباد جي نرسنگداس مُنيب کي دڪان تي وهاريائين، جنهن انگريزي فوج جي سپاهين کي هندستان ۾ هُنڊيون ڏني پئسا گهر موڪلڻ ۾ مدد ڪئي. دڪان زور وٺي ويو. ماڻهن مير کي ڀِريو. مير نصيرخان چيو ته سيٺ اسانجي وصولي گهٽائي آهي ۽ ويهن سوارن جي ٽولي سيٺ کي گرفتار ڪرڻ لاءِ موڪليائين. اِها خبر انگريزن جي ليفٽيننٽ کي پهچي ويئي. مير ڪاوڙ ۾ چيس ته آءٌ سيٺ کي گرفتار ڪندس. ليفٽيننٽ به چيس ته ”آءٌ توهان کي چتاءُ ٿو ڪريان ته سيٺ کي سنڀالي هٿ لائجو.“ اُن تي مير نصير خان گرفتاريءَ جو حڪم واپس ورتو. پوءِ بزار ماستر سنه ١٨٤١ع ۾ ميجر باٿلو آيو. تنهن جايون ڊهرائي پٽ ڪيون ۽ عيوضو ١٢٤٠ روپيه ڏنائين. هي شهر عربي سمنڊ جو وڏو بندر آهي ۽ آخر سنڌ جي گادي ڪيو ويو. واپاري مال سڄو هتان ايندو ويندو هو. هڪ پاسي ڪياماڙي آهي جتي ٻيڙيون ۽ جهاز بيهندا آهن. ٿورو پريان سمنڊ ۾ ٻيٽ تي مَنهوڙو آهي. اُتي وڏو لائيٽ هائوس نهيل آهي جو رات جو جهازن کي روشني ڏيندو آهي. اوپر طرف نيٽي ڇيٽي آهي، جتي ورڻ ديوتا جو مندر



آهي. پرسان ڪلفٽن آهي، جو هوائي بندر آهي جتي رتنيشوَر جو مندر آهي. ٩-١٠ ميل پري منگهو پير آهي جتي گرم پاڻيءَ جو چشمو آهي. ١٥ ميل پري ملير آهي جتي ٻائي مولرام جو ٽڪاڻو آهي. هتي زبردست واپار هلي ٿو. سڄيءَ سنڌ ۾ ڪپڙو، ڪتل، مصالح ۽ لوڻ وغيره هتان ويندو آهي. هتي پلاوٽين جون کوٽيون به جام هيون. هتي جو حلوو، ميسوُ ۽ گانئنيا تمام مشهور هئا، جي ٻاهرين شهرن ۾ ويندا هئا. هت هڪ وڏو ميوزم هو ۽ وڏو راڻيءَ جو باغ هو، جنهن ۾ هر قسم جا جانور هوندا هئا. سنه ١٨٩٧ع ۾ پليگ، ١٩١٦ع ۾ ڪالرا، ١٩١٩ع ۾ انفلوئينزا پيئي، جن ۾ ڪئين ماڻهو مري ويا.

٣٤- هوُسڙي- هوُسڙي شهر حيدرآباد جي ڏکڻ ۾ ٦ ميل پري ڦليليءَ جي ڪاٻي ڪپ تي اَڏيل آهي. سامهون ڦليليءَ پار ساڄي ڪناري تي ڏاتي جو ڳوٺ آهي. ان کان اڌ ميل پري ريلوي اِسٽيشن آهي. ماڻهو اِسٽيشن تان ٽانگن ۾ ۽ پئدل پنڌ تي ايندا آهن ۽ ٻيڙين ۾ چڙهي هوُسڙيءَ ۾ ايندا آهن. هيءُ شهر ڪپڙي جي رڱاوت ۽ باغات کان مشهور هو. هتان ڇپيل ڪپڙو ۽ انب ٻاهر ٻين شهرن ۾ ويندا هئا. هت سارين ڇڙڻ جون اِنجڻيون هيون، جنهن مان چانور تيار ٿيندا هئا، جي ٻاهر ويندا هئا. هن کي پسگردائي سني هئي، تنهنڪري واپار چڱو هلندو هو. هتي ٻاٻو ڪوڏومل، مُکي شيوڪرام، مکي چوئٿرام برهم کتري،ٽيڪچند مولچند برهم کتري مکيه ماڻهو هئا. ڦليليءَ جي ڪپ تي بزار جي مُنهن وٽ ٻڙ ۽ پپر جا ڇايادار وڻ هئا. اُتي صبح جو ٻڪر ۽ پاچيون، مڇيون ۽ پلا، ڳِدرا، چانهيون ۽ انب موسوم انوسار اچي وڪڻندا هئا ۽ شام جو شهرواسي هوا جي خيال کان اچي وِهندا هئا ۽ ڪچهريون ڪندا هئا. رونق لڳي پيئي هوندي هئي.

٣٥- ٽنڊو فضل- ٽنڊو فضل مير فضل خان ٽالپر اَڏايو هو. حيدرآباد کان ١٢ ميل پري ڏکڻ طرف آهي. هي جهونو شهر آهي. اڳي ڪنهن اوج تي هو، پر پوءِ ميرن جي ۽ ڏونرن هگورن جي بادشاهين ختم ٿيڻ بعد ڪيترا ماڻهو لڏي ويا ۽ ڳوٺ جي روپ ۾ هينئر بيٺل آهي. ڏونرن هگورن جون ماڙيون به سنڀال نه هئڻ سبب ڍهنديون ڦٽنديون ويئون. سنه ١٩٤٧ع ۾ باقي فقط ٻه ماڙيون ڊٺل حالت ۾ هيون. هاڻي ان کي به ٥٥ سال ٿي ويا. هينئر نالو نشان به شايد گم ٿي ويو هوندو. اهو شهر به ڦٽي ويو جو پوءِ وَهندڙي پراڻي واهه جي هن پرنئون ڳوٺ اڏيو هو. اڳوڻي ڳوٺ جي هنڌ هينئر مقام ۽ دڙا آهن. ان مقام دڙن ۽ ڦٽل ماڙين کي ماڻهو کوٽي مٽي کڻي پاڻ ڪري زمينن ۾ وجهندا هئا. ٻي پاسي ڪُنب تلاءُ آهي. هت مسلمان درويش مهاوليءَ جو قبو آهي ۽ سنت ڇچلي پڳت سوناري جو سماڌي آستان آهي. ٻنهي هنڌ هر سال ميلو لڳندو هو. ٻئي سنت همعصر هئا ۽ پاڻ ۾ دوست هئا ۽ روحاني رهاڻيون ڪندا هئا. هتي جو مُکي پوهومل وڏگهراڻو ۽ اصل ستاويو هو ۽ سندس پٽ مکي ٽيڪچند ۽ پٽيل درياخان ٽالپر مشهور ماڻهو هئا. درياخان جو پٽ مير مُراد علي خان هاڻي پٽيل آهي ۽ مکي ٽيڪچند جو پٽ مکي پمنداس لڏي اجمير اچي وينو ۽ اُتي سرڳواس ٿي ويو ۽ سندس اولاد جو پتو ڪونهي ته ڪٿي آهي ۽ هت مير (ٽالپر) رهندا آهن. انهن جا ٽي پاڙا آهن- هڪ پٽيل مير مُراد علي خان جو، ٻيو مير فضل خان جاگيردار جو، ٽيون مير فتح محمد

خان جو. هي ٣ ڀائر هئا. هڪ حاجي فقير، جو زميندارِي سنڀاليندو هو ۽ هٽ تي باز ڪٽي هلندو هو. ٻيو مير غلام علي خان، هي به زمين سنڀاليندو هو ۽ حڪمت ڪندو هو. ماڻهن کي دوائون مفت ۾ ڏيندو هو. ٽيون مير فتح محمد خان، جو پوليس اِنسپيڪٽر هو. هت مڪيءَ جي گهر سامهون وڏو ٽڪاٽو ۽ شِوالو هو. ٽڪاٽي ۾ گرو گرنٿ صاحب رکيل هو. پرسان مڪيءَ جو کوهه هو. ٻي پاسي پٽيل يعني مير کوهه کوٽايو هو، جو سِرائيءَ جو کوهه سڏبو هو. ٻنهي کوهن جو پاڻي سُٺو هو. سرڪارِي پرائيمرِي اِسڪول هو. پوليس چوڪي يعني ڪچو ٿاڻو، ٽپيدار جو ديرو هو ۽ براج وَهڻ بعد اِنجنيري بنگلو به ٺهيو. هتي اِمامن جي پڙ ۾ هڪ تمام ڏگهو ۽ يڪيءَ ڪانيءَ جو انگاس ڪتل هو. عاشورن ۾ هنڪي رنگ روغن هڻندا هئا ۽ به ميمڻ ڀائر هڪ محمد ٻيو يوُسف حشر وقت مرثيه پڙهندا هئا ۽ اهي ٻئِي ڀائر مشهور هئا. مرثيه پڙهڻ وقت اهي اهڙي سُر سان پڙهندا هئا، جو ٻڌندڙ رئڻ کانسواءِ رهي نه سگهندا هئا. پوءِ لڏي وڃي سعدپور ويٺا ۽ اُتي ئي رحلت ڪيائون. اهو اِتهاسي ڳوٺ زبون جي حالت کي وڃي پهتو هو جو هندو لڏي ويا بزار ڦٽي ويئي ۽ هينئر کهڙو حال آهي، اهو مالڪ تو جاڻي. ليمائي پڙا سچا ۽ ڪوڙا چيبا هئا. هتي مڪي پوهومل ۽ مکي ٽيڪچند ۽ پٽيل درياخان، مير فتح محمد خان پوليس اِنسپيڪٽر، جاگيردار فضل خان مشهور هئا.

٣٦- ٽنڊو محمد خان- ٽنڊو محمد خان حيدرآباد ضلع جي لاڙ ڊويزن ۾ ڦليليءَ جي ڪاٻي ڪپ تي اڏيل آهي. ٻي پاسي ريلوي اِسٽيشن اٿس. ڦليليءَ جي ڪپ تي باغ تمام گهڻا آهن، تنهنڪري باغات ڪان مشهور آهي. انب، زيتون، ڏاڙهون، ڦاروان ۽ ڪمند وغيره جام ٿيندو هو، جو ٻاهر به مال ويندو هو. هت ڀيهون به سُنا تيار ٿيندا هئا. مُربو ۽ منائِي به عاليشان ۽ مشهور هئِي. ١٩٤٧ع ۾ به سچي شڌ گيهه جي منائِي جهڙوڪ حلوو، ميسوُ، چاٻوُ وغيره ڏهين آني سير ملندِي هئِي. سڄيءَ سنڌ ۾ چاٻوءَ نالي منائِي هت ئي ٺهندِي هئِي. هيءَ منائِي ميسوءَ جي نموني ان کان ڪجهه نرم هوندِي هئِي. کائڻ ۾ ڏاڍِي سوادِي هوندِي هئِي. پر هندستان ۾ اها نهي ئي ڪانه ٿِي. شايد هندو سنڌِي ڪاريگر ئي سرڳواس ٿِي ويا ۽ هِي هنر به پاڻ سان کڻي ويا. مسلمان درويش نظر محمد جو آستان آهي جتي هر سال ميلو لڳندو هو. ٻيو هندو سنت ڪيشوداس جو آستان هو جتي به هر سال ميلو لڳندو هو. سوامِي سنت ڪيشوداس سوامِي ليلاشاه مهاراج جن جا گرو هئا. هت ڦليليءَ جي آرپار وڃڻ لاءِ ڦڙدو يعني پل نهيل هئِي. هن شهر کي پسگردائِي چڱِي هئِي تنهنڪري واپار تمام سنو هلندو هو ۽ شهر ۾ هميشهه رونق لڳِي پيئِي هوندِي هئِي. هتي جا مير (ٽالپر) جاگيردار ۽ زميندار مشهور آهن. ڪي سنڌ وزرات ۾ وزير آهن.

٣٧- ماتلي - ماتلي شهر حيدرآباد ضلع جي لاڙ ڊويزن ۾ ڦليليءَ جي ڪاٻي پاسي پراڻو شهر ماتلي اڏيل آهي. انهيءَ بعد نئين ماتلي نهي. هاڻي ساڄي ڪپ تي ريلوي اِسٽيشن ۽ ڦليليءَ جي وچ ۾ نئون شهر اڏيو آهي. تنهنڪري ڦليليءَ جي ٻنهي پاسي شهر ٿِي ويو آهي. آمدرفت لاءِ ڦڙدو يعني پل ٻڌل آهي. هت تعلقي آفيس ۽ ٻيون سرڪارِي آفيسون سڀ هت آهن پر تعلقو ديرو محبت سڏبو آهي. هت انب ۽ ڪمند گهڻو ٿيندو آهي. انب ٻاهر به ويندا آهن. هت ڀيهون به



ٺهنديون آهن. هتي جِي منائِي ۽ انبن جو مربو مشهور آهي. رنڱاوت جو ڪم به سُنو هلندو هو ۽ مال لاڙ ۾ وڪامندو هو. هت مسلمان درويش گل غئبِيءَ جو هر سال ميلو لڳندو آهي. هت تي سُهڻيون مُهاڻن جون زالون رهنديون هيون، انهن تان ماتلي تلهار بدين شهرن تي نالا پيا.

٣٨- ميرپور خاص- ميرپور خاص ٿرپارڪر ضلع ۾ وڏي ۾ وڏو شهر ۽ ضلع جو هيڊ ڪوارٽر آهي. هِي شهر مير مُراد خان ٽالپر اڏايو هو. سرڪارِي آفيسون سڀ هت آهن. هِي شهر جوڌپور ريلوي لائين تي وڏي جنڪشن اِسٽيشن آهي. اولهه طرف گاڏِي حيدرآباد ۽ اوڀر طرف جوڌپور ويندِي آهي. اُتر اوڀر ڪان لائين ڪاڻ ڪان ٿيندِي ڪڏڙي ويندِي آهي. ٻي گاڏي جهلوري، ڏگهڙي ٽنڊو جان محمد لنگهي جهڏي گدام ويندِي آهي. هتي ڦٽين ٽاڻڻ جا ڪارخانا (اِنجڻيون) آهن. هڪ سيٺ پهلومل موتيرام جِي، ٻِي رالي برادرس جِي ۽ ٽين به آهي. انهن سڄي آس پاس مان ڦٽيون ايندِيون آهن جن کي ٽاڻي ڪپهه ۽ ڪڪڙا جدا ڪندا آهن. ڪپهه جون ڳنڙيون ٻڌِي احمدآباد موڪليون وينديون آهن جتي مِلين ۾ سُٽ نهي ڪپڙو نهندو آهي. باقِي ڪڪڙا سنڌ جي ٻين شهرن ۾ مال جي چارِي ۽ پوک ۾ ٻج طور ڪم ايندا آهن. هت ميوات جو عاليشان سرڪارِي فارم آهي. هتي هندو ۽ مسلمان وڏا زميندار ۽ هندو وڏا واپارِي رهندا هئا. واپار تمام سنو هلندو هو. اتي سيٺ پهلومل موتيرام اِنجڻ وارن جو هڪ عمدو ۽ سهڻو باغ سيٺ لالچند جي نالي هو. سڄي ٿر ۾ هرڪا شيءِ هتان ئي ويندِي هئِي. ڪاهو جو دڙو شهر پرسان هو.

٣٩- جيمس آباد- جيمس آباد جو شهر ٿرپارڪر ضلع ۾ ميرپور خاص کان ريلوي لائين جا جهڏي گدام وڃي ٿِي، ان لائين تي انگريز مسٽر جيمس اڏايو آهي، تنهنڪري نالو ئِي جيمس آباد پئجِي ويو آهيس. هت واپار سنو هلندو هو. هت سارين چڙهڻ ۽ چانورن ڪڍڻ جون انجڻيون هيون ۽ هتان چانور ٻاهر ويندا هئا.

٤٠- تلهار- تلهار شهر تعلقي ٽنڊي باگي لاڙ ڊويزن ۾ چڱو شهر آهي. هت ڪمند ۽ سارين جي پوک چڱِي ٿئي ٿِي. سارين چڙهڻ جون انجڻيون آهن، جن مان ٻاڙها ۽ اَڇا چانور نڪرندا آهن، جي ٻاهر ويندا آهن. ٻيو ڳڙ ۽ مُستِي به جام ٺهندِي آهي. چيچڙن ۾ ڪمند کي پيڙي رس ڪڍِي ان مان ناهيندا آهن. ڳڙ ۽ مُستِي به ٻاهر ويندِي آهي. هت سنت رتن ڀڳت جِي سماڌِي آهي. سوامِي ليلاشاه مهاراج جن جو جنم به هنن جي آسيس سان ٿيو هو. سوامِي ليلاشاه سماڌِيءَ کي چوطرف پيت ڏيارِي ۽ غفا پڻ بنائي آشرم کي سٺي حالت ۾ ڪيو. سوامِي جن هت گادِي نشين به ٿيا پر پوءِ هماليه پهاڙ ڏي هليا ويا. سنت رتن ڀڳت جي سماڌِيءَ تي هر سال ميلو لڳندو هو. سهڻي مهاڻيءَ تان نالو پيو.

٤١- ٽنڊو باگو- هِي شهر به لاڙ ڊويزن ۾ چڱو شهر آهي. تعلقي جو هيڊ ڪوارٽر آهي. هت به ڳڙ ۽ مُستِي ٺهندِي آهي جي ٻاهر ويندا آهن ۽ سارين مان چانور به نڪرندا آهن، جي به ٻاهر موڪليندا آهن. هت مير لامبت جو مدرسو آهي. مئٽرڪ تائين پڙهائِي ٿيندِي آهي. هتي سيد پنِي لڏو رهندو هو جو سچو شيوادارِي هو. جانورن ۽ پکين جي شيوا ڪندو هو، ان ڪري مشهور ٿِي ويو.

۴۲- بدين لاڙ- بدين لاڙ ڊويزن جو آخرين تعلقو ۽ ريلوي لائين جي آخرين اِسٽيشن هئي. هي چڱو واپاري شهر هو. هت ٻه چانور، ڳڙ ۽ مُستيءَ جو واپار هلندو هو. رڱاوتي چيبل مال هت جام ايندو هو، جو سڀ نيڪال ٿي ويندو هو. هت ٻارهينءَ واري پير جو هر سال ميلو لڳندو هو. هن تي نالو سهڻي مهاڻيءَ تان پيو.

۴۳- جهڏو ڳدام- هي ٽي شهر لاڳيتو ۽ ڳنڍيل آهن- ١. جهڏو ٢. ڳدام ٣. محمد خان جو ڳوٺ سڏبو جهڏو ڳدام آهي. جيڪا ريلوي لائين ميرپور خاص کان اچي ٿي، سا هت پوري ٿئي ٿي ۽ آخري اسٽيشن آهي. هي واپار جي لحاظ کان سٺو شهر آهي.

۴۴- ٽنڊو جان محمد- ٽنڊو جان محمد تعلقي ڏگهڙي ضلع ٿرپارڪر ۾ سٺو ۽ واپاري شهر هو. هت هڪ پورن ڪامل براهمڻ نارائڻداس رهندو هو. هن کي ٽڪاڻو هو. ماڻهو وٽس خوب ايندا هئا. هت ريڻ نالي وڏو ڊورو هو. اتي سنت هنس نرواڻ جو آستان هو. هنکي ٻه چڱا ئي چيلا هئا. جهڏي ڳدام ريلوي لائين تي اُن شهر کان ٿورو اوري ريلوي اِسٽيشن هئي.

۴۵- ميرپور بٺورو- ميرپور بٺورو ضلع ڪراچيءَ ۾ سٺو شهر هو. هن شهر ۾ به واپار چڱو هلندو هو. پاڪستان ٿيڻ بعد هن کي تعلقو بڻايو ويو آهي ۽ تعلقي جو هيڊڪوارٽر آهي. هاڻي انجي بدران تعلقو ٽٽو ڪيو ويو آهي.

۴۶- جاتي مغلبين- جاتي به واپار جي خيال کان سٺو شهر آهي. هنکي مغلبين به چوندا آهن. خاص ڪري ڪراچي ضلعي جي ڪڇ حصي جو ڪجهه لاڙ جي حصي جو واپار هن سان ڳنڍيل هو. هنکي عربي سمنڊ ٻه ويجهو آهي.

۴۷- سجاول- سجاول جو شهر سنڌ جي ڏکڻ واري حصي ۾ عربي سمنڊ ۽ ڪڇ جي رڻ کي ويجهو آهي. هي شهر ٻه جهونو آهي. واپار جي خيال کان خاصو آهي.

۴۸- ميرپور ساڪرو- ميرپور ساڪرو ڪراچي ضلع ۾ آهي. هتي جي رهندڙن کي ساڪرائي ڪري چوندا آهن. هي تعلقي جو هيڊ ڪوارٽر آهي.

۴۹- ڏورو نارو- ڏورو نارو ٿرپارڪر ضلع ۾ مشهور شهر آهي. ٿر جي اُتر اوير ۾ آهي. هتان ڏورو نارو واهه ٻه وَهندو آهي. ان جي سارين جي پوک جام ٿيندي آهي. جن مان چانور نڪرندا آهن. هتي جا چانور ڪائڻ ۾ سوادي ۽ مشهور آهن جي ٻاهر موڪليا ويندا آهن. هت چوپايو مال گهڻو آهي. ان ڪري ڪير مان گيهه ٻه گهڻو نهندو آهي. ٻين جي ڀيٽ ۾ گيهه سٺو ۽ شڌ ملندو آهي جو ٻاهريان اچي خريد ڪندا آهن.

۵۰- اَمر ڪوٽ (عمر ڪوٽ)- هي شهر ٿرپارڪر ضلع ۾ قديمي شهر آهي. راجا امرسنگهه سومري راجپوت شهر جي چوطرف قلع سنه ۱۵۱۵ع ۾ نهرايو. سومرن راجپوت راجائن جي گادي هئي. مغل بادشاه اڪبر هت ڄائو هو. سندس ماءُ سنڌڻ هئي ۽ ۱۵۴۲ع ۾ ڄائو هو. راجا هميرَ پنهنجي سالي راڻي مينڌري کي مومل وٽ وڃڻ کان روڪيو ته مومل هت اچي پاڻ جاليو. دودو چنيسر ٻه هت ٿيا. روحل فقير ٻه ۱۷۲۰ع ۾ هت ڄائو هو. هندو سنسڪرت ودياليه هو. هندو سومرا پوءِ ڌرم



بدلائي مسلمان ٿيا. مغلن ٻه ٿورو راڄ ڪيو، جن اَمر ڪوٽ نالو بدلائي عمر ڪوٽ رکيو. هت ڪاٻه ندي ڪانه آهي. برسات تي پوک ٿيندي آهي. گذران ڪير تي آهي. ''وَٺو ته ٿر نه ته آهي بر.''

۵۱- ونڌر- ونڌر ڳوٺ لس ٻيلي رياست ۾ آهي. هت سسئيءَ ۽ پنهونءَ جون تربتون آهن.

۵۲- ڏيپلو- ڏيپلو ٿرپارڪر ضلع جو چڱو شهر آهي. هت ميمڻ گهڻا رهندا آهن. واپار چڱو ئي هلندو آهي.

۵۳- ميرواه گورچاڻي- شهر ميرواه گورچاڻي ميرپور خاص کان ۱۴ ميل پري ٿرپارڪر ضلع ۾ آهي. هت ونئڻن جي گهڻي فصل هئڻ سبب ڦٽين جو واپار سٺو هلي ٿو. هتي جو سيٺ پريمچند مشهور ماڻهو هو. هي وڏو زميندار ۽ وڏو واپاري هو.

۵۴- پڊعيدن- پڊعيدن جو شهر ساهتي پرڳڻي جي نواب شاه ضلع ۾ آهي. ساهتيءَ ۾ هي مشهور شهر آهي.

۵۵- نوشهرو فيروز- نوشهرو فيروز شهر تعلقو آهي. تعلقي جي مختيارڪار جي آفيس هت آهي. هي شهر ساهتي ايراضيءَ ۾ نواب شاه ضلع ۾ آهي. مشهور شهر آهي.

۵۶- شاه بندر- شاه بندر جو شهر تمام جهونو ۽ وڏو مشهور شهر هو. ۱۷۴۹ع ۾ غلام شاه ڪلهوڙي اڏايو هو. زبردست واپار هلندو هو. هن ۾ اٺ لک آدم رهندو هو. منجهس هرهڪ چيز جا دڪان هئا. هت پانڪ براهمڻ يعني ماستر (۸۰۰۰) اَٺ هزار رهندا هئا. ۸۰۰ ڏوڏين جا دڪان هئا. ڇِر ۽ رڱڻ وارن ڪتين (ڪترين) جي اَنن ميلن ۾ ڏگهي بزار هئي. سنه ۱۸۱۹ع ۾ زبردست طوفان لڳو ۽ سمنڊ جي وڏي وير چڙهي، جنهن ۾ سڄو شهر سمنڊ ۾ غرق ٿي ويو. جيڪي ماڻهو بچيا، سي ٻين شهرن ڏانهن ڀڄي وڃي رهيا.

۵۷- ٻوٻڪ - هن شهر ۾ غاليچا نهندا هئا، جي مشهور هئا. هي شهر دادو ضلعي ۾ آهي.

۵۸- ضلع ٿرپارڪر- هن ضلع ۾ خاص ڪري ٿر ۾ ڀرت جو ڪم سٺو ٿيندو هو.

۵۹- مٺي- مٺي جو شهر ٿرپارڪر ضلع ۾ آهي ۽ چڱو وسندڙ شهر آهي.

۶۰- ڪڏڙو- ڪڏڙو ٻه ٿرپارڪر ضلع ۾ مشهور شهر آهي. ميرپور خاص کان ريل لائين جيڪا ٿرپارڪر ضلع مان ٿيندي ڪڏڙي ڦري وڃي نواب شاه جنڪشن سان ڳنڍبي هئي.

(۲) سنڌ ۾ ننڍا ڳوٺ ۽ ڀهراڙيون- مٿي پئرا نمبر ۱ ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته سنڌ ۾ ۴۰۰۰ ڳوٺ ۽ ۵۰۰۰ ننڍڙا ڳوٺ يعني ڀهراڙيون آهن. مان مختصر طور اُنهن مان ڪن جا نالا هيٺ ڄاڻايان ٿو:

١- ضلع جيڪب آباد- ڪنڌ ڪوٽ، ڪشمور، شهداد ڪوٽ، غونث پور، ٻجل پور، ٽُل، مولدا داد، بخشاپور، دلمراد، مير علي، ڳڙهي خيرو، اُڏاڻا، همائو، ميت شهيد.

٢- ضلع سَکر- اُٻاوڙو، رُڪ، مديجي، گهوٽڪي، ميرپور ماٿيلو، ڪنڌر، بخش علي لغاري، عبدو، حيات پٽافي، هدڳڙه، پنو عاقل، سَکر-ساڌٻيلو، سلطان ڪوٽ، ٻڪار، ڏُهڙا، جرالو، ڪنگري، ڀرچوُنڊي، ڳڙهياسين، آرائي، امروٽ، ڪاهي، الور (اروڙ)، باگڙچي، پير جو ڳوٺ، باقراڻي، بيگماچي، بيچانجي، ڀيلاڙا، ٽرڙي محبت، ٽنڊو مير محمد حسن، پنهواري، جروار، جڪ پرڪڻ،

ڇڪ، چونگ، ڏوڪري، ڏهرڪي، رهڙڪي، علي ڳوٺ، گوسڙجي، رستم، گهوٽ، منگهرياڻي، ميان جو ڳوٺ، نلاه، چونرو، لکي، پيلار، جهانمان، اڪرو، ٻوٺو، ڦنگو، چانگ، رانوتي.

۳- ضلع لاڙڪاڻو- بنگل ديرو، ٻاڳو ديرو، رتو ديرو، نئون ديرو، قنبر، ڀاندو قبو، ڦٽن جو ڳوٺ، خانپور، ٽنڊو مير امام ٽالپر، حبيب ڪوٽ، همانون، سيڄاول، نارو وڏو، نوڙها، ٽپوجا، پير بخش ڦٽو، پنجو ديرو، خيرو ديرو، جهانگارا، خانواهڻ، حيدر چانديو، بنگ ويري، ٽل پوٽا، ميان خان پير، سالار ولدال، رانوتي، فريد آباد، پناٽا، سعدو ديرو، ميرو جان، ميون ڪاهي، ٽرڙي، ميٺن جو ڳوٺ، نئون ديرو، مديجي، شهداد ڪوٽ، ڏوڪري، باڊه، ميهر ڪيهر.

۴- ضلع دادو- گاهي مير، ٽلٽي، ايا، جوهي، سن، آراضي، ٻوٻڪ (هن ۾ غاليچا ٺهندا هئا)، لکي تيرٿ، ٽاٽو بولاخان، ٽاٽو ملڪ، ڳوجهلا، آمري، انڙپور، بادا، باڊه، باجارا، باغبان، ٻڊاپور، ڀيان، پاٽ، ڪامڙيون، ڦڪن جو ڳوٺ، جهلو، ڪاڪڙي، لاڪا، نوريجن، ٻٽ، ڀان، ڇناٺي، بختيارپور، ٻولهاڙي، پيٺاڙو، راڄي ڳوٺ سال وارو، ڪوريجا، خيرپور ناٿن شاه، راڌڻ، سيتا، پيارو ڳوٺ، ڪڪڙ، ساڌو ڳوٺ.

۵- ضلع نواب شاه- هالاڻي، محرابپور، پڊعيدن، پراڻو ديرو، مورو، فتحپور، ڊيرو، منياڻي، ابڙا، اَبجي، دهٽي ديرو، شاهپور چاڪر، باگورند، باقر نظاماڻي، بلاول شاه، ٻگار، ٻانڊي، ٻيلاڙا، ٻلال جو ڳوٺ، احمدپور، ٻلهڻ، ڀنيرو، ٿهيم، نٿ ڳوراهو، نٿ هوتچند، نٿ يوجراج، نري، ڪَڪڙ، ڦرڻ، پنواڙي، جتوئي، جلباڻي، ڇچرا، حاجي رند، دلور، دولتپور، درياخان مري، درس، دوڙ، دَستيون، دروس، دليپوٽا، ڏهري، راجومري، رائلا، زهرپير، سرهاڙي، سليمان راهو، سُتياري، سَدوُجا، شهوُڪ، عامرجي، شهڪ مري، قائم جلباڻي، قادرپور، ڪلهوڙا، ڪُنب ليمان، ڪُنب داڙوُ، ڪوٽ سوائي، ڪاهوءَ جو دڙو، ڪنڊي، گجڻ، گڇيرو، لُنڊو، لياري، ماڻو جمالي، مراد علي رند، مرزومري، مير حسن مري، ملون مڪڻ، مقصودو رند، مَلدسي، نوُرپور، نوبت مري، نواز ڏهري، ورياه، هڪڙا، بخشو نظاماڻي، ٻرڙا، نوري، سڪرنڊ، ٻيراني، چنيجا، ملڪ، قلجي، نليون، لنڊو، ڳاڙهو بنگلو، جام صاحب، شاه پورياڪر.

٦- ضلع سانگهڙ- احمدآباد، پليو لغاري، ٻڪار، ڪڏڙو، ڪاهي قاسم، هنڊن ڳوٺ، ٻوٻي.

۷- ضلع ٿرپارڪر- اِسلام ڪوٽ، سيد غلام نبي شاه، ڊينگاڻ پرڳڙي، ڊگهڙي، نَبيسر، ڇاڇرو، مِٺي، ڪِپرو، ڦُهلڏيون، جهول، شادي پَلي، سامارو، ميرواه گورچاڻي، ڪاهي، ڪاڻ، گڊڙو، ڇوڙ، پاٽويون، نئون ڪوٽ، ڦِٽورو، ننگر پارڪر، آسابهه، اَڪڙي، بابوءَ جو ڳوٺ، بلغار، ڀالوا، ڀِٽارو، دنبالو، ڀِٽ ياٽي، پوُڏيسر، ٽنڊو وَسوُمل، جماليون، جام ڪانبوُخان، چارڪي، ڄُهڙبي، جِهلوري، خيرپور گنبو، ڏاتار، ڊيشڪ، ڊِٽ، رتن آباد، رحمڪي بزار، رحيم خان، سلطان آباد (بلغار)، سونل ٻهه، ڪنڙي، ڪوڪراپار، ڪُهنبڙي، ڪوڙي، گرڙا ٻَهه، نئون ڇوڙ، ونگي، هٽونگو، هڱورنو، ڪانڙي، هنڱورجا، انڇلاس، ٿرپارڪر ضلع ۾ پرت جو ڪم سٺو ٿيندو آهي. جگورو پار، ننگرپارڪر، سوٽيڻ، ويوتي جپ ڳوٺ، غلام الله.



۸- ضلع حيدرآباد- سيد اجن شاه، صابو راهو، ميراني، ڪٽڙ، گياندر ڪوسو، ٻُڪيرا، ٽنڊو ٻهاول، ٽنڊو غلام محمد، ٽنڊو حيدر، ٽنڊو عالم خان مري، سعدآباد، ڪيبر، مهڙ، ڇَنبڙ، پيارو لنڊ، جهنڊومري، فتح خان مري، روپاه، گدو بندر، ملان ڪاتيار، ڪوڙواه، ڏندو، نِندو، ڀِٽ شاه، نوڙها لتڙيون، ٽنڊو غلام علي، لُنواري، محراب چانديو، بلڙي، جهوڪ شريف، ڪامارو شريف، اگهيم، اگهاماڻي، آلماڻي، ٻائوُ ديرو، ٻچل ساند، بخشو لغاري، بنگلو، بلاول مري، ٻُهريون، ٻاروچو باغ، ٻڊاڻي، ٻرهام، ٻهڊمي، ڀاڻوٽ، ڀڳونوڙهو، پينڊو، تاجپور، ترائي، تنوجي وسين، ٽارو پٽافي، نارو لغاري، نوڙها حسين خان، ٽنڊو نوڙهو، ٽنڊو غلام حيدر، ٽنڊو سائينداد، ٽنڊو آغا، ٽنڊو وَليمحمد، ٽِڪڙ، ٽيماهين جي وسين، پاٽوڙو، پاتر، پل، پليجاڻي، پنوهر، پِنگريو، پنج مورو، پورات، ڦرڪارا، قلڪاريون، جادو لغاري، جروار، جوٽيجا، جوُٽا، جَهيجا، جام شورو، چانڙي، چِٽوڙي، ڇُڪي، چنيجا، چنڊن جو ڳوٺ، چوهڙ جمالي، حاجي سانوڻ، رن پيٽاڙي، خانوٽ، خداآباد، خوديداد، دٻو، ديرو محبت، ڏچڙاپور، ڏڱاڻوبوزدار، ڏاتي جو ڳوٺ، ڏيهي، ڏيٽا، ڊاسوڙي، راڄو خاناڻي، راڄو نظاماڻي، راڄاوير، راهوُڪي، زئونر، سالارو، سعدپور، سيري، سهار، سميجا، سنگراسي، سيڪات، سيال، سيد فاضلاڻي، سيراڻي، شاهپور درپور، شيخ پرڪيو، طاهر هنڱورو، عالماڻي، عليپور، عمرساند، قبولپور، ڪيڏڻ، ڪرم خان نظاماڻي، ڪُلڪليوُن، ڪٽياڻ، ڪٽڙ، ڪِدريون، ڪوڪر، ڪوسا، ڪيسانو، گلاب جو ڳوٺ، گولو جت، گهانگهرا، گهليوُن، گهوٽاٽا، لاڏيون، لشاريون، لشڪاڻي، لغاري، لنجواڻيون، لُنڊ، ماتي، مَسوُ پرڳڙي، مسڻ، مشائخ هوتي، محمد خان لنڊ، ميل جي وسين، مينهون وهنيون، ميران ڪوري، مياڻي، موري مگر، موُلان، مهاولي ڳوٺ، پيارو لنڊ، مُيو، نوُڙي، نوتڪاڻي، نورائي، نوح هوتياڻي، نِمرو، ناريجا، وساڻ، ونگو، ولهار، وسين ملوڪ شاه، هاليپوٽا، هٽڙي، ڦرهو.

۹- ڪراچي- ٻنو، دڙو، ڪوٽڙي، الهه رکيو، گهوڙا ٻاڙي، ڪيٽي بندر، ڄُنگشاهي، سوندا، ميٽنگ، چِٽو چنڊ، اُٿل، انيل، اورنگا بندر، ٻچل گگو، ٻابڙا، ٻُهارا، پنيور، تونگ، ٽانڪا، ڏچر ڊرگ روڊ، سورج، سانولپور، اگهم ڪوٽ، عالم جو ڪوٽ، فقير جو ڳوٺ، ڪَلو، ڪلان ڪوٽ، ڪُڏايون، گڏاپ، گهارو ڪوٽ، لائقپور، ماريپور، ملير، پرڪاٽيون، منگهو پير، قائم جلباڻي، وَرُ، هيلايون، هيم ڪوٽ، ٻيلو، لانڊي، لس ٻيلو، هنگلاج، گوندراڻي، وندر، سون مياڻي، لياري، سوڙابي، درويش.

۱۰- خيرپور رياست- خيرپور، لقمان، ٽالپر ننڍا ۽ وڏا، سوڀو ديرو، اگڙا، احمداڻي، اَمن، بوزدار، ٺري، چونڊڪي، پٽي جو ڳوٺ، جسهربن، نيڙهي، ٽبڙ، ٽنڊو مُستي خان، نوُري، ٽوربند، پرڪاٽيون، پَريالوءِ، پَلهه، پنواڙي، ڪوٽ ڏيجي، پيلهاڙو، جادو، جلالاڻي، ڪنڊڙي، مانڊڻ، وڳڻ، ٻلهيڊو، ٿَر، درازن جي درگاه، پير جو ڳوٺ، دونهون، سينيارجا، هڱورجا، ڏيپارجا، ٽنڊو مير علي، بنگلو، پير ڪنبر، دراهو ليارو، ميان خان، ٻير لوٺو.

۱۱- ٻيون ٻهراڙيون- آبڙي، اگم ڪوٽ، اللهآباد، احمدپور، ٻانڀاه، (برهمڻ آباد جو اصلي نالو)، بنگار (سومرن جي وقت جو تواريخي شهر)، ٻانهو، ڀوٽڙا، نارو بهاري، پمپري، ڦل، ڄل،

واره، باڍه، چودرو، چنبڙات (هاٿي ڦٽي ويو)، چٽي جو ڳوٺ، ڇڇ، حاجي پور، ٽرڙِي محبت، حمل، خانپور، خليفي جو ڳوٺ، خيرپور ڏهرڪي، درويش، ڏڪڻ، سڪپور، سفيرآباد، دونهون، سيد خان، شاه ڪپور، شاه حسن، فريد ڪوٽ، قاضي عارف، قاضيءَ جو ڳوٺ، ٻبرلوٺو، ڪاڇيون، ڪوٽ غلام محمد، ڪاڪر، ڪاڙڪ، ڪاڏاڙو، گوربند ڪلويون، جهانگارا، ڳُجرن جو ڳوٺ، لالورانڪ، مرزان پور، مير محمد سهڙو، منگواڻي، ٻلهڙ، ڪلان ڪوٽ (ڪلياڻ ڪوٽ)، نئون آباد، واره، وريام، ٻواني، ڪانيارو ڪوٽ، ڪنواج ڪوٽ، آساپورا، پشتاب، ڪولن جو ڳام هن وقت نالو ڪانور، منڻ ڪوٽ، ڏيٺا (جاڳڻ ڳوٺ)، صوبو ديدو، مهرِي، ميرحسن، ڪوٽ مير محمد منگواڻي، ٽلهو، ٽرڙِي محبت.

(۳) ڪن شهرن لاءِ چوڻيون-

۱- روهڙيءَ جو روه تي، ننڍو وڏو ٻوهه تي. (جبل تان پٿر ڪٽي گهر ويندا هئا).

۲- شڪارپور جا اٺ دروازا- لکيءَ لک اُپايا، هزاريءَ هنيا-هاٿيءَ جي همت سان خانپوري کنيا، ڪرن در ڪوڙو ٽيو، واڳوڻو وريو - سرِي در سائو ٽيو، نوشهرو نئون.

۳- لِڇ ويئي لاڙڪاڻي، شرم ويو شڪارپور ۾ حياءُ ويو حيدرآباد ۾.

۴- ٻڳي ٻنڌ اروڙ، هوُڪ وَهندو هاڪرو، ٻهه مڇِي ۾ لوڙه، سمي ويندا سوڪڙِي.

۵- ننگر جي آڌار، جم وهجو ماڙ هئا- پراڻا پراڙ، نوان اڏجو نجهرا.

۶- لڱنڊِي لڙائِي، سونڇو سري ڪان پوندو، جڏهن ڪڏهن سنڌڙي قنڌهاران جوڪو.

۷- هجيئي ناٺو تہ گهم لاڙڪاڻو. (هت تمام حسين ۽ سُريليون ٻائڻ واريون وڻشياڻون رهنديون هيون)

۸- سيوهاڻي چريو تہ بہ پتر اُڇلي گهر ڏانهن. (سيوهاڻي چريو بہ مطلبي هوندو هو، پتر گهر ڏانهن ليپي لاءِ اُڇليندو هو)

۹- نَٽُ، مِنياڻي، اَبجِي، دِليءَ پوٺا دنگ ڪٽِي،
ڪنڊياري ۾ ڪَنڊ گهٽِي، ٽورِي گهٽِي جنگ گهٽِي.

۱۰- ڪوٽ، ڪنڊيارو، ڪوٽڙي، دالي دغاباز؛ شل نہ پوي هاج، هالاڻيءَ جي هندن سان.

۱۱- ٻڙهيءَ جا واٽيا، گهمن ٽڪاٽا.

۱۲- دل تہ منهنجِي دولتپور، اڄ ٽنڊي ڪانہ ٽڪي.

۱۳- گڏهہ ڏني هينگ، پِريا ٽيا پينگ.

۱۴- رڙهي ٽڪن ۾ پڙي، مليو جتن ڪي جواب.

۱۵- مورائيءَ جا موڙا، گڇيري جِي گپ.

۱۶- سمير ۾ نہ ساريون ٽينديون، ڪلرِيءَ ۾ نہ ڪاند،
هاري هر ۾ ڏاند، نہ چاٽان ڪيهِي ويا.
(شاهپور چاڪر جي ڏکڻ ۾ سمير نالي ڍورو آهي، جتي پوءِ سمير واه ٽيو.
ڪلري ۾ سمير لاءِ ماموئِيءَ جِي اڳڪٽِي)



۱۷- ٽنڊو آدم تہ سڏبو هو، سڄِي سنڌ جِي ڪاشِي؛ برهمڻ هئا سنسڪرت سنڌا ودوان اصل ٻاشِي.

۱۸- هڪڙائِي حاضرو، ننڍا وڏا ناظرو.
(هڪڙن جو ڳوٺ ٽنڊي آدم جي ويجهو آهي. هتي جا سپ ڍيرا هئا.)

۱۹- ناري جِي چائِي، وجِي سانگهڙ سامائِي.

۲۰- چاچڪن ۾ چور گهڻا، ناري ڍوري ڍور گهڻا.

۲۱- نصرپورِي نيت برِي، ٻولين ٻاجهرِي ڏين ٻُرِي. (ڪن واپارين جي ڳالهہ)

۲۲- شاه پوُر، در پوُر. (هِي ڳوٺ نصرپورِ جي نزديڪ هو. مهمان ايندو هو تہ در ڏيندا هئا يعني مهمان نوازِي نہ ڪرڻ).

۲۳- اَڏ ۾ حاجِي مَنڊو، اَڏ ۾ سچو ٽنڊو.

۲۴- هالا ٽيندا پالها، قنبر ٽيندو عنبر. (سنت ولائتراءِ ڪاوڙجِي هالا ڇڏي قنبر ويو جو پاراتو ڏيئي ويو)

۲۵- ٽل- منارا مير مرسل جا، ڏسان شل ڏيهہ سپ ڏوري.
(۱) هِي هالا مَٽيان ميسا، انڙپور ڪي ڇڏيان اوري.
(۲) مٽيارين جي محابي ڪان، گهليون مانجهو ڇڏيان گهوري.
(۳) ڪنگو ۾ ڪوٽڙِي ڪوڪر، سنڌا سيريون ڇڏيان سوري.
(۴) ننگر بندر ۾ باگئا، ڪراچيءَ ڪان و چان ڪوري.

۲۶- مٽيارين جو مؤٽ ويندي جِي ويرم. (هت هندن کي مسلمان ڪندا هئا، اُن لاءِ چوڻِي نهِي)

۲۷- فضل ٽنڊو جتي ماڙيون، هيون ڏؤنرن هڱورن جون؛
هٽِي پارس سون جون ديگيون، هڱورن بادشاهن جون؛
دفن تن کي ڪري ماڙين، ڇڏي دؤلت مرِي جي ويا؛
لُنوارِي پير ڪڏوُن ڪوٺي، علم ذريعي ڪڍِي سي ويا؛
ڦِٽي ماڙيون دڙا ٿِي ويا، بڻيو آهي قبرستان؛
اصلي ”بيوطن“ ٿِي ويا، اڏايو ٻيو مير فضل خان.

۲۸- ڄهيڄا سار لهيڄا، مسافر مسيت ۾. (هِي ڳوٺ ماتلي پرسان هو. مسافر اچڻ تي مُلون اطلاع ڏيندو هو تہ ماڻهو مانِي بسترو آڻيندا هئا)

۲۹- ڇَٽي چنيڄن جِي، وجِي پُرن تي پيئِي.

۳۰- سمر هجيئي ساڻ تہ لڙج نہ لشارين ۾. (لشارين جا ڳوٺ ۳-۴ هئا. الائجي کهڙيون لشاريون)

۳۱- لاڙ آهي ساڙ، جتي مڇرن جو آزار.

۳۲- ٽل- لاڙ مان پار اُڪار والِي وطن تي - دادا ديس وٽن ۾.
(۱) تلهار جهڙِي ٻاڙ، ادا ڪانہ ڏني سين ڪٽي، راتو ڏينهن سڪ نہ اچي، جتي دال پيئي رَجهي.
(۲) ڏينهن لڳوسين ڏندي ۾، ذات ناهي جتي - پُڙا آهن پليڄن جا، خواجا گونيءَ تي.

(۳) حاڪيماڻين کان هلياسين، پوءِ ماتلي متي - سبب ڪندو سائينداد، تلي آياسين ٽنڊي ۾، ڪونج پوني تي.

۳۳- سجاول ۾ واه گهوٽارو، وهي وچ بزار، ماجر ۾ تا مڇر پوَن، مانيءَ منجهه هزار.

۳۴- هندوُ رجپوت راجا هو، اَمرسنگهه سومرو گهوٽ؛ سنہ پنج سوَ پندرهان ۾، اڏايو جنهن اَمر ڪوٽ؛ تيرهن سؤ ۾ ڌرم بدلي، ٿيا مسلم وِڏي ڦوٽ؛ شهر نالو تہ ڦيرائي، رکيو اُن جو عُمر ڪوٽ؛ بنا ڪارڻ مَتي مذهب، تہ هندن مان مسلمان؛ اَمر مان پِيو ڪيو عُمر، اچي چڙهن ڪو جوُلان.

۳۵- وَنو تہ ٽر، نہ تہ آهي بَر. ( ٽر ۾ پوک برسات تي ٿيندِي جو اُتي ندي يا واه ڪونهي)

۳۶- ٽَرُ آهي ٽَڻ تي نہ وَڻ تي. (ٽَرُ جو آڌار چوپائي مال جي ٽَڻ يعني ڪير ڏڌ مکڻ گيهہ تي آهي، نہ وڻ تي جو اُتي پوک لاءِ واه يا ندي ڪانهي. مينهن پيو تہ پوک ٿيندِي آهي).

۳۷- مارئي ڳجهارت ۾ سومري کي ٿي چوي، سو سُگهڙ لاڙڪاڻي کان دبر ڳوٺ ريل ۾ ويو آهي، سو شعر ۾ چيو آهي:

ميل نہ ڏنو مارئي، جڏهن هٿ آئي تنهنجن -سنگهر کي ٿي سون جي، متان لاڙڪائي ڪن؛
تصوري ميان سومرا، اصلي اباڻن - پوُنيت، ماهوٽا وجهي، اهڙا ڪم نہ ڪن؛
ٽِئون ديرو ساڪري، جنهنکي هجي مديجي من - منهنجي داداڻن ڪل ڪانہ،
نہ تہ چِني ڪين چڏن؛
تو وت ٽيشن ٽيل جي، پيئي عمر ادا رُڪن، هوُ وينا باگڙجيءَ ۾، تا شهپور شهپور ڪن؛
سٽي ميل سکر جو، ڪيئن چگا چال متن - جي روهڙِي چون بين کي، سي حاويءَ منجهہ هجن؛
هوُ وينا منڊي دائري آڏن، دبرتي ميان سومرا.

(ريل ۾ سگهڙ سفر ڪندي مٿيون اسٽيشنون ڏنيون اٿس، اُنهن کي ڳجهارت جي صورت ۾ ڏنو اٿس. نصرت يا پوُنيت پور، شهپور يعني آرائين. ميل يعني لاڙڪاڻي جو اُتر، ڏکڻ، اولهہ وارو پاسو).

۳۸- مارئي بِي ڳجهارت عمر کي ٿي چوي. شاعر اُها شعر ۾ ٻڌائي آهي:
مانجهادي مارُو، سن ۾ رهن، دادوُ ڏسان شال،
آمري وجان شال، لَڪي وجي، سيوَهڻ ڏسان.

## ۲. سنڌ جا قديمي نابوُد شهر ۽ تواريخي شهر

### (الف) تواريخي نابود شهر-

(۱) الور يا اروڙ (ALORE)- الور يا اروڙ شهر سَکر ضلع ۾ روهڙيءَ جي پرسان قديمي شهر اڏيل هو. سنڌ جي هندوُ راجا ڏاهرسين جي حڪومت ۾ سنڌ جي گادِي هو. اروڙ کي ”سالاپور“ بہ چوندا هئا. هنکي چوطرف قلعو ٽڪر مٿان ٻڌل هو، هنکي ۴ دروازا هئا. اُن ۾ ڪيترائي شِوَ ۽ ديويءَ جا مندر هئا. سنڌو نديءَ ۾ ٻيڙين رستي واپار جام هلندو هو. ماڻهو ڪپڙو، ڳڙ، چانوَر ۽ ريشمي ڪپڙو خريد ڪري ويندا هئا، اُن جي عيوض گيهہ، چمڙو ۽ اناج وڪڻي ويندا هئا. ملڪ



سائو سبز هو، باغات جام هئي. زيتون، انگور ۽ انب وغيره ٿيندا هئا. ڪيتي ٻاڙِي سني هئي. جهنگل ۾ چيتا، گينڊا، هرڻ، ڦاڙها هوندا هئا. جڏهن محمد بن قاسم عربن جي پاران سنڌ تي سنہ ۷۱۲ع ۾ ڪاه ڪئي ۽ ڏاهرسين شڪست کادِي تہ محمد بن قاسم هن شهر جو ڪوٽ ڊهرايو ۽ شهر کي ڦٽائي تلف تاراج ڪري ڇڏيو. سڀ ماڻهو ڀڄِي کي ڪيڏانهن ويا تہ کي ڪيڏانهن. گهڻي ڀاڱي ماڻهو ڀڄِي پنجاب هليا ويا، جي اروڙا ونشي سڏجن ٿا يعني الور ونش جا. هن وقت اُهي اروڙا کترِي سڏائيندا آهن.

(۲) برهمڻ آباد- برهمڻ آباد شهر شهداد پور ريلوي اسٽيشن کان ۸ ميل پري ڏکڻ طرف ۽ ٻيراني شهر کان ۴ ميل پري اوير طرف دلور شهر جي آس پاس ڦٽل حالت ۾ دڙي ۾ دٻيل آهي. عربن جي پاران سنڌ ۾ مقرر ڪيل گورنر مرِي ويو. پوءِ راجا ڏاهرسين جي پٽ راجا جئسنگهہ برهمڻ آباد تي قبضو ڪيو. چون ٿا تہ راجا دلوراءِ برهمڻ آباد ۾ راڄ ڪندو هو جو بيحد ڪامي هو. ديس جي ڪنوارين جو ڪنوارپڻو ٽوڙيندو هو. هن فرمان جارِي ڪري ڇڏيو تہ جڏهن بہ ۽ جنهن بہ ڇوڪريءَ جو وِهانءُ ٿئي، سا پهرين رات سندس آغوش ۾ گذاريندِي. هڪ دفعي هڪ براهمڻ جي ڪنوارِي ڪنيا پنهنجِي عصمت خطري ۾ محسوس ڪئي. اُن پرماتما کي ٻاڏايو تہ ڪامي دلوراءِ شيطان کان سندس رکشا ڪري. اول ٿي اپسوڻ ٿيڻ لڳا. نجومين ۽ جوتشين اڳڪتي ڪئي تہ ملڪ تي ڀارِي مصيبت نازل ٿيڻ وارِي آهي. جڏهن اُن ڪنيا جي شادِي ٿي رهي هئي، تڏهن اُن ملڪ ۾ زبردست ۽ ڀينڪر طوفان اچي لڳو ۽ ڌرتي ڏُڏڻ لڳِي ۽ سڄو شهر زمين ۾ غرق ٿي ويو. ڪي چون ٿا تہ اُها ڪنيا دلوراءِ جي ڀاڻيجِي هئي.

هن ڊٺل شهر لاءِ سنہ ۱۸۵۴ع ۾ بيلاس ۽ رچرڊسن صاحبن کوٽائي ڪرائي کوجنائون ڪرايون. پر اُنهن کي خئر ڪا اهڙِي وَٽ چڙهي جنهن مان ڪجهہ پتو پوي، جاڪاڻ تہ اوسي پاسي جي ڳوناڻن اڳ ئي دڙي جي کوٽائي ڪرائي سُڄ ڪري ڇڏي هئي. رڳو پٽين جون پيڙهيون نظر آيون ۽ هڪ ٽُل بيٺل هو. پٽر جو تہ نالو ئي ڪونہ هو. هيٺ اونهو کوٽائي ڏنو اٿن تہ اُن مان ظاهر ٿو ٿئي تہ شهر مٿان شهر اڏيل هو. داڻا ۽ سِڪا مٿئين طبق مان هٿ آيا. سي مسلمانڪي پوئين زماني جا هئا. اوساريءَ ۾ ننڍيون سِرون گاري سان جڙيل هيون. هيٺئين طبقي مان گڻيش ۽ پاروتيءَ جون مورتون ۽ سورج ديوتا جو مٿو، پِتل جو ڏيئو ۽ ننڍو شيشو پٽر جو عمدو اُڪريل پر پڳل ڪيرتِي مُک وغيره لڌا هئا. مٽيءَ جا گول رانديڪا، ڪوڏ، سُتيون، چوُڙا، پٽر يا شيشي جا داڻا، شيشي جون پڳل شيون، پڳل هندن جون مورتوُن، سِڪا ۽ سِڪن جا ڪارب ۽ لوه جا ڪٽيل ٽڪر نڪتا. قيمتِي پٽر مثلا عقيق، نيلم، بلور ۽ سنگ سليماني وغيره بہ جام هئا. هڪ عقيق جي مُهر عربي اکرن سان ۽ بِي ديوناگري اکرن سان لڌِي هئي. هڪ شيشي جي نيلي رنگ جي سالم ڪٽورِي بہ هٿ آئي هئي. ٽامي جا سِڪا سنها ۽ عربي اکرن جي سُهڻن مُهرن سوڌا مليا.

(۳) برهمڻ آباد ۽ دلوراءِ جو دڙو- شرِي گنگارام ”سمرات“ پنهنجي ڪتاب گيان سنڌوءَ جي صفحي ۲۱۴ تي لکي ٿو تہ عام طرح جيڪا مڃتا آهي، اُن موجب دلوراءِ جو دڙو، برهمڻ آباد

۽ منصوره ٿيئي هڪ ساڳيو شهر سمجهيو ويندو آهي. اُنجو سبب هي آهي تہ سنڌ جي صحيح ۽ قديم تواريخ جي کوج نہ ٿي آهي.

دلوراءِ جو دڙو عربن جي اچڻ کان اڳ زبون ٿي چڪو هو.

برهمڻ آباد عربن جي اچڻ وقت وڏي اوج وارو شهر هو. هي تمام قديم شهر هو، جنهنجو ذڪر هندن جي ڌرمي ڪتابن ۾ اڪثر آيو آهي. راجا جو نالو دلوراءِ نہ پر ''ڏارا'' هو. مگر راجائي ختم ٿيڻ تي اُهو تخت وري آباد ڪونہ ٿي سگهيو. اُهو سڄو زبون ٿي ويو. هيءُ ٻيراني شهر جي ويجهو شهدادپور تعلقي ۾ آهي. برهمڻ آباد جو اصل نالو ''براهمڻڪ'' آهي.

(۴) منصوره- برهمڻ آباد جنهن کي منصوره تصور ڪيو پيو وڃي، اُهو ميرپور خاص کان ۲۵ ميل اُتر طرف آهي. هن وقت اِهو سانگهڙ ضلع ۾ آهي. اِهو انيہَ صديءَ تائين نهايت اوج تي هو. جڏهن بلاذريءَ جي لکڻ موجب محمد بن قاسم، راور برباد ڪرڻ کانپوءِ قديم برهمڻ آباد ۾ آيو. جنهن جو مفاصلو منصوره کان ٻہ فرسنگ هو، جيڪو اُن وقت تائين آباد ڪونہ ٿيو هو. پوءِ عربن هڪ نئون شهر اڏايو. سنہ ۸۹۲ع ۾ بلاذري وڌيڪ صحيح آهي، جنهن موجب محمد بن قاسم جي پٽ عمروءَ ان فوجي اڏي جو نالو منصوره رکيو. جنهن جي معنيٰ آهي ''مدد ڏنل.''

(۵) موئن جو دڙو- موئن جو دڙو لاڙڪاڻي جي ڏوڪري ريلوي اسٽيشن کان ٦-٧ ميل پري اوير طرف سنڌو نديءَ جي ڪپر سان آهي. ڏوڪري تعلقي کان اڳ ''لب درياه'' تعلقو سڏيندا هئا. پارسيءَ ۾ لب جي معنيٰ ڇپ يا ڪنارو آهي. اهو تعلقو سنڌو نديءَ جي ڪناري سان آهي، هن جو اصل نالو ''مُئن جو دڙو.'' يعني مري ويلن جو دڙو هو، پر پوءِ هنڪي ''موهن جو دڙو'' سڏين ٿا.

عيسوي سنہ کان ۱۵۰۰ سال اڳ زبردست اُٿل ۽ ٻوڏ ڪري اهو شهر ناس ٿي ويو ۽ دٻيل جاين جو وڏو دڙو ٿي پيو، جو ''مُئن جو دڙو'' سڏجڻ ۾ آيو. سمي گذرندي مُئن جي دڙي جو نالو ڦري موهن جو دڙو سڏجڻ ۾ آيو. ڪي لکن ٿا تہ سنہ ۱۹۱۸ع ۾ کوٽائي ڪئي ويئي، ڪي چون ٿا تہ سنہ ۱۹۲۲ع ۾ دڙي جي کوٽائي ڪيائون تہ عاليشان شهر نڪري آيو. پوءِ کوٽائي ۱۹۲۷ع تائين هلي. ڪن گهرن ۾ ماڻهن جا لاش پيا هئا، اِنڪري هنڪي ''مُئن جو دڙو'' سڏين ٿا. هڪ ٻئي جي مٿان ٻہ شهر آهن. چيو وڃي ٿو تہ پهريون پنج هزار سال پراڻو ٻيو ٻہ هزار ورهيہ پراڻو آهي. پوءِ هڪ ٻئي مٿان ست شهر نڪتا. سنڌو نديءَ هن کان ساڍا ٽي ميل پري آهي. کوٽائي ۱۳ ايڪڙن ۾ ڪئي ويئي. کوٽائيءَ ۾ عوام لاءِ پڪل سِرن جون ٺهيل جايون، عاليشان گهر، شاهي پڪا تلاءَ، پاڻيءَ نيڪال لاءِ ناليون، مٿي چڙهڻ جون ڏاڪڻيون، ڊکيل ڪسيون، پڪا رستا نڪتا آهن. جاين ۾ رهڻ لاءِ جدا جدا ڪوٺيون آهن. ٽامي جا ٿانوَ ۽ پُتلا، پٿر جا اوزار، مُهرون ۽ ڪي قيمتي زيور بہ هٿ آيا آهن. مُهرن تي چٽيل نشانيون ٻڌائين ٿيون تہ هتي اوچ سڀيہ علم وارا ۽ هنرمند ماڻهو رهندا هئا جي ڪاريگريءَ ۾ بہ ماهر هئا. موهن جي دڙي دنيا کي تعجب ۾ وجهي ڇڏيو آهي.

پروفيسر چلڊي جو چوڻ آهي تہ ''سنڌو سڀيتا اُنهيءَ زماني ۾ ايجپٽ ۽ سميرين سڀيتا کان



وڌيڪ پکڙيل هئي.'' سنڌ واسي اٽڪل ڇهہ هزار سال اڳ پنهنجي پاڙيسري ملڪن سان وڻج واپار ڪندا هئا ۽ پاڻ سان سنڌ جا ٺهيل ٿانوَ کڻي ويندا هئا. مٽيءَ جا ٻاسڻ جيڪي مليا آهن، تن جي خوبصورتيءَ ۽ ڪاريگريءَ دنيا کي پراچين وگيانين کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ٻيا سنهي ڪل وارا برتن جن کي ''ڪاغذي ٿانوَ'' سڏيو وڃي ٿو، اُهي ڪاريگري ۽ ٻيهڪ جو عمدو مثال آهن. جيڪو سوٽي ڪپڙو مليو آهي سو نهايت ئي نفيس ۽ سهڻو آهي. دڙي مان لڌل ڪٽڪ جي جنس نهايت عاليشان ثابت ٿي آهي. اُها جنس پوکي ڏٺو ويو تہ هڪ ئي سَلي مان نوَ شاخون ڦٽي نڪتيون آهن.

موهن جي دڙي مان هڪ عجيب الخلقت جانور جي مُهر لڌي آهي، جنهن جا ٽي مَٿا آهن. هڪ مٿي ۾ پاڏي جهڙا سِڱ آهن، ٻئي مٿي ۾ هرڻ جهڙا سِڱ آهن ۽ ٽئين مٿي ۾ ٻاهر مُڙيل سِڱن جي عيوض اندر مُڙيل سِڱ آهن. جانور جو بدن ۽ کُرَ ڏڳي جهڙا آهن (پليٽ نمبر ۲۲-۵- بجوال واديءِ سنڌ ڪي تهذيب). ٻي مُهر تي اهڙي قسم جا ٽي سِرَ ٺهيل آهن، جي شينهن آهن. ڪن مُهرن ۾ اڌ اِنسان اڌ ڏڳي جهڙو شينهن تي حملو ڪري ٿو. (پليٽ نمبر ۲۰-۵ واديءِ سنڌ ڪي تهذيب). ٽِي مُهر تي جسم جو اڳيون حصو گهيٽي جهڙو، پٺيون حصو شينهن جهڙو ۽ مَٿو ماڻهوءَ جهڙو، سونڊ ۽ ڏند هاٿيءَ جهڙا ۽ سِڱ ڏڳي جهڙا آهن. (پليٽ ۱۹-۱). چوٿين مُهر تي پپر جي وڻ جي ٻن شاخن تي هڪ سِڱ واري ڏڳي جو سِر نڪتل آهي (پليٽ نمبر ۲۲-۵-ايضنا). ٻين مُهرن تي الڳ الڳ جانورن ۽ پکين جون شڪليون آهن. هن دڙي جي کوٽائيءَ سڄي دنيا کي حيرت ۽ اچرج ۾ وجهي ڇڏيو جو اڻ سڃاتل انوکو دور غيب مان پڌرو ٿي روشنيءَ ۾ آيو.

(ب) تواريخي جهونا شهر- سنڌ جا تواريخي جهونا شهر آهن: اروڙ (الور)، سيوهڻ، برهمڻ آباد، امر ڪوٽ جو پوءِ نالو بدلائي رکيائون عمر ڪوٽ، روپاڙي، ساموئي ۽ وڳهہ ڪوٽ. پويان ٽيئي شهر سومرن جي دؤر جا آهن، جن جا ڦٽل نشان اڄ بہ ڏسي سگهجن ٿا.

پاري ننگر- پاري ننگر جو ويرانو پارڪر تعلقي ۾ ننگر پار شهر کان ۸ ڪوه پري آهي. ويجهي ريلوي اسٽيشن گبڙو آهي جتان پاري ننگر ۴۲ ڪوه پري آهي. اهو سڄو پنڌ واريءَ جي پٽن جو آهي. هتان درياه وَهندو آهي، ٻيڙيون ۽ جهاز هت بيهندا آهن. چون ٿا تہ هاڪرو بہ هتان وَهندو آهي. هي تمام وڏو شهر هو، ڪنهن زلزلي ۾ ختم ٿي ويو.

## ۳ - قلعا ۽ ڪوٽ

قلعن جي ضرورت- اڳئين وقت ۾ راجائون شهرن جي بچاءَ لاءِ چوطرف ڪوٽ يا قلعا ڪچا يا پڪا ٺهرائيندا هئا، جيئن دشمن لڙائيءَ وقت ڪو حملو نہ ڪري سگهي. پر هن وقت قلعي ٺهرائڻ جو سوال ئي ڪونہ ٿو اُٿي؛ جو هنن جي هن زماني ۾ ڪا قيمت ڪانهي. هينئر هوائي جهازن جي ايجاد ٿي چڪي آهي، دشمن هوائي جهاز ذريعي هوائي حملو ڪري سگهي ٿو. انڪري جيڪي قلعا ۽ ڪوٽ ٺهيل هئا سي بہ ڍهندا وڃن ٿا ۽ ڦٽي ڇڪا آهن. ڪن کي جاڻي واڻي ڊانو وڃي ٿو. زماني انوسار وقت بدلجندو ئي رهي ٿي. جيڪي اڳ قلعا ٺهيل هئا، اُنهنجو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

(١) الور يا اروڙ (ALORE) - الور يا اروڙ شهر روهڙيءَ جي پرسان اڏيل هو. هن کي چوڌاري قلع ڏنل هو. راجا ڏاهرسين جي حڪومت جي گاديءَ جو هنڌ هو. جڏهن سنڌ تي محمد بن قاسم سنه ٧١٢ع ۾ ڪاهه ڪئي ۽ ڏاهرسين کي شڪست ڏيئي شهر هٿ ڪيو، پوءِ هن شهر ۽ قلعو ڊهرائي پٽ ڪري ڇڏيو. قلعو ٽڪريءَ تي هو، هنکي ۴ دروازا هئا.

(٢) شڪارپور - شڪارپور شهر کي پڪو ڪوٽ ڏنل هو، جنهن کي اڌ اڌ ميل جي مفاصلي تي هڪ دروازو هو. ڪوٽ کي ڪل ٨ دروازا هئا يعني قلعي جو گهيرو ۴ ميل هو. دروازن جا نالا (١) لکي در (٢) هزاري در (٣) هاٿي در (۴) خانپوري در (۵) ڪرن در (٦) واڳوڻن در (٧) سري در (٨) نوشهرو در. اُنهن تان هينئين بيت نهيو:

”لکيءَ لک اُپايا، هزاريءَ هنيا - هاٿيءَ جي همت سان، خانپوريءَ ڪنيا؛
ڪرن در ڪوڙو ٿيو، واڳوڻن وريو - سري در سائو ٿيو، نوشهرو نئون.“

(٣) رني ڪوٽ - رني ڪوٽ سن ضلع دادوءَ جي اُلهندي طرف ١٨ ميلن جي مفاصلي تي کيرٿر جبل جي مٿاهين چوٽيءَ تي قديمي ۽ تواريخي قلعو آهي. مير ڪرم علي خان جي حڪومت ۾ نواب ولي محمد خان لغاريءَ تعمير ڪرايو هو. اُن وقت اڏاوت تي سترهن (١٧) لک روپيه خرچ ٿيو هو. پِٽيون سِرن ۽ پٿرن جون ٺهيل آهن. اوچائي اٽڪل ٣٢ فوٽ کن اٿس. چار دروازا اٿس. اُپرندي وارو سن دروازو، ڏکڻ وارو شاه پير دروازو، اولهه وارو ميهن دروازو، اُتر طرف وارو دروازو. اُن اندر به ننڍڙا ڪوٽ آهن. ميري ڪوٽ ۽ شيه ڳڙهه، جي اڄڪلهه زبون حالت ۾ آهن. هي دنيا ۾ سڀ کان وڏو قلعو آهي.

(۴) ڏيجي ڪوٽ - ڪوٽ ڏيجي جو شهر خيرپور کان اٽڪل ١۵ ميل پري آهي، ويجهي اسٽيشن ٽنبو مستي خان اٿس. منجهس اٽڪل ڏه هزار آدم رهي ٿو، جن ۾ مير خاندان جا فرد رهن ٿا. سڄي ڳوٺ کي عالم پناه آهي، جنهن جي اُتاهين ١٨-٢٠ فوٽ آهي. ويڪر ١١-١٢ فوٽ آهي. اُهو مٽيءَ جو ڪوٽ چڱيءَ حالت ۾ آهي، ڪٿي ٽڪر ڪِريل آهن. پٽ جي پيڙه ٢۵ فوٽ آهي. ڪوٽ اندر پڪو قلعو آهي. اندر بنگلا ۽ جايون آهن، اُنکي ٣ دروازا آهن. چور دروازي کان سُرنگهه آهي. بنگلن ۾ عمدي چِٽسالي آهي. چون ٿا ته هت هندواڻي ڏيجي رهندي هئي. ميرن وٺي ڪوٽ ٺهرايو، اِنڪري نالو ڏيجي ڪوٽ رکيو. هي تمام پراچين آهي، اندر قيدخانو به آهي. اِنڪري چوندا آهن ته ”جيڪو ڏيجي ڪوٽ اندر چڙهيو، سو ڇُٽو.“

(۵) حيدرآباد - (الف) حيدرآباد شهر ۾ هڪ پڪو قلعو آهي، جنهن جو نالو نارائڻ ڪوٽ هو، اُهو هندو راجا ٺهرايو هو. ڪي تواريخ نويس لکن ٿا ته بادشاه غلام شاه ڪلهوڙي ٺهرايو هو، ڪي چون ٿا ته غلام شاه ڪلهوڙي فقط هن قلعي جي مرمت ڪرائي هئي ۽ پوءِ اُنجو نالو نيرن ڪوٽ رکيو. هي پڪو ڪوٽ پڪين سِرن جو ٺهيل آهي. مرمت نه هئڻ ڪري ڊهندو ٿو وڃي. ٻن چئن هنڌان پِٽين جا ٽُڪر ڪِري اچي پٽ پيا آهن. هن قلعي جي چوڌاري خندق يعني کاهي



بچاءَ لاءِ آهي. آمدرفت لاءِ دروازي سامهون کڏ مٿان پُل ٺهيل آهي. دروازي جي اڳيان بچاءَ لاءِ نيم چڪر ديوار آهي. دروازو ڪاٺ جو ٺهيل ۽ اُن تي لوه جا پٽ ۽ ڪِيل لڳل آهن. پر سڄو ڪاجي زبُون ٿي ويو آهي. هنجي اندر ميرن جا بنگلا، ديوان خاص، ميراڻي دربار، نوڪرن جي رهڻ جون جايون، مسجدون، حرم خانه ۽ ڪُڙهيون ٺهيل هيون، جن جي حالت به خسته ٿي ويئي آهي.

(ب) اُلهندي طرف ڪچي ۾ ٻيو به هڪ ڪچو ڪوٽ ٺهيل هو، جنهن جي سنڀال ۽ مرمت نه ٿيڻ سبب ڪجهه ڊهي ويو آهي ۽ ڪجهه ڪِرندو رهندو آهي.

(٦) ٽنڊو الهيار - ٽنڊي الهيار ۾ هڪ ڪچو قلعو ڳنب مِٽيءَ جي پِٽين سان ٺهيل آهي. هن ۾ اچ وڃ لاءِ آمهون سامهون به دروازا آهن. هن وقت منجهس تعلقي آفيس، پوليس ٿاڻو ۽ ٻيون سرڪاري آفيسون آهن. قلعي جي هڪ دروازي کان سڌو رستو ريلوي اسٽيشن وڃبو ۽ ٻي دروازي کان شاهي بزار شروع ٿئي ٿي جا سڌي اٽڪل ٽن فرلانگن تائين هلي وڃي ٿي.

(٧) امر ڪوٽ (عمر ڪوٽ) - امر ڪوٽ جهونو شهر آهي، اُن کي ڪوٽ به جهوني وقت ۾ ئي ڏنو ويو هو جو راجا امرسنگهه سومري راجپوت سنه ١۵١۵ع ۾ ٺهرايو هو. هنکي مسلمان عمر ڪوٽ چون. قلعي جي مرمت ۽ سنڀال نه ٿيڻ ڪري قلعو ڪِرندو ڊهندو رهندو آهي. اڪبر مغل بادشاه هن شهر ۾ سنه ١۵۴٢ع ۾ ڄائو هو.

(٨) ڪراچي - ڪراچي شهر ۾ سنه ١٧٢٩ع ۾ سيٺ ناؤنمل جي ڏاڏي سيٺ ڀوجومل بچاءَ لاءِ هڪ ڪوٽ ٺهرايو، جنهن کي ڪاٺ ۽ مٽيءَ جي عالم پناه ڏيارائين. قلعي جي اندر واري ايراضي ٦٠-٧٠ جريب هئي. قلعي تي مسقطي توفون رکائي ڇڏيائين. اندر دڪان ۽ سندن رهڻ لاءِ جايون هيون. هن ڪوٽ کي ٻه دروازا هئا. هڪ اُلهندي طرف سمنڊ جي پاسي هو جو کارو در سڏبو هو. ٻيو اُتر پاسي اوير طرف لياريءَ نديءَ جي پاسي هو، جنهن کي مٺو در ڪوٺيو ويندو هو.

(٩) سيوهڻ - سيوهڻ شهر جي چوڌاري قلعو هو جو اٽڪل ۴-۵ ميلن تائين ڦٽل هو، هنکي ١٢ دروازا هئا. ٻارهن ئي دروازن رستي ڏيساورن سان واپار هلندو هو. هي سنڌو نديءَ جو بندر به هو. هت نِير جو واپار جام هلندو هو.

(١٠) ديبل - ديبل جو قلعو به مشهور هو.

## ۴- جايون جڳهيون ۽ اڏاوت

سنڌ ۾ جايون ڪشاديون ٺهرائيندا هئا ۽ هرهڪ گهر ۾ کُليو ايوان ڇڏيندا هئا. اڏائڻ مهل اِهو خيال رکندا هئا ته جڳهه جي ڪمرن يا صفحي جا دروازا ڏکڻ ۽ اولهه طرف جي سامهون هجن، جيئن اونهاري ۾ اندر هوا اچي ۽ سياري ۾ اُتر جي ٿڌي هوا نه اچي. اهڙيءَ طرح اونهاري ۾ گرمي گهٽ لڳي ۽ سياري ۾ سيءُ گهٽ پوي. ڪي وري پِٽين ۾ روشن دان يعني وينٽيليٽر رکندا هئا، اُنهن کي ڪاٺ جي فريمن ۾ شيشا فِٽ ڪرائي درين وانگي ڍڪي رکندا هئا. اُنهن ۾ ڏوري ٻڌندا هئا، جنهن وسيلي روشن دان کولي ۽ بند ڪري سگهبا هئا. ڪن ڪمرن ۾ دريون به رکائيندا

هئا، جن ۾ لوه جون سيخون هٽائي ڇڏيندا هئا ۽ ڪاٺ جا در به چڙهائي ڇڏيندا هئا ته ضرورت انوسار اُنهن کي کولي ۽ بند ڪري سگهجي. صفحي يا ڪوٺين جي ڇتين ۾ بادگير يعني مَنگهه به رکائيندا هئا، جيئن اُنهن مان اندر هوا اچي. اصل ۾ گهٽو ڪري در هڪ طاقا لڳارائيندا هئا پر پوءِ به طاقا شروع ٿيا. اِئين ٻئي نمونا چالو هئا. سنڌ ۾ جايون هيٺين ستن قسمن جون نهيل هونديون هيون:

(۱) گنب مِٽيءَ جون جايون- آڳاٽي زماني ۾ اوڏن کان گنب مٽيءَ جون پٽيون ڏياري مٿانس ڪاٺ جوُ ڪامُون ۽ داسا رکي گهڙيل پٽيون يا ڪايا رکي ڪوکن سان فِٽ ڪري مٿس تڏا يا ٽُوٽا وجهِي اُن تي پنجوُ وجهِي مٽيءَ جي گاري سان ليپو ڏياريندا هئا. مينهن جي پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ نِڪر جا نارا پٽين جي ڪناري رکائيندا هئا ته کُڏن جو سڄو پاڻِي نارن جي رستي وَهِي بازار يا گهٽين ۾ پوي. ڪجھ وقت ڪانپوءِ کي لوه جا نارا رکائيندا هئا. وڏي صفحي (هال) ۾ ڊگهي ڪام سبب وچ ۾ هڪ ڪاٺ جو ٿنڀ ٽيڪ طور ڏياريندا هئا. ٿنڀ جي هيٺان هڪ پٿر جو ٿنڀ به ٽي فوٽ اوچو زمين تي رکِي اُن تي ڪاٺ جو ٿنڀ رکندا هئا. صفحن ۾ ڪوٺيون به نهرائيندا هئا. رڌڻو، سنان لاءِ اڻ اڏيل ڪوٺِي به جوڙائيندا هئا. جاءِ ضرور لاءِ ايوان جي پنئين حصي ۾ پِٽ يا لوڙهي سان پناه ڏياريندا هئا. ڪي ڪاڪوس پِٽيون ڏياري نهرائيندا هئا. گهر اندر هڪ وڏو آڳنڊ کُليو ڇڏيندا هئا، اُن ۾ وِهڻ ۽ اونهاري ۾ سُمهڻ لاءِ ننڍِي اوچائيءَ وارو ٿلهو به نهرائيندا هئا. ننڍن ڳوٺن ۽ ٻهراڙين ۾ گهرن جي اڳئين ڀاڱي ۾ دڪان هوندا هئا. ڪي ورِي وِهڻ لاءِ اوطاقون رکندا هئا، جتي ڇِلم تيار ڪري ڇڏيندا هئا ته آيو-ويو اچِي چِلم ڇِڪي وڃي. دڪان يا گهر جي اڳيان هڪ ٿلهو جوڙائيندا هئا ۽ اونهاري ۾ ٿلهي تي ٽِپڙ وِڇائي چِلم رکي ڇڏيندا هئا. اوڙي پاڙيَ وارا رات جِي روٽِي کائِي اچِي وِهندا هئا، جتي چِلم به وِيٺا ڇِڪيندا هئا ۽ ڪچهرِي به ويٺا ڪندا هئا. ٿلهي ۽ گهر ۾ پٽن کي چيڪٽِي مٽيءَ جو ليپو ڏيئي ڇڏيندا هئا. ليپو هر سومروار ۽ ڏڻ وار تي ڏيندا هئا ته صاف سُٿرا رهن. وڏن شهرن ۾ دڪان ۽ گهر الڳ الڳ هوندا هئا. هٽن جي درن کي ڪاٺ جا اٺ طاقا انجيسن سان جڙيل در چاڙهائيندا هئا.

(۲) ڪچين سِرن جون جايون- ڪُجھ سمي کان پوءِ گنب جي پِٽين بدران ڪچين سِرن جون پِٽيون ڏيئي پوءِ ساڳيءَ مٿئينءَ طرح اڏاوت ڪري جايون جوڙيندا هئا.

(۳) پڪين سِرن جون جڳهيون- اڳتي هلي ماڻهن پڪين سِرن جون پِٽيون ڪٽائي مٿئين نموني اڏاوت ڪرائِي. ڪي ورِي پَٽ تي چورس سِرن يعني چونڪن سان فرش نهرائيندا هئا ۽ پڪين سِرن جي پِٽين کي ڳوڻ مٽيءَ جو ليپ ڏياري پالش ڪرائيندا هئا ته پِٽيون لسيون ۽ چمڪندڙ ٿينديون هيون. اهڙين پِٽين ۾ ٻُخارا رکائيندا هئا، جن مان ٿڌِي هوا ايندِي هئي. ڪي ورِي اهڙين پِٽين تي گاربر ۽ ٽيئر رکائي پڪين سِرن جي چونڪن سان ڇِت نهرائيندا هئا، پوءِ کُڏمٿئين نموني لنبائي ڇڏيندا هئا.



(۴) ٽيڪي جون جايون- جتي اُڏوهِي نه هوندِي هئي، اُتي پِٽيون ڪاٺ جون تيار ڪرائيندا هئا يعني وِٽين جي مفاصلي تي داسا اُيا ڪوڙائي اُنهن تي پٽيون رکائي ڪوڪا هٽائي فِٽ ڪندا هئا. پوءِ اُنهن جا خال مٽيءَ سان ڀري ليپو ڏيئي ڇڏيندا هئا. پِٽيون تيار ٿيڻ بعد ڇِتيون گنب مٽيءَ جي پٽين تي اڏاوت موجب تيار ڪرائيندا هئا. هي جايون گهٽو ڪري پهاڙِي ايراضيءَ وارن هنڌن تي نهنديون هيون جو اُتي اُڏوهيءَ جو نالو به ڪونه هو. اهڙا شهر ۽ ڳوٺ هئا: جهرڪ، سونڊا، جهمپير، جنگشاهي، ٺٽو وغيره.

(۵) گڏيل سامان جون جڙيل جايون- پِٽيون گنب مٽيءَ يا ڪچين سِرن يا پڪين سِرن جون ناهي اُنهن جي مٿان لوه جا گاربر ۽ ٽيئرن سان ڇِتيون جوڙائيندا هئا. ڪي ڪامون ۽ داسا رکِي ڇِتيون ٺٽائيندا هئا. مطلب گڏ وچڙ اڏاوت جو سلسلو هو.

(٦) پڪيون پٿر جون جايون- وڏن شهرن ۾ پِٽيون پٿرن سان چُٽائي نهرائيندا هئا، پوءِ پٿرن جي چُٽائيءَ ۾ گارو ڪم آڻيندا هئا، ڪي سيمينٽ ڪم آڻيندا هئا. پِٽيون سيمينٽ سان اندر لنبايون وينديون هيون ۽ ٻاهران درزوُن ڀرائيندا هئا. ڇِت آر.سِي.سِي. (RCC) جي لڳائِي وينديِ هئي يعني پِٽين تي لوه جا گاربر رکِي اُنهن جي مٿان سيخون - سَريئا ڪراسنگ سان لڳائِي ڪڪرِي ۽ سيمينٽ سان ڀرائي پوءِ چڱيءَ طرح ڪُٽائي ڪري سيمينٽ سان کُڏ لِنبائي ڇڏيندا هئا. پوءِ اُنهن تي ڪي ڏينهن پاڻِي ڇِٽڪاريو ويندو هو ته سيمينٽ پڪو ٿِي جمِي وڃي. اهڙين RCC جي ڇِتين تي اڏاوت ڪري به ماڙ تي ماڙ بلڪ چو ماڙ به نهرائيندا هئا. هيءُ جايون سرندل آدمِي ئي جوڙائيندا هئا.

(۷) جهوپڙيون، پوُنگا ۽ چونرا- ٻهراڙين ۾ ٻنين تي رهندڙ ڪچا گهر ۽ جهوپڙيون نهرائي رهندا هئا، ڪولهِي وغيره ورِي پوُنگا ۽ چونرا ناهي اُنهن ۾ رهندا هئا.

(الف) ڪچيون جايون- هارِي ماڻهو ٻنين تي گنب مٽيءَ جون پِٽيون ڏيئي ڪمرا ناهي مٿان ونئڻ جي ڪاٺين وغيره جو ڪاٺ جي لَڙهن تي رکِي ڪچو ڇِنو ناهيندا هئا. ڪي لَڙهن مٿان ڪايا رکِي ڪک ڪانا وجهِي ناهي لِنبي ڇڏيندا هئا. پوءِ اُنهن ڪمرن جي اڳيان پنيان ڇگو پَٽ ڇڏي لوڙها ڏيئي ڇڏيندا هئا جو ٻاهرين پناه جو ڪم ڏيندا هئا. ڪي ورِي پڪا يا ٽوُٽا ڇِتين تي وجهِي چڱيءَ طرح لِتبائيندا هئا، جيئن برسات جو پاڻِي ٽِمِي نه اچِي.

(ب) لانڍيون يا جهوُپڙيون- ڪي هارِي مٽيءَ جون پِٽيون يا ونئڻن جي ڪاٺين جون پَترون ڏيئي آمهون سامهون پِٽين جي وچ ۾ مٽي پِٽ اوچِي ڪري ڪنڌائتي طرح ڪندا هئا. پوءِ اُن تي هڪ ڊگهو لڙهو رکِي پاسن کان سنها لڙها ڏيئي مٿان ٽوُٽا يا ونئڻائيون وجهي ڇڏيندا هئا ۽ پاسا لاهيءَ تي يعني سِلوپ تي ٿِي ٻڌندا، جيئن مينهن پوي ته پاڻِي وَهِي هليو وڃي. تنهن هوندي به ڪِن ڪِن ڇِتين مان پاڻِي ٽِمندو هو. اِنڪري چوٽِي آهي ته ”مينهن پوي به ڦهر، ڇِنو ٽِمي ڇهه ڦهر.“ مٿئين وانگر لوڙها ڏيندا هئا.

**(ث) پوُنگا يا چؤنرا-** ڪولهي وغيره پٽ تي ونڌڻ جي ڪاٺين جون پٽرون ٺاهي اُنهن کي گول چڪر ۾ اُڀي پِٽ ٺاهيندا هئا. پوءِ ونڌڻانين جا مٿا نمائي قبي جي شڪل ۾ ملائيندا هئا. واڻ جي نوڙيءَ سان ٻڌندا هئا. هيٺ ڪمري جو پٽ ٻه گول چڪر ۾ تہ ڇت ٻہ گول گنبذ وانگر ٿيندي هئي. پوءِ ڪي وري اندران چيٽي مٽيءَ يا گاري سان هيٺ پِٽ لِنبي ٻہ ڇڏيندا هئا. گنبذ هئڻ سبب مينهن جو پاڻي پوڻ سان وهي هليو ويندو هو ۽ اندر چؤنري ۾ ڪونہ ايندو هو. هرهڪ ڪٽنب جو چؤنرو الڳ ٺاهيندا هئا. پوءِ اهڙن ٥-٧ يا ٨-١٠ پوُنگن کي چوطرف هڪ ڪَنڊن جي واڙ يا لوڙهو ڏيئي ڇڏيندا هئا. اِها اُنهن جي پناه هئي.

**(٨) ڏيڍيون-** جن گهرن جي اڳيان دڪان نہ نهيل هوندا هئا تہ اُنهن گهرن جي دروازن وٽ ٻاهرئين يا اندرئين پاسي ڏيڍيون نهرائيندا هئا، جيئن اچڻ وڃڻ وارو ٻاهريون دروازو کُليل ٻہ هجي تہ ٻاهرئين لنگهندڙ جي گهر اندر نظر نہ پوي. دروازي وٽ ٻن پاسن کان مڙس جيڏي پِٽ ڏياريندا هئا ۽ ٽيون پاسو اچ وڃ لاءِ کُليو رکندا هئا. انگريزن جي زماني ۾ ترقي ڪري ٻاهرئين دروازي کي اڌ دروازي تائين ڪاٺ جي فريم ۾ ٽين جي چادر لڳائي ۽ اُن ۾ اسپرينگ لڳائي ڇڏيندا هئا، پوءِ دروازي کي اِنجيسن سان فِٽ ڪري ڇڏيندا هئا. اچڻ وارو يا وڃڻ وارو اُن ڏيڍي کي ڌِڪو ڏيئي لنگهي ويندو، پوءِ اُها ڦڙدي اِسپرنگ جي زور تي خود ٻہ خود بند ٿي ويندي ۽ ٻاهرئين نظر نہ پوندي.

**(٩) ٿلها-** ڳوٺن ۽ ٻهراڙين ۾ دڪان يا گهرن جي اڳيان وڏا ٿلها اٽڪل ڏيڍ ٻہ فوٽ ڪن اوچا نهرائيندا هئا. اونهاري شام جو ٿلهن تي ٽپڙو وِڇائي ۽ هڪ بلغار چِلم تيار ڪري رکي ڇڏيندا هئا. اُن تي گهر وارا مَرد ۽ اوڙي پاڙي جا مَرد اچي وِهندا هئا. چِلم ٻہ وٺا ڇِڪيندا هئا ۽ ڪچهري ٻہ پيا ڪندا هئا. سياري ۾ وري صبوح جو اِٿين ڪندا هئا. اُس ۾ پاڻ ٻہ وٺا سيڪيندا، چِلم ٻہ ڇِڪيندا ۽ ڪچهري ٻہ ڪندا. پر وڏن شهرن ۾ اهڙن ٿلهن ٺاهڻ جي گنجائش ڪانہ هئي.





:: باب پنجون ::

# آبهوا، وڻڪار ۽ پئدائش

سنڌ جي سر زمين پارس پيدا ڪيا آهن، جن لکين لوهہ سَچي سون ڪري ڇڏيا.

**١. آبهوا ۽ موسمون-** اونهاري ۾ هوا ڏکڻ ۽ اُلهندي جي لڳندي آهي. چاليهي ۾ گرم هوا يعني لُک يا لوُه لڳندي هئي. ٻاهر نڪرڻ سان چمڙي پيئي سڙندي هئي. ان بعد ٿيندو آگم، جو هوا صفا ٻيهي ويندي هئي ۽ تمام گهٽي گرمي محسوس ٿيندي هئي. پوءِ ٿيندي برسات شروع ڪڪر پيا گجگوڙ ڪندا ۽ کِنوڻ پيئي چمڪات ڪيندي. مينهن پوڻ سان جهر جهنگ پاڻي ٿي ويندو هو. پوکون سايون، ڍنڍون ڍورا ۽ ڪڏون پاڻيءَ سان ڀرجي وينديون هيون. ماڻهو مال ۽ پکي پکڻ سڀ خوش. ڪڏهن ڪڏهن لڳندي جهڪ ۽ طوفان. طوفان ۾ ٿيندا هئا واچوُڙا، ڪڏهن تہ طوفان سان گڏ زوردار برسات ٻہ پوندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن برسات ۾ ڳڙا ٻہ ڪرندا هئا. انهيءَ بعد ايندي سرءَ جي مُند. ان ۾ ڦرندڙ گهرندڙ هوا لڳندي هئي. ڪڏهن ٿڌي تہ ڪڏهن گرم، اُن ڪري بيماري ڦهلڻ جو امڪان رهندو هو. خاص ڪري موسمي تپ يعني مليريا ٿيندي هئي. پوءِ ايندو سيارو. هن موسم ۾ هوا اُتر ۽ اوڀر کان لڳندي هئي. ان ۾ سيءُ گهڻو پوندو هو جو هوا تمام ٿڌي لڳندي هئي. پوه ۽ مانگهہ ۾ وري بادل نڪرندا. ٿوري گهٽي برسات ٻہ پوندي هئي ۽ ٿڌ وڌي ويندي هئي. ان ڪري چوڻي هئي تہ **"مانگهہ جون رُهيوُن، ڌُٻن ڌراڙن جون ڳيوُن."** پوءِ ايندي رُت بسنت يعني بهار جي موسم. ان ۾ هوا فرحتي لڳندي هئي نہ سرد نہ گرم پر موافق هئي ۽ بدن کي پيئي وَڻندي هئي. البت مُند جي شروعات ۾ ڦڳڻ مهني ۾ رات جو ٿورو سياندڙو پوندو هو. موسمن جي ڦير گهير ڪري هوا ٻہ بدل سَدل ٿيندي هئي جا بيماريءَ جو ڪارڻ بڻجندي هئي. ان لاءِ چوڻي هئي تہ:- **"ڦڳڻ ڦلهيارو ڏينهان اونهارو راتيان سيارو."**

وري ٻي چوڻي آهي تہ:- **"ڦڳڻ ۾ سَوڙ ڪڏي ٻاهر سمهجي، ٻڌي ۾ وِڇٽي ڪڏي اندر سمهجي."**

**٢. وڻراه ۽ ساوَڪ-** سڄي سنڌ ۾ سدائين پهاڙي ۽ واريا سي پٽن کان سواءِ ساوڪ لڳي پيئي هوندي هئي. ساري زمين مئذاني ۽ چيڪيءَ مٽيءَ واري هئي. سکر بئريج جي نڪرڻ بعد سنڌو نديءَ جو پاڻي واهن جي ذريعي گهڻو ڪري جت ڪٿ پهچندو هو ۽ سال ۾ ٣ فصل ٿيندا هئا:- (١) خريف (٢) ربيع (٣) آڏائون. جنهن ۾ واري تي سڄي زمين تي پوک ٿيندي رهندي هئي. اَن، ميوا، ڀاڄيون، ونئڻ، گاه ۽ ٻوٽيون پوکيون وينديون هيون. ڪا پئدائش مينهن پوڻ ڪري خود ٻہ خود ٿيندي هئي. جهر جهنگ سبز ۽ سائو لڳو پيو هوندو هو ۽ جيڏانهن نظر ڪڏي ڦيراءِ تيڏانهن هرا ڀرا نظارا ڏسي دل کي راحت پيئي ايندي هئي. موسوم انوسار اَن، ميوا ۽ ڀاڄيون پوک ۾ بدلبيون رهنديون هيون. فقط اوپر طرف واريءَ جا دڙا، اولهہ طرف جابلو ايراضي ۽ ڏکڻ ۾ ڪُڇ ڪَلراٺي زمين ڪري اُتي پوک ڪانہ پوکي ويندي هئي. پر برسات تي ڪٿ ڪٿ کي گاهہ ۽ ڪي ٻوٽيون اُپري پونديون هيون. سڄو تفصيلوار ذڪر هيٺ ڪجي ٿو.

وڻ- وڻن مان به اسانکي سکيا ملي سگهي ٿي. پارسيءَ ۾ بيت آهي ته:-

''برگ سبز درختان در نظر هوشيار - هر ورق دفتريست معرفت کردگار.''

مطلب ته ساوَن وڻن جا پن دانشمندن جي نظر ۾ ايشور جي سڃاڻپ لاءِ هر پن ڪتاب جو ڪم ڏيئي سگهي ٿو.

**٣. وڻن جا قسم ۽ نالا** - وڻ ٻن قسمن جا ٿيندا آهن. هڪ ڊگها ۽ ڇايادار، ٻيا ننڍا جهاڙيدار.

**(الف) ڊگها ۽ ڇايادار وڻ** - نِم ڪڙي، نم مِٺي، نِم ٻڪاڻ، ٻٻر ديسي، ٻٻر ولائتي، ٽالي (شيشم)، سِرنهن، آسري لئو، مَهوُ، سَنيالوُ، پپر، ٻڙ، ڪچنال، ڪَويت، املتاس، ڪيسوُڦل، گدامرِي، ڪَندو، گيدوڙي، آنولا، ليار، ڄار.

**(ب) جهاڙيدار ننڍا وڻ** - هيرڻ، جهلُ، ڪاهوُ، بانس، ديوِي، اڪ، اڪڙِي، ٿوهر، نانگ ڦڻ، لاٽوُ، ڪَندِ، ڪِنڙو، تلسِي (سفيد ۽ ڪارِي يعني شام) نازبوءِ، ڪِپ، ڪَلِ، ڊڀ، بانس، ميندي، ليون، سڄاتو، سڻي.

**(ت) فصلي ۽ پئدائشي وڻ** - ونئڻ سنڌي، ونئڻ آمريڪي، تماڪ، نير، ڄانٻو، سِرنهه، توريو.

**٤. اناجي وڻ** - ٻاجهري (ٻاجهر)، جوئر (اڇي ۽ ڳاڙهي)، ڪڻڪ (اڇي ۽ ڳاڙهي) ڪَڻو، ڄَوَ، مڪائي (سنڌي ۽ ڪاڇڻ) تر (اڇا ۽ ڪارا)، سائون، چانور (اڇا ۽ ڳاڙها) پوک سارين جي ٿيندِي، انکي ڇڙبو ته اندران چانور نڪرندا. سوُجي، ڪِرنگهه.

**٥. دالين وارا وڻ** - مَٽر، مُنگ، چڻا، مَسوُر، ٿوُهر، چونئرا، مانهن، موٺ.

**٦. ميويدار وڻ - (الف) ڊگها وڻ** - انب، ڄمون، ليار، ڪيرول، ٻير ننڍا، ٻير وڏا صوُفي، صوُف (ننڍا ۽ وڏا)، ناسپاتي، نارنگِي، موسمي، گريپ فروٽ، مالٽا، ڪاٺ گدرو (پپيهو)، توُت، شهتوُت، گيدوڙي، (ننڍا ۽ وڏا گيدوڙا) لالڙيون، ناريل، ڪجي (ڏونڪا، ڇهارا ۽ اَڏڙ)، ڪندو (ڦرُ سنگريون)، ڄار (ڦر پيرون)، ڪبڙ (ڦر پيرون) آنولا (آنوِرا).

**(ب) جهاڙيدار ميوي جا وڻ** - زيتون، ڏاڙهون، انجير، ڦاروان (مِٺا ۽ ڪٺا)، چاپرو ٻير (ڳاڙها ۽ ننڍا) ڇَڪوُن، ڳاڱيون، ڪِرڙ (هن ۾ ڏونئرا، پڪا ۽ پُسي نڪري)، ڪيلو، ڪمند، سيتاڦل، چاپرو ٻير.

**٧. ڀاڄين وارا وڻ - (الف) ڊگها وڻ** - سُوانجڙو (گل ۽ سڱيون)، وڏ گيدوڙي.

**(ب) ڀاڄين جا ننڍا جهاڙيدار وڻ** - پالڪ (سنڌي ۽ انگريزي)، لوٽڪ، مَريڙو ميٿي، واڱڻ، ڪاريلا، ڪاٺ توريون (پينديون)، گوار، گل گوبي، پن گوبي، ڀِلي، ڏونئرا ۽ پُسي (ڪرڙ ۾) سوُرڻ، ڪچالوُ.

**(ت) مَنهن تي ٿيندڙ ڀاڄيون** - توُريوُن ۽ ڪدوُ.

**٨. ڀاڄين لاءِ مصالح** - مِٺي نم، گدامري، ٽماٽا، ڪوتمير (ڏاٽا ساوا)، ڦوُدنو، مرچ (ساوا ۽ ڳاڙها)، سُئا، جيرو، اَهر، وڏف، ليمون، هيڊ، اَدرڪ.

**٩. مَنهن تي ميوا ۽ ڀاڄيون** - ڪشمش، ڊاک، سنڌي توُريوُن، ڪَدوُ.

**١٠. ولين ۾ ميوا ۽ ڀاڄيون** - ڇانهيون (هنداڻا)، گدرا، ونگا، بادرنگ، سَردا، ريبڙيون، ڇيڙ (مِتيرا)، ميها.



**١١. زمين ۾ اَندر ڦل ۽ ڀاڄيون ۽ ٻاهر پن** - پِٽائي گجرون، لاهوري گجرون، ڪاڇا (ٻوهي مُڱ)، بيٽ، نول ڪول، پٽاٽا، ڪچالوُ، موُريوُن، بصر، ٿوُم، هئڊ، ادرڪ.

**١٢. زمين مان ڦاٽي نڪرندڙ ڀاڄيون** - کُنڀ، کُنڀيون، ڍِنگريوُن، پوُن ڦوڙ.

**١٣. پاڻيءَ ۾ ميوا ۽ ڀاڄيون - (الف) مٿي پاڻيءَ جي سطح تي** - پابوڙا، ڪُم، ڪوُٽيون، سنگهاڙا، پُڻ (جنهن مان ٻوُراني نهنديِ آهي.)

(ب) پاڻيءَ جي تري ۾ زمين ۾ - لوڙه، لوڙهيوُن، ٻهه.

**١٤. وڻ تي چڙهندڙ وليون** - گولاڙو، ناڙو، ٻي پاڙِي.

**١٥. گاهه** - ڪانا (ٻاجهر، جوئر ۽ مڪائيءَ جا) ٻوُه (ڪڻڪ جو) ٿُهه (سارين جا) پَلال، لوسڻ، ٻرسيم، چٻر، ڪيهه، ڪَل، برٽ، سرٽ، مڪٽي، مانڊٽي، پُرٽ، ڪالوُرو، ڪانهي.

**١٦. متفرقا وڻ** - سِڻي، سِڄادو، هرمڙو، مڃٽ، ميندي، پُسِت (ڏوڏا ۽ ڪڻ)، پينگ، ڪِرانجهه، مُڃ.

**١٧. گل** - گلاب (هلڪو گلابي، گهرو گلابي، اَڇو، پيلو، سائو وغيره) موتيو، ٽانگر، گل مريم، مُگرو، چنبيلِي، رابيلِي، سورج مُکِي، ڪنٽهار، ڪنول، گيندو، دائودِي، نرگس، سوسن، گل خيرو، گل اشرفِي، گل اشفان، گل بادشاه پسند، گل شاداب، جيمس مِن، گل زنگِي (اَڇن، پيلن ۽ گلابِي گلن وارو) گل رتن، گل عباسِي، گل اشوڪ، گل ڪُنير، گل ڪيتڪي، رات جي راڻِي، هار سينگار.

**١٨. ٻوٽيون** - منديري، آڏيري ننڍِي (اَڇن ۽ بلوُ گلن وارِي). نوٽ: اَڇن گلن وارِي مَحوسِي ڪم آٽيندا آهن ۽ اها اِتفاق سان ملنديِ آهي)، آڏيري وڏي (لوط يا ستياناسي)، ڪانديرو، ڊاماهو، ڪرسڻ، ڪوتڪ، ٻُڪن، پُرت، اُبت ڪندڙي، ڏنگڻِي، واهو، لُلُر، ٻوُه، تُوه، دوُدِي، ايريال (ڪنوار ٻوٽي سڇي ۽ ڪوڙي)، ڏنار ڪٽوري، سسئي جو پٽر، سينٽر، گوُندِي، ڏاتوُرو (چريو)، پَٽر، جمال گهوٽو، شرم ٻوٽي (لاجونتِي)، گوماندر، اسپنگر، آهيڙا، ٻاهيڙا، هريڙون، اِنجڻيون، پنير، سَنا، جهنگلِي بصر، ڊڀ.

نوٽ- مٿين ٻوٽين کان سواءِ ننگرپارڪر، (ٿر) ۾ ڪارونجهار پهاڙ ۽ لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن جي اولهه وارن پهاڙن هالار، کيرٿر ۽ پب جبل تي جهرڪن ۽ سوندن جي ٽڪرن ۾ ڪئين قسمن جون ٻوٽيون ٿينديون آهن. تنهن کان سواءِ جهوناڳڙه جي گربيلي ۾ ته ڪئين قسمن جون ٻوٽيون ٿين ٿيون. گهڻو ڪري اُنهن کي سنياسِي سُڃاڻن ٿا.

**١٩. زمين جا قسم** - زمين جا ٻارهان قسم آهن، جي وچوُروار هيٺ ڄاڻائجن ٿا-

(١) چيڪي مٽيءَ وارِي زمينِ- مئداني ڀاڱن ۾ چيڪيءَ مٽيءَ وارِي زمين آهي، جا پوک لائق تمام ڀلي زمين آهي ۽ زرخيز آهي. ٿورن ٽڪرن کان سواءِ گهڻو ڪري سڄي سنڌ ۾ اهڙي زمين آهي.

(٢) ڪلراٺي زمين- هيءَ ڪلراٺي زمين ڪارِي لوڻ وارِي زمين آهي. هيءَ زمين حيدرآباد ضلع جي لاڙ جي ڏاکڻي حصي ۾ تعلقي ٽنڊي الهيار جي ڏکڻ اولهه وارِي ڀاڱي ۾ ٿرپارڪر، لکپت

۽ ڪڇ جي رڻ ۾ آهي. هن زمين کي آباديءَ جي لائق بنائڻ لاءِ گوار پوکي هر ڏيئي زمين ۾ گاڏيندا آهن ۽ ٻيو ڀاڻ ملائيندا آهن.

**(۳) وارياسي زمين-** هن زمين ۾ رڳو واريءَ جا دڙا هوندا آهن. هيءَ زمين خيرپور رياست، نواب شاه ضلع، ضلع سانگهڙ ۽ ٿرپارڪر جي اوڀر وارن پاسن ۾ آهي. ٿوري تعلقي ماتلي ۽ ٽنڊي محمد خان جي ريل جي پٽي سان لاڳيتي آهي. هن ۾ گهٽو ڪري پوک ڪانہ ٿي سگهندي آهي. راجاوير پرسان پسگردائي ۾ وارياسي زمين چڱي ٿي آهي.

**(۴) ٽاڪرو زمين-** هيءَ پهاڙي زمين ڪوهستان، ملن ڪاتيارن شهر جي ويجهو ٻڌڪن ٽڪرن، جهرڪ، سونڊا، جنگشاهي ۽ جهپير شهرن جي پسگردائين ۾ آهي. ٻي روهڙي خيرپور جي وچ ۾ آهي. هن زمين تي نالي خاطر ڪا آبادي ٿيندي آهي. باقي حيدرآباد جي پرسان گنجي ٽڪر تي پوک ڪانہ ٿيندي آهي.

**(۵) زرعي ۽ سڪني زمين-** جيڪا زمين پوک جي ڪم اچي، تنهنکي زرعي ۽ جيڪا ڳوٺن ۽ گهرن جي اڏاوت هيٺ اچي، ان کي سِڪني چون ٿا.

**(۶) زرعي قبولي ۽ ناقبولي زمين-** جيڪا زمين زميندارن جي زر خريد آهي ۽ اُن جا مالڪ آهن، اُن کي قبولي ۽ جيڪا سرڪاري زمين آهي سا ناقبولي سڏبي آهي. جيڪڏهن ناقبولي سرڪار کان ڪو خريد ڪري تہ پوءِ اُها ڦري قبولي ٿيندي آهي.

**(۷) نوبتي زمين-** زرعي قبولي زمين ڪو زميندار اُن تي لاڳيتي ٽي سال آبادي نہ ڪندو هو تہ اُها زمين نوبت هيٺ اچي ويندي آهي يعني اُها سرڪاري زمين ٿي ويندي آهي. مطلب تہ قبوليءَ مان نا قبولي زمين ٿي ويندي هئي. اڳي ڪيتريءَ زمين کي واهن جو پاڻي پهچي ڪونہ سگهندو هو ۽ اهڙيون زمينون برسات جي پاڻيءَ تي آباد ٿينديون هيون. پر جي اُتي ۳ سال لاڳيتي برسات نہ پيئي ۽ پوک نہ ٿي تہ اُها زمين نوبت هيٺ اچي ويندي هئي. ۱۹۳۲ع ۾ سکر بئريج جي چالو ٿيڻ بعد سڀ ڪنهن هنڌ واهن جو پاڻي پهچي ٿو ۽ پوک ٿئي ٿي. تنهن ڪري نوبت واري ڳالهہ پٺيءَ تان ئي ميسارجي ويئي.

**(۸) ڏٻڻ-** درياءَ جي ڪنارن سان جڏهن مٽي ٿوري ۽ پاڻي گهڻو گڏيل هوندو آهي تہ زمين نيم پوري ٿي پوندي آهي، اُنکي ڏٻڻ چئبو آهي. اُتي جيڪڏهن ڪو ماڻهو يا ڍور يا ٻيو ڪو جانور ويندو تہ ڏٻڻ ۾ گپي پوندو. جيتري ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪندو، اوترو ئي هيٺ زمين ۾ هليو ويندو. ڏٻڻ مان اٽڪل سان ئي نڪري سگهبو آهي. اڪيلو ماڻهو هجي تہ اُتي سمهي پوي. ڍيري ڍيري پير ڇڏائي ڏٻڻ مان ڪڍي پوءِ پيٽ پر سُرندو نڪري اچي. جي ٻيو ماڻهو بہ اُتي حاضر هجي تہ ليون پٽي يا ڪانا يا گاه ڪٽي زمين تي گتل ماڻهوءَ اڳيان اُڇلائي پڪيڙي پوءِ اُن تي چڙهي گتل ماڻهوءَ کي ڇڪي تہ نڪري ايندو. ساڳيءَ طرح گتل جانور يا ڍور اڳيان بہ ليون يا ڪانا يا گاهہ رکي اُن کي نوڙيءَ سان ٻڌن، پوءِ اُن نوڙيءَ کي گهڻا ماڻهو گڏجي ڇڪين تہ ڍور نڪري ايندو.



ٻيءَ حالت ۾ جيترو جانور ڦٿڪندو ۽ ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪندو، اوترو اندر زمين ۾ هيٺ هليو ويندو ۽ دٻجي مري ويندو.

**(۹) درياخوردي، درياٻُردي زمين-** آبڪلاني موسم ۾ درياءَ جي ڪپن واري زمين تي درياءَ اُڇل کائي اُنکي ٻوڙي ڇڏي ۽ درياءَ جي پيٽ ۾ هلي وڃي، اُن کي درياءَ خوردي زمين چئبو آهي. جنهن بدلا زمين کي درياءُ ڇڏي وڃي ۽ اُتي پاڻي نہ رهي تہ اُنکي درياءَ ٻُردي چئبو.

**(۱۰) آباديءَ لائق زمين جي حالت-** پوک جي لائق زمين ۲،۱۰،۰۰،۰۰۰ ايڪڙ آهي. اُن مان ۳۰،۰۰،۰۰۰ ايڪڙ هندن جي ڇڏيل زمين مهاجرن کي ڏني ويئي آهي ۽ ۶۰،۰۰،۰۰۰ ايڪڙ زمين غير سنڌين جي قبضي ۾ اچي ويئي آهي.

**(۱۱) غيرآباد زمين-** جا زمين پوک جي لائق نہ آهي ۽ ڪابہ شيءِ اُپري نہ سگهي، اُنکي غير آباد زمين چئبو آهي.

**(۱۲) ميرن جي راڄ ۾ واهن تي آبادي واري زمين-** ديسي راڄن ۾ زمين جي غيرآباديءَ جو هڪ وڏو سبب ڪاتين ڪٽڻ جو غلط سرشتو هو. هرهڪ امير کي پنهنجو ضلع هو. جهڙن تهڙن نقشن ۾ واه يا ڪڙيا ڏيڪاريل هوندا هئا. باقي ملڪ جو صورت الحال نظر گهمائي صحيح ڪندا هئا. ڪاتين وقت ڪاردار خرچ جو تخمينو موڪليندا هئا. ٿلهي ليکي پيمائش ڪري ڪاتيءَ جو طول شڪم ۽ ڪتبي ماپ بالمقطعي طور جاچائيندا هئا. حساب روپين ۾، ماپ گزن ۾، حساب لڳائيندا هئا. پوءِ امير حڪم ڪندو. ڪاتي ڪٽندڙ کي ڪجهہ جنس ڪجهہ روڪ ڏيندا هئا. هن سرشتي ڪري آبادگار کي ٽي علمدار ڦريندا هئا. (۱) امير (۲) ڪاردار (۳) امين. مطلب تہ ويچارو آبادگار ڏيل ڀريندي، چيڙ ۽ بيگر ڪندي بہ مزوريءَ جو عيوضو نہ ماڻيندو هو.

## ۲۰. زرعي پيدائش ۽ فصل

**(۱) پوک جو ذريعو-** سنڌ ۾ زرعي زمين ۾ پوک ڪندا هئا. اُها سنڌو نديءَ مان اصل پراڻا واه نڪري وهندا هئا، تن جي پاڻيءَ تي پوک پچندي هئي. پر هي واه ڪن ٿورن ڪانسواءِ فقط آبڪلاني موسم وهندا هئا. پوک چرخي هوندي هئي يعني واهن ۽ ڪڙين تي نار ۽ هرلا چاڙهي پاڻي ڇِڪي ٻنين ۾ ڇڏيندا هئا. موڪ اتفاقي هئي. ٿوري گهڻي آبادي برسات تي ٿيندي هئي. انگريزن جڏهن پراڻا واهہ بند ڪرائي نوان سڌا ۽ سنوان واهہ کوٽائي براج سسٽم چالو ڪئي تہ سنہ ۱۹۳۲ع کان نون واهن جي پاڻيءَ سان آبادي ٿيڻ لڳي ۽ سڄي سنڌ کي واهن جي ذريعي پاڻي پهچايو ويو، جو سڄو سال پاڻي ميسر ٿي ملندو هو. فقط ٿرپارڪر ضلع جو ڏاڪڻو پاسو وانجهيل هو. اُها پوک موڪي هئي، چرخي ڪا نالي خاطر هئي. ڪٿي موڪ مدد چرخي ڪٿي چرخي مدد موڪ هوندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن مينهن اچي مددگار ٿيندو هو. ورهين کان جا زمين ناقبولي هئي يا نوبت هيٺ هئي، سا بہ ماڻهو سرڪار کان قسطن تي خريد ڪري قبولي بڻائي، ڪيتيءَ هيٺ آڻي ڇڏي.

(٢) فصل- سنڌ ۾ ٽي فصل ٿيندا هئا: (١) خريف (ڪتيءَ وارو)، (٢) ربيع (چيٽ وارو)، (٣) آڏائون (بهار جي مُند وارو).

(الف) خريف ۾ پئدائش- خريف جو مکيہ فصل ووناڻ هو، جنهن ۾ ڦُٽيون ٿينديون هيون، جنهن کي انجڻين ۾ ٽاٽي ڪپهہ ۽ ڪڪڙا تيار ڪندا هئا. اهڙيون انجڻيون، ٽنڊي آدم، شهدادپور، ڪنڊو، ٽنڊو ڄام ۽ ميرپور خاص ۾ هيون. ڪپہ جون گِنڙيون ٻڌي احمدآباد ۽ بمبئي موڪليندا هئا ۽ ڪڪڙا سنڌ جي انيڪ شهرن ۾ موڪليندا هئا، جي چوپائي مال کي کارائيندا هئا. ٻيا ٻج جي صورت ۾ پوکيندا هئا. ٻي پوک ٿيندي هئي، ٻاجهري، جوئر (اڇي ۽ ڳاڙهي)، مڪائي، تِر، ميوا خاص ڪري انب، ڀاڄيون جهڙوڪ لوٽڪ، مريڙو، توريون، ڪاٺ توريون (پينديون)، واڱڻ، ڪريلا، گوار، بصر، ميها وغيره. گاهہ جهڙو لوسڻ، ٿيون ٿينديون هيون ساريون جن مان انجڻين جي ذريعي چڙ ڪري چانور اڇا ۽ ڳاڙها ڪڍندا هئا. اُنهن مان ٻيون نهنديون هيون پيهون. سارين جي پوک دادو، لاڙڪاڻو ضلع ۽ حيدرآباد ضلعي جي لاڙ ڊويزن ۽ ٿرپارڪر ضلع جي ڍوري ناري واري پسگردائيءَ ۾ ٿيندي هئي. چوٿون ڪمند، اُهو لاڙ ڊويزن، ڪڏڙي ۽ کپري پاسي جام ٿيندو هو. اُن کي چيچڙن ۾ پيڙهي ڳڙ ۽ مُستي ناهيندا هئا. ڪڏڙي پاسي کنڊ جو ڪارخانو هو، جنهن ۾ ڪمند جي رس مان کنڊ نهندي هئي. پنجون ٿيندا هئا چونئرا، مُڱ، سائون وغيره.

(ب) ربيع ۾ پئدائش- ربيع جو مکيہ فصل سڄي سنڌ ۾ ڪڻڪ جو هو. ٻيا ٿيندا هئا چڻا، مٽر، سَرِنهن، ڄانيو، تُوريو، جَوَ، کهڙو، ميوو. ڀاڄيون جهڙوڪ پالڪ، گوبي (گلن واري ۽ پنن واري)، ميٿي، ٽماٽا، ڪوٿمير، ڦُودنو، ليما، سُوئا، ساوا مرچ، هئڊ، اَدرڪ، سُوانجڙو، بصر، ٿُوم، گاهہ جهڙوڪ لوسڻ، برسيم وغيره.

(ث) آڏائون جي پئدائش- ٻاجهر، جوئر وغيره گهڻو ڪري چوپائي مال لاءِ گاهہ ڪري ڪم آڻيندا هئا. ٻيا ٿيندا هئا گِدرا ۽ ڇانهيون.

(٣) نقشہ- زمين جي قسمن جي ايراضي-

| نمبر | زمين جو قسم | ايراضي چورس ميل |
|---|---|---|
| ١ | لائق آباد زمين | ٣٣٥٣١ |
| ٢ | جبل ۽ ماٿريون | ٥٠٠٠ |
| ٣ | ٻيلن هيٺ زمين | ١٨٠٠ |
| ٤ | ٿر ۽ بر هيٺ زمين | ١٣١٠٠ |
| ٥ | درياهہ ۽ ڍنڍن هيٺ زمين | ١٢٠٠ |
| ٦ | دوابي (ڊيلٽا) سمنڊ پر واري زمين | ١٥٠٠ |
| | ٽوٽل | ٥٧١٣١ |

انهن مان لائق آباد زمين ٢٢١٠٠٠٠ ايڪڙ (ميل ڏيڪاريل) زمين.



(٤) نقشہ- آباد جنسن جي پيداوار جو-

| جريان نمبر | نالو جنس جو | آباد ايراضي ايڪڙن ۾ | پيداوار ٽن | في ايڪڙ پيداوار مڻ | ريمارڪ |
|---|---|---|---|---|---|
| ١ | چانور | ١٧٤٤٨٠٠ | ١٢١٥٠٠٠ | ١٩-٠ | نوٽ هي انگ |
| ٢ | ڪڻڪ | ٢٠٧٦٠٠٠ | ١٢٢٦٠٠٠ | ١٦-٠ | ١٩٧٣-٧٤ع سال جا |
| ٣ | جَوَ | ٤٣٠٠٠ | ٩٠٠٠ | ٥-٧ | آهن. |
| ٤ | جوار | ٤٠٧٠٠٠ | ١٠٨٠٠٠ | ٧-٢ | ١٩٤٦-٤٧ع ۾ ٿورا |
| ٥ | ٻاجهري | ٥٢٦٠٠٠ | ٩٥٠٠٠ | ٥-٠ | گهٽ ٿيندا. |
| ٦ | مڪئي | ٥٤٠٠٠ | ١٢٠٠٠ | ٦-٣ | |
| ٧ | چڻا | ٥٣١٠٠٠ | ١٣٩٠٠٠ | ٧-١ | |
| ٨ | ڄانيو | ٣٤٨٠٠٠ | ٧٥٠٠٠ | ٥-٠ | |
| ٩ | تِرَ | ٣٠٠٠٠ | ٤٠٠٠ | ٣-٩ | |
| ١٠ | ڪمند | ٢٥١٠٠٠ | ٣٧٣٥٠٠٠ | ٤-٤ | |
| ١١ | ڪپہ | ١١٦٧٦٠٠ | ٢٥٦٠٠٠ | ٤-٨ | |
| | ٽوٽل | ١١١٨١٩٠٠ | ٥٨٢٣٠٠٠ | | |

## ٢١. مئدني پئداش

سنڌ ۾ مئدني شيون لوڻ، ميٽ، ميٽوڙي اَڇي ۽ ڳاڙهي ۽ چُن ڪانسواءِ ٻيون شيون ايتري انداز ۾ ڪونہ نڪرنديون هيون. جبلن ۾ اهڙين شين جون کاڻيون ڪونہ هيون. جيڪي شيون نڪرنديون هيون، سي هيٺ ڄاڻائجن ٿيون:-

(١) لوڻ سامونڊي- هيءُ لوڻ سمنڊ جي پاڻيءَ مان نهندو آهي. ڪراچي شهر جي پرسان مارپيوُر ۾ زمين تي ٻاريوُن ناهي، اُهي سمنڊ جي پاڻيءَ سان ڀري ڇڏيندا هئا. جڏهن پاڻي سُڪي ويندو هو تہ باقي ٻارين ۾ لوڻ ڀريو پيو هوندو هو؛ پوءِ اُهو لوڻ ڪڍي وري ٻاريون پاڻيءَ سان ڀري ڇڏيندا هئا. اِئين سلسلو جاري رهندو هو. لوڻ صاف اڇو ڪپہ جهڙو ٿيندو هو جو سڄيءَ سنڌ ۾ موڪليو ويندو هو.

(٢) لوڻ کَلر وارو- هيءُ لوڻ کَلر مان نهندو آهي. حيدرآباد ضلع جي لاڙ ڊويزن ۽ رحمڪي بزار کان پنيور تائين ڪلراٺي زمين تي لوڻ جا تهہ جميا پيا هوندا هئا، اُنهن جي پرسان ڪڇ جي رڻ ۾ بہ لوڻ هوندو هو. جاتي تعلقي ۾ لوڻ جون ڍنڍون هيون، جن مان لوڻ نڪرندو هو. مگر ڪلر مان ايترو لوڻ ڪونہ ناهيندا هئا جو سامونڊي لوڻ سستو ۽ سولائيءَ سان ملي سگهي ٿو تہ ڪلر مان لوڻ ناهڻ لاءِ ماڻهو ايتري تڪليف چو ڪن.

(٣) سينڌو لوڻ- پراچين ڪال ۾ اولهہ پنجاب جو دوآبو سنڌ ساگر جنهن ۾ ڪالا باغ موجود آهي، سو سنڌ جو حصو هو. سو سينڌو لوڻ پهاڙن مان ۽ ڪالا باغ جي لوڻ کاڻين مان نڪرندو هو جو مشهور هو. ”سينڌ“ اکر سنڌوءَ جو اپڀرنش آهي، جنهن مان سينڌو جو ارٿ نڪري ٿو سنڌوءَ جو. شاسترن موجب سينڌو لوڻ پويتر آهي. ورت ڇوڙڻ ۾ بہ هي لوڻ ڪتب ايندو آهي.

(۴) ڦِٽڪي- ڦِٽڪي ڪيرٿر جبل ۽ جهرڪن واري جبل مان نڪرندي هئي، پر اُها هلڪي قسم جي هئي، جنهن ڪري اُن کي خاص وزن نہ مليو.

(۵) سوڍا ڪار- سوڍا ڪار تعلقي جاتيءَ جي ڪن ڍنڍن مان نڪرندي هئي، پر ٿوري انداز ۾ نڪرڻ سبب ايتري ڪمائي ڪانہ ٿي ٿي، تنهنڪري اُن تي ڌيان ڪونہ ڏنو ويو.

(٦) شيشو- شيشو يعني ڪائو اُن لاءِ جنگ شاهي ريلوي اسٽيشن جي طرف هڪ پهاڙن مان هڪ اهڙي قسم جي واري نڪرندي هئي، جنهن کي فئڪٽريءَ ۾ وجهي شيشو ناهيندا هئا. پوءِ اُن مان ڪئين شيون جڙي سگهنديون هيون. ٿوري انداز ۾ واري نڪرڻ ڪري ايتري ڪمائي ڪانہ ٿي ٿي، سو ڌيان ڪونہ ڏنو ويو.

(۷) گندرف- ضلع دادوءَ جي لَڪي تيرٿ ۽ ڪراچيءَ جي ويجهو منگهي پير جي گرم ۽ گندرف وارن چشمن وارن پهاڙن ۾ گندرف آهي. پوءِ اُنهن گرم چشمن جو پاڻي سُڪائي اُن مان گندرف ڪڍندا آهن. مگر اُهو گندرف ٿوري انداز ۾ ئي نهندو هو. هي گندرف سائيري رنگ تي نهندو هو جو دوائن جي ڪم ۾ ايندو هو.

(۸) ڪوئلو- ڪوٽڙيءَ شهر جي ويجهو ميٽنگ ريلوي اسٽيشن وارين ٽڪرين مان دادوُ ضلع جي 'لاکردا وٽ ٽڪرين مان ڪوئلو نڪرندو هو. پر اُهو ڪوئلو هلڪي ڪوالٽيءَ جو هو، تنهنڪري اُتي ئي ڇڏي ڏنو ويو. نڪو اُن ڪوئلي کي ڪڍيو ويو، نڪو ڪا بي ڪوجنا ڪئي ويئي.

(۹) ميٽ ۽ ميٽوُڙي- ميٽ پيلي رنگ تي ٿيندو آهي ۽ وڏن ٽُڪرن ۾ نڪرندو آهي. ميٽوڙي بن قسمن جي ننڍين ٽُڪرين ۾ نڪرندي آهي، هڪ اڇي بي ڳاڙهي. هيءُ ٽيئي شيون حيدرآباد جي گنجي ٽڪر، ننڍي ۽ جهرڪن جي جبلن ۽ روهڙيءَ جي ٽڪرين مان نڪرنديون هيون. ميٽ سنان جي ڪم ايندو آهي. اڇي ميٽوڙي سنان ڪرڻ ۽ ڪپڙن ڌوئڻ جي ڪم ايندي آهي. ڳاڙهي ميٽوڙي پٽين جي پوچيءَ ۽ رڱاوت جي مصالحن ناهڻ ۾ ڪم ايندي آهي. جهرڪن مان تہ ميٽ ۽ ميٽوڙيءَ جون بيڙيون پرجي ڪيترن شهرن ۾ وينديون هيون ۽ ڪن شهرن ۾ اُهي ريل رستي موڪليون وينديون هيون.

(۱۰) اَڇو ڇُن- حيدرآباد جي گنجي ٽڪر مان هڪ قسم جو پٿر نڪرندو آهي، جنهن کي ڪورن ۾ وجهي باهہ ڏيئي پچائيندا آهن تہ اُهو پٿر ڦُلي اَڇو ڇُن نهي پوندو آهي. هي جاين کي پوچي ڏيڻ جي ڪم ايندو آهي، تنهن ڪانسواءِ رڱاوت جي مصالحن ناهڻ ۾ ڪم ايندو آهي ۽ ڪاٺ وارن پان جي پَتن کي بہ لڳائيندا آهن جي ماڻهو ڪائيندا آهن. هتان ڇُن ڪيترن ئي شهرن ۾ موڪليو ويندو آهي.

(۱۱) ڪَنڪري ۽ بَجري- ڪنڪري ۽ بجري بہ جبلن مان نڪرندي آهي.

(۱۲) ٻيون شيون- چيرولي، فائرڪلي، چيني مٽي ۽ ڏاءِ بہ ڪن ڪاٺين مان نڪرنديون آهن.

(۱۳) فلنٽ (Flint) - سيوَهڻ، روهڙي، ٽاٽو بولاخان ۾ لبندو آهي. ڪاغذن ۽ رانديڪن ناهڻ ۾ ڪم ايندو آهي.

(۱۴) سيليسٽائيٽ (Celestite) - ٽاٽي بولاخاني ۾ لبندو آهي. هي اسٽرونٽيم ميٽل ۽ عمارتي پٿر ۾ ڪم ايندو آهي.

(۱۵) اوچر (Akar) Ochre - نرم لوه آهي، ننڍي ۾ لبندو آهي. رنگن ناهڻ ۾ ڪم ايندو آهي. ❑



:: باب ڇهون ::

# حڪومت

**۱. سنڌ ايراضيءَ جي قديمي تواريخ-** سنڌ ايراضيءَ جي قديمي تواريخ جو پتو ٿرڙي، ڪارڙي، ونجهوٽ، رني ڪوٽ، آمري، ڪوٽ ڏيجي، موهن جي دڙي، ڪاهوءَ جي دڙي، جهڪر، جهانگارن ۽ چانهونءَ جي دڙن وغيره مان پئجي سگهيو آهي. جن مان ڪن جو مُدو پنج هزار ورهيہ نهرايو ويو آهي. آمريءَ جي دڙي کي ٽي هزار ورهيہ عيسوي سنہ کان اڳ جاڻايو وڃي ٿو. ڪوٽ ڏيجي بہ سو سال آمريءَ کان پوءِ شمار ڪيو وڃي ٿو. موهن جي دڙي کي بہ هزار ٽي سو کان بہ هزار پنج سو سال عيسوي سنہ کان اڳ جاڻائين ٿا. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اٽڪل پنج هزار سال اڳ هن ملڪ ۾ سيپتا ۽ تهذيب جي سماجي فضا موجود هئي. قديم ماهرن جو رايو آهي تہ مصر، سُمير، اسيريا ۽ بابل جي تمدنن ۽ تهذيبن کي همعصر سمجهيو وڃي ٿو. منجهن واپار جي آمدرفت جا آثار بہ ملن ٿا. هيءَ ڳالهہ صاف ظاهر آهي تہ دنيا جي قديم تَرين سيپہ ۽ سُڌريل ملڪن مان سنڌو ديش هڪ آهي.

**۲. ويس، ريتيون رسمون ۽ اِتهاس بابت-** اصل سنڌ جو نقشو ڪڍجي تہ ڪڇ ڪانياواڙ ۽ مُلتان کان وٺي ڪشمير، بلوچستان ۽ ايران تائين پهرواس هڪڙو ئي ڏسندا تہ ريتيون رسمون بہ هڪ جهڙيون ٿيون ملن. سنڌ جي سُوروِيرن ڪنهن وقت اڌ ايشيا تي حڪومت ٿي ڪئي. سنڌ جو اِتهاس سنڌي ودوان لکڻ جا هوشيار هئا ۽ سانڍي رکندا هئا. پر ڌارين حڪومتن جي ڪاهن اِتهاس ساڙيو ڪن گم ڪيو. ڪي لئبررين مان ڪتاب ئي پاڻ سان ڪڍي ويا.

سنڌ جي الوحيد روزاني اخبار جا هن وقت بند آهي، ان جي ايڊيٽر مرحوم مولوي دين محمد وفائي ان اخبار ۾ لکيو هو تہ ڏسجي ٿو فارسي تاريخ نويسن ڪنهن بہ واقعي جي تحقيقات ڪرڻ جي تڪليف گوار نہ ڪندا هئا. انهن جي سامهون جيڪو بہ ڪتاب هوندو آهي، پوءِ ان ۾ ڪابہ ڪچي پڪي ڳالهہ هوندي هئي تہ اها بہ ڪڍي نقل ڪندا هئا. جنهنڪري ڪيتريون بي بنياد ۽ بي اُصول ڳالهيون آهستي آهستي تاريخي شيون ٿي پيئيون.

**۳. قديم سنڌ جون گاديون-** قديم سنڌ جون گاديون وقتن تي هينيون هيون-

(۱) موهن جو دڙو- هي لاڙڪاڻہ ضلعي ۾ ڏوڪري ريلوي اِسٽيشن کان ۷ ميل پري آهي. ۵۰۰ سال اڳ گادي هت هئي.

(۲) پٽالا- حيدرآباد جي ويجهو هو. هندن جو راڄ هو. سڪندر ۳۲۷-۳۲۰ع ۾ حملو ڪيو، تنهن وقت گاديءَ جو هنڌ هي هو.

(۳) اروڙ يا الور (Alore) - هيءُ روهڙيءَ جي پرسان آهي. هندن جو راڄ هو. ۵۷۴ کان ۷۱۱ع تائين گادي هت هئي.

(۴) برهمڻ آباد- هيءَ شهدادپور ۽ بيرانيءَ جي وچ ۾ آهي. ۵۷۴ کان ۷۱۱ع جي وچ ۾ ڪجھ وقت گادي هت هئي.

(۵) منصوره- هيءَ ميرپور خاص کان ۲۵ ميل پري آهي. ۷۱۲ کان ۱۰۲۵ع تائين عربن جي حڪومت ۾ گادي هت هئي.

(٦) محمد طور- هي شهر عمر ڪوٽ جي ڏکڻ ۾ آهي. ۱۰۲٦ کان ۱۳۵۱ع سومرن جي راڄ جي گاديءَ جو هنڌ هو.

(۷) ٺٽو- هي ۱۳۵۱ کان ۱۵۲۱ع تائين سمن جي حڪومت ۾ گادي هئي.

(۸) بکر- هي سکرجي پرسان آهي. ۱۵۲۱ کان ۱۵۵۴ع تائين ارغونن جي راڄ ۾ گاديءَ جو هنڌ هو.

(۹) نصرپور- هي شهر تعلقي ٽنڊي الهيار ضلع حيدرآباد ۱۵۲۱ کان ۱۵۵۴ع تائين ارغونن جي ڪجهه وقت هت گادي هئي.

(۱۰) ٺٽو- هي شهر ۱۵۵۵ کان ۱۵۹۱ع تائين ترڪ ترخانن جي گادي هئي.

(۱۱) شڪارپور- ۱۵۹۲ع کان مغل ۱٦۰۵ کان ۱۷۰۱ع تائين مغل دائود پوٽن جي گادي هئي.

(۱۲) خداآباد- هي سيوهڻ کان ۱۸ ميل پري آهي. ۱۷۰۱ کان ۱۷۸۳ع تائين ڪلهوڙن جي گادي هئي.

(۱۳) حيدرآباد (نيرن ڪوٽ)- ۱۷۸۲ کان ۱۸۴۳ع تائين ٽالپرن (ميرن) جي حڪومت جي گادي هئي.

(۱۴) ڪراچي- ۱۸۴۳ع کان ۱۹۴۷ع تائين انگريزن جي حڪومت ۾ هت گادي هئي.

تنهن کان سواءِ ڪن وقتن تي هيٺيان شهر به گاديءَ جو هنڌ ٿي رهيا:-

۱. مُلتان ۲. بهاولپور ۳. شالاڪوٽ ۴. وڳهه ڪوٽ ۵. ٻاٽ ٦. خيرپور ۷. سيوهڻ ۸. دربيلو ۹. ميرپور ۱۰. امرڪوٽ (عمر ڪوٽ) ۱۱. ديبل.

چاڪاڻ ته ساڳئي وقت سنڌ جي الڳ الڳ ٽڪرن تي ڌار ڌار حڪومتون هيون ته سنڌن گاديون به جدا جدا هنڌن تي هيون.

**۴. سنڌ ۾ هندن يعني کترين جو راڄ**- هن سرزمين تي آرين، سامي، منگول ۽ نيگرو ماڻهن جي داخل ٿيڻ کان اڳ سپيه ۽ سُڌريل قوم جا ماڻهو رهندا هئا. جن بابت چيو وڃي ٿو ته ڪيترن دراوڙي نسل جا ماڻهو هئا ۽ اصل ۾ هزارين ورهيه اڳ پوُنوچ سمنڊ جي طرف کان آيل هئا ۽ اُتي جي رهاڪن سان گڏجي هڪ ٿي ويا. وقت گذرندو ويو. آريه سنڌ ۾ گهٽي تعداد ۾ اٽڪل ۱۷۰۰ هڪ هزار ست سو سال عيسوين کان اڳ اچڻ شروع ٿيا ۽ اٽڪل ۱۰۰۰ هڪ هزار ورهيه عيسوي سنه کان سنڌ تي پوريءَ طرح قابض ٿي چڪا هئا.

ڪن جو چوڻ آهي ته رامائڻ وارو رام سنڌ ۾ هنگلاج ديويءَ جي ياترا ڪرڻ آيو هو. ان جي پٽن لَوَ ۽ ڪُش کي سنڌ ۽ مُلتان وارو ڀاڱو ڏنو ويو هو. سنڌ ۾ لوهاڻا جيڪي هئا، اُهي لَوَ جي ونش جا سڏيا وڃن ٿا. اُن وقت راڄ کترين جو هو.

مهاڀارت جي لڙائي، جا وڏي پيماني تي (۵۰۰۰) پنج هزار ورهيه اڳ آرين قوم جي هڪ آڪه ”ڪورَوَن ۽ پاندوَن“ جي وچ ۾ ٿي هئي. اُن جو احوال مهاڀارت ۾ ڏنل آهي. ان ۾ سنڌ جي



راجا جئدرٿ وَلد ودر ڪِتشر به ڪوروَن جي مدد ۾ حصو ورتو، سو اُتي مارجي ويو. اهو کتري هو. ان بعد سلسليوار راجائن جو احوال معلوم ڪونه ٿي سگهيو آهي. جئدرٿ کان پوءِ سندس پٽ سرٿ تخت تي ويٺو. پوءِ سندس پٽ صغير تخت تي ويٺو. جئدرٿ جو گهراڻو اڄ تائين ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ قائم آهي. ان کان اڳ ڪن راجائن جو احوال مليو آهي، جو هيٺ ڄاڻايو ويندو.

چيو وڃي ٿو ته سَتين صديءَ کان پوءِ انهيءَ گهراڻي جي ڪن ماڻهن ڪانياواڙ جي ”گهوملي“ ايراضيءَ ۾ اٽڪل ڏهن پيڙهين تائين راڄ ڪيو. جي جيٺوا سڏائيندا هئا. انهن جي جهنڊي تي جئدرٿ جي جهنڊي جهڙي نشاني هوندي هئي. گهڻو پوءِ جي عرصي مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ تي ڀارت جي راجائن جو راڄ رهيو.

آرين کان پوءِ سنڌ تي ٻاهرين ڪاه مصر جي شهنشاهه سيميرامس طرفان عيسوي سنه کان ۸۱۰-۵ع سال ۾ ٿي. جنهن کي سنڌ جي حاڪم ”ويرسين“ شڪست ڏيئي موٽائي ڇڏيو. وري ايرانين سنڌ تي عيسوي سنه کان ٦۰۰-۷۰۰ سال اڳ ڪاهه ڪئي، جا به سنڌي حاڪمن ناڪامياب بنائي ڇڏي. پوءِ ايراني، جي به آريه نسل جا هئا، تن سنڌ تي قبضو ڪيو. وري يوناني، جي به آريه نسل جا هئا، تن راڄ ڪيو. انهن جو حاڪم ”استرابو اول“ ٻڌ ڌرم قبولي ڀڪشوُ ٿيو. آرين جي سنڌ ۾ رهڻ بعد اُتي جا ماڻهو جيڪڏهن ٻاهرين سامراجي طاقتن کان شڪست کائي ڪجهه وقت لاءِ سندن زبردست رهيا ٿي ته سگهو ئي پاڻ جهلي ٻاهرين طاقتن کان آزاد ٿي وري پنهنجون حڪومتون قائم ڪري ٿي ويا.

سڪندر اعظم به سنڌ تي ڪاه ڪري آيو هو. راجا پورس جي وقت ۾ پوءِ اُتان موٽي وطن وريو. سڪندر ۽ پورس جي مرڻ بعد موريه گهراڻي جي مهاراجا چندرگپت عيسوي سنه کان ۳۲۱ سال اڳ سنڌ تي قبضو ڪيو. ان جي اولاد مان مهاراجا اشوڪ پئدا ٿيو، جنهن ٻڌ ڌرم اختيار ڪيو. هن ان لاءِ ڪوشش ڪري سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم پکيڙيو. ڀڪشن جي ٻي ڪائونسل عيسوي سنه کان ۲۸۸ سال اڳ ۽ ٽين ڪائونسل عيسوي سنه کان ۲۵۳ ورهيه اڳ سنڌ ۾ ڪنيون ٿيون ۽ سنڌ ٻڌ ڌرم جو مرڪز بڻجي ويو.

موهن جو دڙو، چانهون جو دڙو، ڪاهوءَ جو دڙو، بهمن آباد ٻڌڪا ٽڪر، مير رکڻ جو ٿُل (ٻانڌي اِسٽيشن کان ۱۴ ميلن جي پنڌ تي)، سڌيران جو ڏندو (ٽنڊي محمد خان جي ڀر ۾) ديول بندر وغيره جاين تي ڌرم جا اِستوپا ۽ مندر ان جي شاهدي ڏين ٿا. وچ ۾ ٻين هندو راجائن جو پورو اِتهاس ملي ڪونه سگهيو آهي.

عيسوي سنه کان ۷۰ ورهيه اڳ ستين جي حڪومت هئي جا ۴٦ سال هلي. پوءِ ڪُشن گهراڻي جي مهاراجا ڪنشڪ سنڌ تي سنه ۸۰ع ڌاري قبضو ڪري حڪومت قائم ڪئي. هن گهراڻي جو سنڌ تي قبضو قريبن به صديون رهيو. سنه ۲۸۰ع ۾ ساساني گهراڻي جي بادشاهه بهرام گور ٻئي سنڌ تي وري ايراني حڪومت قائم ڪئي جا اٽڪل سنه ۵۰۰ع تائين هلي. مڪاني ستين حاڪمن جا زيردست ٿي ڪم هلائيندا رهيا. چندر گپت ٻئي سنڌ کي پنهنجي شهنشاهيءَ سان سنه ۳۱۵ کان

٣٤٥ع تائين ڳنڍيو. يزدگرد سنہ ٣٨٧ع ۾ سنڌ کي ورِي ساساني حڪومت هيٺ آندو. انهن جي حڪومت نوشيروان جي زندگيءَ تائين قائم رهي. راءِ گهراڻي جا هينيان راجا ٿيا. راجا ديوائج پوءِ راءِ سيهرس پهريون پوءِ راءِ ساهيسي پهريون پوءِ راءِ سيهرس ٻيو پوءِ راءِ ساهيسي ٻيو.

سنڌ جو راجا راءِ سيهرس پٽ ساهسي راءِ راڄ ڪندو هو. سنڌ جو تخت گاه اروڙ يعني الور (Alore) جو شهر هو، سو اڳئين زماني ۾ سيحون ندي (مهراڻ ندِي) تي هو. قسمين قسمين ماڙين، چراگاهن، باغن، نهرن، گلن ۽ گلڪارين سان سينگاريل هڪ وڏو شهر هو. راجا راءِ سيهرس وٽ گهڻا خزانا ۽ بيحد پوريل ناڻا هئا. جنهن جو عدل دنيا ۾ مشهور هو ۽ جهان ۾ سخاوت پکڙيل هئي. حڪومت جون حدون اُپرندي کان ڪشمير تائين ، اُلهندي کان مڪران تائين، اُتر کان ڪُرمن جي جبل ۽ ڪيڪانان تائين پکڙيل هيون. هن پنهنجي ملڪ تي چار حڪمران مقرر ڪيا هئا. هڪ برهمڻ آباد ۾ ۽ نيرن ڪوٽ جي تعلقي کان وٺي ديبل، لوهاڻو يعني لاکه ۽ سمه (ايراضين وارو علائقو) ويندي سمنڊ (درياءُ سمنڊ ۽ ندي ٻنهي کي چئبو آهي) هنجي اِنتظام تائين ڏنائين. ٻيو سيوستان جي مرڪزِي شهر ۾ ٻڌ، ٻه، جنگان، رونجهان، ڪوه پايہ ويندي مڪران جي حد سندس حوالي هئي. ٽيون اسڪلنده ۽ پاتيه جي قلعي ۾ جنهنکي تلواڙو ۽ چڇپور چوندا آهن، رهندو هو. اُتي جي آس پاس وارا ملڪ، ديوهپور (ديوهنور) تائين سندس تصرف ۾ هئا. چوٿين کي مُلتان جي شاندار شهر ۾ رهايائين ۽ سڪه، برهمپور، ڪرور، اشهار ۽ تاڪيه ويندي ڪشمير جي حد تائين انهن جي حڪومت هيٺ رکيائين ۽ پاڻ اروڙ جي تخت گاه ۾ ئي وينو ۽ ڪردان، ڪيڪانان ۽ برهاس پنهنجي حڪم هيٺ رکندو هو. پنهنجي نائبن کي ملڪ جي حفاظت لاءِ رکيائين. رعيت سندس عدل اِنصاف کان آسودِي هئي. هن جي مرڻ کان پوءِ سندس پٽ راءِ سهاسي تخت تي وينو.

**٥. برهمڻن جو راڄ** - ڇهين صديءَ ۾ برهمڻن جي سهاري هيٺ سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جي حڪومت سنہ ٥٥٠ع کان برپا ٿي. راءِ گهراڻي جو راجا راءِ ديوا جي تخت تي وينو. ڪل ٥ راجا ٿيا: ١. راءِ ديوا جي ٢. راءِ سهارس پهريون ٣. راءِ سهاسي پهريون ٤. راءِ سهارس ٻيو ٥. راءِ سهاسي ٻيو. هنن جو راڄ سنہ ٥٥٠ کان ٦٦٢ع تائين هو. راءِ گهراڻي ڪل ١١٢ سال راڄ ڪيو. تحفتہ الڪرام جي صفحہ ١٢ تي هن گهراڻي جو راڄ ١٣٧ سال لکيو آهي.

سنڌن حڪومت جون حدون اُتر ۾ ڪشمير، قنڌار، هيلمند تائين. اُلهندي ۾ ڪرمان جي وادِي نورمشور تائين. ڏکڻ ۾ سورٺ ۽ اوير ۾ چتوڙ گڙه بہ سنڌن هٿ هيٺ هو. هن راجائيءَ جي اندر اُچ، ماٿيلو، سيوراءِ، مائو، سيوستان (سيوهڻ)، نيرن ڪوٽ (حيدرآباد)، الور (اروڙ)، برهمڻ آباد ۽ ديبل مشهور قلعا هئا. سنڌن پاران چار نائب ”مَلڪ“ جي لقب سان حڪومت جي صوبن تي مقرر هئا.

راءِ گهراڻي جي پڇاڙيءَ جي راجا سهاسي ٻئي جي هٿ هيٺ حڪومت هئي. اُن راجا کي اولاد ڪونہ هو. اُن هڪ ڪشميري برهمڻ سيلائج جي پٽ چچ کي پنهنجو وزير مقرر ڪيو، جو تمام قابل هو، هن کي چارئي ويد برزبان ياد هئا.



اِها بلڪل غلط ڳالهہ آهي تہ راڻي سُهنديءَ چچ سان پيار ڪيو، جنهن راجا جو موت آندو. اِها هڪ ڪوڙي ايجاد آهي ۽ تاريخ ۾ ملاوت ڪئي ويئي آهي. راڻي سُهندِي هڪ تمام اُتم ڪُل جي نارِي هئي. هن نہ فقط پتيءَ جي بيمار هئڻ تي راڄ ڪاروبار سنڀاليو ۽ منترِي چچ جي معرفت راڄ جون حدون بہ پختيون ڪيون. راجا سهاسي جي مرڻ کانپوءِ چچ سنڌ جو راجا ٿيو، جنهن سهاسيءَ جي وڌوا راڻيءَ سُهنديءَ سان شادِي ڪئي. راڻيءَ کي اُن مان هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو ڏرشيڻ يعني ڏرسين ڏاهر رکيو ويو.

راجا چچ ڪيترن ئي بادشاهن تي ڪاهون ڪري پنهنجي شهنشاهت وڌائي ۽ ٤٠ سال راڄ ڪيو. چچ جي مرڻ کانپوءِ سندس ڀاءُ چندرگپت پٽ سيلائج تخت تي وينو، جنهن ٧ سال راڄ ڪيو. هنجي مرڻ بعد ڏاهر تخت تي وينو. چوندا آهن تہ پنج شيون پنهنجي جاءِ ڇڏي سرسبز نہ رهنديون آهن: (١) بادشاهيءَ کان بادشاه (٢) وزرات کان وزير (٣) عمل کان عالم (٤) وار ۽ ڏند (٥) عورت جو اُرهہ.

سنڌ تي عربن محمد بن قاسم کي موڪليو. جنهن تاريخ ٢٠ جون سنہ ٧١٢ع تي ڪاهہ ڪئي. راڻي سُهنديءَ پنهنجي پٽ ڏاهرسين کي راڄ ڪاروبار جِي پورِي سِکيا ڏنِي. محمد بن قاسم سان پهرين ڀيڙ وقت سنہ ٧١١ع ۾ راجا ڏاهر پنهنجي پٽ ڄئہ سينڻ يعني ڏاهر کي ئي موڪليو هو، جنهن عربن کي شڪست ڏني هئي. پوئين راوڙ وارِي يڌ ۾، جڏهن لڙائيءَ ۾ هار جيت لڏِي رهي هئي، تڏهن حالت جو اندازو لڳائي راجا ڏاهر هلندي يڌ جِي ڪمانڊ پنهنجي وير راڻِي لاڏيءَ کي سونپِي. پاڻ ڏکڻ طرف ٻين هندو راجائن جي سهائتا حاصل ڪرڻ لاءِ هليو ويو. اِنڪري اِهو بہ اِتهاسڪ دوکو آهي تہ راجا ڏاهرسين يڌ ۾ مارجي ويو هو. يڌ ٿينديِ رهي ۽ وير راڻِي لاڏِي لڙائي لڙنديِ رهي. محمد بن قاسم فڪر ۾ رهيو ۽ هرهڪ کان پڇيائين تہ ڏاهر ڪٿي آهي جو گم آهي؟ اِهي چچ نامي جا اکر آهن. چچ نامي جو اُن بعد احوال ڪوڙو آهي. هوئن چچنامو هڪ ناول آهي. ڪو تواريخي ڪتاب ڪونهي. ڪيئن وير راڻِي لاڏِي مرڻ گهڙيءَ تائين مقابلو ڪنديِ رهي. ڪانئس پوءِ سندس پٽ ڄيہ سينڻ عربن جو سخت مقابلو ڪيو ۽ ڪين شڪستو ڪري ڇڏيو. اگر ڪيس عربن دوکي سان ماريو نہ هجي ها تہ سنڌ ۾ ورِي هندو راڄ پوريءَ طرح قائم ٿي وڃي ها.

راجا ڏاهرسين ملڪ جي لڄ تان گهورجي شهيد ٿيڻ قبول ڪيو، ليڪن ڦٻائيندڙ ۽ سامراجي عرب جڪمرانن جي آڻ نہ مڃي ۽ نہ شرط قبوليا. راجا ڏاهر سنڌ جي شهيدن ۾ محافظن جي سٽ ۾ خاص جاءِ والاري ٿو. سنڌ ۾ سنڌِي مسلمانن ۾ هڪ ڏاهرِي قوم آهي جا راجا ڏاهر جي نسل مان آهي، جي پوءِ مسلمان ٿيا. سنڌيءَ ۾ مورک جي سمجهہ کي ڏاهريءَ سان ڀيٽ ڪبي آهي.

برهمڻ گهراڻو- برهمڻ گهراڻي جي راجائن سنہ ٦٣٢ع کان سنہ ٧١٢ع ائين اسِي (٨٠) سال راڄ ڪيو. راجائن جا نالا هينئينءَ طرح آهن:

(١) چچ سنہ ٦٣٢ کان ٦٦٢ع (٢) چندر سنہ ٦٦٢ کان ٦٦٩ع تائين (٣) ڏهر ۽ ڏراج ٦٦٩ کان ٦٧٠ع تائين (٤) ڏهر سنہ ٦٧٠ کان ٧٠٠ع تائين (٥ ۽ ٦) ڏهرسياه ۽ ڏاهر سنہ ٧٠٠ کان ٧١٢ع تائين.

**٦. سنڌ جو پراچين اِتهاس** - مهراج هوندراج پارورام شرما جو ليک هندواسي سنڌي هفتيوار اخبار بمبئيءَ مان نڪرندڙ تاريخ ٧ نومبر ١٩٧١ع واريءَ ۾ ڇپيل آهي، سو هيٺ ڄاڻائجي ٿو. هينئين مضمون ۾ ڪي جملا ڇڏيا ويا آهن، تت ئي آهي. سنڌو ديش جو اِتهاسڪ نموني ۾ اِتهاس خير ڪو ملي ٿو. ڇچ جي وقت جو سنڌ جو اِتهاس بہ ڇچنامي جي آڌار تي هلي ٿو. ڇچنامو مسلمانن جو لکيل آهي. ڇچنامي جي ليکڪ اسلامي نگاهہ سان اِهو اِتهاس لکيو آهي. ڇچ جي لاءِ هندو ليکڪن جو اِتهاس ڪونہ ٿو ملي. البت ڪڇ ۾ ڇچ لاءِ ڪي لوڪ ڪٿائون چالو آهن. ڪڇ جو مؤل نواسي ۽ هاڻي بمبئيءَ ۾ رهندڙ سارسوت برهمڻ مهامهوپاڌيايہ پنڊت ديارام شاستريءَ کي ڇچ بابت لوڪ ڪٿائون ياد آهن. هي سنسڪرت جو وڏو ودوان آهي ۽ مشهور جوتشي آهي. هن وقت ٨٠ سالن جو ٿيندو (يعني سنہ ١٩٧١ع ۾) سنڌ مان بہ ٿي آيو آهي. هن وٽان ڇچ جو شخصي جيون ۽ ڏاهر جو اِتهاس معلوم ٿئي ٿو. هن بنهي جا ڪيترا قصا ٻڌايا. نڪر وسنجي اصل لعل جو پوڄاري آهي. نڪر نارائڻ وسنجي بہ ڪڇي آهي، جو ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ بہ ڪيترو وقت رهيو. هن جو لکيل ناول ”ڇچ اني سُهندي“ مشهور آهي. هن ناول ۾ ڇچنامي ۽ مرزا قليچ بيگ جي راين جو ڪنڊن ڪيل آهي. ان ناول مان ڇچ لاءِ چڱو مصالحو ملي ٿو. پنڊت ديارام ۽ نڪرنارائڻ ۽ وير ساورڪر جي ڪتاب ”ڇهہ سونهري پنا“ جي آڌار تي ليک لکجي ٿو.

**(الف) راءِ گهراڻو ٻڌ ڌرمي** - ڪرست جي ڇهين صديءَ ۾ سنڌ ۾ ”رائي“ گهراڻي جي هندو راجائن جو راڄ هو. سنڌو ديش جي ٩٠ سيڪڙو پرجا هندو هئي. سنڌ جي آخرين راءِ گهراڻي جو راجا راءِ سهاسي هو. سنڌ جي راءِ گهراڻي جي ڪڇ جي هاڻوڪي راڄ گهراڻي ”رائو“ گهراڻي سان ڪوبہ واسطو ڪونهي. ڇچنامي موجب راءِ سهاسيءَ کان سواءِ راءِ گهراڻي جي ٻين ڪن راجائن جا نالا ملن ٿا. راءِ گهراڻي سنڌ تي بہ سو سال راڄ ڪيو هو. راءِ سهاسي ٻڌ ڌرم کي مڃيندڙ هو. راءِ گهراڻي وارا چندرگپت موريہ جي ونش جا ٿا ڏسجن. گپت ونش جا ڪين هئا. سنڌ تي موريش ۽ گپت گهراڻي جو راڄ هو. اشوڪ جي وقت ۾ سنڌ موريہ راڄ جي هٿ هيٺ هئي. سمدرگپت، اسڪند گپت ۽ چندرگپت ٻئي جي وقت ۾ سنڌ گپت سامراجيہ ۾ هئي. سنڌ جا مڪاني راجائون جدا هئا. بنهي گهراڻن جي سامراجيہ ۾ برابري هئي. راجا راءِ ۽ سهاسيءَ جي وقت ۾ ڇهين صديءَ ۾ ٧٠ سيڪڙو ويدڪ ڌرمي هندو پرجا هئي ۽ ٣٠ سيڪڙو ٻوڌي پرجا هئي. راجا راءِ سهاسي ٻڌ ڌرمي هو. تنهن ڪري سنڌ جو راڄ ڌرم ٻڌ ڌرم هو. سنڌ ۾ ٻڌ جا انيڪ مندر هئا. ڇچ کان پوءِ چيني ياتري ”هيؤن-تو-سنگ“ لکيو آهي تہ سنڌ ۾ ٤٠ سيڪڙو ٻڌ مندر هئا ۽ ٦٠ سيڪڙو هندو مندر هئا. براهمڻ گهراڻي جي راڄ ۾ سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم وارن کي پوڄا ۽ پرارٿنا ڪرڻ جي پورڻ آزادي هئي. سنڌي براهمڻ ۽ ٻوڌي ساڌن سروڻ يا شرمڻن کي عزت ڏيندا هئا. سنڌيءَ ۾ ”ٻانيڻ يا سروڻ“ چوڻي مشهور آهي.

**(ب) ڇچ هڪ ودوان برهمڻ** - ڇچ راءِ سهاسي جي وقت جو هو. ڇچ برهمڻ هو ۽ سنڌن ڏنڌو ”پروهت“ جو هو. هوُ سنسڪرت، ويدن ۽ پُراڻن جو ودوان هو. ڪٿا وارتا، پوڄا ۽ وواهہ سنسڪار ۽



يگيہ ڪرائڻ ۾ قابل هو. هڪ ڀيري هڪ وڏي ٻوڌي شاهوڪار ڇچ کي ڪنهن ڌرمي ڪاريہ ڪرائڻ لاءِ گهرايو. سنسڪار پوري ٿيڻ بعد دان وٺي ڇچ برهمڻ جي دستور موجب سيٺ کي آسيسائون ڏنيون. ٻوڌي شاهوڪار ڇچ تي ٺٺولي ڪندي چيو، ”ٻڌ ڙي پِنڻا برهمڻ، تون پيو در در دان وٺين، پاڻ کي آسيس گهر تہ پِنڻ کان ڇٽين پوين. تنهنجي آسيس منهنجو ڪهڙو ڀاڳ وڌائيندي؟ گوتم ٻڌ جي ڪرپا سان مان هڪ وڏو شاهوڪار ۽ هلنديءَ وارو آهيان.“ ڇچ کي ڏاڍو ڪروڌ آيو. ڇچ اُنهيءَ سيٺ وٽان مليل دان ڪٽي باهہ ۾ جلايو ۽ سيٺ کي چيائين ”مون اڄ کان پنڻ ڇڏيو. هاڻي مان توکي سنڌ جو راجا ٿي ڏيکاريندس.“ ٻوڌيءَ سيٺ جي طعني ڪري ڇچ پروهتي ڇڏي راجنيتيءَ ۾ گهڙيو.

**(پ) سرڪاري نوڪريءَ ۾** - راءِ سهائيءَ جو وڏو وزير پنڊت رام نالي هو. حڪومت جو ڪاروبار شرما جي هٿ ۾ هو. ڇچ جي ڏيٺ ويٺ رام شرما سان ٿي. ڇچ رام کي چيو تہ مونکي پاڻ وٽ نوڪري ڏيو. رام شرما ڇچ کي هڪدم پنهنجي وڀاڳ ۾ مقرر ڪيو. ڇچ ودوان ۽ قابل هو. ٿورن سالن اندر ڇچ رام شرما جو مکيہ صلاحڪار ۽ سيڪريٽري ٿيو. رام شرما بہ ڇچ کي لائق ڄاڻي ڏيان سان حڪومت جي ڪاروبار جا ڳجهہ ٻڌائڻ لڳو. رام شرما تہ ڇچ کي پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪري ڇڏيو. ڇچ مکيہ عملدارن تي چڱو اثر جمايو هو. ملڪي ۽ فوجي حاڪم ڇچ کي وڏو مان ڏيندا هئا. ڇچ رام شرما سان گڏ راجا راءِ سهاسيءَ وٽ محلات ۾ ويندو هو. حڪومت جي ڪمن جي نيڪال لاءِ ڇچ رام شرما غيرحاضريءَ ۾ راءِ سهاسيءَ وٽ اڪيلو ئي ويندو هو. راجا بہ ڇچ جي قابليت ۽ رلڻي ملڻي سڀاءَ ڪري هنکي ڀائيندو هو. ڇچ هاڻي سنڌ جي حڪومت ۾ وڏي جاءِ واري هئي.

**(پ) راڻي سُهندي ڇچ تي موهت** - ڇچ ٣٠-٣٥ سالن جو قداور، سهڻو، جوان ۽ پهلوان هو. راجا راءِ سهاسي جي راڻي سُهندي ڇچ تي موهت ٿي پيئي. راڄ محل ۾ وڃڻ ڪري ڇچ جي راڻيءَ سان ڏيٺ ويٺ ٿي ويئي. راڻي سُهندي ٤٥ سالن جي هئي ۽ راجا کي ڪوبہ اولاد ڪونہ هو. ڇچ شاديءَ ڪيل ٻارن وارو هو. هاڻي ڇچ جو راجا ۽ راڻيءَ بنهي تي چڱو چوکو اثر پئجي ويو ۽ راڄ جي عملدارن تي بہ چڱو اثر جمايو هو. ڇچ هاڻي حڪومت تي ڏيري ڏيري قبضو ڪرڻ لڳو. چون ٿا تہ راجا سهاسيءَ شڪار ڪرڻ ويو. اُتي شينهن جو شڪار ٿي مري ويو. ڪي چون ٿا تہ منصوبي سان مارايو ويو. ڪيئن بہ راجا جي مرڻ بعد اولاد نہ هئڻ جي حالت ۾ ڇچ سنڌ جي راڄ تي سنہ ٦٤٥ع ۾ قبضو ڪيو. پرجا بہ پنيرائي ڪئي ۽ ڇچ سنڌ جو راجا ٿيو. (پر متي لکي ظاهر ڪيو ويو آهي تہ اها ڳالهہ ڪوڙي آهي.)

**(ٻ) ڇچ جا وروڌي** - ڇچ جا سچا وروڌي ٻڌ ڌرم يکشوُ يا ساڌو هئا. پر هٿيار بند مقابلي ڪرڻ جي طاقت ڪانہ هئي. راجا سهاسي جي ڏينهن ۾ ٻڌ ڌرم ”راڄ ڌرم“ هو. طاقت ٻوڌي يکشن جي هٿ ۾ هئي. ڇچ جي راجا ٿيڻ تي ٻوڌي ٻاون جي طاقت ختم ٿي ويئي. تنهنڪري ٻڌ ڌرم وارا هندو حڪومت جي سخت برخلاف هئا. پر ڪجهہ ڪري بہ نہ ٿي سگهيا. پر ويدڪ ڌرم کان وير وٺڻ لاءِ موقعي جي تاڙ ۾ هئا. نيٺ ڏاهر جي وقت ۾ ديش سان ڌوهہ ڪري وير ورتائون ۽ پاڻ بہ ناس ٿي ويا. ڇچ هندو ڌرم کي ”راڄ ڌرم“ بنايو. سنڌ جي هندو پرجا ۾ هندو ڌرم لاءِ نئين سر اُتساهہ پيدا ٿيو، پر ساڳئي وقت ٻڌ ڌرم تي ڪوبہ بندش ڪونہ وڌو هو. ٻڌ ڌرم وارن کي پوڄا ۽

پرارٿنا جي پورڻ آزادِي هئي. چچ راجا انيڪ ملڪي سڌارا ڪيا. سنڌي پرجا جو چچ جي وقت ۾ ڏاڍو واڌارو ٿيو ۽ سنڌ هڪ شاهوڪار ملڪ ٿي پيو.

**(ت) چچ ۽ چندار جو راڄ** - راءِ سهاسيءَ جو راڄ صرف اُتر سنڌ تي هو، نه سموري سنڌ تي. پر چچ سموري ڏکڻ سنڌ فتح ڪئي. دادو ضلع، ڪراچي ضلع جا ننڍي کان وٺندي لڪپت تائين شهر چچ جي راڄ ۾ آيا. حيدرآباد، نواب شاه، ٿرپارڪر ۽ لاڙ به چچ جي راڄ ۾ آيا. اُتر سنڌ به چچ جي راڄ ۾ هئي. چچ هڪ قابل حاڪم هو. چچ ڪانپوءِ سندس ڀاءُ چندار تخت تي ويٺو. چندار هڪ جنگي جوڌو هو. هن ڪڇ کي به پنهنجي راڄ ۾ ملايو. ديرو غازي خان، ديرو اِسماعيل خان، ڪشمور ۽ مُلتان به فتح ڪري پنهنجي راڄ ۾ آندا. پنجاب جو سِيالڪوٽ ضلعو به سنڌ جي راڄ ۾ آيو. مهاپراڪرمي چندار مُلتان کان وٺي ڪڇ تائين سنڌي بولي ڳالهائيندڙ ملڪ هڪ راڄ ۾ آندا. مشهور چيني ياتري سنڌ جو دورو ڪندي سنڌ جي راڄ جو مٿيون وستار پنهنجي ياترا جي ڪتاب ۾ داخل ڪيو آهي. چندار ڪشمير تي ڪاهه ڪئي. پر ڪشمير جي راجا پنهنجي سُگهڙ ۽ سندر ڪنيا جو سنگ چندار کي ڏيئي ڪشمير بچايو.

**(ٿ) سنڌ تي پهرين ڪاهه** - اِئين ڪونه آهي ته عربن سنڌ تي پهرين ڪاهه ڏاهر جي وقت ۾ ڪئي هئي. چچ جي وقت ۾ سنڌ جي خوشحالي ۽ دولت لُٽڻ لاءِ پنهنجي هڪ صوبيدار تالر عبدالغزيز کي لشڪر سميت سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ موڪليو. چچ کي خبر ملي ته عرب سنڌ تي ڪاهي ٿا اچن. پوءِ چچ پنهنجو لشڪر وٺي اُتر سنڌ کان ڏکڻ سنڌ ڏي ڌُوڪي ويو. چچ لڪپت وٽ ننگر ٺٽي کان پري وڃي عرب دشمن جو مقابلو ڪيو. لڪپت وٽ چچ ۽ عبدالغزيز جي سخت جنگ لڳي. هن جنگ ۾ سيناپتي عبدالغزيز مارجي ويو. عرب پاڻ پُٺ پائي اُٿي ڀڳا! چچ ڪٽيو ۽ عرب هارائي ويا. چچ عربن کي سنڌ جا وڻ ڏسڻ ڪين ڏنا. چچ سنڌ جي سرحد تي وڃي عربن کي ناس ڪيو. هڪ وڏو راڄنيتي ڄاڻُو هو ۽ وڏو سيناپتي هو. اُهو آهي چچ ۽ چندار جو گورَوَشالي اِتهاس.

مهراج هوندراج پارورام شرما جو ليک هت پورو ٿيو.

**۷. راجا ڏاهر** - چچ کان پوءِ ڀاڻس چندار تخت تي ويٺو. انجي سرڳواس ٿيڻ بعد ڏاهر چچ جو پٽ تخت تي ويٺو. راجا ڏاهر سنڌ ۾ سٺا سُڌارا ڪيا. هن جي حڪومت اندر هندن، مسلمانن، آتش پرستن (پارسين) ٻُڌن ۽ جين ڌرم وارن کي پنهنجي عبادت گاهن قائم رکڻ جي عام اِجازت هوندي هئي. بلڪ حڪومت طرفان انهن جي مدد به ڪئي ويندي هئي. ملڪ ۾ هندن جا مندر، مسلمانن جون مسجدون، پارسين جا آتشڪدا، جينين جون غفائون ۽ ٻُڌن جا اِستوپا عام هوندا هئا. جتي وڃڻ جي ڪنهنکي به جهل ڪانه هئي. ليڪن عربن جي فتح بعد حالت اُها وڃي بيٺي، جن اِسلام کي نه مڃيو، تن کي يا ته قتل ڪيو ويندو هو يا ڪانئس جزيه ڍل (ٽئڪس) ورتي ويندي هئي. جڏهن عربن کان حڪومت کسجي سنڌي حاڪمن سورمن ۽ سمن (جي پهرين هندو هئا، پوءِ مسلمان ٿيا) جي هٿن ۾ آئي ته سيني ڌرم ۽ مذهب وارن مڪمل تعليم حاصل ڪري سنڌ تَصوف ايجاد ڪيو، جو سڀ خوش هئا.



**(الف)** سنڌ جي راجا ڏاهرسين جي حڪومت واري زماني ۾ سنڌ جون حدون هينئيون هيون:-

| جريان نمبر | علائقو | ايراضي چورس ميلن ۾ |
|---|---|---|
| ۱ | ملتان ڊويزن | ۲۴،۸۲۴ |
| ۲ | بهاولپور وارو علائقو | ۱۷،۶۵۲ |
| ۳ | بلوچستان وارو علائقو | ۱،۳۴،۰۵۰ |
| ۴ | موجوده سنڌ وارو ملڪ | ۵۷،۰۰۰ |
| ۵ | ڪڇ وارو علائقو | ۸،۳۰۰ |
| ۶ | جوناڳڙهه | ۳،۳۳۷ |
| ٽوٽل | جملي ايراضي | ۲،۴۵،۱۶۳ |

**۸. عربن جون ڀيون ڪاهون** - عربن سنڌ تي سنه ۶۳۸ع کان ۷۱۱ع تائين ۷۴ سالن ۾ نون خليفن جي وقت ۾ ۱۵ حملا ڪيا. هر دفعي هار کائي پٺتي ٿي ويا. عربن جڏهن سنڌ تي ڪاهه ڪئي ۽ ڪنهن ٽڪر تي غالب ٿي ٿيا ته لوٽ مار جام ٿي ڪيائون. هڪ دفعي شهرن جي وڏيرن ۽ مکيه ماڻهن جمع ٿي (۶۰،۰۰۰) سٺ هزار درم تور چانديءِ تقسيم ڪئي. هرهڪ سوار کي خاص طور (۴۰۰) چار سَو درم تور چانديءِ حصي ۾ ملي. اُها چانديءِ مُلتان فتح ڪرڻ تي هٿ ڪئي هئائون.

جڏهن محمد بن قاسم مُلتان فتح ڪيو جو اُن وقت سنڌ ۾ هو ۽ سنڌ جو حصو هو. لُٽ مار ۾ مٿئين چانديءِ وراهڻ ڪانپوءِ هڪ برهمڻ محمد بن قاسم کي چيو ته مُلتان جي پير مُريدن کان ٻڌو هوم ته آڳاٽي سمي ۾ هن شهر جو راجا جسوبن نالي ڪشمير جي راجا جي اولاد مان هو. هڪ برهمڻ ۽ راهب ماڻهو هو، هميشهه مندرن ۾ پوڄا وغيره ۽ بندگيءَ ۾ مشغول هوندو هو. سندس خزانو ڳُٽپ کان وڌي ويو. تڏهن مُلتان جي اُيرندي پاسي کان سَو گز همچورس هڪ حوض ٺهرائي اُنهيءَ جي وچ ۾ پنجاه همچورس گز هڪ مندر ٺهرايائين ۽ اُن مندر ۾ هڪ دڪان ٺهرايائين ۽ اُن دڪان ۾ ٽامي جا چاليهه مَٽ ترتيب سان رکايائين. هرهڪ مَٽ ۾ مغربي سون جي ڪاتر جا ٽي سَو ٽيهه مڻ پوريل خزاني طور رکيائين. اُنهن جي مٿان مندر آهي، جنهن ۾ ڳاڙهي سون جي مورتي وِهاريل آهي. اُنهيءَ حوض جي طرف چوڌاري وڻ رکايل آهي. محمد بن قاسم اِها ڳالهه ٻڌي اُتي آيو. مورتيءَ کي ڏسي سمجهيائين ته جيئرو ماڻهو آهي، سو ترار ڪڍي هڻڻ لاءِ تيار ٿيو ته پوڄاريءَ چيو ته اِها مورتي آهي. پوءِ محمد بن قاسم اُها مورتي ۽ کوٽايل ڏن پاڻ سان کڻي ويو. جملي تيرهن هزار ٻه سَو مڻ تور سون پوريل نڪتو. تڏهن سواءِ مُلتان جي لُٽ مان هيرا جواهر ۽ موتي هٿ ڪيائين. سمورو خزانو جهازن جي رستي ديبل کان بصري ڏانهن روانو ڪيو ويو.

عربن جي حملن جا چوريندڙ جذبا فقط ڦُرلُٽ، شهوت پُرستي سبب ٻانهين هٿ ڪرڻ جي خواهش ۽ رت چوُس جي اِرادن وارا هئا. هتان هزارين غلام ۽ ٻانهيون بنائي پنهنجي ملڪ ۾ نيئي، پنهنجي حوالي ڪيون يا وڪيون. ڦُرلُٽ مان ڪروڙين روپيه حاصل ڪري کڻي ويا.

**۹. مسلمانن جو راڄ - عربن جي حڪومت** - آخر ۾ وليد بن عبدالملڪ جي دور ۾ سنڌ جي پڇاڙيءَ واري پندرهين ڪاهه تاريخ ۱٦ جون ۷۱۲ع تي محمد بن قاسم ڪئي ۽ راجا ڏاهر لڙندي شهيد ٿي ويو ۽ عربن سنڌ تي قبضو ڪيو. خوب ڦرلٽ ڪيائون. بني اميد سلطنت کي صرف چاليهه ڪروڙ روپيه ڦرلٽ جا (غنيمت سمجهي) حصو مليو. اُن ڪانسواءِ سولجرن ڌار لُٽيو. هزارين زالون ۽ مرد غلام بڻائي عرب ملڪن ۾ موڪليا ويا. تنهن ڪانسواءِ سال بسال هندن کان جزيه ڍل ڌار وٺندا هئا. آخر عربن ڪاهه ڪري سنڌ کي جيتيو ۽ سنه ۷۱۲ع ۾ مسلمانن پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. راجا ڇڇ سناتني هندوُ هو ۽ سندس پاءُ چندر ٻوڌي هو. راجا ڏاهرسين تي محمد بن قاسم ڪاهه ڪئي، تڏهن راجا جي مڪران ۽ سيوهڻ جي ٻوڌي گورنرن دغا ڪئي ۽ وڃي محمد بن قاسم سان مليا. راجا ڏاهرسين جي گادي الور (Alore) يعني اَروڙ هئي. جنهن کي محمد بن قاسم اچي قلعو ڊهرائي ڇڏيو ۽ شهر ڦٽائي ڇڏيو. شهر جا گهڻا ماڻهو پنجاب ڀڄي ويا، جي اروڙا وَنشي سڏجن ٿا. هن وقت پاڻ کي اروڙا کتري سڏائيندا آهن. عربن پاران سنڌ جو گورنر مري ويو، پوءِ راجا ڏاهرسين جي پٽ جيه شيڻ (جئسنگهه) برهمڻ آباد تي وري قبضو ڪيو. خليفن جي حڪومت ۷۱۲ع کان سنه ۷۵۰ع تائين ۴۰ سال ڪن هلي.

**۱۰. اُڏيري لعل جو جنم** - ڏهين صديءَ ۾ سنڌ جو حاڪم مرک شاه هو. اُن وقت هندن کي ڌرمي آزادي ڪانه هئي. بادشاه حڪم ڪيو ته هندو فالٽي تاريخ اندر مسلمان ٿيو، نه ته زوريءَ توهان جو ڌرم بدلايو ويندو ۽ ٻيا به هندن تي ظلم ڪيا. بادشاه جي اُن ظلم سبب درياهه جي ڪناري تي ويهي هندن پوڄا ۽ آراڌنا ڪئي. جنهن تي سنبت ۱۰۰۷ وڪرمي برابر سنه ۹۵۰ع ۾ ضلعي حيدرآباد جي تعلقي ٽنڊي الهيار جي شهر نصرپور ۾ ٺڪر رتنچند جي گهر اُڏيري لعل جنم ورتو، جنهن اچي هندن جي رکيا ڪئي. هنجو سلسليوار احوال اڳتي ڏبو. سندن جنم جو نالو اُديه چند هو.

**۱۱. هندوُ رياستون** - عربن جي حڪومتن ۾ هندوُ رياستون (۱) ٻنڀور جو ۷۸۷ع ۾ ناس ٿي ويو (۲) ڪيچ مڪران هن تي هوتن جي حڪومت هئي، هينئر هنکي لسٻيلو سڏين ٿا، جتي هنگلاج ديويءَ جو آستان ۽ پوڄاري هئا. هوت ڪيچ جو حاڪم هو، جو راجپوت هو. سندس لقب ”آري جام“ هو، پوءِ هوُ مسلمان ٿيو. هن آکه مان پنهوُن هو، جنهن سسئيءَ سان شادي ڪئي. جنجي سِک ۽ قربانيءَ ڪري اُهو جوڙو اڄا پيو ڳائجي. (۳) الور (۴) برهمڻ آباد (۵) دربيلو، هن رياست جو راڻو پنرسهتو رائوڙ هو، ديرو گادي هئي (٦) روپاه، هن رياست جو حاڪم راڻو سنيهڙو ولد ڏماچ ڪوريجو، گادي ٽانگ هئي (۷) ماڻڪ تارو، رياست جو حاڪم جيسر ولد ججه ماڇي سولنڪي هو (۸) سوي حاڪم وحبه ولد پنهوُن چنو هو ۽ پاڳناري حاڪم چنو ولد ڏيئو هو (۱۰) همه ڪوٽ حاڪم جيو ولد درياه، گادي جهم (۱۱) برهمڻ آباد حاڪم جسوڌن آگرو هو.

**۱۲. سؤراشٽر ۾ سنڌي راجائن جو راڄ** - سنڌي راجا اهيورمن جي ونش جي پرمپرا سندس پٽ پشيديو کان شروع ٿئي ٿي ۽ هينئين ڏهن سنڌي راجائن اُلهندي سوراشٽر تي لڳاتار ۱۸٦ سال سنه ۷۳۴ع کان ۹۲۰ع تائين راڄ ڪيو:



| جريان نمبر | راجا جو نالو | وقت - ڪهڙي سنه کان ڪهڙي سنه تائين |
|---|---|---|
| ۱ | پشيديو | سنه ۷۳۴ع کان ۷۵۴ع تائين |
| ۲ | ڪرشنراج پهريون | سنه ۷۵۴ع کان ۷۷۴ع تائين |
| ۳ | اگڪديو پهريون | سنه ۷۷۴ع کان ۷۹۴ع تائين |
| ۴ | راڻڪديو | سنه ۷۹۴ع کان ۸۱۴ع تائين |
| ۵ | ڪرشنراج ٻيو | سنه ۸۱۴ع کان ۸۲۴ع تائين |
| ٦ | اگڪديو ٻيو | سنه ۸۲۴ع کان ۸۳۴ع تائين |
| ۷ | جائڪديو پهريون | سنه ۸۳۴ع کان ۸۴۹ع تائين |
| ۸ | چاموڻڊراج | سنه ۸۴۹ع کان ۸۷۴ع تائين |
| ۹ | اگڪديو ٽيون | سنه ۸۷۴ع کان ۸۹۹ع تائين |
| ۱۰ | جائڪديو ٻيو | سنه ۸۹۹ع کان ۹۱۹ع تائين |

**۱۳. سوُمرن جي حڪومت** - نيٺ عربن جي ظلمن کان تنگ ٿي بغاوت ڪري سنڌين پنهنجون حڪومتون قائم ڪيون. مڪاني حاڪمن مان سوُمرن جي حڪومت سنه ۱۰۲۵ع ۾ شروع ٿي. هي سنه غلط ٿو محسوس ٿئي، صحيح سنه ۱۰۵۲ع سمجهه ۾ اچي ٿو. جن بابت چوڻ ۾ اچي ٿو ته هنن بغداد جي عرب حاڪمن (خليفن) جي عيوض مصر جي فاطمي بادشاهن جو اثر قبولي شيعاواد اختيار ڪيو ۽ ڪرامتي سڏجڻ ۾ آيا. لاڙ جي سومرن جا مُلتان جي ڪرامتي حاڪمن سان تعلقات هئا. وري غزنوين ۽ غورين سنڌ تي حملو ڪري ڦرلٽ ڪئي، پر دائمي اثر نه رهيو. سلطان محمود غزنوي ٻه دفعا سنڌ مان لنگهيو. هڪ دفعو سومنات جي مندر کي ڦرڻ لاءِ سنڌ مان ويو، ٻيو ڀيرو اپر سنڌ ۾ ٻيڙين ۾ لڙائي ٿي. سلطان محمود غوريءَ به سنڌ تي حملو ڪري ديبل کي فتح ڪيو، پر اُهي رهيا ڪونه ٿي، ڦرلٽ ڪري موٽي ٿي ويا. اُنهن ڌارين حملن سنڌين کي سک سان سُمهڻ نه ڏنو. سوُمرن جي ڏينهن ۾ سنڌين ۾ قومي سڄاڳي پيدا ٿي. هنن ٽن سوَن سالن تائين باوجود ٻاهرين حملن جي پنهنجي حڪومت قائم رکي. هنن جي لکيل اِتهاس جو پورو پتو ڪونه پيو آهي، ليڪن سوُمرن بابت لوڪ ڪهاڻين مان معلوم ٿيو آهي ته هنن پاڻ کي تباه ڪرائڻ پسند ڪيو، پر خوشيءَ سان ڌارين جي تابعداري قبول نه ڪئي ۽ نه ئي اُنهن کي سڱ ڏيڻ قبوليو. مومل راڻي، سسئي پنهون، ليلان چنيسر، عمر مارئي، دودي چنيسر وغيره جا قصا، جي شاعرن ڳايا آهن، اُنهيءَ دؤر جا هئا. جنهن جي معنيٰ اِها ٿي ته شاعرن اُنهيءَ دؤر کي سونهري دوُر سمجهي، اُنهن واقعن جو ذڪر ڪيو آهي. شاه عبداللطيف ۽ ٻين شاعرن به اِهي ذڪر ڪيا آهن. چنيسر سومري پنهنجي ڀاءُ دودي سومري کي راڄ پاران پڳ ٻڌائي گاديءَ تي وهارڻ تان ناراض ٿي، دهليءَ جي بادشاهي لشڪر سنڌ تي چڙهائي ڪري سومري قبيلي کي قتل ڪرائڻ ۽ سنڌي حڪومت کي نقصان پهچائڻ جو ڪارنامو ادا ڪيو.

دودي سومري جو ڪٽنب سميت سنڌ جي حفاظت ڪندي قربان ٿيڻ، اهڙو مشهور واقعو آهي جو اڄ تائين اُن واقعي جي واڪاڻ ۾ پٽ ۽ راڳيندڙ يادگار ملهائيندا اچن ٿا.

سومرا اصل چندرونشي پرمار راجپوت هئا، جي سومرو ۽ ويڳو بہ هندو پائر پونياڙي ذات جا هئا. ڏيپلي تعلقي جي ڏکڻ طرف پُراڻ وٽ رهندا هئا، جن سومرن جي صاحبيءَ جو بنياد وڌو. پوءِ سنہ ١٣٠٠ع ۾ مسلمان ٿيا. پر ويڳو هندو ئي رهيو. هي راجستان مان سنڌ ۾ آيا. سومرن جي حڪومت چوڏهين صديءَ جي وچ تائين سنڌ ۾ هلي. سنہ ١٠٥١ع سومر جي ڏينهن هڪ تيجسوي ٻالڪ ڄائو، جنهنجو نالو سومرو رکيو ويو. هو ساماٽو، جنهن پنهنجي گهراڻي جي حڪومت ڏاڍي وڌائي. تنهنڪري اُنجا پويان پاڻ کي اُن بزرگ جي نالي سومرا چوائڻ ۾ فخر ونڻ لڳا. دودو سنہ ١٠٢٨ع ۾، پونگر سنہ ١٢١٢ع ۾، چنيسر (چندريشور) سنہ ١٢٨٣ع ۾، همير سومرو سنہ ١٤٠٠ع ۾ تواريخ ۾ مشهور آهن.

سومرن جون زالون ڪيتريون نہ عقلمند هيون، اِن ڳالهہ جو ثبوت هيئنئين ڳالهہ مان ملي ٿو: اُنهن ۾ ڪي خراب روايتون هيون، هڪ تہ نئون ڪپڙو صرف هڪ دفعو پائيندا هئا ۽ ميري ٿيڻ کانپوءِ اُڇلائي ڇڏيندا هئا. ٻيو سومرِي عورت هڪ دفعو ويم ڪنديِ هئي تہ پوءِ سومرا اُنجي ويجهو نہ ويندا هئا. چچنامي ۾ جاڻايل آهي تہ هڪ سومرِي چتر ۽ چالاڪ هئي، وري سومري سردار جي هن سان دل بہ ڏاڍي هئي ۽ پر ويم کانپوءِ ڏنائين تہ سندس مڙس کانئس نفرت پيو ڪري ۽ ٻين سومرين ڏانهن پيو تڪي. سو سندس دل وراڻ لاءِ اُن چا ڪيو جو اُنجا ميرا ڪپڙا ڌاري چمڪائي رکي ڇڏيائين ۽ ضرورت وقت هن کي پائڻ لاءِ ڏنائين. سومرو سردار اُهي ڪپڙا پائي خوش ٿيندو ويو. جڏهن واپس موٽيو تہ ڪپڙن جي ڏاڍِي واکاڻ ڪيائين ۽ پڇيائينس تہ هي ڪپڙا تو ڪٿان گهرايا؟ ۽ زال هنکي سربستي ڳالهہ ڪري ٻڌائي. چيائين تہ جيئن ڪپڙا ڌئڻ کانپوءِ صاف سٿرا ۽ چمڪيل ٿي سگهن ٿا، اهڙيءَ طرح عورت بہ ويم ڪرڻ کانپوءِ ڪجهہ ڏينهن بعد صاف ۽ پوتر رهي ٿي. سومري سردار پنهنجي غلطي محسوس ڪئي ۽ اُهي رسمون سدا لاءِ بند ڪيون ويئون.

سومرن جو راڄ ١٠٥٢ع کان شروع ٿيو جو ٣٦٠ سال هليو.

**١٤. سومرن جي حڪومت ۽ اُنجي تاريخ نوسين جا رايا وغيره** - تاريخ سنڌ ڀاڱو ٣ جو مصنف ميان عبدالغني عبدالله سومرن جي حڪومت جو زمانو سنہ ١٣٠٠ع کان ١٤٣٩ع تائين ڏيکاري ٿو. ڪي لکن ٿا تہ سومرن جي خاندان ١٠٥١ع کان ١٣٥١ع تائين ٣٠٠ سال حڪومت ڪئي. سومرن جو تخت گاه محمد طور هو، جو هاڻي چاچري ۽ بدين تعلقن جي هنڌ هو. ٻيو تختگاه وجيہ ڪوٽ لاڙ پرڳڻي ۾ هاٺوڪي پُراڻ ديوري جي ڪناري کان ٥ ميلن تي هو جو پوءِ لڏي قديم شهر ساموئي ۾ اچي رهيو، جو ٺٽي کان ٣ ميلن تي آهي. دودي سومري ١٠٥٤ع ۾ وفات ڪئي، پوءِ پٽس پونگر ١٥ ورهيہ حڪومت ڪري ١٠٦٨ع ۾ وفات ڪئي. پوءِ پٽس سنگهار جيڪو صغير هو تنهن کي سرداريءَ جي پڳ ٻڌائي. مگر حڪومت جون واڳون دودي جي ڌيءَ تارا ٻائيءَ جي هٿ ۾ هيون. هيءَ پهرين سنڌِي عورت هئي جنهن سياست ۾ مردانگيءَ سان قدم رکيو. سومرا ساڻس وفادار ۽ فرمانبدار ٿي رهيا. جڏهن سنگهار وڏو ٿيو، تڏهن اُن کي تخت نشين ڪيائون. چڱيءَ طرح حڪومت هلائي سنہ ١١٠٦ع ۾ بنا اولاد مري ويو. سنگهار جي موت کانپوءِ سندس زال هموٻائيءَ حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ رکيون ۽ ادرڪ جي قلعي ۾ پنهنجي گادي ڪئي.



تاريخ نويس عام طور سلطانہ رضيہ کي پهرين مسلمان حڪمران عورت ۾ شمار ڪن ٿا جا ١٢٣٦ع ۾ دهليءَ جي تخت تي ويني. اُن حساب موجب تارا ٻائي ۽ هموٻائي پهريون سنڌِي عورتون هيون جن مردانگيءَ سان حڪومت هلائي. تارا ٻائي سنہ ١٠٩٢ع ۾ ۽ هموٻائي سنہ ١١٠٦ع ۾، پوءِ سومرو سردار دودي پهرئين جي اولاد مان حڪمران ٿيو. ڪجهہ وقت حڪومت ڪري وفات ڪيائين پوءِ خيرو (ڪينئرو) سومرو سردار، پوءِ پويون سومرو همير (ارميل) حاڪم ٿيو. هي ظالم هو. ڪجهہ کان سومرا ڪاهي آيا ۽ همير سومري کي گهر ۾ قتل ڪري سندس سِسي ڪوٽ جي ڪنگريَ ۾ لٽڪائي ڇڏيائون. عمر سومري جو يادگار امر ڪوٽ ۾ آهي جو اُجين جي پرمار سوڍن راڻن قلعو اڏايو هو. سندس اصلوڪو نالو امرڪوٽ هو جو ڦيرائي عُمرڪوٽ سڏجڻ لڳو.

**١٥. سومرن حاڪمن جي فهرست** - سومرن جي حڪمرانن جي نالن ۽ سنن ۾ الڳ الڳ تاريخ نويسن مطابق اُنهن ۾ فرق آهي. هيءَ لسٽ چچنامي انگريزي جلد ٢ موجب آهي:

| جريان نمبر | نالو حڪمران جو | وفات هجري سال | وفات عيسوي سنہ | حڪومت جو عرصو سال |
|---|---|---|---|---|
| ١ | سومرو | ٤٤٦ | ١٠٥٤ع | ٣ |
| ٢ | پونگرو پهريون | ٤٦١ | ١٠٦٨ع | ١٥ |
| ٣ | دودو پهريون | ٤٨٥ | ١٠٩٢ع | ٢٤ |
| ٤ | سنگهار | ٥٠٠ | ١١٠٦ع | ١٥ |
| ٥ | خفيف پهريون | ٥٣٦ | ١١٤١ع | ٣٦ |
| ٦ | عمر پهريون | ٥٧٦ | ١١٨٠ع | ٤٠ |
| ٧ | دودو ٻيو | ٥٩٠ | ١١٩٣ع | ١٤ |
| ٨ | پنهون | ٦٢٣ | ١٢٢٦ع | ٣٣ |
| ٩ | ڪينئرو پهريون | ٦٣٩ | ١٢٤١ع | ١٦ |
| ١٠ | محمد طور | ٦٥٤ | ١٢٥٦ع | ١٥ |
| ١١ | ڪينئرو ٻيو | ٦٥٨ | ١٢٥٩ع | ٣ |
| ١٢ | طائي | ٦٨٢ | ١٢٨٣ع | ٢٤ |
| ١٣ | چنيسر | ٧٠٠ | ١٣٠٠ع | ١٨ |
| ١٤ | پونگر ٻيو | ٧١٥ | ١٣١٥ع | ١٥ |
| ١٥ | خفيف ٻيو | ٧٣٣ | ١٣٣٢ع | ١٨ |
| ١٦ | دودو ٽيون | ٧٥٨ | ١٣٥٦ع | ٢٦ |
| ١٧ | عمر ٻيو | ٧٩٣ | ١٣٩٠ع | ٣٥ |
| ١٨ | پونگر ٽيون | ٨٠٣ | ١٤٠٠ع | ١٠ |
| ١٩ | همير - | - | - | ٣٦٠ ڪل ورهيہ |

تحفتہ الڪرام ۾ حڪمران جا ٢٠ نالا ۽ حڪومت جو عرصو ٣٦١ ورهيہ ڏنل آهي.

**١٦ - سمن جي حڪومت-** سومرن کانپوءِ سنڌ جي حڪومت سمن جي هٿ ۾ آئي. سمن جي گاديءَ جو هنڌ ''ساموئي'' هو جو اڄ هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي. ننگر ٺٽي کان ٣ ميل پري مڪلي ٽڪريءَ جي اُتر طرف چيڙي تي آهي. سما اصل هوندو چوڙا راجپوت هئا جي ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ کان سنڌ ۾ آيا. جي پوءِ هندو ڌرم بدلائي مسلمان ٿيا ۽ جام سڏبا هئا. سنہ ١٣٥٠ع کان سندن راڄ شروع ٿيو، جو سنہ ١٥٢٠ع تائين هليو. لس ٻيلي جو حاڪم بہ جام سڏبو هو. هوُ بہ چوڙا راجپوتن جي نسل مان هو. لس ٻيلو بہ پهريائين سنڌ جو ڀاڱو هو. اصلوڪا سنڌ جا رهاڪو جي پوءِ مسلمان ٿيا ۽ سمات قوم جا سڏبا آهن. شايد سما ذات ڪي ئي سمات ٿو سڏجي. پر جام اوڏو ۽ پٽس جام جکرو هندو ئي رهيا ۽ درياءَ پنٿي هئا.

دهليءَ جو بادشاه محمد تغلق سنڌ تي چڙهائي ڪري آيو. پر سنہ ١٣٥١ع ۾ ٺٽي جي ٻاهران بيمار ٿي گذاري ويو. وري سلطان فيروز شاه سنہ ١٣٦٥ع ۾ ٺٽي تي چڙهائي ڪئي پر رسد جي ڪميءَ ڪري گهوڙن ۾ وبا جي بيماري اچي پيئي تہ گجرات طرف هليو ويو. پوءِ پهاڪو نهيو تہ:

''با برڪت شيخ پنو، هڪ مُئو هڪ ٽُنو.''

سمن سنڌ تي اٽڪل ١٥٠ ورهيہ راڄ ڪيو. سومرن ۽ سمن جي ٥٠٠ سالن ۾ سنڌ خوشحاليءَ ۽ ڪلچر طرف چڱي وِک وڌائي ۽ پنهنجون روايتون قائم رکيو ٿي آيون. سما خاندان جي آخري حاڪم جام فيروز جيڪا عيش پرستي، بزدلي ۽ غداري ڏيکاري هئي، سا بہ مثال طور پيش ڪئي ٿي وڃي. هن ڪي ارغون (مغل) نوڪريءَ ۾ رکيِ، سنڌ جي سورهيہ سردار دولهہ دريا خان کي وزارت اعظميءَ مان هٽائي چڙهڻ لاءِ مجبور ڪيو. اُن صورت الحال کي ڏسي، مغل نوڪرن ۽ قاضي قاضن، ارغونن کي دعوت ڏيئي گهرائي سنڌ کي ڌارين جي هٿ ۾ ڏياريو. سمن ۾ راڄا جام تماچي مشهور هو جو هن نوريءَ مهاڻيءَ سان شادي ڪئي ۽ سونڊا شهر اڏايو. جام سپر تمام مشهور ٿي گذريو آهي.

**١٧. سمن جي حڪمرانن جي فهرست-** ١٧٠ سالن جي راڄ جي عرصي ۾ هينيان ڪل ١٨ ٿيا:

| نمبر | نالو حڪمران | وقت | نمبر | نالو حڪمران | وقت |
|---|---|---|---|---|---|
| ١ | جام انڙ ولد بابينہ | ١٣٥١ع | ١٠ | جام علي شير ولد تماچي | |
| ٢ | جام جونا ولد بابينہ | ١٣٥٤ع | ١١ | جام ڪرن ولد تماچي | ٨ سال |
| ٣ | جام تماچي پهريون ولد انڙ | | ١٢ | جام فتح ولد سڪندر ولد تماچي | ١٥ سال |
| ٤ | جام بابينو ولد انڙ | ١٥ سال | ١٣ | جام تغلق ولد سڪندر | |
| ٥ | جام خيرالدين | ١٣٨٣ع | ١٤ | جام سڪندر ولد فتح خان ولد سڪندر | |
| ٦ | جام بابينو ٻيو ولد خيرالدين | ١٥ سال | ١٥ | جام رائڌان | ٩ سال |
| ٧ | جام تماچي ٻيو ولد خيرالدين | | ١٦ | جام سنجر | ٨ سال |
| ٨ | جام صلاح الدين ولد تماچي ٻيو | | ١٧ | جام نظاالدين (نند) ولد بابينہ | ١٤٩٠ع |
| ٩ | جام نظام الدين پهريون ولد صلاح الدين | | ١٨ | جام فيروز شاه ولد نظاالدين | |



**(الف) سخي جام ڏاتار-** سخي جام ڏاتار مقبرو ڳوٺ ڪڏڙي تعلقو سنجهوڙي جي نزديڪ آهي. سندس مقبري تي ساليانو زبردست ميلو لڳندو آهي. سندس پويان متولي جام سڏبا آهن، جي وڏي پدويءَ وارا زميندر مُريدن ۽ خادمن وارا آهن.

**١٨. ارغونن جي حڪومت-** ارغون مغل نسل جا هئا. ارغون سنہ ١٥١٩ع ۾ سنڌ تي زوريءَ اچي قبضو ڪيو ۽ هنن جو راڄ سنہ ١٥٥٤ع ۾ پورو ٿيو. هنن فقط ٣٥ ورهيہ راڄ ڪيو. شاه بيگ ارغون سنہ ١٥٢١ع ۾ سنڌ جو حاڪم هو. هنن جو پٽ مِرزا شاه حسن ٢٢ سال سنڌ جو حاڪم هو. ارغون ڏينهن جا ڏينهن نهايت بيدرديءَ سان عام ماڻهن جو قتل ۽ ڦرلُٽ جاري رکي. شاه بيگ ارغون سنہ ١٥٢١ع ۾ اگهم ڳوٺ ۾ وفات ڪئي. سندس پٽ مِرزا شاه حسن جي تاجپوشي نصرپور ۾ ادا ڪئي ويئي. هن ١٥٦٠ع ۾ رحلت ڪئي. هي وڏو عالم ۽ سخت فهم شاعر هو. سندس تخلص ''سپاهي'' هو. شاه بيگ جي مؤت جو سنہ شايد غلط ٿو ڏسجي.

**١٩. ترخانن جي حڪومت-** ترخان بہ مغل نسل جا هئا، هنن سنہ ١٥٥٤ع ۾ ارغونن کان راڄ هٿ ڪيو. هنن بہ فقط ٣٨ سال راڄ ڪيو جو سنہ ١٥٩٢ع ۾ پورو ٿيو. مرزا عيسيٰ خان سُنو راڄ ڪيو، رعيت کي سُکيو رکيو. مرزا عيسيٰ خان ١٨ سال راڄ ڪري ٩٨٠ هجريءَ ۾ رحلت ڪئي. پوءِ سندس پٽ مرزا باقي بيگ تخت تي ويٺو. هن ڏاڍا ظلم ڪيا. اوچتو ١٣ سال حڪومت ڪري پنهنجي پيٽ ۾ خنجر هڻي آپگهات ڪيو، ٩٩٣ هجري ۾ مري ويو. سندس پٽ کي گاديءَ تي وهاريو ويو، پر اُنجو دماغ ٺيڪ نہ هو. پوءِ اميرن سيوهڻ مان سندس سوٽ مرزا جاني بيگ کي گهرائي اختيارات حوالي ڪيا ويا. هي عقلمند هو پوءِ اڪبر جي منصب تي سرفراز ٿيو. آن سال اڪبر جي خذمت ۾ رهي وفات ڪيائين، برهانپور جي شهر ۾. هي شاعر هو. سندس تخلص ''حليمي'' هو. موسيقيءَ ۾ بہ دلچسپي هئس. هڪ ڏينهن گهڻي شراب پيئڻ ڪري ١٠٠٩ هجريءَ ۾ وفات ڪيائين. اڪبر سندس پٽ غازي بيگ کي سندس رياست سُپرد ڪئي. قنڌار ۾ ١٠٢١ هجريءَ ۾ پنهنجي غلام هٿان زهر وِڳهي مري ويو.

بولي- ارغون ۽ ترخانن جي سرڪاري ٻولي پارسي هئي ۽ گهرو ٻولي سنڌي هئي.

**٢٠. مغلن جي حڪومت-** مغل بادشاه اڪبر سنہ ١٥٩٢ع ۾ سنڌ تي چڙهائي ڪري هٿ ڪئي. اڪبر جي پاران سنڌ جي سنڀال نواب ڪندا هئا جي ذات جا ڪلهوڙا هئا. مغلن جي حڪومت جو زور ايران جي بادشاه نادرشاه جي ڪاه سنہ ١٧٣٦ع جي.کان پوءِ گهٽجي ويو. اُن اڪبر جي پاران نواب نور محمد ڪلهوڙو سنڌ سنڀاليندو هو.

**(الف) اگهوتري-** اڪبر جي ڏينهن ۾ ڪڻڪ في مڻ ١٢ دام، جَوَ في مڻ ٨ دام، مُڱ في مڻ ١٨ دام، مانهن في مڻ ١٦ دام، ڪنڊ في مڻ ١٢٨ دام، لوڻ في مڻ ١٦ دام، گيهہ في مڻ ١٠٥ دام، تيل في مڻ ٨٠ دام هو. مڻ جو وزن ٢٦ سير هو. في روپيہ قيمت ٤٠ دام هئي.

**(ب) سِڪا-** مغليہ دور ۾ سنڌ ۾ دام، جيتل، ٽنڪا، روپيہ ۽ اشرفيون هلنديون هيون. بکر ۽ ٺٽي ۾ سرڪاري ضرب خانہ هئا. اڪبري اشرفيءَ جي قيمت ٩ روپيہ ۽ عالم گير اشرفيءَ جي

قيمت ١٦ روپيه هئي. ايراني سِڪا جهڙوڪ عباسي، محمدي ۽ صفريه به چالو هئا. ايراني سِڪن جي قيمت ۴ آنه هئي.

(ڀ) سنڌ مان روانگي شيون- ڪپڙو، نير، ريشم، اُن، لوڻ، قلمي شورو، چمڙو، مڇي، گيهه، آفيم ۽ چوپايو مال هو.

(پ) سنڌ ۾ آمدني شيون- اوني گرم ڪپڙو، چيٽون، کنڊ، مصالح، ڌاتو، ڪٽا، ريشمي ڪپڙو، جڙيون ٻوٽيون، خشڪ ۽ تازا ميوا، ڪلاباتون ۽ نمدا هئا.

**٢١- ڪلهوڙن جي حڪومت** - پوءِ نوُر محمد ڪلهوڙو گاديءَ تي ويٺو. مغليه دربار سردار ميان يار محمد ڪلهوڙي کي ١٧٠١ع ۾ سنڌ تي حڪومت ڪرڻ لاءِ پروانو ڏنو. ١٨ سال حڪومت ڪري ١٧١٨ع ۾ مري ويو. هي مغلن جي پاران سنڌ سنڀاليندو هو، تنهن سنه ١٧۴٠ع ۾ پاڻ کي خودمختيار حاڪم سڏايو ۽ سنه ١٧٥٧ع ۾ مري ويو. هن ڪانپوءِ سندس پٽ غلام شاه ڪلهوڙو سنه ١٧٦٢ع ۾ حاڪم ٿيو ۽ ١٧٧۴ع ۾ وفات ڪيائين. آخري ڪلهوڙي بادشاه سر فرازشاه کي ميرفتح علي خان سنه ١٧٨٣ع ۾ هالاڻي جي لڙائيءَ ۾ ماري، راڄ هٿ ڪيو. ڪلهوڙا فقير سڏبا هئا، ڪين مُريد به هئا. ڪلهوڙن جو اصل نسل ”سنڌي چنا“ قبيلي منجهان هو. پر جڏهن سنڌ جا والي ٿيا، تڏهن اصلي قبيلي کي ڇڏي ڪري عرب سڏائي پاڻ کي عباسي چوائڻ لڳا. اُنهن مان هڪ ڪلهوڙو آدم شاه نالي ڪامل شخص هو، جنهن جو مقبرو سکر شهر ۾ ٽڪريءَ تي آهي. ميان نوُر محمد ڪلهوڙو پنجاب مان ديوان گدومل کي وٺي آيو هو جو هنن جو ڪاروبار هلائڻ ۾ مددگار هو. اُن بعد ميرن وٽ هو. گدوبندر هن جي نالي سان ئي سڏبو آهي. اهڙيءَ طرح ڪلهوڙن جي حڪومت ختم ٿي ۽ پهاڪو نهيو ته ”آيا مير ڀڳا پير.“

ڪلهوڙن جي راڄ ۾ نادرشاه بادشاه سنڌ ۾ اچي سنڌ کي ڦري سُڃو ڪيو. نور محمد ڪلهوڙي کان ڪيئي ڪروڙ رپيا ڦُري، آئينده تابعداري ۽ خراج ڏيڻ جي ضمانت طور سندس ٻه پٽ پاڻ سان وٺي ويو. نادرشاه سنڌ جو ڪتب خانو ۽ رسالا وغيره به پاڻ سان کڻي ويو. اُن ڪانپوءِ پناڻ خراج ونندا رهيا. جي ڏيڻ ۾ ڪوتاهي ٿي ڪيائون ته حملا ٿي ڪيائون. احمدشاه ابدالي به سنڌ تي حملو ڪيو جو مثال آهي. مير غلام شاه ڪلهوڙي گادي خداآباد مان ڦيرائي حيدرآباد ۾ ڪئي ۽ قلعو اڏايو، جنهن جو نالو نيرن ڪوٽ رکائين. هن سنه ١٧٥٨ع ۾ ايسٽ اِنڊيا ڪمپنيءَ کي ٺٽي ۽ شاه بندر ۾ ڪوٺيون وجهڻ ۽ واپار ڪرڻ جي اِجازت ڏني. ڪلهوڙن جي حڪومت ١٧٠١ع کان ١٧٨٣ع تائين هلي.

**٢٢. ميرن جي حڪومت** - ميرن جو راڄ سنه ١٧٨٣ع ۾ شروع ٿيو ۽ ميرفتح علي خان حاڪم ٿيو. مير ٽالپر به سڏبا هئا، اُنهن ۾ ٻيون به ذاتيون سڏبيون هيون. جهڙوڪ لغاري، مَري، مُغيري، رِند، ٻُزدي، چانديا، مگسي، جتوئي، جمالي وغيره. اُنهن کي بَلوچ (ٻروچ) به چوندا هئا. بَلوچ اکر نڪتل آهي ٻَل + اُوچ يعني اوچي ٻل وارا مطلب ته بهادر. هنن ٦٠ سال بادشاهي ڪئي. سنه ١٨۴٣ع ۾ انگريزن ڪاه ڪري ميرن کان سنڌ فتح ڪئي.



(الف) ٽالپر لفظ جي معنيٰ - (١) ڪرنل جيمس ٽاڊ پنهنجي ”تاريخ راجستان“ جلد ٢ ۾ لکي ٿو ته ”ٽالپر“ سنسڪرت لفظ ”تالمر“ مان نڪتل آهي. ”تال“ (تر) معنيٰ کجيءَ جو وڻ ۽ ”مر“ معنيٰ مير، سندن وطن ”تدمر“ ڏيکاري ٿو. جنهن تي يوناني جاگرافيدانن ”پاميريا“ نالو رکيو هو.

(٢) ”جنت السنڌ“ از رحيمداد خان مولائي شيدائي صفحي ۴٥۴ ۽ ۴٥٥ تي لکي ٿو ته ياد رهي ته ٽالپر پنهنجي صحرائي پيشي ڪري، مٿئين نالي سان سڏجن ٿا. ”ٽالپر“ ٻن لفظن جو مرڪب آهي. ”ٽال“ معنيٰ وڻ جي شاخ ۽ ”پر“ معنيٰ وڍڻ يعني ”ٽالپر“ معنيٰ ڪاٺير، جيئن ٻزدار معنيٰ ٻڪرار، گوُڦانگ معنيٰ ڳنوار وغيره.

(ب) حڪومت ڪندڙ ٽالپر ۽ سندن عرصو- ميرن يعني ٽالپرن هيٺ ڄاڻايل عرصي تائين حڪومت ڪئي:- ڪل ڇهن ٽالپرن اميرن سنڌ تي حڪومت ڪئي.

| جريان نمبر | نالو حاڪم جو | وقت (ڪهڙي سنه کان ڪهڙي سنه تائين) |
|---|---|---|
| ١. | مير فتح علي شاهه هيبت جنگ بهادر | سنه ١٧٨٣ع کان ١٨٠٢ع تائين |
| ٢. | مير غلام علي خان شير افگن | سنه ١٨٠٢ع کان ١٨١١ع تائين |
| ٣. | مير ڪرم علي خان روڪن الدولهه بهادر | سنه ١٨١١ع کان ١٨٢٨ع تائين |
| ۴. | مير مُراد علي خان امير الدولهه بهادر | سنه ١٨٢٨ع کان ١٨٣٢ع تائين |
| ٥. | مير نوُر مُحمد خان ثريا جاه بهادر | سنه ١٨٣٢ع کان ١٨۴٠ع تائين |
| ٦. | مير محمد نصير خان الغاري | سنه ١٨۴٠ع کان ١٨۴٣ع تائين |

(ڀ) ميرن جي فوُجي طاقت- ڊاڪٽر جي. برن لکيو آهي ته قلعي اندر ٿوري فوج کانسواءِ اميرن جا هٿيار بند خدمتگار جهڙا ٿورڙا اهڙا ڏسڻ ۾ حقير هئا. قومن جا کي سردار هميشهه دربار جي سڏ تي وهيٺا رهيا ٿي. اهي ٿورن ڏينهن اندر پنهنجي رعيت کان ڪيتي ۽ ٻيا ڪم ڇڏائي ڪين سڏي سگهندا هئا. اهڙيءَ طرح چاليهه هزار کن ماڻهو گڏ ڪري سگهيا ٿي. ڪئپٽن سيٽن جي رپورٽ موجب لڙائيءَ جي ميدان ۾ روز هڪ پئسو ڏيندا هئا. اها جهوُني ڳالهه هئي. اُن بعد سوارن کي ٽيهه روپيه ماهوار پگهار ملندو هو. هن ٽڪر ۾ وطن لاءِ حب اٽليپ وٽ هئي. پر ڪو مذهبي مست حرڪت ڪري دين جي نالي باه کڻي ٻاري ته شايد اهو ممڪن هو. جيتوٽيڪ اميرن جي ڏاڏاين ڪري ماڻهن جي جهيڙاڪ طبع ڊبيل هئي، تڏهن به ٿوري به ڇيڙ تي يا ڦُرلٽ جي لالچ تي هٿيار کڻي نڪرڻ ۾ ويرم ئي نه ڪندا هئا. سنڌي سپاهي جنگي اِنتظام ۽ فرمانبرداريءَ مان ڪي ڪين ڄاڻندا هئا. بچاءَ جو پورو بندوبست نه هو.

(پ) اميرن جي رهڻي- مسلمان حاڪم جهڙا ڪامي ۽ عياش اڪثر ٿين ٿا، تهڙا سنڌي حاڪم نه هئا، يا ته اهڙا مغرور ۽ عالي خيال هئا جو عيش عشرت ڏي ڇڪ ڪانه هين. مگر ممڪن هو ته مزا ماڻي ڊاپيا پيا هئا. امير نشو ڪونه واپرائيندا هئا. پر سپاهي ۽ ڪيترا درباري عيش عشرت ۾ مبتلا هئا ۽ آفيم جو رواج عام هو. سندن اڪٿ خزانو گهٽي قدر ياقوت، جواهر ۽ زمرد هئا. جن سان خنجر، تلوارون ۽ بندوقون جڙيندا هئا، يا مُنڊين جون ٽِڪون ۽ پوشاڪ ۾ جهاٻا پهريندا هئا. شڪار جا شوُقين هئا.

**(پ) اميرن جا خيال-** هرڪنهن جي ۽ هر ڪنهن ڪان ملڪ يا حڪومت جي آمدنيءَ جي پُڇ پُڇ ڪندا هئا ۽ ملڪي ڳالهين مان بہ مزو ايندو هون. ڪو خط ايندو هو تہ القاب ۽ آداب جا لفظ جاچي ڏسندا هئا تہ اهڙو لفظ تہ ڪونهي، جو سندن مانُ گهٽائي.

**(ت) اميرن جي رحمدلي-** اميرن جون ڪئين خاميون ٻڌبيون هيون. مير مبارڪ لوڀي هو. مير علي مراد هٽ ڦاڙ هو ۽ ڏاڍايون ڪيائين. اِنصاف ڪرڻ ۾ ڪا اوڻائي هين تہ اها رحمدلي ۽ حليمائي هئي. ڪوبہ ماڻهو پنهنجو ڏک ٻڌائڻ لاءِ يا عرض ڪرڻ لاءِ ڪڏهن بہ وٽن وڃي سگهندو هو. هندو ناراض هئا، جو مٿن سيني ڪان گهٽ مهر جي نظر هئي.

**(ٿ) ميراڻي دربار انگريزن لاءِ-** ڊاڪٽر جي. برن پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو تہ جڏهن ڪوٽڙيءَ ڪان روهڙيءَ پهتو، تڏهن حيدر خان لغاري ۽ بهادر خان بہ وڏا سردار اميرن پاران سندس اِستقبال لاءِ آيا هئا، جي ٻئي وڏا عملدار هئا. حيدر خان وڏي وزير جو پاٽو هو. گهڻن ادبن سلامن سان مليا. رسم رسمات موجب ياڪر پاتائون ۽ حال احوال وٺي خوش آمديد جا پيغام پهچاياءون. هنجي ۽ هنجي خدمتگارن ڪي هڪ سو چڙا هئا خرچ ڪرڻ ڪونہ ڏنائون. سڀ پاڻ ڪيائون ۽ حڪم موجب پنجاه اُٺ پلاڻيا تيار ٿيا بينا هئا، تن تي سوار ٿيا. هر طرح جي خاطري ڪيائون ۽ آرام لاءِ اِنتظام رکيائون. ٻيا سڀ اُٺن تي هئا، باقي ڊاڪٽر برن گهوڙي تي هو. وات تي حشام ماڻهو هن فِرنگيءَ (يعني انگريز) ڪي ڏسڻ آيا. جڏهن هي حيدرآباد ڪان ٣٠ ميل پري هو تہ محمد خان نوڙهو ۽ هڪ اميرن جو عزيز اِستقبال لاءِ وڏي آيو. ساڻس ٻيا خدمتگار بہ هئا. انهن مان معلوم ڪيائين تہ سندس شان ۾ دربار ۾ خاص تياريون ٿي رهيون هيون. چي "ٻيا يوروپي بہ سنڌ ۾ آيا آهن پر توهان ڪي خاص دعوت ڏنل آهي ۽ مُلاقات بہ خاص طرح جي ٿيندي. حيدرآباد جي ويجهو نواب ولي محمد خان لغاري سنڌ جو وڏو وزير پاڻ ڪيس مُبارڪبادي ڏيڻ لاءِ قدم رنج فرمائي آيو. وڏي اٺالي ۽ دبدبي سان آيو هو. اُٺن چٽن جي ڪلهن تي هڪ مافي ۾ وينو هو، جو لهي ياڪر پائي ڪيس مليو. نومبر جي ١٠ تاريخ حيدرآباد پهتا. قريب ڏهہ ٻارهن هزار ماڻهو اچي مڙيا هئا. آخر قلعي ۾ اچي پهتو. چارون طرف ديوارن تي عجب چترن جا سينگار ۽ پٽ تي عمدا غاليچا وڇايل ڏنائين. هڪ طرف ٿي ڪماني دروازا، سائي ماهوُت جي پڙدن سان ڍڪيل هئا. جن مان هڪ ڏي وڏو وزير ۽ هڪ عملدار وٺي ويس. اُتي مُجتي لاهي وڙتائون. سامهون امير بينا هئا. پوءِ ديوان خاني ۾ اها جماعت عمدي لباس ۾ ايراني غاليچن تي ارڌ چندرما ۾ ويٺي هئي ۽ وچ ۾ بہ امير مسند نشين هئا. اميرن جي ٻنهي پاسن ڪان ٽالپري خاندان جا ماڻهو مُراد علي خان، نوُر محمد ۽ نصيرخان جا پٽ ۽ مير صوبدار ۽ محمد سندن پاٽيا حاضر هئا. ٿورو پريرو ٻيا عزيز جن ۾ مير محمد سندن چاچو ۽ سندس پٽ احمدخان ۽ جهان خان تنجي پنيان عمدن لباسن ۾ ميرن جا تلواربند سپربردار ۽ خوش لباس خدمتگار گروه ٻڌي بينا هئا. ٽالپري خاندان ڪي اِئين ڏسي سندن تهذيب ۽ تواضع تي عاشق ٿي پيو. سينيءَ ۾ ميرنصيرخان ڪيس نهايت خوبصورت ڳڀرو جوان لڳو. دربار جي رونق اميرن جي سونهن ٻنهي موهي ڇڏيس. عام خلق ڪوٽ جي ٻاهر هئي.



**(ٿ) ميراڻي دربار عام لاءِ-** پوسٽنس (Postans) لکيو تہ ڪو سلام تي آيو تہ ڪوٽ ڪان ڪُجهہ پري سندس آجيان لاءِ ٤٠-٥٠ سوار ۽ پيادا فوجي لباس ۾ هٿيار پنوهار ڪٽي اڳتي وڏي ايندا. ٽوليءَ جا سردار اڪثري ميرن جا عزيز خويش سندن پاران وٺڻ اچن. مير فقط ثاني شريڪ جي مرحبا لاءِ وڏي ايندا هئا. ملاقيءَ وٽ ماڻهو ڏوڪي ويندا. ڪيڪاري ڪهُٽ ڪهٽ ۾ ڏيئي قرب جون ڇيبون ڏيندس. پوءِ خوش خيريت پڇندس ۽ مير جا سلام پيغام ڏيندس. پنيان ٻيا بہ پڇندس خوش آهيو، چاق آهيو، پيا پڇندس. ڪوٽ جي دروازي وٽ ٻيا بہ اچي گڏبس. ديوان خاني جي ٻاهر ملاقيءَ ڪي آڏي ٻهارين. اُمالڪ ٥٠ خوشامدڙيا رڪيب جهلي گهوڙي تان لاهينس. بس پير پٽ تي رکيو ناهي تہ ٥٠ چڙا چاتيءَ تي هٿ رکي وٺي "بسم الله" پڪارين. پوءِ قطارناهي ملاقيءَ ڪي اندر وٺي وڃن ۽ مُجتي جوراب لاهيندس. فقط هڪ چپرڪٽ مٿان بخمل ۽ ڪيمخاب جون گديون ۽ چوڏاري ايراني غاليچا. ڪٽ تي مير سائين سروپاءِ ڍڪي ليٽيو پيو آهي ۽ سڄي ڪوٺي اميرن، وزيرن، خدمتگارن ۽ سپاهين سان ٽمٽار آهي. وڏن عهدن وارا امير جي ويجهو غاليچن تي ويٺل. ملاقيءَ جي گهڙڻ شرط سڀ ٽپ ڏيئي اُٿندا. پهرين مير سائين دستور موجب ياڪر پائي خوش خيرعافيت پڇندو. پوءِ وري سندس پاسي وارن جي وَر چڙهندو. مهمان ڪي عزت ڏيڻ لاءِ مَنجي ڏين. رئيس هٿ ڪنيو يا پاسو ورايو تہ سينو نوڪي "جيوين قبلا" پيا چوندا. خيرعافيت وقت هر هر سوال ڪل جهڙا هئا، پر اهڙي قرب سان پڇن، جو پيا وٺن. رئيس ڳالهيون ڪندي وڃي شڪار جي ڳالهہ تي نڪرندو. مير مجلس جي برخواست ٿيڻ جو اِشارو ڪندو. "خدا حافظ" چئي موڪلائيندا. ڪورت ڇڏڻ مهل وري ساڳيو بدرقو ڏوڪي ساڻ هلندو. خاص موقعي تي سوکڙيون ۽ سوغاتون ڏين وٺن. پر عام جام مهمان اڳيان منائيءَ جا طبق پيري اچي رکن.

**(ٿ) ميرن جو خزانو-** "Dry leaves from young Egypt" ۾ ليڪ لکي ٿو تہ قلعي اندر فقط اميرن جا ڪٽنب رهندا هئا. قلعي جي وِچ ۾ هڪ شاهي بُرج هو، جنهن اندر ٻڌبو هو تہ اميرن جو خزانو رکيل هو. سنہ ١٧٨١ع ۾ جڏهن ڪلهوڙن ڪي گاديءَ تان لاهي امير مُلڪ جا حاڪم ٿيا تڏهن سندن ملڪيت جا بہ والي ٿيا. ايلفنسٽن جو ڪابل تي ڪتاب پڙهبو هو تہ معلوم ٿيندو تہ سنہ ١٧٩٣-١٧٩٤ع ۾ شاه زمان پنهنجي بادشاهت جي ڏکڻ وارن صوُبن ۾ پاڻ وڃي امن امان قائم ڪيو. پوءِ اميرن ڪان (٢٤،٠٠،٠٠٠) چوويهہ لک پائونڊ رهيل خراج زوريءَ اُڳاڙي. سنہ ١٨٠٤ع ۾ شاهہ شجاع (١٧،٠٠،٠٠٠) سترهن لک روپيہ چڪين. وري ١٨٠٩ع ۾ ننڍي رقم ورتين. ڪي ٽالپر لوٽوُ حاڪم هئا. مير ڪرم علي خان ڏيڻ جو ڏاتار هو. نصير خان اجايو سَجايو خرچ ڪندو هو. ٻيا مير هئا مير علي مُراد، مير رُستم خان ۽ مير علي نواز خان وغيره.

**(ٿ) ميرن جو مذهبي تعصب-** سيٺ نائون مل هوتچند پوجواڻيءَ لکيو آهي تہ سنبت ١٨٨٨ وڪرمي برابر سنہ ١٧٣١-١٧٣٢ع ۾ ڪنهن واجهي ماستر ڪنڍي نالي هڪ مزوُر جي پٽ سان ڪا سختي ڪئي. چوڪر رُسي گهر ڇڏي وڃي مسجد جي در وٽ ٻينو تہ ڪي مسلمان چوڪر ڪي ريهي ريبي مسجد ۾ وٺي وڃي وهاريائونس. تنهن تي هندن ۾ تاءُ پيدا ٿيو. هٽ تاڙون ڪيائون ۽ مسلمانن

سان سودا ڪٽي بند ڪيائون. مسلمانن وير پاڙڻ لاءِ ڪوهه، جنهن مان هندو پاڻي ڀريندا هئا، ڪٽي پليت ڪيائون. ٻئي ڏينهن نُور شاهه بزار مان ڪَڇ مُئيندو ويو. ان لاءِ نائون مل جي پاءُ پرسرام ٿورو جهٽڪيس. پوءِ ته نور شاهه جوش ۾ اچي ويو ۽ مسلمانن کي ڪٽي پڙڪايائين. پوءِ شاهه بندر مٽياري هالا ۽ حيدرآباد وڃي ماڻهن کي پڙڪايائين. تيسين پرسرام سنڌ ڇڏي جيسلمير ويو. مير مُراد عليءَ تي زور پريو ويو ته سيٺ هوتچند کي فرمان موڪلي سندس پٽ پرسرام جي ٻانهن حيدرآباد ۾ گهرايو، پر هُوَ ته ڪراچيءَ ۾ هو ئي ڪونه. نيٺ ٻيو فرمان موڪلي سيٺ هوتچند کي گهرايو. هُوَ آيو. پوءِ سيٺ کي باگانيءَ وٺي ويا ۽ منلو شاهه جي اوطاق تي رهايائون، جو نور شاهه جو عزيز ۽ ڪَٽر مذهبي هو. ١٠-١١ ڏينهن گذري ويا. سيٺ اَن نه چکيو. سندس جهُونو وفادار نوڪر پارُو چمڙا پوش ڪري روز ڦُلن ۽ ڀُڳڙن جي مُٺ لڪائي پهچائيندو رهيو. سيٺ ڀڳڙن لَپ کائي درياءَ جو پاڻي پي ١٠-١١ ڏينهن گذاريا. هنکي زوريءَ مسلمان ڪرڻ جا گهاٽ گهڙيائون. اها مير مراد عليءَ کي ٽيٽ پئجي وئي. هندن هوءِ مچائي ڏني. ڪَڇ ۽ جيسلمير جي راجائن هن واردات تي ارمان ظاهر ڪيو. تنهن تي مير مُنجهي پيو. پوءِ غلام حيدر چانگائي کي خاص حڪم موڪليو ته سيٺ کي بچائي حيدرآباد وٺي اچ جو وٺي آيو. مير هنکي ڇڏيو. پوءِ سيٺ جي پاسي مير غلام علي پيروز هو، تنهن هنکي بچائڻ جا بندوبست ڪيا. پوءِ هو ۽ هن جا ماڻهو رات جو سلامتيءَ سان ڪڍي ويا ۽ رهان نالي ڳوٺ پهچايو. اُتي هڪ وفادار بدرقو مليس جو لکپت وٺي ويس، جتي هنن جون ڪوٺيون هيون. ڪڇ جي راءَ کي خبر پيئي، تنهن به مدد ڪئي ۽ اچڻ تي آجيان ڪيائينس ۽ پرسرام به جيسلمير مان اچي لکپت پهتو. مطلب ته ميرن هندن تي ڏاڍا ظلم ڪيا ۽ هنن کي ڪنهن نه ڪنهن بهاني زوريءَ مسلمان ڪيو.

(ف) ٻيو مثال- بياض هاشميءَ ۾ ڏنل آهي ته ١٧٤٤ع ۾ هڪ هندو ٻالچند مسلمان سان ڳالهائيندي جواب ۾ چئي وينو ته "آءٌ واٽيو نه آهيان." پوءِ هن لاءِ نسوري قيامت ٿي وئي. قاضين ۽ مفتين فيصلو ڏنو ته ٻالچند مڃي يا نه مڃي پر انهن اکرن چوڻ ڪري مسلمان ٿي پيو ۽ مسلمان ڪيو ويو.

(ق) ٽيون مثال- مٿئين ساڳئي بياض ۾ لکيل آهي ته ٺٽي جي ٻن مسلمانن، قاضين ۽ عالمائن جي اڳيان شاهدي ڏني ته هڪ هندو عورت احمد کي ڳالهائيندي چيو ته "بيمان آهين." تنهن تي احمد ڪانئس پڇيو ته "ڇا تون ايمان رکين ٿي؟" هن چيو "ها". ان چوڻ تي مائي مسلمان ٿي پيئي. اِسلام جا حڪم جاري ٿيا.

هندن کان ٿوري خطا ٿيندي هئي ته هنکي جهلي ڪلمون پڙهائي، طهرائي مسلمان ڪندا هئا. اِنڪري ڪيترا هندو لڏي ويا. ڪلهوڙن جي وقت ۾ سنڌ جي آدمشماري ٽيهه لک هئي سا گهٽجي وڃي پندرهن لک بيٺي.

## ٢٣. انگريزن جي حڪومت

(الف) ايسٽ اِنڊيا ڪمپنيءَ جو واپار- انگريزن پهرياڻين سن ١٧٥٨ع ۾ ايسٽ اِنڊيا ڪمپني (اِنگلنڊ واري) جا عيوضي ٿي سنڌ ۾ آيا. ننگر ٺٽي ۽ شاهه بندر ۾ ڪوٺيون کڏڻ ۽ ايجنٽ



موڪلڻ ۽ واپار ڪرڻ جي اِجازت ميان غلام شاهه ڪلهوڙي کان ڪمپنيءَ وارن ورتي. ٻنهي ڌرين جو پاڻ ۾ دوستانو رستو ۽ واپاري تعلق سن ١٧٧٥ع تائين هلندو آيو، تان جو ظلمي مير سرفراز اهو ناتو ٽوڙي ڇڏيو. ارڙهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ امير فتح علي خان وري ٺٽي ۾ ڪوٺي کڏڻ جي منظوري ڏني، جا جاري ٿي. امير جو رُخ بدليل ڏسي ايجنٽ مسٽر ڪُروءَ کي سنڌ ڇڏڻي پيئي. وري ڪمپنيءَ جي پاران مسٽر هئڪي سمٿ ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ صلحنامو صحيح ٿيو. دوستيءَ ٿورا سال جٽاءُ ڪيو. سن ١٨٣٢ع ۽ ١٨٣٤ع ۾ لارڊ وليم بينٽڪ ۽ مير مُراد علي خان جي وچ ۾ ٻيا صلح ناما صادر ٿيا. سنڌ مان لنگهه ۽ درياءَ تي واپار ٻئي منظور ٿيا. ميرن جا شرط هئا ته درياءَ تي هٿيار بند جهاز ڪڏهن به نه هلندا ۽ ڪو به انگريز سنڌ ۾ گهر ڪري نه ويهندو. ٻيو ڪو به ديسي واپاري ڪَڇ ۾ ريزيڊنٽ جي پرواني بنا سنڌ ۾ پير نه پائيندو.

(ب) انگريزن ۽ ميرن جي لڙائي- ميرن جي هندن سان سختي ۽ مذهبي تعصب جي رَوش ڪري هندن جي ميرن سان ناراضگي ٿي پيئي. تنهنڪري سيٺ نائون مل هوتچند ڀوڄواڻي انگريز سر چارلس نيپئر ۽ آئوٽرام کي سات ڏنو. انگريزن ميرن تي تاريخ ١٤ فبروري ١٨٤٣ع ۾ ڪاهه ڪئي. حيدرآباد جي ڀرسان مياڻيءَ ۽ دٻي وٽ لڙائي لڳي. ميرن جي لشڪر ۾ هوش محمد شيدي بهادريءَ سان لڙيو ۽ چيو ته "مَرسُون مَرسُون، پر سنڌ نه ڏيسُون." ٻن ٽن ڏينهن جي اندر ميرن کي شڪست ڏنائون. تاريخ ١٨ فبروري ١٨٤٣ع ۾ مير پيش پيا ۽ انگريزن حيدرآباد تي قبضو ڪيو ۽ تاريخ ٢١ فبروري ١٨٤٣ع تي انگريزن جو جهنڊو يُونين جئڪ (Union Jack) قلعي تي چاڙهيو ويو. پوءِ انگريزن جي حڪومت چالو ٿي.

(پ) انگريزن جا سڌارا- انگريزن جي ڏينهن ۾ چڱا سُڌارا ٿيا. پوسٽ چالو ٿي، ريلوائي شروع ٿي. ڍلن جو سرشتو پڪيءَ طرح قائم ڪيو ويو. اِنتظام سٺو رکيو ويو. خاص ڪري سکر بئريج سسٽم چالو ڪري سنڌو نديءَ مان واهن جي ذريعي پاڻي ڏيڻ جو بندوبست ڪيو ويو. اِنصاف پورو پورو هو. هر ڪنهن کي ڌرم ۽ مذهب جي آزادي هئي. انگريزن جي حڪومت ۾ تعمير جا وڏا ڪم ڪرايا ويا. سکر ۽ روهڙيءَ کي ڳنڍڻ لاءِ ٻه پليون، جنهن مان هڪ پهرين نهرائي وئي هئي، جنهن تان ريل گاڏي هلندي هئي. ٻي سکر بئريج سسٽم چالو ڪرائي وئي ته هن پل کي دروازا لڳائي پاڻ ريگيوليٽ ٿي ڪيو ويو. گدوُ بندر ۽ ڪوٽڙي بندر کي ڳنڍڻ لاءِ به سنڌو نديءَ تي پل ٻڌائي وئي، جنهن تان به ريل هلندي آهي. ڪل ٽي پليون نهرايون. نوان واهه کوٽارائي پراڻا واهه بند ڪرايا ويا. تنهنڪري گهٽي ٻاٽي سڄي سنڌ کي پاڻي پهچايو ويو، جنهن ۾ زرعي پئداش وڌي وئي. سنڌ جي گوشي گوشي ۾ اِنسپيڪشن بنگلا ۽ رستا نهرايا ويا. ڪراچيءَ جو بندر گاهه جوڙايو ويو. ڪراچيءَ ۾ فريئر هال ۽ ڊينسو هال حيدرآباد ۾ هومسٽيڊ هال ۽ ٻيون عمديون عمارتون نهرايون. اِسڪول ۽ ڪاليج بنايا. ننڍا هنري ڪارخانا کولارايا. سنڌي رسم الخط جوڙائي، جنهنکي هيئر سنڌي عربي لپي سڏجي ٿو. سنڌ ۾ پرائيمري تعليم ڏيارڻ جو بندوبست ڪيائون، کي سيڪنڊري اِسڪول جاري ڪرايا. مُلڪي واپار کي زور وٺايو. ملڪ ۾ اِنتظام سُٺو رکيو. ڪورٽون اِنصاف ڪنديون

هيون وغيره وغيره. انگريزن سنڌ سنہ ١٨٤٧ع ۾ بمبئي پرڳڻي سان لڳائي ڇڏي ۽ سنہ ١٩٣٦ع ۾ بمبئيءَ کان ڌاري ڪري الڳ پرڳڻو ناهيو ويو.

**(پ) ڪانگريس هلچل ۽ آزادي-** هيترن سُڏارن هوندي هندستانين کي اِئين محسوس ٿيو تہ انگريز پاڻ وڏا پگهار (هزارن ۾) کڻن ٿا ۽ تنهن کان سواءِ ڪئين قسمن جا الاونس بہ کڻن ٿا پرديسي ملازمن کي تمام ٿورا پگهار ڏين ٿا. ٻيو هندستان مان ڪچو مٽيريل ڪڻي وڃن ٿا جو سستي اگهہ جو آهي. پوءِ پنهنجي ملڪ ۾ ان مان ڪپڙو ۽ ٻيون شيون تيار ڪري چوڻا پنجوڻا اگهہ رکي نفعو ڪائين. اهڙيءَ طرح هندستان جو گهڻو پئسو ولائت وڃي ٿو. اُن لاءِ اِنڊين نئشنل ڪانگريس برپا ٿي ۽ اُن آزاديءَ لاءِ هلچل هلائي. لاچار ٿي انگريزن لنڊن (اِنگلنڊ) ۾ پارليامينٽ ۾ نهراءُ پاس ڪري آزادي ڏني. انگريزن آزادي تہ ڏني ۽ هندستان آزاد ڪري بہ ٽڪر ڪري ڇڏيا هڪ هندستان ٻيو پاڪستان ۽ سنڌ پاڪستان ۾ هلي ويئي. پاڪستان وارن تاريخ ١٤ آگسٽ ١٩٤٧ع ڏينهن جو چارج ورتي. هندستان وارن جوتش جي حساب موجب ١٤ آگسٽ ١٩٤٧ع جي رات جو ١٢ بجي کان پوءِ چارج ورتي. سو انگريزي حساب سان ١٥ آگسٽ ٿي. اهڙيءَ طرح انگريزن ١٠٤ سال، ٤ مهنا ۽ ٢٢ ڏينهن راڄ ڪيو.

**٢٤. لڙاين ۾ هٿيار -** پراچين زماني ۾ لڙايون ڏنش باڻ يعني تيرڪمان، ڀالن ۽ نيزن سان ڪيون وينديون هيون. وقت گذرندي کوجنائون ڪيون ويون. پوءِ لڙاين ۾ تلوارون، ڪٽاريون ۽ کهاڙيون ڪم آنديون ويئون. انگريزن جنگ ۾ بندوقون، پستول ۽ توفون ڪم آنديون. هٿيارن جي کوجنا وقت بہ وقت ٿيندي رهندي آهي ۽ ترقي ۽ واڌارو ٿي رهيو آهي. پوءِ رائيفلون ۽ رِوالوَر نڪتا. ان بعد مشين گن ۽ اِسٽين گن، لانچر ۽ ٽئنڪون نڪتيون، تن سان جنگيون جوٽيون ٿي ويون. هاڻي تہ لڙاين ۾ بم ڪتب آندا وڃن ٿا. زمين تي ٽئنڪن مان اُڇلايا وڃن ٿا ۽ آسمان مان هوائي جهازن مان نشانا بنائي ڪيرايا وڃن ٿا. بم ڪئين قسم جا ايجاد ڪيا ويا آهن جهڙوڪ ائٽم بم، هئڊروجن بم ۽ نيوُڪليئر بم وغيره وغيره.

**٢٥. سنڌين جو تواريخي اِتهاسڪ شان-** سنڌ تي پهرين سوريہ ونشي راجائن پوءِ چندر ونشي راجائن جو راڄ هو. اِتهاس ٻڌائي ٿو تہ ڀڳوان رامچندر جي اولاد مان راجا بليڪا جي پٽن عيسوي سنہ کان يارهن سو سال اَڳ اَلور تي حڪومت ڪئي. گجرات، سنڌ، بلوچستان ۽ ڪابل تائين حڪومت وڌائي. آريہ جي مختلف خاندان سنڌ جي مختلف حصن تي راڄ پئي ڪيو. يادو خاندان جي حڪومت گجرات، سنڌ ۽ اولهہ مڪران تائين هئي. يادو جي حڪمرانن کي ”راءِ“ جي لقب سان سڏيندا هئا. انهيءَ خاندان جي راجائن کي ”مذهبي پيشوا“ بہ ڪري سڏيو ويندو هو. هندن جي راڄ جون جهلڪيون عيسوي سنہ کان پنج هزار سال اڳ موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي دڙي مان ملن ٿيون. سنڌ جي اصلي سڀيتا پراڻن دڙن ۽ کنڊهرن جي کوٽائيءَ مان ظاهر ٿي آهي. جهڙوڪ موهن جو دڙو، ڪارڙي، لوهور، ونجهوٽ، رِني ڪوٽ، چمبو دڙو وغيره. سنڌو سنسڪرتيءَ جا اُهڃاڻ ڪڇ ۽ گجرات ۾ ملن ٿا. جهڙوڪ ڌوراوير (ڪڇ)، لوٿل، ٿوڊيا، هسبلپر، سور ڪوٽڙا، لاڪاپور، لوٽا، وسٽي ۽ پرياس وغيره. موهن جي دڙي ۾ هر طرح جي سهوليت ۽ عاليشان اڏاوت، ڪاريگريءَ جون شيون وغيره ثابتي ڏين ٿيون. سنڌو سڀيتا انهيءَ وقت ۾ سميرين سڀيتا کان وڌيڪ پڪڙيل هئي ۽ انهن ملڪن سان واپار هلندڙ هو.

رگ ويد ۾ سنڌ ديش کي ”سوادن“ جو لقب ڏنل آهي. يعني سُٺو ڪپڙو تيار ڪندڙ ملڪ. پراچين بيبيطونيا ۽ مصر ۾ سوٽي ململ کي ”سنڌو“ نالي سان سڏيو ويندو هو. مصر ۾ پارت ۾ نيل رنگن ۾ ڪپڙا رڱيندا هئا. زري پرت جو ڪم بہ عاليشان هو. راءِ بهادر ڪي. اين. دشڪت، ڊئريڪٽر جنرل آف آرڪيالاجي اِن اِنڊيا چوي ٿو تہ سنڌو نديءَ جي کنڊهرن مان جيڪي برتن لڌا ويا آهن، سي پراچين وستو وگيان جا زبردست بنياد هئا. سنڌو سڀيتا ڌارين ملڪن جي سڀيتا جو بنياد آهي. سنڌي اعليٰ سڀيتا جا وارثدار آهن.

سنڌ جو راجا راءِ سهاسي ڪم ڪار لاءِ منشي چچ کي رکيو، جو براهمڻ هو ۽ ڪيس چارئي ويد برزبان ياد هئا. هنجي ڪم کان متاثر ٿي راجا ڪيس وڏو عهدو ڏنو ۽ راجا جي مرڻ بعد چچ تخت تي ويٺو ۽ براهمڻن جي حڪومت شروع ٿي. عربن جي حڪومت ۾ سنڌ مان پنڊت، وئد، جوتشي وغيره بغداد ويا ۽ ڪيترائي ڪتاب سنسڪرت مان ترجمو ڪري عربيءَ ۾ لکيا ۽ عربي ڪتاب سنڌيءَ ۾ لکيا.

سومرن جون زالون تمام عقلمند هيون. هي اصل هندو هئا پر پوءِ مسلمان ٿيا. انهن ۾ ڪيتريون ئي گنديون عادتون هيون، جي سنڌن زالن ڇڏايون. جيئن نئون ڪپڙو پائي لاهيندا هئا تہ وري نہ پائيندا هئا. ٻيو سنڌن زالن ويم ڪيو تہ وري انهن کي ويجهو ڪين ويندا هئا، جي ٻئي رسمون زالن عقل سان ڇڏايون. سومرن جي وقت جا عشقي داستان ۽ عمر مارئي، ليلان چنيسر ۽ مُومل مينڌرو اڄ بہ ياد ڪيا وڃن ٿا. هيءَ روحاني داستان سنڌي ادب جو قيمتي سَرمايو آهي. اڄ بہ مارئيءَ جو سَت، ليلا جو پڇتاءُ، مومل جي محبت، دودي جي بهادري، سنڌي تهذيب جو ورثو سڏيو وڃي ٿو. عربي اکرن کي سنڌي ادب ۽ زبان ۾ اِستعمال ڪرڻ جو سِهرو بہ سومرن مٿان آهي. ان ڪري اڳتي هلي سنڌي صوُرتخطيءَ کي عربي لپيءَ ۾ تيار ڪيو ويو، جيڪا هاڻي سنڌي لپي سڏجي ٿي. سَمن جي دور ۾ سنڌي زبان سنڌي شاعرن جي بيان جي قوت کي ترقي مِلي ۽ ٻوليءَ جو سرمايو وسيع ٿيو. سمن جي يگ ۾ جام تماچيءَ جي دور کان ارغون گهراڻي تائين سٽن شهيدن جون اڳڪٿيون مليون آهن، جن کي سامُوئيءَ يا مامُوئيءَ جي سٽن بيتن کي سڏيو وڃي ٿو. بيت ڏوهيڙن جي طرز تي آهن. شاعر قاضي قادن جي رچنائن کي سنڌي هيري ٺڪر ورهاڱي بعد سَهيڙيو آهي. ترخان جي حڪومت وقت سنڌ جو درويش راجوَ فقير هڪ الله لوڪ ٿي گذريو آهي. هوُ جي ڳالهيون چوندو هو، سي پوريون ٿينديون هيون. ڪلهوڙن جي سمي ۾ عظيم شاعر شاه عبداللطيف ڀِٽائي گهوٽ، شاعر، عارف ۽ ڪامل پرش ٿي گذريو آهي.

سنڌ جو واپار ڏيساور سان هو. سوٽي، ريشمي ۽ اوني ڪپڙو، ريشمي لونگيون، چمڙي جو سامان دنيا ڀر ۾ مشهور هو. انگريزن جي ڏينهن ۾ سَستائي جام هئي. سيٺ نائون‌مل هوتچند ڀوجواڻيءَ واپار ۾ نالو ڪڍيو. سنڌ کان ٻاهر بہ ڪوٺيون هئس. هن جون هُنڊيون جت ڪٿ هلنديون هيون.

ميرن هندن تي ڏاڍا ظلم ڪيا. ڪنهن هندوءَ ڪا ٿوري خطا ڪئي ته ان کي پڪڙي ڪلمون پڙهايو ويندو هو ۽ طهرايو ويندو هو. مندرن ۾ گهنڊن وڄائڻ جي اِجازت ڪانه هئي. هندن جي نشانين جو خاتمو ڪيو ويو. مندرن کي ٽوڙي مسجدون ناهيون ويئون. ان لاءِ سيٺ نائون مل ميرن جي کُلم کُلا مخالفت ڪئي. هي حوصلي وارو اِنسان هو. ڪڇ جي راءِ هنجو ڏاڍو آدر ڪيو ۽ عزت سان پنهنجي تخت جي ڀرسان وهاريو. ميرن سندن وڏي وزير گدي مل کان سندس نياڻيءَ جو سڱ گهريو. جنهنڪري ان نياڻيءَ هندو ڌرم لاءِ قرباني ڏيئي پنهنجو سر پنهنجي هٿن سان لاهي پاڻ کي ختم ڪيو. تنهنڪري ميرن ديوان گدي مل کي عذاب ڏيئي ماريو. هندن کي گهوڙي تي چڙهي سواري ڪرڻ جي اِجازت ڪانه هئي.

شري عالومل ٽيڪمداس پهريون سنڌي هو، جنهن بمبئيءَ مان بي. اي (B.A.) پاس ڪري ڊگري ورتي. انگريزن قدر ڪري کيس ”راءِ بهادر“ جو خطاب ڏنو. سنه ١٨١٢ع ۾ هالار، ڪڇ ۽ مارواڙ ۾ سخت ڏڪار پيو. اناج جي ڏاڍي اڻاٺ هئي. اُتان جا حشام ماڻهو پنهنجو ملڪ ڇڏي سنڌ ۾ آيا. ان وقت سيٺ درهيانومل ۽ سيٺ لٽينداس (سيٺ نائون مل جا وڏا) وٽ اناج جون ڪوٺيون ڀريل هيون. هنن ذات پات جي ڀيدڀاو کان سواءِ اَن دان ڪرڻ شروع ڪيو. هنن جون ڪوٺيون جٽ ڪٽ هيون. چوڻي آهي ته:-

”سودي خاطر سنبهي جيڪي ويا جاوا - ڪري وڻج واپار سي سگها ٿيا ساوا،
اَڻ مِيو ڏن اُتان سو جو ڪمائين - پاڻ ته ڪائين پر ٽن جا پويان به ڪائين.“

اڄ دنيا ۾ اهڙو ڪوبه ملڪ ڪونهي، جتي سنڌين جو ڪاروبار نه هجي. سنڌي زالن جي سونهن جي به ڌاڪ آهي. سنڌ ۾ ڀڳوان رام ۽ پانڊون به چرن گهمايا. سنڌ سنتن ۽ درويشن جي ڀومي آهي. اسان سنڌي ”ٿوري ڪتئي گهڻي برڪت“ ۾ وشواس رکون ٿا. سڄي ڌرتي هڪ ڪٽنب سمجهون ٿا. بنا ڀيدڀاو ۽ ڇوت ڇات جي دان پن ۽ شيوا جا ڪاريه ڪريون ٿا. هندو مسلم ايڪتا ۾ ويساهه رکون ٿا. اسان سدائين چوندا آهيون ته ”هندو مسلم جو خير.“ اسان جون وڏڙيون چونديون هيون ”اڍائي گهرن جو خير“ يعني هڪ هندو هڪ مسلمان ۽ اڌ ۾ ٻيون سڀ ذاتيون سي ڪل ٿيا اڍائي گهر. جئه سنڌ - جيئي سنڌ.

**٢٦. سنڌ تي ٻاهرين جون ڪاهون** - مهاڀارت جي پانڊون ۽ ڪورون جي وچ ۾ جنگ پنج هزار ورهيه اڳ لڳي، جنهن ۾ سنڌ جو راجا جئدرٿ جو ڪورون جي پاسي هو، سو مارجي ويو. پانڊون کٽيو ۽ يڌشٽر گاديءَ تي ويٺو. جنهن اَشومِيڌ يگيه ڪيو ۽ سنڌ به سندس هٿ هيٺ آئي. جيڪڏهن اشومِيڌ يگيه ڪندڙ جو گهوڙو جنهن ملڪ مان لنگهي وڃي ته سمجهبو ته ان راجا اَڻ مڃي ۽ يگيه ڪندڙ جي هٿ هيٺ ٿيو. ان عرصي بعد سنڌ جي هندو راجائن جو ڪو سلسليوار تاريخي احوال ملي ڪونه ٿو سگهي. سنڌ تي ڌارين حڪومتن ڪاهون پئي ڪيون. ڪي ڦرلٽ ڪري موٽي ويا. ڪن پنهنجا نائب مقرر ڪيا جي وقت سر پاڻ کي خودمختيار سڏائڻ لڳا. ڪي ڏاڪو ڄمائي ويٺيون. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته:- ”جڏهن ڪڏهن سنڌڙي توکي قنڌار کان جوکو.“ گهڻو ڪري ڪاهون به اُتان ٿينديون هيون.



عيسوي سنه کان ٥١٦ سال اڳ ايران جي بادشاهه دارا پهرين سنڌ تي ڪاهه ڪئي ۽ هندو راجا کي پنهنجو ڏن ڀرو ڪيو. سنڌو ديش مان کيس اٽڪل ٢٦٠ مڻ سون جي خاڪي جا سالياني طور ملندا هئا. عيسوي سنه کان ٣٢٥ ورهيه اڳ يونان جي بادشاهه سڪندر ڪاهه ڪئي ۽ پنهنجو نائب مقرر ڪيو. پر سندس مرڻ بعد سنڌ خودمختياري حاصل ڪئي. عيسوي سنه کان ٥٠٠ سالن تائين ڪُشن، هُن ۽ سَٿين قومن ڪاهون ڪيون، جي ڦرلٽ ڪري شهرن کي باهيون ڏيئي ويندا هئا. ان بعد موريه گهراڻي جو راڄ ٿيو. مهاراجا چندرگپت ڪانپوءِ سندس پٽ بندوسر گاديءَ تي ويٺو. پوءِ چندرگپت جو پوٽو مهاراجا اشوڪ راڄ ڏڻي ٿيو. ٻڌ ڌرم جو اثر به سنڌ تي پيو جو ٻڌ ڌرم جو راجا اشوڪ به سنڌ هٿ ڪئي. جنهن وڏا ٿل ۽ ٿنڀ ٺهرايا. موهن ۽ ڪاهوءَ جي دڙن جي کوٽائيءَ مان به نڪتا آهن. دولت پور تعلقي موري جي ڀرسان اهڙو ٿل اڃا قائم آهي. اُن بعد برهمڻن زور ورتو.

سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جي حڪومت سنه ٥٠٠ع ۾ قائم ٿي. راجا سهاسي بنا اولادي مري ويو. سندس ڪشميري براهمڻ وزير ڇڇ راجا ٿيو. پوءِ سندس پٽ راجا ڏاهر ٿيو. ان جي راڄ وقت عربن سنه ٧١١ع ۾ محمد بن قاسم جي هٿ هيٺ ڪاهه ڪئي. اُن وقت سنڌ ۾ رڳو هندو هئا. محمد بن قاسم ڪاهون ڪندو رهيو ۽ سنه ٧١٢ع ۾ سنڌ فتح ڪئي. بغداد جي خليفن پاران سندن نائب رهندا هئا. ٽي صديون راڄ ڪيائون ۽ انهن جي راڄ ۾ هندن کي ڌرمي آزادي ڪانه هئي. ڏهين صديءَ ۾ ٺٽي ۾ مرک بادشاهه هو، جنهن هندن کي دين اِسلام قبول ڪرڻ لاءِ چيو جي راضي نه هئا. هنن درياهه جي ڪناري تي ويهي ورڻ ديوتا جي پوڄا ڪئي. نڪر پگرراءِ کي درشن ٿيو ته اُڏيرولعل اتين ڏينهن نصرپور ۾ اوتار ڌاريندو جو هندن جي لڄ رکندو. اُڏيري لعل سنبت ١٠٠٧ وڪرمي برابر سنه ٩٥٠ع ۾ نصرپور ۾ رتن راءِ جي گهر جنم ورتو. جنهن ڪلا ڏيکاري هندن جي جئه ڪئي ۽ مرک بادشاهه پنهنجو فرمان واپس ڪيو. مسلمانن جي راڄ ۾ ڪيترن هندن مذهب بدلائي مسلمان ٿيا. جي وقتن تي الڳ الڳ ذاتيون سڏائڻ لڳا. جهڙوڪ اُنڙ، جوڻيجا، جوکيا، جاڙيجا، چنا، لاکا، سينار، سهتا، ڪيريا، کوکر وغيره. ڪنڌياري ڀرسان ٻانيڻ ذات جا مسلمان رهندا آهن.

بغداد جي خليفن جي حڪومت ٻارهين صديءَ جي شروعات تائين هئي. سنڌيءَ ۾ ”بغداد“ معنيٰ ظلم. ڪو چوندو ته ”هي بغداد ٿيو“ مطلب ته ”وڏو ظلم ٿيو“. حقيقت ۾ ”بغداد“ لفظ ”باغ داد“ مان نڪتل آهي معنيٰ داد يا اِنصاف جو باغ. اهو نالو ايران جي بادشاهه نوشيروان جي حڪومت کان پيل آهي. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته:- ”گهوڙا ڙي گهوڙا“ جو سرڪاري عملدار گهوڙن تي چڙهي اختياريون هلائيندا هئا ۽ لڙائيءَ ۾ به گهوڙن تي سوار هوندا هئا. انهن جو دٻپ هو. ان وقت به گهوڙن تي سوار ايندڙ ڏسندو هو ته چوندا هئا ”گهوڙا ڙي گهوڙا“ ته ماڻهو ٻُڌي دٻپ کان لڪي ويندا هئا. جا چوڻي مُرَوِج ٿي ۽ اڃا هلي اچي. سومرا حاڪم ٿيا، انهن جو راڄ چوڏهين صديءَ جي وچ تائين هليو. پوءِ سمن جي حڪومت ٿي. سومرا ۽ سما هندو راجپوت هئا جي مسلمان ٿيا. سَما ڪڇ ۽ ڪانياواڙ کان سنڌ ۾ آيا. جن ڌرم بدلائڻ بعد پاڻ کي جام سڏائيندا هئا. جام معنيٰ بهادر. اِنڪري پهاڪو آهي ته:- ”ڄمندي جام ڪونه ٿيندو آهي.“ پوءِ مغل حاڪم ٿيا،

پوءِ ڪلهوڙا، ان بعد مير (ٽالپر) پوءِ انگريز آيا، جن حڪومت ڪئي. انگريزن هندستان کي ١٥ آگسٽ ١٩٤٧ع آزاد ڪري، هندستان کي ڇني ٻہ ٽڪر ڪيا- هڪ پاڪستان ٻيو هندستان. سنڌ پاڪستان جي حصي ۾ هلي ويئي. ڏاڍا جهيڙا فساد ٿيا، ان ۾ سنڌ کي ڇڳو نقصان پيو. هندن بيحد گهڻو سَنو ۽ سنڌ ڇڏي لڏي اچي هندستان ۾ وينا.

**٢٧. سرڪاري ڪاروبار**- بنياد ۾ سنڌ جا حاڪم هندو توڙي مسلمان پنهنجا صوُبا مقرر ڪري، هرهڪ صوبي ۾ پنهنجو عملدار مقرر ڪندا هئا جي حڪومت جو ڪاروبار هلائيندا هئا. اِنصافي ڪاتي لاءِ هندو ڪورٽون هلائيندا هئا، مسلمانن پاران مُلان ۽ مولوي فيصلا ڪري سزا ڏيندا هئا. تعليم جي باري ۾ هندن جي ٽائيم ۾ اصل گروڪل هوندا هئا، پوءِ شهرن ۾ پانشالائون هيون. گروڪل رشي هلائيندا هئا ۽ پانشالائون برهمڻ ۽ ودوان هلائيندا هئا. مسلمانن پاران مڪتب هئا جي آخوند هلائيندا هئا. اهڙيءَ طرح ٻين ڪاتن جهڙوڪ اِنجنيري، رِوينيوُ وغيره لاءِ ڌار ڌار عملدار مقرر هئا، جي سنڀاليندا هئا. اِنتظام لاءِ پوليس هوندي هئي. انگريزن سنڌ فتح ڪري بمبئي پرانت جي اندر رکيو. ان لاءِ بمبئيءَ جي گورنر سنڌ لاءِ ڪمشنر مقرر ڪيو. ڪمشنر وري سنڌ جا ضلع ٺاهي هرهڪ ضلعي لاءِ ڪليڪٽر ۽ ضلعن ۾ تعلقا ٺاهي اُنهن ۾ مختيارڪار مقرر ڪيا. تعلقي ۾ تپا ٺاهي تپيدار مقرر ڪيا. جي ڍلون اُڳاڙي سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرائيندا هئا. اِنجنيري ڪاتي ۾ چيف اِنجنير، سپرنٽيڊنگ اِنجنير، ايگزيڪيوُٽو اِنجنير ۽ اسسٽنٽ اِنجنير مقرر ڪيا. انهن جي هيٺان اوورسيئر (سروير) داروغا، مقدم ۽ بيلدار واهن جي سنڀال لاءِ مقرر ڪيا. ڪئنال اسٽنٽ ۽ آبدار پاڻي وراهي زميندارن کي ڏيڻ لاءِ مقرر ڪيا. اِنصاف ڪاتي لاءِ ڪورٽون جهڙوڪ چيف ڪورٽ سيشن ڪورٽ، سمال ڪاز ڪورٽ ۽ ديواني ڪورٽ برپا ڪيون. انهن جا ٻہ پاڱا هئا- هڪ ديواني ٻيو فوجداري. ڪورٽن کي هلائڻ لاءِ چيف جسٽس، سيشن جج، ٻيا ننڍا جج ۽ منصف مقرر ڪيا. اِنتظام لاءِ پوليس ڪاتو کوليو. سنڌ لاءِ پوليس ڪمشنر، اِنسپيڪٽر جنرل، ڊپٽي اِنسپيڪٽر جنرل، سپرنٽيڊنٽ پوليس، ڊپٽي سپرنٽيڊنٽ پوليس، صوبيدار (ٿاڻيدار)، جمعدار، گهوڙي سوار ۽ سپاهي مقرر ڪيا ويا. اهڙيءَ طرح سڀ ڪنهن ڪم لاءِ ڌار ڌار ڪاتا ٺاهي، انهن ۾ ڌار ڌار گريڊن جا عملدار مقرر ڪري حڪومت هلائيندا هئا. سنہ ١٩٣٦ع ۾ سنڌ بمبئي پرڳٽي کان ڌار ڪئي ويئي ۽ پوءِ ڪمشنر جي بدران گورنر مقرر ٿيو. وزارت ٺهي. اسيمبليون مقرر ٿيون ۽ ڪاروبار هلندو رهيو. سرڪاري نوڪرين ۾ هندو مسلمان ٻئي هئا. وڏا آفيسر گهڻو ڪري انگريز ئي هئا.

**٢٨. خانگي ڪاروبار**- سنڌ جا وڏا واپاري گهڻو ڪري هندو هوندا هئا، جي ڏيساور مان مال گهرائيندا هئا ۽ موڪليندا بہ هئا. واپاري مال، جهاز، ٻيڙين، بيل گاڏين ۽ اُنن ذريعي موڪليو ۽ گهرايو ويندو هو. اُهي وري ننڍن واپارين کي وڪڻندا هئا، جي دڪان ڪڍي وڪرو ڪندا هئا. اهي بہ گهڻا هندو هئا. زمين پوکائڻ لاءِ زميندار هوندا هئا ۽ اهي هارين کان پوکائيندا هئا. زميندار گهڻا مسلمان هئا. ڪي جاگيردار بہ هئا، جو انگريزن حڪومت وٽان مهل ڪين جاگيرو ڏنيون هيون. هاري گهڻو ڪري سڀ مسلمان هئا، هندو ڪو جزوي هو. هارين کي وري هيٺان ڪوُنجڙا



هوندا هئا. هارين جي مٿان سار سنڀال ڪرڻ لاءِ زميندار ڪمدار رکندا هئا. هٽ جي هُنر وارا ۽ ڪاسبي هندو مسلمان ٻئي هوندا هئا. اُٺ گاڏيون، گهوڙي گاڏيون ۽ بيل گاڏيون مسلمان ئي هلائيندا هئا. اُٺ بہ مسلمان ڄت سنڀاليندا هئا، اُنهن ذريعي پاڙو ڪمائيندا هئا. هندو هٽ واٽيا پنهنجا وکر وانا وڏن شهرن جي واپارين کان خريد ڪري گهوڙن تي آڻيندا هئا. جي ٻهراڙين ۾ گهور ڪندا هئا سي ڪي گهوڙن تي ڪي گڏهن تي ڪڙيا پيري وکر وجهي ٻهراڙيءَ ۾ وڪڻي روڪڙ يا جنس يا ٻڌيون بدلي ۾ آڻيندا هئا. ڪي گهورڙيا يا خمڇن ۾ وکر وجهي مٿي تي رکي ڦيري ڪندا هئا ۽ وڪرو ڪري ايندا هئا. هندو هُنرمند ۽ ڪاسبي هئا. ڪپڙي تي رڱائي ڇپائيءَ وارا ڪٽي (برهم ڪتري)، چوڙيگر (برهم ڪتري)، سونارا، ٺاٺارا، قلعي گر، سوُٽاڙ، اوڏ (مٽيءَ جون پٽيون وجهڻ وارا) سڀ هندو هئا. ڌوٻي يعني پرِيٺَ هندو ۽ مسلمان ٻئي هئا. چمڙي جو ڪم هندو گهٽ ذات وارا جي ڪڇ کان آيل هئا ۽ مينگهواڙ موچي سوچي مارواڙ کان آيل هئا ۽ نائي مارواڙ کان آيل هئا، پر حجام مسلمان هئا ۽ سنڌ جا ئي رهاڪو هئا. مسلمان هُنرمند ۽ ڪاسبي سڏبا هئا، جهڙوڪ واڍا، سربند، جايون جوڙيندڙ، مِستري ۽ رازا، حمال، پکالي، قلعي گر، ڪوري، ڪاشگر، جنڊيءَ جو ڪم ڪندڙ ۽ واڻ، وڃٽيون ۽ ڪاريون ٺاهيندڙ مسلمان هئا. درزي هندو ۽ مسلمان ٻئي هوندا هئا. مُهاڻا (مڇي ماريندڙ) ساٽي (مڇي وڪندڙ) بہ مسلمان هئا، ڪاسائي بہ مسلمان هئا.

**٢٩. لوڪل سيلف گورنمينٽ اِسڪيم**- آڪٽوبر ١٨٨٤ع ۾ بمبئي ڊسٽرڪٽ امينڊمينٽ ائڪٽ بحال ٿيو. ١ نومبر ١٨٨٤ع ۾ چونڊون ٿيون. ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ميونسپالٽين جي چونڊن جو نتيجو ١١ ڊسمبر ١٨٨٤ع سنڌ گزيٽ ۾ ظاهر ڪيو ويو. ڪاروبار ١ جنوري ١٨٨٥ع کان شروع ٿيو. مُدو ٣ سال هو.

(الف) صفائي، روشني ۽ رستا - شهر جي صفائيءَ، گندي پاڻيءَ ۽ برسات جي نيڪال لاءِ ناليون، شهرن جي بزارين ۽ گهٽين ۾ روشنائيءَ جو بندوبست، هڪ شهر کان ٻئي شهر وڃڻ لاءِ رستا وغيره سڀ ڪم نيم سرڪاري سنسٿائون هيٺيئن طرح ڪنديون هيون.

(ب) ميونسپالٽيون- وڏن شهرن ۾ ميونسپالٽيون هونديون هيون. هيءَ پبلڪ جي چونڊيل باڊي هئي. اُن جا چونڊيل ميمبر وري اُنهن مان پريزيڊنٽ چونڊيندا هئا جو سڄو ڪاروبار هلائيندو هو. ميمبر هرهڪ ڪم لاءِ الڳ الڳ سب-ڪاميٽيون ٺاهيندا هئا، جي پنهنجو ڪم سنڀاليندون هيون. آمدنيءَ لاءِ ٻاهران مال ايندڙ تي اڪٽ (چونگي) مقرر ڪندا هئا. شهر جي روشنائيءَ لاءِ اليڪٽرڪ جون ٽيوب لائيٽ ۽ بلب جڳهہ جڳهہ تي لڳارائيندا هئا. گندي پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ ناليون نهرايون ونديون هيون، جن جي ذريعي اُهو نيڪال ڪيو ويندو هو. صفائيءَ لاءِ صفائي ڪرمچاري رکيا ويندا هئا جي بزارين ۽ گهٽين جي صفائي ڪندا هئا. پڙهائيءَ لاءِ اسڪول کوليا ويندا هئا. رولو جانورن لاءِ ڍڪ کوليا ويندا هئا. ٻيا بہ ڇوٽا موٽا متفرقہ ڪم ڪندا هئا.

(ٻ) سئنيٽري ڪاميٽيون- ڳوٺن ۽ ٻهراڙين ۾ ننڍيون سئنيٽري ڪاميٽيون ٺاهيون وينديون هيون ۽ اُنهن ميمبرن مان هڪ چيئرمن چونڊيون ويندو هو. مٿئين طرح صفائيءَ ۽ روشنيءَ جو

بندوبست ڪيو ويندو هو پر ڳوٺن ۾ بجلي ڪانه هوندي هئي، تنهنڪري اُتي فانوسن جو بندوبست ڪيو ويندو هو. فانوسن ۾ گاسليٽ وجهبو هو. پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ ڪٿي ڪٿي ڪچي نالي ڪوٽبي هئي نه ته گندو پاڻي ٻاهر پٽن تي پڪڙي سُڪي ويندو هو.

**(ث) ضلع ۽ تعلقي لوڪلبورڊ**- ننڍن ڳوٺن ۽ ٻهراڙين جن ۾ سئنيٽري ڪاميٽي ڪانه هوندي هئي، اهڙين ٻهراڙين سڄي پٽ مان ميمبر چونڊبا هئا، هڪڙا هئا ضلع لوڪلبورڊ جي سڄي ضلعي لاءِ هوندا هئا. ٻيا هوندا تعلقا لوڪلبورڊ جي فقط تعلقي لاءِ چونڊيا ويندا هئا. انهن جو ڪم مٿئين نموني جو هوندو هو. پر هو رستا نهرائيندا هئا ۽ انهن جي سنڀال ڪرائيندا هئا. پاسن کان وڻ پوکائيندا هئا. رستن ۽ وڻن جي سنڀال بورڊ پاران رکيل بيلدار ڪندا هئا.

**(د) صفائي ڪرمچاري**- شُودر ورڻ جا ڀنگي سنڌ ۾ گجرات کان آيل هئا. جن کي ميونسپالٽي ۽ سئنيٽري ڪاميٽيون نوڪريءَ ۾ رکنديون هيون، جي هنن کي پگهار ڏيندا هئا. گهرن جي صفائيءَ لاءِ اهي گهر وارن کان ٿورو گهڻو وٺندا هئا ۽ تنهن کان سواءِ منجهند جو هڪ ٻاجهر جي ماني ۽ ڀاڄي گهر گهر مان وٺي ويندا هئا. سنه ١٩٣٣ع ۾ مهاتما موهنداس ڪرمچند گانڌيءَ هنن جو ڀنگيءَ مان نالو مَٽائي ”هريجن“ رکيو. هاڻي اُهي هريجن ئي سڏبا آهن. مسلمانن ۾ به هڪ ذات ٻاليشاهي آهي، جا به صفائيءَ جو ڪم ڪندي آهي.

**٣٠. ڍلن جو سرشتو ۽ آمدني**- حڪومتون رعيت مان هيٺيون ڍلون الڳ الڳ نموني وصول ڪنديون، جن جو تفصيل وار ۽ سلسليوار ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

**(١) ڍلون- (الف) راجا سهاسيءَ جي وقت ۾**- پراڻي زماني ۾ ڍلن وصول ڪرڻ جو وچوروار احوال ملي ڪونه سگهيو آهي. پر راجا سهاسيءَ جي وقت ۾ مال جي آمدنيءَ تي محصول وصول ڪيو ويندو هو ۽ زمين جي آباد ٿيڻ تي زميندارن کان مقرر ٿيل ڍل وٺندا هئا جا يا روڪڙ ۾ يا جنس ۾ هوندي هئي. ٻيو لڙائيءَ جي ٽائيم ۾ وڌيل خرچ جي پورائيءَ لاءِ راجائن کي شاهوڪار ماڻهو مدد ڪندا هئا.

**(ب) عربن جي وقت ۾**- عربن جي حڪومت کان پوءِ ڪن ڍلن ۽ محصولن جا نرخ مقرر ٿيا، سي ورتا ويندا هئا. پر هندن تي هڪ خاص ڍل (جزيه ڍل وانگر) مقرر هوندي هئي جا ڀريندا هئا.

**(ث) ڪلهوڙن ۽ ميرن جي راڄ ۾**- ڪلهوڙن ۽ ميرن جي راڄ ۾ هيٺين قسمن جون ڍلون هونديون هيون-

(١) عام ڍلون، جي حڪومت جي آمدني هيون.

(٢) خاص ڍلون، جي حاڪم لاءِ دستوري وصوليون ويندون هيون. هرحالت ۾ هر درجي جي ماڻهوءَ کان وصول ڪندا هئا. ڍلون ٽئين حصي کان ويندي نفعي جي اڌ تائين اُها سرڪار اُگاڙيندي هئي جا رعيت کي اجهو ۽ اِمداد ڏيڻ بدران ڦرمار ڪرڻ ۽ دغا ڏيڻ لاءِ ڪمر ڪشي بيٺي هئي. عام ڍلون ٽن قسمن جون هيون: (١) زمينداري (٢) سرشماري (٣) سئر.



**(١) زميندار ي ڍل**- زمينداري ڍل وري ٻن قسمن جي هئي، هڪ نقدي ٻي جنسي. جنهن زمين تي ڦٽيون، تماڪ، آفيم، نير، ڪمند، ميوو وغيره هو تنهن تي روڪڙ ڍل هئي. پئداٽش جي جنس ۽ اگهه موجب في جريب ماهوار ٥ کان ٨٠ روپين تائين جا ڍل جنس ۾ وصول ٿيندي هئي. سا پٽو لڪائي اجاريدارن کي ٺيڪي تي ٻن فصلن لاءِ ڏني ويندي هئي يا ته اڪثري ڪاردارن کي ڏني ويندي هئي، جي سرڪاري انبارداررن کي پهچائي ڏيندا هئا، يا هندو واپارين کي وڪڻندا هئا، يا حڪم موجب اُنهن سرڪاري يا ٻين نوڪرن کي پگهار طور ڏيندا هئا. ڍل جو نرخ پئداٽش جي، جنس ۽ اگهه، زمين جي خاصيت، آب هوا، آبڪلاني حاڪم جي ضرورتن ۽ ٻين اهڙين حالتن موجب ڦرندڙ گهرندڙ هو. وقتي چوٿين پتي، وقتي ٽئين پتي، بعضي پنج دوئي ۽ نصفانصف اُگاڙبي هئي. هر مند تي الڳ مقرر ڪئي ويندي هئي. ٻيجي ۽ لاباري جي وچ ۾ وقت به وقت ڪاردار ٻئي آفيسر سان گڏ پر ڳڻو تپاسڻ نڪرندو هو، پوءِ ڪاردار جي تخميني موجب گهر ڪئي ويندي هئي. حاڪم جو پئداٽش ۾ حصو هيٺين ٽن نمونن ۾ اُگاڙبو هو. (١) چرخ شماري يعني نار پنيان ساليانو ٤٠ چاليهه ڪاسا ۽ هرلي تي ٢٤ ڪاسا ڍل بست ٿيندي هئي. (٢) جي حاڪم ۽ آبادگار اڳوات دوم شوم انداز مقرر ڪندا هئا ته اُنهيءَ کي دانبندي چوندا هئا. (٣) رواجي نموني ٻٽئي ڪري سرڪاري ملازم ڪرن مان ڪٽيندا هئا. ٻيا به ڪيترا ابواب لاڳا ويندا هئا. مثلا، پيشتر يعني ان جي ڪٽائي، ڪاهل يعني انبار تي نشاني ڪرڻ، ڳوٺ جي فقير، مُلي ۽ ٻين لاءِ خيرياتي ڪڍيو ويندو هو. پڇاڙيءَ ۾ ڪامدار، ڪوٽوال، ڪارائي ۽ پئمان ڪش کي به حصو ڏيندا هئا. باقي بچيو سو مالڪ کڻي ويندو هو. زميندار مالڪ هوندو هو ته هاريءَ سان ٻٽئي ڪندو هو، جنهنڪي پئداٽش جي ٽي پتي ملندي هئس. وڏا زميندار وري ڪارڪن رکندا هئا جي حساب ڪتاب ۾ گهوٽالو ڪري کائي ويندا هئا. بعضي ڪاردار به ڏٺين جي ملڪيت کي چڱو پاسو ڏيندا هئا.

**(٢) سرشماري**- سيني ضلعن ۾ اِجاريدارن يا تحصيلدارن کي ٺيڪي ڏني ويندي هئي، جا وصول ٿيل رقم خزاني ۾ ڀريندا هئا. اُها ڍل سنڌي جٽن تي پوندي هئي. بروچ هميشه قوم جي سردار جا پاڻ کي خدمتگار سمجهندا هئا، تنهنڪري هن ڍل کان آجا هوندا هئا. جاگيردارن ۽ اميرن کي ڪڏهن سَنَدون ملنديون هيون، جن موجب نه رڳو زمين جي ڍل پر سرشماري ۽ ٻيون ڍلون پاڻ لاءِ رعيت کان وصول ڪري سگهندا هئا. زميندار، سرڪاري مُلازم، فوجي ماڻهو، قاضي، پير، پيرزادا، سيد ۽ ٻيا سڀ سرشماريءَ کان ڇُٽل هئا. اها هن ريت پوندي هئي. زالون، مرد ۽ وڏ وڏيرڙا ٻار سڀ ڀريندا هئا. ڪٽنب جو وڏو سيني ڀاتين لاءِ جوابدار هو. حاڪم گڏريل ماڻهن لاءِ به ڍل گهرندو هو. سرشماري فصل تي ٨ آنه يا سري آسامي ساليانو هڪ روپيو روڪڙ ورتي ويندي هئي. سنڌي هندو گهڻو ڪري واپاري هئا، تنهنڪري سرشماري ڪٺت ٻڌي ڪين ڏيندا هئا. عامل جي نوڪريءَ ۾ هئا، سي ڏنڊ ڀرڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه ڪين ڏيندا هئا. سر چارلس نيپئر اها ڍل رد ڪري ڇڏي.

**(٣) سئر**- سئر يعني سال جي آمدرفت تي ڍل نقد وٺبي هئي. درياهه تان آيل مال تي ڇهه سيڪڙو ڀريندو هو. خشڪيءَ رستي ايندو هو ته ڍل سرحد تي اُگاڙبي هئي. پوءِ ڇوٽ هوندو هو،

جيسين وري وڪري جي جڳهه تي پهچي. هرهڪ اُٺ تي مال لاءِ مقرر ڍل ڏيندا هئا. سراسري في مڻ ۵ آنه، گهوڙن تي في گهوڙو ساڍا ٽي روپيا. اها پٽي سئر جي چٽي سنڌ مان لنگهندڙ واپارين تي به پوندي هئي. ڪن هنڌ اُڳاڙيءَ جو بار امانين جي هٿ هيٺ هو. ڪن هنڌ اِجاريدارن کي ٺيڪو ڏنو ويندو هو. وڏن واپاري سيٺين کي رعايتون هيون. جتي ٻيا ڇهه سيڪڙو ڏيندا هئا ته هي ٽي سيڪڙو ڏيندا هئا. سئر کان سواءِ ڪيترا سردار راهداري به اُڳاڙيندا هئا، جا سردار في اُٺ آني کان ٽي آني تائين وٺندا هئا.

**(۴) ٻيون ننڍيون منفرق ڍلون-** ٻيون ننڍيون ننڍيون هيٺئين طرح جون وٺندا هئا-

**۱. پيش ڪش مهاجن-** واٽيا دڪاندار ساليانِي ۵ کان ۱۰ تائين ڏيندا هئا. جي مرد پريندا هئا. وڏا واپاري ۽ سرڪاري عملدار ڇٽل هئا.

**۲. شرمساري اسنفگران-** رنگريز، واڍا، لوهار، رازا ۽ ٻين ڌنڌن وارا سراسري هرهڪ بالغ مرد لاءِ ساليانو ٽي روپيا ڏيندا هئا.

**۳. دلالي-** هرڪو دلال قافلن ۽ ٻين مسافر واپارين لاءِ ڌنڌي جي اِجازت واسطي امير کي ننڍي رقم ڏيندو هو.

**۴. هوائي-** ٻڏل يا پڳل جهاز مان نڪتل مال سرڪاري دستوري هو.

**۵. فروعي-** اُٺ، ٻڪريون يا ٻيو چرندڙ مال آباد ڪيل يا ڍل ٻڌل زمين ۾ گهڙي ويندو هو ته اُن ڏڻ کي وڪٽي، اُها رقم حاڪم جي حوالي ڪبي هئي.

**۶. چرخي-** باغات ۽ ٻين زمينن جي نارن پنيان ٻڌل هئي. ضلع ضلع ۾ ڌار ڌار نرخ هوندا هئا.

**۷. حقابو-** قدرتي پاٽيءَ تي ڍل هئي جا زميندار پريندا هئا.

**۸. اجاره ڪوليا-** سيلابي ٽڪر، منڇر ۽ ٻين ڍنڍن کي سرڪاري نوڪرن کي ٺيڪي تي ڏنيون هيون. اُهي ڪک، ڪانهن، شڪاري پکي، پٻڻ، ڪمن وغيره جي نفعي مان ٽي پٽي يا اڌ سرڪار کي ڏيندا هئا.

**۹. اجاره پتڻ-** پتڻن جو ٺيڪو ڏنو ويندو هو. پاتڻي مسافرن کان هڪ پئسو يا به پايون اُڳاڙيندو هو.

**۱۰. شڪار ماهي-** مُهاڻن يا پلن مارينڌڙن کان پئدائش جو اڌ يا ٽي پٽي وصول ڪيو ويندو هو.

**۱۱. سردرختي يا زيردرختي-** زمين ڍل ۽ باغات ڍل کانسواءِ خاص ميوات تي ڍل پريندا هئا. ميوي پچڻ کان اڳ ڪاردار جاچ ڪرائيندو سردختي آنو درخت تي ۽ زيردرختي اڌ يا ٽيون حصو وٺندو هو.

**۱۲. تارازو-** ان، ميوي ۽ ٻين کاڌي جي شين تي وڪري مهل ۵ سيرن تي پئسو ورتو ويندو هو. ڪير تي به محصول هو.

**۱۳. سلامتي ڪشتي-** ڪوبه جهاز يا ٻيڙي مال يا مسافرن سان بندر تي پهچندي هئي، اجاريدار في ۴ آنه وٺندو هو. پڳهه لڳڻ تي وري نت نت جا ۶ آنه اڳاڙيندو هو. في گهوڙي مٿان ۸ آنه وٺندو هو.

**۱۴. مويشي-** گهوڙي، خچر، گڏه، اُٺ ۽ ڍڳي وڪري تي ۱ آنو ڏيٺو پوندو هو.



**۱۵. ريزڪي-** سڀ خريدار روپئي تي آنو، جي قيمت ۱۰۰ کان مٿي ته ۵ روپيه سيڪڙو ۽ شاهوڪار ۴ سيڪڙو پريندا هئا.

**۱۶. پنچري-** ماهوار في اُٺ ۸ آنه مينهن ۴ آنه، ڳانءِ ۲ آنه رِڍ ٻڪري ۱ آنو اجاريندار اُڳاڙيندا هئا.

**۱۷. ڳنو يا اجاره شراب-** دارون ڪڍندڙ ساليانو ڏيندا هئا، اها ڍل مقرر ڪانه هئي.

**۱۸. اميني-** به زميندار اٽڪندا هئا ته سرڪاري امين فيصلو ڪندا هئا، جي في وغيره وٺندا هئا.

**۱۹. جرمانو يا ڏنڊ-** ڪوبه گناه ڪندو هو ته اُن تي ڏنڊ وجهندو هئا. ٻيون سزائون تن کي به بدلائي اُن لاءِ ڏنڊ وٺندا هئا.

**(د) انگريزن جي حڪومت ۾-** انگريزن جي حڪومت ۾ آباد زمين لاءِ سڄي سنڌ لاءِ مقرر ڍل هوندي هئي. پر جنس جنس تي الڳ الڳ نرخ هوندا هئا. جيئن ونئڻن تي وڏيڪ، ٻاجهري، جوئر ۽ چانورن تي گهٽ ڍل هئي. باغات تي وڌيڪ هئي. تپيدار سر زمين تي وڃي نمبر شماري ڪري ايندو هو. آباد نمبرن يا بلاڪن جي ايڪڙن جي حساب سان ڍل بست ڪري اُڳاڙي سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرائيندا هئا. ٻيا محصول ميونسپالٽيون ۽ سئنيٽري ڪاميٽيون وجهي وصول ڪنديون هيون. جهڙوڪ آمدني مال تي اڪٽ وجهندا هئا، ٻيا هائوس ٽئڪس وغيره، پوءِ اُهي صفائي، روشنائي ۽ تعليم وغيره تي خرچ ڪيو ويندو. وڏن واپارين جي نفعن تي اِنڪم ٽئڪس وڌو ويندو هو. آبڪاري ڪاتو ليسن وارين نشيدار شين تي ٽئڪس الڳ وصول ڪندا هئا. سرڪاري ٻيلا ٺيڪي تي سرڪار ڏيندي هئي جا ٻيلن جي پئدائش ٺيندي هئي، جهڙوڪ ڪانيون، ڪوئلا، ڪنئر، ماکي وغيره ڪٽندا هئا. ڪورٽون ڏنڊ وجهنديون هيون سي پئسا سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرايا ويندا هئا. سرڪاري اُپت جو پئسو سڀ سرڪاري خزاني ۾ جمع ٿيندو هو. آفيسرن ۽ علمدارن جا پگهار بل تيار ڪري ٽريئري ۾ موڪليندا هئا ته پوءِ اُهي پاس ٿيڻ بعد بئنڪن مان مٿائي پئسا وٺي ايندا هئا ۽ پگهار ڏيندا هئا. هنن جي راڄ ۾ جنس ۾ ڍل ڪانه ورتي ويندي هئي.

**(۲) ڍلن مان آمدني-** سنڌ جي ساليانِي آمدني ارڙهين صديءَ ۾ ٽالپرن جي راڄ ۾ اٽڪل چاليهه لک کن روپيه بچت هوندي هئي. سنه ۱۸۰۹ع ۾ ٽيتاليهه لک سنه ۱۸۱۴ع ۾ ايڪهٺ لک ۽ سنه ۱۸۲۴ع ۾ پنجاه لک هئي، پر پوءِ گهٽجي پنجتيهه لک ٿي. آمدني هيٺئين طرح وراهيندا هئا: مير نصيرخان نوَ لک، مير محمد خان ڇهه لک، مير صوبدار خان پنج لک، مير محمد خان جا به پٽ اٺ لک. باقي رقم خيرپور، دجي، ميرپور جي اميرن ۾ وراهيل هئي. اهي ليکا اِڪي ڏُڪي جا هئا. حيدرآباد جا امير ساليانو ٽي لک روپيه انگريز سرڪار کي ڏيندا هئا.

انگريزن جي ٽائيم ۾ جيڪا به ڍلن ۽ محصولن مان اُپت ٿيندي هئي، سا پگهارن ۽ ملڪ جي سڌارن جهڙوڪ رستا نهرائڻ، اسڪول ڪولاڻ ۽ ٻيا پبلڪ جي ڀلي جا ڪم تن ۾ خرچ ڪندا هئا. سرڪار جون پرانتڪ اسيمبليون هر سال خرچ جون بجيٽون پاس ڪنديون هيون ۽ اُن موجب اُپت ڪپت ٿيندي هئي. باقي جيڪا بچت ٿيندي هئي سا سرڪاري خزاني ۾ پيئي هوندي هئي. □□

:: باب ستون ::

# واپار، ڏنڌو، سنڌ ورڪي، ڪاريگر، ڪاسبي وغيره

**١. واپار ۽ ڏنڌو-** هندستان جي امپيئرل گزيٽيئر مان معلوم ٿو ٿئي ته عيسوي سنه کان هڪ هزار ڪن ورهيه اڳ سنڌ جو واپار سمنڊ رستي آفريڪا جي اُيرندي طرف وارن ملڪن ۽ ايراني نار طرف هلندو هو. سنڌ جي سنگين ململ ۽ وٽيل ڌاڳا مشهور هئا جي ڪيترن ئي ولائتن ۾ ويندا هئا. ولائت وارا ٻيڙين جي لاءِ وٽيل ڌاڳن مان نوڙيون ناهيندا هئا. سنڌ جا واپاري بئبلونيا يا بابل جي واپارين سان سودو ڪندا هئا. سنڌي هندن ۾ عام چوڻي آهي ته- ”نيچ نوڪري وڏندڙ واپار- اُتم کيتي پنڻ بيڪار.“ سنڌ ۾ اوائلي هندن جو مکيه پيشو واپار هو ۽ ڪي سرڪاري نوڪرين ۾ هئا جي عامل سڏبا هئا. انگريزن جي وقت ۾ هندن زمينون به خريد ڪيون ۽ زميندار بنيا. ٽيڪن جو ڪم به ڪندا هئا. وڪيل به گهڻو ڪري هندو هئا. ريلوائي نوڪرين ۾ اِسٽيشن ماسٽر، ٽي. ٽي. (ٽرئولنگ ٽڪيٽ ڪليڪٽر)، اِنسپيڪٽر، گڊس ڪلارڪ ۽ ڪنٽرولر سڀ هندو هئا. مسلمان ڪو نالي ماتر هو. گهڻو سڄو واپار هندن جي هٿ ۾ هو. ٻاهران ڏيساور کان گهرائيندا ۽ موڪليندا هئا. سڄو واپاري مال پاڻيءَ جي جهازن ذريعي ٿيندو هو. سڄو مال ڪراچي بندر تي لهندو هو ۽ ويندو به هتان هو. سنڌ جي اندر سنڌو نديءَ جي پر وارن شهرن ۾ مال ٻيڙين جي رستي ايندو ويندو هو. ڦليليءَ ۾ به ٻيڙيون هلنديون هيون جي به مال ڍوئينديون هيون. باقي مال اُٺن ۽ بيل گاڏين ۾ کنيو ويندو هو. خشڪيءَ جي رستي اُٺن جون قطارون هلنديون هيون. ٺٽي، جهرڪ، حيدرآباد، سکر ۽ شڪارپور تائين مال ايندو ويندو هو. ڪڇ جي رڻ رستي لکپت ۽ پاونگر سان واپار هلندو هو. اوائل ۾ ٺٽو ۽ شاهه بندر مکيه بندر هئا. پوءِ ڪراچي بندر زور ورتو. مال لهندو چڙهندو هتان هو. لاڙ ۾ به مال خشڪيءَ رستي ايندو ويندو هو. ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين به خشڪيءَ رستي اُٺن تي ايندو ويندو هو. پنڌ ۾ ۴ ڏينهن لڳندا هئا. گهوڙا ٻاڙيءَ کان حيدرآباد تائين ٻيڙيءَ ۾ رواجي طرح ١۵ ڏينهن، جي چڪار ٻيڙي ته ۴٠ ڏينهن به لڳي ويندا هئا. واپار لاءِ خاص به مرڪز اُتر ۾ شڪارپور ڏکڻ ۾ ڪراچي هئا.

انگريزن جي حڪومت ۾ هنن رستا ٺهرايا. پوءِ ته گهڻو ڪري سڄو مال ريل گاڏيءَ جي ذريعي ايندو ويندو هو. تمام سهوليت به ٿي ويئي ۽ وقت جي بچت به ٿي پيئي. مسلمان گهڻو ڪري سڀ کيتيءَ جو ڪم ڪندا هئا جي هاري سڏبا هئا. انهن جي هيٺان ڪم ڪندڙ ڪونجڙا رکندا هئا. ننڍن ڳوٺن ۾ رهندڙ هندو هٽن تي ريزڪي وَکر ۽ ڪرياني جون شيون ۽ ٿورا ڪپڙي جا وَڙ رکي ڏنڌو ڪندا هئا. ڪي گڏهن تي ٿورا وَکر ڪڙئي ۾ ڪٽي ٻهراڙين ۽ ٻنين تي گهرن ۾ وڃي گهور ڪندا هئا، جي سڄو ڏينهن گهمي شام جو موٽي گهر ايندا هئا. ڏنڌو روڪڙ ۽ جنس ٻنهي جو ڪندا هئا. جنس جي به مَٺا سَٺا ٿيندي هئي. جيئن ته واٽيو هنن کي مصالح يا ڪپڙو يا گجرون يا ڪتل ڏيندو هو ته مسلمان موٽ ۾ ڦٽيون، ٻاجهر يا جوئر ڏيندا هئا. اها جنس گڏ ڪري وڏن واپارين کي



وڪڻي موٽ ۾ پنهنجي ڏنڌي واريون شيون خريد ڪري ايندا هئا. ونئڻن جي گولاڙن ڦٽڻ تي مسلمانن جون زالون ڦٽين جو چونڊو ڪنديون هيون ته انهن کي ان جي عيوض ڪُجهه روڪڙ، ڪجهه ڦٽين جو حصو ڏيندا هئا. اهي ڦٽيون ڪٽي هٽ واٽين وٽ اينديون هيون، ڦٽيون ڏيئي گهرج سارُو مصالح دال وغيره گهر جون شيون به ونديون هيون ۽ ڪجهه روڪ به وٺي وينديون هيون.

ڳوٺن ۾ هٽ واٽيا ڪاٺ جي ڦرهين (پٽين) کي ميٽ سان ميساري رکندا هئا، پوءِ اُن تي روڪڙ جو وکرو لکندا هئا. جا اوڌر ڪندا هئا، سا به لکندا هئا. رات جو اُتاري وَهين ۾ لکندا هئا ۽ پٽيون ميساري ڇڏيندا هئا. ان وغيره لاءِ ماپ جا ڪاٺ جا گول ماپا ٺهيل هوندا هئا، جيئن چوٿائي، پاٽي ۽ ٽويو وغيره. هر ڪنهن شيءِ جي تور ساڳي نه ٻهندي. نهري شيءِ گهٽي ٿيندي ۽ هلڪي شيءِ ٿوري تور ۾ ٿيندي. ساهمي ۽ توراڙا هوندا هئا. دڪا ٽامي جا، باقي اڌ آنو، آنو، پاءُ، اڌ سير، پنج سيري، ڏه سيري، اڌ مڻ ۽ مڻ جا وَٽ لوهه جا هوندا هئا. هڪ مڻ ۾ ۴٠ سير ۽ هڪ خراڙ ۾ ٢۴ مڻ ٿيندا هئا. وڏا واپاري گهڻا شڪارپور ۽ ڪراچيءَ وارا هوندا هئا. حيدرآباد جا واپاري ٻاهرين ملڪن ۾ وڃي ڪونيون ڪديائون، جن کي سنڌ ورڪي ڪوٺيندا هئا. ڪي جاوا وڃي اُتي خوب ناڻو ڪمائيندا هئا. اُن لاءِ چوڻي ٿي ته ”جيڪي ويا جاوا سي ڦر نه آيا، جي آيا ته پڙپوٽائي ڍاوا.“

**٢. مال جي آمد-** انگريزي ڪپڙو، مخملون، ڪنڊ، مصالح، پسارڪيون شيون ۽ ڌاتو بمبئيءَ مان ايندا هئا؛ ڪپهه، سادو ڪپڙو ۽ ريشمي مال مارواڙ ۽ گجرات مان؛ ريشمي ڪپڙو بهاولپور ۽ ملتان مان ايندو هو. اُتر اُلهندي وارن ملڪن مان ڪچو ريشم، رنگ، دوائون، سُڪل ميوا ۽ گهوڙا وغيره ايندا هئا. ڪڇ مان عاج، گجرات ۽ ملبار مان ڪاٺ ايندو هو. ٺٽي ۽ لاڙ وارا هندو بهرين ۽ ايراني نار مان سِپن مان نڪتل سچا موتي خريد ڪري آڻيندا هئا. انگريزن جي حڪومت ۾ سندن ملڪ انگلنڊ مان بندوقون، پستول ۽ رڪ جون مشينون ڪئين ڪمن لاءِ اينديون هيون، رنگ ۽ اُنهن جا مصالح (Chemicals) جرمنيءَ مان ايندا هئا. ڪپڙو انگلنڊ، جپان، چين، بمبئي ۽ احمدآباد مان ايندو هو. سُڪو فروٽ ايران ۽ افغانستان مان ايندو هو. ڪنڊ جاوي کان، ڪتل عربستان کان ايندي هئي، گاسليٽ برما کان ايندو هو.

**٣. مال جي روانگي-** قديم زماني ۾ سنڌ کان ٻاهر ململ، جواهرات، خوشبوءِ دار مصالح، عمارتي ڪاٺ، عنبر، عاج ۽ ريشمي ڪپڙو ويندو هو. پوءِ سنڌ مان ٻاهر هيٺيون شيون وينديون هيون. مکيه روانگي ڪپهه جي هئي، ٻيا چانور، گيهه آفيم، نير، سُڪل مڇي، چمڙو، اهو گهڻو ڪري دوابي ۽ ڪراچيءَ کان ويندو هو. نير، ڪپهه ڪپڙو، ريشمي ڪپڙو، لوڻ، شورو، خراسان کان جو مال ايندو هو اُنجي بدلي ۾ ويندو هو. سنڌ جي شين ڪانسواءِ ڦنڌار ڏي هيٺيون ٻاهريون مال به ويندو هو. انگريزي ڇِريل ڪپڙو، ڇيٽون، مخملون، پٽيا، ڌاتو، ڪنڊ، مصالح ۽ پسارڪي شيون وينديون هيون.

**۴. سنڌ جي پيدائش سنڌ ۾-** ڪراچيءَ ۾ سمنڊ جي پاڻيءَ مان لوڻ ٺهندو هو جو سڄيءَ سنڌ ۾ ويندو هو. هوسڙي، ٽنڊو محمد خان، ماتلي ۽ ڪنڊوءَ ۾ ۽ آسي پاسي انب جام ٿيندا هئا، سي ڪراچيءَ ويندا هئا. کجوُر ۽ ڏونڪا ۽ اُنهن جا اَڏڙ شڪارپور ۽ سکر ۾ ۽ آس پاس ڪوٽڙيءَ

۾ ٿيندا هئا سي بہ ٻاهر ويندا هئا. ٺٽي جون لونگيون، نصرپور جا کيس، مٽارين ۽ راڃي نظاماڻيءَ جون گربيون، ڏوري ناري جا چانور ۽ گيهہ، راڃي نظاماڻيءَ جا گهوڙن جا تل، سنڌ جي چوطرف شهرن ۾ ويندا هئا. ٺٽي ۽ حيدرآباد ۾ چوڙيگرن جو چيريل عاج جون ٻانهيون بہ سڄي سنڌ ۾ وينديون هيون. ٽسڪر، شهدادپور، مانجهو، هوسڙي، ٽنڊو فضل، راڃو نظاماڻي، ماتلي ۽ ٽنڊو الهيار ۾ رڱاوت جو ڇپيل مال جهڙوڪ اجرڪون (هڪ پاسيون ۽ ٻہ پاسيون)، ليمائي پڙا (سچا ۽ ڪوڙا)، چنيون، پڙا ڇيٽ ۽ گل بدن ۽ گهنڊ، ملير، ٻڱ، لسا، سوسيون، رجايون ۽ سوڙيون جام تيار ٿي سڄو مال ڪيترن ئي شهرن ۾ ويندو هو، هالن ۽ خانوٽ ۾ ڪاٺ جو جنديءَ چڙهيل سامان جهڙوڪ پينگها، ڪٽن جا پاوا ۽ ڪئين قسمن جا رانديڪا وغيره تيار ٿي سڄي سنڌ ۾ ويندا هئا. نصرپور ۽ اُڏيري لعل جا کيرپوڙا مشهور هئا جي ٻين شهرن ۾ ويندا هئا. ناروشاه جا انگوڇا ۽ نارنگيون بہ مشهور هيون جي ٻاهر وينديون هيون. ڪراچيءَ جو حلوو، ميسوُ ۽ گانٺيا بہ مشهور هئا جي بہ ٻين شهرن ۾ ويندا هئا. هالن، ٽنڊو محمد خان ۽ ماتليءَ جا پيهوُن مشهور هئا جي ٻين شهرن ۾ ويندا هئا.

**۵. تور ۽ ماپ جا طريقا** - شين جي تورڻ ۽ ماپڻ لاءِ هيٺيون جدولوُن هيون:

**(۱) اَن وغيره ماپڻ لاءِ جدول-**

| | |
|---|---|
| ۴ چوٿايون | = ۱ پاٽي |
| ۴ پاٽيون | = ۱ ٽويو |
| ۴ ٽويا | = ۱ ڪاسو |
| ٦٠ ڪاسا | = ۱ خراڙ |
| ۱ خراڙ | = ۲۴ مڻ |

**(۲) سيني شين جي تور جي جدول**

| | |
|---|---|
| ۲-۵۰ ڏُڪا | = اڌ آنو |
| ۲ اڌ آنہ | = ۱ آنو |
| ۴ آنہ | = ۱ پاءُ |
| ۴ پاءَ | = ۱ سير |
| ۴۰ سير | = ۱ مڻ |
| ۸ مڻ | = ۱ ڪنڊي |
| ۲۸ مڻ يا ساڍيون ٽي ڪنڊيون | = ۱ ٽن |

**(۳) ناڻي جي جدول**

| | |
|---|---|
| ۲ دمڙيوُن | = ۱ ڪيسرو |
| ۲ ڪيسرا | = ۱ آڌيلو |
| ۲ آڌيلا يا ۳ پايون | = ۱ پئسو (ڏوڪڙ) |
| ۲ پئسا يا ٦ پايون | = ۱ ٽڪو |
| ۲ ٽڪا يا ۱۲ پايون | = ۱ آنو |
| ۴ پئسا | = ۱ آنو |
| ۲ آنا يا ۸ پئسا | = ۱ ٻياني |
| ۲ ٻيانون يا ۴ آنہ | = ۱ پائلي |
| ۲ پائليون يا ۴ ٻيانيون | = ۱ آڌيو |
| ۲ آڌيا يا ۱٦ آنہ | = ۱ روپيہ |
| ۵ رپيا | = ۱ پُتلي |
| ۳ پُتليون يا ۱۵ روپيہ | = ۱ مُهر (گني) |
| ڪلدار روپيہ ۾ ۱٦ آنہ | = ڪوري روپيہ ۾ ۱۰ آنہ |

**(۴) ناڻي جي جدول**

| | |
|---|---|
| ۴ ڪوڏيون | = ۱ چوَنڪ |
| ۵ چوَنڪ | = ۱ پائي |
| ۱۵ چوَنڪ يا ۳ پايون | = ۱ پئسو |

**(۵) ڪپڙي ماپڻ جي جدول**

| | |
|---|---|
| ۴ آڱر | = ۱ چاڙڪي |
| ۴ چاڙڪيون | = ۱ هٿ (گِري) |
| ۴ آنہ | = ۱ پاءُ وال |
| ۴ پاءُ وال | = ۱ وال |



**٦. سنڌ ۾ فئڪٽريون** - سنڌ ۾ هيٺيون مکيہ فئڪٽريون هيون:

**(۱) ڪپہ ٽاڻڻ جون فئڪٽريون يا ڪارخانہ** - سنڌ ۾ خريف جو مکيہ فصل ونئڻن جو هو. اُنهن ۾ ڦُٽيون ٿينديون هيون. ڪارخانيدار ڦُٽيون خريد ڪري ڪارخاني جي اِنجڻين ۾ ٽاڻي ڪپہ ۽ ڪڪڙا ڌار ڌار ڪندا هئا. ڪپہ جون ڳنڍيون ٻڌي احمدآباد ۽ بمبئي موڪليندا هئا، جتي ڪپہ مان مِلن ۾ سُٽ ٺاهي پوءِ ڪپڙو اُڻندا هئا. ڪڪڙا سنڌ جي ڪيترن شهرن ۾ مال جي چاري لاءِ موڪليندا هئا.

ڪپہ ٽاڻڻ جون اِنجڻيون هيٺين شهرن ۾ هيون:

(الف) ميرپور خاص ۾ - (۱) سيٺ پهلومل موتيرام (۲) رالي برادارس.

(ب) ٽنڊو جام ۾ سيٺ اجومل جگتراءِ.

(ت) ٽنڊو آدم - سيٺ راڌاڪرشن وارا. (د) شهدادپور. (ع) ڪنڊو. (ف) پٿورو اسٽيشن ڪاٽن جننگ فئڪٽري- ميشرس فئنلي ائنڊ ڪمپني جي.

(۲) بسڪوٽن ۽ ڪٽمنڙن وغيره لاءِ فئڪٽري- ٽسڪر ۾ جي.بي. منگهارام، مال سنڌ کان ٻاهر ويندو هو.

(۳) ڪنڊ جي فئڪٽري- ڪڏڙي شهر طرف- حيدرآباد واري مُکي گوبندرام وارن جي.

(۴) سوڊا فئڪٽري (Aerated Water)- حيدرآباد ۾ ميشرس اُڌارام جن جي.

(۵) گلاس فئڪٽري- جنگ شاهي ۾ شيشي جي سامان ٺاهڻ جي، پوءِ بند ٿي ويئي.

(٦) چيڪاگيو ريڊيو ڪمپني- جو Pioneer گيانچند موٽواڻي لاڙڪاڻي وارو هو.

(۷) گٽيش ڪوپرا مِلس- ڪوپري جي مِل ڪراچيءَ ۾ سيٺ گهنشيامداس ديبلا جي هئي.

**۷. سنڌ ورقي** - **(الف) سنڌ ورقين جا نالا ۽ فرمون**- سنڌي اصل کان وڻي واپار ڪرڻ ۾ هوشيار آهن، اِنڪري اُنهن پنهنجي روشن دماغ سان دنيا جي مَنديءَ ۾ وڃي وڻج واپار ڪرڻ جي خيال ۽ اِرادي سان سنڌ مان وڃي پرديس جا ڏوُرا ڪري ولائتن ۾ وڃي پنهنجون ڪوٺيون کوليون ۽ واپار ڪيو. تن مان جيڪي سنڌ ورق ويا ۽ جن جا احوال معلوم ٿي سگهيا آهن، تن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

(۱) سيٺ پوچومل- سيٺ پوچومل يعني سيٺ نائون مل جو پڙڏاڏو تنهن سنہ ۱۷۲۵ع کان ۱۷۵۰ع جي وچ ۾ پنهنجا گماشتا مسقط ۾ موڪليا، تن وڃي بشائر، شيراز ۽ بهرين ۾ پيڍيون کوليون. سورت، پوربندر، ملباز سان خوب واپار جاري ٿيو. تنهن ڪانسواءِ ٻين ولائتن ۾ بہ ڪوٺيون کولي واپار وڌايو. هي سنڌ، هند توڙي ولائت ۾ اهڙا ساڪدار ۽ مشهور ٿي ويا جو هنن جون هُنڊيون ديس پرديس ۾ هلنديون هيون ۽ اُهي پربيون هيون. هنن جون ڪل پيڍيون ۵۰۰ ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ هيون.

(۲) ميشرس پوهومل بردرس (پوهو ڪيئاٽي)- هي پهريون سنڌي هو جو سال ۱۸۵۰ع ڌاري مصر ڏانهن واپار ڪرڻ ويو. اُن بعد واپار لاءِ سائوٿ آفريڪا ويا. ٻين ولائتن ۾ بہ واپار شروع ڪيو.

(۳) ميشرس وسيامل آسومل ڪمپني - پائي وسيامل پهريائين سينگاپور ۱۸۵۰ع ڌاري واپار شروع ڪيو، پوءِ جپان ۾ فرمون کوليون ۽ فليپائن ۾ پڻ ڪوٺيون وڌيون.

(۴) ڪي - اي - جي - چوئٿرمل ڏلامل - هنن هانگ ڪانگ ۽ بمبئيءَ ۾ فرمون کوليون.

(۵) شري ڏرمداس پنجومل - رنگون ۾ واپار شروع ڪيو ۽ ڪولمبي ۾ ڪوٺيون ڪڍيون.

(۶) شري ليکراج جهمٽ مل قيمت راءِ - هنن رنگون ۾ فرمون کوليون.

(۷) مُکي سکرامداس هيرانند - ڪولمبي ۾ پهريون فرمون کوليون.

(۸) ميشرس هرداراماڻي - هنن ڪولمبي ۾ فرمون وڌيون.

(۹) ٽي - پرسومل - هنن جاپان ۾ ڪوٺيون ڪڍيون.

(۱۰) شري ڏنامل چيلارام - هنن سنه ۱۸۵۰ع ڌاري فليپائن ۾ فرمون وڌيون.

(۱۱) ميشرس هوتچند ڪيمچند - هنن جاوا ۾ واپار شروع ڪيو.

(۱۲) ميشرس ڪي - ايم - ڏنامل - هنن به جاوا ۾ واپار شروع ڪيو.

(۱۳) ميشرس واٽومل بردرس - هنن جاوا ۾ واپار چالو ڪيو.

(۱۴) شري پيسومل مولچند - هنن اُتر آفريڪا ۾ واپار شروع ڪيو.

(۱۵) ميشرس جي - ٽي - چئنراءِ - جبرالٽر ۽ ويسٽ آفريڪا ۾ واپار شروع ڪيو.

(۱۶) ميشرس ڪشنچند چيلارام - جبرالٽر ۽ ويسٽ آفريڪا ۾ واپار شروع ڪيو.

(۱۷) ميشرس ميغارام جسومل - جبرالٽر ۽ ويسٽ آفريڪا ۾ واپار شروع ڪيو.

(۱۸) ميشرس ايم. ڏيالداس - جبرالٽر ۽ ويسٽ آفريڪا ۾ واپار چالو ڪيو.

(۱۹) ميشرس ٽيڪمداس بردرس - ايسٽ آفريڪا ۽ سائوٿ آفريڪا ۾ واپار شروع ڪيو.

(۲۰) ميشرس ڏيارام گدومل ڪمپني - ايسٽ آفريڪا ۽ سائوٿ آفريڪا ۾ واپار چالو ڪيو.

(۲۱) ميشرس هاسارام ۽ مورجاڻي - ايسٽ آفريڪا ۽ سائوٿ آفريڪا ۾ فرمون کولي واپار شروع ڪيو.

(۲۲) پائي نارائڻداس ليلارام ميرچنداڻي - حيدرآباد سنڌ وارو ڪئنستان جي شهر ۾ واپار شروع ڪيو.

(۲۳) شري منگهن مل چيناَنند پنچوليا - نئي مان واپار ڪرڻ واسطي ڊبئي ويو.

(۲۴) ميشرس ٽي. ڪيمچند تيجومل - برما ۽ رنگون ۾ واپار چالو ڪيو.

(۲۵) ميشرس گرنومل پرسرام - اوائلي طور ڏنڊي ۽ واپار لاءِ برما ۽ رنگون ويا.

سنڌ ورقي واپاري پاڻ سان سنڌ جي ڪلا ۽ ڪاريگريءَ جون شيون کڻي ويا هئا. ڪچ جون چنڙيون، آرسيءَ جي ٽِڪن واريون اجرڪون، جنڊيءَ چڙهيل طرح طرح جون شيون کڻي ويندا هئا ۽ چڱو ناڻو ڪمائيندا هئا. اِنڪري سنڌن نالو ئي سنڌ ورقي پئجي ويو. حيدرآباد سنڌ ۾ صراف بزار ۾ سنڌن سوين پيڍيون هلنديون هيون، جتان سيني ڏيساورن تي پوريءَ طرح قبضو رکندا هئا. ڏيساورن جي لاءِ ماڻهو سنڌ مان مقرر ڪندا هئا. سنڌن پگهارون وغيره مهني سِر مهني اُنهنجي



ڪٽنبين کي برابر پوري وقت تي پهچائيندا رهندا هئا. ڪروڙين روپيه ساليانو حيدرآباد ۾ سنڌ ورقين جا پوندا هئا. ناٽي ۽ هنڊين پانديءَ جو سنڌن واپار ڪروڙن ۾ هلندو هو. حيدرآباد جڻ سنڌ ورقين جو هڪ بئڪنگ سينٽر بڻجي پيو هو.

(ب) سنڌ ورقي سرويچ - سنڌ ورقين ۾ ڪيترا سرويچ پيدا ٿيا آهن، جن جي محنت اورچائي ۽ دوراندیشيءَ سان سنڌ ورق اجوڪي اوج تي رسيو آهي.

سيٺ شامداس سيٺ ريواچند (W.A) وارا، سيٺ ڪشنچند چيلارام ۽ سندس پٽ شيوڪرام ۽ سيٺ لوڪومل (K.C)، سيٺ صوبراج مل سيٺ نانڪرام، سيٺ چنديرام (J.K) وارا، سيٺ گيهي مل رامنداس، سيٺ هاسومل ۽ سيٺ واڌومل ۽ سيٺ ڏيئلداس پٽ ساڌومل (G.Sons) وارا، سيٺ لالچند وطڻ مل (W.B) وارو، سيٺ منگهن مل اُڌارام (K.A.G.C) وارو، سيٺ هريرام هوتچند، سيٺ سهجرام سيٺ نارائڻداس (P.B) وارا، سيٺ چيلارام گيانچند مدراس وارو، هرداراماڻي ڪولمبي وارو، سيٺ پاوِنداس (T.K.I) وارا، پائي نارائڻ ۽ پرتاب (M.D) وارا، (J.T.O) وارن جو اولاد ويسٽ آفريڪا ۾ نهايت چوٽ چڙهيل آهي. پيڊ روڊ تي بمبئيءَ ۾ عاليشان جسلوڪ اسپتال سيٺ لوڪومل گهنشامداس جي فراخدليءَ جو ثبوت آهي. لوڪومل ”لوڪ“ ۽ سندس ڌرمپتني جسيءَ مان ”جس“ اکر ملائي ”جسلوڪ“ اسپتال نالو رکيو ويو آهي.

مطلب ته انيڪ ننڍا وڏا پيدا ٿيا آهن، جن سنڌ ورق کي اوج تي رسايو آهي. اوائلي بزرگن جي آتمائن کي آرام ۽ آنند بخشيو آهي ۽ هڪ اعليٰ ۽ شاهي سنڌ ورقي سماج ڪڙي تي هميشه لاءِ سنڌ ورقين جي نسل کي پختو ڪري رهي آهي. انيڪ تڪليفون ۽ مصيبتون سنڌ ورقين کي آڏو آيون، پر سيني مان لنگهي پار پيا ۽ آئينده مُنهن ڏيڻ لاءِ تيار آهن. اهڙيءَ طرح سنڌ ورقين سڄي دنيا ۾ پکڙي، سنڌ ۽ سنڌين جو شان اوچو ڪيو آهي. سنڌي دنيا جي اٽڪل ۱۷۵ ملڪن ۾ اٽڪل ٽي لک رهن ٿا.

### ۸. ڪاريگر، ڪاسبي ۽ ڪمي ۽ هاري

(الف) ڪاريگر - (۱) رڱائي ۽ ڇپائيءَ وارا - سنڌ ۾ برهم کتري جن کي کٽي به چوندا هئا، سي ڪپڙي تي ڇپائي ڪري رڱي اُن مان ڪئين قسم جا ڪپڙا تيار ڪندا هئا. جهڙوڪ اجرڪون هڪ پاسيون ۽ به پاسيون، چنيون ڳاڙهي تر واريون ۽ اڇي تر واريون، ساڳيءَ طرح پوتيون، مَليِر، بگ، پڙا ليمائي سچا ۽ ڪوڙا، ڇبر، گلبدن، گهنڊ وارا، چادرون، رَجايون، سَوڙيون، وِهاڻا، بجڪا، پٽراٽيون، سوسيون، لسا، شالون، انگوڇا وغيره.

(۲) سونارا - سونارا هندو هئا. هي سون ۽ چانديءَ مان ڪئين قسمن جا ڳهه ڳهڙي تيار ڪندا هئا. جهڙوڪ دهريون، ڳلي جا هار، لُڪڙيون، ڏورا، ٽِه پٽيون، پنج پٽيون، ست پٽيون، ڪٺ مال، جهرمرِيو، ڪلبلا، دُر، جهومڪ، گِن، بندا، پوپٽ، والا، واليون، ايرينگ، ڪوڪا، ڏورڙا (ڇهي داڻا)، ٻانهين جا پٽ، نونت نڪاءِ، ڪنگڻ، چوڙيون، ٻارڪيون، ڪوڏڙيون، مُنڊيون، ويڙهه، ڇيريون، ڪڙيون، هس، پانزيب وغيره وغيره.

(٣) ٺاٺارا- ٺاٺارا پتل ۽ ٽامي جي پڙهن مان ڪيترن ئي نمونن جا باسڻ ٺاهيندا هئا. جهڙوڪ تالهه، ٿالهيون، وٽيون، ديگڙا، ديگڙيون، سٽل (سُپريون)، ڪيبيون، موريا يعني گهاگهرون، لوٽا، وهاڻ ۽ وڏاٽيءَ لاءِ وڏيون ديگيون، رڌڻ لاءِ چرون وغيره.

(٤) ٽينائي- ٽينائي، لوهي ۽ جستي چادرن مان پيٽيون، بالٽيون، دٻا، دٻن جا ڍڪ، ننڍا فانوس ۽ ٻيون به ڪيئين شيون جوڙيندا هئا.

(٥) چوڙيگر- چوڙيگر به برهم کتري هئا. هي چوڙيگر کتري يا ناگرو کتري (يعني نئي نگر وارا) سڏبا هئا. هي عاج کي چيري ٻانهين جا چوڙا ۽ ڪنگڻيون، ٻارن جو ڳيو معنيٰ ننڍڙا چوڙا تيار ڪندا هئا. پر اڄڪلهه ٻانهين جو رواج لهي ويو آهي، تنهنڪري هي ڪم بند ٿي ويو آهي. تنهن ڪانسواءِ راندين ڪرڻ واسطي ڏارا ۽ گهوڙيون به ٺاهيندا هئا.

(٦) جنڊي چاڙهڻ وارا- جنڊي چاڙهڻ وارا مسلمان ڪاريگر واڍا ئي هوندا هئا، جي ڪاٺ مان پينگها (هندورا)، کٽن جا پاوا ۽ ڪيئين قسم جا رانديڪا ناهي پوءِ اُنهن کي جنڊيءَ تي چاڙهي سيني جا رنگ لڳائيندا هئا، جي پوءِ اُهي شيون پيئون چمڪنديون هيون.

(٧) درزي- درزي هندو ۽ مسلمان ٻئي هوندا هئا. هي ڪپڙي مان ڪيئين قسمن جا ڪپڙا تيار ڪندا هئا. جهڙوڪ ڪوٽ، قميصون، پائجاما، واسڪوٽ، جئڪيٽ، ڪُڙتا، انگرڪا، بشرٽون، سلوارون وغيره وغيره.

(ب) ڪاسبي- (١) قلعيگر- قلعي گر هندو ۽ مسلمان ٻئي هوندا هئا. هي ٽامي جي برتنن کي قلعي ڪندا هئا. ڇاڪاڻ ته ٽامي ۾ کس هوندي هئي جا کاڌي کي زهريلو بڻائي ڇڏيندي هئي. قلعي بعد باسڻن مان کٽ ڪانه نڪرندي هئي جا طعام کي زهريلو ڪري.

(٢) واڍا (ڊکڻ) ۽ سوٽاڙ- واڍڪي ڪم ڪندڙ هندن کي سوٽاڙ سڏيندا هئا ۽ مسلمان ڪم ڪندڙ کي واڍو يا ڊکڻ ڪوٺيندا هئا. هي ڪاٺ کي چيري ۽ گهڙي اُن مان در، دريون اُنهن جا چوڪٺ، ڇت لاءِ ڀٽيون، داسا، ڪامون، ٿنڀ ۽ ڪايا، فرنيچر ۾ دڪانن جون ڦٽڪون، ڪٻٽ، ڪرسيون، ميزون، بينچ، اسٽول، پلنگ، کٽون، پينگها وغيره، کيتيءَ لاءِ اسم نار، هرلا، ڪهاڙين، ڪوڏرن، ڏاٽن ۽ رنبن جا ڳن، پانجاريون وغيره وغيره ٺاهيندا هئا.

(٣) لوهار- لوهار مسلمان هئا. هي ڪوڏرون، ڪهاڙيون، رنبا، ڏاٽا، هرن جون چونيون (ڦار)، ڪهاڙا، ڀالا، تير وغيره جوڙيندا هئا.

(٤) ڪنيار- ڪنڀارڪو ڪم به مسلمان ئي ڪندا هئا. هي چيڪي مٽيءَ کي ڳوهي، نپي، دلا، مٽ، ماٽيون (چاڏيون)، دکيون، دليون، ڪنگر، ڪنگريون، ڳهگيون، ڍڪڻ، ڍڪڻيون، چلون، رام ڪٽوريون، ڳنوڙون، ڏيا، دانگيون، ٿوبيون، تس چڪ تي چاڙهي جوڙيندا هئا. پوءِ اُنهن کي نهاڻيءَ ۾ پچائي تيار ڪري وڪڻندا هئا.

(٥) ڪوري- ڪوري مسلمان آهن. هيءُ سُٽ کي سنواري تاڃي ڪڍي آڏاڻن تي چاڙهي ڪپڙو اُڻندا هئا. جهڙوڪ کاڌي (کپڙ) رنگارنگي گربيون، اڳٺ، کيس، چادرون، لونگيون، انگوڇا وغيره.



(٦) ڌوٻي يعني پرِيٽ- ڌوٻڪو ڪم گهڻو ڪري مسلمان ڪندا هئا ۽ ڪو ڪو هندو به ڪندو هو. هي ميرا ڪپڙا گهرن مان کڻي ويندا هئا، اُنهن کي ڌوئي اِستري (پريس) ڪري ڏيئي ويندا هئا ۽ ڏِڌارٿي وني ويندا هئا. پر جن بازارين ۾ لانڊريون (Laundries) کولي رکيون هيون ته ماڻهو اُتي اچي ميرا ڪپڙا ڏيئي ويندا هئا ۽ ڌوتل به اُتان کڻي ويندا هئا.

(٧) ڪاشيگر- هيءُ سني چيڪي مٽيءَ مان فرشي سِرون، صراحيون ۽ رانديڪا تيار ڪري اُنهن کي ڪن مصالحن سان ليپ ڪري اُنهن تي گل-ڪاري چٽي باهه ۾ پچائي تيار ڪندا هئا. پوءِ اُهي اڇا کير جهڙا لسا ۽ چمڪيدار ڏسڻ ۾ ايندا هئا. گل-ڪاريءَ ۾ گهڻو ڪري نيرو رنگ ڪم آڻيندا هئا ۽ ڪنهن ڪنهن برتڻ تي ٻاڙهي رنگ جي به گل-ڪاري هوندي هئي. هي ڪم به مسلمان ئي ڪندا هئا.

(٨) اوڏ- اوڏ هندو هئا ۽ مارواڙ کان سنڌ ۾ آيل هئا. هي پاڻيءَ وارن کڏن مان پاسن کان چيڪي آلي مٽي گڏهن تي کڻي گهرن ۾ ايندا هئا، اُتي گنب مٽيءَ جون پٽيون وجهندا هئا. هي پٽين جا اٽڪل اڌ مُنو فوٽ اوچائيءَ ۾ دڙ ڏيئي ويندا هئا. ٽن چئن ڏينهن بعد سُڪڻ تي مٿان مٽيءَ جو ٻيو دڙ ڏيندا. اهڙيءَ طرح ٦-٧ دڙ ڏيڻ سان سڄيون پٽيون تيار ٿي وينديون هيون. هي پٽيون سِرن وارين پٽين کان وڌيڪ مضبوط ٿينديون هيون.

(٩) مِستري ۽ رازا- هي مسلمان هوندا هئا. رازا سِرن ۽ پٿرن جون جايون جوڙيندا هئا ۽ سيني پٽين (گنب مٽيءَ توڙي ڪچين سِرن) کي گاري جو ماري سان ليپو ڏيندا هئا. باقي پڪين سِرن ۽ پٿرن جي پٽين جي وٽين ۾ سيمينٽ سان درزون پريندا هئا. ڇتين جا ڪڏ به تيار ڪندا هئا. مِستري رازن کي ڪم ڪرڻ لاءِ هدايتون ڏيندا هئا ۽ اُنهن جي ڪمن تي نظرداري به ڪندا هئا.

(١٠) حجام ۽ نائي- سنوارت بڻائڻ جو ڪم هندو مسلمان ٻئي ڪندا هئا. هندن کي نائي چوندا هئا ۽ مسلمان کي حجام. نائي سنڌ ۾ مارواڙ کان ئي آيا هئا. هي پاڻيءَ ۾ اوزار کڻي ايندا هئا، جي مٿي جي وارن جي ڪَٽ ڪري سنواريندا هئا ۽ ڏاڙهيون به ڪوڙيندا هئا ۽ مقرر ڪيل نرخ جي حساب سان پئسا وني ويندا هئا. ڪن بازارين ۾ سئلونون (Saloons) کوليون ته ماڻهو اُتي وڃي سنوارت ڪرائيندا هئا ۽ ڏاڙهيون ڪوڙائيندا هئا.

(١١) مينگهواڙ، موچي ۽ سوچي- هي سڀ هندو هئا. مينگهواڙ ڪڇ ۽ گجرات کان ۽ موچي سوچي مارواڙ کان سنڌ ۾ آيل هئا. هي سيئي چمڙي جو ڪم ڪندا هئا. مينگهواڙ مُئل جانورن تان کلون لاهي پوءِ رڱي تيار ڪندا هئا ۽ اُنهن مان جتيون، ڪشا، ٻٽا، چمپلون ناهيندا هئا. موچي سوچي بوٽ، سليپر، چمپل وغيره جوڙيندا هئا. اُنهن مان کي ڳلي ٿوبي جو ڪم به ڪندا هئا.

(١٢) ڀنگي ۽ ٻاليشاهي- اصل ۾ هندو شودر وَرڻ ۾ هنن صفائي ڪندڙ فرقي کي ڀنگي سڏيندا هئا، پوءِ مهاتما موهنداس ڪرمچند گانڌيءَ سنه ١٩٢٣ع ۾ هنن جو ڀنگي نالو بدلائي ''هريجن'' رکيو. هاڻي هنن کي ڀنگي ڪونه ڪوٺيندا آهن پر هريجن چوندا آهن. هي مرد بزار جون گهٽيون ٻهاري گند کڻي شهر جي ٻاهرئين پاسي ڇڏيندا هئا. اُنهن جون زالون وري گهرن ۾ وڃي ڪاڪوسن

جي صفائي ڪنديون هيون، اُهي مٽلو ڪٽي ٻاهر شهر کان ڪنهن کڏ ۾ ڦٽو ڪنديون هيون. پر اڄڪلهه گٽر سسٽم شروع ٿي ويو آهي، تنهن ڪري زالون ڪاڪوس جو مَٽلو ڪونه کڻنديون آهن. مسلمانن ۾ هڪ ذاتِ ٻاليشاهي سڏبي آهي، اُها به صفائيءَ جو ڪم ڪندي هئي.

(۱۳) مُهاڻا- مُهاڻا به مسلمان آهن. هي سنڌو نديءَ، وڏن واهن ۽ وڏن ڍنڍن مان پلا ۽ مڇيون ماري ۽ اچي مياڻ تي ڪنيون ڪندا آهن. هنن جا سرڪار ٺيڪا نيلام ڪندي آهي. ٺيڪيدار مُهاڻن کي اُجوُرو ڏيندا آهن ۽ مياڻ تي آيل پلا مَڇيون سائين کي وڪڻندا آهن.

(۱۴) سائي- سائي به مسلمان هوندا هئا. هي مياڻ تان ٺيڪيدار کان پَلا ۽ مڇيون خريد ڪري ٽنگڙن ۾ وجهي گهوڙن تي ڪٽي وڃي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ وڪڻندا آهن، نفعو ڪمائيندا آهن.

(ٿ) ڪمي- هي فرقو به گهڻو ڪري مسلمانن جو هوندو هو. هندو ڪو ڪو هوندو هو. هن طبقي ۾ مزور، حمال، ڪونجڙا، کُڏ کيڏندڙ، رازن جي هيٺان بيلدار، تغاري کڻڻ وارا، سربندن اڳيان مٿي ڍوئڻ وارا، چوٽي موٽي ريزڪي ۽ متفرقہ ڪم ڪرڻ وارا مزور هوندا هئا. هي سڀ ڪم پوري ڪرڻ تي پنهنجي مزوري وٺي ويندا هئا.

ڪي مزور پگهار تي ٻڌل هوندا هئا. اُهي مال لاءِ گاهه جي ڪُتر ڪرڻ، سائي گاهه جي ڏينهن ۾ سائي گاهه جي لٽي پري ٻڌي آڻڻ، جهنگ مان ڪانيون ڪري پري ٻڌي ڪٽي اچڻ، پاٽي پرڻ وغيره جو ڪم ڪندا هئا. اُنهنکي مهني سِر مهني مقرر ٿيل پگهار ملندو هو. اُنهنکي ٻيلي چوندا هئا.

(د) کيتي ڪندڙ هارِي- سنڌ ۾ واهن تي عام طور پوک ٿيندي هئي. سنڌ جي مکيہ پئدائش هئي خاص کيتي. ٻنين ۾ هر ڪاهڻ، ٻج ڇٽڻ، پاڻي ڏيڻ، ٿلن جي سنڀال ڪرڻ، اوڦتو مال کان پيلائڻ جي بچاءَ لاءِ لوڙها ڏيڻ، کُڏ کيڏڻ، جهار ڪائي وڃڻ کان بچاءُ ڪرڻ اِهي سڀ ڪم هاري ڪندو هو. ڪي ڪي هاري هنن ڪمن ۾ مدد ڪرڻ لاءِ ڪونجڙا رکندا هئا. فصل ٿيڻ تي، ڦتين جو چونڊو ڪرڻ، ٻين فصلن جو لابارو ڪرائڻ، اَن ڳاهڻ ۽ واڻڻ ۽ اَن ۽ گاهه جي سنڀال ڪرڻ، کيتيءَ جا سڀ ڪم هاري ڪندا هئا. جڏهن مال تيار ٿيندو هو ته زميندار ڦتيون ته سڀ ڪٽائي اِنجڻ وارن کي وڪڻندو هو ۽ هاريءَ کي پئسن جو حصو ڏيندو هو. باقي ان وغيره جي ٻٽئي ڪري پنهنجو حصو کڻي ويندو هو، باقي جيڪي بچندو هو سو هاري کڻندو هو.

(ع) ڪونجڙا- هاري پنهنجي مدد لاءِ ڪو ماڻهو رکندو هو ته اُن کي ڪونجڙو ڪوٺيندا هئا.

## ۹. هُنر

سنڌ ۾ تمام عاليشان ۽ عمدا، عجيب ۽ غريب هُنر هئا ۽ هُنرن سان تيار ڪيل شيون سنڌ کان ٻاهر به وينديون هيون. جن جي اُتي تمام گهڻي ساراهہ ٿيندي هئي.

پرارٿنا- ڪاريگر ۽ هُنر وارا جڏهن صبح جو ڪم شروع ڪندا هئا ته هينئين پرارٿنا چئي پوءِ ڪم شروع ڪندا هئا.

هندوُ- هندو، اُستادن جا اُستاد گر پير اُستاد، لقمان حڪيم، صبح جا سائين، ٻيڙا ٻني لائين، ڪنهنجو ڪين وڃائين، سيني جي آس پُڄائين.



مسلمان- مسلمان بسم الله چئي ڪم شروع ڪندا هئا.

(۱) ڪپڙو- تمام هوشيار ۽ ڪاريگر ڪوري هئا جي آڏاڻن تي ڪپڙو اُڻندا هئا. سادو ريشمي ۽ سوٽي ڪپڙو يا اڌ ريشمي ۽ اڌ سوٽي ڪپڙو اُڻندو هو. گڏيل سوٽي ۽ ريشمي ڪپڙي جي سُهڻن وَڻن لاءِ سنڌ مشهور هئي. مثلا نٽي جون لونگيون جن جو هندستان جي سيني درٻارين ۾ شوق هو. سادو ريشمي ڪپڙو چين، ايران ۽ ترڪستان جي ڪچي ريشم مان ٺهندو هو. شاهوڪار ٽڪن رنگن واري ڪپڙي جون ٽوپيون پائيندا هئا! مگر غريبن جون ٽوپيون رنگين سوٽي ڇيٽن جي ڪپڙي مان ٺهيل هونديون هيون. اُچي ڪپڙي لاءِ سُٽ ولائت مان گهرائيندا هئا ۽ سوٽي ڪپڙو هٿ جي ديسي ڪپهه جي سُٽ مان ناهيندا هئا. غريب سياري ۾ ڏاس جا ٺهيل ڪپڙا پائيندا هئا. سنڌ جا کيس، اڳٺ ۽ گربيون به مشهور هيون. انگوڇا به تيار ٿيندا هئا.

(۲) رڱاوت ۽ ڇپائي- سنڌ ۾ ڇپائي ۽ رڱائي به عاليشان ٿيندي هئي. رنگ سڀ پڪا هوندا هئا. رڱائي ائليزرين (Alizerine) ۾ ٿيندي هئي. رنگ گهڻو ڪري سڀ جرمنيءَ مان ايندا هئا. رنگ ڪيترو به ڌُوئڻ سان نه جهڪا ٿيندا، نه لهندا هئا. ڪيترائي وڙ تيار ٿيندا هئا، جن جو ذڪر پئرا نمبر ۸ فقري ا ۾ تفصيلوار ڪيو ويو آهي. رڱيل ۽ ڇپيل ڪپڙو سنڌ ۾ ته کپندو ئي هو، پر ٻاهر ڏيساور تي به ويندو هو.

(۳) سٽي، ڏاس ۽ ٻڪريءَ جي وارن مان ٺهندڙ سامان- سِٽي، ڏاس (يعني اُٺ جا وار) ۽ ٻڪريءَ جي وارن مان وِڇائڻ لاءِ تپڙ ٺهندا هئا، جي وِهڻ جي ڪم ۾، هنڌن جي هيٺان وِڇائڻ جي ڪم ۾ آڻبا هئا. ٻڪريءَ جي وارن مان رَسا، نوڙيون، خرزينون ۽ ڪاهيون تيار ٿينديون هيون. لاڏو اُٺن تي سامان کڻڻ جي لاءِ ٻورا هوندا هئا، سي به سِٽيءَ ٻڪريءَ جي وارن مان جوڙيندا هئا. سٽيءَ مان اُٺن لاءِ تنگ به تيار ٿيندا هئا.

(۴) اُن يعني رِڍن جي وارن مان ٺهندڙ شيون- اُن يعني رِڍن جي وارن کي پسائي ملائم ڪري اُن ۾ ٿورو صابڻ گڏي نمدا ۽ گهوڙن لاءِ تل ناهيندا هئا. نمدا فرش ۽ گاشي طور ڪم ايندا هئا. برسات ۾ مٿان پاڻ ڍڪي ٻاهر نڪرندا هئا ته نمدن جي ڪري ماڻهو پُسندو ڪونه هو. ٻيون به ڪي شيون ناهيندا هئا. تل گهوڙن جي پنيءَ تي وجهي مٿان ٽڙا رکي تنگ ڏيئي پلاڻيندا هئا ته گهوڙن جي پنيءَ تي ڇِتو يعني ڦٽ يا زخم نه ٿئي. مطلب ته گهوڙن جي پنيءَ جو بچاءُ هو.

(۵) ٽوپيون- ٽوپين ناهڻ جو هُنر به واهہ جو هو. سنڌين جي لباس ۾ ٽوپين جو گهڻو مان هو. رنگارنگي ٽوپيون ٺهنديون هيون. پرٽ پريل به تيار ٿينديون هيون. ڪي پٽ سان پربيون هيون ۽ ڪن تي مقيس پربو هو.

(٦) جنڊيءَ جو ڪم- واڍا ڪاٺ جو فرنيچر ۽ رانديڪا وغيره تيار ڪري اُنهن کي جنڊيءَ تي چاڙهي ڪئين قسمن جي رنگن سان ڇِٽ لڳل گل ڪڍندا هئا. جنڊيءَ چڙهڻ سان گولائي سِڌي ۽ ننگ لسا ۽ چمڪ ٿيندي هئي. جنڊيءَ چڙهيل شيون سنڌ جي شهرن ۾ ته وينديون هيون پر ٻاهر ڏيساور تي به وينديون هيون. هي ڪم خاص ڪري هالن ۽ خانوٽ ۾ ٿيندو هو.

(٧) چمڙي جو ڪم - چمڙو پچائي تيار ڪرڻ ۾ سنڌ مشهور هئي. اُهو چمڙو ڏيساورن ۾ پڻ ويندو هو. لاڙڪاڻي ۾ هڪ شاهي ڪارخانو هو. جُتيون، بُوٽ، سليپر، چمپلون، ڪمرپٽا، ڳوٿريون، سانداريون، پکالون، سيٽاهون، تنگ، بالاتنگ، ٽڙا گهوڙن جي سنجڻ ۾ ڪم ايندڙ، ڪيسي ۾ وجهڻ لاءِ ٻٽون وغيره ٺاهيندا هئا. ڳوٿرين لاءِ هرڻ جو چم ڪم ايندو هو. ساندارين ۽ سيٽاهن لاءِ ٻاڪرو چم ڪم ۾ ايندو هو. باقي ٻين اسمن لاءِ ڍڳي جي کل وارو چم ڪم ۾ ايندو هو. کوهن مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ چرس بہ چمڙي مان ئي ٺهندو هو، جو بہ ڍڳا ڇڪيندا هئا. اُهو پاڻي ٻنين کي ڏيندا هئا. چمڙي جا چاڳل يعني پاڻيءَ لاءِ ٻاٽليون عمديءَ طرح سينگاريل ٺهنديون هيون جي پسند پونديون هيون.

(٨) سنڌ جون شهاڻيون جتيون- منصوره (سنڌ) مان عراق جا عباسي بغداد ۾ ويندا هئا. اِجهو هاڻ اِمام احمدبن حنبل المتوئي سنہ ٢٤١ع جو هڪ مختصر ڪتاب ''الورع'' جو هڪ ست سوَ سالن جو قلمي نسخو مليو آهي جو الجزائر (الجيريا) مان لڌو آهي. سنہ ١٣٤٠ع ۾ مصر ۾ ڇپيو آهي. تنهن مان اِهو ثابت ٿئي ٿو تہ سنڌ جون جتيون ايتري قدر خوشنما پڙڪيدار هيون جو غريب پائڻ کان اسرت هئا. اُهي جتيون صرف راجمڪارن ۽ راجائن کي پائڻ لائق ۽ قابل سمجهيو ويندو هو. (ڪتاب الورع ابن حنبل صفحو ١٠١ ڇپيل مصر جو).

(٩) ڪاشيءَ جو ڪم - ڪاشيءَ جو ڪم اعليٰ درجي جو ٿيندو هو. ٿانون، گنبذن ۽ مسجدن جي سينگارڻ لاءِ ڪاشيءَ جون سِرون ۽ گلڪاري عاليشان ڪڍي چمڪائيندا هئا. مڪليءَ تي، ٺٽي ۾ جهونن قبن تي جيڪي پٽليون سِرون ڪم آيل آهن، تنجي سونهن ۽ چمڪ جي هرهنڌ هاڪ هئي. اهڙيون پڪيون ۽ سوڍيون نهيل آهن جو هيترين صدين گذرڻ ڪانپوءِ بہ اُنهن عمارتن جون ڪُنڊون ۽ پاسا نين وانگر سڌا ۽ پورا آهن. هي ڪم ٺٽي، هالا ۽ نصرپور ۾ ٿيندو هو.

(١٠) عاج جو ڪم - عاج جو ڪم پهرئين ٺٽي ۾ جام ٿيندو هو، اُتي زبردست باه لڳڻ سبب چوڙيگر لڏي اچي حيدرآباد ۾ رهيا. هي عاج مان چيري ٻانهيون يعني ٻانهن جا چوڙا ۽ ڳيو يعني ٻارن لاءِ ننڍا چوڙا ٺاهيندا هئا. تنهن ڪانسواءِ راند لاءِ ڍارا ۽ گهوڙيون بہ ٺاهيندا هئا، ڪي ڪاريگر ننڍا ننڍا رانديڪا جهڙوڪ تاج محل، هاٿي، گهوڙا ۽ پوريون بہ ٺاهيندا هئا. پر هاٿي ٻانهين جو رواج گهٽجي ويو آهي، جٽي لهي ويو آهي.

(١١) هٿيار - سنڌ جا نهيل هٿيار پنوهار هندوستان جي ٻين پاڱن کان وڌيڪ عمدا هئا. خاص ڪري بندوقن جون ناليون، تلوارون، تلوارون جن تي جواهرات جي جڙت ڪندا هئا. خنجر، ڀالا ۽ ڪٽاريون ۽ ڪمانن لاءِ تير نهندا هئا.

(١٢) ڍالون- گينڊي جي کل مان ڍالون ٺاهيندا هئا، جن مٿان پِتل ۽ چانديءَ جو بوجيدار نقش ڪڍندا هئا. سنڌي ٻروچ گشت تي نڪرندا هئا تہ ڪلهن تي پٺن سان ٻڌي شان سان هلندا هئا.

(١٣) مٺائي - سنڌ جا حلوائي مٺائي ٺاهڻ ۾ مشهور هئا. مٺاين جا ڪئين وَڙ تيار ڪندا هئا جي لوڪ کي ڏاڍا پسند پوندا هئا. مٺايون نہ رڳو سنڌ جي شهرن ۾ وينديون هيون پر ٻاهرين ملڪن ۾ بہ موڪليندا هئا. مٺائيءَ جا هينيان نمونا هئا. جهڙوڪ ڪراچيءَ جو حلوو، ميسو ۽ گاننيا، ٺٽي



محمد خان جو انبن جو مُربو ۽ چاٻوُ. نصرپور جا کيرپڙا، ٺٽي الهيار جون مائي جون ڪچوريون، سکر جون ريوڙيون، ٺٽي جام جون ريوڙيون ۽ پتاشا، حيدرآباد جي آئسڪريم ملائي ۽ ان جا پيالا.

(١٤) ميوو- سنڌ ۾ ميوو تہ ڪيترن ئي قسمن جو پئدا ٿيندو هو، پر خاص مشهور انب هئا. ٺٽي محمد خان، ماتلي، هوسڙي ۽ ڪنڊوءَ ۾ جهجهي تعداد ۾ انب ٿيندا هئا. اُنهنجي ڪوالٽي بہ عاليشان هئي، اُنهن کي پچائڻ جا ڪاريگر بہ ڏاڍا هوشيار هئا. جڏهن اَنب پچي مَٽن مان ڪڍندا هئا تہ سڄو ئي اُنهن جو رنگ پيلو ۽ وٽنڊڙ هوندو هو. ميناج ۾ جهڙي مصري. انب ڪراچيءَ موڪليندا هئا، اُتان ولائتن ۾ ويندا هئا.

(١٥) ٻيا هُنر- سون چانديءَ جا زيور، غاليچا، مٽيءَ جا برتن، زينون، تل، ٽڙا، پاڪڙا، عاج جا چوڙا، چمڙي جو سامان وغيره.

## ١٠. ڏُڪار ۽ سيٺ نائون مل جو دان

ڪَڇ، هالار (ڪاٺياواڙ جو هڪ پرانت)، مارواڙ ۽ اوسي پاسي جي ملڪن ۾ اچي سخت ڏُڪار پيو. سيٺ نائون مل هوتچند پوچواڻي جيڪي جهوني وقت ۾ ميرن جي راڄ ۾ سندس وڏا مشهور واپاري هئا. سيٺ نائون مل لکيو آهي تہ سندس وڏن جا ڌنڌا ۽ ڪم ڪاريون تن ڏينهن ايتري قدر وڏي ويا جو ڪين ۾ ڪين تہ بہ پنج سوَ هنڌن تي سندن پيڍيون هيون. ڏڪار جي ڪري هالار، ڪَڇ، گجرات ۽ مارواڙ جا ڏتڙيل ماڻهو سنڌ ۾ اچي ڳاهِٽ ٿيا. تنهن وقت هوُ ننڍو هو پر سڀ ڪجهہ سمجهي سگهيو ٿي ۽ ياد ڪري سگهيو ٿي. اُن وقت اَن جو اهڙو سخت ڏڪار پيو جو سون ۽ روپئي جي ڳوٿرين هوندي بہ ماڻهو بک وگهي مرڻ لڳا. سنڌ ۾ جوُئر، نانگلي، ڄَوَ ۽ ٻيا سادا اَن بہ روپئي جا چار سير مَس تي مليا. ڪئين ماڻهو بک ۾ اُٿليا. تڏهن سندس وڏن سيٺ درهيائي مل ۽ لالمنداس کي ان جا انبار پريل هئا جي پاڻدن ۾ بند هئا. ڏٺائون تہ خيرات لاءِ هن کان وڌيڪ ٻيو ڪو عمدو موقعو ڪونہ ملندو، تنهنڪري ڌرم ۽ ذات جي ڀيد بنا سڀني گهرجائو ماڻهن کي في آسامي هڪ سير ٻاجهري يا چانور روز مفت ڏيڻ لڳا. کوٺيءَ جي پٺئين در وٽ اَن وراهيو ويندو هو، جو صبح کان رات تائين اِهو ڪم هلندو رهيو هو. ڪيترا آبرُودار ماڻهو بنهہ لاچاري حالت ۾ برقعو پائي خيراتي اَن وٺڻ ويندا هئا. جڏهن سينين کي سُڌ پيئي تہ ڪيترن سفيد پوش ڪٽنبين کي ڪيتري بہ اگهہ تي اَن نٿو ملي ۽ سيٺ جي در تي ڏينهن ڏني يا رات جو بتيءَ جي روشنيءَ تي خيراتي اَن وٺڻ ۾ حجاب ٿي ٿيو، تڏهن حڪم ڪيائون تہ رات جو کوٺيءَ تي بتيون نہ ٻاريون وڃن ۽ ڪو مرد يا زال هٿ ڍگهيڙي تہ اُن کي بنا پڇڻ جي هڪ سير اَن ڏنو وڃي. اُن بعد ڪئين شاهوڪار پئسن سان بہ اَن نہ ملڻ ڪري سينين جي خيرات وٺڻ لڳا. وري جڏهن خبر پين تہ ڪيترن گهرن ۾ فقط وڌوائون يا جڏا پاتي آهن، جي ٻاهر نڪرڻ جهڙا نہ آهن؛ تڏهن حڪم ڪيائون تہ اهڙي هرهڪ گهر ۾ مهني جي خوراڪ اڳوات پهچائي وڃي. اُتر سنڌ ۾ ڪئين ڪَڇ ۽ هالار جي ماڻهن ٻار وڪڻي اَن ورتو. هنن جي گماشتن اَٺ ڏهہ ٻار خريد ڪري ڪراچيءَ ۾ موڪليا، اُتي سندن پوري سنڀال ٿي. جڏهن ڪمائڻ لائق ٿيا تہ آزاد ڪيا ويا. اُهو ڏڪار ست اَٺ مهنا بلڪل

سخت هليو، تنهن ڪانپوءِ ايشور مَهر ڪئي ۽ ورِي سڀ ڪجهه ٺِيڪ ٿي پيو. مطلب ته اهڙا هئا سنڌ جا هندوُ سيٺ سَخِي ۽ دانِي، جنجو نالو اڄ تائين پيو ڳائجي.

### ١١. نشيدار شين جو واهپو

(١) شراب- شراب ٻن قسمن جو ٺهندو آهي (١) هڪڙو ڳُڙ جو دارون جو ڳُڙ، ٻبر جي ڇوڏي ۽ ڪن پسار جي شين مان چِڪائي ڪڍبو آهي. هِي ڏاڍو تکو ۽ بيسواديِ ٿيندو آهي، پر هندو شوق سان پيئن. هن ۾ پاڻي گڏي پيئندا هئا. (٢) ڪَٽل جو دارون جيڪو غريبن لاءِ هو. هِي ڏاڍو گرم ۽ اُگرو ٿو ٿئي. سنڌ جي اندر شراب نوشيءَ جِي علت ڦهلجِي ويئي. سيني درجن جا مرد توڙي زالون، ديني شرعي ڪان سواءِ پيئندا هئا. شراب پِي پوءِ مانِي کائيندا هئا. مکيه شراب هِي آهي: (١) انگورن مان ڪڍيل شراب جو ڪشمشي سڏبو هو، (٢) سونفي جيڪو عمدو سمجهبو هو، (٣) مُشڪِي، (٤) ترنجِي، (٥) مصريءَ جو ڏاڍو قيمتِي هو، (٦) گلابِي، (٧) ڪيئنسرِي.

(٢) ڀنگ- گهٽ درجي وارا ڀنگ جا ڳُوڙها پياڪ هئا. گجراتين جِي ڀنگ بنا نه سَرِي. ميرن جي راڄ ۾ ڀنگ هڪ سير هڪ آني ملندِي هئي. ڀنگ پيئڻ ڪري بدنِي ۽ دماغِي ڪمزورِيُ ۽ ٻيون بيماريون ٿينديون هيون.

(٣) آفيم- کي ورِي آفيم يعني امل کائيندا هئا.

(٤) چرش ۽ گانجو- کي چرش ۽ گانجو سُلفين ۾ وجهِي ڇِڪيندا هئا.

(٥) پُست جا ڏوڏا- کي پست جا ڏوڏا ڀنگ وانگي گهوٽي پيئندا هئا.

(٦) تماڪ- کي تماڪ چلمن ۽ حقن ذريعي ڇِڪيندا هئا. کي تماڪ پيل ٻيڙيون ڇِڪيندا هئا. ڪن سالڪن نشيدار شين واپرائڻ جي نتيجن بابت هڪ بيت چيو آهي جو هيٺ ڏجي ٿو:

(١) ڀنگ- ”ڀنگ پيئڻ سان ڀُوت ٻڻائي، پوءِ ٿي ساري گهر جو اَٽو ڪُٽائي؛
(٢) چرش - چرش چِٽن جا چِٽ پِٽکائي، پوءِ گهٽيون ٿو گهٽيون گهمائي؛
(٣) اَمل- اَمل کائڻ ۾ آهن اوجهراٽيون، جوُن متي ۾ گنديون پراٽيون؛
(٤) شراب- شراب پيئڻ سان ڏئي دلدارِي، پوءِ ٿو ڪري پڌرِي پنهنجِي شاهوڪارِي.“

انگريزن جي راڄ ۾ وڪري جو بندوبست- نشيدار جي وڪري لاءِ هرهڪ شهر ۾ گتو هوندو هو جو سرڪار نيلاميءَ ذريعي ٺيڪيدارن کي ڏيندِي هئي ۽ اگهه ۾ مقرر ڪري ڏيندِي هئي. ٻين شين لاءِ لائيسنس ڏيندِي هئي، جهڙوڪ ڀنگ، آفيم، چرش، گانجو، پُست جا ڏوڏا ۽ ڪڻ وغيره.

### ١٢. گناهه ۽ سزا

ڪنهن به قوم جي سياءَ جي هيءَ عمدِي پرک آهي يعني سندن ڏوهه ۽ تن لاءِ سزائون. اِنهيءَ نظر سان ڏسبو ته سنڌِي هرويرو بڇڙا ۽ ويل نه هئا. ٿورا گناهه ورلي ٿيا ٿي، اِنهيءَ ڪري سزائون به سخت ڪونه هيون. خونيءَ ڪان سڀ ڀڄا ٿي ۽ ”خوني“ لفظ نفرت جو هو. اُن لاءِ سزا هئي موت يا ڏنڊ.

(١) مُسلم راڄ ۾- ڪن حالتن ۾ اِسلامِي قاعدن موجب موت جي سزا هينئِنءَ ريت ڏني ويندِي هئي. قاضِيءَ جا خادم خونِيءَ کي گرفتار ڪري ٻانهون ٻڌِي، سندس ٻانهن خون ڪيل شخص جي عزيزن کي سونپيندا هئا. اُهي ڪاتِيءَ يا تلوار سان اُتي جو اُتي سِسي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيندا هئس. پر جي موت، بندوق، لٺ، پٿر، زهر يا کوه ۾ اُڇلائڻ سان ٿيو هوندو ته خون جي بدلي هڪ مقرر ڪيل رقم (ديت) ڏبِي هئِي. بدلي جو رواج، يعني خونِي پنهنجي بدران سزا لاءِ عيوضو ڏئي. جو رواج هندستان ۾ آهي، سو سنڌ ۾ هاڻي ڪونهي. خودڪشِيءَ جي حالت ۾ لاش کي نکِي وهنجارين نکِي ڍڪين. جنهن حالت ۾ ليِي، تنهن حالت ۾ پير وارِي زمين ۾ دفن ڪن. انگ ڀنگ يا لولِي لنگڙي ڪرڻ لاءِ قانون ديت يا قانون مڪانات جي سزا ڏنِي ويندِي هئِي. جهگڙي ۾ ڪنهن ڪنهنکي انڌو ڪري وڌو ته قاضِيءَ جي فرمان موجب جلاد سڄ اڳيان آرسِيءَ جهلي ڏوهِيءَ کي نابين ڪندو هو. ڪنهن جو ڏند ڪنهن ڀڳو ته لوهار اَنبوُرِيءَ سان انجو ڏند ڪيندو هو. چورِي خسيس يا ڳرِي، عام جام ڏوه هو. سزائون ڪئين هيون. اهڙين جهڙين حالتن ۾ قيد، ڏنڊ ۽ زوري لنگهڻ سزا طور ڏنا ويندا هئا. گهٽ درجي وارن چورن جون ڏاڙهيون وار پِروُن ڪوُڙائي، مُنهن ڪارا ڪري گڏهه تي وهاري ڪين ٻڇڙو ڪندا هئا. ڪڏهن چور کي ڳچيءَ ۾ موچڙن جو هار پائي شهر ۾ پيٽ لاءِ ڀِٽڪائيندا هئا. ميرن جي ايامڪاريءَ ۾ قيدين کي چبوتڙي يا ڪوٺواليءَ ۾ رکندا هئا. اُنهن انڌيرن ۾ نئڙ، هٿڪڙيون، پيرن جا ڪاٺ، ڳچيءَ لاءِ ڳٽ ۽ ٻيا اهڙا عذاب رَسائڻ جا اوزار رکيل هئا. شهر ۾ ڪوٺوال ڪچهرِي ڪندو هو، پرڳڻن ۾ ڪاردار، ديني ڳالهين ۾ قاضيءَ جي فتوىٰ هلندِي هئي. اپيل به ڪري سگهبِي هئي. ٻين ڇوٽن موٽن گناهن لاءِ الڳ الڳ سزائون هيون.

(٢) انگريزن جي حڪومت ۾- انگريزن جي راڄ ۾ ڏوهين ۽ گنهگارن کي پوليس پڪڙي مئجسٽريٽن جي معرفت جيل ۾ موڪليندِي هئي، پوءِ اُنهن تي هلندا هئا ڪورٽن ۾ ڪيس. اُن لاءِ منصف جي ڪورٽ، سمال ڪاز ڪورٽ، سِول ڪورٽ، جديشل ڪورٽ، سيشن ڪورٽ ۽ آخر ۾ سنڌ ۾ وڏي ۾ وڏِي ڪورٽ هئي فيڊرل ڪورٽ. اُنهن جِي ڪارروائي هلائڻ لاءِ هئا منصف، جديشل مئجسٽريٽ، ڊسٽرڪٽ جج، سيشن جج، چيف جج. پوليس ڏوهين کي سزا ڏيارڻ لاءِ چالان ڪورٽ ۾ پيش ڪري شاهدن ڪان شاهديون ڏياريندِي هئي. اِلزام مڙهيل گنهگار وڪيل ڪندو هو جو اُنجي پاران ڪورٽ ۾ دليل بازِي ڪندو هو ۽ بچاءَ لاءِ گواهن جِي گواهِي ڏياريندو. مئجسٽريٽ ٻئِي پاسا ٻڌِي شاهدن ۽ ثابتين جي آڌار تي فتوىٰ ڏيندو هو. سزا جا قسم جيل بنا پورهئي، سخت پورهئي سان يا ڏنڊ يا ٻئِي سزائون جيل مدو ۽ ڏنڊ جِي رقم ڌار ڌار قلمن هيٺ اِنڊين پينل ڪوڊ ۽ ڪرِمنل پروسيجر ڪوڊ موجب مقرر ٿيل هوندِي هئي. ڏوهيءَ کي اپيل ڪرڻ جو به حق هو. ثابتي نه هئڻ جي حالت ۾ گنهگار کي آزاد ڪيو ويندو هو. خون يا ٻي ڪنهن اهڙي ڪيس لاءِ ڦاسيءَ جِي سزا به هوندِي هئي.

### ١٣. ڦورو ۽ ڌاڙيل

هڪ انگريز لکي ٿو ته تاريخ ٢٠ جنوري ١٨٤٠ع جي نامي گرامي بجرخان، مُبارڪ، بُگٽي ۽ ڊمڪين، جڪرانين جا ٤٨ سردار اسانجي هٿ چڙهيا. سنڌ مان ڦورن جو آزار لاهڻ ۽ سندن تڏو

ڪٽائڻ جو وجهه هو. ٻه علاج هئا. هڪ معافي ڏيڻ، ٻيو سختي ڪرڻ. پر اسانجي پوليٽڪيل ڪاتي ٻئي دوائون گڏي سڌي ڏنيون جو ڪنهن مان ٻه فائدو نه ٿيو. پر ٿيو ڇا ويو؟ ڪيو ڇا ويو؟ هنن رڇن کي چيڙي پوءِ ڪين ڇيڪ ڇڏيو ويو! ٻجر ۽ ٻبارڪ ڪانسواءِ سڄيءَ ٽوليءَ کي ڏنڊا ٻيڙيون ڏيئي رواجي قيدين وانگر ڏک ٻڇا هنيا ويا. ڪين بيعزتو ڪري، چيڙي ڇتو ڪري، جاني دشمن ڪري، وير پاڙڻ لاءِ ڪين ڇڏي ڏنائون! مطلب ته اسان اهڙو ڇسپائيءَ جو ڪم ڪيو جو ڪير اعتبار ئي نه ڪري. پر سچ پچ اِئين ڪيو ويو.

هاتڪن ۾ جاني پٽ قمبر نامي گرامي خوني هو. سندس اک غضبي، سندس هٿ قاتل، اصل جڪرا سنڌي هو. پر پوءِ بهادريءَ ڪري جڪراتي قوم بروچ قوم ليکبي هئي. هي قداور، جوڌو، سرويچ ۽ بلهزير هو. اکيون وڏيون شوخ، جڻ ته ٻه اُلا، ٻت ۾ لوچو هيس. ڪو خوش ٿي اسان وٽ ڪونه آيو هو. سندس قوم ٻجر پنيان هئي ۽ پنهنجي سردارن درياخان ۽ ترڪ عليءَ کان ٻه ڪيس سرس ٿي سمجهيائون. سردارن جي آڻ مڃي هن پاڻ کي فرنگين وٽ ڪٽي ڦاسايو. پر اسان سان دشمني سندس رڳ رڳ مان پئي ٻکي. پر ڪيئن ٻه جبرو جاني اسانجي هٿ ۾ هو. ڪيس ڇا ڪجي؟ سو ٻه وڏو سوال هو. حڪم آيو ته ڏنڊا ٻيڙيون وجهي، رواجي قئدين وانگر شڪارپور جي رستن تي ڪم ڪرايوس. ڪيس گهرائي حڪم ٻڌايومانس. ٻڌندي ئي سينو ساهي ڏوڪيندو ڊوڙيو. پوءِ ٣-٤ ڇٽا ڏوڪي مٿس ويا جن ٻڌي ڏنڊا ۽ ٻيڙيون ڪٽي جڙيائونس. هن کي ڪم تي وٺي ويندا هئا پر ڄم ڪونه ڪندو هو. چوندو هو ته "ڦاهي چاڙهي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيوم پر زوريءَ ڪم ڪونه ڪندس." آخر خط آيم ته ڇڏي ڏيوس. هن کي ڇڏيوسين. ٽن ڏينهن ۾ هڪ دفعدار ۽ اٺ سوار خون ڪري ڇڏيائين. هن جي پڇاڙي ٻه ويجهي هئي جو سردار بلوچ خان کهڙي جي زال سان نهيل هو. جيئن هي اُن وٽ ويو ته هنن گهر جا دروازا بند ڪري ڪوٺيءَ جو ڪُڏ پٽي مٿان پٿرن ۽ جنبن جو وسڪارو ڪري ٻنهي ڄڻن کي سنگسار ڪري ڇڏيائون. ٻجرخان ٻئي درجي جو هو. هي ٻه بي رحم هو پر چڱائيءَ جو ٻج ٻه پيل هون. ياڻس مندو خان پٽس وزير خان ۾ شريفاڻو انگ هو. اسان پهرين هنن تي سختيون ڪيون پوءِ ڇڏي ڏنائون، اِها ٻه چريائي هئي.

ٻبارڪ اهڙو صابر نه هو. هي ٻه عجيب اِنسان هو. هڪڙي ڀيري اميل صاحب کي خبر پيئي ته ڪالپر ٻگٽين جي ٽولي لُٽ لاءِ نڪتي آهي. اميل گهوڙاسنجي ٨٠ سوار ۽ ليفٽيننٽ وارٻن کي وٺي نڪتو. ڪاٽڪن جي جاءِ ڳولڻ لاءِ يارو ڪوسي کي سونهون ڪري ڪنيائون. سارِي رات پنڌ ڪيائون. صبح جو ڏس ته مار! دشمن ڇاجو؟ ٻيو ڇاجو؟ اڳيان برپٽ لڳو پيو آهي. ڏينهن جي تپت ٻيو پاڻي نه ملڻ سبب ڪيترا ماڻهو وات تي ئي مرِي ويا، باقي موٽي واپس آيا.

دين محمد ٻڙدي - جن بروچن شڪارپور جي آس پاس ٻيلن ۾ مسافرن لاءِ هاٿيدوس مڇائي ڏنو هو، اُهو هو دين محمد ٻڙدي. جنهن لاءِ روز دانهن ايندِي هئي ته ماڻهو ڪيس ڏينو چوندا هئا. اُتر سنڌ ۾ سندس نالو وڳل هو. ياڻس سولڻ ڪانئس ٻه ٻه ڙتيون ڪس، پر قسمت ڇڻ سندس ناماچار ٻڌي ڪک تي سندس ڏينهن ڪپي وڌا. شڪارپور ۾ پهتس ته ٽورو اڳ ايجنسيءَ ۾ خبر آئي ته



سولڻ ڦرمار ڪري هڪ ويجهي ڳوٺ ۾ اچي لٿو آهي. ڳوٺ ١٠-١٥ ميل پري هو. اُنهيءَ گهڙيءَ حڪم ٿيو ته گهوڙا سنجي هڪ سوارن جو بدرقو پنيان وڃيس. گهوڙا ڊوڙائيندي مٿس اوچتو اچي ڪڙڪياسين ته هو ٻه تلوار ڪڍي جلهه ڪرڻ لڳو. پر ڇتاپيتيءَ ۾ سندس ساڄو هٿ گهائجي پيو ۽ ڪيس قابو ڪري پڪڙي ڪئمپ ۾ وٺي آيس. ماڻهو اچي حشام مڙيا. گهٽن کي هٿ لڳل هئا، پوءِ ماڻهن ڳچيءَ ۾ رسو وجهي ڪٽي وڻ ۾ لٽڪايائونس. تنهن جو نالو "سولو وارو وڻ" ڪٽي رکيائون. ياءُ جي خون جو بدلو وٺڻ لاءِ ڏينو ڦرمار ڪرڻ ۾ وڻ گهوڙو ٻڌڻ نه ڏنو ۽ ڏاڪو ڪن خون ڪيائين. ڪيس ڦاسائڻ لاءِ گهڻيئي حيلا حوالا ڪياسين، پر ڪي ڪين وَريو. نيٺ ٻڌوسين ته ڪنهن نه ڪنهن سبب ملتان پاسي مزارين سان وڃي مليو.

## ١٤. ڏاڙهي ۽ مُڇون

هڪ انگريز مِسٽر برٽن صاحب ڏاڙهي مُڇن جو سنڌ جي مسلمانن بابت مزيدار احوال ڏنو آهي. لکي ٿو ته "ٿورا سال اڳ سنڌين جا ڪپڙا پهري مسافري ڪجي ها ته اهم ڪونه هجي ها، پر اڄڪلهه جا انگريز اِئين ڪندو ڏسن ته جيڪر هيٺان اچين ۽ ورائي وٺنم" چي "آهي ته خئر؟ هاڻي مشرقين جو نقل ڪرڻ سِکيو آهين. پنهنجو ڪريو ٿو وڃائين." مون تاربوش ۽ جهولدار پائجامو پهري ڏنو آهي، ڏاڍي فرحت آهي. نه ته ٽوپلو ۽ پتلون ڏسي اڳي هارِي پڇ پائي اُٿي پڄندا هئا. سندن نينگريون وچي اندر لڪنديون هيون ۽ ڪتا ورائي ويندا هئا ۽ ڳائو ميهو مال اُٿي پڄندو هو. فقير فڪرو ويڙهي ويندو هوم. هنن ليکي ٽوپلي وارو نوشيروان جهڙو اِنصاف ڪندڙ آهي يا وٽس قارون جا گنج آهن.

(١) ڏاڙهي - ٻيو ته منهنجي صلاح وٺين ته اها ڪبوسڙي ڏاڙهي جا اٽيئي سا ٻه اڳوپوءِ لهرائي ڇڏ، نه ته هنن سڌريلن ملڪن ۾ پاڻ ڪلائيندين. تنهنجي ڏاڙهي نه ڪاري، ڊگهي، نه لسي، پر ته ٻه جهڙي جي تهڙي ته رکندو. جي رڳو مُڇون هونديءَ ته توتي بيت ناهيندا چي "پنجاه ورهين جو چوڪر ڪاڏي ٿو ڪنهي!" شڪر جو هٿ يورپي چانوٽين واري ڏاڙهي هڪ نه ڏسندين. خبردار، ڏسين مٿان سوئر جي وارن وارو برش پنهنجي مُنهن کي ڏيڪارين. هتي ته ڪپي ميندي ۽ نير، تيل ۽ ڦٽي، اِهي منهن کي ناهوڪو ٻٽائي ڇڏينديءَ. جي يانئين ته ولائتي لباس ۾ ڏاڙهيءَ جو مان ٿئي ته ٻڌ، سونهاريءَ کي ڇڏي ٻه نه ڏڄ، جيئن ڇڄ ڏاڙهي تي پوي. هتي چوٽي آهي ته "ڊگهي ڏاڙهي ناٺ دلبر." ڇيلهه تائين رکيئه ته ڇڻ مسافريءَ ۾ بيمار زال يا جوان نياڻي يا گهرڏياڻي پاڻ سان ڪنيئه، تڪليف ڏسندين. ڇڄ ڏاڙهيءَ لاءِ اول ته ڪپي ڪاري ريشمي ڳوٿري اُس مٿيءَ ڪان بچاءَ لاءِ، تيل ڇٽ ڪپيس ته ڪُسي نه، رنگ ذري لڳيس ته زيب نه وڃيس. ڪتري ننڍڙي نه ڪڄ مٿان چون ته لفنگ آهي، نڪي اسان سنڌي منشيءَ وانگر سرخي لائجانس ته مٿان چون ته ڪتر ۽ ٻيهڪ ۽ جهر ڪُڏ جو نرو، چي ويچاري غريبڙي جي مُنهن مان منشگيري پيئي ٻکي.

جنهن مهل نه ڳالهائين ته پنهنجو ساڄو هٿ وٺي سونهاريءَ مٿان پيو ڦير. شد مد سان ڳالهائڻو هجيئي ته ڏاڙهيءَ جو قسم کڻج. ڏسين مٿان ڏاڙهي سڳوريءَ سان گڏ ڪنهن مڪروه، ٻڇان

جهڙي شيءِ جو نالو ورتو اٿيئي. ڏاڙهيءَ تي هٿ رکي قول ڏنئہ تہ ايمان ڏنئہ. ڪو شخص سونهاريءَ جي بي ادبي ڪري يا ڪنهن ڪچيءَ ڦڪيءَ ڏانهن اِشارو ڪري وِهي ۽ تون مان ۾ رهئين تہ هميشهہ لاءِ مَردود ليکينديءِ. ڪو چڙ ۾ ڏاڙهيءَ ۾ هٿ وجهيئي تہ خنجر ڪڍي اهڙي ڪميڻي کي اُماڻي چڊ دوزخ ۾. ڪو مرد يا زال ڏاڙهيءَ تي بہ آڱريون رکي توڪان رحم گهري تہ پنهنجي سونهاريءَ جي پت رکڻ لاءِ مٿس ترس کڄ. جهيڙي لاءِ ڪرنهن هجيئي تہ واهہ، نہ تہ ڪنهن کي ڏاڙهي ڪري متان سڏيو اٿيئي. ڪنهن جي سونهاريءَ ۾ ڪک يا ان ڪٽو ڏسين تہ متان هٿ وجهي ڪڍين. پر پنهنجيءَ تي هٿ گهمائي اِشارو ڏجانس. دل ۾ چيم تہ ”ڏاڙهي ٿي ڪين چٽي ٿي.“

(٢) مُڇُوَن- هاڻ اچ مُڇن تي. جي سُنين سان دوستاڻو رستو ڳنڍڻو هجيئي تہ شهپر وناڻي مٿئين چپ سان سَنوت ڏيارينس باقي پڇڙين کي ڇڏي ڏي تہ پل پيئون مزا ڪن. جي شيعن سان اُٿڻ وهڻ چاهين تہ ڇڏي ڏين، تان جو بہ ٻهارا ڪڙا ٿي ٻهن. جي پانئين تہ زاهد نظر اچان تہ ڪُتري پٽي پِرن جهڙو ڪري ٻهارين. جي پهلوان ليکجڻ تو گهرين تہ موڙي وَٽي نڪ اکين سان ڪٽي لڳائين. سلوُڪ سان رهڻ چاهين تہ پڇڙين کي ڇڏ تہ هيناهين وني پيئون نمن. دل ۾ چيم تہ ”مُڇُوَن ٿيون ڪي مصيبت.“



□□



:: باب اَٺون ::

# رهڻي، کهڻي ۽ گهرو جيوَن

## ا. هندوُ ۽ مسلمان

(ا) هندو- هندو اَڳين ڏينهن ۾ ڳوٺن ۾ رهڻ پسند ڪندا هئا. جو هنن کي سَستا پٽ ملندا هئا ۽ ويڪريون هوادار ۽ روشنيءَ واريون جايون جوڙائيندا هئا. جاين جوڙائڻ جو ذڪر باب ٤ جي پئرا ٤ ۾ ڪيو ويو آهي. سادي نموني زندگي گذاريندا هئا، ڪپڙا بہ سادا پائيندا هئا، ڏيکاءُ ڪونہ ڪندا هئا. ڪپڙا گهر ۾ زالون ئي سبنديون هيون. ڪي شاهوڪار ماڻهو ڪپڙا درزين کان سبائيندا هئا، باقي زالن ۽ ٻارن جا ڪپڙا تہ گهر ۾ زالون سبنديون هيون. ڪپڙا صاف سُٿرا رکندا هئا. ميرا ڪپڙا پهريائين ڪاريءَ ڪار ۾ ٺهڪائي ڪَڏن يا درياہ يا کوہ تي ڌوئندا هئا. ڪجهہ وقت کان پوءِ سوڊا ڪار ۾ ٺهڪائي ڏئندا هئا. انگريزن جي راڄ ۾ پوئين وقت ۾ ڪپڙا صابڻ سان بہ ڌوئندا هئا. ريشمي ڪپڙا ميٽ يا ميتوڙيءَ يا آريٺن جي ڪلن ۾ وجهي مَهٽي ڌوئندا هئا. اوني ڪپڙن جو پهريائين رواج گهٽ هو پوءِ وڌيو تن کي گوار پسائي ان ۾ مَني رات جو رکندا هئا، صبح جو ڌوئندا هئا. ڪي سرندل ماڻهو ڪپڙا پريٽ کان ڌٽاريندا هئا. ڪپڙا بنا اِستري ڪئي ئي پائيندا هئا. پوئين وقت شهرن ۾ رهندڙ ڪپڙا پريس ڪري بہ پائيندا هئا. سنان مرد نديءَ، واهہ يا کڏ يا تلاءَ يا کوهہ تي ڪندا هئا. زالون تلائن يا ڪڏن تي ڪپڙا ڌوئڻ وينديون هيون تہ ڪپڙن سوُڏو سنان ڪري اينديون هيون ۽ ڪپڙا اچي گهر بدلائينديون هيون. نہ تہ گهر ۾ ئي سنان ڪنديون هيون. شهرن ۾ واهن يا تلائن تي پناهہ گهر نهيل هوندا هئا تہ زالون اُتي تڙن جي پناهہ گهرن ۾ ئي ڪپڙا بدلائينديون هيون. گهرن ۾ بہ سنان جايون نهيل هونديون هيون. سنان تيل ميٽ سان ڪيو ويندو هو. صابڻ لڳائڻ جو رواج ڪونہ هو. صبح جو سيڪو نم يا ٻبر وغيره جو ڏندڻ ڪندو هو. پيسٽ هڻڻ جو رواج ڪونہ هو. اڳ ڪنهن کي اچڻ لاءِ نياپو موڪلبو هو تہ چئبو هو تہ ”ميٽ مٽي ۾ هجيئي تہ هٿ اچي لاهہ.“ سنان ڪرڻ ۽ لڱن اُگهڻ لاءِ انگوچو ڪتب آڻبو هو. ٽوال جو رواج ڪونہ هو.

ڪاڌو بہ سادو کائيندا هئا. ٻاجهر يا جوئر جي ماني ۽ ڪاٻہ ڀاڄي ڏينهن جو، چانور ۽ دال رات جو کائيندا هئا. ڏينهن جو ڏڌ ۽ رات جو کير بہ کائيندا هئا. ڏڌ ولوڙڻ مان مکڻ نڪرندو هو تہ ڪي نيرن تي مانيءَ تي رکي کائيندا هئا. گهڻو ڪري هر ڪنهن کي ڳانءِ يا مينهن گهر ۾ هوندي هئي. گيهہ شڌ کائيندا هئا. ويجيٽيبل گيهہ (ڊالڊا) جو نالو بہ ڪونہ هو. ڪن کي ٻڪريون بہ هونديون هيون. ڳانين ۽ مينهن جو ڇيڻ ٿيندو هو تہ ان ڇيڻ کي مٽيءَ سان مِلائي گهر جي پٽن کي ليپو ڏبو هو. باقي ڇيڻ کي ٿڦي، ڇيٽا ناهي سُڪائي چُلهہ ۾ ٻاريندا هئا. جتي چلم نهندي هئي، اُتي چلم تي ٽوپيءَ تي دڪيل ڇيٽا رکندا هئا.

اَن رکڻ لاءِ مِٽيءَ جي نهيل گُندي هوندي هئي، اُن کي هيٺ تري وٽ ننڍي اِنچن جيڏو لوگهو هوندو هو. اُن کي اڳڙيءَ جي مُڇي سان بند رکندا هئا. گهرج وقت اُهو اَڳڙيءَ جو ٻُنڊو ڪڍي اُن مان اَن ڪڍي وري ٻُنڊو ڏيئي بند ڪندا هئا. گُنديءَ کي پَلي بہ چئبو آهي. چوڻي:- ”اَن پَلي ذات پَلي.“

ڪانيون ٻارڻ لاءِ جهنگ مان ڪٽي ايندا هئا. پر جي وڏيڪ ڪپت هونديءَ هئي ته مسلمان ڪانير گڏه تي ڪانين جي لَڏ ڪٽي وڪري لاءِ آڻيندا هئا، اُن ڪان ونبيون هيون. ڪي ٻيلي مان ڪانين ڪي اُٺ تي لَڏي ڪٽي ايندا هئا، جي به ونبيون هيون. سُمهڻ لاءِ ڪتون ۽ ڪٽولا هوندا هئا. اهي ڪي سادي واڻ سان، ڪي مُڃ جي واڻ سان واڻيل هوندا هئا. تن ڏينهن نواڙ جو رواج ڪونه هو، جو گهڻو پوءِ پيو. اڄي پنڪا لائيٽ وارا ڪين هئا. پيَس جي وچٽيءَ سان هوا ڪبي هئي. سينيون گرميءَ ۾ جُهلڻ سان هوا ڪرائيندا هئا. جُهل ڪاٺ جي پٽي تي ڪپڙو سبيل هوندو هو، جا ڇت ۾ ٽنگيندا هئا. اُن کي نوڙيءَ سان ڪو ڇوڪر يا نوڪر ڇڪي هوا ڪندو هو. وڏن گهرن ۾ پينگها هوندا هئا، جن ۾ لُڏندا هئا. ٻارن ڪي پينگهي ۾ سُمهاري لوڏيندي لولي ڏيئي ننڊ ڪرائيندا هئا. گهرن ۾ آئي وئي لاءِ مَنجيُون هونديون هيون، تن ڪي اُنهن ڪي وهاربو هو. سُمهڻ لاءِ چوڻي:- ”ڦڳڻ ۾ سَوڙ ڪٽي ٻاهر سُمهجي - بدي ۾ وچٽي ڪٽي اَندر سُمهجي.“ ٻيو پهاڪو هو ته:- ”ڦڳڻ ڦلاريو ڏينهان اونهارو راتيان سيارو.“ سُمهڻ لاءِ هنڌ ۾ هينيان اِسم هوندا هئا. هيٺ پٽ تي يا کٽ تي سُٽيءَ جو اُٽيل ٽپڙ فراسي پٽ تي پيس جو تڏو يا پَن جي تونري وڇائبي هئي، مٿان پٽراٽي وڇائي چادر وڇائي مٿان ڪرڻ لاءِ سياري ۾ سَوڙ، اونهاري ۾ رَلي يا چادني يا ڪيس ڪتب آڻيندا هئا. پوئين وقت ۾ لوين، ڪمبلن، قمرن، ڪٽن جو رواج به شروع ٿيو. جي سُمهڻ ۾ اوڇيندا هئا ته سياري ۾ ڪلهن ۾ پيو ڪندا هئا.

هر گهر ۾ اَن پينهڻ لاءِ جنڊ ۽ ڇانورن ڇڙڻ لاءِ اُکري مُهري، اَن ڇڙڻ لاءِ سُپ يعني ڇڄ هوندو هو. ڪن گهرن ۾ اُکريءَ جي بدران پٿر جي نِگهه زمين ۾ کُتل هوندي هئي. گيهه يا ڪا ٻي اهڙي شيءِ رکڻ لاءِ ڇت ۾ ٽنگيل ڇڪا هوندا هئا. ڇانور وغيره مِڻڻ لاءِ چوٿائي يا پاٽي هوندي هئي. گهر جو گند ٻهاري ڪري ٽوڪريءَ يا دٻي ۾ وجهندا هئا، پوءِ ٻاهر اُڇلي ايندا هئا. رنڌڻي ۾ ڏوپ ۽ هار وير جي پاٽيءَ لاءِ ويٽر جو ڪُنو رکندا هئا. پرجڻ تي ٻاهر هاري ايندا هئا. پرپات جو ڪُڪڙن دس هنيا ته گهر جا پاتي اُٿندا هئا. مرد گهوڙن کي داڻو ڏيندا هئا ۽ ڳانين ۽ مينهن کي چارو ڏيئي کير ڏُهندا هئا. روزاني ڪرياڪرم ڪان واندو ٿي ڪم ڪار کي لڳندا هئا. زالون وري ڪا ٻهارا ڪڍندي، ڪا ڏڌ وِلوڙيندي، ڪا جنڊ جوٽيندي، ڪا هنڌ ويڙهي ڪٽي گوسائتا رکندي هئي، ڪا ٻاسڻ مَليندي هئي. پوءِ سنان پاٽي ڪري نيرن وغيره تيار ڪرڻ ۾ لڳنديون هيون. روٽيءَ بعد سِبڻ پرڻ ڪي لڳنديون هيون. مائرون پنهنجين نياڻين کي پر ۾ وهاري اُنهن کي سيکارينديون هيون، جهڙوڪ بخيو هڻڻ، ٻهي ڏيڻ، اوٽي ڏيڻ، اَندي ڏيڻ، ڪَڙ ڪرڻ، پرت پرڻ، جهالر وجهڻ، ڪُندي جو پرت پرڻ، پيڙا ٽاڪڻ، ڪاج ڪرڻ، سبيل ڪپڙو ڪولڻو هوندو ته اُن کي اُديڙڻ ۽ وري سِبڻ، سرائي هڻڻ، ٽِڪون ٽاڪڻ، سرمون ستار ۽ مقيس پرڻ وغيره وغيره. جيئن ڪجهه وڏيون ٿينديون هيون ته رَڌڻ پچائڻ سيکارينديون هيون، جيئن گهر جهلائو ٿين. شاديءَ بعد ساهري گهر وڃڻ ڪانپوءِ اُنهن کي ڪنهن به ڪم ڪار ڪرڻ ۾ تڪليف درپيش نه اچي. چو ته گهر جا ”ٻَنِيهه ٻنڌڻ“ آهن. ڪنهن اولي سولي ڳالهه تان ڏيءَ کي ڪجهه چئبو هو ته اِشارو نُنهن ڏانهن به ٿي



ويندو هو. اُن لاءِ چوڻي آهي ته ”ڪهڻ ڌيءَ کي ته سِکي نُنهن.“ ڳوٺن جون زالون هڏ پَڳل، سهيڙ ۽ سنجڻ واريون هيون. سڄي گهر جو ورتڻ، اٽي پيهڻ کان وٺي ڇانور ڇَڙڻ، داليون ڏرڻ، اَن سوئڻ، سانجڻ ڪرڻ، گهر جي ٻُهاري ٻاسڻ ڪرڻ، ليپو ڏيڻ، ڪپڙا ڌئڻ، سِبڻ پرڻ جو سڀ ڪم چڱيءَ طرح سان ڪنديون هيون. اِن ڪري بدن ۾ پريل چست ۽ چوبڪيون هونديون هيون. گهر جي چانئو ۾ گذارڻ سان سندن سونهن به نکرندي هئي. اِئين ڪڏهن ڪونه چونديون هيون ته ڪم ڪندي جُڙه نڪري وئي آهي. ٻارن جي پالنا ۽ سنڀال ڪنديون هيون. سياڻن جو چوڻ آهي ته ”مرد جي ڪمائي زال جي سهيڙ.“ آدرشي زالن ڪري گهر ڪفايت سان هلائينديون هيون ۽ مرد جي ڪمائيءَ انوسار خرچ ڪنديون هيون. ڳالهائڻ جي به فضيلت هوندي هئن. زالون توڙي ننڍا وڏن سان ادب سان جمع ۾ ڳالهائيندا هئا. زالون پتيءَ جو نالو ته ڪونه وٺنديون هيون، بلڪ سس سهري وڏي ڏير جو به نالو ڪونه وٺنديون هيون. ننڍيون وڏن مردن کان مُنهن ڍڪينديون هيون. چنڊ ۽ ڏڻ وار تي سس سهرن کي پيرين پونديون هيون. هُو موٽ ۾ ڪين چوندا هئا ”ڇُٽ.“ پر ڪجهه نه ڪجهه موڙو به ڏيندا هئا. ننڍا ڇوڪرا به وڏن کي مٿين ڏڻ وارن کان سواءِ سَنجها جو به پيرين پوندا هئا. پيرن پوڻ ۾ زالون مٿو نوائينديون هيون ۽ ڇوڪرا ساڄو هٿ پيرن تي رکندا هئا. سدائين سچ ڳالهائيندا هئا ۽ هميشهه سادو رهندا هئا. سادو رهڻ اوچو خيال ڪرڻ جو اُصول اَپنائيندا هئا. جيئن انگريزيءَ ۾ چوڻي آهي ته (Simple Living high thinking) مهمان نوازي به ڏاڍي سِڪ ۽ پريم سان ڪندا هئا. گهر مهمان اچڻ تي خوش ٿيندا هئا ۽ اُنجي چڱي خاطري ڪندا هئا. چوندا هئا ته ”مهمان گهر ۾ آيا اسانجا ڀاڳ جاڳيا.“ مرد مهمان وٽ رات جو مِٽ مائٽ ۽ پاڙي وارا رام رام ڪرڻ ايندا هئا ۽ ڪچهري ڪري پوءِ ويندا هئا. ڳوٺن ۾ چِلم ڇڪڻ جو عام رواج هو. ڏينهن جو ۽ سياري ۾ اوطاق ۾ چِلم رکيل هوندي هئي ۽ اونهاري شام جو ٻاهر ٿلهي تي ٽپڙ وڇائي پاسي ڪان چِلم تيار ڪري رکندا هئا. پوءِ گهر جا ۽ اوڙي پاڙي وارا اچي روٽيءَ بعد اُتي ڪٺا ٿيندا هئا. پوءِ چِلم وينا ڇڪيندا هئا ۽ ڪچهري وينا ڪندا هئا. ڪلاڪ به ويهي پوءِ وڃي آرامي ٿيندا هئا. ڳوٺن ۾ اڳهائي سگهائي ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر ته پري رهيو پر يوناني حڪيم به ڪونه هوندو هو. وڏيون گهر ۾ ئي ڪجهه پسار جون شيون هڪ ڪپڙي جي ڳوٿريءَ ۾ وجهي رکنديون هيون. اويل سويل ضرورت وقت اُهي ئي سُتيون ڦڪيون ڪنديون هيون ۽ ڇوٽيون ڇوٽيون بيماريون ٺيڪ ٿي وينديون هيون. هٽ واڻيا شهرن مان وکر وانا وٺي آڻڻ لاءِ گهوڙا ڌاريندا هئا. ٻاهر منجهه مسافري اُٺن تي ڪندا هئا. ٿوري پنڌ تي وڃڻو هوندو ته پيدل ئي هليا ويندا هئا. پيدل وڃڻ وقت چيلهه ۾ بوڇڻ يا شال يا اَنگوڇي جو سَندرو ٻڌندا هئا ۽ هڪ ڏِگهي لٺ هٿ ۾ کڻندا هئا. اُٺ سواريءَ لاءِ ڌار هوندا هئا جن کي مَهري اُٺ چئبو هو ۽ بار کڻڻ لاءِ ڌار هوندا هئا اُنهن کي لاڏُو اُٺ چئبو هو. مَهري اُٺ جو پڇ ڳاشي واري پاکڙي جي کُنڊ سان ٻڌي ڇڏيندا هئا. واندا ۽ ٻڍا ماڻهو وندر لاءِ شام جو چوپڙ راند ڪندا هئا ۽ ٻار يعني ڇوڪرا گِلي ڏڪر، وَنجهوٽي، ڪوڏي ڪوڏي ۽ ڏڙهي ڏوٽي راند ڪندا هئا. ڇوڪريون وري گڏين سان راند ڪنديون هيون.

(٢) مسلمان- مسلمان شاهوڪار ۽ وڏا زميندار گهڻو ڪري وڏن شهرن ۾ رهندا هئا. سيد، پير، قاضي، مُلان، آخوند شهرن ۽ ڳوٺن ٻنهي ۾ رهندا هئا. ننڍا زميندار، ڪيتي ڪندڙ ۽ هاري ٻنين تي ئي پنهنجا گهر اڏي اُتي رهندا هئا. شاهوڪارن جون سٺيون جايون هونديون هيون. ڪن کي بنگلا به هوندا هئا. باقي جيڪي وڏا زميندار، پير، مير، سيد ۽ پرهيز وارا ماڻهو پنهنجا گهر ڪوٽن جي اندر ڪندا هئا. جاين کي چوطرف ڪوٽ جون پٽيون اوچيون هونديون هيون، جيئن ڪو اُٺ تي چڙهي ڪوٽ پرسان لنگهي ته به اندر نظر نه پوي. ڪوٽ جي اندر پنهنجي آڪه سوٽپائيءَ جا ئي گهر هوندا هئا. ڪوٽ جي در تي لوهه جو ڳهنڊ ٽنگيل هوندو هو. ڪنهن کي به ڪم پوندو هو ته اُهو ڳهنڊ وڄائيندو هو ته اندران ٻانهي ايندي، اُهائي جواب ڏيندي هئي يا ڪو ڪم هوندو هو ته ڪندي هئي. ٻاهر جو ڪو ڪم هوندو هو ته ٻانهيون ئي ويندون هيون ۽ اُهي ئي ڪم ڪري ايندي هيون. ڪا شيءِ شڪل ڪپندي هئي ته وٺي ايندي هيون. باقي ٻين جا ڪن جا پڪا گهر ڪن جا ڪچا گهر ڇپرن سان ٺهيل هوندا هئا. گهرن جو چوطرف ڪنڊن جو شاهي لوڙهو ڏيئي ڇڏيندا هئا ۽ لوڙهي اندر خالي پٽ ايوان طور ۽ زناني ويڙهي لاءِ ڇڳو ئي ڇڏيندا هئا. ساڳيءَ طرح ٻنين تي به ٺاهيندا هئا. لوڙهي کي دروازو هوندو هو، اُن کي يا ته ڏاڪائون در چاڙهيندا هئا يا پاسن کان مُنيون ڪوڙي وچ ۾ اُنهن تي ڪڙهه رکي ڇڏيندا هئا.

واپاري يا دڪاندار ڪو ورلي هوندو هو. پڙدي واريون زالون ٻاهر نڪرنديون هيون ته برقعو پائي نڪرنديون هيون. غريبن جون زالون ٻنين ۾ ڳُڏ ڪنديون هيون ۽ ڦتيون چونڊينديون هيون. اُنهن جي رهڻي به سادي هوندي هئي، سادو هنڊائيندا هئا، سادو کائيندا هئا. مطلب سادا ئي رهندا هئا. ڏينهن جو گهڻو ڪري ٻاجهريءَ يا جوئر جي ماني اُن تي مکڻ رکي کائيندا، ڪي رڳو ڏڌ جي لسيءَ سان ماني کائيندا هئا. ڪڏهن ڳڙ سان ماني کائيندا هئا. رات جو اڪثر ڪري چانور ۽ کير کائيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن رات جو دال به رڌيندا هئا. سانوڻيءَ ۾ ٻنين ۾ ڀاڄيون جهڙوڪ توريون، پيندڙيون، واڱڻ، ميها ۽ گوار وغيره پوکيندا هئا ته اُهي ڀاڄيون به رڌي کائيندا هئا. عيد وغيره تي سيئون ۽ ٻيا طعام به تيار ڪري کائيندا هئا. شاهوڪار ۽ زميندار ڪڏهن ڪڏهن گوشت، ڪڪڙ، پلي ۽ مڇيءَ جو ٻوڙ به کائيندا هئا. هنن جي وندر هئي، ملهه وڙهڻ، ڀڃري ڪٽڻ، نڙ وڄائڻ، ڳلي ڏڪر راند ڪرڻ، ڪوڏي ڪوڏي راند ڪرڻ، مؤلود ڳائڻ، يڪتاري ۽ دلي تي ڪافيون ڳائڻ، ڳجهارتون ڏيڻ وٺڻ ۽ اُنهن کي پڇڻ. ڪي ڪي ڪڪڙ پاليندا هئا پوءِ ڪڪڙن جون ويڙهيون ڪرائيندا. ڪي باز ۽ تتر ڏاريندا هئا.

سُمهڻ لاءِ کٽون ۽ کٽولا سيني جي گهرن ۾ هوندا هئا. پٽ تي ڪونه سُمهندا هئا، جو وڇن، نانگن ۽ بلائن جو ڊپ رهندو هو. هاري جن کي ٻنين تي کٽولو نه هوندو هو ته وٽن تي پيها ناهي اُنهن تي سُمهندا هئا.

مسلمان ڪاريگريءَ جي ڪمن ۾ به لڳل هوندا هئا، جهڙوڪ واڍڪو ڪم، جنديءَ جو ڪم، لوهارڪو ڪم، ڪاشيءَ جو ڪم، آڏاڻن تي ڪپڙي اُڻڻ جو ڪم، جاين جوڙڻ جو ڪم. باقي جيڪو



تمام غريب طبقو هو سي مزوري ڪندا هئا. هي مهمان نواز ڏاڍا هوندا هئا. جيڪا جائي جواري پاڻ کائيندا هئا، سا مهمان کي کارائيندا، پر وڏي حب ۽ سِڪ سان کارائيندا هئا.

## ٢. پاڻ ۾ ملڻ جو طريقو

اسان سنڌين ۾ ڪي تمام سٺيون خوبيون آهن. مثال طور توهان سڄي دنيا جي قومن ۽ جاتين تي سراسري نظر ڦيرايو ته اسان ۾ ملڻ جو طريقو سڀ کان نرالو، مزيدار ۽ وڻندڙ آهي. هندي ماڻهو صرف ”رام-رام“ جا به اکر چئي ملڻ جي طريقي کي بريڪ (Break) هڻندا آهن. مغربي ماڻهو رڳو سلام سان گڏ گڊ-مارننگ (Good Morning) چئي ملڻ جي سسٽم کي پورو ڪندا آهن.

هندن جو پاڻ ۾ ملڻ- هندو پهرين ”رام رام“ جا منڙا شبد اُچاري ۽ هڪ ٻئي پنيان ٻانهون ورائي ڀاڪر پائي آڱرين سان پٺيءَ تي زورن وانگر ڪِٽ ڪِٽ ڪندا آهيون ۽ گڏوگڏ پنهنجو مٿو هڪ ٻئي جي ڪلهي تي رکندا آهيون. ”خوش چاق پرشن-خوش چاق پرشن“ چوندا، مٿو هڪ ٻئي جي ڪلهي تي به چار دفعا رکندا آهيون. پوءِ هٿ هٿ ۾ ملائي ويهي وڏي رام رام ڪندا آهيون. جنهن ۾ آيل مهمان پڇندو: خوش آهيو سائين ۽ ميزبان چوندو: ديا آهي. مهمان: چاق پرشن. ميزبان: ٻاجهه آهي. مهمان: راضي آنندي. ميزبان: ڪرپا آهي. مهمان: ٻار ٻچا، مِٽ مائٽ، يار دوست، اوڙو پاڙو خوش آهي؟ ميزبان: سڀ آنند منگل. مهمان: سلامت هوندين. ميزبان: شال خوش هوندين. ڪيڏي نه اسانجي وشال ٻولي آهي. خوش چاق، پرشن، راضي، آنندي، سيني لفظن جو مطلب ساڳيو آهي پر ويس گهڻا. ديا، مهرباني، ٻاجهه، ڪرپا اِنهن لفظن جو به مطلب ساڳيو پر روپ گهڻا.

مسلمانن جو پاڻ ۾ ملڻ- مهمان اچڻ سان چوندو: ”سلام اعليڪم“، ميزبان: ”معليڪم سلام.“ پوءِ مهمان: خوش متارو جوڙ، ميزبان: خدا جي ٻاجهه آهي، آل عيال خوش. ميزبان: مالڪ جي مهر آهي، مهمان: عزيز خويش خوش، ميزبان: الله جو شڪر آهي، اوڙو پاڙو چاق چڱو ڀلو، ميزبان: سندس رحم آهي. اهڙيءَ طرح مسلمانن جا ڪي الفاظ عربي، پارسي، ٻولين جا هوندا آهن، اُهي پڇي پوءِ پڇندس چوپايو مال، ڍڳا ڍور، ٻنيون ٻارا وغيره.

جبل جي پاسي رهندڙن جو طريقو ٿورو ڦريل آهي. رستي واٽ هلندي جي پاڻ ۾ گڏيا ته پهريان اکر ”سلام اعليڪم“ ڪري هڪ. چوندو ادا ڏي خبر، ٻيو چوندو ته چاڙين سچاڻين تو، منهنجو نالو فلاڻو، پٽ فلاڻي جو، ذات فلاڻي. صبح جو نڪتو آهيان هتان، هُتان ٿيندو هاڻي هيڏانهن وڃان ٿو ۽ فلاڻي ڪم سان نڪتو آهيان. پوءِ پڇندو خبر ڪا نئين؟ وري ساڳيءَ طرح ٻيو به اِئين ئي بيان ڪندو. اهڙي ميلاپ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ١٥ منٽ لڳي وڃن ٿا. وري واٽ تي ٻيو ماڻهو گڏيس، اُن سان به ساڳيو ميلاپ. ڪٿي هڪ ٻئي سڃاڻندا هجن ته به نالا وغيره سڀ چوندا.

## ٣. مهمان نوازي ۽ شيوا

سنڌ ۾ هندو توڙي مسلمان مهمان نوازيءَ کان مشهور هئا. گهر ۾ ڪو مهمان آيو ته ڏاڍو خوش ٿيندا هئا ۽ اُنجي خوب خاطري ڪندا هئا. چوندا هئا ته-

”اسانجي گهر مهمان آيا، اسانجا ڀاڳ جاڳيا.“

اڳي ڌرمشالائون يا هوٽلون ايتريون ڪونه هونديون هيون. ڌرمشالا به اڪثر ڪري تيرٿ آستان يا وڏي شهر ۾ هوندي هئي اهڙيءَ طرح هوٽلون به وڏن شهرن ۾ هيون. ڪو اڻ واقف مسلمان ڪنهن شهر ۾ ويندو هو ته وڃي مسجد ۾ رهندو هو. پوءِ مسجد ۾ رهندڙ مُلون ڪنهن کي ڄاڻ ڪندو هو ته مسجد ۾ مهمان آيو آهي ته ڪو نه ڪو ماني کٽي کارائي ويندو ۽ سُمهڻ لاءِ بسترو به ڏيئي ويندو.

آڳاٽي زماني ۾ مهمان گهوڙن يا اُٺن تي چڙهي ايندا هئا. مهمان کي سنان پاڻي ڪرائي پريم سان نيرن ۽ روٽي يا پوپانڙي کارائيندا هئا. گهوڙن کي گاهه داڻو ڏيندا هئا. اُن سان گڏ جت ايندو هو ته اُن کي به ماني کارائيندا هئا. پاڻي پيئڻ جي مهل تي وهٽن کي پاڻي پيئاريندا هئا. رات جو روٽي کائڻ بعد مِٽ مائٽ ۽ اوڙي پاڙي جا ماڻهو مهمان وٽ رام رام ڪرڻ ايندا هئا پوءِ ڪچهري لڳي ويندي هئي. چِلم ٺهي تيار تي رکي هوندي هئي، واري سان اُها به پيا ڇڪيندا هئا. مهمان ڪو ٻڍو هوندو يا ڪو پري کان لنبي مسافري ڪري ايندو هو ۽ ٿڪل هوندو هو ته گهر جا ڇوڪرا اُن کي ٽنگن تي زور ڏيندا هئا يا مُڪون هڻندا هئا. ڪلاڪ ڏيڍ جي ڪچهريءَ بعد آيل مٽ مائٽ ۽ پاڙي وارا هليا ويندا هئا، پوءِ مهمان آرام ڪندو هو. مهمان لاءِ طعام به طرحين طرحين جا تيار ٿيندا هئا، جن ۾ مٺاڻ ضرور هوندو هو. جهوني زماني ۾ مهمان کي ٿلڪي تي کنڊ رکي مٿان گيهه وجهي ڏيندا هئا ۽ رات جو ڳُڙ جي تاهري کارائيندا هئا، جي سٺا طعام ڳڻيا ويندا هئا. وقت گذرڻ بعد کنڊ جي تاهري تي اُن بعد سيئون ٿيون، گهڻو وقت پوءِ مائيننو ٿيو. يعني ڪڻڪ جي اٽي کي ڳوهي مُنيا ٺاهي سڃي شڌ گيهه ۾ تري پوءِ اُکري مُهري ۾ وجهي ڪٽي پرڻ مان ڇاڻي کنڊ ملائيندا هئا. اُن کي چئبو هو مائيننو. ڏينهن جو ڏڌ ۽ رات جو کير به ضرور هوندو هو. روٽي کارائي پوءِ مهمان کي سوپاريءَ جي ٽڙ ڏيندا هئا.

مسلمانن جو به ساڳيو هندن وارو طريقو مهمان نوازيءَ جو هو.

”مون گهر مهمان اچن، آئون قلبان وڃان؛ کارائي خوش ته ڪريان، آئون احسان مڃان.“

## ۴. ريتيون رسمون ۽ رواج

(ا) هندن جا رواج- هندن ۾ ڌار ڌار فرقا آهن، جهڙوڪ برهمڻ، برهم کتري (کٽي)، لوهاڻا (پائيبند)، عامل، سونارا وغيره. سڀن ۾ ڪن ريتين رواجن کي ڇڏي ٻيا الڳ الڳ آهن. وقت انوسار ٿوري ڦير گهير به ٿيندي آئي آهي.

سورهان سنسڪار- سيني هندن ۾ سورهان سنسڪار ڄمڻ کان مرڻ تائين آهن: (۱) گرڀادان (۲) نپسون- گرڀ رهڻ تي ۳ مهنن بعد (۳) سيمنتونين- اُن بعد ۶ مهني (۴) جات ڪرم- ٻار جي ناڙي وڍڻ کان اڳ (۵) نام ڪرڻ- ٻار جو نالو (۶) نشڪرڻ- چئين مهني ٻار کي ٻاهر گهمائڻ (۷) ان پراشن- ٻار کي ڇهين مهني ڪجهه کارائبو آهي (۸) چوڙا ڪرم- ٽين سالين جهنڊ لهرائڻ (۹) ڪرڻ وڌ- ڳيان واڌاري لاءِ ٽئين يا پنجين ورهين ڪن ۽ نڪ ٽوپائڻ (۱۰) يگيه پويت- جڻيو پائڻ (۱۱) ويد آرنڀ- ويد پڙهڻ کان اڳ ڌارمڪ وِڌي (۱۲) سماورتن- پڙهائي پوري ڪرڻ بعد (۱۳)



وواه (۱۴) گرهه آشرم- گرهست ۾ داخل ٿي اگنيءَ جي استاپنا (۱۵) وانپرست- اڌ وقت جو سنسڪار (۱۶) سنياس- موکش جي ساڌنا جو، موت بعد انتيشٽي.

(الف) ويم- ويم مسلمان دايون ڪرائينديون هيون. پيڙهي در پيڙهي اِهو ڪم ڪنديون هيون جي آزمودگار ۽ هوشيار هونديون هيون. ڪهڙو به ڏکيو ويم هجي پر هو آسانيءَ سان ڪرائينديون هيون. آپريشن جو ته نالو نشان به ڪونه هو. ستين مهني گرڀوتيءَ کي، دائي تيل لڳائيندي هئي ۽ مائٽاڻو جورو پائيندي هئي. گرڀوتي زال سڄ گرهڻ ۽ چنڊ گرهڻ وقت ڪپ يا ڇريءَ سان شيءِ نه ويندي هئي. ويم بعد ٻار جو ناڙو موڙي اور چلهه ۾ پوربي هئي. پنجين ڏينهن روهي پوڄبي هئي ۽ ڇهين ڏينهن ڇٽي ڪبي هئي. ٻارهين ڏينهن پاتڪ لهرايو ويندو هو. تيرهين ڏينهن درياه پوڄيو ويندو هو. ڪي ۲۱ ڏينهن ڪي ۴۰ ڏينهن ڪانپوءِ چِلو پچندا هئا. پٽ ڄمندو هو ته گهر جي در تي مٽئين سَردري ۾ نم جا پن ۽ بصر جي ڳنڍ ٻڌي ويندي هئي. ٻار جي سيرانديءَ اڳي ترار رکندا هئا، پر پوءِ ڪپ يا ڪاتي رکندا هئا. جيڪڏهن دير سان پٽ ڄمندو يا اڳيان ٻار وري آيا هوندا يا ٿڌو ٻار ڄائو هوندو، اُنهن جي مٿان پٽ ڄمندو ته اُن کي ”سوختو ٻار“ چئبو هو. ڪن حالتن ۾ ٻار جو نڪ ٽوپيندا هئا. جيڪڏهن ٽن ڌيئن جي مٿان پٽ يا ٽن پٽن جي مٿان ڌيءَ ڄمندي هئي ته اُن کي ”ٽِرڪڙ ٻار“ چئبو هو. ٻار جو نالو ڪي ڇنيءَ ڏينهن، ڪي تيرهين ڏينهن، ڪي سترهين ڏينهن، ڪي ايڪهين ڏينهن رکندا هئا. جيڪڏهن ڇهن آڳرين سان پٽ ڄمندو هو ته اُن جو نالو ”ڇاڳو“ رکبو هو. ڪي ورِي ڪا شيءِ وراهيندا هئا ته اُن شيءِ جو نالو ڇوڪر تي رکيو ويندو هو. ۵ مهنا ٻار تنجيو ويندو هو پوءِ چوُڻ ڪٽڻ جهڙو ٿيندو ته پهرئين پرئي مڙس کان ڪٽائي يعني ڪڇ تي ڪڻندو. ڪڇ مهنن ڪانپوءِ وِهڻ سِڪندو پوءِ بانبڙا پائيندو. ۸-۱۰ مهني پنڌ ڪرڻ سِکندو. سال بعد ڳالهائڻ سِکندو.

(ب) مُنڻ يا جهنڊ- مُنڻ يا جهنڊ ٻار جي ڪي تيرهين مهني ڪي ڇوڪر جي ٽِي سالي لهرائيندا هئا. ڪي وري شادين ۾ ديگ ۽ چلهي جي پرسان لهرائيندا هئا. ڪي جهنڊ کنڌي جي وڻ هيٺان لهرائيندا هئا، ڪي پير جي تربت اڳيان، ڪي سنت جي سماڌيءَ وٽ لهرائيندا هئا. ڪي وري آڪاتيج ڏينهن لهرائيندا هئا، ڪي وري مندر ۾ لهرائين. اُن مهل ڪي ڪُتي ڪي تاهري وِراهين.

(پ) جڻيو- منو سمرتيءَ جي انوسار برهمڻ، کتري ۽ وئش کي جڻيو پائڻ ضروري آهي. جڻيو پائڻ بعد ٻيو جنم ورتل چوڻ ۾ اچي ٿو. سنڌ ۾ ڪو به اڇوت ڪونه هو، تنهنڪري سڀ هندو جڻيو پائيندا هئا. اڪثر ڪري گهر ۾ ڪا به شادي ٿئي ته اُن موقعي تي ڇوڪرن کي جڻيو پائيندا هئا. ڪي درياه يا ڌرمي آستان تي پارائيندا هئا. جڻئي پائڻ جي وِڌي ۽ ساڌن براهمڻ منترن جي ذريعي ڪرائيندو هو. شاديءَ وانگر سان سوڻ ڪبا هئا، لاڳپوت ڏبا ونبا هئا، گهڻي خوشي ڪبي هئي. جڻيو به اڌ وِهانءُ ڪري سمجهبو هو.

(پ) مڱڻو- مڱڻو اکر مڱڻ مان نڪتل آهي، اِنجي معنيٰ آهي گهرڻ ۽ سڱابڌيءَ ۾ اِنجي معنيٰ ٻانهن گهرڻ. اڳي ڇوڪري وارا ڇوڪريءَ جي مائٽن کي چئي ۽ ڇوڪري گهري وٺندا هئا.

پر وقت گذرڻ سان ويڇو گهٽجڻ لڳو. مٿان جڏهن ڌرين ۾ ڀيٽي ويو آهي ۽ نياڻيءَ جا مائٽ خود مائٽي ڪرڻ لاءِ چوائين ٿا. سنڌيءَ ۾ هينئين چوڻي آهي ته:

"پٽن جو پيءُ گهوٽ پيءُ آهي ۽ نياڻيءَ جو پيءُ سوالي آهي"

پائيبندن ۾ مائٽيون برهمڻ يا ڪنهن مِٽ مائٽ ذريعي ٿينديون هيون. برهم ڪترِي ڪي پنهنجي نياڻيءَ لاءِ ڇوڪر جي ڳولا ڪرڻي پوندي هئي ۽ ڪو ڇوڪرو پسند آيس ته ڇوڪري جي مائٽن جي پڇڻ ۽ ڄاڻ ڪانسواءِ پنهنجي نانيءَ هٿان واڌائي موڪلي ڏيندو هو، جو وڃي ڇوڪري جي پيءَ کي ڏيندو هو. ڇوڪري جو پيءُ واڌائي ورائي مٺائيءَ جو ٿاڻي پيئاريندو هو ۽ اهڙيءَ طرح مڱڻو ٿي ويو. ڇوڪري جي مائٽن کي هر حالت ۾ آيل مائٽي قبول ڪرڻي پوندي هئي ۽ موٽائيندا اصل ڪونه هئا. براهمڻ به مٿن مائٽن ذريعي ڇوڪري ڇوڪريءَ جو مڱڻو ڪندا هئا. پائيبندن ۾ پرهاٽين پيري درجا هوندا هئا. ڪو ستاويهين پرهاٽين ڪو ايڪيهين پرهاٽين وارو ڪو پنڌرهن پرهاٽين وارو. اُهي پنهنجي درجي وارن سان ئي مائٽي ڪندا هئا. جيڪي تمام غريب هئا، اُنهن کي ڪنگڻ ڪري ڪوٺبو هو.

غريب مائٽي بدي، ساٽي يا پئسن سان ڪندا هئا، يعني هو ڌيءُ نياڻي ڏين ڪي ۽ هو ڌيءُ ڏين ڪي يا ڦيري سان ڪندا هئا. هڪ ڌيءُ ٻئي کي، ٻيو ڌيءُ ٽئي کي، ٽيون ڌيءُ پهرين کي. جن وٽ نياڻيون نه هيون ته بدي ۾ ڇا ڏين ۽ اُنجي بدلي ڪي پئسا به ڏيندا هئا. عاملن ۽ پائيبندن ۾ ڏيتي ليتي گهڻي هئي، اُن لاءِ ٻول ڪندا هئا. برهم ڪترين ۾ ڏيتي ليتيءَ جي گهر يا ٻول ڪانه هئي. ڪنواريتو پنهنجي پڄنديءَ سارو جيڪي به ڏاج ۾ ڏيندو هو سو گهوٽيتو قبول ڪندو هو. اُنهن ۾ درجا يا ڪلاس ڪونه هئا.

"ڪترِي سڀ هڪ ئي مالها جا مڻيا آهن" شاهوڪار ۽ غريب هڪ ٻئي سان مائٽيون ڪري سگهندا هئا. غريبي ۽ شاهوڪاريءَ جو سوال ئي ڪونه هو.

ڊاڪٽر هيمنداس واڌواڻِي سنڌ سرڪار ۾ وزير هو. هن سنه ۱۹۳۹ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ ۾ قاعدو پاس ڪرايو ته مڱڻي کان وٺي وهانءَ ٿيڻ کانپوءِ ٻن سالن تائين جملي ۵۰۰ روپين کان مٿي ڏيتي ليتي ڪرڻ ۾ نه اچي سڀ پنهنجي ذات ۾ مائٽي ڪندا هئا ۽ گهڻو ڪري ويجهن پٽن ۾ ئي ڪندا هئا. ٻيون سڀ ذاتيون مڱڻي لاءِ موڙي ۾ گهڻيئي ڪجهه ڏيندا هئا. برهم ڪترِي زباني واڌائي ڏيندا هئا، ناريل ۽ موڙو يا ٻيو ڪجهه به ڪين ڏيندا هئا. رڳو سُڪو ڪري ڇڏيندا هئا ۽ ڪنواريتو ڪا به ڏيتي ليتي ڪانه ڪندو هو.

(ب) وِهانءُ يعني شادِي- هندو، مسلمانن جي حڪومت ۾ سلامتيءَ جي خيال کان ڇوڪرن توڙي ڇوڪرين کي ننڍي هوندي ئي پرڻائي ڇڏيندا هئا. چوندا هئا ته: "سويليئي وڃي شينهن ڪلهي چڙهي ته ٻُڏيءَ کان آجو ٿجي." انگريزن جي راڄ ۾ ڪجهه ڦيرو آيو جو ڪي وڏا ٻار ڪري پرڻائيندا هئا. پر پوءِ سنه ۱۹۳۵ع ۾ انگريزن هڪ قانون پاس ڪيو، جنهن کي شاردا ائڪٽ ڪوٺيو ٿو وڃي. اُن موجب ڇوڪرو ۲۱ سالن کان گهٽ ۽ ڇوڪرِي ۱۸ سالن کان گهٽ پرڻائي نٿو



سگهي. براهمڻ کان وِهانءَ جي مهورت جي تاريخ ڪڍائي پڪ ڪبي هئي. وِهانءَ ۾ باقي ٿورا ڏينهن هوندا هئا ته پهريائين نِگهه ٻُڪي پوندي هئي، اُن کان وٺي وِهانءَ جي شروعات ٿي. اُن کان اڳ مِٽن مائٽن کي شاديءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ گهوڙن تي چڙهي روبرو وڃي نينڊون ڪبيون هيون، پر پوين ڏينهن ۾ چِٺين رستي نينڊ موڪلڻ جو رواج پيو. وِهانءَ کان ۲-۳ ڏينهن اڳ پلهه جي پوڄا ۽ جسراج جا ساٽ سوڻ ۽ پوڄا ڪبي هئي ۽ ڇوڪر ڇوڪريءَ کي وَناهه ۾ وهاريو ويندو هو. پوءِ بدن کي پيٺي لڳائي ويندي هئي ته چمڙي صاف ٿئي، لسي ٿئي ۽ آرايون يا ڦٽ ڦرڙي بدن تي نه رهي. ڇوڪر کي حجام ۽ نينگريءَ کي دائي هٿندي هئي. اُن وقت ۾ وِهانءَ ڪنڌڙ کي سٺيو جانڊڙو جيرو پيل يا خوراڪ کارائبي هئي ته بدن ۾ طاقت اچي. هڪ ڏينهن اڳ گهڙِي ڪٽي ساٽ سوڻ ڪبا هئا ۽ گهوٽ کي ڏِڪ تي وهاربو هو. سنان پاڻي ڪرائي نوان ڪپڙا پارائبا هئا. مِٽ مائٽ کي ڏُشالا ٻچيءَ ۾ وجهندا هئا، ڪي روڪ موڙو ڏيندا هئا. ٻُڪيءَ کان وٺي ٻيت ڳائڻ شروع ٿيندا هئا. ڳوٺ جون مايون به ٻيتن تي اينديون هيون، اُنهن کي پتاشا ڏنا ويندا هئا. گهوٽيتو پلهه، گهڙِي ڏِڪ ۽ مجلس جو ويلو پئنچن کي کارائيندو هو. ڪنواريتو پلهه گهڙِيءَ، ڄڃ ۽ مجلس جو ويلو پئنچن کي کارائيندو هو. وِهانءَ کان به ٽي ڏينهن اڳ لاڻ ٻڌڻ جو ساٽ برهمڻ ڪندو هو. ڳاڙهي اِڳڙي اُنجي ٽڪر ۾ لونگ، ايلاچي ۽ سرنهن وجهي ڳنڍ ڏاهي اُن سان لوه جو ڇلو اٽڪائي ڳاڙهي سُٽ سان ٻڌِي ڳاني ڏاهبي هئي جا ساڄي مُري ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار کي ٻَڌبي هئي ته گرهن جو ڪشٽ نه ٿئي. لاڻ جي ساٽ ڪرڻ مهل گهوٽ کي ساڄي ڪرائيءَ ۾ لوه جي داٽن جي ڪنگٽي يا سمرٽي وِهانءَ تائين پائبي هئي ته ڀوت پريت جو واسو نه ٿئي. گهوٽ وناهه ۾ وِهڻ بعد اڪيلو نه ڇڏبو هو، اُن سان هميشهه اهنئر ساڻ هوندو هو، جو ويڏيءَ تائين گڏ هوندو هو. ڇوڪريءَ سان گڏ اهنئرياڻي هوندي هئي. پوءِ گهوٽ پيءُ، گهوٽ ۽ جاڃي وٺي ڄڃ ڪري ڪنواريتي جي ڳوٺ ويندو هو. ڪو ڪنوار پيءُ ڪنوار ۽ ماڃي وٺي مڃ ڪري گهوٽيتي جي ڳوٺ ويندو هو. گهوٽيتا گهوٽ کي گهوڙيءَ تي چاڙهي دهلن ۽ شرنايُن پوءِ ٻئنڊ باجن سان پيشڪو ڪري ڪنواريتي وٽ ويندا هئا. در جا ساٽ سوڻ ڪبا هئا. گهوٽ ڪنوار کي سنان ڪرائي ڪپڙا پارائي ڏيَن وٽ وِهاري براهمڻ گِرهن وغيره جي پوڄا ڪرائي پَلوَ پلي ۽ هٿيالو ٻڌِي ويڏِي پڙهندو هو. اُن بعد هوَن کي چوڌارِي گهوٽ ۽ ڪنوار کي ست ڦيرا پارائيندا هئا. ڪي ٽي ڦيرا پائي ۴ لائون پڙهندا هئا جي ڪل ٿيا ست. پوءِ مهراج ماءُ، پيءُ، ڀاءُ ۽ مامي ۽ ڪاڪي کان ڪنيادان جو سنڪلپ ڪرائيندو هو ۽ آسيس پڙهي پَلو پلي ۽ هٿيالو کوليندو هو. ڪنوار جي ماءُ ۽ پيءُ کي رڪيل وِرت ڇوڙائيندو. گهر ۾ زالون پنهنجي نموني کي ساٽ سوڻ ڪرائينديون هيون. ٻئي ڏينهن ڪنواريتو ڄڃ جو ويلو کارائي پئنچن، ڄاڃين ۽ ماڃين جي وچ ۾ ڏاجو ڏيندو هو. هاڻ گهوٽ پيءُ نيسارو گهرندو. ڪنواريتيون گهوٽ کي گهرائي مٺائيءَ جو ٿاڻي پيئاري گهوٽ ڪنوار جو پَلو پلي ٻڌِي ٻيت ڳائينديون، مٿن چانور اُڇلائيندي، اُنهن کي گهر کان ٻاهر وٺي اُتي اينديون جتي اٺ تي ڪجاڻو تيار هوندو هو. پوءِ ڄڃ واپس ڳوٺ رواني ٿيندي. سانجهيءَ جو نڪيتي ڪندا. در تي نوند

هٿي ساٿ سوڻ ڪري گهوٽ ڪنوار کي اندر وٺي وڃي ڏيڻ وٽ وِهاريندا، اُتي بہ زالون ساٿ سوڻ ڪنديون. ٽِر مٽيا هڪ ٿالهہ ۾ اڇا ٽِر وجهي رکندا. ڪنوار مُٺيون ڀري گهوٽ جي ٻڪ ۾ وجهندي اُن وقت ڪا سُهاڳڻ چوندي ”جيترا ٽِر مٽيندي اوترا پٽ ڄڻيندي.“ پوءِ لوڻ ۽ چانور مٽيا. ٿالهہ ۾ پيل لوڻ چانور گهوٽ ۵-٦ ٻُڪ ڀري ڪنوار جي ٻُڪ ۾ وجهندو. سُهاڳڻ چوندي ”لوڻ سرب سلوڻ، جيڪي وانورو ڏي، سو سڀ وانارو جهلي.“ اِن جو مطلب شايد اِهو آهي تہ زال ۾ تابعداري ۽ محبت جو مادو پئدا ٿئي. ڪن ۾ ڍڪڻ پڇڻ جو رواج بہ آهي جو نڪر جو ڍڪڻ ڌرتيءَ تي رکي گهوٽ کي مٿان گهمارائيندا آهن ۽ ڍڪڻ پڇندو تہ سوڻ سنو سمجهيو ويندو آهي. ”ڍڪڻ ڀڳو ٻڌو لٿو آسري اللهہ جي.“ گهوٽيتو رات جو نڪيتيءَ جو ويلو ڪارائيندو، ٻئي ڏينهن مجلس ڪندو. وِهانءَ جي ڏيتي ليتي ڪندو تہ ملي چٽي سيڪو هليو ويندو پنهنجي گهر. گهوٽ ڪنوار کي ستين ڏينهن ستاڙو ڪرائيندا، ڪي ورِي چنڊ ڏينهن چنڊاڙو ڪرائيندا هئا. يعني گهوٽ ڪنوار جو پلو پلِي ٻڌِي درياهہ يا کوهہ تي وٺِي ايندا، اُتي منو اکو پائي موٽِي گهر ايندا. پوءِ ڪو مائٽ اُنهنکي روٽِي چٽِي. ڪارائيندو. اُن بعد ڪنوار کي ٻاهر وڃڻ جي موڪل ملي.

مون (يعني ليکڪ مورومل) پنهنجي لکيل ۽ ڇپايل ٽن ڪتابن ۾ (١) سنڌِي برهم کترين جو ڌارمڪ ۽ سماجڪ اِتهاس (٢) سنڌِي برهم کترين جي وهانءَ جا ساٿ سوڻ ۽ ڪم (٣) خوراڪ پوشاڪ زيور ۽ لاڳپوتن جا رواج. مڱڻي ڪان پرڻي تائين وچوروار ۽ تفصيلوار سڀ ريتيون، رسمون، رواج، ساٿ سوڻ، پوڄائون ۽ ويڌِي وغيره لکيا آهن. اُنهيءَ جي پڙهڻ سان سڀ ڪجهہ معلوم ٿِي ويندو.

(ت) موٽ- جڏهن ماڻهوءَ جو انت ڪال جو سمو ايندو آهي ۽ سمجهبو آهي تہ هن جي بچڻ جي اُميد ڪانهي ۽ اُن جو آسرو لاهي ڇڏبو آهي تہ اُن کي کٽولي تان لاهي هيٺ ڪبو آهي. پٽ تي ڳانءِ جي ڇيڻي جو ليپو پائي ان تي ڪٿو وڇائي ان تي ان کي سمهاربو آهي. مٿو اُتر پاسي پير ڏکڻ پاسي ڪبا آهن. گنگا جل ۽ تلسي ڏل وات ۾ وجهبو هو ۽ انت ڪالهہ جي ٿالهِي ڪڍبِي هئِي، جنهن ۾ ڪٽڪ گيهہ ۽ کنڊ وجهبِي هئِي. پوءِ هنجو ساڄو هٿ ٿالهِيءَ تي ڇهائي برهمڻ کي ڏيئِي اچبِي هئِي. شربت بہ وات ۾ وجهبو هو. پراڻ تياڳڻ بعد جوُئر جو ڪانو پراڻِيءَ جي قد سان ڪَڇِي اوڏو سندس پرسان رکبو هو. مٿي کان گيهہ جو ڏيئو ٻاري رکبو هو. براهمڻ ۽ مُکِيءَ کي جاڻ ڪبو هو. ڪائِي ۽ ڪفن گهرائبو هو. مُکِي پئنچن کي جاڻ ڪرائيندو هو. برهمڻ ۽ پئنچ اُٿي ايندا. ڪفن، پراڻِيءَ وٽ رکيل ڪانو ڪٽِي اُن سان ڪَڇِي تيار ڪبو هو. پراڻِيءَ کي سنان ڪرائي ڪفن ڍڪائي، ڪائِيءَ تي سُمهاربو هو ۽ ڪائي واڻ سان ٻَڌِبِي هئِي. پوءِ ڦهريائين گهر جا ڀاتي ۴ ڄڻا ڪُلها ڏيئِي ڪٽِي گهر کان ٻاهر ڪڍندا هئا پوءِ سَر تي آيل پئنچ ڪائِيءَ سان گڏجي مساڻ ڏانهن روانا ٿيندا ۽ وات تي ٻيا ماڻهو بہ واري سان ڪُلهو ڏيندا هلندا هئا. مرڻ وقت پِراڻيءَ جي سيرانديءَ وٽ ڏيئو ٻاري رکبو هو ۽ جوئر جو ڪانو قد تي ڪڇي پِراڻِيءَ جي پاسِي ۾ رکبو هو. اُن ڪاني سان ڪفن ڪڇي ڦاڙي سِببو هو. پوءِ اُهو ڪائِيءَ تي رکبو هو ۽ ڏيئو ڪائِيءَ سان گڏ ڪَٽِي هِلبِو هو. ڪي ٿي ڏينهن ڏيئو ٻاريندا هئا ۽ هاني چونڊڻ ويندا هئا تہ ڏيئو بہ مسڻ ۾ ڪٽِي ويندا هئا. ڪائِيءَ سان



گڏ هلڻ وارا ماڻهو ”رام رام سنگ ہَئہ“ چوندا هلندا هئا. چِکيا جي واسطي گهر گهر مان ڪاٺِي ونبي هئي، جي گڏ ڪري مسڻ ۾ ڪٽي هلبيون هيون پر پوءِ مساڻن جي پرسان ڪاٺين جا ٽال کُلي ويا، جن تان خريد ڪبيون هيون. چِکيا تي پِراڻِيءَ کي سمهاري برهمڻ ڪجهہ منتر پڙهندو هو ۽ اُن جي وات ۾ پنج رتن وجهندا هئا. پوءِ ڪانڌِي لنبا ٻاري بہ سيرانديءَ کان بہ پيرانديءَ کان ڏيندا هئا ۽ چِکيا ٻَرِي وينديِ هئي. چِکيا ٻَرڻ مهل بہ لڪڙا جي ڪائِيءَ جي پاسن وارا هوندا هئا، اُنهن سان پِراڻِيءَ کي اُٿلائبو پٿلائبو هو تہ جيئن سڄو ئي جلِي وڃي. پِراڻِيءَ جي جلڻ بعد پئنچ گهرن ڏانهن راهِي ٿيندا هئا. سنان ڪري ڪپڙا بدلائي جڏهن گهرن ۾ گهڙندا هئا تہ هڪ گهر جو ڀاتِي ٿورِي رَک اُنجي ساڄي پير هينان رکندو هو ۽ پاڻيءَ جو لوٽو ٿي دفعا مٿي تي گهوريندو هو. پوءِ اُها رَک گوسائتي ڦٽي ڪري لوٽي وارو پاڻي هاري ڇڏبو هو. اُن بعد جيڪو ماڻهو سَر سان ويو هو، سو گهر ۾ گهڙندو هو. زالون بہ جيڪي آيون هونديون سي اوساري پٽي سنان ڪري گهرن ڏانهن موٽنديون هيون. پوءِ گهر ۾ ڪڙِي ڪُني رڌبي هئي جا ڪائيندا هئا. گهر جا ننڍا مرد ۽ ڇوڪرا وار ڪوڙيندا هئا جي وار پٽڻ وٽ ڦٽا ڪبا هئا. هڪ گهر جو ڀاتِي بہ وار ڪوڙائي مٿي تي پِڳي رکندو هو ۽ ۳ ڏينهن رکيل ڏئي جي سنيال بہ ڪندو رهندو هو. ٽيئي ڏينهن شام جو پئنچ اُٿي ايندا ۽ سرڳواسيءَ جون پڳڙيون ڪري ڪم ڪرڻ جي موڪل ڏيندا هئا ۽ دڪان کولائيندا هئا. ڪانڌين کي مٿيَ تي براهمڻ انگوڇو يا ٽوال ٻڌي پڳڙين جِي رسم پورِي ڪندو هو ۽ پاڻيءَ جو ڇنڊو هڻندو هو. پِنيءَ وارو ۱۲ ڏينهن روٽي ٽيڻ ڪانپوءِ گراس ڪڍِي ڳانءِ کي ڪارائي پوءِ پاڻ روٽي ڪائيندو، اُن بعد گهر جا ماڻهو روٽي ڪائيندا هئا. جيڪڏهن ڪا سهاڳڻ سرڳواس ٿيندي هئي تہ اُن کي سون جي تار جِي نٿ ڪري نڪ ۾ پائيندا هئا، سينڌ ۾ سنڌور ۽ اکين ۾ سُرمو بہ پائيندا هئس. ڪنهن جِي زال مري وينديِ هئي تہ ٻِي شادي ڪرڻ جِي مرضي هونديِ هئس تہ اُهو سَر سان يعني ڪائِيءَ سان گڏ مسڻ ۾ ڪونہ ويندو هو. ٽي ڏينهن جا هانِي چونڊي اچبي هئي سا ڪنهن نديءَ ۾ وجهندا هئا. ڪي هردوار کڻي ويندا هئا ۽ گنگانديءَ ۾ پروان ڪندا هئا. ڪن جِي هانِي چِکيا جي جلڻ بعد پاڻيءَ سان وسائي هانِي چونڊيندا هئا، اُن کي ”ٻَرِي نرِي“ چئبو هو. ڪي چوٿين ڏينهن چانئٽو ڪندا هئا. ڪي ۱۱ ڏينهن ڪرٽي گور برهمڻ کان ڪِريا ڪرم ڪرائيندا هئا. ٻارهين ڏينهن سوتڪ لاهي براهمڻ ڪارائبا هئا. پِراڻيءَ کي پِراڻ تياڳڻ وقت ٿورو پيشاب آيو هوندو، اُن کي ”وِڌ پيل“ سمجهبو هو، اُن جو بہ ڪِريا ڪرم ڪرائبو هو. ٻن سالن کان ننڍي ٻار کي چِکيا ڪانہ ڏبِي هئي ۽ اُن کي زمين ۾ پوربو هو ۽ اُن جون پڳڙيون بہ ڪونہ ٿينديون. ٻارهين ڏينهن ٻارس ڪبي هئي، آيل مائٽن کي روٽي ڪارائبي ۽ پئنچن کي بہ ڪارائبي هئي. روٽيءَ کان اڳ ”مُنهن ڇنڊو“ ٿيندو هو جو ڇنڊو هٽي پوءِ پاڻ ۾ رام رام ڪندا هئا ۽ هٿ ڏيندا هئا. ڪنهن مرد جي مرڻ تي سندس زال ۱۲ مهنا جوري ۾ رهنديِ هئي. ڪي جوري ۾ ٿورو وقت بہ رهنديون هيون. جوري مان نڪرڻ بعد اُن کي مائٽ پاڻِي پيئارڻ واسطي ڪوٺي ويندا هئا. پوءِ ساهرا ٻن ٽن ڏينهن ڪانپوءِ واپس گهر ڪوٺي ايندا هئا. مرتيوءَ بعد ٻارس وقت موهہ ڇاٽي جو رواج هو يعني

نياڻين وغيره کي ڏرم ٿيل پئسا ۽ ٻيو ڪجھ ڏيندا هئا. موچاڙي اِستريءَ جي مائٽن ۽ پٽ پوٽي جي ساهرن کان ونبي هئي. اِستريءَ جا ناناڻا به موچاڙي ڏيندا هئا. پرڻيل ڌيءَ، ڀيڻ، پوٽي، ڏوهٽي ۽ ڀاڻتي مطلب ته نياڻين کي موچاڙي ڏبي هئي. جڻيي، ٻوڏي ۽ سِڪ به مُڑدن کي سازيندا آهن.

(۲) مسلمانن جا رواج- مسلمانن ۾ ٻار ڄمڻ سان اُن ڏينهن ئي سندس نالو رکندا هئا. جيڪڏهن ڇوڪرو جائو ۽ سندس ڏاڏو فوت ٿي ويل هوندو ته ڏاڏي وارو نالو نئي جاول پوٽي تي رکندا هئا. جڏهن ڇوڪر ۱۰-۱۲ جي عمر ۾ ايندو ته سندس طهر ڪرائيندا هئا. اُهو ڏينهن دهل دمامن سان خوب ملهائيندا هئا. جڏهن ساماڻبو ته سندس مڱڻي ڪرڻ لاءِ ڪا ڇوڪري ڳولهيندا هئا. ڇوڪري پنهنجي مٽن مائٽن ۾ ئي ڳوليندا هئا. چاچي جي ڌيءَ (سوٽ)، ڦپيءَ جي ڌيءَ (ڦاٽ)، ماسيءَ جي ڌيءَ (ماسات)، مامي جي ڌيءَ (ماروٽ) وغيره سان مڱڻو ڪندا هئا. پوءِ ڪجھ وقت شادي ڪرائڻ لاءِ گهوٽ پيءُ ۽ ڪنوار پيءُ پاڻ ۾ ڏينهن ٻڌندا هئا يعني شادي ڪرائڻ لاءِ تاريخ مقرر ڪندا هئا. شاديءَ لاءِ مٽن مائٽن کي دعوت ڏيندا هئا. مهمان ايندا، دهل دماما وڄي ويندا هئا ۽ خوشي ٿيندي هئي. پوءِ پنهنجي رسمن انوسار جيڪي ڪرڻو هوندو هون، سو ڪندا هئا. شاديءَ ڏينهن گهوٽ کي گهوڙيءَ تي چاڙهي سرگس ڪيندا هئا ۽ اُهي ڪنواريتي جي گهر پهچندا هئا. اُتي مُلو يا مولوي حاضر هوندو هو، جو ٻنهي ڇوڪر ۽ ڇوڪريءَ کان شادي ڪرڻ جي قبوليت پڇندو هو. ٻنهي جي ”ها“ ڪرڻ تي اُنهن جو نڪاح پڙهندو هو. شاديءَ بعد ڪنواريتو ڏاجو ڏيندو. گهوٽ پنهنجي ڪنوار کي مَهر ڏيڻ جو اعلان ڪندو يعني چوندو ته مان ڪنوار کي هيترا کي هيترا پئسا مَهر ۾ ڏيان ٿو. پوءِ جڃ گهوٽ ڪنوار کي وٺي واپس پنهنجي گهر ايندا. اُتي اُنهن جي رسمن موجب جيڪي ڪرڻو هوندو سو ڪندا هئا. مسلمانن ۾ ڪو ماڻهو رحلت ڪري ويندو هو ته اُنکي وهنجاري سهنجاري ڪفن اوڍائي ڪٽ تي ڪٿي مقام ڏي روانا ٿيندا هئا. اُتي پهچڻ سان جنازي واري ڪٽ رکي سڀ آيل ماڻهو اُن لاءِ جنازي نماز پڙهندا هئا، پوءِ قبر کوٽي لاش کي اُن ۾ رکي مٿان مٽي واري دفن ڪندا هئا. پوءِ اُن جاءِ تي قبر جوڙيندا هئا. اُن بعد مقرر ڏينهن فوت ٿيل ماڻهوءَ کي ختمو ڏيندا هئا. ٻيو ڪوبه سنڌن رواج موجب ڪا رسم ادا ڪرڻي هوندي هئي، سا به ڪندا هئا.

(۳) زردشت (پارسي)- پارسي اونها کوه کوٽائي مُڑدن کي لوهي ڇپري ۾ ٻڌي کوهن مٿان لٽڪائي ڇڏيندا آهن ته مُڑدن جو گوشت پکي کائي وڃن ۽ هڏا وڃي کوه ۾ ڪِري پون. جٿيو چيلهه ۾ پائين.

۴. قديم روايتون-

۱- رضا تي راضي رهڻ- سنڌي رضا تي راضي رهندا آهن يعني مصيبت ۽ تڪليف کي برداشت ڪرڻ جو مادو به سنڌين ۾ حد درجي جو وڌيل آهي ۽ شانتيءَ سان سهن ڪندا آهن.

۲- لوئيءَ جو لڄ رکڻ- لوئيءَ جي لڄ رکڻ يعني قبيلي يا ذات جو ننگ ناموس رکڻ ۽ عورتن جي عصمت لاءِ هرطرح جو بچاءُ ڪرڻ.

۳- سام ڪڍڻ- سام ڪڍڻ يعني ٻاهران آيل مظلوم يا مسافر کي شرن ۾ وٺي پناهه ڏيئي حفاظت ۽ مهمان نوازي ڪرڻ.



۴- مهمان نوازي ڪرڻ- غريب توڙي شاهوڪار ٻاهران آيل پرديسي مسافر جي خاطرداري ۽ مهمان نوازي ڪرڻ ۾ پنهنجي عزت ۽ فرض سمجهڻ.

۵- وطن جي حب- پراچين وقت کان سنڌين ۾ اِهو رواج ۽ عادت پيل آهي ته ماترڀوميءَ سان سِڪ ۽ محبت رکڻ ۽ ڪرڻ ۽ ڪهڙي به حالت ۾ وطن کي نه وسارڻ. چوڻي آهي: ”حيف تنهين کي هوءِ وطن جن وساريو.“ شاهه.

مٿين پنجن ئي قديم روايتن جون لياقتون سنڌين ۾ آڏ کان آهن، جن جي پوئواري اڄ تائين ڪندا ئي رهن ٿا.

۵. مريادا ئي لڇڻ-

۱- نشست برخواست- نشست برخواست معنيٰ ادب سان اُٿڻ ۽ وِهڻ. ننڍا ۽ ننڍيون وڏن ۽ وڏيڙن جو ادب رکي سماج ۾ اُٿن وهن ٿا. ننڍا وڏن جي روبرو بي ادبي، گستاخيءَ ۽ بي حيائيءَ واري ڳالهه نه ڪندا آهن. ننڍا وڏن کي ٻاهران اچڻ تي ۽ ڏڻ وار تي پيرين پون ٿا. ڪوسڏ ڪري ته جواب ڏجي جيءُ ته ڪير ڪٽورو پيءُ هان ته ڦٽ تان.

۲- مٿو اُگهاڙو نه ڪرڻ- اڳي مرد توڙي زالون مٿو اُگهاڙو نه رکندا هئا. مرد ٽوپي يا پٽڪي سان مٿو ڍڪيندا هئا. زالون چني يا رَئي سان مٿو ڍڪينديون هيون. پر هاڻي ٿورن ڪانسواءِ سڀني جو مٿو اُگهاڙو آهي.

۳- ڇاتي لڪائڻ- اڳ زالون توڙي ساماڻيل ڇوڪريون ويڪرو چولو پائي مٿان چني، رَئي يا پوتيءَ سان ڇاتي ڍڪي ڇڏينديون هيون، جيئن اُرهه ڏسڻ ۾ نه اچي. پر اڄڪلهه اڪثر ڪري تنگ ڪپڙا پائي ڏيکاءُ ڪري رهيون آهن.

۴- پڙدو- هندو زالون ستر ۾ رهنديون هيون. ٻاهر نڪرنديون هيون، چادر پائي اڪڙي ڪيڏنديون هيون. پردہ نشين مسلمان عورتون برقعو پائي پوءِ ٻاهر نڪرنديون هيون. هاڻي هي رواج گهٽبا وڃن.

۵- ڏاڍو نه ڳالهائڻ ۽ ڏاڙهي سان نه ڳالهائڻ- اڳ زالون ڏاڍو نه ڳالهائينديون هيون ۽ آواز ٻاهر ٻُنپي تائين نه پهچندو هو. ڏاڙهي ۽ اڻ سڃاتو ماڻهوءَ سان به نه ڳالهائينديون هيون. هاڻي هن رواج ۾ به بدلو اچي ويو آهي.

۶- زالن جو رات جو نه گهمڻ- اڳي زالون سج لٿي کانپوءِ ٻاهر نه نڪرنديون هيون. شادي وغيره جو موقعو هوندو هو ته نڪرنديون هيون پر اُنهن سان گڏ مرد ماڻهو ضرور هوندو هو. پر هاڻي ته خوب گهمي رهيون آهن. مرد ساڻ هجي يا نه.

۷- نالو نه وٺڻ- زالون پتي، وڏي ڏير، سهري ۽ ٽِس جو نالو نه وٺنديون آهن. مرد زال جو نالو وٺندو آهي. مسلمان عورتون خاوند توڙي سهري ٽِس جو نالو وٺنديون آهن.

۸- لَئي لَٽئي- ماڃر جي پاسي زالون پاڻ ۾ ڳالهيون ڪنديون هيون ته لَئي لَٽئي چئي پوءِ شروع ڪنديون هيون.

۹- ٻڙي- ڪي زالون ڳالهه شروع ڪنديون ته پهرئين چونديون- ٻڙي ٻُڌ.

٦. عجيب خاصيتون.

١- آئي الله- زالون ڳالهيون ڪنديون، نقصان، حادثي يا موت جي ڳالهه ٻڌنديون ته چونديون ''آئي الله.''

٢- مُئوجندس يا مئوڪڏس- عورت ڪم ڪندي ورچندي آهي يا ٻار ڪيتو يا تيسو ڪري تنگ ڪندو آهي ته چوندي ''مُئوجندس'' يا ''مُئوڪڏس''.

٣- ڇٽ ٻڌڻ- ٻار ڪيتو ڪندو آهي يا رُئندو رڙندو آهي ته مائٽ ان کي منيون ڳالهيون ٻڌائي يا کائڻ جو ٽول ڏيئي يا رانديڪا ڏيئي پرچائيندا آهن. اُن کي ''ڇٽ ٻڌڻ'' چئبو آهي.

٤- ڪَسُ ڪي وَڙُ- ٻار ڪان ڪا ڳالهه يا شيءِ لڪائڻي هوندي آهي ته اڳلي کي چئبو ''ڪَسُ ڪي وَڙُ.'' ان تي اهو ڳالهه کي بدلائي ڇڏيندو آهي ۽ ٻار کي ان جي خبر نه پوندي آهي.

٥- وِيائي ڪِلائڻ- ننڍڙو ٻار ننڊ ۾ ڪلندو آهي ته چئبو آهي ته هنکي وِيائي ڪِلائي رهي آهي. وڏو ماڻهو ڪا واهيات ڳالهه ڪندو آهي ته ٻيو چوندس ته هاڻي مان ڪر ''وِيائي تي ڪلاينئي.''

٦- اَهِلُ- ڪي وڏا يا ننڍا عيبدار جو عيب ڏسي اِئين ڪندا آهن. جيئن مَندو هلندو آهي ته مَندڪائيندا آهن. ٻاتي کي ٻڌي ٻاتو ڳالهائيندا آهن. ڪاڻي کي ڏسي هڪ اک بند ڪندا آهن. اُن کي اَهل ڪرڻ چئبو آهي.

٧- ويڇارا- ڪي زالون ۽ ٻار پاڻ ۾ وڙهندا آهن ته وات ڦاڙي ڄڀ ٻاهر ڪڍي ههَ ههَ ڪندا آهن، جن کي ويڇارا ڏيڻ چئبو آهي.

(٨) مِڇڪو- ڪي زالون ۽ ٻار واتون واڻي وڙهندا آهن ته وات ڇبو ڪري منهن کي موڙو ڏيندا آهن، جنهن کي مِڇڪو چئبو آهي.

٩- گهوڙا ڙي گهوڙا- اڳ ۾ آفيسر گهوڙن تي چڙهي ايندا هئا ۽ خلق کي دٻائيندا هئا يا ستائيندا هئا ته گهوڙا ڙي گهوڙا چوندا ته ماڻهو لڪي ويندا هئا. هاڻي ڪو گوڙ ڪري يا تمام گهڻي تڪڙ ڪري چئبو آهي ته ''گهوڙا گهوڙا ڪٿي ڪئي آئتي.''

١٠- مڙهو- ڪو ماڻهو سُست هوندو آهي يا ڪو ڪم ڪار پورو نه ڪندو آهي يا ڊرائيءَ سان ڪندو آهي ته ڏڪار مان چئبو آهي ته ''تون ته ڪو مڙهو آهين.''

١١- پُونڊو- ڪو ڪنهن تي ڪاوڙبو آهي ته اُن کي پُونڊو ڏيئي چوندا آهن ته لک لعنت هجيئي يا چوندس ته ''ڳڻ گهٽا اٿيئي.'' پنجئي آڱريون کولي سامهون ڏيکاربو اٿس، ان کي پُونڊو چئبو آهي.

١٢- ٻوڙ ڦوت- ڪنهن کي سڏ ڪرڻ تي جواب نه ڏيندو آهي ته جواب ڪونه ٿو ڏين نه چوين ته ٻوڙ نه ڦوت. ڪنهنکي ٻار ستائيندو آهي ته چوندس ٻوڙ ڦوت.

١٣- جانو ۽ گيسي- ڏسٽي آڱر نڪ تي رکي گسائي هيٺ ڪري ته ان کي جانو چئبو آهي. ڪو زمين تي ويهي رڙهندو آهي ته ان کي گيسي چئبو آهي. ڪو گناهه ڪري پڇتائيندو آهي ته چوندو جانو ٿو پريان، گيسي ٿو ڪريان، اهڙو ڪم اڳتي نه ڪندس.



١٤- ڇيڙ- ڪي ماڻهو ڪن شين جي نالن وٺڻ سان ڇڙندا آهن. جيئن ته: ١. مٺڻهار ڇڙي مڱڻ کان ٢. واڍو ڇڙي واڍڻ کان ٣. ڪوري ڇڙي ڪناسري تان (ڪناسرو معنيٰ ڪنڊ جو قسم) ٤. رازو ڇڙي مصريءَ کان ٥. دايو ڇڙي ليمي کان ٦. حجام ڇڙي ماڪيءَ تان ٧. ڪنڀار ڇڙي ڪنڊ تان.

٥. پنچاتون ۽ راڄ مهاڄڻ

(١) پنچاتون- سنڌ ۾ هر ڪنهن ذات جي الڳ الڳ پنچات هوندي هئي. براهمڻ، برهم ڪتري، لوهاڻا (ياڻيبند)، عامل، سونارا، ڀاٽيا، ٺڪر وغيره سيني جي ڌار ڌار پنچات هوندي هئي. وري ڳوٺن ۽ ٻهراڙين ۾ سيني جي هڪ يڪي پنچات هوندي هئي. هر هڪ پنچات جو مُکي هوندو هو. جڏهن مُکيءَ جا سَو سال پورا ٿيندا هئا ته پنچ مُکيءَ جي پٽ کي مُکپٽي جي پڳ ٻڌائي اُنکي مُکي ڪندا هئا. مُکپٽي جو پد پشت به پشت هليو هلندو هو، پر مُکيءَ جي سرڳواس ٿي وڃڻ بعد جي اُنکي پٽ نه هوندو هو ته اُن گهر مان اُنجي ڀاءُ يا ڀائٽي کي مُکي ڪندا هئا. پر جي اُن گهر ۾ ڪو مرد نه هوندو هو يا مُکي لڏي ٻئي شهر ۾ هليو ويندو هو ته اُن حالت ۾ پنچ ڳوٺ جي پنچن مان هڪ کي نئون مُکي چونڊيندا هئا. ڪاروبار هلائڻ لاءِ وهانءَ وڏاڻي جي پنچاتي ٻنديان ٻڌل هوندا هئا، سي مُکيءَ کي ملندا هئا. اُهي ۽ جي ڪنهن ضرورت وقت پنچات مان ڦوڙي ڪبي هئي سي سڀ پئسا گڏ ڪري مُکي ''پنچاتي ڳوٿريءَ'' ۾ وجهي پاڻ وٽ رکندو هو. ڪي پنچاتي ڳوٿريءَ کي ''پنچاتي ڪوُنڊو'' چوندا هئا. ڳوٺ ۾ پهري لاءِ چوڪيدار رکبو هو ته هر هڪ گهر مان ڦوڙي ڪري اُن کي ڏبو هو يا پنچاتي ڳوٿريءَ مان پگهار ڏبو هو. ڪارڄ منگل ۾ باسڻ جي ضرورت پوندي هئي ته پنچن مان ڦوڙي ڪري ونبا هئا جا پنچاتي ڳوٿريءَ مان خرچ ڪري خريد ڪبا هئا. اُهي پنچاتي باسڻ مُکيءَ وٽ رکبا هئا، جي اُهو سنڀاليندو هو. هنن باسڻن کي ڪارڄ ۾ ڪتب آڻڻ لاءِ ڪارڄ واري کان پنچاتي ٻنديان ونبو هو جو پنچاتي ڳوٿريءَ ۾ وڌو ويندو هو. ڪارڄ وارو مُکيءَ کان باسڻ وٺي ويندو ۽ ڪارڄ پوري ٿيڻ بعد باسڻ ملي صفا ڪرائي مُکيءَ وٽ پهچائيندو هو. پنچات کي هڪ ٿلهيو به هوندو هو، جنهن کي ٿورو اُجورو ڏيندا هئا. ڪنهن به پنچ کي ٻئي ڪنهن کان ڪنهن ڳالهه تان دک رسندو هو يا ٻي ڪا اهڙي سماجي اُلجهن ٿيندي هئي ته اُن لاءِ مُکيءَ کي دانهن ڏيندا هئا. مُکي پنچ گڏ ڪرائي اِها ڳالهه پنچات ۾ پهرائيندو هو. سوال جواب هلندا هئا ۽ پڇا ڳاڇا ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪو اُن ڳالهه جو ساکي هوندو هو ۽ ضرورت تي اُن ساکيءَ کان به حال احوال وٺندا هئا. خيالن جي ڏي وٺ بعد سوچ ويچار ٿيندو هو ۽ ڳالهه جي چنڊڇاڻ ٿيندي هئي. آخر ۾ مُکي پنچن کان رايا وٺي فيصلو ڪندو هو، جو قبول ڪرڻو پوندو هو. ڪو انرٿ جهڙو ڪم ڪندو هو ته اُن کي نيات مان ڪڍيو ويندو هو. اُنکي چوندا هئا ته هن کي پنچاتي ٿاليءَ تان لاٿو ويو آهي. ڪا پنچات چوندي هئي ته هن کي نڙ تان لاهي ڇڏيو ويو آهي، ڪا پنچات چوندي هئي ته هن تي ريت رکي ويئي آهي. سڀ ڪنهن پنچات جا الڳ الڳ ڊڪيل اکر هئا. پوءِ اُن لاءِ ڏوهيءَ کي معافي وٺڻي پوندي هئي. ڪن تي ڏنڊ رکيو ويندو هو جو ڀري ڏيندا هئا ۽ پنچاتي ڳوٿريءَ ۾ وڌو ويندو هو. ڪي ڏوهي

پتاشن يا کنڊ جا پاءُ رکندا هئا. پئنچن جي ڏوهيءَ کي معاف ڪرڻ تي اُهي پاءُ اُتي پئنچن ۾ وراهيا هئا. جي ڏوهيءَ هڇا جهڙو ڪم ڪيو هوندو ته ڳانين کي ڳاهه ۽ ڪکڙا کارائيندو هو. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته ”پئنچن ۾ پرميشور آهي“ يا چوندا هئا ته ”ڳت ڳنگا ويني آهي.“ سو اِها چوڻي برابر آهي، فيصلو به اهڙو ئي ٿيندو آهي.

چنڊ يا ڪنهن ڏڻ تي ڳڙ جي تاهري رڌي ۽ ڇٽا به رڌي، ٿاڌل جو سڪو گهوٽو تيار ڪري، ٻاهر ٿلهن تي ڪٽي وهندا. جيڪو به ايندو هو يا لنگهندو هو، اُن کي سيسا ڏيئي سڪو پيئاريندا هئا. پئنچات ڪن سنتن جي سماڌين تي ميلا لڳائيندڙيون هيون. سنگتون ۽ ڀڳتون گهرايون ويندڙيون هيون جي نچندا ۽ ڳائيندا هئا. ڪي پئنچاتون ڏيتي ليتيءَ جي بندي ناهيندڙيون هيون، جنهن ۾ ڄائي، ڄڻئي، مڱڻي ۽ وِهانءَ جي لاڳ پوتن جا رکب مقرر ڪنديون هيون. ڀيڪڙيءَ جي حالت ۾ پئنچات اُنهن تي قدم کڻندي هئي.

**مسلمانن جو ميڙ-** مسلمانن ۾ مُکيءَ وانگر هڪ پٽيل هوندو هو، اُنجو پد به پشت به پشت هلندو هو. اُن وٽ ڪو اهڙو دانهين ويو ته ٻنهي ڌرين کي گهرائي پاڻ ئي فيصلو ڪري ڇڏيندو هو. پر ڪو اهڙو پيچيدو مسئلو هوندو هو ته صلاح مصلحت لاءِ به چار وڏيرا گهرائيندو هو، پوءِ پٽيل فيصلو ڪندو هو، جي ٻئي ڌريون فيصلو قبول ڪنديون هيون.

**راڄ مهاڄڻ-** ڪا اهڙي ڳوٺ جي ڳالهه هوندي هئي جا هندو مسلمان سان لاڳاپو رکندي هئي ته مُکي ۽ پٽيل گڏجي صلاح ڪري ٻنهي فرقن جا پئنچ يعني هندو ۽ مسلمان اچي هڪ هنڌ گڏ ٿيندا هئا. اُن ميڙ کي ”راڄ مهاڄڻ“ جو ميڙ ڪوٺبو هو. پوءِ جنهن ڳالهه لاءِ راڄ مهاڄڻ جو ميڙ گڏ ٿيو هوندو هو ته لاڳاپيدارن کان حال احوال ورتو ويندو هو ۽ اُنهن ڳالهين تي سوچ ويچار ڪري ٻنهي فرقن جا ماڻهو سوال جواب ڪندا هئا ۽ ڇنڊڇاڻ بعد مُکي ۽ پٽيل حاضر ماڻهن کان رايا پڇندا، اُن بعد مُکي ۽ پٽيل پاڻ ۾ صلاح ڪري فيصلو ڏيندا هئا جو قبول ڪرڻو پوندو هو. ڪا ڳوٺ جي سڌاري واڌاري جي ڳالهه هوندي هئي ته گڏجي ويچار ڪندا هئا ۽ ڪنهن راءِ تي اچي نهراءُ پاس ڪندا هئا. اُن نهراءَ کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ گڏيل اُپاءُ سوچي قدم کڻندا هئا.

اهڙيءَ طرح هندو ۽ مسلمانن ۾ ميلاپ هوندو هو. پاڻيءَ طرح هلت هلندا هئا.

**سنڌ سڀا-** ڏيارام گدومل شهاڻيءَ جي ڪوشش سان سنڌ ۾ ۱۸۸۲ع ڌاري ”سنڌ سڀا“ نالي سان ملڪي سنستا قائم ڪئي ويئي. سنڌ سڀا جا ميمبر هندو مسلمان پارسي ۽ عيسائي هئا. ڪيترا سرڪاري عملدار به سنڌ سڀا جا ميمبر هئا. ڏيارام جيٺمل ۽ ڏيارام گدومل سنڌ سڀا جا روح هئا. سنڌ سڀا پاران سنڌ جو سوالن، مسئلن، گهرجن ۽ ضرورتن طرف ڇڱو ڌيان ڏيڻ ۾ آيو. اِنهيءَ ڏس ۾ وقت بوقت ميڙ سڏايا ويندا هئا. ميڙن ۾ سنڌ جي سوالن ۽ مسئلن تي پيپر پڙهيا ويندا هئا ۽ اُنهن تي بحث ٿيندا هئا. راين ۽ ويچارن جي ڏي وٺ ٿيندي هئي. اِنڪري هڪ قسم جي جاڳرتا جي لهر پيدا ٿي. سنڌ سڀا پاران اُنهن سوالن ۽ مسئلن جي سلسلي ۾ عريضا تيار ڪري سرڪار جو ڌيان ڇڪائي واسطيدارن کي موڪليا ويندا هئا. گورنر يا وائسراءِ ايندو هو، تن کي مانُ پتر ڏيندا هئا. ◻◻



:: باب نائون ::

# ويس وڳا، ڳهه ڳٺا ۽ کاڌا پيتا

## ١. ويس وڳا ۽ ڳهه ڳٺا

جهوني وقت ۾ ڪو به رواج حاڪم ۽ حڪومت جي سياءَ، قانون ۽ هلي چليءَ جي مطابق هوندو هو. جيئن سنڌن اُٿڻي وِهڻي ۽ رَهڻي ڪهڻي اهڙي هجي جا حاڪم کي وڻي ۽ اُن مان ڪو وڻاءُ نه ٿئي. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته: ”جهڙو راجا تهڙي پرجا“ يعني ”جهڙو بادشاه تهڙي رعيت.“ تنهنڪري ماڻهو پنهنجي هلت چلت، ٻولي چالي ۽ ريت رسم به اُنهيءَ آڌار تي ٺاهيندا هئا. ميرن جي صاحبيءَ ۾ وڏن جيڪي هندو نوڪريءَ ۾ هئا، سنڌن لباس مسلمان نوابن، ڪاردارن ۽ عملدارن جهڙو ئي هو. اُنهن جي پهرڻ ۾ پنهنجو مانُ ۽ فخر سمجهندا هئا. ٻي به سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته ”جهڙو ديس تهڙو ويس“ اُهو سڀ بادشاه جي سياءَ ۽ فرمان موجب ٿيندو هو.

**(١) هندن جي مَردن جي پوشاڪ-** هندو جيڪي آڳاٽي وقت ۾ رهندا هئا، سي ڪاڌيءَ جي ڌوتي، بدن تي ڪاڌيءَ جي ڪپڙي جو ٽڪر اوڍي ڇڏيندا هئا ۽ مٿي تي شال جو مولهاٽو ٻڌندا هئا ۽ پيرن ۾ مينگهواڙن جي ٺهيل جُتي پائيندا هئا. وار ننڍا رکائيندا هئا ۽ وچان تارونءَ تائين چَٽي ڪوڙائيندا هئا ۽ لوڙن جا وار رکائيندا هئا. مٿي تي چوٽي، مُڇون ۽ ڏاڙهي رکائيندا هئا. سمو گذرندو ويو، تبديلي ٿيندي رهي. مٿي تي ڪي پٽ پريل ٽوپي پائيندا هئا، ڪي وري مٿانئس پٽڪو به ٻڌندا هئا. بدن تي ڪاڌيءَ جو ڪَهُن وارو انگرکو ۽ هيٺ ڌوتي پائيندا هئا. ٻاهر منجهه ويندا هئا ته مٿي ۾ هٿ جي ٻڌل اَڇي پڳ پائيندا هئا. جتي وڃي لهندا هئا، اُتي پڳ وڏائي رکندا هئا ۽ پرت پريل ٽوپي پائيندا هئا. سياري ۾ اوني ڪٽو لڱن کي ويڙهي ڇڏيندا هئا. هندن جي حڪومت ڪانپوءِ مسلمانن جو راڄ ٿيو ته وري لباس ۾ ڦيرو آيو. مٿي تي اُهائي ٽوپي، ڪن کي مٿان رڱيل شال جو پٽڪو، ڪن کي ململ جو پٽڪو ٻڌل هوندو هو. بدن تي انگرکو هيٺان ٻنڌي گنجيءَ وانگر سِبيل پائيندا هئا. لاڙ ۾ پائيبند اڇي پڳ جي عيوض ڳاڙهي پڳ پائيندا هئا. برهم کتري ڪنواري هوندي ڳاڙهي پڳ، شاديءَ بعد اڇي پڳ پائيندا هئا، جا پهريائين ساهرا ڏيندا هئا. برهمڻ ڳاڙهي پڳ ٻڌندا هئا. جيڪي هندو پارسي پڙهيل ميرن وٽ نوڪريءَ ۾ هئا، سي مسلمانن وانگر سلوار ۽ ڏگهو پهراڻ سَتر تائين پائيندا هئا. پهراڻ ململ جو ۽ سلوار چُٽڻ وارِي هِرک يا بافتي يا گربيءَ جي پائيندا هئا. ٻاهر نڪرڻ مهل مٿي تي اڇي ململ جو پٽڪو ۽ خاص موقعن تي ريشمي لونگي ٻڌندا هئا. گهر ۾ اڇي يا ڳاڙهي پٽ سان پريل ٽوپي پائيندا هئا. پيرن ۾ ٿُلهي ۽ نرم چمڙي جي سرازڪي پرت پريل ۽ ڳلين سان جُتي پائيندا هئا. جيڪي ميرن وٽ وڏي عهدي تي هئا، سي ڏگهي ڪيمخاب جي گول ٽوپي جنهن جو مَٿ تي آڱر ٻاهر نڪتل هوندو هو ۽ نريءَ جيڏي ڏگهي هوندي هئي، جنهن کي ميراڻي ٽوپي چئبو هو سا پائيندا هئا. هيڪوٽي گلي وارو

ڪڙتو يا ڪوٽ پائيندا هئا. ڪلهن تي ململ يا پٽ جو اڇو بوڇڻ ويڙهيندا هئا. مسلمانن وانگر چاپهين ڏاڙهي ۽ مٿي تي ڊگها وار رکائڻ شاندار نمونو سمجهيو ويندو هو.

وري شروع ٿي انگريزن جي حڪومت ته پهراءَ ۾ به ڦيرو آيو. پهرئين پرت جي پريل ٽوپي پوءِ مقيس پريل ٽوپي، ڪڏهن مٿانس مولهاتو ٻڌندا هئا. ڪي رتل شال، پوءِ بوشڪيءَ يا ريشمي لونگيءَ جو پٽڪو ٻڌندا هئا. ٻاهر منجهه وڃڻ تي هاڻ هٽ جي بدل پڳ بدران ڇڪ تي بدل پڳ پائيندا هئا. انگرکي جي جاءِ قميص ورتي جا پٽئي يا بافتي يا چيڪ يا بوشڪيءَ يا پاپلين جي پاتبي هئي. ڪاڏيءَ جي ڌوتيءَ بدران ميل جي اُٽيل ڌوتي ڪناريءَ سان پائڻ لڳا. ڪُلهن ۾ اوني شال يا ڊُشو پائيندا هئا. اڳتي هلي گلي بند ڊگهو ڪوٽ پائيندا هئا. ڪلهي تي اڇو بوڇڻ پلاندن ڪان ننڍي جاري بدل ۽ اُن ۾ سُٽ جا اڇا ٽئونر پيل رکندا هئا. ٻاهر مسافريءَ تي وڃڻ مهل چيلهه ۾ بوڇڻ، شال يا انگوڇي جو سندرو ٻڌندا هئا. پيرن ۾ سليپر ۽ بوٽ پائڻ لڳا. وار ڪتائي ننڍا انگريزي ڪٽ رکائيندا هئا ۽ هاٺي مٿي تي ڇتي ڪونه ڪوڙائيندا هئا. ڏاڙهي گهٽو ڪري ڪوڙائيندا هئا، ڪي ٿوري ننڍي رکائيندا هئا ۽ مُڇون سپ رکائيندا هئا. جيڪي هندو انگريزن جي نوڪريءَ ۾ هئا، تن پتلون (پائجامو) پٽئي يا پٽي جي واسڪوٽ ۽ ڪليل گلي وارو ننڍو ڪوٽ، مٿي تي بئنگلوري ٽوپي جنهن مٿان ڪارو بيڙو لڳل هوندو هو سي پائيندا هئا. وڏا آفيسر انگريزي ڊريس قميص هيٺان گنجي، سوٽ هيٺان پائجامون يا ڪڇو، مٿان واسڪوٽ ۽ کُليل گلي وارو ڪوٽ، گلي ۾ نيڪٽاءِ، پيرن ۾ جوراب، ڪُهن وارو بوٽ، مٿي تي ٽوپلو پائيندا هئا. سياري ۾ هٿن ۾ دستانا ۽ بدن تي مٿان اوني اوورڪوٽ پائيندا هئا. نوجوان ٿات واري گول ٽوپي بخمل جي، تنهن تي زري ۽ ستارون لڳل پائيندا هئا جا تمام سهڻي لڳندي هئي. پر پهاڪو آهي ته: ”ٽوپي ڪري ٿانءِ ته به پڳ برابر نانهن.“ وري مفلر نڪتو جو گلي ۾ ڪي مٿي تي پائڻ لڳا. چيلهه ۾ سَندري بدران سرڪاري ڪامورا سوٽ يا چڊيءَ مٿان چيلهه ۾ چمڙي جو ڪمرپٽو پائيندا هئا. اڳتي هلي رات جو سمهڻ مهل پائجامي بجاءِ تُهمت پائڻ يعني لونگي ٻڌڻ لڳا. ڪي مٿو اُگهاڙو رکندا هئا. وري قميص بدران ٽي-شرٽ ۽ بشرٽون پائڻ شروع ڪيون. پيرن ۾ گهر ۾ چمپل پائڻ لڳا، اُهي چمڙي، ربڙ ۽ پلئسٽڪ جون نڪتيون. ساڌو مهاتما چولو ۽ گوڏ گيڙوءَ رتي ۽ پيرن ۾ ڪاٺ جون چاکڙيون پائيندا هئا. اگ سنان انگوڇو پائي ڪبو هو ۽ لنگ به اُن سان اُگهبا هئا، پوءِ ڪڇي ۾ سنان ڪري لڱ ٽوال سان اُگهبا هئا. هٿ اُگهڻ لاءِ کيسي ۾ رومال رکن. ڪي ڏاڙهي فرينچ ڪٽ رکائيندا هئا. ڪي ڏاڙهي مُڇون ٻئي ڪوڙائي ڇڏين يعني (Clean Shave) ڪِلين شيو ڪن.

ڇوڪرا اوائل ۾ ڌوتي پوءِ ڪانڇ پهراڻ ۽ ٽوپي پائيندا هئا پر پوءِ بدلائي قميص پائجامو (پتلون) چڊي، سوٽ ڪوٽ ۽ مفلر پائڻ لڳا. بوٽ ۽ چمپل به شروع ڪيائون. شڪارپور، لاڙڪاڻي ۽ سَکر جي پاسي ملتاني پڳڙي پائيندا هئا، جا سنهي ململ جي چيروي ويڙهيل ٽوپيءَ وانگر هوندي هئي، پر ٽوپيءَ کان اوچي هوندي هئي ۽ رنگين هئي. گهٽو ڪري ڳاڙهي يا پيلي هوندي هئي. سنڌ ورقي پاڻيبند، صراف ۽ ڪونيدار اڇي مِل جي ڪناري ڌار ڌوتي، قميص، مٿان اڇو ڊگهو گلي بند



ڪوٽ ۽ مٿي تي ڇڪ تي بدل اڇي پڳڙي ۽ ڪلهي تي اڇو بوڇڻ ٽئونرن پيل ۽ پيرن ۾ سليپر پائيندا هئا ۽ هٿ ۾ لڪڻ ڪڻندا هئا. چوندا هئا ته پڳ جو شان پڳ سان آهي. پر ڪي چوندا هئا ته ”اڇي پڳ نه پس اندر مڙيئي اَگهڙيون.“ سياري ۾ ڪي ڪٽو، ڪي ڪمر، ڪي لوئي، ڪي ڏورو، ڪي چاندني لڱن کي ويڙهيندا هئا. سرند ماٺهو دشو يا اوني شال ڪلهن ۾ ڪندا هئا.

(٢) هندن جي زالن جو ويس- اوائلي سمي ۾ زالون مٿي تي چاپيل رڱيل چني، بدن تي پرت پريل گج ۽ هيٺ چاپيل پڙو پائينديون هيون. ننڍيون نيٽيون مٿي تي ڇپيل چني، بدن تي گج يا ڪنجري هيٺ پٽ يا قناويز جي سُٿڻ سوڙهن پانچن واري جنهنجا پنج ڇهه آگر پريل هوندا هئا، سي پائينديون هيون. پيرن ۾ مينگهواڙن جون ٿاهيل جتيون پائينديون هيون. مسلمانن جي راڄ ۾ ويس ۾ ڦيرو آيو. وڏيون ڪي چاپيل پڙو، ڪي بوند وارو پڙو، بدن تي ڇيٽ جي ڪنجري مٿي تي چاپيل يا پرت پريل ڇُني پائينديون هيون. ننڍيون پرت پريل گج، سٿڻ قناويز، گلبدن ۽ عنبر جي ڪپڙي جون پائينديون هيون. وڏيون جڏهن ٻاهر نڪرنديون هيون ته پڙي جي هيٺان پانچن سوڙهن واريون سُٿڻون پائينديون هيون اُهي سوسيءَ يا گربي جون هونديون هيون. مُنهن ڇُنيءَ جي پلاند سان ڍڪينديون هيون. انگريزن جي راڄ ۾ وري ڊريس ۾ تبديلي آئي. وڏيون توڙي ننڍيون چولا، مِل جون چاپيل بوند يا لهرئي واري ڇُنيون هيون. ڪي وري ٻانڌڻيون ڪنديون هيون. ننڍيون مٿي تي مَلمل يا وائلي جو رَئو، چولا، ڏورئي ڇڪني يا ڏماچي جا پيشگير ريشمي، ساٽين يا ڪريپ جا پائينديون هيون ۽ ريشمي سُٿڻون به پائينديون هيون. چوڻي آهي ته ”صرفو ڪرين ته پٽ هنڊاءِ.“ اڳتي وري به ڦيرو آيو. ننڍيون ويڪرن پانچن واريون پتلونون، ڪئين قسمن جي ڪپڙي جا چولا ۽ رَوا پائڻ لڳيون. پيرن ۾ موچين جا ٺهيل ڪارا سِليپر پائڻ لڳيون. وڏيون به ميل جون ڇُنيون ۽ سليپر پائڻ لڳيون. ننڍيون ٻاهر نڪرنديون هيون ته رَئي مٿان اُڇي هرڪ يا ٿقليءَ جي چادر ڍڪي اکڙي ڪڍنديون هيون. گنجي ۽ واسڪوٽ به پائڻ لڳيون. وري چڪر ڦريو. ساڙهي، ڪوٽي، بلائوز پائڻ شروع ڪيائون. رات جو پتلون، چولو پائي مٿان مئڪسي پائڻ لڳيون. پيرن ۾ سئنڊل ۽ چمپلون پاتائون. وڏوائون يعني ڏنيل زالون ڳاڙهو پڙو اُن تي ننڍڙي ڪاري ڦلڙي چريل، چولو ۽ رئو پائينديون هيون.

(٣) مسلمانن مَردن جو لباس- بدن تي پهراڻ يا صدري، هيٺ بافتي يا پٽئي جي سلوار مٿي تي ململ جو پَٽڪو، پيرن ۾ مينگهواڙن جي ٺهيل جتي پائيندا هئا. پوءِ قميص مٿان ڪوٽ هيٺ سلوار مٿي تي ترڪي ٽوپي يا پٽڪو پهريندا هئا. پيرن ۾ بوٽ يا سليپر يا گهيتلو پائيندا هئا. سياري ۾ بدن تي اجرڪ اوڍيندا هئا. سرڪاري نوڪريءَ وارا مٿي تي ترڪي ٽوپي، قميص، سلوار، واسڪوٽ ۽ ڪوٽ پائيندا هئا. جيڪي وڏا آفسير هوندا هئا سي انگريزي ڊريس يعني سوٽ، بشرٽ، ڪوٽ، نيڪٽاءِ، ٽوپلو، جوراب ۽ بوٽ پائيندا هئا. هاري جيڪي ٻنين ۾ ڪم ڪندا هئا سي باڦتي جي سلوار يا گوڏ، صدري پائيندا هئا. مٿي تي پٽڪو ٻڌندا هئا. سنان لاءِ پوتڙو ڪم آڻيندا هئا.

(۴) مسلمان عورتن جو ويس- مسلمانن جون وڏيون عورتون مٿي ڇاپيل چني، بدن تي پيرت پريل گج يا ڪنجري هيٺ گربيءَ يا سوسيءَ جي سٿڻ ۽ پيرن ۾ جتي پائينديون هيون. پوءِ چولا به پائڻ شروع ڪيائون. ننڍيون نيٽيون بدن تي چولو، مٿي تي رئو ۽ هيٺ سٿڻ، پيرن ۾ جُتي يا چمپل پائينديون هيون. ٻروچن جون زالون ڳچيءَ کان پيرن تائين گهگها پائينديون هيون. جن جو مٿ پريل هوندو هو ۽ هيٺ ڳاڙهو حلوائڻ جو نهيل هوندو هو. گهگهن جي هيٺان سٿڻون گربيءَ يا سوسيءَ جون پائينديون هيون. پرهيز واريون عورتون جڏهن ٻاهر نڪرنديون هيون ته مٿان برقعو پائينديون هيون. ڀراڙيءَ ۾ زالون جيڪي ٻنين ۾ ڪم ڪنديون هيون، جهڙوڪ ڳُڏ ڪرڻ، ڦٽين جو چونڊو ڪرڻ وغيره، سي برقعو ڪونه پائينديون هيون ۽ مُنهن به کُليل رکنديون هيون.

بورين ۽ خوجن جون زالون لڳ ڀڳ هندن جي زالن جهڙي ڊريس پائينديون هيون.

(۵) هندن جي مَردن جا زيور- ڪي مرد ڪنن ۾ هڪ هڪ سوني ڪيوٽي (مُرڪي) ۽ هڪ ڪن ۾ سونو ٻلڙو پائيندا هئا. هٿن جي آڱرين ۾ هڪ يا ٻه ٽي سونيون مُنڊيون پائيندا هئا. ڪي چانديءَ جون مُنڊيون ٻڙن سان پائيندا هئا. شاديءَ وقت ڏسٽي آڱر ۾ چانديءَ جو ورٽو ۽ ٻاچ ۾ ڪيرول چانديءَ جي پائيندا هئا. ننڍڻ ٻارن کي ڳلي ۾ ڪنڊلو جنهن ۾ وچ ۾ سونو پتلو ۽ پاسن کان سِريون يا هڪ هڪ ننڍي سوني پتلي هوندي هئي سو پائيندا هئا. ڪن جي ڪنڊلي ۾ سوئر جو ڏند سون ۾ مڙهيل پائيندا هئا. انگريزن جي راڄ ۾ ڪي شاهوڪار قميص ۾، ٻانهن جي ڪفن ۾، واسڪوٽ ۽ ڪوٽ ۾ سونا ٻيڙا پائيندا هئا. ڪيسي جي واچ ۾ سوني سنڪلي ۽ ڪرائيءَ جي واچ ۾ سونو پٽو پائيندا هئا. ڪي ڪرائيءَ ۾ سوني پونچي ۽ ڳلي ۾ سونو ڏورو پائيندا هئا. مرد جن کي چِڪيءَ پوڻ جي عادت هئي، سي پيرن جي آڱوٺن ۾ چانديءَ جا وَر پائيندا هئا.

(۶) هندو زالن جا ڳهه- اوائل ۾ هندو زالون مٿي تي چوٽيءَ ڦل، نراڙ تي وارن جي سنوت ۾ چِندِي، وارن جي چوٽيءَ ۾ چانديءَ جو چڙو، ڪنن ۾ چانديءَ جا ٻندا (ٻندرا) ۽ پاپڙين ۾ پوپٽ چانديءَ ۽ سون جا، جن تي رنگين ٻڙا جڙت ٿيل، نڪ ۾ سونو ويندو (جو نٿ کان وڏو هوندو هو) اُن ۾ ڪاري سُٽ جو يا پٽ جي تندن جو ڏاڻ پائي چانديءَ جي ڪُنڊي سان وارن ۾ اٽڪائي ڇڏينديون هيون، مٿان نڪ نه ڇِڄي پوي. ڳلي ۾ ڪئنٺي موتين وغيره جي، چانديءَ جو هَس يا هَسي، ڪٺ مال، ڪمر ۾ چيلهڪي چانديءَ جي، ٻانهن ۾ عاج جي ٻانهين جنهن ۾ ڪنگڻين تي ڊزائيندار سونو پٽ چڙهيل، ڪراين ۾ چانديءَ جون ٻارڪيون، دستيون يا ڪوڏڙيون، هٿ جي آڱرين ۾ چانديءَ يا سون جون مُنڊيون، پيرن جي مُرين ۾ چانديءَ جون ڪڙيون يا توڙها، پيرن جي آڱرين ۾ ميناڪاري، چانديءَ جون ڏگهيون مُنڊيون ۽ آڱوٺن ۾ ويڙهه پائينديون هيون. وقت انوسار وري ڦيرو آيو. وارن جي چوٽيءَ ۾ چانديءَ جو چڙو، ڪنن ۾ چانديءَ جا پنڙا، سونا ڳن پوءِ جهومڪ واڳين سان، نڪ ۾ نٿ سوني جنهن ۾ هڪ لعل ۽ وڏا اڇا موتي پيل سا ڪاري ڏاڳي جي ڏاڻ سان ڪنڊيءَ سان وارن ۾ اٽڪائينديون هيون. ڪي وري نڪ ۾ بولو پائينديون هيون. ڳلي ۾



سوني دهري ٽِپٽي ۽ پنج پٽي، ست پٽي، چندن هار، ٽائٽ، دلپاڪ، چيلهه ۾ چيلهڪي ڪي چانديءَ جي ڪي سون جي، اڳٽ ۾ گهنگهرين پيل چڙو، ٽونٽ ۾ ٽونٽ ٽڪاءُ يا سونا ڏورڙا يعني ڇهي داڻي، بازوبند، پيرن ۾ نورا يا پانئزيب (پانچيب) پائينديون هيون. پيرن جي آڱرين ۾ چلڙيون پائينديون هيون. اڳتي هلي وري تبديلي آئي. ڪنن ۾ سونا ايرئينگ (Ear rings) واليون، ڊُر، ڦليون، پاپڙين ۾ سونو ڪوڪو ٻُڙي سان، نڪ ۾ نٿ سان ڳڏ لونگڙو يا سونو ڪوڪو اڇي ٻڙي سان (ٻُڙو ڪن جو سچو، ڪن جو ڪوڙو)، ڳچيءَ ۾ ڪنڊلو يعني ڊالر، گينين، اَڌ گينين ۾ ڪڙا وجهائي هار ٻٽائي، ڪي هيرا ساڪڙي، ڪلبلا، لڪليس، لُڪڙي، ڪي هيرن جي پٽي، نولکو هار، جهرمريو پائينديون هيون. ٻانهين جو رواج لهي ويو. ڪراين ۾ سونيون چوڙيون، ڪنگڻ، ڪي هڪ ڪرائيءَ ۾ چوڙيون، ٻيءَ ۾ واچ پائينديون هيون. هٿن جي آڱرين ۾ ڪئين قسمن جون سونيون مُنڊيون ڪي ٻڙن سان ڪي بنا ٻڙن ڊزائين سان مُرين ۾ ڪئين قسم جون چانديءَ جون ڇيريون پائينديون هيون. پوئين وقت ۾ زالن ڳچيءَ ۾ منگل سوتر پائڻ شروع ڪيو. پوڙهيون ڳلي ۾ چانديءَ يا سون جون ٻه ڇنگون هڪ ڏندن کوٽڻ لاءِ، ٻي ڪنن جي مُر ڪڍڻ لاءِ ڪاري ڏاڳي ۾ ٽُئي پائينديون هيون. ڪنهن مرد جي زال سرڳواس ٿي ويئي آهي ۽ ٻي پرڻجي آيو آهي ته اُها ڳلي ۾ چانديءَ جي پٽيتڙي پائيندي هئي. اُن تي ماڻهوءَ جي شڪل اُڪريل هوندي هئي. پر جي ٻي به مري ويئي ۽ ٽئين سان شادي ڪري آيو ته اُها جيڪا پٽيتڙي پائيندي اُن تي ماڻهن جون ٻه شڪليون هونديون. روٽي کائڻ مهل پهريائين ڳره ڪٽي پٽيتڙيءَ کي ڇهائي رکندي هئي. ماني کائي اُٿندي هئي ته اُهو ڳره ڪٽي ڪانگن کي ڏيئي ڇڏيندي هئي. شاديءَ وقت چانديءَ جو ڪيرول ورٽو پاتو ويندو هو. آخري وقت ۾ شاهوڪار سون جو نهرائيندا هئا. نٿ ۽ ٻانهين سهاڳ جون نشانيون هيون. اڄڪلهه سينڌ ۾ سينڌر وجهن ٿيون، جا ئي سهاڳ جي نشاني سمجهي وڃي ٿي.

(۷) مسلمان مَردن جا ڳهه- مسلمان مرد ماڻهو گهٽ ڪري ڳهه ڪونه پائيندا آهن. هوُ رڳو هٿن جي آڱرين ۾ مُنڊيون پائيندا آهن. پوءِ ڪي سونيون ڪي چانديءَ جون پائيندا هئا. جيڪي امير ۽ شاهوڪار هوندا هئا سي قميص ۽ ڪوٽ ۾ سونا ٻٽڻ پائيندا هئا، ڪو ڪيسي جي واچ ۾ سوني سنڪلي ۽ ڪرائيءَ ۾ سونو پٽو پائيندو هو.

(۸) مسلمان زالن جا زيور- مٿي ۾ چوٽيءَ ڦل، نراڙ تي اڳ چِندي پائينديون هيون پر پوءِ اِهو رواج لهي ويو. ڪنن ۾ والا يا جهومڪ يا ايرئنگ سونا، ڳچيءَ ۾ چانديءَ جو هَس يا هَسي، ڪٺ مال، سونو ڏورو يا جهرمريو پائينديون هيون. ڪراين ۾ ڪنگڻ ڪي چانديءَ جا ڪي سونا، هٿن ۾ به سون ۽ چانديءَ جون قسمين قسمين مُنڊيون، پيرن جي مُرين ۾ اڳ ڪڙيون ۽ پانزيب پوءِ الڳ الڳ نمونن جون ڇيريون پائينديون هيون. پيرن جي آڱرين ۾ چانديءَ جون مُنڊيون يا چلڙيون پائينديون هيون. نڪ ۾ وڏي نٿ يا بولو پائينديون هيون. پر نئين ۽ تازي رواج موجب ڪي سونو ڪوڪو به پائينديون هيون.

## ٢. ٻاسڻ برتڻ ۽ ٿانوَ ٽپا

سنڌ ۾ کاڌي پيتي تيار ڪرڻ لاءِ جيڪي ٻاسڻ برتڻ ڪتب آندا ويندا هئا، تن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو. اوائلي ۾ گهڙو ڪري برتن سڀ ٺڪر جا ڪم ۾ آڻبا هئا. جيئن ماني پچائڻ لاءِ ٺڪر جي ٺوٻي هوندي هئي. ڪجهه وقت ڪانپوءِ ٺڪر جي دانگيءَ تي ماني پچائبي هئي، پر پوءِ ٻئي پيئون ڪتب آڻبيون هيون. چانور، دال، ڀاڄي، ٿيوڻ تلو، مڇي پلو سڀ ٺڪر جي ڪُنن ۾ رڌبا هئا ۽ کير بہ ڪُني ۾ ڪاڙهبو هو. چانورن جي هلائڻ لاءِ ڏوئي ڪاٺ جي هوندي هئي، ڀاڄين دال وغيره جي هلائڻ ۽ وڌڻ لاءِ ننڍا ڪاٺ جا ڏوئيلا هوندا هئا. آچار يعني سانڌاڻي جي ڪڍڻ لاءِ بہ تمام ننڍا اڌ فوٽ کن جيترا ڏوئلا هوندا هئا. ٻاجهر ۽ جوئر جي ماني سيڪڻ لاءِ مِٽيءَ جا مارگ هوندا هئا جي چُلهہ جي اڳيان رکبا هئا. پوءِ اڌ ڪچي اڌ پڪي ماني دانگيءَ مان ڪڍي اُڀي مارگ ۾ ڪڙي ڪري رکبي هئي تہ سيڪجي پچي ويندي هئي. رڌڻ لاءِ چُلهيون مٽيءَ جون ٺهيل هونديون هيون، اُنهن ۾ ڪاٺيون ٻاري دانگي يا ڪُنو چاڙهي طعام تيار ڪيا ويندا هئا. کير ڪاڙهڻ مهل چلهہ ۾ ڪاٺين جي بدران رڳو سُڪل ڇيڻا ٻاربا هئا. جهيڻي ٻاھ تي ڪُني ۾ ڪڙهي کير اهڙو ٿيندو هو جو يانءِ تہ وينو کير پيئان، اُهو ڏاڍو سواديِ ۽ طاقت وارو ٿيندو هو. مون (ليکڪ) ننڍي هوندي سنڌ ۾ اهڙو کير چڱو وقت پيتو هو.

پاڻي ڪوه مان ڀرڻ لاءِ بہ ٺڪر جا دِلا هئا. گهر ۾ رَڌ پچاءَ ۽ پيئڻ لاءِ پاڻي بہ ٺڪر جي مَٽن، دِلن ۽ دلين ۾ ڀري رکبو هو. سنان جي پاڻيءَ لاءِ ٺڪر جو ڪونار (ڀيپ وانگر) هوندو هو، جنهن ۾ ٤-٥ مَٽ بلڪ ٦ بہ پئجي ويندا هئا. گهر جو سيڌو سامان رکڻ لاءِ بہ ٺڪر جا ڪُنا ۽ ماٽيون هونديون هيون، جي ٤-٥ ڪُنا هڪ ٻئي مٿان چاڙهي رکبا هئا. اُنهن جي ٽِڪي ٻهڻ واسطي تري واري ڪُني جي هيٺان ٺڪر جي ڳِرڻ رکبي هئي. ٿانوَن جي ڍڪڻ لاءِ بہ ٺڪر جا ڍڪ ۽ ڍڪڻيون هيون. ڏڌ جمائڻ ۽ وِلوڙڻ لاءِ بہ ٺڪر جي ماٽي يا چاڏي هوندي هئي. گيهہ رکڻ لاءِ ٺڪر جي دکي هوندي هئي. بلڪ گهر ۾ روشني ڪرڻ لاءِ بہ ٺڪر جي ڏيئن ۾ تيل وجهي ڪپهہ جي وَٽ ٻاري رکبا هئا. وهانءَ وڏاڻي ۾ پاڻي پيئڻ لاءِ ٺڪر جون ڇَلون، پاڻي وڌڻ لاءِ ڳنهوڙيون (جڳ وانگر) ۽ دال لاءِ ٺڪر جون رام ڪٽوريون هيون. اٽي ڳوهڻ لاءِ ٺڪر جون پاٽيون هونديون هيون، ڪپڙن ڌوئڻ ۽ ٻئي ڪنهن اهڙي ڪم لاءِ بہ ٺڪر جون ڪونڊيون هيون. ٿاڌل ۽ ڀنگ گهوٽڻ لاءِ ٺڪر جا ڪونڊا هوندا هئا. مطلب تہ هر ڪم لاءِ ٺڪر جا برتڻ هوندا هئا، جي سَستا بہ هوندا هئا ۽ طعامن ۾ بہ شيري ٿيندي هئي. فقط وهانءَ ۾ طعام تيار ڪرڻ لاءِ ٽامي جون ديگيون قلعي ڪيل ۽ هلائڻ لاءِ ڪاٺ جا انبيا هوندا هئا. کائڻ مهل ٥-٧ ڄڻا گڏجي وِهندا هئا ۽ طعام ڪاٺ جي پاٽين ۾ وجهي ڏبو هوِن. ٺڪر ۽ ڪاٺ جو وقت چڱو هليو. آخر اُنهن ٿانوَن ۾ تبديلي آئي. دانگين بدران لوهہ جا توا نڪتا، رام ڪٽورين بدران ٽين جون وَٽيون نڪتيون آهستي آهستي پِتل جون وَٽيون، رَڌڻ لاءِ ٽامي جا ديگڙا ۽ ديگڙيون نڪتيون، ڏوئي بدران لوهہ جي ڇاڻي يا پرڻي، ڏوئلن بدران پِتل جون ڪيويون، ترڻ جي لاءِ لوهہ جون تيون (ڪڙاهيون)، چِلن بدران گلاس گلٽ جا ۽ پِتل ۽ ٽامي جا لوٽا نڪتا. گيهہ ساڙڻ ۽



ٿوري شيءِ ترڻ لاءِ لوهہ جا لڳلڳا يا ڪڙڇيون يا وَڏڻ نڪتا. چلهين جي بدران لوهہ جون سِگريون نڪتيون، جن ۾ ڪوئلا ٻاربا هئا. ڪپڙن ٺهڪائڻ لاءِ ٽين جا دٻا نڪتا. وري ٽين جي وٽين بجاءِ ڪُٽِ ۽ ڪنجهي جا ڪٽورا ۽ وَٽيون نڪتيون. پاٽين بدران ڪنجهي ۽ پِتل جون ٿالهيون ٿيون. ڪنجهي جي ستن وَٽين جون سيٽ نڪتو، جي وَٽيون هڪ ٻئي ۾ سمائجي وينديون هيون. اُنکي سَت رَڇي چوندا هئا. چون تہ ڪنجهي جو ٻاسڻ ٿڌو ٿيندو آهي ۽ صحت لاءِ بہ سنو آهي. پئيءَ ۾ پاڻي ڪنجهي جي ٿانوَ ۾ ڪڏهن بہ ڪٽي ڪونہ وجهبو هو. ٽامي جي برتنن مان ڪسِ نڪرندي هئي جا زهريلي هوندي هئي، تنهنڪري اُنهن کي قلعي ڪرائي پوءِ ڪم ۾ آڻبا هئا. اڳتي هلي زمانو بدليو، چينيءَ جون ننڍيون وڏيون پليٽون، ڪوپ ۽ ساسرون ڪٽليون، شيشي جون پليٽون ۽ گلاس نڪتا، چينيءَ جا پيالا نڪتا. وري سِگرين جي بدران پِتل جا پِرائيمس اسٽو پيدا ٿيا، جن ۾ گاسليٽ وجهي ٻاربو هو ۽ اُنهن تي سانجهڻ ڪئي ويندي هئي. وِهانءَ وڏاڻي ۾ پاتلون ۽ دونا کائڻ لاءِ ڪم اچڻ لڳا ۽ هرڪو ڌار ڌار کائڻ لڳو. کير پِتل جي قلعي ڪيل ٻاٽلين ۾ ڪاڙهڻ شروع ٿيو. وڏا چوندا هئا تہ ”دانگيءَ جي روٽي ڪُني جو ساڳ، کائين اُهي جنجو هوندو ڀاڳ.“ وري اُن زماني بعد وري نڪتا ڪوپر ۽ اليومينيم جا سڀ ٻاسڻ جيڪي پِتل ۽ ٽامي جي ڀيٽ ۾ سَستا آهن تہ ويچارا غريب اُهي برتڻ ڪم ۾ آڻين. جيئن حڪومتون بدلبيون ويئون، جيئن هندو پوءِ مسلمان، پوءِ انگريز تيئن شين ۾ ڦيرو ايندو رهيو. ”هاڻي آهي رعيتي راڄ، بدليو آهي ڪاڄ، برتنن جو ساڄ، ڪو ڪونهي ڪنهن جو محتاج.“ ناڻو خرچ سڀ شيءَ تيار هيئنر ٻاسڻ اسٽيل، پلاسٽڪ ۽ ڪاغذ جا. ”سانجهڻ ٿئي گئس تي، ڪاٺيون، ڪوئلا ۽ گاسليٽ هليا گنگا تي، سڀ گئس جا چلها منگا تي.“ سڄي زماني ڦيرو کاڌو آهي. حڪومت، برتن، کاڌو، پوشاڪ، زيور، ريتيون رسمون وغيره. ”واهہ ڙي دنيا تنهنجي گردش، سيني جي ويئي ورزش، سڀ ڪم ٺڙڪ ٺڳيءَ جي پرورش.“ ”ڪو پڳيءَ تي ڪو لڳيءَ تي.“

## ٣. کاڌو ۽ خوراڪ

اِنسان لاءِ کاڌو تمام ضروري آهي. سڄي شرير جي اڏاوت جو آڌار ۽ تندرستيءَ جو مدار کاڌي تي آهي. کاڌي پيتي کانسواءِ ماڻهو جي بہ نہ سگهي. چوڻي آهي تہ ”هڪ تندرستي هزار نعمت.“

کاڌو هميشهہ نيم سان ساتوڪي کائجي، جهڙو کاڌو کائبو، اهڙا ئي ويچار پئدا ٿيندا، چوڻہ ”جهڙو ان تهڙو من.“ سنڌ ۾ عام طرح کاڌو ٽن مهلن تي کائبو هو. صبح جو نيرن، ٻپهرن جو مانجهاندو يعني منجهند جي ماني ۽ رات جي روٽي. پر شاهوڪار يا مزور جنکي پورهئي ڪئي بک لڳندي هئي، شام جو بہ ڪجهہ نہ ڪجهہ کائي ناشتو ڪندا هئا. هندن ۽ مسلمانن جو گهڻو ڪري ساڳيو ئي کاڌو هوندو هو. پر مسلمان هندن کان ڪي گهٽ شيون کائيندا هئا. ويچارا غريب سادو ئي کاڌو کائيندا هئا. پر غريب ڏڻ وار تي منائي طعام کائيندا هئا. مسلمان کاڌي ۾ ويشنو ڪونہ هوندا هئا.

(١) نيرن- صبح جو نيرن تي ٻاجھر جي ماني، مکڻ ۽ ڏڌ کي سانداٽو به کائيندا هئا. ڪي جوئر جي ماني، لاڙ ۽ ماجر ۾ ڳاڙهن چانورن جي ماني کائيندا هئا. ٻارن جي لاءِ ڳاڙهن چانورن جي ڪچڙي مڱن پيل تيار ڪبي هئي، اُن ۾ مکڻ وجهي ٻارن کي ڏبي هئي، جا مزي سان کائيندا هئا. اُها ڪچڙي ڏاڍي سوادي ٿيندي هئي، اُنجي اڪراڻ ته تمام سوادي سيري جهڙي ٿيندي هئي. زماني انوسار نيرن تي ڪي سيئون ۽ ڪي پيهون به کائيندا هئا.

(٢) مانجهاندو يا منجهند جي ماني- منجهند جو ٻاجهر، جوئر، مکئي يا ڳاڙهن چانورن جي مانيءَ سان گڏ ماس آهاري ڇيلي جو گوشت يا پلو يا مڇي يا گانگٽن جو تيوڻ رڌي کائيندا هئا. ويشنو ساٻون ڀاڄيون جهڙوڪ اونهاري ۾ توريون، ڀينڊيون، ميها، گوار، لوٽڪ ۽ مريڙو رڌي روٽيءَ سان کائيندا هئا. توريون، ڀينڊيون ۽ ميها تري به کائيندا هئا. سياري ۾ پالڪ، گل گوبي، پن گوبي، گوگڙو، ڪچالو، سورڻ، مٽرن يا چڻن جي پلي، چانيي جا ڳنر، سرنهن، سوانجڙي جا گل، واڱڻ، پسي، پٽاٽي گجرون، پٽاٽا، سگيون وغيره رڌي مانيءَ سان کائيندا هئا. ڪي گوبي، ڪچالو، واڱڻ، پٽاٽا تري به کائيندا هئا. ٽماٽا، ساوا مرچ، سائو بصر، ساوا ڌاڻا ته سڄي سال ۾ ٿيندا هئا، اُهي مصالحي طور ڀاڄين ۾ پائيندا هئا. باقي ادرڪ ۽ سائو ڦودنو سياري ۾ ٿيندو هو جو به ڀاڄين ۾ وجهندا هئا. ليمو، دال ۽ ڪن ڀاڄين ۾ نپوڙي رس ڪڍي ڀاڄين ۾ پائي کائيندا هئا. ڀاڄيون ٻن نمونن ۾ تيار ڪبيون هيون. هڪ نمونو بصر جو داڳ پچائي اُن ۾ رڌبيون هيون، ٻيو ٿوم وغيره جو مصالحو تيار ڪري ڀاڄيءَ ۾ وجهي تر ۾ رکي سيئبيون هيون. بيسڻ ۾ مصالح وجهي وڙيون ناهي سُڪائي رکندا هئا ۽ پوءِ ڪنهن به وقت اُنجي ڀاڄي تيار ڪري سگهبي هئي. ڪي بروقت بيسڻ ۾ مصالح ملائي ٽڪيون ناهي تازيون ئي پاڻيءَ ۾ ٽهڪائي يا گيهه ۾ تري ڀاڄي رڌبي هئي. پڪوڙن جي به ڀاڄي ناهبي هئي. ٻهن جي موسم ۾ اُنهن جي ڀاڄي به تيار ڪبي هئي. مينهن جي موسم ۾ کُنڀ ۽ کُنڀيون نڪرنديون هيون، اُنهن جي ڀاڄي تيار ڪري کائبي هئي. آچار به ڪئين قسمن جا ناهبا هئا، جن کي سانداٽو به چئبو هو. جهڙوڪ اَنبڙيُون، ساوا مرچ، ليما، ڏنئرا، پُسي، سُوانجڙو، اَدرڪ، ڪچا ڦاروان، پٽاٽي گجرن جي آهوُري، بصر وغيره اهي به روٽيءَ سان گڏ کائبا هئا. اَنبن، صوُفن ۽ اَنورن جا مُربا تيار ڪبا هئا. چٽڻيون ڦودني يا ڪوتمير يا اَنبڙين، يا ٿوم وغيره ساوا مصالح وغيره وجهي ناهبيون هيون. تنهن کان پوءِ چيڙن جون ڪچريون ناهي سُڪائي رکبيون هيون. ڏونئرا سُڪائي رکبا هئا پوءِ ٻئي شيون ڪڏهن به تري کائبيون هيون. روٽيءَ سان گڏ ڏنئرو يا ولوڙيل ڏڌ جي لسي ڏينهن جي روٽيءَ سان کائبي هئي. رات جو روٽيءَ سان گڏ کير کائبو هو. ڪريلن جون ڪچريون، پٽاٽن جون چپس به ناهي سُڪائي رکبيون هيون، جي به تري کائبيون هيون. تنهن کان سواءِ مٽرن، ماهن ۽ مُڱن جو اَٽو يا رڳو مُڱن ۽ ماهن جو اَٽو، تنهن ۾ مصالح وجهي، پاپڙ ناهي رکبا هئا، جي مانيءَ مٿان کائي پاڻي پيئبو هو. ٻيسڻ جي ڪڙهي يا بصر جي ڪڙهي به ناهبي هئي. انبن جي ڏينهن ۾ روٽيءَ تي انب کائبا هئا. مريڙي جي ڀاڄيءَ ۾ گيهه وڌيڪ وجهبو هو ته ڀاڄي سوادي ٿيندي هئي. اُن لاءِ چوڻي نهي ويئي: ”ساڌو! مريڙو موچارو،



جنهن ۾ گيهه پوي جالارو.“ گوشت ۽ مڇي ته هر موسم ۾ ميسر هئي، باقي پلا اونهاري ۾ مرندا هئا. هن جا به قسم هئا. هڪ هو آنيارو، جنهن ۾ اندر به آنيون هونديون هيون ٻيو کيرو، جنهن ۾ اندر هڪ فوٽو نڪرندو هو، سو کائبو ڪونه هو. مُهاڻا درياهه مان پلا ماري مياڻ تي ڪٽي ايندا هئا. پلن جو ٺيڪيدار اُنهن جو معاوضو ڏيندو هو ۽ پلا سائين کي وڪڻبا هئا، جي ٽنگڙيري گهوڙن تي ڪٽي وجي ٻين شهرن ۾ وڪڻندا هئا. پلي کائڻ وارا چوندا هئا ته ”پلو سيري کان پلو، سيري ۾ نه ساءُ پلو گوڏا کوڙي کاءُ.“ پلو رڌي، سيئي يا تري کائيندا هئا ۽ پلي جو پلاهه ڪري کائيندا هئا. ڪي وري هينئن به چوندا هئا: ”جن کاڌا پلي جا پيتارا، تن جا هينئڙا ويچارا.“ پلو گرم هوندو هو، تنهنڪري ڏڌ جي لسي ضرور مٿان پيئندا هئا، جو ڏڌ جو تاثير ٿڌو آهي. ڪي چون: ”پلو آهي مَلو.“ ڏڌ جي لاءِ چوڻي آهي ته: ”گرمي ڇڏي جهڻ ڪنگر مان، سردي ڇڏي زر ڪنگر مان.“ سنه ١٩٣٢ع ۾ انگريزي حڪومت پراڻا واهه صفا بند ڪرائي، نوان واهه کوٽائي بئريج سسٽم چالو ڪئي. اُهي واهه سنڌو نديءَ مان سکر وٽان نڪرندا هئا. اُتي نديءَ جي تري ۾ پڪو بند ٻڌي مٿان پل ٺهرائي وچ ۾ ٦٦ دروازا لڳارايا هئا. اُنهن دروازن جي گهٽ وڌ کولڻ سان پاڻيءَ جو وهڪرو ريگيوليٽ ڪيو ويندو هو. سکر بئريج نڪرڻ کانپوءِ ڪٽڪ جهجهي انداز ۾ پوکبي هئي ته ماڻهن به ٻاجهر ۽ جوئر کائڻ گهٽائي ڪٽڪ مان ڦلڪا پچائي کائڻ شروع ڪيو. ڪٽڪ ٻن قسمن جي ٿيندي هئي، هڪ ديسي ٻي بوسي. بوسي ڪٽڪ سنڌو نديءَ جي ٻوڏ ڪري پاڻي چڙهي زمين ٻوڙي ڇڏيندو هو، پاڻي لهڻ تي اُن ريج واري زمين ۾ پوکبي هئي. سارين جي پوک به جام ٿيندي هئي، جنهن مان چانور نڪرندا هئا. اُهي به ٻن قسمن جا ٿيندا هئا هڪ سنڙيا ٻيا سگداسي. سنڙيا سادا هوندا هئا جي غريب کائيندا هئا ۽ سگداسي اوچا هوندا هئا جي شاهوڪار کائيندا هئا. چانور ڍوري ناري، لاڙڪاڻي ۽ لاڙ پٽن ۾ ٿيندا هئا. لاڙ ۾ ڳاڙها چانور به ٿيندا هئا. ماس آهاري ڪڏهن ڪڏهن شڪار ڪري هرڻ ۽ ڦاڙها ماري اُنهن جو ماس کائيندا هئا. تنهن کانسواءِ تتر ۽ تلور ۽ ٻين جي پکين جو شڪار ڪري اُنهن جو گوشت به کائيندا هئا. ڪڪڙ کائڻ ته عام ڳالهه هئي. لباڻا سِک جهنگلي سوئر (مرون) ماريندا هئا، جن جو ماس هندو ۽ پائيبند ۽ سِک ٻئي کائيندا هئا. سوئر مسلمانن لاءِ حرام آهي، اُهي ڪونه کائيندا هئا، جيئن ڳانءِ هندن لاءِ ماتا سمان آهي، تنهنڪري اُنهيءَ جو ماس نه کائيندا هئا، پر مسلمانن کي اُها حلال آهي. اِنڪري ڪو قسم کڻندو هو ته چوندو هو ته ”هندو ڳانءِ مسلمان سوئر.“ جيئن هندن لاءِ ڳانءِ حرام آهي تيئن مسلمانن لاءِ سوئر حرام آهي ته تيئن ڪوڙ ڳالهائڻ به حرام آهي. اڳ ڪُڪڙ جا آنا يعني بيضا هندو ڪونه کائيندا هئا پر انگريزي راڄ ۾ ماس آهاري هندو کائڻ لڳا. ڪي اُٻاري کائيندا هئا، ڪي تري آمليٽ ڪري کائيندا هئا.

(٣) ناشتو يا پويانڙي- ڪي شام جي وقت ناشتو ڪندا هئا. چڻا يا مٽر يا رانها يا چونئرا رڌي اُنهن جا ڪوهر کائيندا هئا يا ٻاجهر جي ماني ۽ پڪوڙا کائيندا هئا. انبن جي ڏينهن ۾ انبڙين ۽ بصر جي چٽڻي ڪُتي مانيءَ سان کائيندا هئا. چاليهي ۽ گرميءَ جي موسم ۾ روز ٿاڌل گهوٽي پيئندا هئا، اُن ۾ ڀنگ ڪانه وجهندا هئا. چانهه جو رواج ڪونه هو.

**(۴) رات جي روٽي** - رات جي روٽيءَ ۾ چانور ۽ دال، مٽرن يا مڱن يا چڻن جي تہ روز رڌيندا هئا. ڪنهن وقت مٿين پاڇين مان ڪابہ هڪ رڌيندا هئا. چيڙن جون ڪچريون بہ وقتي ترينداهئا. ڪي روٽيءَ سان کير کائيندا هئا تہ ڪي ڳُمهڻ مهل پيئندا هئا. عام طرح سڀ ڪنهن گهر ۾ ڳائيون ۽ مينهون ۽ ڪن وٽ ٻڪري هونديون هيون ۽ غريبن وٽ ورِي ٻڪريون هونديون هيون. مطلب تہ کير ۽ ڏڌ جي ڪمي ڪانہ هئي. ٻئي روز مانيءَ يا چانورن سان کائيندا يا پيئندا هئا. باقي جيڪو کير بچندو هو اُن ۾ سنباڻ وجهي ڄمائي رکندا هئا. صبوح جو ولوڙي مکڻ ڪڍندا هئا. ڪي ڏنئرو ڪي لسي ڪي مکڻ کائيندا هئا. جيڪو مکڻ گڏ ٿيندو هو اُن کي رِجائي گيهہ ڪري رکندا هئا. مسلمان هارِي مانِي مکڻ ۽ لسيءَ سان کائيندا هئا. چانور کير سان کائيندا هئا. ڪڏهن دال ۽ ٻيو ٻوڙ بہ ٺاهيندا هئا. گهڻو ڪري هندو سياري ۾ روٽيءَ جي مَٽ سَٽ ڪندا هئا جو ڏينهن جو چانور رڌيندا هئا ۽ رات جو مانِي پچائيندا هئا، سا کائيندا هئا. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ "چانور چائنٽ تائين، مانِي منجهند تائين" يعني چانور جلد هضم ٿِي ويندا هئا تہ بک جلد لڳندِي هئي ۽ مانِي دير سان هضم ٿيندِي هئي تہ بک بہ دير سان لڳندِي هئي. سنڌ ۾ سيڪو ماڻهو شڌ ۽ سچو گيهہ کائيندا هئا. فقط ڪي تيل ڇانيي جو ساڙي رکندا هئا جو پاڇين ۾ وجهندا هئا ۽ شيون تري کائيندا هئا. چوندا آهن تہ "تيل سڙِي ٿئي گيهہ ۽ گيهہ سڙِي ٿئي وِهہ." ڪي ماڻهو ديسي يا ولائتي شراب پيئندا هئا، پر زالون شراب ڪونہ پيئنديون هيون. سياري ۾ صبح جو ٻارن کي جوئر يا ڪڻڪ جِي رٻ رڌي پيئاريندا هئا يا ڪڻڪ جو پت رڌي ڪارائيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن وڏا بہ پت کائيندا هئا ۽ رٻ پيئندا هئا.

**سنڌِي کاڌو** - سنڌِي کاڌي جي تصوير  پسڻ وٽان آهي - ڪُني جو بيهہ، ٿئي جو ساڳ، دانگيءَ جي روٽي، ڪوڪ پلو، سيئل آنِي ۽ گوشت، ڦوٽي جو تيوڻ، پيهون، سيئون، سيرو، مالپڙا وغيره.

**(۵) مٺايون** - ڳوٺن ۽ ٻهراڙين ۾ گهڻو ڪري حلوائي ڪونہ هوندا هئا. زالون گهر ۾ ڪڻڪ جي اٽي يا مئدي جا ست پڙا، ٽڪيون ۽ چوٿا ٺاهي تري تيار ڪنديون هيون. اُنهن کي ڪُتري جانبڙو ۽ لاڏوا ٺاهي رکنديون هيون. بيسڻ ۽ ماهن جا لڏون بہ ٺاهينديون هيون. ڏونگهيون ڪُٽي ڏاڻن جو مغز ۽ ڳڙ وجهِي اوني يا وڙو ٺاهينديون هيون. وقتن تي اُهي شيون پيئون کائيبيون هيون. ڏڻ وار ٿيندو هو يا مهمان ايندو هو يا سيڻ سڄڻ ايندو هو تہ گهر ۾ هينيون شيون بہ تيار ڪنديون هيون. اٽي يا مئدي جو سيرو، ڪڻڪ جي ٻات جو ڳڙ پيل سيرو يعني ڏارو، مالپڙا، ڪڻڪ جي اٽي کي ڳوهي مُنيا ٺاهي تري ڪُٽي چورِي يا مانئنو، چوُرموُن، پيهون ۽ سيئون بہ ٺاهينديون هيون. دال پورِي بہ ڪنديون هيون. پلاهہ ٻن ٽن قسمن جا بہ تيار ڪنديون هيون. جهڙوڪ پلي جو پلاهہ، گوشت جو دم پخت يعني برياني، ڪيسر وارو زرد پلاءُ، پٽاٽن ۽ گوبيءَ جو پلاهہ، مصرِي پلاهہ، جنهن کي چاشنِي پلاهہ بہ چئبو هو. ٻيو باصرِي پلاهہ، ميهن جو پلاءُ، مٽر پلاهہ ۽ ڪنيين جو پلاهہ. ويشنو ويشنو-پلاهہ ئي کائيندا هئا. ڪڏهن پوريون پڪوڙا، ڪڏهن دال پڪوان ڪڏهن کيرڻي ٺاهيندا هئا. گيارس،



ست نارائڻ، ٻين ورتن ۽ سڳڙن ۾ ماس مڇي ڪونہ ورتائيندا هئا. چنڊ جي ڏينهن عام طرح ڳڙ جي تاهرِي يا ڪڻڪ جو ڳڙ پيل ڏارو يا کيرڻِي کائبي هئي. چوندا هئا تہ "تاهريءَ جو ترو، نڪو سور نڪو ٻرو." تاهريءَ جي اُڪراڻ سوادِي ٿيندِي هئي. ڏياريءَ جي رات سيڪو بازار مان حلواين کان مٺايون وٺِي اچِي گهر ۾ کائيندا هئا. گهر ۾ زالون پڳڙن جِي دال، ترن ۽ چانورن جي ڪرملن جون ڳڙ جي چاشنيءَ ۾ ڏاٽيون ٺاهينديون هيون. حلوائي هينيون مٺايون ٺاهيندا هئا: حلوو، ميسو، چاٻو، ٽڪيون، موٺيون، جمون، توشا، کيرپڙا، گيهر، جليبيون، نختي، لڏون، سون وَڙو، پلنگ ٽول، ستربينيون، ساٽا، موهن ٿال، خوراڪ، ڪرس، ماڪي ۽ گبيت وغيره. هوليءَ ۾ فقط گيهر آڻبا هئا، اُتراڻ ڏينهن تِرن جا بوٽيندا، ڳڙ جي چاش ۾ گهر ۾ ئي ٺاهبا هئا. سيڻ سڄڻ ايندو هو تہ ڪنهن مهل ڪا نہ ڪا مٺائِي حلوائيءَ کان آڻبي هئي. سياري ۾ خاص ڪري نيرن تي ٻاجهر جِي مانِي پچائي اُن ۾ ڳڙ ۽ تِرن جو تيل وجهِي ڪُٽي ٺاهي کائبي هئي. هيءَ سوادِي ۽ طاقتوارِي هئي ۽ گرم بہ هئي. اِنڪري سيءُ بہ گهٽ لڳندو هو. اڪثر ڪري سياري ۾ سچو گيهہ بہ وڌيڪ کائبو هو جو هضم بہ ٿي ويندو ۽ طاقت بہ ڏيندو هو. اُن لاءِ بہ چوڻيون آهن، هڪ تہ "جيڪي ڪري گيهہ سو نہ ڪري ماءُ ۽ پيءُ." ٻي تہ "اَن وڌائي اوجهرِي گيهہ وڌائي ڪوپرِي." سيڻ سڄڻ ۽ مهمانن لاءِ چڱا ۽ سٺا طعام تيار ڪبا هئا. مٺايون بہ ڪڏهن بازار مان آڻبيون هيون، ڪڏهن گهر ۾ ئي ٺاهبيون هيون. بہ ٽي پاڇيون ڪي رڌي ڪي تريل، مُربا آچار، چٽڻيون، پاپڙ وغيره کارائبا هئا. مطلب تہ سٺِي خاطرِي ڪئي ويندي هئي. چوڻِي آهي تہ "کان جي کاني مانيءَ مان ئي معلوم ٿي." اڳ چوندا هئا "دال روٽي ڪڏهن نہ کوٽي." پر زمانو بدلجندو ئي رهي ٿو، اهڙيءَ طرح کاڌي ۾ بہ مٽ سٽ ٿيندِي رهي ٿِي. سنڌين جو خاص کاڌي جون شيون سائي پاجِي، سنڌِي ڪڙهي، دال پڪوان، ڪوڪي ۽ پاپڙ هئا.

**(٦) ميوا** - سنڌ ۾ ميوا بہ ٿيندا هئا. ڪي سياري ۾ ڪي اونهاري ۾ ٿيندا هئا، ڪي ميوا سنڌ ۾ ٻاهران بہ ايندا هئا. ميوا موسم وار ٿيندا هئا ۽ کائبا بہ اُنهيءَ ريت هئا. ڪي ميوا نيراني کائبا يا نيرن وقت کائبا هئا، ڪي روٽيءَ سان کائبا هئا، ڪي شام جو کائبا هئا، ڪي ورِي روٽي کائي مٿان ميوو کائبو هو.

**(الف) تازا ميوا** - اونهاري ۾ ٻنين ۾ گدرا، چانهيون (هِنداڻا)، ريپڙيون، ونگا، ڪرٽ، بادرنگ ۽ چيڙ ٿيندا هئا. ٻيا ٿيندا هئا، ليار، ڪنڊي جون سنگريون، گيدوڙا نندا وڏا پڪا، گولاڙا ٻاڳيون، پيرون، ڪي ڇني، ڪي پٽي، ڪي روڙي، ڪي ڇاٽي، ڪي ڏوٽي هٿ ڪبا هئا ۽ کائبا هئا. مڪائيءَ جا سنگ رَڌي يا پچائي کائبا هئا. سياري ۾ ڇاپرو نندا ٻاڙها ٻير، ٻيا عام ٻير پيلا ساوا ٻاڙها، نم جو نموريون، کائبا هئا. پٽائي گجرون ۽ لاهورِي گجرون رَڌي يا سيرو ٺاهي کائبو هو. ڪمند ڇلي کائبو هو ۽ رس بہ پيئبو هو.

**باغن ۾** - باغن ۾ هينيان ميوا ٿيندا هئا. انب، جمون، زيتون، ڏاڙهون، ڦاروان، صوفي ٻير، صوف نندا وڏا، سيتاڦل، چڪون، ڪشمش، ٻاک کارِي، اَنجير، ڪيرول، توت، شهتوت، ناريل،

ڪجيون، ڪجين جا ڏونڪا، ڪجين جا آڏڻ، ڪاجا (مونگڦلي)، پپيها (ڪاٺ گدرا)، ڪيوڙا ديسي (ڪيلي جون قريون)، ناسپاتيون، نارنگيون، موسميون، مالٽا، گريپ فروٽ، اهي فروٽ بہ کائبا هئا. ٻنڍن ۾ ٿيندا هئا- پاٻوڙا، کُم، ڪوٽيون ۽ سنگهاڙا ۽ تري مان لوڙهہ ۽ لوڙهيون ڪڍي کائيندا هئا. سنڌ کان ٻاهران ايندا هئا- قنڌهاري ڏاڙهون، جن جا داڻا ڪجهہ وڏيرا ۽ ڳوڙهي گلابي رنگ جا هوندا هئا. ناڪا، ٻبوگوش، وڏا انگور، لِچيون، ولائتي پيلا ۽ ڳاڙها ڪيلا، وڏا بادام، زردالو، سردا، اناناس، ڪتل ۽ چوهارا- اهي دل سان کائبا هئا.

ٻين واهن ۽ تلائن ۾ پڻ ٿيندي هئي اُن جي ٻوراني گهر ۾ سيئي اُن ۾ گيهہ کنڊ ۽ سُڪو فروٽ وجهي تيار ڪبي هئي. ڏاڍي سوادي ٿيندي هئي ۽ دل سان کائبي هئي. جيڪا وڪري لاءِ ماڻهو ناهيندا هئا، ان ۾ کنڊ، گيهہ ۽ سُڪو فروٽ ڪونہ وجهندا هئا. تنهنڪري اها اهڙي سوادي ڪانہ ٿيندي هئي، پر کائڻ ۾ اها بہ چڱيري لڳندي هئي.

(ب) سُڪو ميوو- سنڌ ۾ وڏا ٻير ڏاڍي ۾ پُٽي ڪِليءَ ۾ ٽنگي چڏبا هئا ۽ وڪري وارا اِئين پٽ ۾ ڪپڙو وِڇائي اُن تي رکي سُڪائيندا هئا. سُڪڻ بعد اُنهن ٻيرن کي ڪوڪلا چئبو هو. جڏهن ٻيرن جي موسم نہ هوندي هئي، تڏهن اهي کائبا هئا. پاٻوڙن مان پيٽيون ڪڍي سُڪائبيون هيون. سي بہ پيون کائبيون هيون. چوهارا سُڪل هوندا هئا. مونگڦلي (ڪاجا) سُڪل هئا، سي بہ پيا کائبا هئا. ٻيا سُڪا ميوا قنڌهار ۽ ڪوئيٽا کان ايندا هئا. جهڙوڪ پستا، بادام، نيزا، سچا ڪاجا، زردالو، اکروٽ، ڪشمش، مَنڪا، ڊاک ڪاري، اَنجير وغيره اهي وقت تي کائبا هئا ۽ کي ميوا خوراڪ، حلوو وغيره ناهبو هو، اُن ۾ وجهبا هئا. کي فروٽ هندستان جي شهرن مان بہ ايندا هئا. ناريلن کي ڪل لاهي گوري کي بہ اڌ ڪري سُڪائبا هئا، انهن کي ڏونگهيون چئبو هو. ڏونگهيون ڪَٽي ۽ ان ۾ ڪتل جون ڪڪڙيون ڪڍي گڏي ڪٽي ان جا لڏون ناهي کائبا هئا. سوادي بہ هئا ۽ طاقت بہ ڏيندا هئا. ڏونگهيءَ جون تڙون ناهي سيري ۾ ۽ تاهريءَ ۾ وجهبيون هيون. جيڪي ٻاهر کان سُڪل ميوا ايندا هئا، سي مهانگا هوندا هئا. ان ڪري شاهوڪار ئي کائيندا هئا. غريبن جي نصيب ۾ لکيل ڪورلي هو. غريبن لاءِ ديسي ٻير سُڪل يعني ڪوڪلا ۽ ڪاجا (مونگڦلي) ئي غنيمت هئي.

ڪاڏو چو تو کائجي- ڪاڏو ايترو کائجي، جو هضم ٿي سگهي ۽ تندرست جيئرو رهي سگهجي. شيخ سعديءَ چيو آهي تہ- ”خوردن برائي زيستن، نہ زيستن برائي خوردن.“ يعني کائجي جيئري رهڻ لاءِ، نہ جيئجي کائڻ لاءِ.





:: باب ڏهون ::

# گرُوڪل، پاٺشالائون، مڪتب، اِسڪول، ڪاليج، تعليم، اخبارون ۽ ٻوليون

**١. گرُوڪل-** پراچين زماني ۾ چوڪرن کي جٽيو پائڻ کان پوءِ رشين جي گروڪلن ۾ سکيا ۽ وديا لاءِ چڏيو ويندو هو. رشين جا آستان اڪثر ڪري جهنگل ۾ هوندا هئا. جتي چوڪرن کي پاڙهي سکيا ڏيندا هئا، انهن کي گروڪل سڏيو ويندو هو. رشي سڀ آيل چوڪرا وٺي ڪنهن وڻ جي ڇانوَ ۾ پٽ تي ئي ويهندا هئا. سياري ۾ صبح جو ڪجهہ وقت اُس ۾ بہ ويهندا هئا. چوڪرا رشيءَ کي گروڪري سمجهندا ۽ مڃيندا هئا. رشي اُنهن کي سنسڪرت ۾ ڌرمي شاستر پاڙهيندو هو. هوُ اُهي سڀ چوڪرن کي ڪنٺ ڪرائيندو هو يعني برزبان ياد ڪرائيندو هو. ڇاڪاڻ تہ تنهن وقت ۾ لکڻ جي سامگري مُيَسر ڪانہ هوندي هئي. ڪي رشي شاستر وغيره ڀوج-پتر تي لکندا هئا. ڀوج-پتر هڪ وڻ جا پَن هوندا هئا، اُنهن تي لکندا هئا. پوءِ اُنهن تان چوڪرن کي پاڙهيندا هئا. پر گهڻو ڪري رشين کي سڀ ڪجهہ برزبان ياد هوندو هو. چوڪرا ٢٥ ورهين جي ڄمار تائين برهمچاري رهي وديا حاصل ڪندا هئا. رشي هنن کي ڌرمي، پنگتي، سماجي، گرهست، ڌنڌي ۽ وهنوار جي سڀ سکيا ڏيندا هئا. مريادا، ادب ۽ نئڙت سيکاريندا هئا. وديارٿي جڏهن پنهنجي سکيا پوري ڪندو هو تہ هوُ گروُ دکشڻا ڏيئي موڪلائي، پوءِ پنهنجي گهر مائٽن وٽ موٽي ايندو هو.

**٢. پاٺشالائون-** سمي گذرڻ بعد شهرن ۾ جاين ۾ پاٺشالائون کُليون، جن ۾ پنڊت ۽ شاستري چوڪرن کي سنسڪرت ۽ هندي سيکاريندا هئا. اُهي بہ ڌرمي شاسترن سان گڏ ٻين وشين تي بہ سمجهاڻيون ڏيئي پاڙهيندا هئا. جڏهن چوڪرا وديا پوري ڪندا هئا تہ پنڊت کي دکشڻا ڏيندا هئا. چوڪرا متئين طرح برهمچاري رهندا هئا. پاٺشالا ڇڏڻ کان پوءِ وڃي دنيوي ڪم ڪار کي لڳندا هئا. شادي ڪري گرهستي ٿي رهندا هئا. پنهنجن ڌنڌن ڌاڙين کي لڳي ويندا هئا. ان وقت ٿوري گهٽي لکڻ جي سامگري ٿي تہ سنڌيءَ ٻوليءَ جي لپي بہ ديوناگري لکندا هئا. وقت گذرندي پنڊتن کي پگهار ڏنو ويندو هو ۽ دکشڻا جي عيوض چوڪرا ڪجھ نہ ڪجھ فيءَ جي روپ ۾ ڏيندا هئا.

**٣. مڪتب-** هندن جي حڪومت کان پوءِ مسلمانن جو راڄ شروع ٿيو. جن چوڪرن کي تعليم ڏيارڻ لاءِ مڪتب کوليا، جن ۾ چوڪرن کي آخوند پاڙهيندو هو. مڪتبن ۾ هندن ۽ مسلمانن ٻنهي جا چوڪرا پڙهندا هئا. مسلمانن کي عربي ۽ پارسي پاڙهي ويندي هئي ۽ هندن کي فقط پارسي پاڙهي ويندي هئي. عربيءَ ۾ قرآن شريف لکيل هو، اُهو مسلمان چوڪرن کي پاڙهيو ويندو هو. پارسي هندو ۽ مسلمان چوڪرن کي پاڙهي ويندي هئي، اُن ۾ ڏوايو، ٽِوايو، ڪريما، گلستان ۽ بوستان ڪتاب پاڙهيا ويندا هئا. چوڪرا آخوند کي اُستاد ڪري چوندا هئا. چوڪرا آخوند کي ڪجھ نہ ڪجھ ڏيندا هئا.

**۴. اِسڪول - (الف) ورنيڪيولر اِسڪول (يعني سنڌي اِسڪول)**- مسلمانن جي آخرين حڪومت ميرن (ٽالپرن) جي هئي. سنہ ۱۸۴۳ع ۾ سنڌ تي ڪاه ڪري انگريزن ميرن کي جيتي راڄ هٿ ڪيو. انگريزن تعليم واسطي اسڪول برپا ڪيا ۽ اُنهن ۾ پاڙهڻ لاءِ ماستر مقرر ڪيا، جن کي پگهار انگريز سرڪار ڏيندي هئي. اسڪولن ۾ ٻولي سنڌي ۽ لپي ديوناگري هئي. سنہ ۱۷۷۲-۱۷۷۳ع ۾ ديوناگري لپيءَ ۾ ڇاپو گهرائي اسڪولي ڪتاب ڇپارايا ويا ۽ ٿورا اسڪول کوليا ويا، جن ۾ واڻڪي لپي بہ سيکاري ويندي هئي، پر تنهنجو خاطرخواه نتيجو نہ نڪتو.

هڪ انگريز مسٽر سربٽرو ايلس ڪمشنر جو رونيو اسسٽنٽ سنہ ۱۸۵۳ع ۾ سنڌيءَ لاءِ هڪ لپي تيار ڪئي، جنهن ۾ ڪجهہ عربي، ڪجهہ پارسي، ڪجهہ سنڌي اکر گڏي ڪل ۵۲ اکرن جي ٺاهيائين ۽ نالو رکيائينس عربي سنڌي لپي. پوءِ اسڪولن ۾ اُهائي لپي چالو ڪيائون. شاگردن سنڌي ٻولي ۽ عربي سنڌي لپيءَ ۾ ئي لکڻ شروع ڪيو. اسڪولن ۾ درسي ڪتاب پاڙهڻ لاءِ تيار ڪرايا ويا جي پاڙهيا ويندا هئا. پهرين ٻارن لاءِ ٻاراڻو درجو، پوءِ هڪ کان ست درجا مقرر ڪيا. ڇهون درجو پاس ڪرڻ بعد ستين درجي جو امتحان بمبئي پرڳڻي جي ''ورنيڪيولر فائينل ايگزمنيشن ڪاميٽي'' وٺندي هئي ۽ پاس شاگردن کي سرٽيفڪيٽ ڏيندي هئي. هرهڪ درجي لاءِ ڪتاب پهريون، ٻيو، ٽيون اهڙيءَ طرح ست ڪتاب هوندا هئا. اُن سان گڏ انگ، ڪوڙا، حساب، ٿوري جاگرافي ٽئين درجي تائين، چوٿين ۽ پنجين درجن ۾ حساب، جاگرافي تواريخ، سائنس (اروگيہ وگيان) ۽ گرامر (وياڪرڻ) پاڙهيا ويندا هئا. ڇهين ۽ ستين درجن ۾ جاميٽري ۽ ڏيهي حساب وڏيڪ سيکاريا ويندا هئا.

**(ب) ائنگلو وَرنيڪيولر اسڪول (يعني انگريزي سنڌي اسڪول A.V Schools)**- ڪجهہ ٽائيم گذرڻ بعد ڇوڪرن کي انگريزي پاڙهڻ جو اِرادو ڪيو ويو، جنهن لاءِ ائنگلو وَرنيڪيولر اسڪول کوليا ويا. جن ۴ درجا پاس ڪيا هوندا، اُنهن کي سنڌي پنجين درجي سان گڏ انگريزي پهرئين درجي ۾ داخل ڪيو ويندو هو. انگريزيءَ جا ست درجا مقرر ڪيائون. پهريون انگريزي تہ پنجون سنڌي، ٻيو انگريزي تہ ڇهون سنڌي، ٽيون انگريزي تہ ستون سنڌي پاڙهيندا هئا. چوٿين انگريزيءَ ۾ هڪ ٻي ٻولي ۽ سيکارڻ لاءِ ڪوڊ نهيل هو يا تہ سنسڪرت يا پارسي پڙهي. جيڪا بہ ٻنهي ٻولين مان وٺيس سا ڪٽي، اُهائي اُن کي سيکاري ۽ پاڙهي ويندي هئي. اُها ٻولي چوٿين انگريزي کان ستين تائين پاڙهي ويندي هئي. انگريزي ستين درجي پاس ڪرڻ لاءِ بمبئي سرڪار جو تعليم کاتو امتحان وٺندو هو، سڄي سنڌ جا ڇوڪرا امتحان ڏيندا هئا. رزلٽ نڪرڻ تي جيڪي ڇوڪرا پاس ٿيندا هئا، تن کي ''مئٽرڪيوليشن ايگزمنيشن'' جو سرٽيفڪيٽ ڏنو ويندو هو. اسڪولن ۾ وِهڻ لاءِ ماسترن لاءِ ڪرسيون، لکڻ لاءِ اڳيان ميزون ۽ ڇوڪرن جي وِهڻ لاءِ بينچ هوندا هئا. انگريزي اسڪولن ۾ بينچن جي اڳيان ڊيسڪ هوندا هئا، جن تي ڪاپي وغيره رکي لکبو هو. ساڌو هيرانند يونين ائڪيڊمي اسڪول حيدرآباد ۾ ۱۸۸۸ع ۾ کوليو جو پوءِ نولراءِ هيرانند ائڪيڊمي سڏبو هو.



**۵ - ڪاليج** - مئٽرڪيوليشن امتحان پاس ڪرڻ کانپوءِ ڇوڪرا ڪاليج ۾ پڙهندا هئا. اُتي پاڙهڻ لاءِ پروفيسر ۽ ليڪچرار هوندا هئا، اُنهن جي مٿان هيڊ پرنسيپال هوندو هو. اُنهن جي وهڻ لاءِ ڪرسيون ۽ لکڻ لاءِ اڳيان ميزون هونديون هيون. ڇوڪرن جي وِهڻ لاءِ ڊيسڪون هونديون هيون، جنهن ۾ وِهڻ لاءِ بينچ ۽ اڳيان لکڻ لاءِ تختو فِٽ ٿيل هوندو هو جو ميز جو ڪم ڏيندو هو. ڪاليج ۾ ڌار ڌار وشيہ يعني سبجيڪٽ (Subjects) هوندا هئا، جهڙوڪ آرٽس (Arts)، ڪامرس (Commerce) ۽ سائنس (Science) جيڪو جنهن کي وڻي اُهو وشيہ ڪٽي. پڙهندڙن ۾ پهرئين سال واري کي (F.A)، ٻيو سال پاس ڪرڻ واري کي (Intermediate)، ٽي واري کي (Junior)، چوٿين سال پاس واري کي (Senior) چيو ويندو هو. چوٿين سال پاس ڪرڻ واري کي هر سبجيڪٽ جي حساب سان .B.A يا .B.Com يا .B.Sc جي ڊگري ملندي هئي. اُن بعد M.Sc. - M.Com. - M.A جون ڊگريون ملنديون هيون. اِنجنيري پاس ڪيائين تہ B.E اُن بعد M.E جون ڊگريون ملنديون هيون. ڊاڪٽري ڪورس پاس ڪرڻ سان L.C.P.S جي ڊگري ملندي هئي جا ڊگري ڪڍي ڇڏيائون، M.B.B.S ڪيائون جا ملندي هئي. اُن بعد M.D جي ڊگري هئي. وڪالت پاس ڪرڻ تي LL.B جي ڊگري ملندي هئي. ڪو ڪنهن بہ وشيہ (Subject) تي کوجنا ڪري نئين ڳالهہ جي ٿيسز (Thesis) لکي پاس ڪري تہ اُن کي (Ph.D) يعني ڊاڪٽر جي ڊگري ملندي هئي. اهڙيءَ طرح ڌار ڌار ڪم لاءِ ڌار ڌار ڊگريون هونديون هيون.

**٦ - سنڌ ۾ ڪاليج** - سنڌ ۾ انگريزن جي حڪومت ۾ هيٺيان ڪاليج کُليا-

(۱) ڪراچيءَ ۾ - پهرين سنڌ آرٽس ڪاليج ۱۷ جنوري ۱۸۸۷ع ۾ شروع ٿيو پوءِ نالو بدلائي ڏيارام ڄيٺمل ڪاليج (D.J. Sind College) ۱۸۹۱ع ۾ قائم ٿيو.

(۲) حيدرآباد ۾ - پهريائين نئشنل ڪاليج ۱۹۱۷ع ۾ کليو پوءِ نالو بدلائي ڏيارام گدومل ڪاليج D.G. College رکيو ۽ ڊگري ڪاليج ٿيو.

(۳) شڪارپور ۾ - سيٺلداس ۽ ڇيلاسنگهہ ڪاليج S.C. College ۱۷ جون ۱۹۳۲ع ۾ کليو.

(۴) حيدرآباد ۾ - ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج - ٽيچرس لاءِ.

(۵) حيدرآباد ۾ - ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج - اسڪول ماسترن لاءِ.

(٦) حيدرآباد ۾ - وئدڪ دوائن جو ڪاليج - وئيدن لاءِ.

(۷) امرڪوٽ ۾ - سنسڪرت وديالیہ. اهڙيءَ طرح ڪاليج هئا.

**۷ - هندن جون لپيون** - **(الف) هٽ واڻڪي سنڌي لپي** - ٻولي ايشوري ڏات آهي. لپي بہ مول تت ۾ ايشوري ڏات آهي، باقي اُنجو روپ ماڻهوءَ جي ٻڌيءَ جو ڦل آهي. لپي ڀاشا جو شرير آهي ۽ ڀاشا اُن جي آتما. لپي ماڻهو جاتيءَ جي اُتم اوستا جو سوچڪ آهي. لپيءَ جو هئڻ اُتم اُنتيءَ جو اُهڃاڻ آهي. لپيءَ جي مهانتا فقط اِن ۾ آهي تہ ''جيڪي چئجي يا ڳالهائجي، اُئين ئي لکجي ۽ جيڪي جيئن لکجي تيئن ئي هوبهو شد ۽ صحيح پڙهيو وڃڻ گهرجي.'' اِها مهانتا دنيا جي ڪنهن بہ لپي (رسم الخط) ۾ توهان کي نظر ڪانہ ايندي، سواءِ برهمي لپيءَ جي، جنهن

جو موجوده روپ هنديِ ديوناگريِ لپيِ آهي. جنهن مان ئي انيڪ ٻيون روپ بدلائي جڙيون آهن.

هٽائي، هٽ واڻڪا، هندو سنڌيِ، واڻڪي لپي، اِهي اُن جا چارئي نالا آهن، جي ان طرح مول براهمي لپيءَ جو وڪرت روپ آهي. هيءَ لپي ته بلڪل براهمي ڍنگ ۽ شد ماترائن سان لکي ويندي هئي. ١٩ صديءَ تائين هٽ واڻڪا اکر شد براهمي (ديوناگريِ) ۾ لکيا ويندا هئا. ايتري قدر جو اسڪولن جا سنڌيِ درسي ڪتاب به اُن هندو سنڌيِ، هٽائيءَ ۾ ڇپيا ۽ پڙهايا ويندا هئا. بمبئي سرڪار جي لئبرريءَ ۾ اُهي ٽيڪسٽ بوڪ اڃا به موجود هوندا. عربي لپيءَ نهڻ بعد هٽائي اکرن مان ماترائن جو پريوگ آهستي آهستي ڇڏي ڏنو. سڀ موٽا اکر يا ٻُٽا اکر سڌڄڻ ۾ آيا. سنڌي هندو ڪروڙن جا ڏنڊا ڪندا هئا ۽ پنهنجون وَهيون اُنهن اکرن ۾ لکندا هئا ۽ هُنڊيون به اُن لپيءَ ۾ لکندا هئا، پر ڪڏهن به پائيءَ جو فرق نه ٿيو، حساب ڪتاب ۾ ڪڏهن به پل چوڪ ڪانه ٿي. مٿن مائٽن کي چِنيون اُن لپيءَ ۾ ئي لکندا هئا. شڪارپور جي هٽائي اکرن جيِ لپيِ ٻين ضلعن ۾ جهڙوڪ دادو، لاڙڪاڻو، حيدرآباد، نواب شاه جي گڏيل لپيءَ ۾ به فرق هوندو هو. چون ٿا ته اُن لپيءَ جا ڪل ١٧ نمونا هئا جو هرهڪ نموني ۾ ڪي نه ڪي اکر ڦريل هوندا هئا. واپاريِ بنديون هٽائي اکرن ۾ لکيل اِنڪم ٽئڪس ڪاتي ۾ پيش ڪندا هئا ۽ آفيسر شڪايت نه ڪندا هئا ۽ اُنهيءَ لپيءَ ۾ لکيل بنديون جاچيندا هئا. هن لپيءَ ۾ ڪل ٤٠ اکر هئا، ماترائون جيڪي هنديءَ جي نموني هيون، سي ڇڏي ڏنائون. ته به بنا ماترائن جي پڙهي سگهبيون هيون. وري سِکڻ ۾ به تمام سولي آهي. اُنجا انگ جيڪي هئا سي به اکرن مان نڪتل هئا. جيئن هڪ جڃي وانگر، ٻه ددي وانگر، ٽي ڪڪي وانگر، چار ڪکي وانگر، پنج پپي وانگر اهڙيءَ طرح هئا. هن جهڙِي سولي لپي دنيا ۾ ٻي ڪابه ٻولي ڪانهي. هٽائي اکرن جي برڪت سان اسانجا سنڌ ورقي ڏيساورن مان ماڻڪ موتي هُنڊين جي ڪرامت سان آڻيندا هئا. هٽائي اکر سنڌيِءَ جي شارٽ هئنڊ آهي.

(ب) سنڌيِ ڪتريِ لپيِ - سنڌيِ برهم ڪترين جي لکڻ لاءِ هڪ الڳ لپيِ هئي، جنهن کي سنڌيِ ڪتريِ لپيِ ڪونبو هو. هن لپيءَ جا اکر گهڻي ڀاڱي هٽ واڻڪي سنڌيِ لپيءَ سان مشابهت رکندڙ هئا ۽ ڪي ٿورا اکر هنديِ ديوناگريِ لپيءَ جي اکرن جهڙا هئا. هن ٻوليءَ جون ماترائون ساڳيون هندي ديوناگري جهڙيون هيون. هن لپيءَ ۾ ڪل ٤٠ اکر هئا. هن جا انگ هن لپيءَ جي اکر مان ئي نڪتل هئا. جيئن هٽ واڻڪي لپيءَ جا انگ ورتل آهن. هيءَ لپِي ڪاٻي ڪان ساڄي لکي ويندِي هئي. ڏيري ڏيري هٽ واڻڪي لپيءَ وانگر هن لپيءَ لکندڙن به ماترائون ڏيڻ ڇڏي ڏنيون. ڪي جزوي ماترائون ڏيندا هئا. هن لپيءَ ۾ لکيل ڪتاب مون يعني ليکڪ ننڍي هوندي پڳت ڪيمي وٽ ڏٺا هئا جو هوُ هيءَ لپِي ئي لکڻ ۾ ڪتب آڻيندو هو. سرڳواس ٿيڻ کان ٿورو وقت اڳ ڪيمي پڳت سندس هٿ جا لکيل ٤ ڪتاب سنڌيِ ڪتريِ لپيءَ ۾ لکيل ٽنڊي فضل جي ڪنب ٽلاءَ ۾ اُڇلي ٻوڙي ڇڏيا. هن وقت هيءَ لپِي عدم پئدا آهي جڻ الوپ ٿي ويئي.

٨ - ديوناگريِ لپيِ ۽ سنڌيِ ٻولي - اصل سنڌيءَ ٻوليءَ جي ڪا مقرر لپيِ ڪانه هئي. ڪي هٽ واڻڪي لپيءَ ۾ لکندا هئا، ڪي ديوناگريِ لپيءَ يعني شاستري لپيءَ يا هنديِ لپيءَ ۾ لکندا



هئا. اصل ڪتابن جو پتو ئي ڪونهي ته ڪهڙيءَ لپيءَ ۾ لکيل هئا جو مسلمان سنڌ تي ڪاهون ڪندي اُنهن جون لئبرريون ۽ پستڪ جلائي ڇڏيا. مسلمانن جي اچڻ بعد سچيِ لکپڙه پارسيءَ ٻوليءَ ۽ لپيءَ ۾ ٿيندِي هئي. پر هندو مٿيون ٻئي لپيون يعني (١) هٽ واڻڪي (٢) ديوناگريِ چالو رکندا آيا. پوءِ انگريزن جي حڪومت ۾ هنن نئين لپِي تيار ڪرائي، جنهن اصل سنڌيِ اکر، ڪي عربي ۽ پارسيِ اکر گڏي ٥٢ اکرن جيِ الف-بي تيار ڪرائِي، جنهن کي عربيِ سنڌيِ لپِي سڏيو ويو ٿو، جا ١٨٥٣ع کان چالو ٿِي ۽ سرڪاري دفترن ۾ به اُهائي لپِي لکِي ويندِي هئي، جا اڃا تائين چالو آهي. ٥٢ اُچارن ڪري سِيني ٻولين جا اُچار ڪري سگهجن ٿا ۽ ٻيون ٻوليون جلد سِکيِ وڃڻ ۾ اچن ٿيون.

٩ - لِکڻ جا ساڌن - ٻاراٽي ۾ ڪاٺ جيِ ڦرهيِ (پَٽِي) جا ميٽ سان ميساري اُن آليءَ پٽيءَ تي ماستر ڪِلڪ (قلم) سان اکر لکندو هو ته نشان ٿِي ويندا هئا. سُڪڻ بعد ڇوڪرا اُن تي سَرَ جي ڪاني جي ڪِلڪ سان ڪاريِ مس ۾ ٻوڙي اُنهن نشانن تي اِندا پريندا هئا. سَر جي ڪاني کي ڪپ سان گهڙي ڇهنب ڪڍِي قط ڏبو هو ۽ ڪاريِ مس جي ڪُپڙيءَ ۾ سٽيءَ جو نائو وجهبو هو ته نه سُڪي نه ڇِديِ ٿئي، نڪِي هارجي. سنڌِي مٿين درجن ۾ مشق لکبي هئي، جيئن اکر سُڌرن ۽ سٺا ٿين. هرهڪ مشق جي صفحي تي ماستر هڪ مٿين سٽ لکِي ڏيندو هو، هيٺان جيڪي پنج ست سٽون هونديون هيون، سي شاگرد ڪاريِ مس ۽ قلم سان ساڳيون اهڙيون سٽون هڪ ٻئي جي هيٺان لکندا هئا. صورتخطي ۽ حساب سليٽ تي جيڪا پٿر جي هونديِ هئي، چوطرف ڪاٺ جو فريم لڳل هوندو هوس، پين سان لکبو هو. مٿين درجن ۾ ماستر ڪي اِسم جاگرافي يا تواريخ جا لکائيندو هو سي اڇين ڪاپين تي پينسل سان لکبا هئا. انگريزي اسڪولن ۾ وري بلو مس شروع ٿي. لوه جي اسٽيل اُن ۾ اڳيان نِب پائبو هو ۽ پٺيان ڪاٺ جو ڳن هوندو هوس. ڪاپين تي اسٽيل بلو مس مان ٻوڙي لکبو هو.

ڪاليجن ۾ وري بلو مس ۽ اسٽيل سان گڏ اِنڊپين (Fountain Pen) شروع ٿي. جنهن اندر نليءَ ۾ مس ڀري ڇڏبي هئي ۽ اُن سان لکبو هو. مس ۾ ٻوڙڻ جو ضرور ڪونه هو. جڏهن پين مان مس ختم ٿي ويندي هئي ته اُن ۾ وري ٻي مس ڀربِي هئي، جي نِب گسيِ خراب ٿي پيو يا ڀڄيِ پيو ته اُن ۾ ٻيو نِب وجهبو هو.

١٠ - تعليم ۽ سِکيا - جهوني وقت ۾ رشي تمام سني وديا پڙهائيندا هئا. تڏهن سنسڪرت ٻولِي هلنديِ هئي. هندن جا سڀ شاستر اُن ٻوليءَ ۾ هئا جي پڙهايا ويندا هئا. اُهي سڀ رشين کي بر-زبان ياد هوندا هئا، جو اڳ نه ڇپجڻ جون پريسون هيون، نه ڪي ڇپيل ڪتاب هئا. ڪي رشيِ ڀوج پترن تي لکندا هئا، اُهي هڪ وڻ جا پن هوندا هئا، اُهي نه رڳو هندو ڌرم جيِ سِکيا ڏيندا هئا پر اُن سان گڏ ڀوگول يعني جاگرافي، اِتهاس يعني تواريخ، وياڪرڻ يعني گرامر، نجومت جوتش، آيرويدڪ دوائون يعني حڪمت ۽ طبابت، سماجيِ ۽ پنگتي ڳالهيون، رواج هندو نيتيون ريتيون وغيره وغيره سڀ سيکاريندا هئا. جيئن سنسار ۾ ڌرم جي پالنا ڪري سگهي، گرهستي

جيئن سني نموني گذاري سگهي، واپار ڌنڌي ۾ ڪاميابي حاصل ڪري سگهي ۽ ڪٽنب جي پوري سنڀال ۽ پالنا ڪري سگهي. سمي گذرڻ تي پاٺشالون کُليون ۽ پنڊتن به رشين جي اُصولن، نيمن ۽ نمونن جي پالنا ڪئي جا سني سِکيا ڏيندا هئا. وري مسلمانن جي حڪومت شروع ٿي، جنهن ۾ هندن کي تعليم جون سهوليتون نه هيون، اِنڪري ايتري وديا حاصل ڪري نه سگهندا هئا. مڪتبن ۾ آخوند پارسي پاڙهيندا هئا جا پڙهي، عربن، ارغونن، سومرن، سمن، ڪلهوڙن ۽ ميرن جي نوڪري حاصل ڪري سگهندا هئا.

انگريزن جي حڪومت سنڌي ٻولي ۽ عربي سنڌي لپيءَ ۾ تعليم ڏياري جا سرڪاري ٻولي به هئي. اُن سان گڏ انگريزي به پاڙهي ويندي هئي، جا پڙهي سرڪاري نوڪري ڪندا هئا. جهڙوڪ ڊاڪٽر، اِنجنير، وڪيل، سائنسدان. پنهنجو ڌنڌو به ڪري سگهندا هئا. سنڌيءَ ۾ حڪومتن جي ڪري اُن ۾ ڪيترائي لفظ عربي، پارسي ۽ انگريزي ملي ويا ۽ ڪي پراڻا سنڌي لفظ غائب ٿي ويا. تنهن هوندي به ڳوٺن ۽ ٻهراڙن ۾ پراڻي سنڌي ٻولي ڳالهائي ويندي هئي، اُنهن تي ايترو اثر نه پيو جيترو شهرن ۾ ٻوليءَ تي اثر پيو. هندن وديا ۾ واڌارو ڪيو پر مسلمانن ايتري ترقي ڪا نه ڪئي. علم جي آڌار تي ڪيترائي ليکڪ ۽ شاعر پيدا ٿيا، جن جو ذڪر اڳتي ڪيو ويندو.

**۱۱ - مسلمانن جي تعليم ميرن جي راڄ ۾**- ميرن جي راڄ ۾ مسلمانن جي تعليم لاءِ آخوند مڪتبن ۾ عربي پاڙهيندا هئا، جي پهريائين قران شريف پاڙهيندا هئا. اُهو اڪثر ڇهن مهنن ۾ لس پڙهي ويندا هئا. اُن بعد سنڌي به پاڙهيندا هئا. (۱) نورنامو عبدالرحمان جو لکيل (۲) تفسير تي مخدوم هاشم جا ڪتاب (۳) نثر ۽ نظم ۾ ٻاراڻيون آکاڻيون پاڙهيندا هئا. عام طور پر حڪايت الصالحين پاڙهيندا هئا، جا هڪ سنڌي مُلي عبدالحڪيم عربيءَ تان ورتي هئي، جنهن ۾ اڳئين زماني جي مشهور زاهدن ۽ عابدن جون ڳالهيون هيون، ٻيو لاڏاڻو ۽ معراج نامو اسمائيل جو لکيل پاڙهيندا هئا، پوءِ پارسي پاڙهيندا هئا. لغتون، ڏوايو، ٽوايو، چشم چراغ، ڪريما، گلستان بوستان وغيره پاڙهيندا هئا. وڌيڪ پڙهڻ لاءِ مدرسا هوندا هئا، اُن وقت اهڙا ٦ مدرسا هئا-

(۱) سيوهڻ (۲)ترپٽ (سيوهڻ ويجهو) (۳) ڪودرا (سيوهڻ جي اُتر ۾) (۴) متلوي يعني مٽياري (۵) موهر يا ولهاري (عمر ڪوٽ جي ويجهو) (۶) چوٽياري (ناري تي). مدرسا وقف تي هلندا هئا. ٽالپر هر مدرسي کي گهرج آهر ڪا ماهوار اِمداد ڏيندا هئا. مدرسي ۾ حرف ونحو، منطق، فقه، تفسير، حديث، علم فصاحت، مناظره، عروض، طب، رمل، نجوم ۽ جفر جو علم پاڙهيندا هئا.

**۱۲ - انگريزن جي حڪومت ۾ تعليم** - انگريزن جي ٽائيم ۾ سنڌي ٻولي عربي سنڌيءَ لپيءَ ۾ لکندا پڙهندا هئا ۽ انگريزي تعليم به پڙهي اِيپاس ڪندا هئا، پوءِ ڪي سرڪاري نوڪري ڪندا هئا ۽ ڪي پنهنجو ڌنڌو ڪندا هئا. پر هندن جي ڀيٽ ۾ مسلمان گهٽ پڙهندا هئا. سن ۱۸۳۶ع، ۱۸۵۰ع ۽ ۱۸۵۶ع ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ هاءِ اسڪول شروع ٿيا. ۱۸۶۴ع ڌاري سنڌ ۾ مڙيئي ۲ هاءِ اسڪول، ۳ مڊل اسڪول، ۵۶ ورنيڪيولر اسڪول ۽ هڪ ٽريننگ ڪاليج هئا.



سيني اسڪولن ۾ ۲۲۴۰ شاگرد هئا. مسٽر جيڪب ايڊيوڪيشنل اِنسپيڪٽر ۱۸۸۸ع ۾ آيو. هن ڪوشش ورتي جو ۱۸۹۵ع ۾ مري ويو. هنن جي ڏينهن ۾ چڱو واڌارو ٿيو، اُن وقت اسڪولن جو تعداد ۳۷۵ مان وڌي ۱۶۱۶ ٿيو ۽ پڙهندڙن جو تعداد ۲۲۱۵۹ مان وڌي ۶۲۵۹۵ ٿيو.

**۱۳ - تعليمي ميدان ۾ پهريان سنڌي**- علم جي کيتر ۾ هينين سنڌين پهرين پنهنجو نالو ڪمايو:

(۱) شري آلومل ٽيڪمداس پهريون سنڌي هو، جنهن بمبئيءَ مان B.A پاس ڪئي، انگريزن هن جو قدر ڪري ”راءِ بهادر“ جو خطاب ڏنو.

(۲) شري چوهڙمل ڪندن مل پنجابي پهريون سنڌي هو جنهن مئٽرڪ ۱۸۶۳ع ۾ B.A. ۱۸۶۵ع ۾ پاس ڪئي. B.A. ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ فرسٽ آيو ۽ گريجيوئيٽ ٿيو.

(۳) شري پريتمداس پرسومل چندناڻي پهريون سنڌي هو، جنهن (L.C.E) اِنجنيرئنگ ۾ گرئجيوئيشن ۱۸۷۵ع ۾ ڪئي ۽ يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آيو.

(۴) شري ڏيارام گدومل شهاڻي پهريون سنڌي هو، جنهن LL.B ۱۸۸۲ع ۾ پاس ڪئي.

(۵) ڊاڪٽر تاراچند جئرامداس واڌواڻي پهريون سنڌي هو، جنهن (L.M & S) ۱۸۸۵ع ۾ پاس ڪري پهريون ڊاڪٽر ٿيو.

(۶) شري تاراچند جئرامداس واڌواڻي پهريون سنڌي هو، جنهن سائنس گرئجوئيشن L.M.Sc ۱۸۸۶ع ۾ پاس ڪئي.

(۷) شري ٿهلرام کيمچند وزيراڻي پهريون سنڌي هو، جنهن L.L.B ۱۸۸۶ع ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪئي.

(۸) شري ڏيارام جيٺمل عالمچنداڻي پهريون سنڌي هو، جنهن ڪراچيءَ ۾ ڊي-جي- سنڌ ڪاليج ۱۸۸۷ع ۾ قائم ڪيو.

(۹) شري موتيرام شوقيرام آڏواڻي پهريون سنڌي هو جنهن ۱۸۸۸ع ۾ M.A. پاس ڪئي ۽ بار ائٽ لاءِ امتحان انگلنڊ ۾ پاس ڪيو ۽ پهريون بئرسٽر بڻيو.

(۱۰) شري صاحب سنگهه چندنسنگهه شهاڻي ٻيو سنڌي هو، جنهن ۱۸۹۱ع ۾ M.A. پاس ڪئي ۽ پهريون پوسٽ گرئجيوئيٽ هو.

(۱۱) شري پوچسنگهه گروڊنه مل پهلاجاڻي هو، جنهن ۱۸۹۲ع ۾ B.Sc. پاس ڪئي ۽ پهريون سائنس گرئجيوئيٽ ٿيو.

(۱۲) شري حشمتراءِ ليکراج چپلاڻي پهريون سنڌي هو جو مئٽرڪ ۾ ۱۹۰۵ع ۾ پهريون نمبر پاس ٿيو.

(۱۳) شري نارائڻ بالچند ٻناڻي پهريون سنڌي هو M.A. Mathamatic ۱۹۰۶ع ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ نمبر آيو.

(۱۴) شري هيرانند خوشيرام ڪرپلاڻي پهريون سنڌي هو، جنهن I.C.S. ۱۹۰۹ع ۾ پهريون نمبر آيو.

(۱۵) شري جمتراءِ (جميعتراءِ) وشنداس لڪاڻي پهريون سنڌي هو، جنهن .M.Sc ۱۹۱۶ع ۾ پاس ڪئي ۽ .M.Mc ڊسٽنڪشن سان فرسٽ ڪلاس سان پاس ڪئي.

(۱۶) شري لالسنگهه هزاري سنگهه اجواڻي پهريون سنڌي هو، جنهن .B.A انگريزي ۱۹۱۹ع ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪئي.

(۱۷) ڪماري رُڪي صاحبسنگهه شهاڻي (پوءِ شريمتي رُڪي سهجرام گدواڻي) پهرين سنڌي اِستري هئي، جنهن .B.A ۱۹۲۰ع ۾ پاس ڪئي.

(۱۸) ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي پهريون سنڌي هو، جنهن ڊاڪٽر آف فلاسافي جي ڊگري يعني .Ph.D ۱۹۲۸ع ۾ حاصل ڪئي، جنهن شاهه جو رسالو ٽن جلدن ۾ لکي ڇپايو.

(۱۹) ڪماري جمنا صاحبسنگهه شهاڻي (پوءِ شريمتي جمنا پي. گدواڻي) پهرين سنڌي استري هئي، جنهن .L.L.B ۱۹۲۸ع ۾ پاس ڪئي.

(۲۰) مِس ٽاڪري وليرام لڪاڻي پهرين سنڌي اِستري هئي، جنهن .M.A ۱۹۲۹ع ۾ پاس ڪئي.

(۲۱) شري وينسي مل ڊيٽارام ٽانواڻي پهريون سنڌي هو، جنهن .B.A امتحان ۾ حسابن ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ ۱۹۳۰ع ۾ حاصل ڪيو ۽ ۱۹۳۳ع ۾ ورانگلر ڪان ڪئمبرج يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آيو.

(۲۲) شري مينارام ٽوپڏاس ماڪيجا پهريون سنڌي هو، جنهن .M.A ۱۹۳۲ع ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيو.

(۲۳) شري ديو هاسومل ڀوراڻي پهريون سنڌي هو، جنهن .B.A ۾ اِتهاس ۽ ايڪانامِڪس ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ ۱۹۳۳ع ۾ حاصل ڪيو.

(۲۴) شري نيڻومل شيوارام پارداساڻي پهريون سنڌي هو، جنهن .M.A ۾ ايڪانامِڪس ۱۹۳۴ع ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ حاصل ڪيو.

(۲۵) گلي آسارام ڇبلاڻي پهرين سنڌي استري هئي جنهن ۱۹۳۶ع ۾ .M.Sc پاس ڪئي.

(۲۶) شري پريتمداس آسومل چندناڻي Matric ۾ پهريون نمبر آيو ۽ پهريون سنڌي (هندستاني) هو جو انگريزن جي (.I.I.S) اِنڊين امپيريل سروِس (راجائي شيوا) ۾ ڀرتي ڪيو ويو. ۽ پهريون سنڌي انجنيئر (L.C.E) ۱۹۵۷ع ۾ ٿيو.

(۲۷) شري ديو لکميچند ڪاڪا پهريون سنڌي هو، جنهن .M.A جي پرشن وشئه ۾ ۱۹۴۰ع ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ ۾ آيو.

(۲۸) شري سوڍا تاراچند تلسيداس ڪراچي ڪاليج جو پهريون وديارٿي ۽ پهريون سنڌي هو، جنهن (.I.C.S) اِنڊين سوِل سروِس پاس ڪيو پر عهدو نه ماڻيو.

(۲۹) شري هرومل ايسرداس سدارنگاڻي پهريون سنڌي هو جنهن فلاسافيءَ ڊاڪٽر (.Ph.D) جون ٻه ڊگريون حاصل ڪيون. پهرين ڊگري ۱۹۴۶ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان هٿ ڪئي ۽ ٻي ڊگري ۱۹۵۶ع ۾ ايران جي طهران يونيورسٽيءَ مان هٿ ڪئي.



(۳۰) شمس العلماءُ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پهريون سنڌي مسلمان هو جنهن ڊاڪٽر آف فلاسافي (.Ph.D) پاس ڪئي.

(۳۱) ديوان ڏيارام گدومل شهاڻي -
(۳۲) ديوان ٿانورداس ليلارام واسواڻي -
(۳۳) لالسنگهه هزاري سنگهه اجواڻي -
} ۱۹۴۷ع کان اڳ بمبئيءَ يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي امتحان ۾ هي ٽيئي پهريون نمبر آيا ۽ (Ellis Prize) ايلس پرائيز اِنعام کٽيو.

**۱۴ ـ اِنڊين سِوِل سروِس (.I.C.S)** - انگريزن جي حڪومت ۾ هندستانين لاءِ نوڪريءَ واسطي وڏي ۾ وڏو اِمتحان اِنڊين سِوِل سَروس (.I.C.S) هو. جنهنجي سڪيا اِنگلنڊ جي لنڊن شهر ۾ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ۾ ڏني ويندي هئي. ان اِمتحان ۾ هيٺيان سنڌي پاس ٿيا ۽ ڪي ٽاڪيا ويا ۽ ڪي ڪنيا ويا-

۱. شري هيرانند خوشيرام ڪرپلاڻي جو پهريون سنڌي هو .I.C.S اِمتحان پاس ڪيو.
۲. شري سوڍا تاراچند تلسيداس .I.C.S اِمتحان پاس ڪيو، پر عهدو نه ماڻيو.
۳. شري نيڻومل پوهومل ٽنڌاڻي .I.C.S اِمتحان پاس ڪيو.
۴. شري هاسومل بهارمل شوداساڻي .I.C.S اِمتحان پاس ڪيو.
۵. شري سنتداس خوشيرام ڪرپلاڻي .I.C.S اِمتحان پاس ڪيو.
۶. شري ڪيولرام لالچند پنجابي .I.C.S اِمتحان پاس ڪيو.
۷. شري حشمتراءِ خوبچند چئناڻي .I.C.S اِمتحان پاس ڪيو.
۸. شري هيرانند روپچند شوداساڻي .I.C.S اِمتحان پاس ڪيو.
۹. شري اُڌارام مٽيرام .I.C.S تي ٽاڪيو ويو.
۱۰. شري ايس. ايس. شهاڻي .I.C.S تي ٽاڪيو ويو.
۱۱. شري وشنداس لکيمل گدواڻي .I.C.S تي ڪنيو ويو.

مٿيان پهريائين ڊيپوٽي ڪليڪٽر مقرر ڪيا ويندا هئا. ٿوري وقت بعد انهن کي اضافو ڏيئي (يعني Promotion ڏيئي) ڪليڪٽر مقرر ڪيو ويندو هو يا ٻين ڪاتن ۾ برابري درجي جو آفيسر مقرر ڪيو ويندو هو. ڪن کي اِضافو ڏيئي ڪمشنر به ڪيو ويندو هو.

### ۱۵ ـ اهميت واريون حقيقتون-

سنڌين جون ڪي اهميت ڀريون حقيقتون هيٺ ڄاڻائجن ٿيون-

(۱) گهٽي گرميءَ وارا شهر- سنڌ ۾ گهٽي گرميءَ وارا شهر جيڪب آباد، سيوهڻ ۽ سِبي آهي.

(۲) عربن جي سنڌ تي ڪاهه- عربن سنڌ تي آخرين ڪاهه سن ۷۱۲ع ۾ ڪري فتح ڪئي ۽ سنڌ جي راجا ڏاهرسين جو موت محمد بن قاسم سان وڙهندي ٿيو.

(۳) جهونو ۽ وڏو مقام- سنڌ ۾ سڀ کان جهونو ۽ وڏو مقام ”مڪلي“ (ٺٽي) ۾ آهي.

(۴) سيٺ پوچومل جون هنڊيون- شڪارپوري سنڌين جون هُنڊيون سن ۱۸۴۱ع ۾ دنيا جي جدا جدا ملڪ ۾ عزت سان قبوليون ويندين هيون ۽ اُهي ڀربيون هيون.

(٥) وڏو قلعو- دنيا ۾ سڀ کان وڏو قلعو سنڌ ۾ ”رني ڪوٽ“ نالي هو.

(٦) شڪارپوري هنڊيون- شڪارپورِ سنڌين جون هنڊيون سن ١٨٤١ع ۾ دنيا جي جدا جدا ملڪن ۾ عزت سان قبوليون وينديون هيون ۽ اُهي پربيون هيون.

(٧) پهرئين پرنٽنگ پريس- حيدرآباد سنڌ ۾ پهرئين پرنٽنگ پريس سن ١٨٤٥ع ۾ شروع ڪئي ويئي.

(٨) ٽپال جي پهرين ٽڪلي - ايشيا کنڊ جي سنڌ پرڳڻي ۾ ٽپال جي پهرين ٽڪلي سن ١٨٥٢ع ۾ ايسٽ اِنڊيا ڪمپنيِ (برٽن) طرفان ”سنڌ ڊسٽرڪ ڊاڪ“ جي هڪ آني واري جاري ٿي.

(٩) پهريون سنڌِي ترجمو ڪندڙ- ساڌو نولراءِ شوقيرام ١٨٦٥ع ۾ پهريون سنڌِي ترجمو ڪندڙ ٿيو، جنهن کي سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس ۾ ترجمان مقرر ڪري نوڪريءَ تي رکيو ويو.

(١٠) پهريون انگريزِي اِسڪول- پهريون انگريزِي مِشن اِسڪول ١٨٥٠ع ۾ مسٽر پرڊِي ڪليڪٽر ڪراچيءَ ۾ شروع ٿيو.

(١١) پهريون گرلس اِسڪول- پهريون گرلس هاءِ اِسڪول ١٨٨٥ع ۾ ساڌو نوَلراءِ هيرانند ۽ سيٺ چانڊومل حيدرآباد ۾ چالو ڪيو.

(١٢) پهريون مدرسو- پهريون مدرسو ١٨٨٥ع ۾ ڪن مِسلمانن ڪراچيءَ ۾ شروع ڪيو.

(١٣) پهريون سنڌِي پرنسيپال- صاحب سنگهه چندا سنگهه شهاڻِي پهريون سنڌِي پرنسيپال ڊِي. جي. ڪاليج ۾ مقرر ٿيو.

(١٤) پهرين پرنٽنگ پريس- ديوان ڪُندن مل مانسنگهه لالواڻِي پهرئين ڪيسرِي پريس ١٨٩٦ع حيدرآباد ۾ شروع ڪئي.

(١٥) تلسي ڪِرت رامائڻ- تلسي ڪِرت رامائڻ مهاراج تيجورام روچيرام ١٩٠٣ع ۾ لکيو، جو ڇپيو.

(١٦) پهريون سنڌِي جج- واڌومل گنگارام ٿڌاڻِي پهريون سنڌِي هو، جو سمال ڪاز ڪورٽ جو جج سن ١٩١٥ع ۾ ٿيو.

(١٧) جادوءَ جو اُستاد- پروفيسر هاسانند چانڊومل ڀمڀاڻي ڪنڊياري وارو پهريون ئي جادوگر هو، جو اهڙو هوشيار پنهنجو مَٽ پاڻ سڄي دنيا ۾ مشهور هو، جو سڏبو هو ”جادوءَ جو اُستاد“ ۽ ”سِڪن جو بادشاه“ (King of Coins) دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن جي راجائن، بادشاهن، پريزيڊنٽن وغيره کي عجيب کيل ڏيکاريا، جن سونا ميڊل ۽ اِنعام ڏنن.

(١٨) ٻالڪن جي ٻاري- دنيا جي مشهور آرگنائيزيشن نالي ”ٻالڪن جي ٻاري“ دادا شيوڪ يوڄراج سن ١٩٢٥ع ۾ سنڌ ۾ پايو وڌو، جا پوءِ سڄي هندستان ۾ پکڙجي ويئي.

(١٩) رابيندرنات ٽئگور- رابيندرنات ٽئگور مشهور بينگالي شاعر سنڌ ۾ سن ١٩٢٣ع ۾ آيو هو.

(٢٠) سنڌِي آچاريہ- مهاتما موهنداس ڪرمچند گانڌيءَ گجرات پيٺ لاءِ ٻہ سنڌِي آچاريہ چونڊيا- ١. آچاريہ آسودومل ٽيڪچند گدواڻِي ٢. آچاريہ جيوترام ڀڳوانداس ڪرپالاڻِي.



(٢١) بار ڪائونسل جو پريزيڊنٽ- رام جيٺملاڻِي بار ڪائونسل آف اِنڊيا جو پريزيڊنٽ ١٩٢٣ع ۾ چونڊيو ويو.

(٢٢) پهريون سنڌِي هندو M.L.A- سيٺ هرچندراءِ وشنداس پارواڻِي پهريون سنڌِي هندو M.L.A. چونڊيو.

(٢٣) پارليامينٽ هائوس دهلي - لڇمڻداس ڊيمبلا سنڌِي ٺيڪيدار دهليءَ ۾ پارليامينٽ هائوس ٺهرايو هو.

(٢٤) سنڌِي عورت ڊپٽِي اِسپيڪر- مِس جيٺِي تلسيداس سپاهيملاڻِي پهرين سنڌِي عورت هئِي، جا اسيمبليءَ جي ڊپٽِي اسپيڪر ٿِي.

(٢٥) پهريون سنڌِي هندو وزير- مُکِي گوبندرام پريتمداس حيدرآباد وارو پهريون هندو وزير سنڌ اسيمبلِيءَ ۾ چونڊيو ويو.

(٢٦) اِنڊين نئشنل ڪانگريس جو پريزيڊنٽ- آچاريہ جيوترام بِي. ڪرپالاڻِي پهريون سنڌِي هو، جو ١٩٤٦ع ۾ ڪانگريس جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو.

## ١٦. سنڌِي اخبارون-

سنڌ ۾ اخبارون ۽ مخزنون سنڌِي، انگريزِي، پارسِي، گجراتِي ۽ گرمکيءَ ۾ چالو ٿيون. پهرئين اخبار سن ١٨٤٤ع ۾ نڪتِي. رفتہ رفتہ ٻيون ٻہ نڪرڻ چالو ٿيون. تفصيلوار ذڪر هيٺ ڄاڻايل آهي-

### اخبارون ۽ سمپادڪ

| نمبر | نالو | وقت | ٻولي | سال | شهر | سمپادڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ١- | ڪراچي اَئڊوَرٽائيزر | - | انگريزِي | ١٨٤٤-١٨٥٤ع | ڪراچي | سرڪارِي اخبار |
| ٢- | سنڌين | هفتي ۾ ٢ | انگريزي | - | ڪراچي | اي. ڊبليُو. اِسٽرينچ (نالو اخبار جو بدلايو ويو) |
| ٣- | بيڪن | هفتي ۾ ٢ | انگريزي | - | ڪراچي | (نالو اخبار جو بدلايو ويو) |
| ٤- | سنڌ ٽائيمس | هفتي ۾ ٢ | انگريزِي | ١٨٨٦-١٨٩٨ع | ڪراچي | ڪرنل گوري، خانچند راحومل، ناگيندر گپتا، هيرانند شوقيرام |
| ٥- | مفرح القلوب | هفتيوار | فارسِي | ١٨٥٥-١٩٠٦ع | ڪراچي | مرزا مخلص علي، محمد شفيع، محمد جعفر، مرزا محمد صادق |
| ٦- | فوائد الاخبار (فوءِ ڊول) | هفتيوار | فارسِي سنڌي | ١٨٥٨ع | ڪراچي | - |
| ٧- | مطلع خورشيد | هفتيوار | فارسِي سنڌِي | ١٨٦٠-١٩١٠ع | ڪراچي | مرزا مخلص علي، مرزا محمد شفي |
| ٨- | سنڌ سُڌار | هفتيوار | سنڌِي | ١٨٦٦ع | ڪراچي | ساڌو هيرانند شوقيرام آڏواڻِي، ناگيندرنات گپتا، |
|  |  | پوءِ ٣ دفعا |  | ١٨٨٤-١٩٢٢ع | پوءِ حيدرآباد | خانچند راحومل، پرمانند خانچند (اسنڌِي اخبار) |

| نمبر | نالو | وقت | ٻولي | سال | شهر | سمپادڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ۹- | معاون الاسلام | هفتيوار | سنڌي | ۱۸۸۵-۱۸۹۷ع | ڪراچي | ايس. ايس. بوس، سيد شريف شاھ |
| ۱۰- | معين الاسلام | هفتيوار | سنڌي | ۱۸۸۸-۱۸۹۹ع | ڪراچي | مرزا محمد صادق |
| ۱۱- | دوربين | - | اُردو | - | ڪراچي | مرزا محمد جعفر |
| ۱۲- | فينيڪس | هفتي ۾ ۲ | انگريزي | ۱۸۸۸-۱۹۱۲ع | ڪراچي | جعفر ندوءِ بئنرجي |
| ۱۳- | اِڪليل | هفتيوار | فارسي | ۱۸۸۹-۱۸۹۳ع | ڪراچي | مرزا محمد صادق |
| ۱۴- | آفتاب سنڌ | هفتيوار | سنڌي | ۱۸۸۵ع | ڪراچي | حاجي احمد ميمڻ، |
| | | | | ۱۸۹۱-۱۸۹۷ع | سکر | شمس الدين "بلبل"، |
| | | | | ء ۱۹۱۱-۱۹۱۴ع | سکر | شمس الدين ابڙو |
| ۱۵- | پريات | هفتيوار | سنڌي، پوءِ | ۱۸۹۱-۱۸۹۲ع | ڪراچي پوءِ | ليکراج تلوڪچند |
| | | پوءِ ۳ دفعا | سنڌي انگريزي | ۱۸۹۳-۱۹۱۹ع | حيدرآباد | گوپالداس ليکراجمل تڏاڻي |
| ۱۶- | سرسوتي | ماهوار | سنڌي | ۱۸۹۰ع | حيدرآباد | ساڌو هيرانند شوقيرام آڏواڻي |
| ۱۷- | سُڌار پتريڪا | ماهوار | گرمکي | ۱۸۹۰ع | حيدرآباد | پريداس شيوڪرام آڏواڻي |
| ۱۸- | سنڌ سماچار | هفتيوار | سنڌي | ۱۸۹۱-۱۹۱۱ع | ڪراچي | کانچند راحومل، |
| | | روزاني | | ۱۹۳۲ع | ڪراچي | جيٺراءِ رتنجي راول |
| ۱۹- | ديش سُڌار | | سنڌي | ۱۸۹۴ع | ڪراچي | ڏيئومل گاگن مل آريہ |
| ۲۰- | ڪراچي ڪرانيڪل | هفتيوار | انگريزي | ۱۸۹۶-۱۹۰۱ع | ڪراچي | آسودومل ريجھومل، |
| | | | | ۱۹۱۲-۱۹۱۳ع | | چيٺراءِ بخشراءِ |
| ۲۱- | خير خواھ سنڌ | هفتيوار | سنڌي | ۱۸۹۶-۱۹۳۲ع | لاڙڪاڻو | ڏرمسنگھ ٿهلسنگھ، گروڌنومل ٿيلسنگھ، جڳشنداس ڏرمسنگھ |
| ۲۲- | سنڌ گزيٽ | روزاني | انگريزي | ۱۹۰۱-۱۹۱۲ع | ڪراچي | ڪرنل گوري، مانٽيگوبي ويب، سرجي اِي. ٽاٽي |
| ۲۳- | الحق | هفتيوار | سنڌي (ڪجھ وقت انگريزي ۾) | ۱۹۰۱-۱۹۳۰ع | سکر | علي محمد خان دهلوي، غلام حسن هدايت الله، عبدالعزيز محمد سُليمان ۽ ٻيا |
| ۲۴- | سوڌري | هفتيوار | سنڌي-انگريزي | ۱۹۰۱-۱۹۲۰ع | ڪراچي | جيٺمل لالچند چاپرو |
| ۲۵- | پرجاتنتر | - | گجراتي | ۱۹۰۱-۱۹۱۸ع | ڪراچي | نوروزجي فرامجي بليموريا، نربياشنڪر ڄڄيون، جعافرندو |
| ۲۶- | مسلني | ٽماهي | سنڌي انگريزي اُردو گجراتي | ۱۹۰۱ع کان ۱۹۴۷ع تائين | ڪراچي | سنڌ ڪاليج، ٽي. ايل. واسواڻي |
| ۲۷- | سناتن ڌرم پرچارڪ پتر | ماهوار | سنڌي | ۱۹۰۱ع کان جنڊڙ | ڪراچي | مهاراج تيجورام روچيرام شرما |
| ۲۸- | تعليم | ماهوار | سنڌي | ۱۹۰۲ع کان | - | تعليم کاتو |



| نمبر | نالو | وقت | ٻولي | سال | شهر | سمپادڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ۲۹- | ماتا | - | سنڌي | ۱۹۰۵ع | - | تولارام مينگھراج بالاڻي، اخبار ضبط |
| | | ٻن هفتن واري ماهوار | سنڌي | ۱۹۲۴ع-۱۹۲۸ع | نوشهرو فيروز | سوامي شوانند، کيمچند بالاڻي، گلابراءِ شونداس |
| | | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۹ع-۱۹۳۲ع | نوشهرو فيروز | ڏيپچند تلوڪچند، پريداس برهمچاري |
| ۳۰- | سنڌ جنرل | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۰۵ع | حيدرآباد | ڪندن مل منگھرسنگھ، کيمچند امرتڙا، ڪرمچند |
| | | | | ۱۹۱۱-۱۹۱۸ع | | گرمک سنگھ |
| ۳۱- | سنڌي | هفتيوار پوءِ ۲ | سنڌي | ۱۹۰۵ع، ۱۹۱۱-۲۲ع، | سکر | ويرومل بيگراج، وشنداس پنچن مل، |
| | | | | ۱۹۳۱-۱۹۳۲ع | | مولچند ياڳچند |
| ۳۲- | سنڌ ورتمان | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۰۵ع، ۱۹۲۶-۳۰ع | ڪراچي | ڏيوڪن ديوچندڪجي، جيٺراءِ رتنجي لعل |
| ۳۳- | واڻس آف سنڌ | - | انگريزي | اٽڪل ۱۹۰۵ع | نوشهرو فيروز | تولارام مينگھراج بالاڻي |
| ۳۴- | صد-اي-سنڌ | - | سنڌي | اٽڪل ۱۹۰۵ع | نوشهرو فيروز | تولارام مينگھراج بالاڻي |
| ۳۵- | ديش ماتا | - | سنڌي | اٽڪل ۱۹۰۵ع | نوشهرو فيروز | تولارام مينگھراج بالاڻي |
| ۳۶- | ڪراچي آرگس | - | انگريزي | ۱۹۱۱ع | ڪراچي | ڊبليو جي. چيني |
| ۳۷- | ڪمرشل گزيٽ | هفتيوار | انگريزي | ۱۹۱۱ع-۱۹۲۱ع | سکر | عبدل آزاد شيخ محمد سليمان، عبدالعزيز |
| ۳۸- | مسافر | هفتيوار | سنڌي، انگريزي | ۱۹۱۱ع-۱۹۱۴ع | ڪراچي | ڪسنداس پونداس، ڏيئوسنگھ شامسنگھ |
| | | | سنڌي | ۱۹۱۵ع-۱۹۳۲ع | حيدرآباد | ڏرمسنگھ ٿهلسنگھ، عبدالوهاب پناھ |
| ۳۹- | لاڙڪاڻہ گزيٽ | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۱۱ع-۱۹۲۲ع | لاڙڪاڻو | پريمچند ايسرداس ٻجلاڻي، ٿهلرام مولچند |
| | | | | ء ۱۹۲۷-۱۹۳۰ع | | |
| | | هفتي ۾ ۲-۳ دفعا | | ۲۳-۲۴-۱۹۲۸ع | | ٿهلرام مولچند |
| | | | | ۱۹۳۱-۱۹۳۲ع | | |
| ۴۰- | سنڌ پتريڪا | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۱۱ع-۱۹۱۸ع | لاڙڪاڻو | ڏيئوسنگھ شامسنگھ، ڪسنداس پونداس |
| ۴۱- | آئينا | ماهوار | سنڌي | ۱۹۱۱-۱۹۱۲ع | حيدرآباد | نرملداس فتحچند |
| ۴۲- | ديش متر | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۰۰ع | پريا | ديوان ڪوڙومل، پوءِ ميلھومل مائيداساڻي |
| | | ٻن هفتن واري | سنڌي | ۱۹۱۱-۱۹۱۴ع | حيدرآباد | ٿهلرام ليلارام واسواڻي |
| | | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۸-۱۹۳۰ع | | کيمچند ديتارام واسواڻي |
| | | روزاني | سنڌي | ۱۹۳۱-۱۹۳۲ع | | کيمچند ديتارام واسواڻي، رامچند ديتارام واسواڻي |
| ۴۳- | سنڌ اُپڪارڪ | ماهوار | سنڌي | ۱۹۱۱-۱۹۲۱ع | شڪارپور | مهاديوءِ موهنداس پٽ گھنشامداس |
| ۴۴- | سنڌ کيسري | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۱۱-۱۹۱۲ع | شڪارپور | چيلارام منگھرمل |
| | | | | ۱۹۲۵ع | سکر | پنڊت گوردنداس |
| | | | | ۱۹۲۹-۱۹۳۰ع | ڪراچي | نندرام پيتامبرداس جوشي |
| ۴۵- | زميندار گزيٽ | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۱۱-۱۹۱۴ع | ميرپور خاص | گروڌنہ مل ٿهلسنگھ سدارنگاڻي |

| نمبر | نالو | وقت | ٻولي | سال | شهر | سمپادڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ٤٦- | اسٽار آف انڊيا | هفتيوار | - | ١٩١١ع | حيدرآباد | سي. جي. واسواڻي |
| ٤٧- | سنڌو ڀاسڪر | ماهوار | ديوناگري | ١٩١١ع کان | حيدرآباد | مهراج لوڪرام ۽ ٻيا |
| ٤٨- | ادبي رسالو | ماهوار | سنڌي | ١٩١٤ع | حيدرآباد | چينمل پرسرام - لالچند امرنومل جڳتياڻي |
| | | | | ١٩١٦ع | ڪراچي | |
| ٤٩- | روح رهاڻ | ماهوار | سنڌي | ١٩٢١-١٩٤٤ع | حيدرآباد | چينمل پرسرام گلراجاڻي |
| | | | | ١٩٤٧ع | | |
| ٥٠- | سنسار سماچار | روزاني | سنڌي | - | ڪراچي | ٺاڪرداس اگناڻي |
| ٥١- | هندو سنسار | هفتيوار | سنڌي | ١٩٤٥-١٩٤٦ع | ڪراچي | پارومل ڪيولراماڻي، ريجهومل اگناڻي |
| ٥٢- | مسولني | ماهوار | سنڌي | - | سکر | بولچند وسومل راجپال |
| ٥٣- | ڪراچي ڊيلي | روزاني | سنڌي | - | ڪراچي | تاراچند لالواڻي |
| ٥٤- | هند سماچار | هفتيوار | سنڌي | - | نواب شاهه | ٽلوڪچند گوپالداس |
| ٥٥- | پائينبد | هفتيوار | سنڌي | ١٩١٢-١٩١٤ع | حيدرآباد | خوبچند پرمانند |
| ٥٦- | ٽريڊ ائڊورٽائيزر | هفتيوار | سنڌي | ١٩١١-١٩١٨ع | شڪارپور | ڪيئارام آئلداس، ٽيڪچند ويڙهومل گوڪلاڻي، وشنداس، پنجيالعل |
| ٥٧- | سنڌ آبزرور | هفتيوار | انگريزي | ١٩١٣ع | ڪراچي | ڊنشا نانا ڀائي پٽيل |
| | | هفتي ۾ ٢ | انگريزي | ١٩١٤-١٩٢١ع | | ڊنشا اي. ايل. ائٽڪسن |
| | | روزاني | انگريزي | ١٩٢١-١٩٣٢ع | | ڪوٽم راج پنيا |
| ٥٨- | پارسي سنسار | هفتيوار | انگريزي- گجراتي | ١٩١٤-١٩٢٣ع | ڪراچي | رستم جي. ڪي. سڌوا، فيروز شاهه هومجي دستور وغيره |
| | | هفتي ۾ ٢ | | ١٩٢٣-١٩٣٢ع | | فيروز شاهه ايڇ. دستور |
| ٥٩- | هتيچُو | هفتيوار | گجراتي | ١٩١٤-١٩٢٢ع | ڪراچي | هري لعل والجي ٺاڪر |
| | | روزاني | | ١٩٢٣-١٩٣٢ع | | هري لعل والجي ٺاڪر |
| | | هفتي ۾ ٢ | | ١٩٢٤-١٩٣١ع | | هري لعل والجي ٺاڪر |
| ٦٠- | سنڌ ائڊووڪيٽ | هفتيوار | - | ١٩١٥-١٩١٩ع | سکر | پريداس ڪندن مل گوگيا، مولچند ويرومل |
| ٦١- | سماچار | ٻن هفتن واري | - | ١٩١٥ع | ڪراچي | ايدلجي ڪي. سڌوا |
| ٦٢- | آفتاب ادب | هفتيوار | سنڌي | ١٩١٥-١٩١٨ع | سکر | شمس الدين |
| ٦٣- | نيو ٽائيمس | روزاني | انگريزي | ١٩١٧-١٩٣٢ع | حيدرآباد | ڪنول سنگهه پوهومل، ڪيمچند ملڪاڻي |
| | | | | | ڪراچي | ٽيڪمداس ڪي. جيسواڻي، لڇمنداس ڪي. جيواڻي |
| ٦٤- | هندواسي | روزاني | سنڌي | ١٩١٤-١٩١٩ع | حيدرآباد | چينمل پرسرام، جيرامداس، گهنشامداس |
| ٦٥- | سنڌواسي | روزاني | سنڌي | ١٩٠٨ع، | حيدرآباد | واسومل ڪشنچند، ڪنول سنگهه پوهومل، وشنداس، ڏيارام، رامچند پونداس، ڪرمچند چٽنراءِ وغيره |
| | | | | ١٩١٧-١٩٣٢ع | | |



| نمبر | نالو | وقت | ٻولي | سال | شهر | سمپادڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ٦٦- | فرنٽيئر گزيٽ | هفتيوار | سنڌي | ١٩١٧-١٩٣٢ع | جيڪب آباد | وشنداس پنجيالعل ڀاٽيا |
| ٦٧- | ڀارتواسي | روزاني | سنڌي | ١٩١٧-١٩٢٢ع | حيدرآباد | ويرومل وشنداس، جيرامداس دولترام |
| | | هفتيوار | | ١٩٢٣-١٩٢٧ع | حيدرآباد | چينمل پرسرام |
| ٦٨- | ال امين | هفتيوار | سنڌي | ١٩١٧-١٩١٩ع | حيدرآباد | شاهه نواز پير زادو، عبدالعزيز، شيخ عبدالمجيد |
| ٦٩- | سنڌ ميل | هفتيوار | سنڌي | ١٩١٧-١٩٢٠ع | حيدرآباد | پرمانند ريجهومل، آتمارام ڪندن مل |
| | | | | ١٩٣١ع | سکر | ڊاڪٽر محمد ياسين قريشي |
| ٧٠- | ميرپور خاص گزيٽ | هفتيوار | سنڌي | ١٩١٧-١٩٣٢ع | ميرپورخاص | گرڌنومل ٽهلسنگهه سدارنگاڻي، ڪجهه وقت مولچند |
| ٧١- | هندو | هفتيوار | سنڌي ديوناگري سنسڪرت | ١٩١٧-١٩٢٢ع | حيدرآباد | لوڪرام ۽ وشنو پٽ نئنارام شرما |
| | | روزاني | سنڌي | ١٩٢٣-١٩٣٢ع | | ڊاڪٽر پرمانند ميوارام، هيرانند ڪرمچند، پروفيسر گهنشام، هاسومل ايسرداس |
| ٧٢- | سنڌ مسلم | هفتيوار | سنڌي | ١٩١٨-١٩٢١ع | سکر | عبدالعزيز، پير علي محمد راشدي |
| | | | | ١٩٢٩ع | | |
| | | | | ١٩٣١ع | حيدرآباد | محمد تڪي قريش |
| ٧٣- | ڊيلي گزيٽ | روزاني | انگريزي | ١٩١٩-١٩٣٢ع | ڪراچي | ايس. لمٽن، ڊبليو. آر. برنس، ميجر ڊبليو راوسن هيوڊز ۽ ٻيا |
| ٧٤- | هوم رول | هفتيوار | - | ١٩١٩ع | ڪراچي | درگاداس بي. آڏواڻي |
| ٧٥- | الوحيد | روزاني | سنڌي | ١٩٢٠-١٩٣٢ع | ڪراچي | عبدالرحمان محمد صديق، دين محمد مستري وفائي، نبي بخش خدابخش، شيخ عبدالمجيد ۽ ٻيا |
| ٧٦. | وندي ماترم | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٠-١٩٢١ع | حيدرآباد | وشنو نئنارام شرما |
| ٧٧. | دولتدار | هفتيوار | سنڌي انگريزي | ١٩٢١-١٩٢٢ع | شڪارپور | دولتسنگهه چمنداس نڪر |
| ٧٨. | ڌرم وير | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢١-١٩٣٢ع | سکر | سوامي امرداس-، شوارام سي. لالواڻي |
| ٧٩. | سدا بهار | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢١-١٩٢٤ع | لاڙڪاڻو | چيلارام لوڪومل |
| ٨٠. | ستيوادي | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢١-١٩٢٤ع | شڪارپور | پنڊت جيوڻ لعل آريه، تاراچند گاجرا |
| ٨١. | شري سارسوت درپڻ | هفتيوار | - | ١٩٢٢-١٩٢٥ع | ڪراچي | مرارجي وشن جي، پانچي شمبورا |
| ٨٢. | ڪنيا | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٢-١٩٢٨ع | حيدرآباد | خوبچند بولچند، هوتچند نيڻومل |
| ٨٣. | شڪتي | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢١-١٩٣٠ع | نوشهرو فيروز | هيمنداس شوقيرام، گرمکداس تيجومل، شوانند سنياسي، ڪيمچند ٻالاڻي |
| ٨٤. | سوراج | روزاني | سنڌي | ١٩٢٢ع | سکر | هيرانند ڪرمچند، بلديو گاجرا |
| | | هفتيوار | | ١٩٣١-١٩٣٢ع | حيدرآباد | مهراج دوارڪاپرساد روچيرام |

| نمبر | نالو | وقت | ٻولي | سال | شهر | سمپادڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ٨٥. | سنڌ زميندار | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۲-۱۹۲۳ع | سکر | عبدالوهاب پناڻ، غلام رسول |
| | | هفتي ۾ ٢ دفعا | | ۱۹۲۴-۱۹۳۲ع | | علي محمد راشدي، حسام الدين راشدي |
| ٨٦. | الحقيقت | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۲-۱۹۳۲ع | لاڙڪاڻو | فقير غلام عباس قادري |
| ٨٧. | آزادي | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۲-۱۹۲۴ع | لاڙڪاڻو | چيلارام لوڪومل، رامچند بي. موٽواڻي وغيره |
| | | | | ۱۹۳۲ع | | ڊاڪٽر گرڊنومل ايل. دوداڻي |
| ٨٨. | ڀارت ماتا | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۲ع | شڪارپور | شريمتي راڌان ٻائي نارائڻداس |
| ٨٩. | گرونانڪ درشن | هفتيوار | - | ۱۹۲۲ع | شڪارپور | بلونتسنگھ لوڪرام پنجابي |
| ٩٠. | وطن | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۲-۱۹۲۴ع | شڪارپور | ليلارام نرسنگھ داس ڦيرواڻي، گوبندرام ڏاسومل |
| | | | | ۱۹۲۹-۱۹۳۰ع | | ٺهلرام نيوندرام وغيره |
| ٩١. | نوجيون | ٻن هفتن واري | سنڌي | ۱۹۲۳-۱۹۲۸ع | حيدرآباد | وشنداس چيتانند، هيرانند ڪرمچند |
| | | هفتيوار | | ۱۹۲۹-۱۹۳۲ع | ڪراچي حيدرآباد | رامچند واڌومل، نارائڻ ڪي. شهاڻي |
| ٩٢. | شيوا | ٻن هفتن واري | سنڌي | ۲۳-۱۹۲۵، ۱۹۲۹ع | حيدرآباد | مرچومل ڪتومل، آر. ڪي. ميرچنداڻي وي. جي. مهتاڻي |
| | | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۸ع ۽ ۱۹۳۲ع | | وليرام جيتومل |
| ٩٣. | سوتنتر | هفتيوار | سنڌي | ۲۳-۱۹۲۴ع | حيدرآباد | گاگنداس پرتابراءِ، ديودت ڪندارام شرما |
| | | | | | | هوتچند نيٽومل، نارائڻداس تاراچند |
| ٩٤. | اِنصاف | هفتيوار | سنڌي | ۲۳-۱۹۲۴ع | ٽنڊوآدم | يوڄراج سچانند، پرمانند ميوارام |
| | | هفتي ۾ ٢ دفعا | | ۱۹۲۵ع | | |
| ٩٥. | شري | هفتيوار | سنڌي | ۲۳-۱۹۲۴ع | ميرپورخاص | موتيرام واڌومل، نهچلداس مهرسنگھ |
| ٩٦. | پريم پرڪاش | هفتيوار | سنڌي | ۲۳-۱۹۲۴ع | لاڙڪاڻو | ٺهلرام مولچند |
| ٩٧. | ڌرم پرڪاش | ٻن هفتن واري | سنڌي | ۱۹۲۳ع | شڪارپور | مهراج تلسيداس اُڌارام |
| ٩٨. | همدرد - | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۳ع | جيڪب آباد | رامچند بنسيرام |
| ٩٩. | سنڌ ٽريڊ اڊوائيزر | ٻن هفتن واري | سنڌي | ۱۹۲۳ع | جيڪب آباد | گوبندرام ڏاسومل |
| ١٠٠. | لوڪ سيوڪ | هفتي ۾ ٢ | انگريزي- گجراتي | ۱۹۲۴ع-۱۹۳۲ع | ڪراچي | پي. ايچ. دستور |
| ١٠١. | ميمڻ سماچار | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۹ع | ڪراچي | مُنشي عمردراز اميد علي |
| ١٠٢. | راشٽر شڪتي | ٻن هفتن واري | - | ۱۹۲۴ع-۱۹۳۰ع | ڪراچي | مُول شنڪر جادوجي وياس، مٺي لعل جي وياس |
| | | هفتيوار | | ۱۹۲۹ع | | |
| ١٠٣. | پرڪاش | روزاني | سنڌي | ۱۹۲۴ع-۱۹۲۸ع | حيدرآباد | گوپالداس ليکراج |
| | | روزاني | | ۲۹-۱۹۳۰ع | ڪراچي | چينمل پرسرام |
| | | هفتيوار | | ۱۹۳۱ع | ڪراچي | چينمل پرسرام |



| نمبر | نالو | وقت | ٻولي | سال | شهر | سمپادڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ١٠٤. | اسٽوڊنٽ | هفيتوار | سنڌي | ۱۹۲۴ع-۱۹۲۵ع | حيدرآباد | ايم. يو. عباسي، فتحسنگھ ٻجاسنگھ |
| ١٠٥. | وفادار گزيٽ | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۴ع | شڪارپور | گوبندرام ڏاسومل |
| ١٠٦. | ميونسپالٽي | ٻن هفتن واري | سنڌي | ۱۹۲۴ع | شڪارپور | گوبندرام ڏاسومل |
| ١٠٧. | ڪيسري | روزاني | سنڌي | ۱۹۲۵ع-۱۹۲۹ع | ڪراچي | سوامي گووندانند |
| | | هفتيوار | | ۱۹۲۸ع-۱۹۳۰ع | | سوامي گووندانند |
| ١٠٨. | پريم | ٻن هفتن واري | سنڌي | ۱۹۲۵ع-۱۹۳۰ع | ڪراچي | ٽلومل پنهومل |
| ١٠٩. | ڪِرڻ | ٻن هفتن واري | سنڌي | ۱۹۲۵ع | ڪراچي | اين. جي. ٻولچنداڻي |
| ١١٠. | سماج | ٻن هفتن واري | سنڌي | ۱۹۲۵ع | ڪراچي | سوامي گووندانند |
| ١١١. | هندو جاتي | هفتيوار | سنڌي | ۲۵-۱۹۲۶ع | حيدرآباد | لوڪرام نئنارام شرما |
| | | روزاني | | ۱۹۲۶ع-۱۹۳۱ع | ڪراچي | وشنو نئنارام شرما |
| | | هفتيوار | | ۱۹۲۸ع | ڪراچي | وشنو نئنارام شرما |
| ١١٢. | جوت | ٻن هفتن واري | سنڌي | ۱۸۹۶ع | حيدرآباد | برهم پانڊو بينگالي، لکميچند امرتراءِ |
| | | | | ۱۹۲۵-۱۹۳۸ع | | پرمانند ميوارام |
| | | | | ۱۹۳۸-۱۹۴۷ع | | اين. ايف. ڪوٽواڻي |
| ١١٣. | سنڌ درشن | ٻن هفتن واري | سنڌي | ۲۵-۲۶-۱۹۲۷ع | حيدرآباد | ٺاڪرداس آسودومل |
| ١١٤. | ايڪتي | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۵ع | نوشهرو فيروز | ڪيمچند ٻالاڻي |
| ١١٥. | مسلمان | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۵-۱۹۳۱ع | ميرپورخاص | محمد هاشم حميد ميمڻ، محمد هاشم مخلص |
| ١١٦. | آفتاب | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۵-۱۹۲۸ع | لاڙڪاڻو | پير الاهي بخش پير نواز علي شاه، محمد نواز، احمدخان |
| ١١٧. | نوروز | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۵-۱۹۳۰ع | لاڙڪاڻو | پرتابراءِ واسومل، نهچلداس مهرسنگھ |
| ١١٨. | هندو رکشڪ | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۵-۱۹۲۸ع | سکر | هنسراج هريسنگهه، پرتابراءِ واسومل |
| ١١٩. | تنظيم | ٻن هفتن واري | سنڌي | ۱۹۲۵-۱۹۲۸ع | شڪارپور | خالق دادا اجيا نواب |
| ١٢٠. | اسٽوڊنٽ هيرالڊ | ٻن هفتن واري | انگريزي سنڌي | ۱۹۲۵-۱۹۲۶ع | حيدرآباد | پرتاب ڏيئلداس، جي. ڪي. ڀاوناڻي |
| ١٢١. | مسلم ائڊووڪيٽ | هفتيوار | انگريزي | ۱۹۲۶-۱۹۲۹ع | ڪراچي | قاضي عبدالرحمان، سيد شاه نواز شاه |
| ١٢٢. | وائِس | هفتيوار | انگريزي | ۱۹۲۶-۱۹۳۱ع | ڪراچي | جي. سي. ڊائس |
| ١٢٣. | ڪراچي ورتمان | هفتيوار | | ۱۹۲۶ع | ڪراچي | مُرارجي وشن جي |
| ١٢٤. | پدڪار | هفتيوار | | ۱۹۲۶-۱۹۲۸ع | ڪراچي | چمن لال ٻيڪاڀائي، امبارام مرارجي جوشي |
| ١٢٥. | ديش شيوا | ٻن هفتن واري | سنڌي | ۱۹۲۶ع | ڪراچي | حڪيم جميعتراءِ |
| ١٢٦. | غنچہ اميد | ماهوار | سنڌي | ۱۹۲۲ع | حيدرآباد | لالچند آوتراءِ |
| ١٢٧. | نور اسلام | هفتيوار | سنڌي | ۱۹۲۶ع | ٽنڊوالهيار | نور محمد محمد علي نظاماڻي |
| | | | | ۱۹۳۰ع | ٽنڊومحمدخان | نور محمد محمد علي نظاماڻي |

| نمبر | نالو | وقت | ٻولي | سال | شهر | سمپادڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ١٢٨. | ڦڪڙ ڦاڙ | ٻن هفتن واري | سنڌي | ١٩٢٦ع | ٽنڊو آدم | مرچو "يم دوت" |
| ١٢٩. | تاج | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٦ع | سکر | چوئٿرام ٽي. وليچا |
| ١٣٠. | شيوڪ | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٦-١٩٣٢ع | شڪارپور | مولچند ويرومل، سچانند نيوندرام |
| ١٣١. | الحنيف | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٦-١٩٣٠ع | شڪارپور | ڪريم بخش محمد پنجل، مولوي محمد حسين |
| | | | | ١٩٣١-١٩٣٢ع | جيڪب آباد | مولوي محمد حسن ابڙو |
| ١٣٢. | ميلاپ | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٦-١٩٣٢ع | شڪارپور | گاگنداس آئل مل، دياسنگھ ريلومل ڏوڏيجا |
| ١٣٣. | اتحاد | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٦ع | نواب شاه | علي محمد ماري |
| ١٣٤. | نوابشاه گزيٽ | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٦-١٩٣٢ع | نوشهرو فيروز | پريداس برهمچاري، ڏيپچند تلوڪچند وغيره |
| ١٣٥. | شمشيرا اسلام | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٦-١٩٣٢ع | ميهڙ | ولي محمد رضا |
| ١٣٦. | وديا لائيٽ | ماهوار | | ١٩٢٦-١٩٢٧ع | حيدرآباد | ڪندن ٽي ۽ گلاب جي |
| ١٣٧. | نوُون چيتن | هفتيوار | گجراتي | ١٩٢٧-١٩٣١ع | ڪراچي | رامجي ڪالو ڀائي |
| ١٣٨. | ماتر ڀومي | هفتيوار | گجراتي | ٢٧-٢٨-١٩٣٢ع | ڪراچي | ٽيڪمداس ڪي. جيسواڻي |
| ١٣٩. | پريم پرچارڪ | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٧-١٩٣٢ع | حيدرآباد | گرمک سنگھ گيان سنگھ |
| ١٤٠. | آريہ شڪتي | هفتيوار | گجراتي | ١٩٢٨ع | ڪراچي | ڪيشوداس رتيشور |
| ١٤١. | چمتڪار | هفتيوار | - | ١٩٢٨، ١٩٣٠ع | ڪراچي | درگاشنڪر امبارام شنڪر |
| ١٤٢. | ڪشترا تمج | ٻن هفتن واري | - | ١٩٢٨ع | ڪراچي | ڪرسنداس ماٽڪ |
| ١٤٣. | سارسوت اوپنيئن | ٻن هفتن واري | - | ١٩٢٨ع | ڪراچي | تلسيداس رنجوڙ جوشي |
| ١٤٤. | سروَجنڪ | هفتيوار | - | ١٩٢٨ع، ١٩٣٠ع | ڪراچي | ڏامودر هنسراج |
| ١٤٥. | چوڏس | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٨ع، ١٩٣٠ع | ڪراچي | ريجهومل پونداس |
| ١٤٦. | هندو هستي | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٨ع | ڪوٽڙي ڪراچي | نوتنداس سوپراج |
| ١٤٧. | ديپڪا | ٻن هفتن واري | سنڌي | ١٩٢٨ع، ١٩٢٩ع | حيدرآباد | سنتداس منگهارام ۽ چيتمل پرسرام، ڪيولرام ديارام |
| ١٤٨. | پرتاپ | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٨-١٩٣٠ع | حيدرآباد | دوارڪاس روچيرام پجرويدي |
| ١٤٩. | الحزل | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٨ع | سکر | سيد علي محمد راشدي |
| ١٥٠. | آريہ جاتي | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٨ع | سکر | اي-ڪي-پنجابي |
| ١٥١. | هندو ڌرم | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٨ع | سکر | پنڊت سُديشوَر |
| | | | | ١٩٢٩ع | شڪارپور | پنڊت سُدرشن |
| ١٥٢. | سکر گزيٽ | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٨-١٩٣١ع | سکر | هوتچند ايم. آهوجا، مولچند ايڇ. بدلاڻي تيجڀانداس ايڇ. آهوجا |



| نمبر | نالو | وقت | ٻولي | سال | شهر | سمپادڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ١٥٣. | صداقت | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٨ع | جيڪب آباد | محمد عبدالڪريم |
| | | | | ١٩٢٩ع | شڪارپور | حاجي محمد |
| ١٥٤. | سنڌ هيرالڊ | هفتيوار | انگريزي | ١٩٢٩-١٩٣٢ع | حيدرآباد | چيتمل پرسرام |
| ١٥٥. | هندو سماج | هفتيوار | گجراتي | ١٩٢٩ع | ڪراچي | مول شنڪر جي. وياس |
| ١٥٦. | رگھونشي | ٻن هفتن واري | - | ١٩٢٩ع | ڪراچي | پرشوتم داس |
| ١٥٧. | ڪلياڻ | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٩ع | ڪراچي | ٻي. ڪي. واسواڻي |
| ١٥٨. | ماستر | ٻن هفتن واري | سنڌي | ١٩٢٩-١٩٣١ع | ڪراچي | نئن مل طوطلداس، ڪيمچند چيتنداس ٻالاڻي |
| ١٥٩. | تيج | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٩-١٩٣٠ع | ڪراچي | گوپالداس ليکراج |
| | | | | ١٩٣٢ع | جيڪب آباد | رامچند ٻي. ڀاوناڻي |
| ١٦٠. | حيدرآباد گزيٽ | روزاني | سنڌي | ١٩٢٩ع | حيدرآباد | ٻي. سي. ملڪاڻي |
| | | هفتيوار | | ١٩٣٠-١٩٣٢ع | | ٻي. سي. ملڪاڻي |
| ١٦١. | وير ڀارت | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٩ع | حيدرآباد | چيتنديوَ |
| ١٦٢. | النجم | هفتيوار | سنڌي | ٢٩-٣٠-١٩٣٢ع | نوشهرو فيروز | نجمودين دين محمد رئيس |
| ١٦٣. | عالمگير | هفتيوار | سنڌي | ٢٩-١٩٣٢ع | لاڙڪاڻو | قاضي غلام نبي قريشي |
| ١٦٤. | شواجي | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٩ع | لاڙڪاڻو | وي. ٻي. ويڙهوملاڻي |
| ١٦٥. | الجيب | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٩ع | شڪارپور | آغا غلام مصطفيٰ |
| ١٦٦. | سدرشن | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٩ع | شڪارپور | ٺهلرام چيتنرام |
| ١٦٧. | سنڌ گزيٽ | هفتيوار | سنڌي | ١٩٢٩ع | جيڪب آباد | ٺهلرام مولچند |
| ١٦٨. | الصلاح | هفتيوار<br>ٻن هفتن واري | سنڌي | ١٩٢٩-١٩٣١ع | ميرپورخاص | فقير محمد منگريو |
| ١٦٩. | ريلوي هيرالڊ | ٻن هفتن واري | انگريزي | ١٩٣٠-١٩٣١ع | ڪراچي | لاڌڪرام ايسرداس ٿهلياڻي |
| ١٧٠. | سنڌي ٽائيمس | هفتيوار | انگريزي | ١٩٣٠ع | حيدرآباد | روچيرام ايڇ. آڏواڻي |
| ١٧١. | سماج | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣٠ع | حيدرآباد | لڌارام گيانچند |
| ١٧٢. | هندو آفتاب | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣١ع | حيدرآباد | ليلارام نارومل، هاسومل ايسرداس ماکيجاڻي |
| ١٧٣. | نوَيُگ | ٻن هفتن واري | سنڌي | ١٩٣٠ع | حيدرآباد | ڀڳوانداس ڌرمداس گربخشاڻي |
| | | روزاني | سنڌي | ١٩٢٣-١٩٢٤ع | حيدرآباد | وشنو نئنارام شرما |
| ١٧٤. | ڪوٽڙي گزيٽ | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣٠ع | ڪوٽڙي | ريجهومل تيجواڻي |
| ١٧٥. | ڀارت | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣٠-١٩٣٢ع | سکر | يوجراج موٽومل اجواڻي |

| نمبر | نالو | وقت | ٻولي | سال | شهر | سمپادڪ |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ١٧٦. | هندو ليگ گزيٽ | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣٠ع | سکر | اي. ڪي. پنجابي |
| | | روزاني | | ١٩٣١-١٩٣٢ع | | اي. ڪي. پنجابي |
| ١٧٧. | پيغام | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣٠ع | شڪارپور | عبدالڪريم عبدالله چشتي |
| ١٧٨. | سنڌ سماچار | روزاني | گجراتي | ١٩٣١ع | ڪراچي | جڳترام رتنجي |
| ١٧٩. | ڪراچي سماچار | هفتيوار | گجراتي | ١٩٣١ع | ڪراچي | ويلجي مولجي |
| ١٨٠. | نئون يُگ | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣١ع | حيدرآباد | مولچند ڪي. مچنيا |
| ١٨١. | سنڌ آستان | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣١ع | ڪراچي | صويراج جيوترام |
| ١٨٢. | آزاد | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣١ع | ڪراچي | شونداس ڪلڻ داس |
| ١٨٣. | مؤجي | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣١-١٩٣٢ع | ڪراچي | وشنو نئنارام شرما، گوڊومل منگهارام |
| ١٨٤. | الهدايت | ٻن هفتن واري | سنڌي | ١٩٣١ع | ٺٽو | سعيد غلام حيدرشاه |
| ١٨٥. | صوفي ڪلام | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣١-١٩٣٢ع | حيدرآباد | لڌارام پي. پنجابي |
| ١٨٦. | دادوُ گزيٽ | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣١-١٩٣٢ع | دادوُ | قاضي غلام نبي قريشي |
| ١٨٧. | دادوُ سماچار | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣١-١٩٣٢ع | دادوُ | جي. ٻي. سدارنگاڻي |
| ١٨٨. | نؤجوان | هفتيوار | سنڌي | ١٩٣١-١٩٣٢ع | شڪارپور | ڊاڪٽر ليلارام اين. ڦيرواڻي |
| ١٨٩. | مکتي | هفيتوار | سنڌي | ١٩٣١ع | جيڪب آباد | تولارام ايس. آڏتاڻي |
| ١٩٠. | همدرد | هفيتوار | سنڌي | ١٩٣١-١٩٣٢ع | ٽنڊو محمد خان | شير محمد حڪيم |
| ١٩١. | سنڌ ڪرانيڪل | هفيتوار | انگريزي | ١٩٣٢ع | ڪراچي | آوتراءِ پرسرام گلراج |
| ١٩٢. | الطيف | هفيتوار | سنڌي | ١٩٣٢ع | حيدرآباد | سيد ودل شاه عباس علي شاه |
| ١٩٣. | فتح | هفيتوار | سنڌي | ١٩٣٢ع | حيدرآباد | ليلارام ٺارومل ماکيجاڻي |
| ١٩٤. | هندو سماچار | هفيتوار | سنڌي | ١٩٣٢ع | حيدرآباد | چاندومل گوپالداس |
| ١٩٥. | هندستان | هفيتوار-روزاني | سنڌي | ١٩٣٢ع | حيدرآباد | وديانند ڪندارام، هيرانند ڪرمچند |
| ١٩٦. | سرسوَتي | هفيتوار | سنڌي | ١٩٣٢ع | حيدرآباد | ايڇ. پي. ميرچنداڻي |
| ١٩٧. | آزاد سنڌ | هفيتوار | سنڌي | ١٩٣٢ع | ڪوٽڙي | محمد اِسماعيل عباس |
| ١٩٨. | سچائي | هفيتوار | سنڌي | ١٩٣٢ع | دادوُ | ٺارومل مهرچند آڏواڻي |
| ١٩٩. | مزدور | هفيتوار | سنڌي | ١٩٣٢ع | سکر | اَبوُ شؤڪت همزو |
| ٢٠٠. | شڪارپور سماچار | هفيتوار | سنڌي | ١٩٣٢ع | شڪارپور | خوشيرام ڊرمداس |
| ٢٠١. | ڪرم وير | هفيتوار | سنڌي | ١٩٣٢ع | نوشهرو فيروز | سچانند ڦيرومل ٽانواڻي |
| ٢٠٢. | سنڌ شيوڪ | ماهوار-هفيتوار | سنڌي | | نوشهرو فيروز | تولارام مينگهراج ٻالاڻي |



## ١٧. سنڌي ٻولي ۽ ٻيون ٻوليون

**(١) سنڌي ٻوليءَ جو پراچين اِتهاس ۽ ساهتيہ- (الف) اِتهاس-** سپت سنڌوءَ جي ڳالهہ آهي، جت دنيا جي مڙني پراچين سنسڪرتين ڪان اوچ سنسڪرتيءَ جا نشان ''موهن جي دڙي'' ۾ ملن ٿا؛ جنهن سنڌ ماتريءَ جي ڇايا ۾ ويهي وشوامتر تپسيا ڪئي؛ جت چاڻڪيہ، پاڻنيءَ ۽ پاتنجليءَ جهڙا ودوان پئدا ٿيا؛ جت دنيا کي ٻوڌ ۽ گيان جو پهريون پرڪاش ڏيندڙ سلوڪ گونججي اُٿيا ۽ جت ويد، پراڻ ۽ سمرتيون نهيون. اوائل ۾ جيڪي پراڪرت ٻوليون هلنديون هيون، تن کي بنڌن ۾ آڻي ''پاڻنيءَ'' نالي ودوان ''اشٽ ادياپي'' نالي وياڪرڻ جي رچنا ڪري سنسڪرت ٻوليءَ جي شروعات ڪئي. سنسڪرت پراڪرت مان هڪ سڌاريل ٻولي آهي. سنڌ ۾ اُن وقت پراڪرت جي وراچڊ پئشاچي نالي شاخا هلندڙ هئي ۽ اُن طرح سنسڪرت شؤرسيني وراچڊ اپڀرنش مان سنڌي، هندي، گجراتي ۽ مرهٽي ٻوليون نهيون. پرسڌ ڀاشا وگيانين سَر گريئرمن ۽ ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چٽرجيءَ اُنهن ڳالهين جي تصديق ڪئي آهي. ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چٽرجيءَ تہ چيو آهي: ''سنڌ پراڪرت ٻولي پاڻني، پاتانجلي ۽ ڪاليداس جي وقت ڪان بہ پراچين آهي.'' ڪيترن تہ اِئين پڻ مڃيو آهي تہ رامائڻ ۽ مهاڀارت ڪان بہ پراچين آهي. شري پي. ڊي. پسلڪر سنڌيءَ لپيءَ جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ: ''سنڌي لپي چتر لپيءَ جهڙي هئي، اُن لپيءَ ۾ پکين مڇين ۽ ماڻهن جون صورتون چٽيل هيون. لکڻ جو ڍنگ ساڄي ڪان کابي هو.'' ڀارتيہ وديا ڀون طرفان ڇپايل پستڪ ''History of Indian Culture Vedic age'' ۾ شري بي. ڪي. گهوش سنڌي لپيءَ بابت لکيو آهي تہ ''اِها برهمي لپين جي ماءُ هئي.'' اٺين صديءَ جي آسپاس جئن ودوان اڏيوڌن پنهنجي ڪتاب ''ڪُوليہ مالا ڪٿايم'' ۾ سنڌي ٻوليءَ کي باقاعدي ''سنڌي'' نالو ڏنو آهي. اُن ڪان اڳ ''سئنڌوَ'' اُچار ڪيو ويندو هو. سئنڌو جو ذڪر مهاڀارت ۾ بہ ڪيل آهي. راجا جئدرٿ اُن وقت سنڌ جو راجا هو. جئن ودوان سويم ڀوءَ ٧٩٠ع ۾ رچيل رامائڻ ۾ سنڌي لفظ ڪم آندا آهن. برج جي پشپ دنت ڪويءَ ٧٢-٩٨٩ع ۾ پنهنجن بيتن ۾ سنڌي لفظ ڪم آندا آهن. شري چٽرجيءَ جو چوڻ موجب سنڌ جي پراڪرت ٻوليءَ ۾ لکيل جهوني ۾ جهونو پستڪ عيسوي سنہ ڪان ٽي صديون اڳ جو لکيل، راجا راول جي منتري سُپريا ساگر جو ''راجائن لاءِ سکيا'' آهي. اُن بعد عيسوي سنہ جي اٺين صديءَ تائين ڪو پستڪ نٿو ملي. مسلمانن ۽ ٻين ڌارين قومن جي ڪاهن ۾ پستڪ ساڙي ڇڏيا ويا. ''پنچتنتر'' اٺين صديءَ ۾ سنڌيءَ ۾ لکيل پستڪ ''ديول سمرتي'' ملي ٿو. ٻيو سنسڪرت ۾ لکيل سنڌي ودوانن عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو، اُنکي نالو Arabian Nights ڏنو ويو.

ستين صديءَ ۾ ڪنپ لوچن عرف مولانا اسلامي هڪ پرسڌ ودوان هو، اصل هندو هو، پر پوءِ هنکي مسلمان ڪيو ويو. ٧٧٣ع ۾ ''روزا الئڪلا'' نالي پستڪ هڪ سنڌي ڪويءَ لکيو، جنهن تي کيس هڪ هزار درم اِنعام مليو. نائين صديءَ ۾ هڪ ودوان کي قران شريف کي ترجمي ڪرڻ جو ڪم سونپيو ويو، اُن موجب ڌارين ٻولين ۾ مسلمان جو مذهبي پستڪ پهريون سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو

ٿيو. ١٢١٦ع ۾ ”چچ نامون“ لکيو ويو. فارسي ٻوليءَ ۾ سنڌ جو اِتهاس هو. محمد صديق جي رايي موجب چوڏهين صديءَ ۾ ”دودي چنيسر“ جي ڳالهه لکڻ ۾ آئي. پندرهين صديءَ ۾ ”عمر مارئي“ ۽ ”مومل راڻو“ ڪهاڻيون پرسڌ ٿيون ۽ ماموئي فقيرن جا بيت اڳڪٿين وارا لکيا ويا. سورهين صديءَ ۾ قاضي قاضن جا بيت موجود آهن. سترهين صديءَ ۾ شاهه عبدالڪريم جو رسالو مشهور آهي. ارڙهين صديءَ ۾ شاهه عنايت جو ڪلام ظاهر ٿيو ۽ مخدوم ابوالحسن اسلامي رسالو ”مقدم الصلواة“ عربي آئيوٽيا ۾ لکيو، جنهن کي ميمڻ صاحب سنڌي ٻوليءَ ۾ پهريون لکيل ڪتاب ٿو ڪوٺي. اُنهيءَ وقت ۾ شاهه عبداللطيف جو شاهه جو رسالو لکيو ويو. اُڻويهين صديءَ ۾ ڪوي چيٺراءِ جا ”سامي جا سلوڪ“ شڌ سنڌيءَ ۾ لکيل آهن.

(ب) ودوان لکن- ڪي ودوان لکن ٿا ته سنڌ ۾ پراڪرت ٻولي چالو هئي، سا ڏينهون ڏينهن بگڙي اپڀرنش ٿي جو سنڌ جي پراڪرت ٻوليءَ جو نالو ”وراچڊ اپڀرنش“ يعني گهڻو بگڙيل ٻولي پيو. اُها اپڀرنش وڌيڪ بگڙي. سنه ١١٠٠ع ۾ سومرن جي حڪومت ۾ هاڻوڪي سنڌي ٻوليءَ جو روپ ورتو. اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ جو جنم ١١٠٠ع ۾ ٿيو.

(ث) امر ٻولي- ناممڪن! سنڌي ٻولي تيسين امر آهي، جيسين هڪ به سنڌي ڳالهائيندڙ شخص هند يا سنڌ جي سر-زمين تي موجود آهي. اِهو پڻ پڪيءَ پٽ ياد رکڻ گهرجي ته اسانجي سنڌي قوم، جنهن صدين کان چوٽون پئي کاڌيون آهن ۽ هر آزمائش مان هميشهه لنگهي پار پيئي آهي، سا ڪداچت مرڻ واري ناهي. اسانجي پياري ٻولي، جنهن ۾ ڏني جيجل منڙي لولي، تنهنجي واڪاڻ ڪهڙن لفظن ۾ ڪجي.

(د) گورن ودوانن جا رايا- (١) سنڌ نج سنسڪرت ست جي ٻولي آهي. جيڪڏهن اسين سنڌيءَ جي ڀيٽ سندس ڀينرن ٻولين سان ڪريون ته اسانکي گرامر جي لحاظ کان سنڌيءَ کي منجهن پهريون اِستان ڏيڻو پوندو. اڄڪلهه جي مرهٽي، هندي، پنجابي، بينگاليءَ جي ڀيٽ ۾ سنڌيءَ جو پراڻي پراڪرت سان وڌيڪ ويجهو رشتو آهي. سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ وياڪرڻ جا ڪيترائي روپ پاڻ وٽ اڃا تائين قائم رکيا آهن، جن کي ڏسي سندس ڀينر ٻوليون پڪي ساڙس ريس ڪن. -ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ.

(٢) مونکي وشواس آهي ته سنڌي ڀاشا جو اڀياس ڀاشا وگيانين لاءِ ٻين ڪيترن ئي ڀارتيه ڀاشائن جي اڀياس جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ دلچسپ ثابت ٿيندو. ضميرن ۽ اُنهن سان گڏ حرف جرن جي بدران لفظن ۾ پڇاڙين جو استعمال ۽ ٻيون ڳالهيون جيڪي هن ڀاشا جي سڪندڙ کي اڳتي وڌڻ تي معلوم ٿينديون. اِهي اهڙيون خوبيون آهن جيڪي سنڌي ٻوليءَ کي ٻين انيڪ ڀارتيه ٻولين جي ڀيٽ ۾ هڪ نرالي نزاڪت عطا ڪن ٿيون. - ڪئپٽن جارج اسٽئڪ.

(٣) سنڌي هڪ مشڪل ۽ پيچيده زبان آهي، سندس رستو اگر نرالو ۽ ڪنڊن سان ڀريل آهي ته سندر ۽ خوشبودار گلن جي به اُن رستي ۾ ڪمي ڪانهي. -جان بيمس.



(٢) سنڌي ٻولي- شري ڀيرومل مهرچند آڏواڻي سنڌي وياڪرڻ يعني صرف نحو ۾ لکيو آهي ته: سنڌيءَ ۾ ڪيترا عربي لفظ ڪم اچن ٿا ۽ **آئيوٽا** به عربي سنڌي آهي، تنهنڪري ڪي اِئين ڀائيندا آهن ته سنڌيءَ جو بنياد عربيءَ مان آهي، پر اِئين نه آهي. عربي سنڌي آئيوٽا جولاءِ ١٨٥٣ع ۾ ٺهي ۽ عربي لفظ ٧١٢ع کانپوءِ ڪم ۾ اچڻ لڳا پر ٻولي گهڻو گهڻو آڳاٽي آهي. سنڌي ٻولي جا هينئر ڳالهائجي ٿي، سا ڏهين صديءَ کان شروع ٿي.

سنڌي نج سنسڪرت ٻولي آهي. سنسڪرت مان اول پالي ۽ پراڪرت ٻوليون نڪتيون جن مان هڪ شؤرسيني پراڪرت آهي، جنهن ۾ اسم حاليه جي پڇاڙي ”اندو“ آهي جا سنڌيءَ ۾ به ڪم اچي ٿي. پراڪرت جا اُچار پوءِ ماڻهن بگيڙيا، جنهنڪري اپڀرنش (بگڙيل) ٻوليون نڪتيون. اپڀرنش جا ٻه مکيه قسم آهن، هڪڙي ”ناگر اپڀرنش“ جا قري گجراتي ٻولي ٿي آهي، ٻي ”وراچڊ اپڀرنش“ يعني گهڻو بگڙيل پراڪرت جيڪا قري سنڌي ٻولي ٿي آهي.

سنڌي ٻولي سنسڪرت مان نڪتل آهي. ڊاڪٽر اِي. ٽرمپ پنهنجي ڪتاب ”سنڌي الفابيٽ ائنڊ گرامر“ ١٧٨٢ع ۾ لکيو آهي، جنهن سنڌي ڀاشا جو اونهو اڀياس ڪيو هو ته سنڌي بنيادي طور سنسڪرت نسل جي ڀاشا آهي، اِها اُتر ڀارت جي ٻين ٻولين جي ڀيٽ ۾ پرڏيهي عناصرن ۽ اثر کان آجي آهي. جيڪڏهن اسين اُن جي ڀينر ڀاشائن سان مشابهت ڪنداسين ته سنڌيءَ کي وياڪرڻ جي درشٽيءَ کان اُنهن ۾ سڀ کان مٿاهون درجو ڏينداسين. هاڻوڪي، مرهٽي، هندي، پنجابي توڙي بنگاليءَ جي ڀيٽ ۾ سنڌي پراڻي پراڪرت جي وڌيڪ ويجهو آهي. اُن ۾ انهيءَ گرامر جا مکيه عناصر گهڻي ڀاڱي محفوظ آهن، جن لاءِ سندس ڀينرون اُن سان گڏ ريس ڪري سگهن ٿيون.“

سنڌي ٻوليءَ جي هڪ ٻئي مستند ماهر سر جارج گريئرسن سنڌي ڀاشا کي ڀارت جي آريه ڀاشائن جي سنسڪرت خاندان جي ٻاهرين اپ شاخا جي اُتر اولهه گروهه ۾ ”لهندا“ سان گڏ رکيو آهي. لهندا بابت سر جارج گريئرسن چوي ٿو ته ”اُها پڇمي هنديءَ جي اثر هيٺ بگڙيل دارڪ ڀاشا سڏي سگهجي ٿي، جڏهن ته پنجابي داردڪ ٻولين سبب بگڙيل پڇمي هڪ هنديءَ جو روپ آهي.“ پر سنڌيءَ متعلق هو چوي ٿو ته ”انجي اُبتڙ سنڌي گهڻي قدر پنهنجي ٻاهرين اُپ شاخ جون مول ڀاشائي خصوصيتون سانڍي رکيون آهن، مگر ڪنهن حد تائين اُن تي داردڪ ٻوليءَ جو اثر آهي.“ بنياد بابت چوي ٿو ته ”سنڌيءَ ۾ سڌو ۽ ويجهي ۾ ويجهو نسلي لاڳاپو وراچڊ اپڀرنش سان آهي، اُن بابت ڀارتي وياڪرڻي مارڪنڊيه ڪجهه سامگري ميسر ڪئي آهي.“ وڌيڪ چوڻ آهيس ته سنڌيءَ ۾ ٿورا ڪتاب لکيل آهن ۽ اُن جي مکيه لپي لهندا آهي. حالانڪ گرمکي ۽ ناگري لپين ۾ به لکي وڃي ٿي، هاڻي پارسيءَ لپيءَ جو واهپو به ٿئي ٿو.“ اِن مان اُنجو مطلب شايد عربي سنڌي لپيءَ سان آهي جا انگريزن ١٨٥٣ع ۾ ناهي چالو ڪئي. آخر ۾ گريئرسن صاحب چوي ٿو ته سنڌي زبان ۾ گرامر ۽ اُچارن جون اهڙيون انيڪ خاصيتون موجود آهن، جيڪي ٻين زبانن مان غائب ٿي ويئون آهن.“

شورشيني جو ڳڻ عيسوي سن جي شروعات کان ٥٠٠ کان ٦٠٠ سالن تائين هليو. اُنکان پوءِ اپڀرنش جو ڳڻ شروع ٿيو، جو ڏهين صديءَ تائين هليو. اُن کانپوءِ سنڌي ٻولي هاڻوڪي روپ ۾ ڏسجي ٿي، جو روپ قائم آهي.

سنڌي ٻوليءَ بابت مسٽر سراج الحق پنهنجي ''تنقيدي جائزي'' ۾ بيشمار حوالن سان نتيجو قائم ڪيو آهي ته موجوده سنڌي ٻولي سڌيءَ طرح سنسڪرت جي بدليل صورت آهي ۽ اهڙي ڳالهه تواريخي ثابتي ڪانهي، جنهن جي آڌار تي اُن کي سام، سٽ جي ٻولين سان ڳنڍي سگهجي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو ته سنڌي ٻولي ''وراچڊ اپڀرنش'' مان اُسري آهي ۽ اُها نڪي سنسڪرت آهي، نڪي ٻين پراڪرتين وانگر سنسڪرت مان نڪتل نج پراڪرت. بلڪ سنڌيءَ جي اُها سڀني ماءُ هڪ نهايت بگڙيل ٻولي آهي (مهراڻ ٢-١-١٩٦٠ع) ليڪن سنڌيءَ جي اُها سڀني ماءُ ڪا ٻي نهايت بگڙيل ٻولي ڪانه هئي، بلڪ سنسڪرت مان نڪتل نجي نه، نه بگڙيل ''پراڪرت'' ضرور هئي، جنهن کي اپڀرنش پراڪرت ڪوٺيندا هئا. اُهائي وڏيڪ بگڙندي ''وراچڊ اپڀرنش'' ٿي، جنهن سنڌي ٻوليءَ کي جنم ڏنو. ڪي چون ٿا ته سنڌي ٻولي سنسڪرت جي ڌيءَ ۽ هنديءَ جي ڏوهٽي آهي، ڪي ماسات به چوندا آهن. سنسڪرت مان پاليءَ ۽ اپڀرنش ٻولين سان پيٽپي آهي. سنڌي ٻوليءَ جي شروعات ٻارهين صديءَ ۾ سومرن جي حڪومت کان چئي وڃي ٿي. سر رچرڊ برٽن سن ١٨٤٥ع ۾ پارٽ جي سيني ٻولين جي ساهت جي جاچ ۽ اوڪ ڊوڪ ڪرڻ لاءِ پوءِ پنهنجي سنڌ بابت ڪتاب ''سنڌ ۽ سنڌو نديءَ جي ماٿريءَ ۾ رهندڙ قومون'' جو انگريزيءَ ۾ ١٨٥١ع ۾ ڇپجي ظاهر ٿيو، ۾ لکيو آهي ته سنڌي ادب بابت ايترو چوڻ يقينن آهي ته هندستان جي ڪنهن به ٻوليءَ ۾ ايترو علم ۽ ادب موجود نه آهي، جيترو سنڌي زبان ۾ آهي.

سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ سٽ سيڪڙو لفظ سنسڪرت ٻوليءَ جا آهن. مسلمانن جي راڄ ۾ اُنهن جي اثر سبب ويهه سيڪڙو لفظ عربي پارسيءَ جا آهن، باقي ويهه سيڪڙو لفظ ڪول، سنٿال، ايران، آسٽريليا، مِصر، دراوڙ ۽ ٻين پراچين ديسن ۽ ٻولين جا آهن. سنڌي واپاري قوم به آهي. واپار سانگي ڪيترا سنڌي ولايت وڃي پنهنجي ٻوليءَ جا ڪي لفظ اُتي ڇڏيندا هئا ۽ اُتان جا ڪي لفظ سنڌ ۾ آڻيندا هئا. اِن طرح سنڌي ٻولي هڪ وسيع ٻولي بڻي آهي. جيڪا سنڌي ٻولي هاڻي ڳالهائجي ٿي، سا ڏهين صديءَ کان چالو آهي.

سر رچرڊ برٽن لکيو ته سنڌ جي ڳوٺن ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جا گيت عام جام ڳايا ويندا آهن. اُهي لوڪ گيت Folk Songs ٿي ويا آهن. اُن ڪانسواءِ سسئي پنهون، عمر مارئي جا قصا به ڳايا ويندا آهن. اُن ڪانسواءِ ٻهراڙين ۾ ڳجهارتون يا پرولين ڏيڻ جو دستور به عام آهي.

**(الف) سنڌي آئيوٽيا-** آخر سنڌي آئيوٽيا ۽ لپيءَ جو مسئلو انگريزن جي حڪومت ۾ حل ٿي ويو. سنڌ جي پهرئين چيف ڪمشنر سر بارٽل فريئر جي سرجوشيءَ سان ۽ عربيءَ پارسيءَ جي عالم سر رچرڊ برٽن جي سفارش سان ۽ ٻين سنڌي عالمن ديوان اُڌارام ٿانورداس ۽ مرزان صادق



علي بيگ جي مدد سان هاڻوڪي ٥٢ حرفي عربي سنڌي آئيوٽيا نهي تيار ٿي جا ڪلڪتي مان ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ عربي سنڌي آئيوٽيا ۽ لپي منظور ڪئي جا ١٨٥٣ع کان شروع ٿي. هن نئين رسم الخط ۾ ٤ نج سنڌي حرف ٻ، ڏ، ڄ ۽ ڳ به وڌائون ۽ ٤ نجا عربي حرف ف، خ، ق ۽ ز به گڏيائون ۽ ڪي فارسي ۽ ترڪي لفظ پڻ ملايائون، ڪل ٥٢ حرفي ڪيائون. ايترن حرفن واري شايد دنيا ڀر ۾ اهڙي آئيوٽيا ڪانه ملندي. سنڌي ماڻهو هرڪنهن ٻوليءَ جا اُچار ڪري سگهن ٿا.

**(ب) ٻوليءَ ۾ فرق-** چوڻي آهي ٻارهين ٻارهين ڪوهين ٻوليءَ ۾ فرق ٿيندو آهي، تيئن مها سنڌي ٻوليءَ ۾ يعني زبان ۾ به لاڙ، حيدرآباد، وچولو ڪوهستان، اُتر سرحد ۽ ٿرپارڪر ۾ ويس وڳو بدليل آهي. ٿورو ٿورو اُچار بدليل ته ڪٿي ڪٿي لفظ بدليل هو. جيتوڻيڪ ٻولي ساڳي آهي، پر اُچارن ۾ ڦير گهير ٿئي ٿي. اُتر ۾ سرائڪي ٻولي، لاڙ ۾ ڪڇي ٻولي، ٿر ۾ گجراتي ۽ ڍاٽي ٻولي ۽ مارواڙي ٻولي. ڪوهستان ۾ مڪراني ۽ لاسي ٻوليءَ جو اثر سنڌ جي ٻوليءَ تي آهي. سنڌي ٻولي ديوناگري لپيءَ ۾ به لکي ويندي هئي. پوءِ انگريزن سن ١٨٥٣ع ۾ عربي سنڌي لپي تيار ڪري چالو ڪرائي. انگريزن جي حڪومت ۾ سرڪاري ٻولي سنڌي عربي لپيءَ ۾ ۽ انگريزي ٻئي چالو هيون.

مسلمانن جي حڪومت ۾ ڪي افغان ڪي ايراني ڪي عرب آيا، جن اچي فارسي ٻولي ۽ لپي چالو ڪئي ۽ سرڪاري ٻولي به ميرن جي راڄ تائين فارسي هئي. ڪي عربي، ڪي پارسي، ڪي انگريزي لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ گڏجي ويا. جنهن ڪري ڪي اصلي سنڌي لفظ گم ٿي ويا، جي هن وقت ملن ٿا شاهه جي رسالي ۾. سنڌ ۾ ڪيترن ملڪن جا ماڻهو واپار، ڌنڌي، ڪيتيءَ مزوريءَ جي خيال کان آيا ۽ پنهنجي ٻولي ڳالهائڻ به شروع ڪيائون. پر اُهي ٻوليون سندن ملڪي ماڻهن ۽ گهر وارن تائين محدود هيون. اُنهن جا اکر سنڌي ٻوليءَ ۾ شامل ڪونه ٿيا، اُنهن جو اثر سنڌي ٻوليءَ تي ڪونه پيو.

**(ث) گرامري فرق-** وياڪرڻ موجب ڪن لفظن ۾ اُتر سنڌ ۽ وچولي سنڌ ۾ فرق آهي. وچولي سنڌ مونث اسمن جي اُچارن ۾ جيڪڏهن پڇاڙيءَ ۾ زبر يعني اَ آهي ته اُن جو جمع ''اُون'' گڏڻ سان ڪرڻ ۾ ايندو آهي. پر اُتر سنڌ ۾ اهڙن اسمن جو جمع ''آن'' گڏڻ سان ڪجي ٿو. جيئن ته:

| اِسم | وچولي سنڌ ۾ | اُتر سنڌ ۾ |
|---|---|---|
| ڪٽ | ڪٽون | ڪٽان |
| ڪلڪ | ڪلڪون | ڪلڪان |
| جنگهه | جنگهون | جنگهان |
| ڪارڪ | ڪارڪون | ڪارڪان |

زمان مستقبل ۽ ضمير واحد متڪلم جي لفظن ۾ وچولي سنڌ ۾ پڇاڙيءَ جو ''س'' ايندي آهي پر اُتر سنڌ ۾ ''س'' جي بدران ''م'' گڏي ڳالهائبو آهي. جيئن:

| وچولي سنڌ ۾ | اُتر سنڌ ۾ | وچولي سنڌ ۾ | اُتر سنڌ ۾ |
|---|---|---|---|
| ويندس | ويندم | لکندس | لکندم |
| ڪندس | ڪندم | چوندوسانس | چوندومانس |

ضميري پڇاڙيون هند آريائي ٻولين ۾ صرف سنڌيِ ۽ ملتاني ٻولين ۾ آهن. جهڙوڪ : چئينس، چونداسون، جوڙهين، ماڙهين، ڏيرم، ساڙن، جهڙس، ڪٽس وغيره وغيره.

اُتر سنڌ ۾ ”موڪلڻ“ کي ”پنڻ“ ۽ ”هِتي“ کي ”هِتڙي“ ۽ ”اِتي“ کي ”اِتڙي“ ڪري ڳالهائبو آهي. ”وهنجڻ“ کي ”ڏانوڻ“ چوندا آهن.

لاڙ ۾ ورِي ڪن لفظن ۾ وچ وارو ”لفظ“ ڳجهو رکبو آهي. جيئن تہ:

| وچولي سنڌ ۾ | لاڙ ۾ | وچولي سنڌ ۾ | لاڙ ۾ |
|---|---|---|---|
| ڪائڻ | ٿڻ | ڪيڏانهن | ڪيڏهن |
| تارازِي | ترازِي | ڪارائي | ڪرائي |

لاڙ ۾ ”چو“ کي ”ڪهہ“ ۽ ”ڇا“ کي ”ڪڇاڙو“ چوندا آهن. ٻيو وڏيڪ ”مون“، ”مان“ ۽ ”اسان“ جي بدران لاڙ ۾ ”پاڻ“ ۽ ضمير جمع متڪلم ۾ ڳالهائن. جيئن تہ ”مونکي سُڌ ڪانهي“ لاڙ ۾ چون ”پاڻ کي سُڌ ڪانهي.“ ”سمهڻ“ کي لاڙ ۽ وچولي ۾ ”ستڻ“ بہ چئبو آهي، پر اُتر ۾ ”ستڻ“ معنيٰ مرِي وڃڻ کي چئبو آهي.

**ڦريل لفظ-** اصلوڪا اکرِي ڦرِي هاڻي هينئين طرح چون ٿا :

| صحيح لفظ | ڦريل لفظ | صحيح لفظ | ڦريل لفظ |
|---|---|---|---|
| اونارو | اونهارو | موتاج | محتاج |
| بازي | بعضي | موڪو | موقعو |
| ٻنين | ٻنهي | نانهن | نہ آهن |
| تانان | طعنا | سُبوُ | صبح |
| چونهين | چونہ آهي | سنمند | سمنڊ |
| گيتان | گيتا | شابا | شاباس |
| ڪيڏان | ڪيڏانهن | | |

**آواز ۽ اُچار ساڳيو مگر معنيٰ ۽ لکڻي مختلف-** سنڌيءَ ۾ ڪجهہ هم آوازِي لفظ اهڙا آهن، جن جي لکڻي خواه معنيٰ ۾ علحدا آهن. مثال:



| | | | |
|---|---|---|---|
| آبد | اَصلي | عبد | ٻانهو، غلام |
| آحِد | واحد | عهد | اقرار |
| آلم | درد | علم | جهنڊو |
| آرب | هڪ سوَ ڪروڙ | عرب | عربستان جو رهواسي |
| آرض | زمين | عرض | وينتي |
| آمل | آفيم | عمل | پيروي |
| آنبر | اُپ | عنبر | خوشبودار چيز |
| اُلا | باه جا شعالا | عُلا | اوج، وڏائي |
| اِنان | گهڻو، تمام | عِنان | واڳ، لغام |
| اعليٰ | وڏو | آلا | ٻُسيل |
| آدي | اصلوڪو | عادِي | عادتي |
| آر | پيار، وهڪرو، اُٺڻ جو اوزار | عار | شرم، حجاب |
| آرِي | ڪارائي | عارِي | اگهاڙو |
| آلِي | ٻِنل، ٻُسيل | عالي | بُلند، بهتر |
| آم | انب | عام | معمولي، سامانيہ |
| آڪ | شين تي نشان | عاق | نافرمان |
| آقا | سائين | آڪا | وڏو پاءُ |
| بسر | گذر، چيڙي تائين | بصر | پياز |
| بوراڪ | بالغ | بوراق | گهوڙو |
| تور | وزن | طور | طرح |
| تُور | پکين جا آنا، جانورن جو ويم | طوُر | جبل |
| تُرو | هڪ قسم جو وڻ | طُرو | ڪلنگي |
| تارِي | آسرو | طارِي | اوچتو ايندڙ، غالب |
| تاس | اُڄ | طاس | تالهہ |
| تاڪ | رستو | طاق | تختو |
| ثنا | ساراهہ | سنا | سنامڪئي (پسار جي شيءِ) |
| ثواب | ٻڇ-اجر | صواب | سچائي، صداقت |
| ثمر | ميوو | سمر | مسافريءَ لاءِ سيڌو سامان |
| حلقو | دائرو، حد، پٽو | هلڪو | گهٽ وزن وارو |
| حارث | ڪڙمي | حارص | لالچي |
| چاڪ | بورڊ تي لکڻ وارو چاڪ | چاق | تندرست، چڱو ڀلو |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ذري | ٿوري، لِڪ | زَري | سون جي تار |
| ريـهَ | دانهن | ريح | هوا |
| زَن | زال | ظَن | شَڪ |
| مُقرر | نهرايل، رٿيل | مُڪرر | وري وري، وري چئڻ |
| نُقطو | ٽُبڪو | نُڪتو | عمدو گفتو |
| نارو | واهه، برساتي پاڻي نيڪال لاءِ | نعرو | للڪار |
| نَذر | پيش - حاضر | نَظر | نگاهه |
| نَذير | ڊيڄاريندڙ | نَظير | ٽوٽڪو |
| سَدا | هميشهہ | صَدا | آواز (وينتيءَ وارو آواز) |
| سَفر | مُسافري | صفر | مسلمانن جو ٻيو مهنو، ماڻهوءَ جو نالو |
| سَماءُ | سُڌ | سَماع | راڳ، ڳائڻ وڄائڻ |
| سَلاح | هڪ شهر جو نالو | صَلاح | نصيحت، راءِ ڏيڻ |
| سؤر | درد | صؤر | نرسنگهو |
| سؤري | ڦاسي | صؤري | ظاهري، ٻاهريون |
| سَهي | واقف، سُڃاڻڻ | صَحيح | برابر - دُرست |
| سَفير | ايلچي | صَفير | پکين جو آواز |
| شڪ | گمان | شَق | چِير |
| وَهي | ٻنڌي - عمر | وَحي | آڪاش واڻي - خدائي آواز |
| قاصد | نياپو نيندڙ | ڪاسد | بيڪار |
| هال | وڏو ڪمرو | حال | حالت |
| هَلُ | اَمر هلڻ جو | حَلُ | اُڪيل، رستو |
| هلاوُت | اَهنج-ڏک | حلاوت | ذائقوا |
| هَمال | ساٿي - سنگتي | حَمال | ڪؤلي |
| هوا | واءُ - پَوَنُ | حوا | آدم جي زال جو نالو |
| هَيا | چيڻي جو لفظ | حَيا | لڄ، شرم |
| ڪُلي | سڄو | قُلي | ڪؤلي، مزور |
| ڪَسب | ڏنڊو | قصب | ڪِلڪ، ڪانو |
| ڪسرت | ورزش | ڪثرت | گهڻائي |
| ڪَلمي | ٻيڙيءَ جو ننڍو سڙهه | قَلمي | هٿ جو لکيل |
| ڪال | وقت، موت | قالَ | گفتو |
| ڪابل | شهر جو نالو | قابل | هوشيار |



ٻهراڙين ۾ سنڌي نج ٻولي ڳالهائي ويندي آهي، اُنهن تي شهر وانگر ٻين ٻولين جو اثر نہ پيو آهي. سنڌي صورتخطي ۾ ث، ح، خ، ذ، ز، ص، ض، ط، ظ، ف، ق اکرن وارا لفظ پارسي آهن. اصلوڪي سنڌيءَ ۾ خ، ز، ذ، ض، ظ، غ ۽ ف آواز وارا لفظ ڪونہ آهن. ڳوٺن وارا ماڻهو جيڪي عربي پارسي نہ ڄاڻندڙ هئا، سي ”خ“ جو اُچار ”ک“، ز، ذ، ض ۽ ظ جو اُچار ”ج“ ۽ ”غ“ جو اُچار ”گ“ ۽ ”ف“ جو اُچار ”ق“ ڪندا هئا. سنڌي ٻوليءَ ۾ ”ڄ“ ”ڱ“ ”ڙ“ ۽ ”ڻ“ ڪنهن بہ لفظ ۾ پهرين نٿا اچن، ”ءِ“ بہ پهرين ڪنهن لفظ ۾ لکڻ ۾ نہ ايندو آهي، اِهي چارئي اکر وچ ۾ يا پڇاڙيءَ ۾ ايندا آهن.

عربي سنڌي لپيءَ جا ۵۲ اکر هيٺين ٻولين مان ورتا ويا آهن:

سنسڪرت مان: ڀ، ٺ، ٽ، ٿ، ڦ، ڄ، ڃ، جهہ، ڊ، ڍ، ڏ، ڙ، ک، ڱ، گهہ، ڻ = ۱۶

عربيءَ مان: اَ، ب، ت، ث، ج، ح، خ، د، ذ، ر، ز، س، ش، ص، ض، ط، ظ، ع، غ، ف، ق، ڪ، ل، م، ن، و، هہ، ي - ء ۲۸+۱ = ۲۹

فارسيءَ مان: پ، چ، گ = ۳

نج سنڌي اکر: ٻ، ڄ، ڏ، ڳ = ۴

کل اکر = ۵۲

الف ب جا ۵۲ اکر چئن قسمن ۾ هيٺئين طرح وراهيل آهن:

(۱) منقوط: (ٽبڪن وارا) جيئن تہ: ب، ج، ض وغيره.

(۲) غير منقوط: (بنا ٽبڪن وارا) جيئن تہ: ا، ک، ل وغيره.

(۳) مسروري: (ٻن اکري نالن وارا) جيئن تہ: بي، تي، ري وغيره.

(۴) ملفوظي (ٽن اکري نالن وارا) جيئن تہ: جيم، ڏال، ضاد وغيره.

مڪتوبي - ٽن اکرن نالن وارا ۳ حرف آهن، جن ۾ اڳ ۽ پٺ بہ ساڳيو حرف ايندو آهي ميم، نون، واو.

نج عربي اکر: ث، ح، ص، ض، ط، ظ، ع، ق = ۸

نج فارسي اکر: پ، چ، گ = ۳

نج سنڌي اکر: ٻ، ڄ، ڏ، ڳ = ۴

کل اکر = ۱۵

جنهن ۾ اِهي اکر هوندا، اُهو اُن ٻوليءَ جو لفظ سمجهيو ويندو.

هيءَ لپي ساڄي ڪان کابي طرف لکبي آهي.

(۳) ٻيون ٻوليون- سنڌيءَ ٻوليءَ کانسواءِ سنڌ ۾ بلوچي، سرائڪي، اُرُدو، هندي، ڪڇي، گجراتي، بروهڪي. اوڏڪي، پنجابي ٻوليون بہ ڳالهايون وينديون هيون جو اُنهن پرانتن جا ماڻهو سنڌ ۾ آيل هئا سي ڳالهائيندا هئا، پوءِ اُنهن سان لاڳاپو رکندڙ بہ اُهي ٻوليون سِکي ويا هئا جي اُنهن سان ڳالهائيندا رهندا هئا. حالانڪ پارسي ٻولي ڳالهائي ڪانہ ويندي هئي پر انگريزي اسڪولن ۾

چوٿين درجي ۾ پاڙهي ويندي هئي ۽ ڪيترا ماڻهو پارسي بيت چاڻندا هئا تہ ڪچهريءَ ۾ پارسي بيتن جي بہ ليءَ لڳي ويندي هئي.

**(الف) سنڌي ٻوليءَ جون اُپ ڀاشائون.** سنڌي ٻوليءَ جون ڪل ڇهہ اُپ ڀاشائون آهن۔

سِريلي، وچولي، لاڙي، ٿريلي، لاسي ۽ ڪَڇِڪي.

(١) سِريلي : خيرپور رياست، سيوهڻ، دادو ۽ لاڙڪاڻو.

(٢) وچولي : حيدرآباد ۽ نواب شاه ضلعو.

(٣) لاڙي : لاڙ واري، شاه جي رسالي واري ٻولي.

(٤) ٿريلي : ٿر جي ماڻهن جي ٻولي.

(٥) لاسي : لس ٻيلي واري ٻولي. } هي ٻئي ٻوليون (اُپ ڀاشائون)

(٦) ڪَڇِي : ڪڇ واري ٻولي. } هاڻوڪي سنڌ کان ٻاهر آهن.

**(ب) ڪئين روپ.** ٻوليءَ ۾ ڪئين روپ سماج ۾ مُروج ٿين ٿا. جهڙوڪ۔

| | | | |
|---|---|---|---|
| (١) | پرماڻڪ عام وهنوار ٻولي. | (1) | Standard Colloquiol dialect. |
| (٢) | ساهتڪ ٻولي. | (2) | Literary dialect. |
| (٣) | اُپ ڀاشا يا اُپ ٻولي. | (3) | Geographical dialect. |
| (٤) | سماجڪ ٻولي. | (4) | Social dialect. |
| (٥) | ڌنڌي ڌاڙيءَ واري خاص ٻولي. | (5) | Trade jargon, Professional dialect. |
| (٦) | شخصي ٻولي. | (6) | Ideolect. |
| (٧) | وِڪرت ٻولي. | (7) | Slang. |

## ١٨. سنڌيءَ ٻوليءَ جو خاصيتون

سنڌيءَ ٻوليءَ جون ڪي اهڙيون خاصيتون آهن جي ٻارتي ٻولين ۾ ڪونهن. ڪي تہ دنيا جي ٻولين ۾ ڪونهن، جي هي آهن:

**(١) اڪرترڪ فعل:** سنڌيءَ کانسواءِ ٻي ڪنهن بہ ڏيهي خواه يورپي ٻوليءَ ۾ ڪونهي. مثال ”نديءَ ۾ ترجي ٿو“ البت اهو فعل تبيتيءَ ۾ ڏٺو ويو آهي.

**(٢) ڀِتو بلواسط.** هيءَ سنڌيءَ ۾ آهي. مثال ”هن پنهنجي ڀاءُ کي کهارايو.“

**(٣)** سنڌيءَ ۾ ٽي **مجهول ۽ مستقبل** پوريءَ طرح نهن ٿا.

**(٤)** سنڌيءَ ۾ ٽي **متعدي فعل** ٽي صورتون وٺن ٿا.

**(٥)** سنڌيءَ جي کهڙي بہ لفظ جو پهريون توڙي پويون اکر ساڪن ڪونهي. سڀ ڪنهن لفظ جي پڇاڙيءَ ۾ يا تہ ڪو حرف علت آهي يا تہ ڪا اعراب آهي، اِهو نمونو سنسڪرت ۾ بہ ڪونهي.

**(٦)** مونث ۽ جمع جوڙڻ مهل وزن جو خيال رڳو سنڌي ٻولي ڪري ٿي.

**(٧)** ضميري پڇاڙيون رڳو سنڌي، سرائڪي ۽ ڪشميريءَ ۾ آهن. اها خوبي آهي جا شارٽ هئنڊ جو ڪم ڏئي ٿي. مثال ”مارائيم“ سڄو مطلب آهي ”هن مونکي ٻئي کان مارايو.“



**(٨) ٻ-ڄ-ڏ-ڳ.** اکر سنڌيءَ ۾ آهن. ڄ ۽ ڳ جا اُچار هندستانيءَ ۾ بہ ڪونهن.

**(٩) گهڻا شبد.** هڪ اکر مان سنڌي ٻولي ڪيترائي شبد ٺاهي ٿي. مثال طور ”ڪارو“ اکر مان ڪاريڙو، ڪارڙو، ڪارسرو، ڪارانجهو.

**(١٠) مٽي ماٽيءَ جون نشانيون.** سنڌي مٽي ماٽيءَ جي نشانين کي جيئن جو تيئن قائم رکيو ويو آهي، جهڙوڪ: ماروٽ، ڏيروٽ، سيٽوٽ، سؤٽ، ”اوٽ“ ۽ ”سؤٽ“ نشانيون ڪڙم جي لاڳاپي جون آهن.

## ١٩. سنڌي ٻوليءَ جو درجو ۽ اهميت

سنڌ جو ممتاز درجو آهي، سنڌ عظيم آهي. سنڌي عظيم قوم آهي ۽ اسانجي ٻولي بہ عظيم آهي. ٻين ٻولين کان مٿاهين آهي. سنڌ کي مختلف دورن ۾ اِنڊس، اِنڊوس، اِنڊيا، سنڌس، هِندس، هند، هندستان جي نالن سان ڪوٺيو ويو آهي. اهي مڙيئي نالا اصل ۾ بنيادي لفظ سنڌوءَ جون مختلف صورتي صورتون آهن، جي ”س“ ۽ ”ه“ جي اُچارن جي مٽ-سٽ ڪري آهن.

سنڌي لفظ نہ صرف وهندڙ نديءَ، سنڌ ۾ رهندڙ ماڻهن، پر سندس صوبي ۾ ڳالهائيندڙ ٻوليءَ لاءِ پڻ استعمال ٿئي ٿو. شري وِي. ايس. آپٽي ڊڪشنريءَ ۾ سنڌ لفظ جون معنائون هن ريت ڏنيون آهن: سنڌ معنيٰ سمنڊ، هڪ وڏي ندي، سنڌوءَ جو نالو، سنڌو نديءَ جي اِرد گِرد وارو ملڪ، هڪ قسم جو راڳ يا سُر.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي چاڻائي ٿو تہ ”سنڌي هڪ سُهڻي، سُندر ۽ سلوڻي ٻولي آهي. منجهس هڪ معنيٰ لاءِ گهڻا لفظ ۽ هڪ لفظ جون گهڻيئي معنائون آهن. سنڌي صلح پسند، ملنسار ۽ هردل عزيز زبان آهي. منجهس عربي، پارسي ۽ تُرڪي بيشمار لفظ پيل آهن، جي اصل سُڃاڻڻ ۾ ئي نٿا اچن تہ ڪي ڌاريا لفظ آهن.“

ڊاڪٽر ٽرمپ سنڌي گرامر ۾ لکي ٿو تہ ”سنڌي نج سنسڪرتي ٻولي آهي. اُتر هندستان جون جيڪي ٻوليون آهن، تن مان ڪنهن ۾ بہ جيترا غير لفظ آهن، تن مان گهڻو گهٽ غير لفظ سنڌيءَ ۾ آهن. وياڪرڻي روپن ۾ ۽ ناهہ ۾ سنڌي ٻولي ٻين سيني پراڪرت زبانن کان گوءِ کڻي ويئي آهي. يعني جي روپ ٻين ٻولين ۾ گم ٿي ويا آهن، سي سنڌيءَ ۾ اڃا تائين بچيل آهن.“

قوم جي ترقيءَ جي چاڻ ٻوليءَ مان پوندي آهي. سنڌيءَ ۾ سچائي، سُنائي، پاڪيزگي، پوترتا، شربتي ۽ مڌرتا سان گڏ سنگيت مڪتا سنڌي ٻوليءَ ۾ آهي. سنڌي ٻولي ڀهڳڻي، النڪارن سان سڄايل، اصطلاحن سان ڀرپور سُندر ۽ وڻندڙ آهي. هن ۾ سيني اُچارن جا اکر آهن. سنڌيءَ ۾ گرامر جون خوبيون بہ آهن، جيڪي ٻين ٻولين ۾ ڪونهن.

**(الف)** سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪُشادگي آهي. جيئن تہ۔

**(١) رات جو پويون حصو.** رات جي پوئين حصي کي جدا جدا نالن سان سڏيو وڃي ٿو:- اڌ رات کان پوءِ واري وقت کي چوندا ”پيڇ پني“ ڪڪڙ ٻانگ ڏني تہ چوندا تہ ”ڪَتي ڪَر موڙيا“ ان کان پوءِ چوندا ”پرڀات“ آخرين ڏيڍ ڪلاڪ کي وري هن نموني وراهيل آهي. ”پنيرڪو“ پوءِ

ڦٽندي ”باک“ ان کان پوءِ ٿئي ”پره ڦٽي“ پوءِ چوندا ”پٿسي پرک“ سورج شاخون ڪڍيون، آخر ۾ ٿيو ”صبح.“

(٢) ڪانءَ لاءِ سنڌيءَ ۾ لفظ آهن:- ڏاهو، ڪانگل، ڪيانتو، ٻاٻيهل، ڪانگ، ڪانگڙو.

(٣) اُٺ لاءِ ٻيا لفظ آهن:- ڪرهو، بوتو، ليڙو، توڏو، مَيو، چانگو، ڏاگهو، اوڳو، بودو، ٻوُر، پوُر، چپالو، چپران، ڊونڊو، موڏو، روڏو، گورو، شتر، گوُنرو، ڪنوات، مونث کي چون ڏاچي.

(٤) سنڌي آئيوٽا جو شاعر مرزا قليچ بيگ چندن هار ڪتاب ۾ شاعريءَ ۾ هن ريت ذڪر ڪيو آهي:-

چٽي ٿو شاعر، اِنسان کي اي اِنسان - ذات پنهنجيءَ جو سُڌ رکين ٿو ڪانه.
پاڻ کي چو نٿو سُڃاڻين تون، ڪا خبر اٿيئي ڪير آهين تون؟
”الف“ قد تنهنجو ”ژ“ ۽ ”ز“ ٿيون پِرون - ”ص“ ۽ ”ض“ ٻئي اکيون تنهنجون.
”ط“ ۽ ”ظ“ نک، ”س“ ۽ ”ش“ ڏند - ”هه“ آهي جيسين وات ناهي بند.
ڌُن آهي ”م“، ”ع“ ۽ ”غ“ ٿيا ڪَن - ”ج“ ”ح“ زلف ”ن“ کي ڪاڏي چون.
”عرش“ ٿيو هوش تنهنجو، سِر ٿيو فلڪ - عقل سج روح چنڊ، حواس ملڪ فرشتا.

انهيءَ ڪان بهتر قصيدو الف بابت نه سمجهي.

(٥) ميناج ۽ ڪشش ٻوليءَ ۾ - ڇا ته ميناج آهي! ڇا ته ڪشش آهي! اسانجي سنڌي ٻوليءَ ۾. هڪ ساهيڙي ٻيءَ ساهيڙيءَ کي چوي ٿي - ”مان تو مونکي ته مائيءَ تان مات ٿي لڳي، ٻڙي مون ڇيو ڇا، هن سمجهيو ڇا؟ هن جو مون سان ڪو چوٽون چندرما ويهي ويو آهي جو ترين تيل لڳائڻ نٿي ڏئي. جهڙي ممٽي سِپ.“ ڏانهنس ڪڏ وري ته ڪيئن وري؟ هن چونڪ چنڊيءَ شڪي، اکيون ڏيکاري، اهڙو ته وٺي مَمڻ مَچايو، جو ڏيهه ئي ڏهڪائي ڇڏيائين. سچا سارا پادرن جيڏا پنجاه آڦوس پِنڊيءَ ۾ وجهي مُڪامانس، ٻيو ڇا ڪريان؟ ڏوڙ پايان.... ڪهڙي ڇائي پايان. مان ڪا ٺهن شوديءَ جي ڏيجگر آهيان ڇا؟ جو اچا پيئي ڳن ڏيان.

(٦) لاڙيءَ ٻوليءَ جو نمونو- پير مرد چيو، ”وڏيرا، خبرون مڙيئي خير. ذات جو جهڳيو ويٺل اصل بنورو، هاٽي ڪينجهر جي پراڙين ڪپ، ستين پيڙهين پاڳيو آهيان. مند مائي ڏسي، ڍورن جي سانگ تي وطن ڇڏي، جُهڳو پٽي اچي هت رهيس. ڏٽي سائينءَ سيڪي ڏنو آهيم. اولادي مرادي، پيٽن جو پيءُ، وڳر وارو آهيان، ڪٽم بک ڪانهي، پر گهران گهرڻ ڪان اچا بتل آهيان. پر هڙا جي واءَ لڳا ته پوءِ اُهي مهلون به پري ڪونهن جو پروسيڪار ٿي - ڏاريان در ڏسنداسون ۽ اڄ جيئن ڪمهلو پراين چلهين تي دونها جهپينداسين.... سائين پٽ ته سپوت، ڪپوت مان ڪجاڙو جڙي؟ سڪيلڌو آهيم هيڪڙو، پر آندا به جري ڇڏيئين. جيڏانهن تيڏانهن ڳِلا، ڏوراپا ۽ پڇا. ڪنهن پنهنجي يا پرائي پار مُنهن ڪڍي ڪين ٿو سگهان. هٽ انترو ٿي پيو آهي، مڇڻ جو ئي ڪينهي. وڏي جو ڇوڻ ته ڪان تي ٿو لڳيس. ادا، آءٌ ڪُڇا چوان، پنهنجي هلڪائي ڪرڻ آهي پيرمان لاهي مُنهن ۾ هڻڻ. مونکي به ڏور پٽين ڪنا جري ڇڏيو آهيس. لوه ٿي پييم، تڏهن آيو



آهين، اوهان سَبرن وٽ هٽ سيکڻ، ڪم ڪار ته اصل ڪري ئي ڪونه. ڪڏهن ڪٽي چئجيس ته ڍورن سان وڃ ته ٽيئڙ چڙهيو وڃيس. رڌي پچائي تيار ڪري ڏجيس ته پوءِ ڪائڻ جو ڪرو، باقي ڪم جو ڍرو. ڪالهه به هر جا ٻه وراٽا واري منهن پيلو ڪري ويهي رهيو. آءٌ جان پيرو ڏيڻ وڃان ته مڙس نهي ڪونه، هيڏانهن جو لوٽون ڦيريان ته ٻبرجي چانئي ۾ ويٺو اونجهري. ڍورن جي اس ۾ سهڪي پيئي پَوئي، ڪٽس اِهو به خيال ڪونه آيو ته گگدام چوڙي ڇَني ۾ ڇڏيان. مونکي به ڦجاسا ٻخيلي ڪٽي ويئي. ڪٽس به ٽي پاراتا ۽ چڙٻون ڏنيم. پائنم ته چٽائيءَ جو چوندي چڙندو ڪين. پر اهڙو ته مُردار جو ٻانٺو ڪٽي اُلر ڪري آيو. جيسين مون تائين پنون، تيسين به ٽي ڍيرا به مون پار وٺاياٿين. مون چيو، ابا الله پَليئي، وڃي ڍنڍ ۾ پو. مون واري اوڙ نه اُيري ته وڃي ڪڏ پوئي.“ (لاڙ جو سير، الله بچايو سمون). (سنڌي لوڪ ورثي تان).

(٧) شاه عبداللطيف جي رسالي جون خوبيون- شاه عبداللطيف جي رسالي ۾ فڪر ۽ فن سان گڏ ٻيون شاعراڻيون خوبيون به شامل آهن. تمام گهڻن لفظن جو ذخيرو هجڻ جي خوبي سنڌي زبان جا سڀ لهجا (لحظا)، پهاڪا، تشبيهون ۽ اِستعارا به شامل آهن. پٽائي گهوٽ پنهنجي ڪلام ۾ زندگيءَ جي هر طبقي سان تعلق رکندڙ ماڻهن کي جاءِ ڏني آهي. مال چاريندڙ ڌنار کان وٺي محل ۾ ويٺل حاڪم تائين. شاه صاحب ماهر لسانيت ۽ ماهر لغات هو. سيتا ۽ سنسڪرتي هڪ ئي سِڪي جا ٻه پاسا آهن. سيتا ٻاهرين جيون جي وگيانڪ واڌاري کي چئبو آهي ۽ سنسڪرتي اندرئين جيون جي وگيانڪ واڌاري کي چئبو آهي ۽ سنسڪرتي اندرئين جيون جي وهنواري اُنتيءَ کي سڏبو آهي.

(٧) ڪوين (شاعرن) جي ٻوليءَ جي ساراهه- سنڌيءَ ۽ سنڌ جي ساراهه ۾ ڪوين ڪافي سُرڪيون پريون آهن. جيئن ته:-

١- ”آنڌيءَ ۾ جوت جڳائڻ وارا سنڌي - مِٽيءَ کي سون بڻائڻ وارا سنڌي؛
شاهه سچل ساميءَ جي ورثي - نس نس ۾ جن جي وَهي ٿي سنڌو ڌارا.“ - موتي پرڪاش

٢- ”هر فن ۾ آهن هوشيار سنڌي - وفائيءَ جا پُتلا وفادار سنڌي؛
پراوَن کي پنهنجو بڻائن ٿا سنڌي - سنگت توڙ تائين نڀائن ٿا سنڌي،
پنهنجا سور دل ۾ سمائن ٿا سنڌي - نه ٻئي کي ٻولي ٻڌائين ٿا سنڌي.“ - ماستر چندر

٣- ”سنڌو ٿيڄ تي مان پليس، سنڌو منهنجي ماءُ -
آهيان سنڌ سپوت مان، هرڪو سنڌي ياءُ.“ - هري دلگير

٤- ”آلا! مون نٿا وسرن، سنڌ جا نظارا - سڪر ساڌ ٻيلو، سنڌوءَ جا ڪنارا.“ - واسديو نرمل

٥- ”گنگا جمنا امرت امرت - ليڪن ٿيڄ ته سنڌوءَ جي آهي.“ - نارائڻ شيام

٦- ”سنڌ جو آن سنڌ جو پاڻي، تنهنجو خون رَڳن ۾ آهي -
ڪيئن وساريان مان تنهنکي سڀ لاڳاپا لاهي.“ - مورومل ”بيوطن“

□□

:: باب ٻارهون ::

# سڀيتا، تهذيب، ادب ۽ ساهتيه

**١. (الف) سڀيتا ۽ تهذيب** - هرڪنهن ملڪ جي ادبي چال سان سندس رهڻي ۽ ڪرڻي ۽ جي خبر پوي ٿي. سنڌ جي مهان تهذيب ٻين ملڪن کان نرالي، نيڪ ۽ سگهڙائي آهي. سڀيتا جي ابتدا سنڌو نديءَ جي ڪناري تي رهندڙ رشين ۽ مُنين ڪئي. چارئي ويد رگ، يجر، سام ۽ اٿر رشين مُنين هٿ سنڌ ۾ سنڌو نديءَ جي ڪناري تي ويهي لکيا. اُٿڻ وهڻ ۽ مريادا تمام عمدي هئي. هنڪي ويدن جي يومي به چٽبو آهي. دڙن جي کوٽائيءَ مان اهڙيون شيون ۽ نشانيون نڪتيون آهن جي ثابت ٿيون ڪن ته شهرن جون بزاريون سڌيون، پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ ناليون، صفائيءَ لاءِ بندوبست، روشنائيءَ جا پربند، واپاري هنڌ، تعليم لاءِ ودياليه پراچين وقت ۾ هئا. اِن مان چٽي سگهجي ٿو ته اُن وقت جا ماڻهو سڌريل ۽ سمجهو هئا، جن اِها سڀيتا قائم رکي. ويدن جي نشاني 卐 سواستيڪا آهي. ويد نجومت، جوتش، آيرويد، طبابت، حساب، علم رياضي، رساين جيو وديا، علم حيات ۽ حيوانات، منتر شاستر ۽ موجي علم سان ڀريل آهن. ويدن جي مهما تي هزارين گرنٿ لکيل آهي، هي سنسڪرت ۾ آهن. سنسڪرت سڀني ٻولين جي ماءُ آهي. دڙن ۾ دٻيل سڀيتا آهي. سنڌ ۾ گهڻيئي کنڊهر آهن جي ثابت ڪن ٿا ته هن ديس ۾ تهذيب جا وڏا شهر هئا، جنجو ذڪر هيٺ ڏار ڪجي ٿو. روهڙي، سيوهڻ، نئون ۽ پنيور جهوني سڀيتا جون ثابتيون آهن.

**(ب) سنڌيت**- سنڌو سڀيتا يا سنڌي تهذيب جنهن کي اسان نئون نالو ”سنڌيت“ ڏنو آهي، اُن ۾ اسانجون ريتيون رسمون، اسانجا پنگتي ۽ مذهبي عقيدا ۽ اسانجا هنر ۽ ڌنڌا سڀ اچي وڃن ٿا، بلڪ ”سنڌيت“ جو دائرو وڌيڪ وسيع بڻائڻ خاطر اسين اُن ۾ سنڌي ٻولي، سنڌي ادب، سنڌي ڪلائن ۽ سنڌي سنسڪرتي (تمدن) سان واسطا معاملن کي پڻ بخوبي شامل ڪري سگهون ٿا.

سچ آهي، سنڌ مان هندو ”شرڻارٿي“ جي روپ ۾ آيا، ”پرشارٿي“ بڻجي حالتن جو مقابلو ڪيائون ۽ هينئر ”پرمارٿي“ جو پارٽ ادا ڪري رهيا آهن. خود جي محنت سان محل اڏيا اٿن. نه بيک پنيائون، نه زال ذات کي چارديواريءَ کان ٻاهر ڪڍيائون. ”ٻلي بک پرم جي شال نه وڃي شان“ اِن چوڻيءَ تي پورو عمل ڪيائون.

**٢. پراڻا دڙا ۽ کنڊهر** - سنڌ جا پراڻا دڙا ۽ کنڊهر گهڻيئي جن جي کوٽائي ڪئي ويئي آهي ۽ ڪئين شيون ۽ نيشانيون مليون آهن، جن مان سنڌ جي سڀيتا جي ڄاڻ ملي آهي.

**(١) موئن جو دڙو (موهن جو دڙو)**- هي دڙو لاڙڪاڻي جي پرسان ڏوڪري ريلوي اسٽيشن کان ٦-٧ ميل پري اوپر طرف آهي. سنه ١٩٢٢ع ۾ هن دڙي جي کوٽائي ڪيائون ته عاليشان شهر نڪري آيو. اڄ تائين ١٣ ايڪڙن ۾ کوٽائي ڪئي ويئي آهي. جن ۾ ڪن گهرن ۾ ماڻهن جا لاش پيا هئا، اِنڪري اُنکي موئن جو دڙو سڏين ٿا. اڳتي هلي ماڻهن موئن مان موهن بڻايو. ڪي اُنکي موهن جو دڙو ڪوٺين ٿا. کوٽائيءَ ۾ هڪ ٻئي مٿان ٻه شهر نڪتا. چيو وڃي ٿو ته ڇهريون پنج هزار



سال پراڻو، ٻيو به هزار سال پراڻو آهي. هن وقت سنڌو نديءَ هن کان ساڍا ٽي ميل پري آهي. ڏوڪري تعلقي کي ”لب درياه“ تعلقو سڏيندا هئا. لب معنيٰ چپ يا ڪنارو. اُهو تعلقو سنڌو نديءَ جي ڪناري سان آهي. چوڻ ۾ اچي ٿو ته عيسوي سنه کان ١٥٠٠ سال اڳ ٻاري اُٿل ۽ ٻوڏ سبب اُهو شهر ناس ٿي ويو ۽ ڊٺل جاين جو دڙو ٿي پيو. موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان ٽامي جا ٿانوَ ۽ پٿر جا اوزار، مُهرون، جانورن جون شڪليون ۽ قيمتي زيور وغيره نڪتا آهن، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته اُنهيءَ وقت جا ماڻهو ڪاريگري ۽ هُنر ۾ نهايت پڪا هئا. ٻيو پڪين سِرن جون جايون ڏاڪڻين سان، گندي پاڻي نيڪال لاءِ ڪسيون ۽ ڍڪيل موريون هيون. هرهڪ گهر ۾ وهنجڻ لاءِ کوهي هئي، چٽبو ته جاين جوڙڻ جا به قابل ۽ ماهر هئا. آرڪيالاجيڪل کاتي وارن جي راءِ آهي ته هن دڙي جي سڀيتا پنج هزار سال پراڻي آهي ۽ اِها سڀيتا دراوڙن جي آهي، جي آرين کان اڳ سنڌ ۾ رهندا هئا. اُن موجب اُهو زمانو مهاڀارت جي لڙائيءَ وارو زمانو هو، جيڪا جنگ پانڊون ۽ ڪورون جي وچ ۾ لڳي هئي. اُن وقت سنڌ جو راجا ڄئدرٿ هو جو مٿئين لڙائيءَ ۾ مارجي ويو. هي دريوڌن جي ڀيڻ پرڻيل هو، تنهنڪري اُها سڀيتا آرين جي ڏسجي ٿي. (وڌيڪ ڏسو باب ٤ جو ٢ جو الف جو ١ صفحو ٦٢).

**(٢) نئي پرسان دڙو**- ننگر نئي کان ٦ کوه پري ڳوٺ گجيءَ وٽ ٽرڙيءَ ۾ به هڪ دڙو کوٽيو اٿن، جن مان به ڪي جهوني زماني جون شيون نڪتيون آهن.

**(٣) ڪوٽڙيءَ پرسان دڙو**- ڪوٽڙيءَ جي پرسان اُتر طرف ڪارڙيءَ ۾ هڪ دڙو آهي، جنهن جي به کوٽائي ڪئي ويئي آهي.

**(٤) باڊه وٽ دڙو**- باڊهه طرف لوهم ۾ به هڪ دڙو آهي.

**(٥) روهڙيءَ پرسان دڙو**- روهڙيءَ جي پرسان ريتي ريلوي اسٽيشن کان ۵ ميل پري ونجهون ۾ به هڪ دڙو آهي. کوٽائي ڪندي هن مان چقمق پٿر مان ٺهيل وڍ ڪٽ جا اوزار مليا آهن.

**(٦) چنهون جو دڙو**- نواب شاه ضلع جي سڪپور ڳوٺ کان ڏيڍ ميل پري چنهون جو دڙو آهي. هنجي کوٽائي سنه ١٩٣٦ع ۾ ٿي، جنهن مان هوبهو موئن جي دڙي وارن جهڙا نشان نڪتا، ٽامي ۽ پتل جا رانديڪا نڪتا. پٿر، هڏن ۽ ڪلن مان ٺهيل مڻڪا هٿ آيا.

**(٧) ڪاهوءَ جو دڙو**- سنڌ ۾ جڏهن هندن جي صاحبي هئي، تڏهن ڪاهوءَ نالي جو شهر پراڻي ميرپور خاص کان شروع ٿي، ڪيتري پنڌ ۾ هليو ويو. شهر کان سڏ پنڌ تي اُتر طرف هڪ ويرانو آهي جو ڪاهوءَ جو دڙو سڏجي ٿو. ميرپور خاص شهر ۾ هنجي نالي سان هڪ ڪاهو بزار آهي. سنه ١٨٥٧ع ۾ جنرل جان جيڪب هن دڙي جي کوٽائي ڪرائي ته ڪي جهونا سِڪا نڪتا. تاريخ ٢٧ جنوري ١٨٥٩ع تي آنربل جيمس گبس کي هٿ پڪين سِرن جو ڊٺل ٺل نظر آيو، اُهو هنڌ صفا ڪرايو ته هيٺ زمين ۾ هڪ کوٺي نظر آئي. اُن مان هڪ مِٽيءَ جو جڙيل ٿانءُ مليو. سنه ١٩٠٠ع ۾ جوڌپور بيڪانير ريلوي ننڍي پٽي واري گاڏيءَ جو رستو ٺهيو. اُتي کوٽائيءَ ۾ سهڻا ۽ عجيب پتلا دڙي مان نڪتا، جي عيسوي چوٿين صديءَ جا هئا.

سنه ۱۹۱۰ع ۾ آرڪيالاجيڪل سروي جو سپرنٽينڊنٽ سر هينري ڪزنس هي دڙو کوٽارايو ته هڪ جهونو ڏيورو (Stupa) نظر آيو. هي دڙو ۳۰ ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي. اُن ڏيوري ۾ گوتم ٻڌ جون شڪليون هيون ۽ ڪي پتلا هئا. کوٽائيءَ ۾ هڪ کوهه نڪتو. پرسان بلوري شيشي تري پگهل نڪتي اُن کي چانديءَ جي ٽوپي ۽ ڇلو لڳل هو، اُن ۾ هڪ چانديءَ جي دٻلي، اُن ۾ سوني دٻلي نڪتي. اُها ڪولي ويئي ته اُن مان ڀڀوتي نڪتي. اِهو سمجهيو ويو ته اِهي گوتم ٻڌ جا سنڪ هئا. اُنجي پرسان هڪ سوني مُنڊي ۽ ٽورا مالها جا داڻا نڪتا. ٻيا سِڪا لڌا. ٽورا ننڍڙا پتلا ۽ هڪ شينهن جو پتلو به نڪتو.

**(۸) سنڌ سڏيهرن جو دڙو-** سنڌ سڏيهرن جو دڙو ٽنڊي محمد خان ضلع حيدرآباد سنڌ جي پرسان ٦ ميل پري ڦٽل حالت ۾ آهي.

**(۹) ست ڪجن جو دڙو-** هي دڙو به سنڌ ۾ آهي. هنڪي کي ستڪجن جو دڙو لکن ٿا ته ڪي سڪتاجن جو دڙو لکن ٿا. ڪراچيءَ کان ۳۰۰ ميل پري مغرب ۾ ۽ سمنڊ کان ۲۵ ميل پري آهي. سندس چوڌاري ڪنهن وقت زبردست شهر پناهه ديوار ٺهيل هئي. وِدوانن موجب هي ڪنڊهر موهن جي دڙي جي سڀيتا سان سنبنڌ رکي ٿو.

**(۱۰) علي مُراد جو دڙو-** دادوءَ کان ۲۰ ميل پري ڏکڻ اولهه ۾ علي مراد ڪنڊهر آهي، سندس اوچائي ۲۷ فوٽ ۽ ويڪر ۲۵۰ وال آهي. شهر جي چوڌاري پناهه پٽ ڏنل آهي، جنهن جي ويڪر ۵ فوٽ آهي. کوٽائي ڪندي مٽيءَ جا برتن ڪاري رنگ وارا، ڏڳي ۽ سوئر جا رانديڪا، ننڍيون ٺامي ۽ پِتل جون ڪهاڙيون وغيره لڌيون. موهن جي دڙي سان مشابهت رکي ٿو.

**(۱۱) آمري-** تيرٿ لڪي ۽ سن جي وچ ۾ آمريءَ جو واهڻ آهي. آمري ڳوٺ نزديڪ هڪ ڪنڊهر جي ۱۹۲۹ع ۾ کوٽائي ڪئي ويئي، جن مان ٻن نمونن جي پراچين سنڌو سڀيتا جي ثابتي ملي. دڪانن جون پيڙهيون گهڻو ڪري پٿر جون هيون، مٽيءَ جا نفيس باسڻ لڌا ويا.

**(۱۲) ٽنڊي مستي خان وٽ ٻه ڪنڊهر-** ٽنڊي مستي خان وٽ ريلوي اسٽيشن کان ٻه ميل پري اوپر طرف ناروءَ جو ڊورو ۽ ڏيجيءَ جو ڪوٽ نالي ٻه ڪنڊهر آهن.

**(۱۳) امراوتي (هاٿوڪي آمري) ڪنڊهر-** هت هڪ ننڍو قلعو هو، اُن ۾ راجا رهندو هو. ڪن عالمن جو گمان آهي ته هت راڻي امراوتي راڄ ڪندي هئي. واپار سٺو هلندو هو. ٻيڙين ۽ غورابن يعني آگبوٽن لاءِ مال ڪٽي اچڻ وڃڻ لاءِ ڍڪو هو. هت خاص درياءَ مان موتين ۽ ٻين قيمتي قدرتي چيزن ڪڍڻ لاءِ وڏو مرڪز هو. ڪنڀار ڪاريگر عمدا برتن ٺاهيندا هئا. ڪپڙي، برتن، ڪپن، ترارين، ڀالن ۽ تيرن ٺاهڻ جو مرڪز هو. گرم پاڻيءَ جا چشما هئا. اجڪلهه ڪنڊهر لڳو پيو آهي.

**(۱۴) مانجهند طرف ڪنڊهر-** مانجهند تعلقي ۾ آمريءَ جا ڪنڊهر لڪي تيرٿ کان اٽڪل ٦ ميل پري ڏکڻ طرف ڇهن ستن هزارن ورهين جو جهونو دڙو آهي.

**(۱۵) لاڙڪاڻي وٽ ڪنڊهر-** لاڙڪاڻي کان ڇهه ميل پري اولهه طرف چانڊئي ريلوي اِسٽيشن



کان ڏيڍ ميل تي جهڪڙ جو ڪنڊهر آهي.

**(۱٦) ٻُڌڪن جو ٺڪر-** سنڌو نديءَ جي ڪابي طرف اوپر پاسي مُلن ڪاتيارن جي ويجهو ٻُڌڪن جا ٺڪر آهن. ان مان به سڀيتا جا ڪي نشان مليا آهن.

**(۱۷) برهمڻ آباد جو شهر-** شهدادپور ريلوي اِسٽيشن کان ۸ ميل پري ڏکڻ طرف ٻيراني شهر کان چار ميل پري اوپر طرف دلور شهر جي آس پاس برهمڻ آباد جي ڦٽل شهر واري دڙي ۾ دٻيل جي پڻ کوٽائي ڪئي ويئي آهي. ان مان ڪي اصلوڪي سڀيتا جون ڪي شيون نڪتيون آهن.

**(۱۸) ڏؤنرن هگورن جون ماڙيون-** حيدرآباد جي ڏکڻ ۾ ۱۴ميل پري ڳوٺ ٽنڊي فضل جي پرسان ڏؤنرن هگورن جون ڦٽل ماڙيون آهن. جن جي سار سنڀال نه ڪرڻ ڪري وقت جي رفتار سان ڍهنديون رهيون. ليکڪ جي ڏسندي به ٽي ماڙيون ثابت پر زبون حالت ۾ هيون. چوندا هئا ته انهن ماڙين ۾ رهندڙ بادشاهه وٽ پارس پٿر هو، جنهنجي ذريعي لوهه مان سون بنائي ان مان شيون ۽ سونا سِڪا تيار ڪرائي ٺامي جون ديگيون پرائي هرهڪ ماڙيءَ ۾ هڪ به ديگ پورائي ڇڏيائين. هنڪي ست پٽ هئا. خيال ٿيس ته متان پاڻ ۾ پارس پٿر تان وڙهن، انڪري انهن لاءِ گهڻو خزانو گڏ ڪري ماڙين ۾ پورائي ڇڏيائين ۽ ٻاهر به رکيائين. پوءِ هڪ ڏينهن ستن ئي پٽن کي پرسان ڪُنب تلاءَ تي وٺي آيو. چيائين ته اچو ته ٻيڙيءَ ۾ چڙهي سئر ڪريون. پوءِ سڀيئي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي تلاءَ ۾ گهمائي جڏهن وچ تلاءَ ۾ ٻيڙي پهتي ته بادشاهه پارس پٿر ڪيسي مان ڪڍي پٽن کي ڏيکاريائين، پوءِ ڪٽي وچ تلاءَ ۾ اُڇلايائين. چيائين ته مون توهان لاءِ جهجهو ڌن ڪٺو ڪري ڇڏيو آهي پل ته توهان جون ڪئين پيڙهيون پيئون خرچين ڪائين، ته به نه کُٽندو. پارس کي تلاءَ ۾ ان ڪري اُڇليو، متان ان لاءِ وڙهو جو سيڪو چوندو ته مان کٽان. بادشاهه جي مرڻ بعد پٽن تلاءَ سُڪارائي تري واري مِٽي کوٽارائي ڪرڻ مان ڇاڻائي، پر پارس پٿر ڪونه لڌو. مٽي تلاءَ مان ايتري ڪڍارايائون، جو اُتي دڙا ٿي ويا جي اجا به قائم آهن. ايشور جاڻي ڇا ٿيو جو هنن جو ڪنب ئي ختم ٿي ويو. ماڙيون سڃيون پيئون هونديون هيون. لنواريءَ شهر وارا پير علم جي زور تي معلوم ڪري ماڙين مان اهي سونن سڪن واريون ديگيون ڪڍارائي ويا. اهي نشان ٽنڊي فضل وارن ڪن ماڻهن ڏٺا. ڪنهن مهل نشان طور هڪ سڪو ان ڪڍ ۾ يا ڪناري وٽ ڦٽو به ڪري ويندا هئا. اهڙي هئي سنڌ جي سڀيتا ۽ تهذيب، جنهن تي اڄ به سنڌين کي ان لاءِ فخر آهي.

**۳. آدب ۽ مريادا-** اڳئين زماني ۾ ماڻهن ۾ تمام گهڻو ادب هوندو هو. ننڍا وڏن جو ادب رکندا هئا. ڇوڪرا روز صبح جو ماءُ پيءُ کي پيرين پئي آسيس وٺندا هئا. چند يا ٻارهاهي ڏينهن ننڍا سنجها جي وقت وڏن کي پيرين پوندا هئا، بلڪ پاڙي وارن وڏن کي به پيرين پوندا هئا. نهرون سهرن سسن کي پيرين پونديون هيون. ننڍا وڏن جي مُنهن تي اجايو سڄايو ڪونه ڳالهائيندا هئا ۽ نڪي ٻڪ شڪ يا چرچو گهٻو ڪندا هئا. وڏو ننڍي کان ڪي پڇندو هو ته ٿوري ۾ بافضيلت جواب ڏيندا هئا. گرو، اُستاد ۽ ماستر جو به شاگرد يعني وديارٿي ادب رکندا هئا ۽ گڏجڻ تي

انهن کي پيرين پوندا هئا. وڏن جي سامهون ننڍا اهڙي ڪا بہ ڳالهہ نہ ڪندا هئا يا ڪا بہ اهڙي رَوش ونندا هئا، جنهن مان وڏن کي ڪا ڪاوڙ اچي يا ڏک رَسي. وڏا بہ ننڍن جي روبرو اهڙي ڳالهہ ڪانہ ڪندا هئا، جنهن جو برو اثر ٻارن تي پوي. چوندا آهن تہ: ”جيترو ادب تيترو نصيب.“ ٻيو چوندا آهن تہ: ”ادب آهي چٽ، صاحب سنڌي ٻاجهہ جو.“ سڀ ماڻهو مريادا جو پالن ڪندا هئا. مريادا هنن جي نس نس ۾ سمايل هوندي هئي. هڪ ٻئي جو لحاظ رکندا هئا. ڪا بہ ڳالهہ ۽ وهنوار مريادا جي اندر ڪندا هئا. مريادا ۽ ادب جي ڪري گهر ۾ هميشهہ ميل ميلاپ ۽ يڪراءِ ٻڌي هوندي هئي. اڳ وڏي ڪٽنب وارو گهر سنو ليکيو ويندو هو. گهٽ ۾ گهٽ ٽن پيڙهين تائين تہ گڏ گذاريندا هئا ۽ چوندا هئا تہ هي گهر چڱي چانئٺ وارو آهي. مٽي مائٽي بہ اهڙن گهرن سان ڪندا هئا. نياڻيءَ وارو چوندو هو تہ ايڏي وڏي گهر ۾ منهنجي نياڻي رڳو ديگڙي جي اُڪراڻ ڪائيندي تہ بہ بک ڪانہ مرندي. هي سڀ ادب ۽ مريادا جو نتيجو هوندو هو. انهي ڪري گهرن ۾ سُک شانتي هوندي هئي، جنهنڪري گهر ۾ واڌارو ٿيندو هو.

**۴. ادب ۽ ساهتيہ** - ڪنهن بہ ملڪ جي ٻوليءَ ۾ گذريل يا هلندڙ زماني جي علم وارن ماڻهن جا جيڪي خيال نظم يا نثر ۾ ڪتابن ۾ لکيل هجن، تن لکيتن کي چئجي علم ادب يا ساهتيہ يا لِٽريچر (Literature). تنهن ڪان سواءِ علم ۽ عقل سان عالماڻي ٻولي ۽ عبارت ۾ اِنساني اُمنگن ۽ احساسن جي اِظهار کي ساهتيہ ٿو ڪوٺجي. سادي سوديءَ ٻوليءَ ۽ نوع ۾ سادي نموني جنتا جي جذبن ۽ سياڻپ جي سُخنن کي لوڪ ساهتيہ ٿو ڪوٺجي. لکڻ ۽ ساهتيہ سرجن ڪنهن قوم جي سڀيہ هئڻ جي مکيہ نشاني آهي، اها چاهي ڪيترو قديم خواهہ جديد هجي. ساهت (ادب) کان سواءِ قوم جو وجود ئي خطري ۾ رهندو آهي. ان ڪري ادب (ساهتيہ) قومن جي عزت سان جياپي جي ضمانت آهي. سيني ٻولين جي حالت ۾ ساهتيہ جي شروعات شعر سان ٿي آهي.

ڀارت ان باري ۾ دنيا ۾ نهايت عظيم درجو ٿو والاري ۽ سنڌ ان جو انگ هو. سنڌ تي حملا پئي ٿيا آهن، جيئن عربن، سُومرن، سمن، ارغونن، ترخانن، مغلن، ڪلهوڙن ۽ ميرن حملا ڪري سنڌ تي راڄ پئي ڪيو آهي. انهن حالتن ۾ ڪٿي ساهتيہ ساڙيو ويو آهي تہ ڪٿي موڙيو ويو آهي. عجب اِهو آهي انهن طوفاني دؤرن ۾ بہ اعليٰ درجي جو ادب (ساهتيہ) فقط ڀارت ۾ ئي تيار پئي ٿيو آهي، جنهن ۾ سنڌ بہ اچي ويئي. اڄ بہ سنسڪرت وغيرہ ڀاشائن ۾ هٿ لکيل ڪتاب لکن جي تعداد ۾ موجود آهن، جيڪي انهن طوفانن جي چپيٽ کي جهلي بہ سَلامت رهيا.

ڀاشا وگيانين جو چوڻ آهي تہ هندستان جو بلڪ ساري جهان جو جهوني ۾ جهونو گرنٿ ”رگ ويد“ عيسوي سنہ کان ڀريون ويهہ صديون اڳ سنڌ جي ماترِيءَ ۾ ئي رچيو ويو. ڪراچيءَ جي مشهور ڌرتي وگياني Geologist ڊاڪٽر پٽاوالا بہ ان ڳالهہ جي ساک ڏني آهي تہ ”ويدڪ ڪوي، جي سنڌو ماترِيءَ جي مٿئين ڀاڱي ۾ رهندا هئا، سي پنهنجا پوتر ڀڄن سنڌوءَ جي جل کي ارپڻ ڪندا هئا.“ ان وقت مهاسنڌ ۾ پنجاب بہ اچي ٿي ويو. ان جو مطلب تہ ويد، جي سنسڪرت ساهتيہ جو بنياد آهن، سي سڀ پڇ مهاسنڌ ديس جُون ئي اوائلي تصنيفون آهن: پوءِ ڀلي سنسڪرت



۾ لکيل هجن، ڇو جو تنهن زماني ۾ سنڌ جي ٻولي ئي سنسڪرت هوندي هئي ۽ برهمي لپيءَ ۾ لکبي هئي.

ٻيا سنسڪرت جا ودوان جهڙوڪ آچاريہ پاڻني، رشي پاتنجلي ۽ ديول رشي عيسوي سنہ کان شمار پنج ڇهہ صديون اڳ ڄاوا نپنائي مها سنڌ ۾ هئا ۽ پنهنجا سنسڪرت وياڪرڻ ۽ ٻيا پستڪ پڻ اُتي لکيائون. جنهن ڪري انهن کي بہ سنڌ ديش جو جهُونو ساهت سمجهڻ کپي، پر نہ سنڌيءَ ٻوليءَ جو، جنهن پوءِ گهڻو جنم ورتو.

پراتڪش سلا وشو ودياليہ (Taxila University) جا ڪنڌهر جي اڃا راولپنڊي ضلع ۾ ڪڙا آهن جو قديم مهاسنڌ ۾ هئا. آچاريہ سپاڻني عيسوي سنہ کان پنج صديون اڳ هنجي ويجهو ڄائو هو. سنڌ تمدن جي قدامت جو جهان مَعروف يادگار موهن جو دڙو اڃا سنڌ ۾ موجود آهي، سو عيسوي سنہ کان پنجويهہ صديون اڳ ڇيو وڃي ٿو. اهي ڪنڌهر هر سنڌ جي تهذيب ۽ ساهت جا شاهد آهن.

هاڻي ڪن سنڌي ودوانن جو ذڪر ڪجي، جي اعليٰ درجي جا عالم هئا ۽ سندن ساهتيہ اڄ بہ ڀارت ۽ دنيا جو انگ بڻيو پيو هلي. اٽڪل ڇهين صديءَ ڌاري سنڌ جي مانجهوُ شهر (جو هن وقت ڳوٺ آهي) جو مهاودوان آچاريہ واڳ ڀٽ مشهور آهي. جنهن جا ٻہ مکيہ گرنٿ ”اشٽانگ سنگره“ ۽ ”اشٽانگ هرديہ“ اڄ بہ آيرويد (علم طب) ساهتيہ ۾ اوچو درجو رکن ٿا. سندس ڏاڏي جو نالو بہ واڳ ڀٽ هو پر پڻس جو نالو سنهہ گپت هو. ڪيس هڪ پٽ تيسٽ هو، جيڪو آيرويد جو ودوان هو. آيرويد آچاريہ جيجٽ واڳ ڀٽ جي جنم هنڌ جو نالو ”مهاجِهن“ لکيو آهي. مانجهوءَ جي ڀرسان مانجهند شهر آهي. ان ڪري هن ان مها جِهن جي مانجهندن سان ڀيٽ ڪئي آهي. حقيقت ۾ مها جهَن جو بگڙيل روپ مانجهو ئي درست آهي. ان بعد ديول رشيءَ جو نالو ملي ٿو. ڪن ودوانن هن کي ڏهين صديءَ جو مڃيو آهي. چاڪاڻ تہ ان ۾ جيڪي وڌان آهن، تن کي هن مسلمانن جي معاملي سان جوڙيو آهي. هن مُنيءَ جي ”ديول سِمرتي“ ۹۰. شلوڪن جي آهي ۽ آنند آشرم سنسڪرت گرنٿ مالها جي سنگره ۾ شامل آهي.

رچنا پرڪريا ۾ پيچڪش هر فن جو لازمي انگ آهي.

شري لالچند امرڏني مل ادب جي سلسلي ۾ مال ۽ رومال جو ذڪر ڪيو آهي.هر ادب جي ڪٽ ان جي ڪلا پکش ۽ ڀاويڪش جي نقط نگاهہ کان ڪئي ويندي آهي. پيشڪش ۾ رچنا چا آهي تي زور نہ ڏنو ويندو آهي، پر رچنا ڪهڙي نموني جوڙي ويئي آهي، ان تي ڌيان ڏنو ويندو آهي. لفظن جي اُٿاٽ، ڪساءَ جو ڍنگ پيشڪش جو مکيہ جزو آهي. شئلي، ڍنگ، ڏانوَ، نقش، اِظهار، شلپ وڌان، ڍانچو، عبارت، ڪرافٽ، چٽ گل وغيرہ لفظن کي پيشڪش جي نزديڪ ڀائجي ٿو. ادبي فن پنهنجي مقصد کي ظاهر ڪرڻ جي هڪ تجويز ڪيل ڪاريگري آهي. پيشڪش ڪلا جي سندرتا جي احساسن جي زنده آتما آهي. پيشڪش سان ليکڪ جي نراڪار ڪلپنا هڪ نرالو ڪلاتمڪ روپ اختيار ڪري ٿي.

سنڌي ادب ۾ وڏ ۾ وڏ شاهوڪار صنف شاعريءَ جي آهي. اڳي شاعر گهٽيئي ٿي ويا آهن پر اها شاعري پارسي بحرن ۽ وزنن جي آڌار هئي. پوءِ شاهه عبداللطيف شاعريءَ کي نئون موڙ ڏنو. پر سنڌي شاعريءَ جي نئين دؤر جو باني هو شري ڪشنچند تيرٿداس کتري ”بيوَس.“ هن شاعريءَ کي نه صرف نوان موضوع ۽ وزن ڏنا پر گڏوگڏ شاعريءَ کي نئون آڪار، نوان لفظ ۽ نيون ترڪيبون پڻ ڏنيون. اوائلي دؤر ۾ جڏهن شاعريءَ ۾ بيتن، واين، ڏوهيڙن وغيره جو دؤر هو، تڏهن ان دؤر ۾ هن شاعريءَ ۾ نظم، غزل، گيت، رباعي وغيره کي به اهم جڳهه ڏياري. انهيءَ بعد ٻين شاعرن به هن ڏس ۾ قدم وڌايو ۽ نيون ڪوجنائون ڪيون ويئون آهن. تنهن کان سواءِ ڪهاڻيون ۽ قصا وغيره ليڪ نثر ۾ لکيا آهن. انهيءَ بعد نئين سر ايجاد ڪري ناٽڪ به لکيا ويا آهن. حالانڪ ناٽڪ نثر ۾ لکيا ويا آهن پر ڪٿي ڪٿي نظم جا بيت به جاٽايا ويا آهن. اڳئين زماني ۾ جيڪي ڪتاب لکيا ويا، سي قلمي نسخا ٿي رهيا پر پوءِ ڇا پخا نه نڪتا. جنهن ۾ ڪتاب ڇپجڻ لڳا. هاڻي ته هزارين بلڪ لکين ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. اهڙيءَ طرح هر ڪنهن قسم جي ساهتيه جو دائرو وڌي ويو آهي ۽ ساهتيه جهجهي انداز ۾ مُيسر آهي.

**۵. دنيا جي وڏن ماڻهن جا هندن جي ادب ۽ اخلاق، سچائي ۽ ايمانداري، حب الوطني ۽ قرباني، سهنشيلتا ۽ سخاوت، بهادري ۽ مقابلي جي طاقت وغيره بابت رايا -**

(۱) اِستاربو صاحب لکي ٿو ته ”هندو قوم ۾ اهڙي ته سچائي مؤجود آهي، جو هنن کي نه قلف لڳائڻ، نه درن جي بند ڪرڻ جي ضرورت آهي.“

(۲) مشهور عالم ايپڪٽيٽس جي شاگرد ايرين صاحب پنهنجي ”اِنديڪا“ (Indica) نالي ڪتاب جي ۱۲ بيان ۾ لکيو آهي ته ”ڪوبه هندو ڪوڙ ڳالهائيندو نظر نه ايندو.“

(۳) مشهور مسافر هوئن سنگ هو راجا اشوڪ جي ڏينهن ۾ هندستان ۾ آيو..... هوُ سڄو هندستان گهمي چوي ٿو ته ”هندو ماڻهو پنهنجي سڌائي ۽ اخلاق جي سچائيءَ نسبت مشهور آهن. مون ڪڏهن ڪونه ٻڌو ته ڪنهن هندوءَ ظلم يا انياءَ سان ڌن ڪمايو هجي. نياءُ ۽ اِنصاف ته ڄڻڪ هندن مان پيدا ٿيو آهي..... سندن اِنتظام جو مکيه گڻ سڌائي ۽ سادگي آهي.“

(۴) چين جي شهنشاه جي پاران آيل هڪ ايلچي جو سيام جي راجا وٽ رهندو هو سو چوي ٿو ته ”چين جي شهنشاهه جي هڪ عزيز سڄو هندستان گهمي پنهنجي شهنشاهه کي وڃي چيو ته هندن جهڙو سڌو سادو ۽ ايماندار ماڻهو مون بنهه ڪونه ڏٺو.“

(۵) فريئر جارڊنس لکي ٿو ته ”هندستان جا هندو ڳالهائڻ ۽ اِنصاف جي ڪم ۾ نهايت ايماندار ۽ سچار آهن.“

(۶) مئڪسمولر پنهنجي Indias, what can it teach us ڪتاب جي صفحي ۲۷۵ ۾ لکي ٿو ته ”سنه ۶۰۵ع (يعني چوڏهن سو ورهيه اڳ) چين جي شهنشاهه يافگتيءَ جو ايلچي فيتو، هندن نسبت ساک ٿو ڀري ته هندن جي هڪ هڪ لفظ جو جزو سچ سان ٽمٽار آهي.“



(۷) مسٽر اليٽ پنهنجي History of India ڪتاب جي حصي اول جي صفحي ۸۸ ۾ لکي ٿو ته ”عدريسيءَ پنهنجي جاگرافيءَ ۾ هندن بنسبت ذڪر ڪندي لکيو آهي ته قدرت هندن کي اهڙو بڻايو آهي جو هوُ ڪڏهن به اِنصاف جي برخلاف قدم نه کڻندا. هنن جي ايمانداري، ويساهه ۽ قول قرار دنيا ۾ مشهور آهي ۽ هوُ اِنهن گڻن ۾ ايتري قدر ته مشهور آهن جو دنيا جي هرهڪ حصي جا ماڻهو هنن وٽ پيا وڃن.“

(۸) تيرهين صديءَ ۾ شمس الدين عبدالله نالي هڪ مسلمان لکيو آهي ته ”هندو واريءَ جي داڻن وانگر الڳ الڳ آهن، جنکي نه ڪڏهن بي ايماني ۽ نه ڪڏهن بي اِنصافي ڇُهي ٿي سگهي.“

(۹) مارڪو پولو چوي ٿو ته ”اوهانکي ڄاڻڻ گهرجي ته هندن جهڙو واپاري سڄي دنيا ۾ نه لڀي سگهندو، ڇاڪاڻ ته هوُ دنيا جي ڪنهن به پدارٿ لاءِ ڪوُڙ ڪين ڳالهائيندا.“

(۱۰) سمرقند جي ڪماالدين عبدالرزاق نالي هڪ مشهور عالم مسلمان کي سنه ۱۴۱۳ع ۾ سندس بادشاه هندستان ۾ پنهنجو ايلچي ڪري موڪليو. هن هتي جي هرهڪ ڳالهه کان واقف ٿي لکيو آهي ته ”هن ملڪ ۾ هرهڪ واپاري سچيار ۽ ايماندار آهي.“

(۱۱) ابوالفضل ساک ڏني آهي ته ”هندو سچائي پسند ڪندڙ قوم آهي، جا هرڪنهن ڳالهه ۾ فقط سچائيءَ کان ڪم وٺندي آهي.“

(۱۲) مِسٽر فلمور ۽ ٻين انگريز ليکڪن لکيو آهي ته ”ٻه سوَ ورهيه اڳ هندستان ۾ پئسن ڏيڻ وٺڻ مهل ڪا رسيد يا پهچ نه ورتي ويندي هئي. ٻئنکن جو ڏنڊو فقط زبان تي هلندو هو. سڄي ملڪ اندر نڪي اسٽامپ نڪي رجسٽر وغيره جو نالو به ٻڌڻ ۾ ايندو هو.“

(۱۳) سرجان مالڪم شاهدي ڏيندي چيو آهي ته ”هندن جي سچائي اهڙي ساراه جوڳي آهي جهڙي سندن بهادري.“

(۱۴) هنٽر صاحب جي ”گزيٽيئر اِنديا“ جي صفحي ۲۶۶ ۾ لکيل آهي ته ”مئگسٽنيز سڄي هندستان جو سئر ڪري ساک ڀري آهي ته هندن ۾ نڪي غلاميءَ جي رسم چالو هئي، نه ڪوبه ماڻهو ڪنهن ڌاريءَ اِستريءَ جي شرم تي حملو ڪندو نظر آيو. ويرتا جي ميدان ۾ هندو قوم جي زبردست تلوار سڄي ايشيا کنڊ ۾ هراس وجهي ڇڏيو هو.“

(۱۵) ابوالفضل پنهنجي ”آئين اڪبري“ ڪتاب ۾ لکيو آهي ته ”هندو ڌرمي ماڻهو، سخي ۽ مهمان نواز آهن. هنن جهڙو واپاري ۽ سچار ماڻهو ڪو ورلي ليندو.“

(۱۶) اجمير ميرواڙا جي ڪمشنر ڪرنل ڊڪسن هڪ صدي اڳ لکيو هو ته ”هندن جي سادي راڄ ڀڳتي بي نظير آهي. جنهن وقت سندن عزت جو سوال درپيش ٿئي، تنهن وقت هو سِر ترِيءَ تي رکي دشمن جو مقابلو ڪندا هئا.“

(۱۷) نيبهر صاحب لکي ٿو ته ”دنيا ۾ هندن جهڙي سهنشيل قوم ڪانه ملي سگهندي. هنن جهڙو نرم، ڌرمي ۽ محنتي ماڻهو ڪو ورلو ملندو.“

(١٨) مِسٽر ايلفنسٽن چيو تہ ”هندو ڳوناٽا ڪڏهن بہ هڪٻئي تي حملو ڪونہ ڪن، هُو هميشه پنهنجي پاڙيسرين سان مِٺ محبت سان هلندڙ آهن.“

(١٩) مِسٽر مرسر سنہ ١٨١٣ع ۾ انگلنڊ جي پارليامينٽ اڳيان شاهدي ڏيندي چيو هو تہ ”هندو نهايت نرم دل، آدرش چرتر ۽ محبتي ماڻهو آهن.“

(٢٠) مِسٽر چيپلن ١٨٣١ع ۾ لنڊن جي هائوس آف ڪامنس ۾ اعلان ڪيو تہ ”هندو دنيا جي ڪنهن بہ ملڪ سان مقابلو ڪري سگهن ٿا.“

(٢١) سَر جان مالڪم لکي ٿو تہ ”اِئين نہ آهي تہ ڪو هندو پنهنجي قداور ۽ طاقتمندن بدن سبب مشهور آهن، پر هنن جي دل جون خاصيتون اجا بہ وڌيڪ آهن. هندن جي ويرتا ۽ سچائيءَ جا مثال منهنجي اڳيان اهڙا پيش ٿيا، جن کي اسين انگلنڊ ۾ هوند اعتبار ۾ بہ نہ آڻيون. جيتري قدر مونکي خبر آهي، اوتري قدر مان چئي سگهندس تہ دنيا جي صفحي هستيءَ ۾ هندن کان وڌيڪ اعتبار وارِي قوم ٿي نٿي سگهي.“

(٢٢) هندستان جي پهرئين گورنر جنرل وارن هيسٽنگس سنہ ١٩١٣ع ۾ انگلنڊ جي پارليامينٽ اڳيان شاهدي ڏيندي چيو تہ ”هندو نرم آهن، هنن سان جهڙو ورتاءُ ڪيو ويندو، تنهن کان بہ وڌيڪ هو فراخدلي ڏيکاريندا. هو سچار آهن، هنن جهڙي قوم دنيا جي تختي تي ڏسڻ ۾ ڪانہ ايندي.“

(٢٣) مِسٽر بشپ هيبر چوي ٿو تہ ”اِئين چوڻ تہ هندو، دنيا جي ڪنهن بہ سڌريل قوم کان گهٽ آهن، سو اعتبار جوڳو نہ ٿيندو. هنن جهڙي هُنري، واپاري، سچار، محنتي ۽ دماغي قوم دنيا ۾ مشڪل ملندي.“

(٢٤) پروفيسر مانيئر وليمس پنهنجي ماڊرن اِنڊيا (Modern India) نالي ڪتاب جي صفحي ٨٨ ۽ ١٢٨ ۾ لکي ٿو تہ ”مون سڄي يورپ ۾ هندن جهڙو ڌرمي ۽ نيڪ ماڻهو ڪونہ ڏٺو.“

(٢٥) مِسٽر ڪولمن پنهنجي ”Mythology of Hindus“ نالي ڪتاب جي صفحي ٧ تي لکي ٿو تہ ”هندن جي ساڌن سنتن ۽ ڪوين پنهنجي ڪوتا جي اِها خوبي ڏيکاري آهي جنهن جو ثاني سڄي دنيا ۾ ڪونہ ملي سگهندو.“

(٢٦) مِسٽر ايلفنسٽن پنهنجي ”History of India“ نالي ڪتاب جي صفحي ٢٠٢ ۾ لکي ٿو تہ ”مان قبول ڪندس تہ شرم، ڌرم، حياءُ وغيره ۾ هندو اسان انگريزن کان وڌيڪ وڌيڪ سڌريل آهن.“

(٢٧) مِسٽر برناف چوي ٿو تہ ”هندن وٽ روحاني خزانو موجود آهي ۽ منجهن نيڪ خوبيءَ جي عجيب خاصيت آهي.“

(٢٨) مِسٽر ايلفنسٽن هندن جي پنگتي خوبين جي چنڊڇاڻ ڪندي لکي ٿو تہ ”دنيا جي ڪهڙي بہ زبردست مصيبت هڪ هندوءَ جي دل نٿي لوڏي سگهي، ڇاڪاڻ تہ سمجهوُ هندو پنهنجي دل کي اِنهيءَ اُصول تي تقويت ڏئي ٿو تہ مونکي پرارٻڌ موجب ڏک سک ملي ٿو.“



(٢٩) پروفيسر مئڪسمولر ٿو چوي تہ ”مونکي عجب آهي جو مسلمانن جي هيڏن ظلمن ۽ زبردستين سهندي بہ هندو قوم صفحي هستيءَ تي قائم رهي سگهي.“

(٣٠) مِسٽر ايلفنسٽن هندستان جي اِتهاس ۾ لکي ٿو تہ ”هندن پنهنجي بهادريءَ جو اِهو جلوو ڏيکاريو، جنهن جو مثال دنيا جي ڪنهن بہ جنگجو قوم ڪونہ ڏيکاريو؛ اُهي هندو ئي آهن جن ڌرم ۽ شرم لاءِ ڪِلندي ڪِلندي پنهنجا سِر قربان ڪري ڇڏيا.“

(٣١) مِسٽر بيلي فريزر پنهنجي ”Military Memoirs“ نالي ڪتاب جي صفحي ٩٠ تي لکي ٿو تہ ”جيڪڏهن اسان ڪي ويرتا، بيدپائي ۽ قربانيءَ جا مثال ڳولڻا هجن تہ راجپوت ويرن جي اِتهاس ڏانهن نظر ڊوڙائڻي پوندي. اُنهن راجپوت ويرن جي ڪارنامن ۾ اسان کي اُهي ڳالهيون ڏسڻ ۾ اينديون، جي ڪنهن بہ زماني ۾ ڪنهن بہ قوم ۾ نہ ڪيون هونديون.“

(٣٢) شهنشاهہ اڪبر جو وزير ابوالفضل لکي ٿو تہ ”هندن جو اخلاق ۽ چرتر دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ چمڪندڙ آهي. هندو سپاهي ٻيون ڳالهيون تہ سڀ ڄاڻي پر ڪيس اِها ڪَل ئي ڪانهي تہ جنگ جي ميدان ۾ پٺي ڏيئي ڪيئن ڀڄجي. جنهن وقت هو جنگ جي ميدان ۾ نااُميد ٿيو وڃن، تنهن وقت هو پنهنجن گهوڙن تان لهي هڪدم پنهنجون حياتيون جنگ جي جوالا ۾ سُواها ڪيو ڇڏين.“

## ٦. ساهتيہ جون حقيقي حڪايتون

سنڌي ساهتيہ جون حقيقي حڪايتون يعني قصا يا لوڪ ڪٿائون جيڪي سالن جي سمي کان عام جام ٻڌايون وڃن ٿيون، تن جو مختصر احوال هيٺ ڄاڻائجي ٿو.

(١) اُڏيرولعل (ورڻ ديوتا) - سنڌ ۾ ورڻ ديوتا يعني درياہ شاہ جي پوڄا بہ گهڻي ڪئي وڃي ٿي. اُن جي مکيہ لوڪ ڪٿا آهي ”سنڌ اي ري اِنٽرپرٽيشن“ نالي ڪتاب ۾ ايبٽ ورڻ ديوتا خواجہ خضر جي لوڪ ڪٿا درج ڪئي آهي. روهڙيءَ جي ٻي پر خواجہ خضر جي مزار آهي. چيو وڃي ٿو تہ هن شاہ حسين نالي هڪ واپاريءَ جي ڌيءَ جي عزت بچائڻ خاطر سنڌو نديءَ جو وهڪرو الور کان سکر طرف موڙي ڇڏيو. اُتي هڪ ٻرندڙ مشعال پرگهٽ ٿيو. اُنهيءَ جاءِ تي هاڻ سندس مزار آهي. سکر ۾ خواجہ خضر جي اِها مزار زنده پير جي نالي سان بہ ڄاتي وڃي ٿي. هندو مسلمان ٻئي اُنکي مڃين ٿا. مجاور بہ هندو ۽ مسلمان ٻئي آهن. ٻي ڏند ڪٿا آهي تہ سکر ۾ خواجہ خضر سنڌو نديءَ ۾ ٽِپي پيو هو تہ حيدرآباد جي ويجهو اُڏيري لعل جي نزديڪ اچي پهتو هو. ورڻ ديوتا جي ياد ۾ ئي اُن آستان جو نالو ”اُڏيرو لعل“ رکيو ويو آهي.

هندو ورڻ ديوتا جو اوتار اُڏيرو لعل هڪ تاريخي شخصيت آهي. هن جو جنم سنبت ١٠٠٧ وڪرمي يعني سنہ ٩٥٠ع ۾ نصرپور ۾ ٿيو. جڏهن ٺٽي جي حاڪم مرک شاہ هندن کي مسلمان ٿيڻ لاءِ مجبور ڪري رهيو هو، اُن وقت مظلوم هندن درياءَ جي ڪناري تي ويهي پوڄا ڪري ٻاڏايو تہ آڪاش واڻي ٿي تہ مان نصرپور ۾ جنم وٺان ٿو ۽ توهان جي رکيا ڪندس. پوءِ اُڏيري لعل نصرپور ۾ رتن راءِ ۽ سندس پتني ديوڪيءَ جيڪي کتري هئا ۽ ٺڪر سڏائيندا هئا، اُنهن جي گهر

جنم ورتو. هن ٻالپڻي ۾ ئي ڪرامتون ڏيکاريون، تنهن تي مرک شاه بادشاه ڊڄي ويو ۽ هندن تي اتياچار بند ڪيائين. هوُ ويدانت ۾ پربيڻ هو. هوُ سنت هئڻ سان گڏ وير پرش پڻ هو. هن فرقي پرست مسلمانن کي هدايت ڪئي ته زبردستيءَ هندن جي ڌرم بدلائڻ جي ڪوشش نه ڪن. چون ٿا ته اُهو وير سنت ۽ سندس گهوڙو سنڌو درياه ۾ سمائجي ويا. هن پنهنجي ماٽيلي ڀاءُ پگر کي پنهنجو وارث مقرر ڪيو. ڪيس ڪل جي نشاني ۽ ڪپڙا وغيره ڏيئي ڇڏيا. اُڏيري لعل جي اُستتيءَ ۾ ”پنجڙا“ ڳايا ويندا آهن. هن جو جنم شڪروار ڏينهن جي چيٽي چنڊ تي ٿيو هو، تنهنڪري اُهو ڏينهن ملهائيندا آهن. هنجي سواري پلي تي آهي.

(٢) راءِ ڏياچ- هيءَ لوڪ ڪٿا ٻين سيني کان جهوني ۽ وشال سنڌ حڪومت سان تعلق رکي ٿي. هيءَ اُن وقت جي ڳالهه آهي جڏهن ڪڇ ۽ سؤراشٽر سنڌ سان مليل هئا ۽ وشال سنڌ پرديش جا ڀاڱا هئا. راءِ ڏياچ جوناڳڙه ڳرنار (سؤراشٽر) ۾ سنه ١٠٠٣ع ۽ ١٠١٠ع جي وچ ۾ راڄ ڪندو هو. اصل ۾ هوُ سنڌي وَنش جو هو ۽ سمي (چوُڙا) ذات مان هو. سنڌ مان لڏي هوُ ڪڇ ۽ سؤراشٽر ۾ اچي ٽائينڪو ٿيو هو. (هيءَ واقع سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جي ڇڇ برهمڻ جي حڪومت قائم ٿيڻ کانپوءِ جو آهي). راءِ ڏياچ يا راءِ ڏياس ڀيءُ جو نالو راءِ ڪوات هو. سنڌ ۾ راءِ ڏياچ متعلق به وارتائون مُرَوَج آهن، پر گجرات ۾ الڳ الڳ ڪهاڻيون موجود آهن.

هڪ راءِ ڏياس جو قصو ۽ ٻيو راڻڪ ديويءَ جو قصو. سنڌ ۾ اِنهن ٻنهي کي ملائي ڇڏيو اٿن. شاه عبداللطيف ڀُزسوَر واقعي جو ورنن ڪيو آهي يعني چارڻ ٻيجل جي چوڻ تي راءِ ڏياچ جو پنهنجو سِر وڍي ڏيڻ.

اِهو سنڌ ۾ سنه ١٠١٠ع ۾ اُڏيري لعل جي اوتار وٺڻ کان اڌ صديءَ کانپوءِ جو واقعو آهي. راءِ ڏياچ جوناڳڙه جو راجا هو. ڳرنار تي هنجي راڄڌاني اڏيل هئي. ڀيڻس کي پٽ ٿو ڄمي ۽ اُتان ئي هيءَ آکاڻي شروع ٿئي ٿي. هنجي ڀيڻ جڏهن گريوتي هئي، تڏهن جوتشين اِها اڳڪتي ڪئي ته هوءَ اهڙي پٽ کي جنم ڏيندي، جو پنهنجي مامي جو خون ڪندو. ان ڪري دائيءَ کي چيو ويو ته ٻار کي ماري ڇڏجو. دائيءَ اهو ٻار صندوق ۾ وجهي بند ڪري نديءَ ۾ لوڙهي ڇڏيو. اها صندوق وڃي گجرات ۾ راءِ انيراءِ جي راڄ ۾ نڪتي ۽ هڪ چارڻ کي هٿ آئي. ان پٽ ڪري پاليو ۽ نالو رکيائونس ٻيجل. ٻيجل هڪ سرندو ناهيو جنهن ۾ تارون وڌائين هرڻ جي آنڊن جون. جنهن مان اهڙو سُر ڪڍندو هو، جو ماڻهو ۽ مرون ٻئي مست ٿي پوندا هئا. هڪ ڏينهن رتنو ڪنيار پنهنجي سُهڻي ڌيءَ سورٺ جي شادي راجا انيراءِ سان ڪرائڻ لاءِ مڇ وٺي وڃي رهيو هو، تڏهن راءِ ڏياچ رستي تان سورٺ کي کڻي ڪٺي ويو ۽ کيس پنهنجي راڻي بڻايائين. راجا انيراءِ جنگ ڪئي پر ڪامياب ڪونه ٿيو. موٽي ويو ۽ ڍڙو گهمارايو ته جيڪو راءِ ڏياچ جو سر وڍي ايندو، انکي هيرن جواهرن جو ٿالهه ڏنو ويندو، جو ٻيجل جي زال وٺي رکيو. جڏهن ٻيجل گهر آيو ته جوڙس ڳالهه ڪئي. ٻيجل مجبور ٿي پيو ۽ پنهنجو چنگ کڻي جوناڳڙه ڏانهن روانو ٿيو. هن اُتي وڃي گرنار وٽ پنهنجو



چنگ ڇوريو. ماڻهو اهو آواز ٻڌي اچي ڪٺا ٿيا. راجا به جڏهن اهو اهڙو منو سُر ٻڌو ته ٻيجل کي مٿي ڪوٽ تي سڏايو. ٻيجل جي ڪينري جو راڳ ٻڌي سُڌ ٻُڌ کوهي وينو ۽ ٻيجل کي چيائين ته چنگ وڄائيندو رهه ۽ ”گهر جيڪي گهرڻو اٿيئي.“ تڏهن ٻيجل چيو ته مونکي مال متاع جي ڪمي ڪانهي. هي راڄن! مان تنهنجي سِر جو سُوالي آهيان. اِهو ٻڌي راجا ڏياچ ۽ سندس راڻيءَ سورٺ چيو ته انهيءَ ڳالهه تان لهي وڃ. باقي ٻيو جيڪي گهرڻو هجيئي گهر، پر ٻيجل نه مڃيو. راجا ۽ راڻيءَ کيس اِئين به چيو اسين ٻئي تنهنجا ٻانها ٿي رهڻ لاءِ تيار آهيون پر سر جو سوال ڇڏ. پر ٻيجل پنهنجي اِرادي تي اٽل رهيو. راجا پنهنجو قول پاڙيو. هن پنهنجي هٿن سان پنهنجو سر وڍي ٻيجل جي جهوليءَ ۾ وڌو. ٻيجل وڍيل سر کڻي راجا انيراءِ جي محل ۾ پهتو. راجا انيراءِ جو سِر ڏنو ته ٻيجل لاءِ دل ۾ ڌڪار پئدا ٿي ته ههڙي دانيءَ جو سِر وڍي آيو آهين، نڪري وڃ ڪٽنب سوڌو منهنجي راڄ مان. ٻيجل ۽ جوڙس ڀڄندا جوناڳڙه پهتا. اُتي ڏسن ته سورٺ سَتي ٿيڻ لاءِ راجا ڏياچ جي چکيا تي چڙهي. اهو ڏسي ٻيجل ۽ جوڙس اُن چکيا ۾ ٽپي پيا ۽ چارئي چکيا ۾ جلي مُئا.

”گل چنو گرنار جو، پنڻ ٿيون پٽين - سَهسين سورٺ جهڙيون، اُڀيون اوسارين؛
چوٿا چارڻ هٿ ۾، سر سينگاريو ڏين - ناريون ناڏ ڪرين، راجا رات رمگيو.“

جڏهن راجا انيراءِ ٻڌو ته باقي عمر پڇتاءَ جي اگنيءَ ۾ سڙندو رهيو.

(٣) ڪوئل ۽ ڏيپچند- هيءَ يارهين صديءَ جي سنڌي لوڪ ڪٿا آهي. ڪوئل نٽي جي حاڪم ابن سومر جي مسلم وزير جي ڌيءَ هئي. هڪ هندو واپاريءَ جي پٽ ديپڪ (ڏيپچند) سان گڏ ساڳئي مدرسي ۾ پڙهندي هئي. ننڍپڻ جي ميل جهول عشق ۾ وڃي ڇيهه ڪيو. جڏهن ڪوئل ساماڻي ته هن کان پڙهڻ ڇڏايو ويو ۽ گهر ۾ هڪ الڳ ڪمري ۾ رهندي هئي. ڏيپچند روز رات جو نوڙيءَ وسيلي هن سان ملڻ ويندو هو. هڪ رات چانڊوڪيءَ ۾ جڏهن بادشاه اِبن سومر چمڙا پوش ۾ گهمي رهيو هو. تڏهن هن ڏيپچند کي نوڙيءَ ذريعي محل ۾ مٿي چڙهندي پڪڙي ورتو. ڏيپچند عرض ڪيو ته ”مونکي ڇڏيو وڃي.“ هن کي ورندي ملي ته ضامن ڏي. پر هن جا مائٽ يا ٻيو ڪو مٽ مائٽ ضامن پوڻ لاءِ تيار ڪونه ٿيا. آخر هن جو دوست نورنگ ضامن پيو ۽ پنهنجو گهر ڏيکاريو. بادشاه کي خيال آيو ته هن کي ڇڏي ويندو ته هي وري به ڪوئل وٽ ويندو. اِنڪري هوُ اڳوات ئي اچي ڪمري ۾ لڪي وينو. ڪوئل کي اِنتظاريءَ ۽ بيقراريءَ کانپوءِ ڦٿڪندي ڦٿڪندي مَس مَس ننڊ آئي هئي، ۽ اوسيڙي ۽ فراق ۾ روئندي ڪپڙا کڻي لڙڪن ۾ پُسايا هئا. ڏيپچند آيو ۽ اچڻ سان آڱر کي ڇيهه ڏيئي پنهنجي رت سان پنهنجي دردناڪ ڪهاڻي لکڻ وينو. اجا لکيائين ويني ته ڪوئل جاڳي پيئي ۽ ڏيپچند کي ڏسي سُڌ ٻُڌ کوهي ويني. جڏهن ڪوئل کي سُڌ پيئي ته ڏيپچند (ديپڪ) تي چوريءَ جي اِلزام ۾ مقدمو هلڻو آهي ۽ مبادا ڦاسي اچيس، تڏهن انجام ڪيو ته ڪارو ويس ڪري عدالت ۾ حاضر رهنديِ ۽ ساڻس گڏ موت کي گلي لڳائيندي. بادشاه ابن سومر اِها روئداد ڏسي خوش ٿيو ۽ خاطري ٿيس ته ٻنهي جو پريم جنسياتي ناهي. ٻئي

ڏينهن صبح جو جڏهن ڏيپچند اڃا ننڊ ۾ هو ته نورنگ جي زال مُڙس تي زور آندو ته خود دوست جي عيوض قاسيءَ تي جان قربان ڪري. بادشاهه صبح جو پنهنجي عدالت جي دروازي تي هاٿي ڀاري چڙهيو ۽ پيلبان کي هدايت ڪري ڇڏيائين ته ڪارن ڪپڙن ۾ ڪنهن به شخص کي اندر اچڻ نه ڏئي. نورنگ عدالت ۾ ڏوهه ٻاسي موت جي سزا گهري رهيو هو، تڏهن ڏيپچند کان رهيو نه ٿيو ۽ واڪو ڪري چيائين ته ڏوهاري مان آهيان، موت جي سزا مونکي ملڻ کپي. اُتي شورغل مچي ويو. ڪاري ويس ۾ هڪ درويش عدالت ۾ آيو ۽ پوتر تيرٿ ياتريءَ جي حيثيت ۾ ڏوهاري ڏيپچند پاران معافي طلبڻ لڳو. سڄي عدالت انهن ڳالهين ڪري عجب ۾ پئجي ويئي. پر بادشاهه کي ته سڀ خبر هئي. جنهن ڏيپچند کي معافي ڏني ۽ ڪوئل جي پاڪدامني، وفاداري، محبت ۽ جُرئت جي بيحد ساراهه ڪئي. ڪوئل ئي ڪارو ويس ڪيو هو ۽ دروازي تي بيٺل هاٿي ماري اندر آئي هئي. پوءِ سچن عاشقن هندو ۽ مسلمان جي ريتين رسمن انوسار شادي ڪئي ۽ سکي حياتي گذاريندا رهيا.

(۴) پير عثمان شاهه مَروَندي (لعل شهباز)- هن جو اصل نالو سيد عثمان رحمت الله يعني پير عثمان شاهه مَروَندي يعني لعل شهباز جو جنم افغانستان جي مَروَند شهر ۾ سنه ۱۱۴۳ع ۾ ٿيو هو. ”سنڌ ۽ سنڌي“ ڪتاب ليکڪ ڀيرومل مهرچند آڏواڻي جي صفحي ۱۰۲ تي هجري ۵۳۸ لکيل آهي. ان حساب سان سنه ۱۱۱۷ع ٿو ٿئي. سندس والد جو نالو مخدوم سيد ڪبير شاهه هو جو تبريز جي بادشاهه جو وزير هو. هُو پنهنجي عزيزن خويشن سان مُلتان کان ٿيندو سيوهڻ ۾ اچي سهڙيو. تڏهن سندس عمر ۱۱۱ ورهيه هئي. قلندر لعل ڪڏهن به شادي ڪانه ڪئي ۽ سڄي عمر جتي پرش ٿي گذاريائين. هُو بنا ڪنهن تعصب جي مذهبي ويچارن جو پرچار ڪندو هو، اِنڪري سندس ڪيترائي مُريد ٿيا ۽ لعل شهباز جي نالي سان مشهور ٿيو. معنيٰ روحاني فلڪ تي پرواز ڪندڙ شخص. هن جيئري توڙي وفات بعد ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون. پير عثمان شاهه کي ”لعل شهباز“ ان ڪري سڏيو ويندو هو، جو هُو باز جو روپ اختيار ڪري پنهنجي دوست شيخ فريد شڪر گنج کي قاسيءَ جي تختي تان ڪٺي آيو. هڪ ڀيري هُو ٽهڪندڙ تيل جي ڪڙهائيءَ مان زنده بچي آيو ۽ سندس رنگ لعل ٿي ويو. ان بعد هُو ڳاڙهي قميص پائيندو هو. ان ڪري به کيس لعل شهباز ڪوٺيو ويندو هو. سيوهڻ جي هن جي مزار مٿان هڪ قبو اڏيل آهي، جتي هر سال ميلو لڳندو آهي. هندو توڙي مسلمان مڃيندا آهن ۽ انهن لاءِ هڪ زيارت گاهه آهي. هي ۱۱۲ سالن جي ڄمار ۾ تاريخ ۲۱ شعبان ۶۵۰ هجري ۾ سيوهڻ ۾ وصال ڪيائين.

هندو راجا وڪرماجيت جي ايڪانت پسند ڀاءُ راجا ڀرتريءَ جو اوتار سمجهندا آهن. جو جتي لعل شهباز جو مقبرو آهي، اُتي هن شو ڀڳوان جي اُستتي ڪئي هئي. لعل شهباز کي ڀريون ٿي صوفي سڏيو وڃي ٿو. ڀرتري جو آستان به قبي اندر دروازي وٽ ٺهيل آهي.

(۵) دودو چنيسر- تيرهين صديءَ جي پهرين ڏهاڪن ۾ سنڌ تي پُونگر سومرو راڄ ڪندو



هو. هنکي به زالون هيون. هڪ غير سومري خاندان مان هئي ۽ ٻي سومري خاندان جي شهزادي هئي. پهرئين مان کيس چنيسر نالي پٽ ٿيو ۽ ٻيءَ مان ٻاگهيءَ نالي ڌيءَ ۽ دودي نالي پٽ ڄاڻو. چنيسر ۽ دودي کي پاڻ ۾ سدائين کير کنڊ ڪري رکڻ لاءِ پٽس اها تجويز پيش ڪئي ته چنيسر جي پٽ ننگروءَ جي مڱڻي دودي جي ڌيءَ ڪوئل سان ڪرائبي. پونگر جي موت بعد ممڻ متو ته راڄا ڪير ٿئي. چنيسر عمر ۾ وڏو هو ته دودو ڪاروبار ۾ هوشيار ۽ ڀڙ هو. فيصلو ٻاگهيءَ تي ڇڏيو ويو. هن ننڍ وڏائيءَ جي خيال ڪري چنيسر چونڊيو. جيتوڻيڪ دودو سندس سڳو ڀاءُ هو. امير اُمراون چنيسر کي گهرائي چيو ته:-

”ويهه پڇاڻا پيءُ جي، آءٌ چنيسر آءٌ - ڀاڳ سٽائو تنهنجو، توکي ڀلي جٽيو ماءُ.“

چنيسر راڄ گديءَ تي وهڻ بجاءِ چيو ته:-

”اوهين سعيو ڪريو سپاهه جو، گهمي اچان گهرانءُ - وڏي جا ورهين کي، پڇي اچان تنهن ماءُ.“

اميرن کي اُن رَوش تي عجب لڳو ۽ ننديائونس ته راڄ ڪاروبار لاءِ ماءُ کان پڇڻ ٿو وڃي، جو اِن ڳالهه جو زالن سان ڪو واسطو ڪونهي. اِنڪري هنن دودي کي راجا مقرر ڪيو. هوڏانهن محل ۾ ماڻس ۽ جوڻس ٻنهي چنيسر جا چڱا نڪ چپ وڍيا. ماڻس چيو:-

”مون جٽيومانءِ پٽ ڪري، پر تي پئين تون ڌيءَ،
ويهي آنڻ وچ ۾، پانديون ڪتج تيهه،
هاٺي صلاح اٿيئي هيءَ، جو دران نڪرچ ڪينڪي.“

جوڻس، جا ماڻس جي پائتي هئي، ٺوڪ هڻندي چيو:-

”چاچي چڱيا ئي چيئہ، مڙس منهن جي کي - اڳي هيوسين به جٽيون، هاڻي ٿيوسين ٿي،
من ويهي آنڻ وچ ۾، پانديون ڪتي ڏي - مَر گهر ۾ ڪم ڪري، هي چا ڄاڻي راڄ مان.“

چنيسر کي جڏهن خبر پيئي ته دودي کي راجا ڪيو ويو آهي ته اچي ڪاوڙ لڳس. پلئہ وٺڻ جو قسم کنيائين ته ماڻس پڙڪائيندي چيو ته:-

”ٺوڪ ته لڳي انبرين، ڦوڪ ته لڳي ٻاهه - مٿان ٻنهي ڳالهين مان، هٿ نه اچيئي ڪاءِ.“

چنيسر جوش ۾ اچي دودي کي نياپو موڪليو ته راڄ گدي ڇڏ، نه ته مان دهليءَ جي سُلطان علاوالدين جي مدد گهرندس ۽ توکي سنگهاسن تان لاهيندس، ور نه منهنجو نالو چنيسر ناهي. پر دودو پنهنجي اِرادي تي اٽل رهيو. تنهن تي چنيسر دهليءَ جي سلطان وٽ دانهين ويو ۽ مدد جي عيوض پنهنجي ڀيڻ ٻاگهي ۽ ٻيون سوين حسين عورتون اڳيان حاضر ڪرڻ جي پيشڪش هئي.

”ٻاپ مرندي چڙيون، نَو سَو نَو جٽيون،
مون تي آنديون تو ڳري، دودي سي جهليون،
مون اچي تو مليون، هاڻي جيڪا رضا راءِ جي.“

دهليءَ جو بادشاهه علاوالدين پنهنجو لشڪر وٺي دودي کي ڳاديءَ تان لاهڻ لاءِ سنڌ ڏانهن روانو ٿيو. سنڌ جي فوج دهليءَ جي پيٽ ۾ ٿوري هئي، تڏهن دودي پنهنجي ٽيڻ واري ناٺيءَ (چنيسر جي پٽ) کي سلطان وٽ آزي نيزاريءَ لاءِ موڪليو. علاوالدين جي ڪجهه دل نرم ٿي، پر چنيسر چيس ته ٻاگهي اڃا سندس ڪانه ٿي آهي، تڏهن سلطان نياپو موڪليو.

”پائر پرچو پاڻ ۾، ٻاگهي ڏيو مون - سڀ پهرايان سومرا، آنءُ جهجهي ڏيان پئون،
هاٿي وهلو وڃي تون، سگهو سعيو ڪر سڱ جو.“

تڏهن ننگروءَ بادشاهه جي شرط تي سخت اعتراض ورتو ۽ چيائينس ته سوريه ونشي ڪنهن ڌارئي کي ڌيءُ ڪونه ڏيندا آهن. تنهن تي سلطان جنگ جاري ڪئي ۽ پهرئين ننگرو ماريو ويو.

”ننگر مغل پاڻ ۾، ڦڙي ڏني چوٽ - پڇي ڇٽ ڇيهون ڪري، گهٽا ماريائون گهوٽ،
بنا پر ۽ اوٽ، ننگر ماريو ماڳ ۾.“

ننگروءَ جو لاش محل ۾ آندو ويو ۽ سندس مڱ ڪوئل حق بخشائي سڄي عمر ڪنواري رهڻ جو. قسم کاڌو. پوءِ لڙائيءَ ۾ دودي جي پياري دوست هاسي کي علاوالدين جي سپهسالار نادر ماري وڌو. هاسوئي دودي جي مدد لاءِ امرڪوٽ مان سوين راجپوتن جو ڪٽڪ چاڙهي آيو هو. هو بيمثل بهادريءَ جو جوهر ڏيکاري شهيد ٿيو. هاٿي دودو پاڻ ميدان ۾ لهي پيو. حفاظت لاءِ هن پنهنجي زنان خانه جون سڀ عورتون ڪڇ جي سمي حاڪم ابڙي ڏانهن ڏياري موڪليون. دودو نهايت بهادريءَ سان لڙيو، پر مارجي ويو. علاوالدين سومرين کي پنهنجي حرم خانه ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ڏاڍي شدمد سان راجمحل ۾ داخل ٿيو، پر زنانخانو سڄو سُڃو پيو هو. جڏهن اُنهن کي ابڙي وٽ وڃڻ جي خبر پيئي ته ابڙي کي چوائي موڪليائين ته سيئي سومريون منهنجي حوالي ڪر ۽ اُنجي عيوض آئون توکي ماٿيلي ۽ ملتان جو حاڪم بڻائيندس. پر ابڙي ڪُتو جواب ڏياري موڪليس ته:

”ماٿيلو ملتان، نه نياو پانئيان - توکي ڏيندي سومريون، آئون ٿو لڄ مران،
جي جيئري آءٌ ڏيان، ته ڪُل لڄايان پنهنجو.“

اُن بعد ابڙي جو پٽ ممت لڙائيءَ جي ميدان ۾ علاوالدين جي سامهون ٿيو. ممت جي سورهيائيءَ علاوالدين جا حوصلا خطا ڪري ڇڏيا.

”واڇوڙي جيان وڇڙي، گوهرن گوڙ ڪيا - ڏه لک ڏهن اڳرا، ماري خلق وِڌا،
سورهه سڀ ٿيا، جي ويري وڇوڙي ويا.“

پر نيٺ هُو، سندس ماٿيلو پاءُ سبر ۽ خود ابڙو، سلطاني لشڪر اڳيان ٽِڪ جهلي ڪونه سگهيا.

”سڄ نه ڪري سوجهرو، ڏان ڏان ڏوڏو ڪار - اُتي ابڙو اِئين وڙهي، جيئن پاٽي ٻوڙي تار.“
اڳتي چون ٿا ته:-

”اڙي جهلي ابڙي، نو ويهون ڏهه لک - گهوڙي ڪنڌ ورائيو، ماري گهٽي خلق،
پوءِ ٿي ابڙي پڪ، ته هاڻ جيئڻ ناهه ڪو.“



جڏهن علاوالدين سهڻين سومرين ۽ راڻين کي آغوش ۾ آڻڻ لاءِ ۽ پنهنجي شهوت پوري ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيو ته ڪيس نصيب ٿي ڇڙي رک ۽ ڦلهار. راجپوت عورتون پنهنجي شاندار روايت موجب جوهر ڪري پسم ٿي ويئون. اِها ڳالهه صاف آهي ته دودو، چنيسر، هاسو ۽ ابڙو سڀ هندو راجپوت هئا ۽ اُن وقت تائين سومرن پنهنجو ڌرم ڪونه بدلايو هو. محمد صديق ميمڻ ”سنڌ جي ادبي تاريخ“ نالي پنهنجي ڪتاب ۾ اِن قصي جو ذڪر ڪيو آهي.

(٦) ليلان چنيسر - ”تحفته الڪرام“ موجب چنيسر ١٢٨٨ع کان ١٣٠٦ع تائين ٺٽي جي ويجهو ديول ڪوٽ جو راجا هو ۽ ذات جو داسڙو هو. اُن وقت سنڌ جي بندرگاهه لکپت جي راجا راءِ ڪنگهار جي ڌيءَ ڪؤنرو چنيسر تي هرک هاري ويٺي هئي، پر هوءَ چنيسر کي سندس زال ليلان جي پريم مان ڪڍي پنهنجي پريم جي جار ۾ ڦاسائڻ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهي. اِن ڪري ويس مٽائي هوءَ ليلان جي محل ۾ داسي بڻجي آئي. ليلان جو مٽس وشواس ڄمي ويو. هن ڏٺو ته ڪؤنرو هميشهه غمگين رهي ٿي، سو سبب پڇيائينس. تڏهن ڪؤنروءَ ڪيس پنهنجي من جي پيڙا کولي ٻڌائي ته دراصل هوءَ سولنڪي ونش جي راجڪماري آهي ۽ وٽس هڪ قيمتي نَولکو هار آهي، جيڪو هيءَ ليلان کي اِن شرط تي ڏيئي سگهي ٿي، جيڪڏهن هوءَ کيس (ڪؤنروءَ کي) هڪ رات چنيسر سان گهارڻ ڏئي. اول ته آناڪاني ڪيائين پر هارِ ڇٽ چريو ڪري ڇڏيس. پوءِ هڪ رات جو ڪؤنروءَ کي وٺي پنهنجي پتيءَ جي سمهڻ واري ڪمري ۾ ڇڏي آئي. تنهن وقت چنيسر سرخ خمار ۾ هو. صبح جو اُٿڻ سان ڏٺائين ته هڪ ڌارين عورت سندس بستري تي سمهيل آهي. تڏهن هنڪان پڇيائين. ڪؤنرو چنيسر کي سڄي ڳالهه سربستي ڪري ٻڌائي. چنيسر، جيڪو ليلان کي پنهنجو ساهه پراڻ سمجهندو هو، سو ڳالهه ٻڌڻ کانپوءِ من ڪتو ٿي پيس ۽ دل ۾ ليلان لاءِ ڌِڪار پيدا ٿيس. هن ڪؤنروءَ کي ڪٽي پنهنجي پٽني بنايائين ۽ ليلان کي ڌهاڳ ڏيئي ڇڏيائين. ليلان گهڻيون ئي آزيون نيزاريون ڪري چنيسر کي ستايو، پر هن هڪ نه ٻڌي.

”مٽئي تي موهجي، مُوڙهي ڪيئه مَرُڪ،
ڇئي چنيسر ڇام سين، وڌو تو فرق،
وري وريو ورق، آيئه ڏِنءِ ڌهاڳ جو.“

لاچار ليلان وڃي پيڪن ۾ رهي. هڪ ڀيري چنيسر ڪنهن ڇڄ سان ساڳئي شهر ۾ آيو. شاديءَ جي جلسي ۾ ليلان ناچڻي بڻجي اهڙو ته دل ڇڪيندڙ ناز سان ناچ ڪيو جو سڀني کي متاثر ڪيو پر چنيسر کي موهي ڇڏيو. پر ليلان جي، لئه تال ۽ مڌر آواز تي مدهوش ٿي ويو. هن اُنکي گهونگهٽ هٽائڻ لاءِ زور ڀريو. ڏاڍي مِنت ميڙ ڪانپوءِ جڏهن ليلان گهونگهٽ مُنهن تان لاهي پري ڪيو، تڏهن چنيسر ڏٺو ته پنهنجي لاثاني رقص سان سندس ڇٽ چريو ڪندڙ عورت ٻي ڪا به نه، خود سندس پَٽ-راڻي ليلان آهي. هن هڪدم ليلان کي اپنائي ورتو. ڪي چون ٿا ته ليلان نچندي نچندي وڃي چنيسر جي ٻانهن ۾ ڪِري ۽ بروقت مري ويئي ۽ چنيسر به ليلان کي ڏسي ۽ هنجي دک جي حالت کي محسوس ڪري پاڻ به اُتي ئي مري ويو.

(٧) عمر مارئي - مارئي سنڌي جيوَن ۽ ساهتيہ جي امر سورمي آهي. هوءَ حب الوطنيءَ ۽ وفاداريءَ جي علامت آهي. ڪڇ جي لوڪ ڪٿائن موجب مارئي شاهي خاندان مان هئي. هنجي ماءُ ميرادي، مارئيءَ کي ٿر جي هڪ ڳوٺ ملير ۾ (هيءُ ملير ڪراچيءَ جي ويجهو ملير ڪان الڳ آهي ۽ هيءُ ملير ٿرپارڪر ضلع ۾ ننگر پارڪر ڪان ١٢ ڪوه پري ۽ گڊڙي اسٽيشن ڪان ٣٨ ڪوه پري آهي) آئي هئي. هتي ڪيس مارو ذات جي پالڻيءَ اجهو ڏنو. (مارو ذات جا ڌنڌي جي لحاظ ڪان ڌنار يا پنوهار بہ سڏبا هئا). هن ميراديءَ کي پنهنجي ڌيءَ ڪري مڃيو. مارئي ملير ۾ سڀ ڪان وڌيڪ سهڻي هئي. سندس نانيءَ پالڻيءَ پنهنجي ذات جي هڪ نوجوان کيت سين مارئيءَ جي پرڻائڻ جو وچن ڏنو. تنهن تي ٻيو هڪ نوجوان ڦوڳ سين مڇرجي پيو. ”تحفتہ الڪرام“ موجب ٿر جو حاڪم عمر سومرو، کي چون ٿا همير سومرو ١٣٥٥ع ڪان ١٣٩٠ع تائين هو. جنهنجو تخت گاه امرڪوٽ ۾ هو. ڦوڳ سين امرڪوٽ ويو ۽ وڃي حاڪم عمر سومري جا ڪن ڀريائين تہ مارئي بينظير حُسن جي ديوي ۽ لاثاني سونهن جي پَري اوهانجي محل جي ملڪہ ٿيڻ جي لائق آهي. عمر سومري حُسن جي هاڪ ٻڌي مارئيءَ کي زوريءَ ڀجائي پنهنجي راڻي بنائڻ جو فيصلو ڪيو. عمر هڪ اُٺ تي چڙهي مارئيءَ جي ڳوٺ ويو تہ مارئيءَ بہ اُن وقت کوه تان پاڻي ڀَري پئي پريو. هوُ اُتان مارئيءَ کي کڻي ڪڍي آيو ۽ اچي امرڪوٽ ۾ قيد رکيائينس. هن ڀانيو تہ ڳوٺاڻي ڇوڪري جڏهن محل جا سُک سهوليتون ۽ عيش آرام ڏسندي تہ پاڻمرادو راضي ٿي ويندي. پر مارئي کنهن ٻيءَ مِٽيءَ مان گهڙيل هئي. مارئي عمر سومري جي سوادي طعامن، عمدين پوشاڪن ۽ چمڪندڙ هيرن جواهرن ڏانهن اک کڻي بہ ڪونہ نهاريو. بار بار عمر کي آزي نيازي ڪندي هئي تہ مونکي پنهنجي مڱيتر وٽ واپس پهچاءِ. هيءَ ٻي سيتا هئي، جيڪا راوڻ جي ٻل ٿوڙي آڇ کي ٺوڪاري رهي هئي. تفاوت رڳو اِهو هو تہ هتي ڪوبہ رام يا هنومان ڪونہ هو، جيڪو هن سان جنگ جوٽي يا ڪوٽ کي ٽوڙي سندس بند خلاص ڪري.

”عمر! اچا ڪپڙا، ڪاٺياريون ڪيئن ڪن - جن جا ٿرن ۾، ور ٿا ويڻ سَهن!“

مارئيءَ عمر کي صاف لفظن ۾ ٻڌائي ڇڏيو هو تہ هوءَ ملير موٽي وڃڻ لاءِ ماندي آهي. هن کي سندس سوادي طعامن ڪان ملير جي رب ۽ آرازي، ڏٿ ۽ ڌنئرا، پڪا ۽ پيرون، ليار ۽ سڱريون وڌيڪ لذيذ ٿا لڳن.

”آٽين ۽ چاڙهين، ڏُٿ ڏهاڙي سومرا - ستا ڪيو سيد چوي، سائون سُڪائين،
منجهان لنب لطيف چئي، چانور ڪيو چاڙهين - ڦُلاءُ نہ پاڙين، عمر آرازيءَ سين.“

پلنگن ۽ پوشن ڪان ڪندا ۽ چاريون وڌيڪ پسند آهن. تنهنجي پٽ پٽيهر ۽ ريشم ڪان مارن جا ڪتا ۽ لويون وڌيڪ ٿيون وڻن. هن جي اباڻي لوئي ليڙون ٿي ويئي آهي. ٻڪ اُڄ ۾ ٻُٽ سُڪي ڪندا ٿي ويو آهي، اکيون ڏرا ڏيئي ويئون آهن. پر عمر کي گهٽ وڌ نہ ڳالهايو، نہ پِٽ پاراتو ڏنو.

”سهسين سيبا ڪنجري، لوئي ليڙون ليڙ - واسي وار نہ ويڙهيان، مَرِ ڇڳون رهن ڇيڙ،
ماروءَ جي مهاڙ راءِ، اندر ناه اُڪير - هڙو حال همير! وني شال ويڙه وڃان!“



مارئي اڳتي چوي ٿي تہ:-

”پٽولا پنوهاريون، مور نہ مٽي ڪن - جو لاک رتائون لوئيون، نہ سالنئا سونهن،
اُن ايلا چنئون اڳري، بخمل بافتن - سکر ڀانئيان سومرا، ڪٽي ڪان ڪنهبن،
جا ڏنيم ڏاڏاڻن، سا لاهيندي لڄ مران.“

ڪيڏي نہ بلندي خيالي آهي! ۽ اوچو آدرش آهي.

رڳو ايترو چيائين تہ تون منهنجو پاءُ لڳين. مونکي ڀيڻ سمجهي، جنهنجي مان امانت آهيان، اُن کي موٽائي ڏج. پر جي مان هِت مري وڃان تہ منهنجو مڙهہ ملير موڪلج.

وڌيڪ مارئي چوي ٿي تہ:-

(١) ”واجهائي وطن کي، آءٌ جي هت مياس - گور منهنجي سومرا! ڪج پنوهارن پاس،
ڏج ڏاڏاڻي ڏيهہ جي، منجهان ولڙين واس - ميائي جياس، جي وڃي مڙه ملير ڏي.“

(٢) ”واجهائي وطن کي، ساري ڏيان ساهہ - ٻت منهنجو بند ۾، قيد مَ ڪريجاه،
پرڏيهاڻي پرينءَ ري، ڏار مَ ڏاريجاه - تڏي وسائجانءِ ٿر جي، مٽي مئي مٿاهہ،
جو پويون ٿئي پساه، تہ نجانءِ مڙه ملير ڏي.“

هڙي دل ڏاريندڙ اِلتجا ۽ وطن جي حب مارئيءَ جو ئي مَرڪ آهي. پر نراس ٿي اجا بہ آس رکي چوي ٿي:-

”الا! اِئن ۾ هوءِ، جيئن آنءُ مران بند ۾! - مُجسو زنجيرن ۾، راتو ڏينهن روءِ،
پهرين وڃان لوءِ، پوءِ مَرُ پڄنم ڏينهڙا.“

شاه بہ گنڀير ٿيڻ سان بہ حد ڪئي آهي، ٿورو گهرائيءَ سان سمجهو ۽ پڙهو تہ اکيون اوتجڻ شروع ڪنديون.

عمر بہ هنجي نيزارين تي ڪجهہ نرم ٿيو هو، پر پوءِ معلوم ٿيس تہ ڪڏهن مارئيءَ جي ماءُ بہ کيس پنهنجي ٿڃ پياري هئي. ان ناتي سندس ماٽيلي ڀيڻ لڳي. پوءِ هن مارئيءَ کان ڀُل بخشائي ۽ کيس عزت ۽ مان سان سندس گهر ماڻٽن کي موڪلي ڏني. هيءَ جڏهن موٽي آئي تہ سندس مڱيتر قبول ڪرڻ کان اِنڪار ڪيو. هن کي اعتبار نہ ٿي آيو تہ محلن ۾ رهي پاڪدامن ۽ بي داغ ڪيئن هوندي. مارئيءَ گهڻيئي قسم ڪاڌا پر کيت سين تي اثر نہ پيو. نيٺ پوترتا ثابت ڪرڻ لاءِ اگني پريکيا ڏيڻي پيس. هن لوهہ جي تتل شيخ کڻي هٿن ۾ پڪڙي، پر کيس ذري بہ لهس نہ آئي. عمر بہ خاطري ڏيڻ لاءِ لشڪر وٺي آيو هو، پر مارئيءَ جي زور ڀرڻ تي واپس امر ڪوٽ ويو.

(٨) ست فقير ماموئي - چوڏهين صديءَ ۾ ننڍي نزديڪ ماموئي نالي ماڳ تي سمي حاڪم ڄام تماچيءَ ٻئي (يا ڄام نظام الدين) ستن فقيرن جو سر قلم ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو. انهن ستن فقيرن سر ڪٽجي وڃڻ بعد ست پروليون چيون هيون، جن کي ماموئي (پرولي) يا بيت چيو

وڃي ٿو. جو ته فارسيءَ ۾ معما جو مطلب آهي پرولي. حقيقت ۾ اهي ست ئي بيت ست اڳڪٿيون آهن. ڪيترن موقعن تي، ايتري قدر جو ٻي مهاڀاري لڙائيءَ وقت عام لوڪ انهن اڳڪٿين کي ايندڙ خطرن جي چيتاوني سمجهندا هئا. ڀيرومل مهرچند جي اِها دعويٰ آهي ته سنڌيءَ ۾ اهي سڀ کان آڳاٽا بيت آهن. انهن ۾ عربي پارسي زبانن جو اثر ڪونهي. اِئين وسهيو وڃي ٿو ته هر درويش فقير سِرڪنڄڻ کان پوءِ هڪ بيت ۾ پيشنگوئي ڪئي پوءِ سيوهڻ جي نزديڪ ”امريءَ“ ۾ سمائجي ويو. انهيءَ ڪرامت جي گواهه لوڪن ستن فقيرن جي لاشن کي دفنايو. انهن ستن اڳڪٿين يا معمائن جو برٽن انگريزيءَ ۾ سطحي ترجمو ڪيو هو. بيت هن ريت آهن-

۱- هاڪ وهندو هاڪرو، پڇندي بند اروڙ - ٻهه مڇيءَ ۽ لوڙهه، سمي ويندا سوڪڙي.
۲- وسي وسي آر، جڏهن وڃي ڦٽندو - تڏهن ٻارو ڇوٽو ٻار، پنجين دربين وڪبو.
۳- گهاگهيريون گسن تي، وراهي ويندا - تهان پوءِ ٿيندل، طبل تاجاٽين جا.
۴- لڳندي لاڑان، سونڪو ٿيندو سري ۾ - جڏهن ڪڏهن سنڌڙي، اوڳاٽا وٺاهه.
۵- ڪاري ڪاٻاري، جهيڙو لڳندو ڇهه پهر - مر مڇي ماري، مڪ وسندي سنڌڙي.
۶- مر مڇي ماري، مر مڇي ڪهڙا پار - هينين ڪاريون پوتيون، مٿن ڪارا وار.
۷- اڇي ويهجا ماڙهان، ننگر جي آڏار - پراڻا پراڙ ته، نوان اڏجو نه نجهرا.

وري مون ٻئي هنڌ پڙهيو آهي ته ماموئي جا بيت مٿين بيتن کان ڪجهه ڦريل آهن. سي ٻه هيٺ لکجن ٿا-

۱- الله حسبي، ڪلهوڙن کان کسبي - ٽالپرن کي ڏسبي، تنهان پوءِ پسبي.
۲- نيلو گهوڙو نقرو، اُبرندي ايندو - ٽيلو ٽالپرن جو نهوڙي نيندو، تهان پوءِ ٿيندو پشتو پناڻن جو.
۳- لڳندي لڙائي، سو نچو سري کان پوندو - جڏهن ڪڏهن سنڌڙي قنڌهاران جوڪو،
مر مڇي ماري، سڪ وسندي سنڌڙي.
۴- مرمڇن ڪهڙا پار، زالن مٿي ٻه چوٽيون، مڙسن مٿي ٻهوار - ٻروچاڻا ٻار، تڪي تي وڪامندا.
۵- پڳي بند اروڙ هوڪ وهندو هاڪرو، ٻهه مڇيءَ ۽ لوڙهه، سمي ويندا سوڪڙي.
۶- ننگر جي آڏار، جم وهجو ماڙهئا - پراڻا پراڙ، نوان اڏجو نجهرا.
۷- ستانوي ۾ ست چوڙ سي، اٺانوي هٽ تاڙ - نوانوي نر جاڳسي، سؤ ۾ ٿئي جئڪار.

شري لعل سنگهه هزاري سنگهه اجواڻي پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ادب جي تاريخ“ ترجمان هيرو شيوڪاڻي صفحي ۴۴ تي لکي ٿو ته ”سنڌي ٻوليءَ ۾ ماموئي فقيرن جي بيتن جهڙا پراڻا ۽ ويسهه جوڳا ٻيا بيت اُهي آهن، جن ۾ دودي چنيسر جو بيان ڪيل آهي. اُهي بيت سومرن جي صاحبيءَ واري دؤر ۾ رچيل مڃيا وڃن ٿا. جيڪڏهن اُهي سچ پچ اصلوڪا بيت آهن ته پوءِ اُهي



ماموئي بيتن کان به آڳاٽا مڃي سگهجن ٿا. ڇو ته اُهي سمي گهراڻي جي دؤر جا آهي، جيڪو دؤر چوڏهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ اچي ٿو.“

مٿين بيتن ۾ دودي چنيسر جي ڳالهه ڪانه ٿي اچي. تنهن مان سمجهبو ته اُهي ماڳهين ٻيان آهن، پر ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ڪي ڳالهيون ٻنهي سيٽن جي بيتن ۾ ساڳيون آهن.

(۹) مؤمل راڻو- هيءَ به لوڪ ڪٿا آهي. چوڏهين صديءَ جي پڇاڙيءَ وارو عرصو هو. جڏهن ميرپور ماٿيلي ۾ راجا نند راڄ ڪندو هو. سنڌ بابت پنهنجي ڪتاب ۾ ايبٽ چوي ٿو ته راجا نند سنه ۱۳۹۵ع ۾ ميرپور ماٿيلي ۾ حاڪم هو. راجا نند کي نَوَ نياڻيون هيون، اُنهن ۾ مومل سڀني کان سهڻي ۽ سومل سڀني کان سياڻي هئي. راجا نند کي هڪڙو سوئر جو ڏند هو، جنهن تي راجا کي وڏو ناز هو، چاڪاڻ ته ڏند جي ذريعي درياهه جو پاڻي سُڪي ويندو هو. سو هن اُنجي مدد سان پنهنجو سڄو قيمتي خزانو درياهه جي پيٽ ۾ لڪائي رکيو هو. اُن راز جي سُڌ ڪنهن کي به ڪانه هئي، نڪي ڪير اُهو خزانو نديءَ جي تري مان ڪڍي ٿي سگهيو. پر هڪ فقير کي ڪنهن طرح اُن راز جو پتو پئجي ويو. فقير وجهه ڳولهيندو رهيو ته ڪيئن اُهو ڏند هٿ ڪجي.

هڪ دفعي راجا نند پنهنجي ڌيءَ سومل کي ساڻ ڪري شڪار تي ويو. راجا ۽ سومل جي غير-حاضريءَ ۾ فقير سوچيو ته موقعو سٺو آهي، سو هلي اچي محل وٽ پهتو ۽ اُتي وٺي رڙيون رڙڻ شروع ڪيائين. مومل، فقير کي روئندو ڏسي اُنکي گهرائي سبب پڇيو. تنهن تي هن چيو ته مونکي هڪ اهڙي بيماري لڳي آهي، جنهن جو علاج سوئر جي ڏند سان ٿي سگهي ٿو. مومل کي خبر هئي ته وٽن سوئر جو ڏند آهي، سو محل مان ڳولهي ڪڍي اچي فقير کي ڏنائين. فقير ڏند وٺي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ رڙيون رڙڻ بند ڪيائين. پوءِ اُنجي مدد سان نديءَ ۾ گهڙيو ۽ سڄو خزانو هٿ ڪري رفوچڪر ٿي ويو.

راجا نند جڏهن شڪار تان واپس محل ۾ آيو ۽ کيس مٿئين سڄي حقيقت معلوم ٿي. راجا اچي ڪاوڙيو ۽ مومل کي جوش ۾ ماري ڇڏي ها، پر سومل وچ ۾ دخل ڏنو. پيءُ کي چيائين ته اهڙي رٿ ٿي رٿيان ۽ تجويز ڪريان جو توهان کي اوترو بلڪ وڌيڪ خزانو ملي ويندو. پڻس کي اِن تي جوش ڍرو ٿيو ۽ مومل کي وڌيڪ ڪجهه نه چيائين. سومل هڪ طلسمي محل اڏيو، جنهن کي ”ڪاڪ محل“ سڏيو ٿي ويو. اُن محل جي آخرين منزل ۾ مومل رهڻ لڳي. ڪاڪ محل ۾ انيڪ ور وَڪڙ ۽ چل ول رکيل هئا، جنهن کي اِن راز جو پتو نه هو سو مومل جي ڪمري تائين پهچڻ ۾ محال هو. سومل ملڪ ۾ ڍنڍورو گهمارايو ته جيڪو به شخص مومل جي ڪمري تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو ته مومل جي اُن سان شادي ڪرائي ويندي. پر جي ڪو اُتي پهچي نه سگهيو ته سندس ڌن دولت تي مومل جو حق رهندو. ڪيترن ئي راجڪمارن مومل تائين پهچڻ جي آزمائش ڪئي، پر ڪاڪ محل جي طلسمي دربانن ڪين هن تائين رسڻ ئي نه ٿي ڏنو. ويچارا پنهنجو ڌن ۽ مال ملڪيت لُٽائي واپس ورندا هئا. اُهو سمورو ڌن راجا نند جي خزاني جي ڪوٽ ڀريندو رهيو.

هڪ ڏينهن همير سومرو سنه ١٤٠٠ع ۾ تخت تي ويٺو، سو پنهنجي ٽن وزيرن سان مومل جو سڱ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪاڪ طرف آيو. اُن ڪوشش ۾ همير سومرو ۽ سندس ٻه وزير ته ناڪامياب ويا، البت ٽيون وزير راڻو اڳتي وڌندو رهيو. هوُ جهنگلي جانورن جي گجگوڙ يا طلسمي آوازن ۾ ڪونه ڊنو. جلد ئي محل جا ڇل ول هن کي پنهنجي اِرادي تان لوڏي يا ڦيري ڪين سگهيا ۽ آخر مومل تائين پهچي ويو ۽ مومل جي حسن جو حقدار بڻيو. راجا همير ۽ ٻه وزير اِهو سوچي ته راڻو پنهنجي جان وڃائي چڪو هوندو، سو واپس وَريا. مومل ۽ راڻي کي ڏينهن ته ڏاڍي موج ۽ مستيءَ ۾ گذاريا. هڪ ڏينهن راڻي خيال ڪيو ته همراهن جي خبر ته وٺان ته ڪهڙي حال ۾ آهن، سو مومل کي چيائين ته تون ڪجهه ڏينهن هتي رهه ۽ آءٌ دوستن جي خبر وٺي ٿو اچان. هي جڏهن اُتي پهتو ته حاڪم همير سومري ڪٽي جيل ۾ وڌائينس، جو جيل ۾ سڙندو رهيو. هڪ ڏينهن همير جي زال همير کي وينتي ڪئي ته راڻي جا بند خلاص ڪر. راڻو راڻيءَ جو ڀاءُ هو. همير ٻه زال جي ڳالهه مڃي راڻي کي جيل مان آزاد ڪيو، جو ڇٽندي ڪاڪ محل ڏانهن روانو ٿي ويو. هوڏانهن ڪاڪ محل ۾ حالتون بدلجي ويئون هيون. حرفت باز سومل گهٽي ۾ گهٽو ڊن ڪنو ڪرڻ ۾ سرگردان هئي ۽ اُن ۾ هن جي مددگار هئي سندس ٻانهي ناتر. سومل ناتر ٻانهي کي حڪم ڏنو ته ڪنهن کي ٻه مومل وٽ پهچڻ نه ڏنو وڃي، سندس مڙس کي ٻه نه. ناتر اِهو بندوبست ڪيو. مومل راڻي جي وڇوڙي ۾ اُداس رهندي هئي، اِنڪري سومل مردانو ويس ڪري مومل جي پلنگ تي ساڻس گڏ سمهندي هئي.

”شمع ٻاريندي شب، پره ٻاڪُون ڪيون؛
موت مـران ٿي مينڌرا، راڻـا ! ڪارڻ رب،
تنهنجي تات طلب، ڪانگ اُڏايم ڪاڪ جا.“

هڪ ڏينهن اڌ رات جو راڻو ڪاڪ محل ۾ پهتو ته ناتر هن کي اندر ڪمري ۾ وڃڻ کان روڪيو ۽ چيو ته مومل هاڻي ٻئي سان پريم ڪندي آهي. اِهو ٻڌي راڻو وِسميءَ ۾ پئجي ويو ۽ ناتر کي ڏکو ڏيئي خود پڪ ڪرڻ لاءِ مومل جي ڪمري تائين ڊوڙي ويو. هن ڏٺو ته برابر مومل ڪنهن مرد سان ساڳئي پلنگ تي سمهيل هئي (هن سومل جو چهرو ڪونه ڏٺو). اول ته ڪيس ويچار آيو ته ٻنهي کي تلوار سان ختم ڪريان، پر پوءِ اِئين نه ڪيائين. پنهنجو لڪڻ نشانيءَ طور ڇڏي موٽي ويو. صبح جو سوير مومل جڏهن راڻي جو لڪڻ ڏٺو ته پوري ڳالهه سمجهڻ ۾ دير ڪانه لڳس ۽ هوءَ ترت ئي ڪاڪ محل ڇڏي امر ڪوٽ ڏانهن رواني ٿي. هن هڪ سوداگر جو لباس پاتو ۽ مرداني ويس ۾ راڻي سان ملي ۽ سندس دوست بڻجي پيئي. ٻئي گهاٽا دوست ٿي ويا ۽ سدائين گڏ رهندا هئا. هڪ ڏينهن ٻئي چوپڙ راند ڪري رهيا هئا ته راڻي جي نظر مومل جي مٿي ڪنيل ٻانهن تي پيئي ۽ ڪيس سڃاڻي ورتائين، پوءِ ته هن مومل کان مُنهن موڙي ڇڏيو. مومل جي آزيءَ نيازيءَ تي ٻه ڌيان نه ڏنائين. هڪ نڪرايل هندو اِستريءَ لاءِ جيڪو آخرين رستو رهجي ٿو وڃي، مومل



اُهوئي چونڊيو. هن چِکيا ٻارِي ۽ اُن ۾ ٽِپي پيئي. جڏهن راڻي کي اِن ڳالهه جي خبر ملي ته هو ٻه ٽِپي پيو ۽ باهه ۾ مومل سان ملي هڪ ٿي ويو.

(١٠) نُوري ۽ تماچي - نوري ۽ تماچيءَ جو قصو سمي گهراڻي سان واسطو رکي ٿو. چيو وڃي ٿو ته ڄام تماچي تڏهن تخت نشين ٿيو، جڏهن چاچي ڄام جوڻي ۽ ڀائٽي ٻابينا کي سلطان فيروزشاه قيدي بڻائي پاڻ سان وٺي ويو هو. سنڌ جي حاڪمن ۾ ٻه تماچي ٿيا آهن. ڪن ليکڪن جو رايو آهي ته ڄام تماچي ٻيو هن قصي جو سورمو آهي ۽ نه تماچي پهريون. ڪينجهر ڍنڍ هيلايا ٽڪريءَ جي تري ۾ نٽي ۽ جهرڪن بلڪ سونڊن جي وچ ۾ آهي، جنهن ۾ مڇي، پابوڙا، ٻهه ۽ لوڙهه ڄام ٿيندا آهن. تنهن ڪانسواءِ هن ڍنڍ ۾ ڪوڏ ۽ سُتيون ٻه گهڻيئي ٿينديون آهن. هڪ ڏينهن ڄام تماچي مڇيءَ جو شڪار ڪرڻ لاءِ هن ڍنڍ تي ويو. اُتي هڪ مُهاڻي جي ڌيءَ گندري نالي ڏنائين جيڪا تمام سهڻي هئي. ڄام تماچي هن کي ڏسي مٿس عاشق ٿي پيو ۽ هرڪ هاري وڌائين. گندري يعني گند مان ڄاول. ڄام تماچيءَ گندريءَ مان نالو ڦيرائي نئون نالو رکيو نورِي.

ڀارت جي ساهتيه ۾ مهاڻي جي ڌيءَ سان عشق ٻڌڻ ڪا نئين ڳالهه ڪانهي. ڪورَوَن ۽ پانڊوَن جو ڏاڏو ٻه ڪنهن مڇيءَ مار جي ڌيءَ سَتيوَتيءَ جي پريم ۾ اٽڪيو هو ۽ اُن سان شادي ڪيائين. ڄام تماچيءَ نوريءَ کي پنهنجي نڪاح ٻڌل زال پيو بڻائڻ چاهي. جنهن نوريءَ ۽ نوريءَ جي پيءُ ٻنهي قبوليو ۽ هاڪار ڪيائون. نوري نهايت نماڻي هئي. هن پاڻ لاءِ ڪوبه خاص حق ڪونه گهريو. تماچيءَ جي گهر ۾ هوءَ سيني کان وڌيڪ غريب گهر جي عورت هئي. تماچيءَ ۽ نوريءَ جي شاديءَ ۾ ڪينجهر جي مِڙني مهاڻن خوب جشن ملهايا. سندن راجا جو هاڻي سندن ناٺي ٻه ٿيو، تنهن مٿائن سڀيئي ڍلون معاف ڪيون. نه رڳو ايترو بلڪ ڪينجهر جي آس پاس وارِي زمين جو ٻه ڪين مالڪ بڻايائين. سياڻيڪ هو ته تماچيءَ جي محل ۾ سمي خاندان جي راڻين نوريءَ کي پسند ڪونه ڪيو. پر هوءَ سدائين سانت ۾ نماڻي رهي. سيني جي ڪارخدمت لاءِ هروقت تيار رهندي هئي. هنجي نئڙت ۽ نيازيءَ جي ثابتي تڏهن ملي، جڏهن هڪ دفعي ڄام تماچيءَ سيني راڻين کي چوائي موڪليو ته سڀ پنهنجي پنهنجي تمام اوچي ۽ شاندار پوشاڪ پائي هار سينگار ڪري وِهن. پاڻ منجهائن ڪنهن ٻه هڪ کي چونڊي، گهمائڻ وٺي ويندو. ٻين سيني ڀڪندڙ ويس وڳا پاتا ۽ هار سينگار ڪيا. پر نورِي سڀ کان سادا ڪپڙا پائي ۽ زمين ۾ نظر کُپائي ويهي رهي. هوءَ پنهنجي هار سينگار سان ڄام کي پاڻ طرف مائل ڪري، هن تي پاڻ کي زوريءَ مڙهڻ لاءِ تيار نه هئي. ڄام تماچي جڏهن چونڊ ڪرڻ نڪتو ته هن اُمالڪ ئي اِهو سهي ڪيو ته نورِي سڀ کان نياري ۽ سريشٽ آهي، ڇوته هوءَ سيني کان سرل، سندر ۽ نماڻي هئي. هوءَ ايرڪا کان آجي، پنهنجي لاثاني سونهن ۾ پنهنجو مَٽ پاڻ هئي. ڄام نوريءَ کي ئي چونڊيو ۽ ڪيس پنهنجي ڀَٽ - راڻي بڻايائين. سنڌي ادب ۾ نوري ۽ تماچيءَ جو قصو ئي اڪيلو داستان آهي، جنهن ۾ دک درد جو نالو نشان ٻه ڪينهي. اُن ۾ آنسو نه، گل ئي گل آهن:

”مهاڻيءَ جي من ۾، نه گيرب نه گاهُ، نيڻن سي ناز ڪري، ريجهايائين راڻُ،
سمو سيني ملاءِ، هيريائين حرفت سين.“

(۱۱) سُهڻي ميهار - شاهه عبداللطيف جن سَتن لوڪ ڪٿائن کي پنهنجي ڪلام ۾ آندو آهي، تن ۾ به هڪ سُهڻي ميهار جي آکاڻي جيڪا درياهه شاهه سان لاڳاپيل آهي ته ٻي آهي سسئي پنهونءَ جي ڪهاڻي جيڪا ريگستان سان واسطو ٿي رکي. سي ٻئي شاعراڻين خوبين ۽ جمالياتي حس ۾ بينظير آهن. هي ٻئي قِصا سنڌ کان ٻاهر به مُرَوج آهن. ڪي شخص پنجابي لوڪ ڪٿا ”سوهڻي - مهيوال“ کي سنڌي قصي جو بنياد ٺا ڄاڻائين. پر سنڌي عالم اِها راءِ رد ٿا ڪن ۽ ثابتيءَ طور چون ٿا ته شهدادپور جي ويجهو جيڪا قبر آهي، سا سهڻيءَ جي آهي. هن قصي جا ڪئين روپ مؤجود آهن. مگر هڪ ڳالهه سيني مڃي آهي ته سهڻي ٿلا نالي هڪ ڪنڀار جي ڌيءَ هئي ۽ هنجي شادي ساڳيءَ ذات جي ڏم نالي شخص سان ٿي هئي. البت اِن ڳالهه تي متڀيد آهن ته ميهار سان هنجي پريت جو پيچ ڪيئن پيو. ميهار جو نالو ساهڙ به چيو وڃي ٿو. قصي جو هڪ روپ اِهو به مروج آهي ته جڏهن ڇڄ ندي پار ڪرڻ لاءِ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، تڏهن ميهار سهڻيءَ کي کير جو گلاس پيئاريو. بس اُن بعد ٻنهي هڪ ٻئي کانسواءِ، ٻئي ڪنهن جي باري ۾ سوچيو ئي ڪونه.

افساني جو ٻيو روپ هن ريت آهي: ميهار اصل ۾ بخارا شهر جو هڪ سوداگر عزت بيگ نالي هو، جيڪو سنڌ ۾ واپار سانگي آيو هو. شهر ۾ گهمندي جڏهن هن سهڻيءَ کي ڏٺو ته پهرينءَ نظر ۾ شڪار ٿي ويو ۽ کيس پنهنجي دل ڏيئي ويٺو. پوءِ هن پنهنجو مان-مُرتبو ڌن دولت تياڳي سهڻيءَ جي ويجهو مڪان وٺي رهڻ لڳو. جڏهن وٽس ڪجهه به نه رهيو ۽ پئسا خلاص ٿي ويا، تڏهن هن ٿلا ڪنڀار وٽ معمولي پگهار تي مينهن چارڻ جو ڪم شروع ڪيو. اهڙيءَ طرح عزت بيگ ميهار بڻجي پيو. هڪ ڏينهن سهڻي مينهن جي وٿاڻ ۾ ويئي ۽ ميهار کان کير جو گلاس گهريو. اِن ڳالهه تي ميهار دل ۾ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سندس اُچ مٽائڻ لاءِ مينهن جو کير ڏهي تازو ئي گلاس ڀري ڏنائينس. تازي ڏڌل کير جي سُرڪي ڀريندي ئي سهڻي مدهوش ٿي ويئي. هنکي جا کير مان ڇس آئي، سو روز مينهن جي وٿاڻ ۾ ويندي هئي ۽ سهڻي ميهار سان ملڻ جو ڪوبه وَجهه نه ڇڏيندي هئي. جا ڳالهه ملڪ ۾ پکڙي ۽ سهڻيءَ جي بدنامي ٿي. ڪنڀار سوچيو ته سهڻيءَ کي جلد پرڻائي ڇڏيان ته بدناميءَ کان بچي پوان. هن ميهار کي نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيو جو پتڪندي درياهه جي ٻئي پار وڃي ڪم ڪار کي لڳو. ٿلا ڪنڀار سهڻيءَ کي ڏُم نالي وَاري شخص سان شادي ڪرائي ڇڏيائين. سهڻيءَ خدا کي ٻاڏائي چيو ته هو کيس ڏم کان ٻري رکي. خدا سندس عرض اگهايو. ڏم جڏهن سهڻيءَ سان اڪيلو ملندو هو ته اِسرار نموني پاوَ-هيڻ ۽ ٺڏو ٿي ويندو هو ۽ شام کان وٺي سڄي رات اگهور ننڊ ۾ غلطان رهندو هو.

اُن وچ ۾ اِها ڳالهه چوڌاري ڦهلي ويئي ته درياهه جي ٻيءَ پر تي ڪنهن جوڳيءَ اچي ڏوٽي هنئي آسي جو تمام پهتل جوڳي ٿو ڏسجي. سهڻي به پنهنجي اڻ-تڻ مٽائڻ لاءِ جوڳيءَ وٽ اچي



پهتي. ٻنهي هڪ ٻئي کي ڏٺو ۽ سڃاتائون ۽ هڪ ٻئي جي محبت ڀري آغوش ۾ سمائجي ويا. اُن بعد سهڻي هرروز رات جو گهڙو ڪڇي اُنجي سهاري درياهه تري ٻيءَ پر ويندي هئي ۽ ميهار سان ئي رات جو ڪانو ڪاٽيندي هئي. ڪاني ۾ اڪثر مڇي هوندي هئي. سڄي رات اُتي گذاري صبح جو ڏم جي جاڳڻ کان اڳ ئي گهر اچي سهڙندي هئي. هڪ ڏينهن ميهار کي مڇي ڪانه ملي، اِنڪري پنهنجي ران جو ٽڪر ڪپي، پچائي سهڻيءَ کي پيش ڪيائين.

هي سچو عشق ڪڏهن به رنڊڪن ۽ رڪاوٽن کان آجو ڪونه رهيو. ڏم جي ڀيڻ کي اِها ڪڙڪ پئجي ويئي ته سهڻي روز دِلو ڪڇي درياهه تري پار ٿي وڃي. هن کي ڏکار جاڳي ۽ عاشق معشوق جي ميلاپ کي هميشهه لاءِ ختم ڪرڻ لاءِ رٿ رِٿي. هن چا ڪيو جتي سهڻي جهاڙين ۾ دلو لڪائي رکندي هئي ته ڏم جي ڀيڻ اُتي ڪچو گهڙو ڪڇي رکي آئي ۽ پڪو دلو ڪڇي آئي. اُن رات تاريخ اُونڌيهين هئي ۽ اونداهي ڪاري رات هئي. اُپ ۾ ڪڪر ڪارونڀار ۽ درياهه ۾ پاڻيءَ جو تيز وهڪرو ۽ زوردار ڇولي هئي. اهڙيءَ حالت ۾ سهڻيءَ لاءِ درياهه ۾ گهڙڻ جوکم ڀريو هو، مگر ميهار جي محبت هنجي من تي ايتري قدر طاري هئي، جو کيس اِها به سُڌ ڪانه رهي ته پڪي گهڙي بدران ڪو ڪچو گهڙو سندس هٿن ۾ هو. هوءَ دهشت دم درياهه ۾ ٽپي پيئي. وچ سير ۾ ڪچو دِلو ڳري پاڻي ڀري پيو.

”ڪاري رات، ڪچو گهڙو ٻي اُٽيهن اونداهي - چنڊ جو نالو ناهه ڪو، دريا دڙ لائي،
ساهڙ ڪاڻ سوهڻي، آڌي تي آئي - اِيءَ ڪم الاهي، نه ته ڪُنن ۾ ڪير گهڙي؟“

سهڻيءَ ميهار کي پڪارون ڪيون. جڏهن اُهي پڪارون ميهار جي ڪنن تائين پهتيون، تڏهن هن لاءِ ٻيڙي هاڪاري نديءَ ۾ گهڙڻ مان ڪوبه فائدو ڪونه هو. هوُ پاڻ درياهه جي چوهه ۾ مانگرمڇن ۽ واڳهن جي چنتا ڪرڻ بنا ٽپي پيو. لهرون ڏڪينديون ٻنهي عاشقن کي گهلي ويئون.

”دهشت دم درياهه ۾، جت تکيون تنوارُون،
منهنجون ماڻ ميهار کي، پهچن پڪارُون،
لَهه ساهڙ سنيارُون، ته لهرن لوڏي نه مران.“

ٻئي پريمي هڪ ٻئي جي ٻانهن ۾ سمائجي ويا. مهراڻ ٻنهي کي ابدي امن بخشيو. ٻه جسم ملي هڪ ٿيا ۽ ”س“ سان شروع ٿيندڙ ٽي شيون سهڻي، ساهڙ ۽ سائر (ساگر جهڙو سنڌو) ملي هڪ ٿيون. سهڻيءَ جي ٻڏڻ جو بيان شاهه صاحب درياهه جي دهشت جو اَڻ وسرندڙ چِٽ چِٽيو آهي. چيو وڃي ٿو ته اِهو واقعو شاهه عبداللطيف جي ولادت کان ڪي ڏهاڪا اڳ شاهه جهان جي حڪومت ۾ ٿي گذريو هو.

”نڪو سَنڌو سور جو، نڪو سَنڌو سِڪَ،
عدد ناهه عشق، پڇاڻي پاڻ لهي.“

(١٢) سَسئي پُنهوَن- سسئي ۽ پنهونءَ جي ڪٿا ڏڪدائي انت جي خيال کان هيءَ روميو ۽ جوُليٽ جي قصي سان مشابهت ٿي رکي. هيءَ آکاڻي سنڌ کان ٻاهر به ٻڌي وڃي ٿي. ڪن پنجابي ليکڪن اِن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ اِن بابت ڪوجنائون ڪيون اٿن. جن ماڳن تان سسئي ورلاپ ڪندي لنگهي آهي، تن جو نالو ئي ”سسئي“ پئجي ويو آهي. سسئي نڪتو آهي ششي يعني چندرما لفظ مان. اسانجي ٻوليءَ ۾ سسئي هڪ لوڪ ڪٿا پرسڌ نالو آهي ۽ پنهون به ”پريمي“ جو متبدل لفظ ٿي پيو آهي. سنڌي زبان ۾ اِهي سٽون شايد سڀ کان وڌيڪ ياد ڪيون ۽ دهرايون وينديون آهن، جن ۾ سسئيءَ جي واتان تصوف وحدت الوجود واري فلسفي جو سار چوايل آهي.

”پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم روُح رهاڻ - نڪو ڏونگر ڏيهه ۾، نڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهوَن ٿيس پاڻ، سسئي تان سوُرهئا.“

سسئيءَ جو جنم هڪ نائون برهمڻ جي گهر ۾ ٿيو هو، برهمڻ کي پنهنجي نياڻيءَ جي جنم ڪنڊلنيءَ ۾ اِهو ڏسي حيرت وٺي ويئي ته هن جي شادي ڪنهن مسلمان سان ٿيندي. تنهنڪري هن ڌيءَ کي صندوق ۾ ڪپڙا رکي اُن تي سمهاري، صندوق بند ڪري درياه ۾ لوڙهي ڇڏيو، جا صندوق ترندي اچي ڀنڀور وٽ نڪتي. ڀنڀور، مڪران کان ٺٽي طرف ويندڙ شاهراهه تي هڪ وسيل شهر هو. درياه تي محمد ڌوٻي ڪپڙا ڌوئي رهيو هو، جنهن اُها صندوق ڏٺي ۽ ڪڍي کوليائين ته هڪ سهڻي ڇوڪري ڏٺائين. جنهن گهر وڃي اُنکي پاٻوه سان پاليو. ڇوڪريءَ جي سونهن ڏينهون ڏينهن وڌندي ويئي.

اِنکري نالو رکيائينس سسئي يعني ششي يعني چنڊ. هنجي سونهن سوڀيا جي هاڪ هنڌين ماڳين پکڙجي ويئي. اُن هاڪ جا واهڻ هئا، اُهي وڻجارا واپاري، جيڪي ٺٽي جي بازارين ۾ پنهنجو مال وڪڻڻ ويندا هئا ۽ ڪين ڀنڀور مان لنگهڻو پوندو هو. مڪران جي حاڪم آري جام جو وڏو پٽ پنهون اهڙي هاڪاري حسن واري دوشيزه کي ڏسڻ لاءِ اُتاولو ٿي پيو ۽ واپاريءَ جي ويس ۾ ڀنڀور ڏانهن نڪري پيو. اُتي هن پنهنجي شين جو دڪان کڻي کوليو. سسئي به اُتي سرتين ساڻ خريداري ڪرڻ آئي. ٻنهي جو پهرئين گهور ۾ پيار ٻجهي ويو. پنهون اِهو وساري وينو ته پاڻ شهزادو هو ۽ سسئي ڌوٻيءَ جي ڌيءَ هئي. هو ڀنڀور ۾ ئي رهي پيو، جيئن هو معشوق جو منهن ڏسندو رهي. عشق، مشڪ ۽ خون لڪائي به نه لڪن. نيٺ محمد کي به سُڌ پيئي ته سندس ڌيءَ جو نينهن مڪران جي شهزادي سان وڃي اڙيو آهي. پنهونءَ محمد کان سسئيءَ جي ٻانهن گهري ته هن آزمائش وٺڻ خاطر پنهونءَ کي پاڻ وٽ رهايو ۽ شرط وڌو ته هو شاهي خاندان کي ڇڏي ڌوٻي ڪٽنب جو ٿي رهي. پنهونءَ اِهو شرط قبول ڪيو ۽ پنهونءَ سسئيءَ سان گڏ ڪپڙا لٽا ڌوئڻ شروع ڪيا. اول ٿوري تڪليف ٿيس، پر پوءِ ڪپڙن ڌوئڻ ۾ اهڙو ته ٻڙ ٿي ويو، ڄڻ جنم کان ڌوٻي هجي. جڏهن آزمائش مان پار پيو ته محمد خوشيءَ سان ٻنهي جي شادي ڪرائي. فيصلو اِهو ٿيو ته پنهون پنهنجي ساهرن ۾ ئي رهندو ۽ مڪران پنهنجي مائٽن وٽ مور نه ويندو. اُن بعد سندس همراهه



واپس مڪران موٽي ويا ۽ پنهونءَ جي والد کي سموري حقيقت ٻڌائي جا ٻڌي ڪيس ڏڪڙو اچي ويو ۽ بيهوش ٿي ڪِري پيو ۽ پٽ جي وڇوڙي ۾ ڦٿڪندو رهيو. اِئين پئي لڳو ته روئي روئي انڌو ٿي پوندو يا مري ويندو. تڏهن پنهونءَ جي ٽن ڀائرن چنرو، هوتو ۽ نوُتو ڪنهن به طريقي سان پنهونءَ کي واپس آڻڻ لاءِ قسم کنيو، جيئن پيءُ جي حياتي بچي پوي. هنن پيءُ کي تسلي ڏني پوءِ آري جام کي دلجاءِ ٿي ۽ راڄ ڪاروبار ۾ مشغول ٿي ويو. ڀائر ڀنڀور اچي پهچائي پنهونءَ وٽ پهتا. سسئي پنهنجي ڏيرن جي مٺي گفتار پٺيان لڪل ڇٽ ڪپٽ کي سمجهي ڪانه سگهي. هن سندن واهه جو آدر ستڪار ڪيو ۽ سندن تفريح جو پورو بندوبست ڪيو. پنهون مڪران واپس هلڻ واري ڀائرن جي منت ميڙ نڪرائي ڇڏي ۽ صاف چيائين ته جتي سسئي، اُتي منهنجو گهر. جڏهن پنهون نه مُڙيو ته ڀائرن ڪيس ڀڄائي وٺي وڃڻ جي رٿ رٿي. هڪ رات ڪاڏو ڪائي شراب پي نچي ۽ ڳائي، جڏهن پنهون نشي ۾ الوٽ گهري ننڊ ۾ غلطان ٿي ويو ۽ سسئي پڻ سڄي ڏينهن جي هڻ پٽ ۽ محنت بعد ٿڪجي سمهي پيئي، تڏهن ٽنهي ڀائرن پنهونءَ کي ٻڌي اُٺ تي چاڙهي تيزيءَ سان قافلو ٺاهي ڪندي اچي مڪران ساهه پٽيو. صبح جو سوير سسئيءَ جاڳي ڏٺائين ته پنهون آهي ئي ڪونه ته ويچاري سُڌ ٻڌ ڪوهي ويٺي. سسئي ۽ سندس پيءُ ڀڄائيندڙن جو پيڇو ڪيو، پر سڀ حيلا وئرٿ ويا. طوفان واريءَ تي اُنن جا پيرا به مِٽائي ڇڏيا هئا. سسئيءَ پاڻ تي ملامت وڌي ته هوءَ سُجاڳ ڇونه رهي. ننڊ ندوريءَ ساڻس وئل ڪيو هو. هوءَ سمجهي ڪانه سگهي. ٻيو نه ته اُنن ڪيئن مات ڪئي، جن جي رڙڻ تي اوس جاڳي پوي ها. هن ڏيرن کي ڏوهه ڏنو. پر پوءِ سمجهيائين ته نه ڏيرن جو، نه ڏاگهن جو، نه واڇوڙي جو، نه واريءَ جو ڏوهه آهي. سڄو قصوُر سندس قسمت جو ئي آهي. پر سسئي قسمت آڏو سُترو آڻ مڃڻ واري ڪين هئي. هن چيو يا ته پنهونءَ کي وري حاصل ڪندس يا مري ساهه ڏيندس. هوءَ گهر ڇڏي پيرين پنڌ مڪران طرف نڪري پيئي. راهه ۽ رستي ۾ اڻانگها ڏونگر، تتل واريءَ جا دڙا آڏا آيس. ڀنڀور کان ڪيچ مڪران تائين رڻ پٽ ۾ سسئيءَ جي سفر ۽ ورلاپن کي سنڌيءَ شاعريءَ ۾ ابدي حيثيت ڏني ويئي آهي. رڻ پٽ ۾ وڪ وڪ تي هن هرهڪ کان پڇيو ته اوهان منهنجي پنهونءَ کي ته ڪونه ڏٺو؟ چيو وڃي ٿو ته سسئيءَ جي اَڻٿڪ تلاش ۾ انيڪ ڪرامتون ٿيون. ميراڻيءَ ۾ هڪ پاڪ آستان آهي، جتي سسئيءَ جي اُڃ مٽائڻ لاءِ پاڻيءَ جو چشمو ڦاٽي نڪتو هو. اِئين به چيو وڃي ٿو ته اگر ان هنڌ ڪانيءَ ٽڪر سان ڪو سوراخ ڪيو وڃي ته ڏرتيءَ مان اڄ به دردي دانهن ٻُڌبي آهي.

”ڏونگر ڏوراپو پهريون چونديس پرينءَ کي - پهڻ پير پِٽون ڪيا، ڊِريون ڇنيون تو،
رحم نه پيئيءَ روح ۾، قدر منهنجو ڪو - واڪو ڪنديس، وا! مون سين جبل تو جاڙون ڪري.“

ورلاپ ڪندي سسئي هڪ اهڙي هنڌ اچي پهتي، جتي بيابان ۾ خيابان هو. اُتي هڪ ٻڪرار ٻڪريون چاري رهيو هو. سسئيءَ هن کان پڇيو، ”ادا! تو منهنجي پنهونءَ کي ڪو ڏٺو؟“ ٻڪرار سسئيءَ جي سونهن ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو ۽ سسئيءَ کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪيائين. تڏهن

سسئي عزت بچائڻ خاطر ڏٽيءَ در آراڏنا ڪئي. اُمالڪ ڏرتي ڦاٽي ۽ سسئي اُن ۾ سمائجي ويئي. مگر سندس پوتيءَ جو پلاند ٿورو ٻاهر رهجي ويو. جڏهن ٻڪرار اها ڪرامت ڏٺي، تڏهن بيحد پشيمان ٿيو ۽ خدا کان پنهنجي خطا بخشائڻ لڳو. اُتي پاڪدامن سسئيءَ جو يادگار طور مقبرو ڪٽي آڏايو ۽ پاڻ مجاور ٿي ويهي رهيو.

پنهونءَ جا ڀائر ڪيس مڪران کان وٺي ويا پر سسئيءَ جي جدائيءَ ۾ ديوانن جيان ورتڻ لڳو. لاچار پٽس پنهونءَ جي دماغي حالت سڌارڻ ۽ سندس حياتي بچائڻ خاطر کيس ڀنڀور وڃڻ جي اِجازت ڏني. رستي تي جڏهن هُو سسئيءَ جي قبر وٽ پهتو، تڏهن پوتيءَ جو ٻاهر نڪتل پلاند نظر آيس. هن مجاور کان حقيقت پڇي، جنهن سربستي ڳالهه ڪري ٻڌايس. جڏهن خبر پيس ته هن قبر ۾ دفنايل سسئي آهي، تڏهن پاڻ به قبر وٽ ويهي خدا کي اِلتجا ڪيائين ته ڏرتي ڀيهر ڦاٽي ۽ پنهون به اُتي سسئيءَ واري مقبري ۾ سمائجي ويو. اُهو مقبرو سنڌ واسين، ملتان وارن ۽ دوردراز جي سعادت مندن لاءِ تيرت آستان بڻجي پيو آهي.

**(١٣) شاهه عنايت-** جهوڪ شريف جو شاهه عنايت به اعليٰ صوفي درويش ۽ شهيد سڏيو وڃي ٿو. جهوڪ ۾ هنجو مقبرو آهي. سڄيءَ سنڌ ۾ جهوني صوفي درگاهه آهي. سڀ صوفي، ٻين صوفين جي مزار تي وڃڻ کان اڳ هتي اچي پنهنجي خراج عقيدت پيش ڪندي پاڻ کي ڀاڳوان سمجهندا آهن. شاهه عنايت سنڌ جي عظيم ترين شاعر شاهه عبداللطيف جو همعصر هو. چيو وڃي ٿو ته شاهه لطيف جي رسالي ۾ جيڪي سڀ کان وڌيڪ پرسوز بيت آهن، اُهي دوکي سان شاهه عنايت جي کيل قتل طرف چِٽا اِشارا آهن. اُهو قتل دهليءَ جي بادشاهه فرخ سير کان اڳوات ورتل رضامنديءَ سان ڪلهوڙن ڪرايو هو.

> ”اڄ نه اوطاقن ۾، طالب تنوارين - آديسي اٿيٖ ويا، مڙهيون مون مارين،
> جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.“

هن درويش پنهنجي موت جي پرواهه نه ڪئي. هن جو سِر ڪپي دهليءَ جي شهنشاهه وٽ موڪليو. ڏند ڪٿا آهي ته اُن وڍيل سِر جيڪي بيت چيا، تن کي ”بي سرنامو“ چيو وڃي ٿو. اُنهن مان هڪ بيت فارسي شعر هن ريت آهي:

> ”سِر در قدم يار فِدا شُدُ بَجا شُدُ - اين بار گِران بوَدُ ادا شرح بَجا شُدُ.“

مطلب ته (جڏهن محبوب جي قدمن ۾ سِر ڪپي رکيو اٿئون ته پوءِ فڪر ڇاجو ڪجي؟ هڪ وڏو قرض چڪائڻو هو، اُهو هِئَن ڏنوسين ته پوءِ ڇا؟)

جڏهن جلاد اسان کي مارڻ لاءِ سنڀريو ته چيوسين: ”تون مون کي هن داغدار وجود کان نجات ڏيئي رهيو آهين، اُن عنايت لاءِ منهنجي اِها دعا اٿيئي ته شل ٻنهين جهانن ۾ وڏين ويجهين.“

اُن صوفي درويش جو موت ڪلهوڙا خاندان جي خاتمي جو باعث بڻيو ۽ اُن سان اِهو به ثابت ٿيو ته ڪلهوڙا ڪيڏا نه وڏا شيطان هئا. جنهن شهنشاهه هنجي موت جو فرمان جاري ڪيو، اُنجون



اکيون ٻن سيد ڀائرن ڪڍيون ۽ کيس تڙڦائي تڙڦائي ماريائون: هي سنت ڪجهه عرصو حيدرآباد ۾ دکن ۾ وڃي رهيو هو. سندس ناماچار سڄي هندستان ۾ ڦهليل هو. هن جا هزارين معتقد ۽ مُريد هئا، جيڪي سندس دشمن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا. پر هن درويش کين اِئين ڪرڻ کان روڪيو. چوته سندس چوڻ هو ته اوهان کي خدا جي رضا تي راضي رهڻو آهي. هنجو احوال شاعرن ۾ جريان نمبر ٦ تي به آهي.

**(١٤) شاهه عبداللطيف جو ستن لوڪ ڪٿائن کي امر ڪري ڇڏڻ-** سنڌ جي سڀ کان سريشٽ شاعر عبداللطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ ستن مشهور لوڪ ڪهاڻين (١) راءِ ڏِياچ (٢) ليلان چنيسر (٣) عمر مارئي (٤) مومل راڻو (٥) نوري ڄام تماچي (٦) سُهڻي ميهار (٧) سسئي پنهون؛ جن جو ذڪر مٿي ڪيو ويو آهي، کي امر ڪري ڇڏيو آهي. اِهي لوڪ ڪهاڻيون سنڌي ساهتيه جا سر-چشما آهن، اِنهن ڪهاڻين جا ڪئين روپ ۽ نمونا مُروَج آهن. اِهو چئي سگهجي ٿو ته سنڌي ساهتيه جو وڏو حصو انهن ستن عاشقاڻن قصن جو اِرد گرد اُڏيل آهي. اُهي ست ڪهاڻيون گهڻي ڀاڱي شاعرن ۽ ڪن نثر نويسن جي رچنائن، گيتن، مضمونن توڙي مقالن جا سرچشما آهن. سڀ لوڪ ڪٿائون سنڌي جيوَن ۽ سنڌي ٻوليءَ جو انگ بڻجي پيئون آهن. اُنهن پرسڌ ڪٿائن ڪانسواءِ ڪي ٻيون به ڪٿائون آهن، جن کي سنڌي وساري وينا آهن. پروفيسر نبي بخش خان بلوچ اهڙين لوڪ ڪٿائن جو ذڪر پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“ ۾ ڪيو آهي. عشقي قصن ۾ مل محمود ۽ مهرنگار جو داستان، ڏمر سوناري جي آکاڻي، عمر ۽ گنگا جو قصو، خدا دوست ۽ محمد غزنوي جو داستان جو ذڪر ڪيو آهي. مگر اُنهن مان ڪا به آکاڻي سنڌي سماج ۾ لوڪ پريه نه ٿي آهي. بيتن ۾ رچيل ڪن دستخطن ۾ اُنهن قصن جا ايڪڙ ٻيڪڙ ٽڪرا ملن ٿا. اُهي بيت شاهه عبداللطيف جي سداحيات شاعريءَ کان اڳ جا آهن.

## ٧. انگريز سرڪار جا ماڻهن کي خطاب ۽ پبلڪ جا ماڻهن کي لقب

### (١) انگريز سرڪار جا ماڻهن کي خطاب

انگريزن ماڻهن کي جيڪي لقب ڏنا، سي هيٺ ڄاڻائجن ٿا:

**١. سيٺ نائون مل هوتچند پوچواڻي -** سيٺ نائون مل هوتچند پوچواڻي ۽ اُنجا وڏا واپاري هئا. هنن جون سوين ڪونيون سنڌ ۾ ۽ سنڌ کان ٻاهر ولائتن ۾ هيون. هنن جون هُنڊيون به ٻنهي هنڌن تي هلنديون هيون. ميرن جي راڄ ۾ هندن تي ڏاڍا ظلم ڪيا ويا. تنهنڪري سيٺ نائون مل لڙائيءَ ۾ انگريزن کي مدد ڪئي. اِنڪري انگريز سرڪار هن کي سي. ايس. آءِ. (C.S.I.) جو خطاب عطا ڪيو.

**٢. عالومل ٽيڪمداس-** شري عالومل ٽيڪمداس پهريون سنڌي هو، جنهن بمبئيءَ مان بي. اي. (B.A.) پاس ڪئي. انگريزن هن کي راءِ بهادر جو خطاب ڏيئي، هن جي عزت ڪئي.

**٣. شري موهنداس مينگهراج مل-** شري موهنداس مينگهراج مل کي راءِ بهادر جو لقب مليل هو. پر هنجي شهر جو پتو ڪونه پئجي سگهيو آهي ته ڪهڙي شهر جو رهاڪو هو.

**۴. ديوان تاراچند شوقيرام آڏواڻي** - هي ديوان تاراچند شوقيرام آڏواڻي حيدرآباد جو وينل هو ۽ ٽريننگ ڪاليج ۾ پرنسيپال هو. سرڪار هن کي راءِ بهادر جو لقب عطا ڪيو.

**۵. ديوان ڪؤڙومل چندن‌مل ڪلناڻي** - ديوان ڪؤڙومل چندن‌مل ڪلناڻي پريا ضلع نواب شاه جو رهندڙ هو. هي ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو. سرڪار هنجو قدر ڪري هن کي راءِ بهادر جو لقب ڏنو.

**۶. شري اوڌئداس تاراچند** - شري اوڌئداس تاراچند شڪارپور جو وينل هو. هن کي انگريزن راءِ بهادر جو خطاب ڏنو.

**۷. ديوان نارائڻداس**- ديوان نارائڻداس شهر ٻيراني تعلقي شهدادپور جو رهندڙ هو. وڏو زميندار هو، هن کي انگريز سرڪار راءِ صاحب جو خطاب ڏنو.

**۸. ديوان ڪرپالداس** : ديوان ڪرپالداس ٻيراني شهر تعلقي شهدادپور جو رهندڙ هو. هي راءِ صاحب نارائڻداس جو ڀائٽيو هو. هي بہ وڏو زميندار هو. انگريزن هنجو مان رکي کيس راءِ صاحب لقب ڏنو.

**۹. سيٺ هوتچند هيرانند** : سيٺ هوتچند هيرانند نواب شاه شهر جو وينل هو. هي وڏو زميندار ۽ واپاري هو. هن کي انگريز سرڪار راءِ صاحب جو لقب ڏنو.

**۱۰. سيٺ جهامنداس** : سيٺ جهامنداس شهر ميرپور خاص جو وينل هو، هنن کي هڪ ڦُٽين (ڪپہ) ٽاٽڻ جي وڏي فئڪٽري ميرپور خاص ۾ هئي جيڪا سيٺ پهلومل موتيرام جي نالي سان سڏبي هئي. تنهن ڪانسواءِ وڏا زميندار بہ هئا. هن جو بہ انگريز سرڪار قدر ڪري راءِ صاحب خطاب عطا ڪيو.

**۱۱. شري سيتلداس ڪيماڻي** - شري سيتلداس ڪيماڻي رهندڙ ساهتي پرڳڻو ضلع نوابشاه واري کي انگريزن راءِ صاحب جو لقب ڏنو.

**۱۲. شري منگهرمل ڏنواڻي** - شري منگهرمل ڏنواڻي وينل مانجهند ضلع دادوٗ واري کي انگريزن راءِ صاحب جو لقب ڏنو.

**۱۳. غلام حسين هدايت الله**- غلام حسين هدايت الله وڏو زميندار هو ۽ سنڌ جو چيف منسٽر بہ ٿيو هو. هن جو انگريز سرڪار قدر ڪري کيس سَر جو خطاب عطا ڪيو.

**۱۴. شاه نواز ڀُٽو** : شاه نواز ڀُٽو لاڙڪاڻي جو وينل هو. وڏو زميندار هو. سندس پٽ ذوالفقار علي ڀُٽو سنڌ جو چيف منسٽر هو، جنهن کي پاڪستان سرڪار ڦاسي ڏني. ان بعد سندس دختر ۽ سَر شاهنواز جي پوٽي بينيظير ڀٽو بہ سنڌ جي چيف منسٽر ٿي، جنهن کي پاڪستان سرڪار ڊسمس ڪيو. اِن مان ظاهر آهي تہ هي وڏ آکيا، پڙهيل، عزت وارا ۽ زميندار هئا. انگريز سرڪار شاه نواز ڀُٽي کي مانُ ڏيئي سَر جو خطاب عطا ڪيو.

**۱۵. ايوُب خان کهڙو**- ايوب خان کهڙو بہ لاڙڪاڻي نواسي هو. هي وڏو زميندار هو، سنڌ جو چيف منسٽر بہ ٿيو. انگريز سرڪار هن کي خان بهادر جو لقب ڏنو.



**۱۶. حاجي محمد حسن شربت خان مري**- حاجي محمد حسن ولد شربت خان مري پنهنجي اڏايل ڳوٺ جمڙائو جي ڪپ کان اڌ ميل کن پري ميرپور خاص کي ويجهو ۾ رهندو هو. هي وڏو زميندار هو. هن کي انگريزن خان صاحب جو لقب عطا ڪيو.

**۱۷. مِرزا قليچ بيگ فريدون بيگ** - مِرزا قليچ بيگ فريدون بيگ ٽنڊي نوڙهي ايراضيءَ ۾ حيدرآباد ۾ رهندو هو. هي علم ۾ عالمَ ليکڪ ۽ شاعر هو. سنڌ ۾ سڀني کان گهڻي ۾ گهڻا ڪتاب هن ئي لکيا ۽ ڇپايا. هي ڊپٽي ڪليڪٽر بہ ٿي رهيو هو، تنهنڪري انگريز سرڪار هنجو قدر سڃاڻي کيس سنہ ۱۹۱۴ع ۾ شمس العلماءُ (يعني علم جو سج) جو لقب عطا ڪيو.

## (۲) پبلڪ جا ماڻهن کي لقب

عام پبلڪ ماڻهن کي سندن لياقتون ڏسي کين هيئيان لقب ڏنا :

**۱. پير عثمان مَروندي**- پير عثمان مَروندي سيوهڻ ضلع دادوءَ ۾ رهندو هو. هي ڪامل ۽ خدا رسيده درويش هو. هن ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون. ماڻهو هنکي لعل شهباز يا قلندر شهباز ڪوٺيندا هئا. سيوهڻ ۾ عاليشان قبو اٿس.

**۲. شاه عبدالڪريم** - شاه عبدالڪريم بلڙي ضلع حيدرآباد ۾ رهندو هو. هي ڪامل درويش ۽ وڏو شاعر هو. هن جو جنم شهر مٽارين ضلع حيدرآباد ۾ ٿيو هو. هي سنڌيءَ جو چانسر يا سنڌي ادب جو وهائو تارو لقب سان نوازيو ويو آهي.

**۳. شاه عنايت** - شاه عنايت جهوڪ شريف ۾ رهندو هو. غلط فهميءَ سان دهليءَ جي بادشاد جي حڪم سان ڪلهوڙن هن کي مارايو ۽ سندس سِسي دهليءَ موڪلي ڏني جا سِسي دهليءَ تائين بيت چوندي ويئي. بادشاه جاچ ڪرائي تہ هي شاه عنايت اُهو ناهي، هي تہ خدارسيده ڪامل درويش آهي. حڪم ڪيائين تہ سِسي واپس ڪٽي وچي ڌڙ سان ملايو. اِنڪري شهيد ڪري سڏيائون.

**۴. شاه عبداللطيف**- شاه عبداللطيف ڀٽي پور ۾ ڄائو هو ۽ پرسان حالا حلويلي ڳوٺ ۾ رهندو هو. ويراڳ لڳڻ سان هالن جي ويجهو هڪ واريءَ جي ڀٽ تي بندگي ڪيائين. اُتان سنياسين سان گڏ هليو ويو ۽ اُنهن هندو سنياسين سان ۳ سال ياترا ڪري تيرٿ اِستان ڀيٽي اچي ساڳي واري وسايائين. هي ڪامل ۽ پورن درويش ٿي ويو. سنڌيءَ جو تمام اوچو شاعر هو. هي شاه عبدالڪريم جو پڙپوٽو هو. پوءِ ڏيري ڏيري اُها ڊب وسي ويئي، جنهن کي چون ڀٽ شاه ۽ هنکي سڏين ڀٽ ڌڻي يا ڀٽائي گهوٽ.

**۵. عبدالوهاب صلاح الدين ”سچل“**- عبدالوهاب ولد صلاح الدين درازن جي ڳوٺ خيرپور جي ويجهو رهندو هو. هي درويش ۽ شاعر هو. سندس تخلص ”سچل“ هو. ماڻهو هنکي سرمست ڪري سڏيندا هئا. آلوچڪن هنکي درازن جو حافظ ڪوٺيو آهي.

**۶. پارُو سنت ولد هنسراج سونارو**- پارو سنت ولد هنسراج سونارو پورن سنت هو، ماڻهو هنکي پارُوشاه ڪري ڪوٺيندا هئا.

**۷. ميرحسن علي خان ٽالپر**- مير حسن علي خان ٽالپر حيدرآباد جو وينل هو ۽ راڄ ڪندڙن مان هو. هن شاهنامو لکيو تنهنڪري ڪن نقادن هنکي سنڌ جو فردوسيءَ جو لقب ڏنو.

**٨. ديوان ڪوڙومل چندن‌مل ڪلناڻي-** ديوان شهر پريا ضلع نواب شاهه جو رهندڙ هو. هي وڏو ودوان هو. ڪئين ڪتاب لکي ڇپارايائين. هي ڊپٽي ڪليڪٽر به ٿي رهيو. نثر جو پايو وجهندڙن مان مکيه باني هو. اِنڪري کيس ساهتيه جو اَبو سڏيندا هئا.

**٩. وَسڻ شاهه گيانچند سونارو-** وسڻ شاهه گيانچند سونارو روهڙيءَ جو رهندڙ هو. هي سنت پارو شاهه جو شش هو. هن ڪجهه ڪرامتون ڏيکاريون. تنهنڪري هنکي وسڻ شاهه يا وسڻ گهوٽ ڪري ڪوٺيندا هئا.

**١٠. مرزا قليچ بيگ فريدون بيگ-** مرزا قليچ بيگ فريدون بيگ ٽنڊي ٺوڙهي پاڙي حيدرآباد ۾ رهندو هو. هي عالم ۽ وڏو ليکڪ هو. ڊپٽي ڪليڪٽر هو. ٤٥٧ ڪتاب لکيائين. هن جا ثناخوان آفتاب ادب (ادب جو سج) ڪوٺيندا هئا.

**١١. مير عبدالحسين خان شهداداڻي ''سانگي''-** مير عبدالحسين خان شهداداڻي ''سانگي'' حيدرآباد جو وينل هو. هن هڪ يوروپي عورت سان شادي ڪئي. تنهنڪري پاڻ کي ٻيو ڄام تماچي سمجهندو هو.

**١٢. ديوان ڏيارام گدومل شهاڻي-** ديوان ڏيارام گدومل شهاڻي حيدرآباد جو رهندڙ هو. وڏو ودوان ۽ ڌرماتما ۽ اِنصاف وارو هو. هي پهريائين سيشن جج هو، پوءِ جديشل ڪمشنر ٿيو. ماڻهو هنکي راج رِشي سڏيندا هئا.

**١٣. سيٺ هرچندراءِ وشنداس پارواڻي-** سيٺ هرچندراءِ وشنداس پارواڻي مانجهو ضلعي دادوءَ جو وينل هو. هي هوشيار ودوان ۽ وڪيل هو. هن لوڪن جو خوب پلو ڪيو. سنڌ جون پئنچاتون مٿي جو مور ڪري سمجهنديون هيون.

**١٤. ديوان ٿانورداس ليلارام واسواڻي-** ديوان ٿانورداس ليلارام واسواڻي حيدرآباد جو وينل هو. هو وڏو ودوان، ليکڪ، شاعر ۽ پورن سنت هو. ڪيترن ڪاليجن ۾ پرنسيپال هو. روز ستسنگ ڪندو هو، ساڌو واسواڻي سڏبو هو.

**١٥. سوامي ليلاشاهه-** سوامي ليلارام ولد ٽوپڻداس ٽُڪ ٽاٽاريا برهم کتري هو. هي ڳوٺ محراب چانڊيو تعلقي ٽنڊو باگو ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو هو. ننڍي هوندي کان پورب جنم جي سنسڪارن ڪري هن جو ايشور ڏانهن لاڙو هو. خوب تپسيائون ڪيائون. هي بال برهمچاري، مها گياني ۽ يوگيراج هو. هنجو گرو سوامي ڪيشوداس جو به مهان گياني هو، تنهن چيس ته تون منزل ۾ مون کان مٿي آهين، تنهنڪري شاهه آهين. ٻين سنتن به هنکي چيو ته تون شاهه آهين. هڪ مسلمان باغائي جو دل جو حال جاڻڻ ڪري هن به هن کي شاهه ڪري سڏيو. پوءِ سيئي لوڪ، ساڌو سنت، شردالو هنن کي سوامي ليلاشاهه ڪري سڏيندا هئا.

**١٦. سوامي ديالداس جيئومل-** سوامي ديالداس جيئومل درويش، داتار ۽ سخي هو، اِنڪري حاتم درويش ڪوٺبو هو.



**١٧. لالچند امرنومل جڳتياڻي-** لالچند امرنومل جڳتياڻي مشهور اديب نثر ۽ نظم ۾ ماهر هو. مضمون نويس به جهڙس ورلي هوندو. هنکي رڇ ڇڱو مڙس جي لقب سان نوازيو ويو. کي کيس ڏکر به ڪري ڪوٺيندا هئا.

**١٨. ڊاڪٽر چوئٿرام پرتاب‌راءِ گدواڻي-** ڊاڪٽر چوئٿرام پرتاب‌راءِ گدواڻي حيدرآباد جو رهندڙ هو. هي سرڪاري نوڪريءَ ۾ ڊاڪٽر هو، پر اُن پد تان استعفا ڏنائين. هو سچار، ايماندار، شيواڌاري، هڏ-ڏوکي ۽ پبلڪ جا ڪم ڪندڙ هو. هي پڪو ڪانگريسي هو، ڪيترين ئي سنستائن جو عهديدار هو. هي پارليامينٽ جو ميمبر هو. هند اسيمبليءَ ۾ به گجندو هو. هي مُنهن تي سچ چوڻ تي گسندو ئي ڪونه هو. جڏهن اسيمبليءَ ۾ گجندو هو ته ڪيترن کي ٿرٿلي ۾ وجهي ڇڏيندو هو، تنهنڪري ماڻهو هن کي گجندڙ شير ڪري ڪوٺيندا هئا.

**١٩. سنت دوارڪا پوري-** سنت دوارڪاپوريءَ جو جنم جو نالو واڌومل هو. هي برهم کتري ڪُل ۾ شهر ميرواهه گورچاڻي ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڄائو هو. هي ڊِڪ مُنشي هو، اچي ويراڳ لڳو سو استعفا ڏنائين. سندس استعفا آفيسرن قبول ڪونه ڪئي ته هي دفتر ڪوهه ۾ اُڇلائي وڃي سنياسي ٿيو ۽ نالو رکيائونس دوارڪاپوري ۽ سڏپرش ۽ تپسوي هو. ڪئين ڪرامتون هنجون ظاهر ٿيون. هي شِوَ جو پوڄاري هو ۽ اُنجي اُپاسنا ڪندو هو، تنهنڪري ماڻهو هن کي ٻيو مهاديو ڪري ڪوٺيندا هئا.

**٢٠. ڀڳت بودرمل ٺهلرام-** ڀڳت بودرمل ٺهلرام ڪوها برهم کتري مٽارين جو وينل هو. هنجي گهر واري ننڍي جوانيءَ ۾ گذاري ويئي ته هنکي ويراڳ لڳو. هماليه پهاڙ تي وڃي تپسيا ڪيائين. پورن سنت هو. پوءِ گرنار ڪوٽ ۾ اچي رهيو. هنکي ماڻهو بابا مسترام ڪوٺيندا هئا.

**٢١. منگهارام پريم جي-** منگهارام پريم جي برهم کتري ڀڳت ڏيپلو ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڄائو هو. هن سنتن جي ٽوليءَ کي ڪارائڻ لاءِ ميمڻ کان قرض ورتو هو جو مهل تي موٽائي نه سگهيو. ميمڻ قسم وڌس ته قرض چڪائي پوءِ ماني کائج. هن ايشور کي آراڌيو. ڀڳوان پاڻ هُنڊي ڀري ويو.

**٢٢. سنڌِي نثر جي پيڙهه ۽ ٿنيا-** سنڌِي نثر جي پيڙهه مِرزا قليچ بيگ ۽ ديوان ڪوڙي مل وڌي، پر اُن تي شاندار عمارت هينين چئن چڻن ڪئي. (١) پرمانند ميوارام (٢) پيرومل مهرچند (٣) لالچند امرنومل (٤) ڄيٺمل پرسرام. اِنڪري اُنهن چئن کي سنڌي نثر جا ٿنيا ٿو چئجي.

**٢٣. مورومل ڇيتنداس ڏانڌا-** مورومل ڇيتنداس ڏانڌا ''بيوطن'' (هن ڪتاب جي ليکڪ) کي ڪيترائي سماجي ڪتاب لکي ڇپائي نيات ۾ ورهائڻ ۽ سماجي شيوا ڪرڻ ڪري اکل ڀارت سنڌي برهم کتري پئنچات ''برهم کتري رتن'' جو خطاب ڏنو آهي.

## :: باب ٻارهون ::

# ليکڪ ۽ شاعر يعني ڪوي

سنڌيءَ ۾ لکيل ساهتيہ نثر يا نظم جي ڪابہ رچنا سورهين صديءَ کان اڳ جي سواءِ لوڪ ڪٿائن ۽ گيتن جي ڪانہ ملي سگهي آهي. اُنهن لوڪ ڪٿائن ۽ لوڪ گيتن جي رچيندڙن جي بہ سُڌ ڪانهي. اوائلي شاعرن جي چاڻ ارغونن جي راڄ يعني سنہ ۱۵۲۰ع کانپوءِ جي ملي آهي. سنڌي نسل جي ذاتين (سومرن ۽ سمن) جي حڪومت ختم ٿيڻ کانپوءِ فارسي زبان ۾ ادب جي شروعات ٿي. ٽن صدين تائين سنڌ ۾ فارسي زبان ۽ ادب ڇانيل رهيا. سنڌ ۾ عربي ٻوليءَ جي اثر ڪونہ پيو، پر فارسيءَ جو اثر زياده پيو جو سنڌ ۾ بلوچستان، افغانستان، ايران ۽ وچ ايشيا جا فارسي ڳالهائيندڙ قبيلا رهندا هئا. ٻيو تہ فارسي زبان ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي راڄ ۾ عدالتن جي زبان فارسي هئي. اُن ڪري ڪيترن سنڌي ماڻهن بہ فارسيءَ ۾ ادب لکيو.

شاه کان اڳ سنڌي ساهتيہ ٽن شڪتين جو نتيجو آهي. (۱) پهرين سمن سومرن ۽ اُنهن کان اڳ جي هندو راجائن جي ايامڪاريءَ ۾ ورثي ۾ مليل لوڪ ساهتيہ. (۲) ٻي ايراضي رهسيوادي شاعرن جو اثر. (۳) ٽي شڪتي-ڀارتي ڀڳت ڪوين جو پرڀاءُ، جن جي ڪاويہ مان، ويدانت يوگ ۽ ڀڳتيءَ جي لهر ڦٽي نڪتي.

اِئين ڏٺو ويو آهي تہ گهڻو ڪري سڀني ٻولين جي حالت ۾ ساهتيہ جي شروعات شعر مان ٿي آهي. جيئن جيئن جدا علمن ۽ هُنرن ۾ ترقي ٿيندي وڃي ٿي ۽ قومي خيال وسيع ٿيندا وڃن، تيئن تيئن اُنهن کي پوري صورت ۾ ظاهر ڪرڻ لاءِ نثر جي ضرورت ٿئي ٿي. سنہ ۱۸۵۰ع تائين سنڌيءَ ۾ نثر خيرڪو هو. پر شعر اوچي منزل تي پهتل هو. جيئن تہ لاثاني لطيف، سامي، سچل سرمست، بيدل، بيڪس، دلپت ۽ ٻين شاعرن جو خزانو موجود هو. سنہ ۱۸۵۳ع کان اڳي سنڌيءَ ٻوليءَ کي خاص آئيوٽا ڪانہ هئي. اُن سال ۾ عربي سنڌي آئيوٽيا انگريزن ٺاهي تيار ڪئي ۽ سنڌي نثر جي ابتدا ٿي. اُن کان اڳ هندو ديوناگري لپي يا هٽ-واڻڪي لپيءَ ۾ لکندا هئا. پهريان سنڌي ڪتاب هئا تعليم کاتي جا درسي ڪتاب، تنهن کانپوءِ ٻيا لکجڻ ۾ آيا.

قاضي قاضن- سنڌي پهريون شاعر هو، اُن جا فقط ست بيت ئي هٿ آيا آهن. پر وڏيڪ ڪلام ڪجهہ سال اڳ ڀارت جي هريانا پرانت ۾ ڀِواني ضلعي جي راٽيلا ڳوٺ مان هريداس جي مَٺ مان ديوناگري دستخط ۾ شري هيري نکر کي هٿ آيا. جيڪو هن سنہ ۱۹۷۸ع ۾ ”قاضي قادن جو ڪلام“ سِري سان ڪتابي صورت ۾ پوجا پبليڪيشن، دهليءَ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جنهن ۾ ۱۱۲ بيت ڏنل آهن.

شاه کان اڳ جي ٻن صدين واري عرصي ۾ هندو شاعرن جي لکيل ساهتيڪ ڀنڊار جي نہ ليکجڻ جو سبب مذهبي تعصب کان سواءِ ٻيو ٿي نٿو سگهي. ٻيو اُنهن جي کوج خبر بہ نہ ورتي ويئي آهي.



سنڌي نثر لاءِ شروعاتي ڪوششون ڪرڻ وارا اُهي يورپي لوڪ هئا، جن سنڌي ڊڪشنريون ۽ گرامر جوڙيا. انگريزن هيٺيان ڪتاب لکي تيار ڪيا :

(۱) جيمس پرنسيپ - سنڌي ٻوليءَ جو وياڪرڻ انگريزيءَ ۾ سنہ ۱۸۳۵ع ۾ ڇپايو.

(۲) سر رابرٽ گرانٽ - سنڌي ٻوليءَ جو وياڪرڻ ۽ لفظن جو ننڍو ذخيرو ۱۸۳۶ع ۾ انگريزيءَ ۾ شايع ڪيو.

(۳) مِسٽر ڊبليوُ ايڇ. واٿين- ”گرامر ائنڊ واڪيبيولري آف سنڌي لئنگئيج.“

(۴) مِسٽر ايسٽوڪ - ”اي واڪيبيولري آف سنڌي لئنگئينج.“ ۱۸۴۳ع

(۵) مِسٽر ليڇ- واڪيبيولري آف سيون لئنگئيجز اِسپوڪن اِن ڪنٽريز ويسٽ آف اِنڊس.

(۶) ڪئپٽن جارج اِسٽئڪ- حيدرآباد ۱۸۴۳ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر هو. سنڌي شبد ڪوش ۱۸۵۴ع ۾ اي ڊڪشنري آف اِنگلش ائنڊ سنڌي ۱۸۴۹ع ۾ سنڌي گرامر ۴۵-۱۹۴۹ع. هن پنهنجي ڇپايل گرامر ۾ سورٺ ۽ راءِ ڏياچ ۱۸۴۹ع لکي جا پهرين آکاڻي هئي.

(۷) مِسٽر ارنيسٽ ٽرمپ- سنڌي ريڊر ۱۸۵۸ع ۾ سنسڪرت ۽ عربيءَ ۾ ٻن ٻولين ۾ ڇپيو. هن منجهہ ڪئين آکاڻيون، لئلا مجنوُ جو داستان، مينگهي ڀڳت جا سلوڪ، شاه جو رسالو، پهريون پريس ڇاپو ۱۸۶۶ع ۾ وڏو مڪمل گرامر ۱۸۷۲ع ۾ ڇپيو.

(۸) مِسٽر رِوَرِڊ. جي. شرٽ- اکرڏاتوُ يعني ۱۸۵۸ع ۾ سنڌي پناولي (ديوناگري) لکي ڇپائي. انگلش سنڌي ڊڪشنري ۱۸۷۷ع ۾ لکي سرڪار ڇپائي.

(۹) مِسٽر ايل. ڊِي. اِسمور- گرامر آف دي سنڌي لئنگئيج ۱۸۸۴ع.

(۱۰) مِسٽر جي. ائبٽ- سنڌ، اي رِي اِنٽر پرٽيشن آف اَن-هئپي وئلي ۱۹۲۴ع.

سنڌي نثر جو نکريل روپ اوڻيهہ صديءَ جي آخرين چوٿائيءَ ۾ اُڀري سگهيو. سنڌي نثر جي پيڙهہ بلاشڪ مرزا قليچ بيگ وڌي ۽ شري ڪؤڙي مل چندن مل کلناڻيءَ وڌي. پر اُن پيڙهہ تي هڪ دائم شاندار عمارت کڙي ڪرڻ جو سڀورو ڪاريہ جن سڄڻن ڪيو، تن ۾ پرمانند ميوارام، ڀيرومل مهرچند، لالچند امرنومل ۽ جيٺمل پرسرام اَهم آهن. اِن ڪري ئي ڪين سنڌي نثر جا ٿنڀا تو چئجي. سنڌي نثر کي بالغ بڻائڻ ۾ پرمانند ميوارام جي شئلي سرلتا سهجتا، ڀيرومل مهرچند جي باريڪ بيني، لالچند امرني مل جي لطافت ۽ جيٺمل پرسرام جي گنڀير عبارت جي اَهم يوڳدان آهي.

### ۱. ليکڪ

(۱) ليکڪ- هاڻي ليکڪن جو ذڪر ڪجي ٿو. گهڻي ڪوشش ڪئي ويئي، ليکڪ جي ٿي ويا آهن، تن جو بيان ڪجي، تنهن هوندي بہ ڪي نالا رهجي بہ ويا هجن. ليکڪن جي ڪتابن جا نالا جيڪي هٿ آيا آهن، سي لکيا ويا آهن. ڪيترا نالا معلوم ڪونہ ٿي سگهيا آهن.

۱. مولوي ابوالحسن- مولوي ابوالحسن جو جنم سنہ ۱۶۶۱ع ۾ ٺٽي شهر ۾ ٿيو. هن پهريون ڪتاب ”مقدم الصلوات“ سنڌيءَ ۾ لکيو، جنهن ۾ نماز ۽ وِضو جا نيم لکيل آهن. پاڪستان جي

ادبي مخزن ”نئين زندگي“ جي آڪٽوبر ۱۹۶۴ع جي پرچي ۾ هڪ ليک شمس الدين عرساڻيءَ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته ابوالحسن سنڌيءَ جو پهريون نثر نويس آهي. ساڳي مخزن ۾ هڪ ٻئي ليکڪ عبدالجبار جوڻيجي جون ۱۹۶۵ع جي پرچي ۾ اِها ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته سنڌيءَ جو پهريون نثر نويس مخدوم جعفر بوبڪين آهي. هن جي ٻولي لاڙي اُپڀاشا آهي ۽ رنگين بيانيءَ سان ڀرپور آهي. هي ٿوري گهڻي شاعري به ڪندو هو. هن جي وفات ۹۰ سالن جي عمر ۾ ٿي هئي، يعني ۱۷۵۱ع ۾ گذاري ويو.

**(۲) مخدوم جعفر بوبڪين**- مخدوم جعفر بوبڪين ارغونن جي زماني ۾ ”طلاق“ تي نثر ۾ هڪ ڪتاب لکيو هو.

**(۳) عثمان احساني**- عثمان احساني ليکڪ هو ۽ لڳ ڀڳ سنه ۱۶۴۰ع ۾ پاڳناريءَ مان لڏي لکميپور ۾ اچي رهيو. هن ”وطن نامو“ ڪتاب لکيو آهي. اُن ۾ موت ۽ قبر ۾ داخل ٿيڻ جي لازميت کي وشيه بڻايو آهي.

**(۴) مخدوم ضيا الدين**- مخدوم ضيا الدين به نثر نويس هو. ڪلهوڙن جي وقت ۾ سنه ۱۷۵۹ع ۾ گذاري ويو. هن جو ڏاڏو عراق مان لڏي جوڻن شهر ٺنڊي غلام حيدر پرسان رهيو. هنجو پيءُ مخدوم هارون لڏي ٺٽي آيو، جتي هجري ۱۰۹۱ = ۱۶۷۷ع ۾ ڄائو.

**(۵) سيد ثابت علي شاهه**- سيد ثابت علي شاهه جو جنم سنه ۱۷۴۰ع ۾ ٿيو. هي اصل رهاڪو مُلتان جو هو. اُتان سيوهڻ ۾ آيو ۽ دائمي طور رهي پيو. هيءُ پهريون سنڌي اديب آهي، جنهن اعليٰ شخصيتن جي وفات تي مرثيه لکيا آهن. هن جي شعر ۾ لعل شهباز جي شهر سيوهڻ جو سِڪ ڀڏندو بيان آهي. اول هوُ مشهور شخصن تي قصيدا لکندو هو، پوءِ مرثيه لکڻ لڳو. هوُ ڪلهوڙن سان به پوريءَ طرح وفادار ڪونه هو. جڏهن ڪلهوڙن ڪانپوءِ ٽالپرن جي حڪومت آئي ته ٽالپرن جي سوڀ تي ”فتحنامو“ ۽ ”جعفرنامو“ ڪتاب لکيا ۽ ماٺ ميٺ ۾ پنهنجي اڳلي آقائن کي وساري ڇڏيائين. هن سنه ۱۸۱۰ع ۾ وفات ڪئي.

مرزا قليچ بيگ هن جا لکيل مرثيه ڇئن پاڱن ۾ گڏ ڪري ڇپايا آهن.

مرثيه سلام مان پهرين ۽ پوئين مصرح ڏجي ٿي:

**پهرين- ڪربلا جي قتل جي ڪر ڪا خبر اي آسمان - ڪئن ڏنئه نيزن چڙهيا شاهن جا سِر اي آسمان.**

**پوئين- عابدين واڳون ورايون هي وطن هو رڻ دفن - ”ثابت“ ان جي درگدا شام وَ صحر اي آسمان.**

**(۶) مخدوم محمد شريف**- مخدوم محمد شريف رائيپوري ”ملڪي سنڌ“ ڪتاب سنه ۱۷۴۷ع ۾ لکيو.

**(۷) مولوي محمد حسين**- مولوي محمد حسين ڪلهوڙن جي راڄ ۾ سنه ۱۷۶۳ع ۾ فارسيءَ مان سنڌيءَ ۾ پيغمبر صاحب جي آکاڻين جو ترجمو ”سير بوستان“ نالي سان ڪتاب لکيو.

**(۸) مخدوم عبدالخالق ٺٽوي**- مخدوم عبدالخالق ٺٽوي ”مطلب المومنين“ سنه ۱۷۶۳ع ۾ لکيو.



**(۹) پنڊت بنيسڌر**- پنڊت بنسيڌر سنه ۱۸۶۱ع ۾ سنساري نروار سنڌيءَ ۾ ڇپايو.

**(۱۰) محمد عبدالرضا واسع**- محمد عبدالرضا واسع ٺٽي جي داروغي گوهر جو فرزند هو ۽ مير درياهيءَ جي نالي سان به سڃاتو وڃي ٿو. هن ”بيان العارفين“ ڪتاب ۾ پنهنجي مرشد شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي سوانح عمري لکي آهي. هن ڪتاب کي سنه ۱۸۹۸ع ۾ عبدالرحيم ولد محمد ملوڪ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو.

**(۱۱) آخوند عزيز الله**- آخوند عزيز الله جي تصنيفن ۾ سنڌي نثر جو آغاز ملي ٿو. هي ۱۷۴۶ع ۾ مٽيارن ۾ ڄائو. سندس وڏا اصل ٺٽي جا ميمڻ هئا، پر مدرسي ۾ پڙهائڻ ڪري آخوند سڏبا هئا. ٽالپرن جي وقت ۾ ڪلام الله شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. هن سنه ۱۸۲۴ع ۾ وفات ڪئي.

**(۱۲) غلام حسين محمد قاسم قريشي**- غلام حسين محمد قاسم قريشيءَ سنه ۱۸۵۴ع ۾ ”ڀنڀي زميندار جي ڳالهه“ نالي ڪتاب لکيو جو هنديءَ ٻوليءَ مان ترجمو ڪيائين.

**(۱۳) سيد ميران محمد شاهه**- سيد ميران محمد شاهه وينڊل شهر مٽياري تعلقي هالا جو هو. هن ”سُڌا توري ۽ ڪُڌا توري“ جي ڳالهه جو ڪتاب سنه ۱۸۵۵ع ۾ لکيو ۽ ”مفيد الصبيان“ سنه ۱۸۶۱ع ۾ تيار ڪيو ۽ ڇپايو. هي ٻئي ڪتاب هنديءَ مان ترجمو ڪري لکيا. سنه ۱۸۵۶ع ۾ آڪاشي وگيان جي باري ۾ ڪتاب تيار ڪيو. ٻيا درسي ڪتاب سهيڙيا.

**(۱۴) منشي نانديرام ٽڏومل ميراڻي**- منشي نانديرام ٽڏومل ميراڻيءَ ”تاريخ معصوميءَ“ جو سال ۱۸۵۴ع ۾ ترجمو ڪري ڇپايو، جنهن تي هن کي اِنعام مليو. پوءِ سرڪاري ترجمان ٿيو. هن باب نامو ۽ پهريون درسي ڪتاب ۱۸۵۲ع ۾، ڊرائنگ ۽ ليکي جا پره نالي انگي حساب ۱۸۵۵ع ۾، جاگرافي جاميٽري وغيره جا ترجما ڪيا جي ۱۸۵۴ع کان ۱۸۵۶ع تائين ۱۸۶۱ع ۾ لکيا. سنه ۱۸۵۵ع ۾ ”ڌرتي نروار“ نالي سڄي دنيا جي جاگرافيءَ جي باري ۾ سنڌيءَ ۾ شري مهاديو شاستريءَ سان گڏ لکيو. ۱۸۵۶ع ۾ سنڌيءَ ۾ آلجبرا جو ڪتاب وشونات سان گڏ تيار ڪيو. سنه ۱۸۵۶ع ۾ سيکاڻتو نرواڻ سنڌي سِکڻ لاءِ لکيو، جو سرڪار ڇپايو.

**(۱۵) مسٽر نارائڻ جڳننات**- مسٽر نارائڻ جڳننات جو جنم سنه ۱۸۲۵ع ۾ ٿيو. هي سنڌ ۾ ڊيپوٽي ايڊيوڪيشنل اِنسپيڪٽر هو. هن ”سنڌ جو نروار“ ۱۸۶۵ع ۾ ڪتاب لکيو. هي سنه ۱۸۷۴ع ۾ سرڳواس ٿيو.

**(۱۶) لڪشمڻ وي. پرانجپي**- لڪشمڻ وِي. پرانجپي انگريزي سنڌي ڊڪشنري سنه ۱۸۶۸ع ۾ لکي.

**(۱۷) آخوند فتح محمد ڪاشف**- آخوند فتح محمد ڪاشف لفظن جا اِشتقاق لکيا (شرت).

**(۱۸) عبدالرحيم**- عبدالرحيم جواهر لغات (سنڌي - فارسي) سنه ۱۸۷۱ع ۾ لکي.

**(۱۹) مُنشي اُڌارام ٿانورداس ميرچنداڻي**- مُنشي اُڌارام ٿانورداس ميرچنداڻي جو جنم حيدرآباد سنڌ ۾ سنه ۱۸۲۳ع ۾ ٿيو. هن سنڌي پرائيمري اِسڪولن لاءِ درسي ڪتابن لاءِ پهريون ڀيرو شعر وغيره چونڊ ڪري مجموعا لکي ظاهر ڪيا. جنهن ۾ سنڌي ڏوهيڙا ۽ راءِ ڏياچ جو قصو نثر

۽ نظم ۾ ۱۸۶۱ع ۾ شايع ڪيو. ان بعد سورداس شاعر لعلو ڀڳت جو لکيل ”ڪامسين ۽ ڪامروپ“ ۱۸۶۹ع ۾ ميهرم مُنير جو قصو ۱۸۷۱ع ۾، بدر منير، دودو چنيسر، ۱۹۷۰ع ۾ ايسپ جون آکاڻيون لکيون. مفيد الطالبين (شاگردن لاءِ ڪارگر سونهون) لکيو. سنڌي انگريزي ڊڪشنري ۱۸۷۹ع ۾ تيار ڪئي. سنڌي گرامر ۽ آموز پارسي لکي. هن ديوان نولراءِ شوقيرام آڏواڻيءَ سان گڏ جانسن تي انگريزي ڪتاب ”راسيلاس“ جو سنڌيءَ ۾ سنہ ۱۸۷۰ع ۾ ترجمو ڪيو. ۱۸۵۵ع ۾ دنيا جي تواريخ لکي. هن ۱۸۵۳ع ۾ پهريان پرائيمري سنڌي ڪتاب درجي پهرئين کان چوٿين تائين لکي هولا جي ياڳ طرفان ڇپايا. طوطي نامو ۱۸۶۰ع ۾ سنڌيءَ ۾ لکيو. ۱۹۸۳ع ۾ راهہ رباني وٺي رمندو رهيو.

(۲۰) ديوان ڪيولرام سلامتراءِ آڏواڻي - ديوان ڪيولرام سلامتراءِ آڏواڻي جو جنم حيدرآباد ۾ سنہ ۱۸۰۹ع ۾ ٿيو. پهريائين مُنشي هو، پوءِ مختيارڪار ٿيو. هن سنہ ۱۸۶۴ع ۽ ۱۸۷۱ع جي وچ ۾ ۳ ڪتاب لکيا: ۱. سوکڙي ۲. گلقند ۳. گل شڪر ۱۸۶۹ع ۾ لکيو. افسوس جي ڳالهہ آهي تہ اُهي دستخط ڪتاب ۳۵ سالن کان مٿي تعليم کاتي جي ڪبٽن ۾ نڌڪا ٿي پيا هئا ۽ سنہ ۱۹۰۵ع ۾ سج جي روشني ڏٺائون. هي پارسي، هندي ۽ سنڌيءَ ۾ قابل هو. ۱۸۶۴ع ۾ رٽاير ڪيائين ۽ ۱۸۷۶ع ۾ پرلوڪ پڌاريو. گل شڪر ۾ ۵۷۰ پهاڪا لکيائين. هي پهريون ئي پهاڪن جو ڪتاب هو، جو ۱۸۶۹ع ۾ لکيو.

(۲۱) قاضي اِبراهيم - هن شاہ جو رسالو سنہ ۱۸۶۷ع ۾ لکيو.

(۲۲) ديوان ڪؤڙومل چندن مل کلناڻي - ديوان ڪؤڙومل چندن مل کلناڻيءَ جو جنم پريا ضلع نواب شاہ ۾ تاريخ ۵ آڪٽوبر ۱۸۴۴ع ۾ ٿيو. جنم جو نالو ”پريتم“ نڪتو. پر مائٽن هنجي جمڻ تي ڪارا مرچ وراهيا. اِنڪري هنجو نالو ڪؤڙو رکيو ويو. اُن نالي سان ئي مشهور ٿيو. هن پارسي، سنڌي ۽ انگريزي علم پرايا. سرڪاري نوڪري پهرين ڪلارڪ پوءِ اِسڪول هيڊماستر پوءِ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو. پڇاڙيءَ ۾ حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج جو پهريون پرنسيپال ٿيو. آخر ۾ ۱۸۹۹ع ۾ رٽاير ڪري پينشن تي لٿو. ۱۶ ڊسمبر ۱۹۱۶ع ۾ سرڳدام پڌاريو. هن گهڻيئي ڪتاب لکي ڇپايا ۽ باقي ٿورا ڪتاب سندس لکيل سندس سرڳواس ٿيڻ کان پوءِ ڇپايا. پينشن تي لهڻ تي سرڪار هڪ هزار روپيا روڪڙا ۽ ۶۰ ايڪڙ زمين ڏنس. هي سنڌي نثر جو پايو وجهندڙن مان مکيہ باني هو. ڪيس ”ساهتيہ جو ابو“ ڪري ڪوٺيندا هئا.

### ديوان ڪؤڙي مل جا لکيل ۽ ڇپايل ڪتاب

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|
| ۱- | اُصول علم طبي | ۱۸۶۱ع |
| ۲- | پڪو پهہ (زناني تعليم) | ۱۸۶۲ع |
| ۳- | ڪولمبس جي تواريخ | ۱۸۶۲ع |
| ۴- | اقليدس (جاميٽري-۱) | ۱۸۶۶ع |
| ۵- | اقليدس (جاميٽري-۲) | ۱۸۶۶ع |
| ۶- | اقليدس (جاميٽري-۳) | ۱۸۶۶ع |
| ۷- | سنڌي چوٿون ڪتاب | ۱۸۷۳ع |
| ۸- | سنڌي پنجون ڪتاب | ۱۸۷۴ع |
| ۹- | سنڌي ڇهون ڪتاب | ۱۸۷۵ع |
| ۱۰- | سنڌي ستون ڪتاب | ۱۸۸۵ع |



| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|
| ۱۱- | سامِيءَ جا سلوڪ (ڀاڱو ۱ ۽ ۲) | ۱۸۷۳ع ۽ ۱۸۸۵ع |
| ۱۲- | آغار علم حڪمت | ۱۸۸۶ع |
| ۱۳- | رتناولي (ناٽڪ) | ۱۸۸۸ع |
| ۱۴- | سنڌي پهاڪا | ۱۸۸۸ع |
| ۱۵- | سنڌي ڳجهارتون | ۱۸۸۸ع |
| ۱۶- | پِراڻي شاستر | ۱۸۹۱ع |
| ۱۷- | ٻاراڻا گيت | ۱۸۹۱ع |
| ۱۸- | ٻارڙيون آکاڻيون | ۱۸۹۱ع |
| ۱۹- | سامِيءَ جا سلوڪ ۲۱۰۰ | ۱۸۹۲ع |
| ۲۰- | علم ڪيميا | ۱۸۹۲ع |
| ۲۱- | سينيٽري پرائيمر | ۱۸۹۲ع |
| ۲۲- | بيبي رابع بصري | ۱۸۹۷ع |
| ۲۳- | ليکي جو حساب | ۱۸۹۷ع |
| ۲۴- | کيتي (ڀاڱو پهريون) | ۱۸۹۷ع |
| ۲۵- | مهامري | ۱۸۹۷ع |
| ۲۶- | سيتلا جا ٽُڪا | ۱۸۹۷ع |
| ۲۷- | سنگ جو پرسنگ | ۱۸۹۹ع |
| ۲۸- | جيون اِندري شاستر | ۱۹۰۰ع |
| ۲۹- | پدارٿ سکيا | ۱۹۰۰ع |
| ۳۰- | کيتي (ڀاڱو ٻيو) | ۱۹۰۱ع |
| ۳۱- | ڦوُل مالا (سنڌي ۽ گرمکي) | ۱۹۰۲ع |
| ۳۲- | اِنگلش ٽُ سنڌي ڊڪشنري | ۱۹۰۴ع |
| ۳۳- | آريہ ناري چرتر | ۱۹۰۵ع |
| ۳۴- | نوسنهيتا | ۱۹۰۵ع |
| ۳۵- | ريوتي | ۱۹۰۵ع |
| ۳۶- | هندستان جي تواريخ | ۱۹۰۵ع |
| ۳۷- | قصو مک ۽ ڪوريئڙي جو | ۱۹۰۵ع |
| ۳۸- | ڀڄن مالا | ۱۹۰۵ع |
| ۳۹- | ٻاراڻا ڀڄن ۽ پرارٿنائون | ۱۹۰۵ع |
| ۴۰- | سريتي ۽ سنيتي | ۱۹۰۶ع |
| ۴۱- | ٽهڪ ئي ٽهڪ | ۱۹۰۶ع |
| ۴۲- | سنت جئديو | ۱۹۰۶ع |
| ۴۳- | مهاتمائن جا درشن | ۱۹۰۷ع |
| ۴۴- | راجا رام موهن راءِ | ۱۹۰۷ع |
| ۴۵- | يلمانسي | ۱۹۰۷ع |
| ۴۶- | پئنچاتون چو ڦٽيون | ۱۹۰۷ع |
| ۴۷- | ڀڳت نامديو | ۱۹۰۸ع |
| ۴۸- | ڀڳتن جون جيونيون | ۱۹۰۸ع |
| ۴۹- | ڀڳت چيتنديو | ۱۹۱۲ع |
| ۵۰- | راجرشي ڀيشم پتامهہ | ۱۹۱۴ع |
| ۵۱- | راڌا راڻي (ناول) | ۱۹۱۴ع |
| ۵۲- | دادوُ سنت | ۱۹۱۴ع |
| ۵۳- | کير جو کير پاڻيءَ جو پاڻي | ۱۹۱۵ع |
| ۵۴- | ٻہ مُنديون | ۱۹۱۶ع |
| ۵۵- | آنڊيرا | ۱۹۱۶ع |
| ۵۶- | نندور وهار | ۱۹۱۶ع |
| ۵۷- | چندرمُکي | ۱۹۱۸ع |
| ۵۸- | هري درشن | ۱۹۳۰ع |
| ۵۹- | روهڻي (ناول) | ۱۹۳۷ع |
| ۶۰- | مهاتما پون آهاري بابا | ۱۹۳۷ع |
| ۶۱- | نئون نياپو | ۱۹۳۷ع |
| ۶۲- | ٽڙندڙ مُکڙيون | ۱۹۴۵ع |
| ۶۳- | سامِيءَ جا چونڊ سلوڪ | ۱۹۴۷ع |
| ۶۴- | ساهتيڪ پشپ | ۱۹۶۰ع |

**(٢٣) سيٺ آلومل ڀوڄواڻي** - سيٺ آلومل ڀوڄواڻي ١٨٦٢ع ۾ سنڌ جي تواريخ ڇپائي.

**(٢٤) هاسارام** - هاسارام ١٨٦٣ع ۾ اِنڊين پينل ڪوڊ سنڌيءَ ۾ ڪيو ۽ ڇپايو.

**(٢٥) مِرزان قليچ بيگ مِرزان فريدون بيگ** - مرزان قليچ بيگ فريدون بيگ جو جنم حيدرآباد جي ٽنڊي نوڙهي ۾ تاريخ ٤ محرم ١٢٧٠ هجري مطابق ١٨٥٣ع ۾ ٿيو. هن سنڌي، هندي، پارسي ۽ انگريزي علم پِرايا. مرزان جو والد جارجين نسل جو هو، جو عيسائي ڌرم بدلي مسلمان ٿيو. هي ٽالپرن جي راڄ ۾ سنڌ ۾ آيو. مِرزان قليچ بيگ نثر توڙي نظم ۾ ۽ ناٽڪ لکڻ ۾ يعني ٽنهي وشين ۾ لکڻ جو قابل هو. هن جا شناخوان کيس ”آفتاب ادب“ يعني ”سنڌي ادب جو شمس“ ڪري ڪوٺيندا هئا. وڏو عالم مڃيو ويندو هو. هي سرڪاري نوڪريءَ ۾ پهرئين ڪلارڪ پوءِ وڏي ڊيپوٽي ڪليڪٽر ٿيو ۽ سنہ ١٩١٠ع ۾ رٽاير ڪيائين. هن ڪل ٤٥٧ تصنيفون لکيون آهن، جن مان اڌ جيتريون تہ سندس حياتيءَ ۾ شايع ٿيون ۽ ڪجهہ پوءِ ٿيون ۽ اڃا بہ ڪي اڻ ڇپيل ڪتاب سندس پوين وٽ سانديل هوندا. هن ڪيترا ڪتاب انگريزيءَ ۽ پارسيءَ مان ترجمو ڪري لکيا آهن. مطلب تہ هن گهڻي ۾ گهڻا ڪتاب لکيا آهن. آخر سنہ ١٩٢٩ع ۾ راهہ رباني وٺي رمندو رهيو ۽ دارالفنا کي ڇڏي دارالبقا ۾ آستانو ڪيائين.

هن جي خواهش هئي تہ:

”ٿيس آءٌ حيدرآباد سنڌ هندستان ۾ پيدا؛
ڇڱو ٿئي ها، ٿيان روم يا ايران ۾ پيدا،
هتي جا ماڻهو اڪثر خام، منهنجو قدر ڇا ڄاڻن؛
جمان ها اڱ، ٿيان ها مصر يونان ۾ پيدا.“

هن نوڪريءَ ۾ ڪڏهن بہ رشوت ڪانہ ورتي. گشت تي ويندو هو تہ سيڌو سامان پاڻ سان کڻي ويندو ۽ رسائي بہ زيردستن کان ڪونہ ڪرائيندو هو. نوڪري ايمانداريءَ سان ڪيائين. پينشن وٺڻ کان پوءِ سرڪار ٥٠٠ ايڪڙ زمين بنا مالڪاڻي نواب شاهہ طرف ڏنس. سنہ ١٩١٠ع ۾ وائسراءِ جو سرٽيفڪيٽ ۽ ان کان اڳ ١٩٠٤ع ۾ قيصر هند جو ٻلو مليس. سرڪار سندس قدر ڪري سنہ ١٩٢٤ع ۾ شمس العلماءُ جو لقب عطا ڪيس. هي مسلمان شيعو هو. مذهب تي پورو هو. پنج ئي وقت نماز پڙهندو هو ۽ روزا بہ رکندو هو. پر منجهس فرقيبازي ڪانہ هئي. هندو توڙي مسلمانن سان سُنا ناتا هئس. خيال صوُفياڻا هئس. هي ٣ زالون پرڻيو. ١١ پٽ ۽ ٣ ڌيئرون ڄايس. هن تاريخ ٣ جولاءِ ١٩٢٩ع ۾ ٽنڊي نوڙهي (حيدرآباد) ۾ وفات ڪئي. هيءُ نہ رڳو ليکڪ هو، پر شاعر بہ هو. هنجي لکيل ۽ ڇپايل ڪتابن جا نالا جيڪي ملي سگهيا آهن، سي هيٺ ذڪر ڪجن ٿا:



مرزان قليچ بيگ جا لکيل ۽ ڇپايل ڪتاب

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|
| ١- | اِنڪئاري آفيسر | ١٨٥٦ع |
| ٢- | باراڻا شعر (سنڌيءَ ۾) | ١٨٧٠ع |
| ٣- | عام معشري (سنڌيءَ ۾) | ١٨٧١ع |
| ٤- | علم منطق (سنڌيءَ ۾) | ١٨٧١ع |
| ٥- | مقالات الحڪمت (ترجمو) | ١٨٧٩ع |
| ٦- | لئلا مجنوُ (ناٽڪ) | ١٨٨٠ع |
| ٧- | خورشيد (ناٽڪ) | ١٨٨٥ع |
| ٨- | شاهہ يٽائيءَ جو احوال | ١٨٨٥ع |
| ٩- | دلارام (ناول) سنڌيءَ ۾ | ١٨٨٩ع |
| ١٠- | زينت (ناول) سنڌيءَ ۾ | ١٨٩٠ع |
| ١١- | دلپسند قصو (ترجمو) | ١٨٩٠ع |
| ١٢- | حسنا دلدار (ناٽڪ) | ١٨٩٧ع |
| ١٣- | شاهہ ايليا (ناٽڪ) | ١٩٠٠ع |
| ١٤- | چچ نامو (ترجمو) | ١٩٠٠ع |
| ١٥- | ڪيميائي سعادت (ترجمو) | ١٩٠١ع |
| ١٦- | رسالو سچل سائين (سهيڙي ڇپايو) | ١٩٠١ع |
| ١٧- | سچل سائينءَ جي ڪافين جو ٽِڪو | ١٩٠٢ع |
| ١٨- | رسالو ڪريمي (سنڌيءَ ۾) | ١٩٠٤ع |
| ١٩- | سنڌ جي تواريخ | ١٩٠٤ع |
| ٢٠- | رباعيات عمر خيام (پارسيءَ مان ترجمو) | ١٩٠٤ع |
| ٢١- | لغايت لطيفي | ١٩١٤ع ۽ ١٩١٥ع |
| ٢٢- | رُستم پهلوان (سنڌيءَ ۾) | ١٩٠٥ع |
| ٢٣- | شمشاد مرجانہ (ناٽڪ) | ١٩٠٨ع |
| ٢٤- | گلزار گلنار (ناٽڪ) | ١٩٠٩ع |
| ٢٥- | شاهہ عبداللطيف (سنڌيءَ ۾) | ١٩١٠ع |
| ٢٦- | لڇمي (ناول) | ١٩١٢ع |
| ٢٧- | علم ادب | ١٩١٢ع |
| ٢٨- | تهذيب اخلاق (ترجمو) | ١٩١٣ع |
| ٢٩- | شهزادو بهرام (ناٽڪ) | ١٩١٤ع |
| ٣٠- | سنڌي شعر (سنڌيءَ ۾) | ١٩١٥ع |
| ٣١- | جوانيءَ جو اڪسير | ١٩١٥ع |
| ٣٢- | دل وندرائيندڙ ڳالهيون | ١٩١٨ع |
| ٣٣- | علم بديع (سنڌي نثر ۽ نظم تي) | ١٩٢٠ع |
| ٣٤- | وڏو سنڌي گرامر | ١٩٢١ع |
| ٣٥- | سنڌي ڪلاسيڪل ڊڪشنري | ١٩٢١ع |
| ٣٦- | تصوف (سنڌيءَ ۾) | ١٩٢٢ع |
| ٣٧- | اُستادن جي قدمن وٽ | ١٩٢٣ع |
| ٣٨- | قديم سنڌ جا ستارا | ١٩٢٣ع |
| ٣٩- | سنڌي لغات قديمي | ١٩٢٤ع |
| ٤٠- | عجائب غرائب | ١٩٢٤ع |
| ٤١- | قديم سنڌ | ١٩٢٤ع ۽ ١٩٢٥ع |
| ٤٢- | نيڪي بدي (ناٽڪ) | ١٩٢٨ع |
| ٤٣- | ديوان فاضل | ١٩٢٨ع |
| ٤٤- | ديوان قاسم | ١٩٢٨ع |
| ٤٥- | سودائي خام (ٻہ ڀاڱا) | |
| ٤٦- | عشق اعجاز | |
| ٤٧- | موتين جي ڍِلي | |
| ٤٨- | ڏاڙهياري جبل جو سير | |
| ٤٩- | شيخ چلي ۽ اڱڻ مسخرو | |
| ٥٠- | نيم طيب خطره جان نيم ملان خوف ايمان | |
| ٥١- | علم دستورالعماش | |
| ٥٢- | علم نسخو (گرامر) | |

(٢٦) آلومل ٽيڪمداس- آلومل ٽيڪمداس پهريون سنڌي هو، جنهن بمبئيءَ مان .B.A پاس ڪئي. انگريزن هنجو قدر ڪري راءِ بهادر جو خطاب ڏنو. هي درسي ڪتابن ۽ مددي ڪتابن جو سهيندڙ هو.

(٢٧) ديوان نولراءِ شوقيرام آڏواڻي- ديوان ساڌو نولراءِ شوقيرام آڏواڻيءَ جو جنم حيدرآباد سنڌ ۾ تاريخ ١٨ مئيءَ ١٨٤٨ع ۾ ٿيو. سندس پيءُ ۽ ڏاڏو عامل پئنچات جا مُکي هئا. هي سنڌي ۽ انگريزي پڙهيو. پهرين ڪلارڪ هو، پوءِ ڊيپوٽي ڪليڪٽر ٿيو. ايماندار ۽ بي رشوت هو. ڌرم ڌانهن لاڙو ۽ شيوا جو ڪوڏيو هو. ساڌو ڪاٺيندو ۽ ساڌو پهريندو هو. پڪو ويشنو هو. ستسنگ به ڪندو هو. برهم سماج ڏانهن به لاڙو هوس. ميونسپالٽيءَ جو چيئرمن به هو. سنڌي ساهتيه ڏانهن به ڌيان ڏيئي همٿائيندو هو. هي ٻارن لاءِ ننڍيون آکاڻيون لکندو هو. هن مُنشي اُڌارام ميرچنداڻيءَ سان گڏجي جانسن جي انگريزي ڪتاب ”راسيلاس“ جو سنڌيءَ ۾ سنه ١٨٧٠ع ۾ ترجمو ڪيو. هي ٢٢ نومبر سنه ١٨٩٣ع ۾ سرڳڌام پڌاريو.

(٢٨) قاضي حاجي احمد ”منتخب“- قاضي حاجي احمد ”منتخب“ شاه جو رسالو سنه ١٨٧٣ع ۾ لکيو. اهو ڪتاب ڪئين سال اِسڪول ۾ درسي طور هلندو رهيو.

(٢٩) محمد فضل شاه- محمد فضل شاه ١٨٧٥ع ۾ The first book of Literary Criticism دمزمل شعر لکيو ۽ ڇپايو.

(٣٠) غلام علي- هي غلام علي سنه ١٨٤٠ع کان سنه ١٨٧٠ع جي عرصي ۾ درسي ڪتابن ۽ مددي ڪتابن جو سهيندڙ هو. هندستان جي تواريخ ١٨٥٤ع ۾ اڙدوءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو.

(٣١) مِيان محمد- مِيان محمد به سنه ١٨٤٠ع کان سنه ١٨٧٠ع واري وقت ۾ درسي ڪتابن ۽ مددي ڪتابن جو سهيندڙ هو. هن ۽ مُنشي پريداس آنندرام ١٨٦٠ع ۾ سنڌي حرف ونحو ديوناگريءَ ۾ ڇپايو.

(٣٢) پريداس آنندرام- پريداس آنندرام به مٿئين ساڳئي سمي ١٨٤٠ع کان سنه ١٨٧٠ع واري ۾ درسي ۽ مددي ڪتابن جو سهيندڙ هو. هن تاريخ هندستان سنڌيءَ ۾ ١٨٦٣ع ۾ ڇپائي. اِنگلنڊ جي تاريخ سنڌيءَ ۾ ١٨٦٨ع ۾ ڇپائي. هن مِيان محمد سان گڏ ١٨٦٠ع ۾ حرف ونحو ديوناگريءَ ۾ ڇپايو.

(٣٣) هيرانند ڪيمسنگهه- هيرانند ڪيمسنگهه ١٨٩٠ع ۾ ساوتري ڪتاب لکيو.

(٣٤) ساڌو هيرانند شوقيرام آڏواڻي- ساڌو هيرانند شوقيرام آڏواڻي ١٨٩١ع ۾ طلسم ڇپايو.

(٣٥) پيتامبرداس تولاڻي- پيتامبرداس تولاڻي ١٨٩٢ع ۾ هندستان جي تواريخ سنڌيءَ ۾ لکي.

(٣٦) ماستر چيناننِد- ماستر چيناننِد سنه ١٨٩٤ع ۾ نل دمينتي جو ناٽڪ لکيو.

(٣٧) ڏيئومل- ڏيئومل سنه ١٨٩٧ع ۾ رام بنواس ناٽڪ لکيو. پوءِ سنياس اختيار ڪيائين.

(٣٨) ٺهلرام لوڪومل پنواڻي- ٺهلرام لوڪومل پنواڻي ١٨٩٥ع ۾ واندڪائيءَ جي ونڊر لکيو.



(٣٩) مولوي محمد ابراهيم بختيار پوري- مولي محمد ابراهيم بختيار پوريءَ شاه عبداللطيف جو رسالو لکيو.

(٤٠) ديوان ڏيارام گدومل شاهاڻي- زاج رشي ديوان ڏيارام گدومل شاهاڻيءَ جو جنم حيدرآباد سنڌ ۾ سنه ١٨٥٧ع ۾ ٿيو. سنڌي، پارسي، سنسڪرت ۽ انگريزي وديائن ۾ قابل هو. هن .B.A پاس ڪئي. تاريخ ١ آگسٽ ١٨٧٩ع ۾ ڪيس ڪلارڪ جي نوڪري مليس. اُن وچ ۾ LL.B جو امتحان پاس ڪيائين. گرمکي، گجراتي ۽ فرينچ ٻوليون سِکيو. پوءِ سمال ڪاز ڪورٽ جو جج ٿيو، اُن بعد سيشن جج ٿيو. پنهنجا ڪم سنڀاليندو هو ۽ شيوا جا ڪم به ڪندو رهندو هو. سڌارن لاءِ به ڪوشش ونندو رهندو هو. سُڪرت جا ڪم به گهڻا ڪيائين، پوءِ سنڌ جو جڊيشل ڪمشنر سنه ١٩٠٣ع ۾ ٿيو. سرڪاري نوڪريءَ مان سنه ١٩١١ع ۾ رٽاير ڪيائين. هُو پاڻ کي ”ٽُٻڪو“ سڏائيندو هو. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن، جي معلوم ٿيا آهن، سي هيٺ ڄاڻائجن ٿا: هنجو ڇنجي ڪٽي ته تخلص ”سگما“ هو، جو جو هُو نالو گم رکندو هو.

١. سئر جو ڪتاب- هن ٢ آڪٽوبر ١٨٨١ع کان ٩ ڊسمبر ١٨٨١ع تائين موڪل وٺي، سنڌ جو سئر ڪيائين. اُن سئر ۾ هن جيڪي ڏٺو ۽ وَهيو واپريو، تنهن تي ڪتاب لکيائين.

٢. گُنڪو- ٥٠ صفحن جو، نالو ”ڪاليجن جي سِکيا بمبئي مدراس بينگال ۾، اُنجو اثر ۽ سنڌ آرٽس ڪاليج وجهڻ لاءِ اپيل.“

٣. جاگيردارن جي تواريخ- History of Land alienation in Sind سرڪاري طرح ڇپيل.

٤. بائيبل جو ترجمو- فرينچ، سنسڪرت، گجراتي، هيبروءَ ۾.

٥. ڀڳوت گيتا جو سار ۽ ٽيڪا- سانکيه ۽ يوگ جي بيان سميت سنڌيءَ ۾ اپريل ١٨٩٣ع ۾.

٦. جپ صاحب- جپ صاحب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو يعني ارٿ لکيائين ١٨٩٦ع ۾.

٧. من لاءِ ڇهبوڪ - من لاءِ ڇهبوڪ (٧) ست ڀاڱا لکيائين.

٨. نل دمينتي- نل دمينتيءَ جو قصو لکيائين.

٩. ٻيو دفعو سئر- ٻيو ٻيرو اپريل ١٨٩٢ع کان اپريل ١٨٩٣ع تائين فرلو ورتائين. اُن ۾ هن هندستان جو سئر ۽ سفر ڪيو ۽ ڪيترائي ليک لکي اخبار کي ڏنا.

١٠. سامي جا سلوڪ- ساميءَ جي سلوڪن جو تات پرچ لکيو.

١١. ٻئرامجي ملباري جو جيوَن چرتر- ٻئرامجي سندس دوست هو، اُنجو جيون چرتر انگريزيءَ ۾ لکي ١٨٨٨ع ۾ ڇپايو

١٢. شاه بابت ڪتاب- شاه عبداللطيف بابت لکيو.

١٣. سنڌ بابت- Something about Sind ١٨٨٢ع ۾ لکيو.

١٤. من لاءِ ڇهبوڪ- هي روز ڊائري لکندو هو. سنه ١٩٢٣ع کان ١٩٢٦ع تائين شعر ۾ لکيائين.

١٥. هري درشن- ١٩٠٥ع ۾ بينگاليءَ مان ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ لکيو.

١٦. آريه ناري چرتر- ١٩٠٥ع ۾ بينگاليءَ مان ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ لکيو.

۱۷. ماءُ ۽ ڌيءَ- ۱۹۰۶ع ۾ هيءُ سنڌيءَ ۾ لکيو جو ٽيون دفعو ڇپيو.
۱۸. ڀڳتن جون ساکيون- ۱۹۰۷ع ۾ سنڌيءَ ۾ لکي ڇپايو.
۱۹. گلدستو- ۱۹۰۷ع ۾ سنڌيءَ ۾ لکيو.
۲۰. مهاتمائن جو درشن- ۱۹۰۸ع ۾ سنڌيءَ ۾ لکي ڇپايو.
۲۱. سليس سنڌي وياڪرڻ- ۱۹۱۴ع ۾ هن ۽ شري ڪشنچند گلابسنگهه گڏجي لکيو.
۲۲. رهاڻ- ۱۹۲۰ع ۾ لکي ڇپايو.
۲۳. ڪٿش بوڪ- ۱۹۲۴ع ۾ لکي ڇپايو.
۲۴. ست سهيليون- ۱۹۲۶ع ۾ سنڌيءَ ۾ لکي ڇپايو.

هن کي ايشور وٽان شاعراڻي ذات عطا ٿيل هئي، اِنڪري روز ڊائريءَ ۾ شعر لکندو هو. پراُپڪار ڪندي تاريخ ۷ ڊسمبر ۱۹۲۷ع ڏيارام جي آتما پريوءَ جي گود ۾ وڃي براجمان ٿي.

(۴۱) **مِرزان صادق علي**- مِرزان صادق علي ۽ ٿانورداس سنڌي انگلش ڊڪشنري سنه ۱۸۷۵ع ۾ لکي.

(۴۲) **جهمٽ مل نارومل**- جهمٽ مل نارومل وئيپتي ڪوش سنه ۱۸۸۶ع ۾ لکيو. هن ثابت ڪيو ته سنڌي لفظ سنسڪرت مان آيل آهن. سنڌي وياڪرڻ ۱۸۹۲ع ۾ لکيو.

(۴۳) **آخوند لطف الله**- آخوند لطف الله ”گل خندان“ يا ”جان عالم انجمن آرا“ سنه ۱۸۸۲ع ۾ لکيو.

(۴۴) **ديوان بولچند ڪوڏومل**- ديوان بولچند ڪوڏومل ڪجهه ڪتاب لکيا آهن پر اُنهن جا نالا ملي ڪونه سگهيا آهن. هڪ ته انگلنڊ جي تواريخ لکي هئائين ۱۸۹۲ع ۾، ٻيو پرين جون آکاڻيون ۱۸۹۰ع ۾ ترجمو ڪري ڇپايون.

(۴۵) **احمدخان تڳيوخان جلباڻي**- احمدخان جلباڻي، گل بڪاوليءَ جو قصو ۱۸۹۰ع ۾ نهالچند جي اُڙدو ڪتاب تان ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ لکيو ۽ مينهون نياون ناول ۱۸۹۰ع ۾ ترجمو ڪيو.

(۴۶) **ليلارام وطڻ مل**- ليلارام وطڻ مل جج هو. هن شاه عبداللطيف ۱۸۹۰ع ۾ لکيو. راجا هريشچندر ناٽڪ ۱۸۹۵ع ۾ لکيو. مهان طريقا ناٽڪ ۱۸۹۶ع ۾ لکيو. دروپدي ناٽڪ ۱۹۱۱ع ۾ لکيو.

(۴۷) **حاجي اِمام بخش**- حاجي اِمام بخش چار درويش ۱۸۹۰ع ۾ اڙدو ڪتاب تان ترجمو ڪيو، حاتم طائي ۱۸۹۴ع ۾ اڙدو تان ترجمو ڪيو ۽ الف ليلي ۱۸۹۹ع ۾ انگريزي اَرٿبين نائيٽس تان ترجمو ڪيو.

(۴۸) **روچيرام گجومل ڪرپالاڻي**- روچيرام گجومل ڪرپالاڻي جون رچنائون مستقبل جي اديبن لاءِ ڪار آمد ثابت ٿيون. هن سنڌي چوڻين جا ٻه ڀاڱا تيار ڪيا آهن. هڪ ۾ ۵۰۰ ٻي ۾ ۲۵۰ سنڌي چوڻيون لکيون آهن، جن جا متبدل انگريزي ڪونه آهن پر هن ترجمو پاڻ ڪيو آهي. هن جا چار ڇاپا ٿيا آهن. هي سنه ۱۸۹۵ع ۾ ڇپيو. نالو اٿس ”A hand book of Sindhi proverbs.“ ٻيو عجيب نقطا ۱۸۹۵ع ۾ لکيو.

(۴۹) **سويراج هاسانند آڏواڻي**- سويراج هاسانند آڏواڻيءَ جو ڪتاب ”سيا جو سينگار“ جو اصل ڪتاب، پنچتنتر تان ورتل آهي. پنچتنتر دنيا جي ڪيترن ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿيل آهي.



اصل ڪتاب سنسڪرت ۾ لکيل آهي. سيا جو سينگار ۱۸۹۴ع ۾ ترجمو ڪري ڇپايو ويو. هي ڪتاب اصل پنڊت وشنو شرما ڪشمير ۾ ”پنچ تنتر“ نالي سان سنسڪرت ۾ عيسوي سنه کان ٻه صديون اڳ لکيو. ان کي نوشيروان ترجمو ڪرايو. جنهن کي ۷۵۰ع ۾ ”ڪليله د هند“ نالي سان عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو. پندرهين صديءَ ۾ سلاحسين ڪاشفي ”انوار سهيلي“ نالي سان فارسيءَ ۾ لکيو. جنهن کي فرينچ ترجمو ۱۸۱۶ع ۾ ڪيو ويو ۽ انگريزيءَ ۾ ترجمو ۱۸۵۴ع ۾ ڪيو ويو. ان جي نئين سر ترتيب اڪبر جي اِشاري تي ”عياردانش“ جي نالي ۾ ابو الفضل قائم ڪئي. اڙدوءَ ۾ ۱۸۳۶ع ۾ ”بوستان الحڪمت“ جي نالي ۾ ۽ ۱۸۸۰ع ۾ ”ضياء الحڪمت“ جي نالي ۾ شايع ڪيو. سنڌي ترجمو ”هتو اُپديش“ نالي هندي ترجمي تان مُنشي هاسارام ۱۸۸۲ع ۾ شروع ڪيو. جنهن کي سندس پٽ سويراج ۱۸۹۴ع ۾ مُڪمل ڪيو. تنهن سندس نالو ”سيا جو سينگار“ رکيو ۽ پاڪستان سرڪار کي ڏنو، جن ڇپايو. دنيا جي ڪئين ٻولين ۾ الڳ الڳ نالن سان ڇپايو ويو.

(۵۰) **تاراچند شوقيرام آڏواڻي**- تاراچند شوقيرام آڏواڻيءَ کي راءِ بهادر جو لقب مليل هو. حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج جو پرنسيپال هو. هن سنه ۱۹۰۰ع ۾ بنا ڪنهن مهاڳ ۽ شرح جي شاهه جو هڪ ڇاپو ظاهر ڪيو. هي سرڪار جو سنڌي ترجمان به هو. عامل پئنچات جو مُکي هو. ڪبير ڀڳت جو جيون چرتر ۱۹۳۷ع ۾ قلوازي ۱۹۳۹ع ۾ لکيو.

(۵۱) **چيتارام رتنسنگهه**- چيتارام رتنسنگهه ۱۹۰۱ع ۾ هندي ڪٿنب ۽ سشيل جمنا هندي مان ترجمو ڪري ڇپايا.

(۵۲) **ديوان ٺاڪرداس ناگراڻي**- ديوان ٺاڪرداس ناگراڻي ۱۹۰۴ع ۾ چندراولي ناٽڪ لکيو.

(۵۳) **پير حسام الدين راشدي**- پير حسام الدين راشدي ”سنڌي“ اڙدوءَ ۾ ۽ تواريخ مظفر شاه جهاني لکيا آهن.

(۵۴) **واسومل جيرامداس**- واسومل جيرامداس تلسي ڪرت رامائڻ جو سنڌي نثر ۾ الٿو ڪيو.

(۵۵) **پريتمداس حڪومتراءِ**- پريتمداس حڪومتراءِ ”عجيب پيٽ“ ڪتاب سنه ۱۸۹۲ع ۾ شايع ڪيو. ڊڪشنري به جوڙيائين.

(۵۶) **ڪشنچند ياٽيا**- ڪشنچند ياٽيا ۱۹۰۸ع ۾ ياٽين جي تواريخ لکي ڇپائي.

(۵۷) **منگهاسنگهه مُولچند**- منگهاسنگهه مولچند ۱۹۰۹ع ۾ سنڌي اِنگلش ڊڪشنري ڇپائي.

(۵۸) **گهنشامداس رامداس**- گهنشامداس رامداس ۱۹۱۰ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جو سونهون لکيو.

(۵۹) **ايم. ايم. گدواڻي**- ايم. ايم. گدواڻي جو پورو سچو نالو معلوم ڪونه ٿي سگهيو آهي. هي حيدرآباد جو ويٺل هو. هن شاه تي سنه ۱۹۲۲ع ۾ ڪتاب لکيا. ليبر مسر بيولس ڪتاب جو ترجمو ڪري ”دکي اِنسان“ نالي سان ڪتاب لکيو.

(۶۰) **حڪيم ميان محمد حسن ميان محمود**- حڪيم ميان محمد حسن ميان محمود حيدرآباد ۾ رهندو هو. هي حڪيم ۽ ليکڪ هو. حڪمت جا ڪتاب لکندو هو. هن تحفته الادويات

سنڌي يعني فرهنگ جعفري ۵ ڀاڱا گڏ لکيو. هي طبيبن لاءِ بلڪل ڪارائتو ثابت ٿيو آهي. ان ڪري سنہ ۱۹۲۷ع ۾ ڇهون دفعو ڇپيو آهي. پوءِ بہ شايد ڇپيو هوندو. هن جي تولد ۽ رحلت جون تاريخون معلوم ٿي ڪونہ سگهيون آهن. پر سمجهجي ٿو ارڙهن سو ڪي سال عيسويءَ ۾ ڄائو هو يعني اوڻهين صديءَ جو آهي هوُ.

(۶۱) مولچند راڌاڪشن- مولچند راڌاڪشن سنڌ ۾ ٿي ڄائو هو پر رهندو ڪئيٽا ۾ هو. جنم جي تاريخ جي سُڌ ڪانہ ڪا پئجي سگهي آهي. پر هن هڪ ڪتاب ”پريم پشپاولي“ لکي سنہ ۱۹۱۵ع ۾ ڇپايو هو. ان جو مطلب ليکڪ هو ۽ جنم اوڻهين صديءَ جي ٽي چوٿائي ڌاري ٿيو هوندو. هن جا ٻيا ڪتاب بہ ڇپايل آهن پر نالن جي ڄاڻ ڪانہ ٿي آهي.

(۶۲) مهراج ليکورام شرما- مهراج ليکورام شرما ڳوٺ چنبڙ تعلقي ٽنڊو الهيار جو رهاڪوُ هو. هي سوامي ليلاشاه مهراج جي گروءِ سوامي ڪيشوداس ٽنڊي محمد خان واري جا گر ڀائي هئا. هي سنڌيِ ۽ سرائڪي ٻوليءَ جا وڏا ودوان هئا. هي ليکڪ بہ هئا تہ شاعر بہ هئا. هنن ويدانت تي ڪتاب لکيا آهن. وڌيڪ احوال شاعرن ۾ ڪيل آهي.

(۶۳) واڌومل گنگارام ٺڏاڻي- واڌومل گنگارام ٺڏاڻي سنہ ۱۸۶۲ع ۾ ڄائو هو. هي تمام هوشيار هو. ۱۹ ورهين جي ڄمار ۾ وڪالت پاس ڪيائين، ۲۱ سالن ۾ سب جج ٿيو. ۱۹۱۵ع ۾ ڪراچيءَ ۾ سمال ڪورٽ جو جج ٿيو. هيءُ پهريون سنڌي هو، جنهن اهو عهدو ڪمايو. هي ۱۹۱۸ع ۾ رٽاير ڪري پينشن تي لٿو. ڪجهہ وقت عامل پئنچات جو مُکي هو. هي ليکڪ بہ هو. ليک لکي اخبارن کي موڪليندو هو. هن ”گيتا“ سنڌيءَ ۾ ”پنگتي اِنقلاب“ ڪتاب ۱۹۴۰ع ۾ لکيا. هي سنہ ۱۹۴۴ع ۾ سُرڳڌام پڌاريو.

(۶۴) ديوان ليلارام- ديوان ليلارام پهريون ٿي عالم هو، جنهن دليان جوڙيل بہ پنگتي ناٽڪ ”مهن تارڪا“ ۱۸۹۶ع ۽ ”سورجن راڌا“ ۱۸۹۷ع ۾ لکيا.

(۶۵) پرمانند ميوارام رامچنداڻي- پرمانند ميوارام رامچنداڻي جو جنم ۱۸۶۶ع ۾ حيدرآباد ۾ ٿيو. هي ۱۸۸۴ع کان سرڪاري ملازم هو. پر ٽن چئن سالن بعد استعفا ڏنائين پوءِ ماستر ٿيو. ان کان پوءِ ڪئٿولڪ عيسائي بڻيو. هي ”جوت“ اخبار جو سنہ ۱۹۰۰ع کان ۱۹۳۸ع تائين ۳۸ سال ايڊيٽر ٿي رهيو. هي تمام سُٺو ليکڪ ۽ مضمون نويسيءَ ۾ هوشيار هو. هڪ سنڌي انگريزي ڊڪشنري ۱۹۱۰ع ۾ ۽ انگريزي سنڌي ڊڪشنري ۱۹۳۳ع ۾ لکي تيار ڪري ڇپايون. هن جون ڊڪشنريون تمام دلپسند ۽ سٺيون آهن. ٻيو هن گل قل بہ دفعا ۱۹۳۵ع ۽ ۱۹۳۶ع ۾ دل بهار ۴ ڀاڱا ۱۹۱۲ع کان ۱۹۱۴ع تائين ۽ ڪرست جي پيروي لکيا. هي سنڌي نثر جي انهن جهونن اديبن مان ۽ اخبار نويسن مان آهي. جن جي ڪري ادب جي شمع سدائين جلندي جڳندي رهي. هن ”جوت“ اخبار دواران سنڌ ۽ سنڌيءَ جي ڪافي شيوا ڪئي. هي سنہ ۱۹۳۸ع ۾ راه رباني وٺي رمندو رهيو. هن ۱۹ ڪتاب لکي شايع ڪيا، جي هيٺ ڏجن ٿا.



| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|
| ۱- | روڊو پکي D.G.S. College مسلني | ۱۹۰۱ع |
| ۲- | ڪي متفرقہ مضمون-عبارت مسلني | ۱۹۰۱ع |
| ۳- | سنڌيِ انگريزيِ ڊڪشنريِ | ۱۹۱۰ع |
| ۴- | دل بهار ۴ ڀاڱا | ۱۹۱۲-۱۹۱۴ع |
| ۵- | يوُسف مصريِ | ۱۹۱۵ع |
| ۶- | اڪيمپلس Akemples ترجمو | ۱۹۲۳ع |
| ۷- | لورڊ جيِ ناريِ | ۱۹۲۳ع |
| ۸- | انگريزيِ سنڌيِ ڊڪشنريِ | ۱۹۳۳ع |
| ۹- | هيري جيِ مُنڊيِ خطن ۾ | ۱۹۳۴ع |
| ۱۰- | گل قل - ۲ ڀاڱا ۲ | ۱۹۳۵-۱۹۳۶ع |
| ۱۱- | هيرو ۽ گلو | |
| ۱۲- | سندباد سيلانيِ | |
| ۱۳- | اُپاٺهار جيِ هستيِ | |
| ۱۴- | ڌرم مورتيِ | |
| ۱۵- | آتمڪ امرت | |
| ۱۶- | لڇمڻ وڌيڪ ڪين لڌو | |
| ۱۷- | اسڪائوٽ جمبوري | |
| ۱۸- | شاه جي رسالي مان-سرڪاپاٽي ايڊٽ ڪيل | |
| ۱۹- | نصيحت ڀريون آکاڻيون ٻارن لاءِ | |

(۶۶) صاحبسنگهہ چنداسنگهہ شهاڻي- صاحبسنگهہ چنداسنگهہ شهاڻي سنہ ۱۸۶۶ع ۾ ڄائو هو. هيءُ سنڌيءَ ۾ قابل ۽ انگريزيءَ ۾ گوهر هو. هي ڏيارام جيٺمل ڪاليج ۾ ۲۵ سال پروفيسر ۽ ۷ سال پرنسيپال هو. هن ”تارن جو اپياس“ ۽ ”بلو ڪوکر“ وغيره ڪتاب لکيا آهن. هوتچند مولچند گربخشاڻي سندس شاگرد هو. ۱۹۳۱ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

(۶۷) نرملداس فتحچند سُڄانسنگهاڻي- نرملداس فتحچند سُڄانسنگهاڻيءَ جو جنم سنہ ۱۸۶۶ع ۾ ٿيو. هي سنڌيِ، هنديِ، سنسڪرت، فارسيِ ۽ عربيءَ جو مشهور عالم هو. سرڪار هن کي پهرين مهاڀاريِ لڙائيءَ ۾ سينسر مقرر ڪيو هو. ڇو تہ تڏهن هوُ سڀ کان وڏو زباندان هو. هيِ صوفي هو. هن پنهنجي مخزن ”آئينو“ ۾ فردوسيءَ جي شاهنامي جا ڪجهہ ٽڪرا ترجمو ڪري ڏنا هئا. هن ٻيا ڪتاب بہ لکيا، پر نالا ملي ڪونہ سگهيا آهن. هن جو پٽ ٺويراج شاعر هو. هن ڪئين ڪويتائون لکيون، جي اِسڪولن ۾ پاڙهيون وينديون هيون. نرملداس جا ”سروجنيِ“ ۱۹۱۴ع ۾ ۽ ٻيو دلوراءِ جي نگريِ موت بعد ۱۹۴۴ع ۾ ڇپيو. هيِ ۱۹۴۰ع ۾ سرڳواس ٿيو.

(۶۸) يوچراج موٽواڻي- يوچراج موٽواڻي سنہ ۱۸۶۷ع ۾ ڄائو هو. هيِ سنت جيوتسنگهہ جو پوئلڳ هو. هن صوفي رچنائون لکيون آهن. هي ۱۹۲۰ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

(۶۹) محمد صديق محمد يوسف ميمڻ- محمد صديق پٽ محمد يوسف ميمڻ پورو تعليمدان ۽ نامڪٺيو عالم هو. هي ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج جو پرنسيپال هو. ليکڪ بہ هو. هن هينيان ڪتاب لکي شايع ڪيا-

۱. شاه جو رسالو- ۱۹۰۱ع ۾. ۲. پريات- ٽن سٽن وارا اصلوڪا بيت رچيا ۱۹۱۳ع ۾. ۳. زيب النسا- سنہ ۱۹۱۴ع ۾. ۴. گل- شعرن جو مجموعو. ۵. سنڌ جي ادبي تاريخ ٻن ڀاڱن ۾ ۱۹۳۷ع

۽ ١٩٥١ع ۾. ٦. تاريخ طاهري جو ترجمو. ٧. زالن جو تحفو. ٨. حياتيءَ جو پهريون ڏوڙ. ٩. ڪامل راهنمو. ١٠. هندستان جي تواريخ ١٩٤٦ع ۾ قاضي جان محمد ۽ جڳتراءِ ايسرداس ٽنهي گڏجي لکي.

(٧٠) **عبدالمجيد ميمڻ**- عبدالمجيد ميمڻ ١٩٠٢ع ۾ مرزا قليچ بيگ رسالو ڪريمي ڇپايو. ١٩٣٧ع ۾ ڊاڪٽر ايم. يوُ. دائود پوٽي ان جي ٻيهر سيهڙ ڪئي. وري ان جو نئون ڇاپو عبدالمجيد ميمڻ لکيو آهي، جو سنڌي ادبي سوسائٽي سکر ڇپايو آهي.

(٧١) **عثمان علي انصاري**- عثمان علي انصاري ”پنج“ نالي آکاڻين جو مجموعو ۽ ڪي مضمون لکيا. ”جرو بيوَفا“ ۽ ”گمراه دوست“ ناٽڪ لکيا. ادبي انتخاب ١٩٤٤ع ۾ لکيو.

(٧٢) **بولچند ڏيارام**- بولچند ڏيارام جو جنم ١٨٦٨ع ۾ ٿيو. هي ديوان ڏيارام جيٺمل جو پٽ هو. هي حيدرآباد نولراءِ هيرانند اڪيڊمي جو پرنسيپال هو. حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ بہ هو. هن هسٽري آف سنڌ ۽ نورجهان ١٩١٤ع ۾ ڪتاب لکيا. ١٩٢٣ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

(٧٣) **نانڪ يوُسف**- هي نانڪ يوسف درازن جي ڳوٺ ۾ سنہ ١٧٧٨ع ۾ ڄائو هو ۽ ١٨٥٣ع ۾ وفات ڪيائين. هي شاعر بہ هو تہ درويش بہ هو.

(٧٤) **ٽي. ڪي. شهاڻي**- ٽي. ڪي. شهاڻي پنهنجي ئي ڪتاب ”لائيف آف گوکلي“ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو.

(٧٥) **گدومل ڪي. هرجاڻي**- گدومل ڪي. هرجاڻي ۽ پروفيسر ايم. جي. ٽکر ٻنهي ڪوجنيڪن دلپت جي شاعريءَ کي گڏ ڪري ڇپايو. گدي مل جاکوڙ ۽ محنت ڪري بيدل ۽ بيڪس جون جيونيون ۽ ٻنهي شاعرن جا ديوان (انتخاب) لکي شايع ڪرايا.

(٧٦) **مسٽر ليلارام پريمچند واڌواڻي**- مسٽر ليلارام واڌواڻيءَ جو جنم حيدرآباد سنڌ ۾ سنہ ١٨٧٤ع ۾ ٿيو. هن نثر ۽ نظم جا ڪيترائي ڪتاب لکيا. ڪي نالا هي آهن: گلدستو سنہ ١٩٠٧ع ۾، صوفي سڳورا ۽ سداچار وغيره.

(٧٧) **ڏيارام وسڻ مل ميرچنداڻي**- ڏيارام وسڻ مل ميرچنداڻي حيدرآباد ۾ ١١ مارچ ١٨٨٠ع ۾ ڄائو هو. هن ڪيترائي ڪتاب نثر ۽ نظم ۾ لکيا آهن. مٿيون گلدستو ليلارام سان گڏ لکيو. فارس جو شهزادو پارسيءَ مان ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ لکيو. هن سنڌي گرامر، انگي حساب، سنڌي ساهتيہ جا چونڊ مضمون ۽ چونڊ سنڌي نثر ١٩٥٣ع ۾ لکيا. هي ڪراچيءَ ۾ ٣٢ سال اِسڪول هيڊماسٽر ٿي رهيو ۽ پينشن تي لٿو.

(٧٨) **پيرومل مهرچند آڏواڻي**- پيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جو جنم ١٨٧٦ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو. هن سرڪاري نوڪري ايڪسائيز ڊپارٽمينٽ ۾ ٢٨ سال ڪئي. وري سنہ ١٩٢٤ع کان ١٩٣٧ع تائين ١٣ ورهيہ ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار ٿي رهيو. هي ليکڪ ۽ شاعر هو. سندس تخلص ”غريب“ هو. سنڌيءَ نثر ۾ هڪ امتيازي مرتبو ۽ انفرادي اسلوب هو. هن ڪل ٤٥ ڪتاب لکيا، تن مان جن جي ڄاڻ ملي آهي. سي هيٺ ڄاڻائجن ٿا. سندس ڪيترريون رچنائون ۽ تحقيقي ۽ تنقيدي مضمون اخبارن ۽ مخزنن ۾ ڇپيا هئا. هي تاريخ ٧ جولاءِ ١٩٥٠ع ۾ پونا ۾ پرلوڪ پڌاريو.



| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال | جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|---|---|---|
| ١- | غريب اللغات | ١٩٠٧ع | ٢٠- | سنڌي وِياڪرڻ (وڏو) | ١٩٢٥ع |
| ٢- | هندستان جي تاريخ | ١٩٠٨ع | ٢١- | سنڌي وِياڪرڻ (ننڍو) | ١٩٢٥ع |
| ٣- | گلزار نظم (سمپادن) | ١٩٠٩ع | ٢٢- | سنڌ جو نوڳي | ١٩٢٥ع |
| ٤- | آنند سندريڪا (آکاڻيون) | ١٩١٠ع | ٢٣- | سنڌي ڀاشا تي مقالو | ١٩٢٥ع |
| ٥- | پريم جو مهاتم (آکاڻيون) | ١٩١٤ع | ٢٤- | گلقند (٢ ڀاڱا) | ١٩٢٥ع |
| ٦- | وريل ۽ نعمت (اُپنياس) | ١٩١٥ع | ٢٥- | لطيفي شعر تنقيدي | ١٩٢٦ع |
| ٧- | موهني ٻائي (ڪهاڻيون) | ١٩١٧ع | ٢٦- | طلسم (ترجمو) اُپنياس | ١٩٢٧ع |
| ٨- | گهرو ڪفايت | ١٩١٧ع | ٢٧- | پنگتي مقدمو (ناٽڪ) | ١٩٢٧ع |
| ٩- | ڀاڪن جي پيڙه | ١٩١٧ع | ٢٨- | گولن جا گوندر (ترجمو-اُپنياس) | ١٩٢٨ع |
| ١٠- | هندن جون ريتيون رسمون ۽ اُنهن جو بنياد (٢ ڀاڱا) | ١٩١٩ع | ٢٩- | گلزار نثر (سمپادن) | ١٩٢٩ع |
| | | | ٣٠- | جوهر نظم | ١٩٢٩ع |
| ١١- | ڏرُوُ ڀڳت (ناٽڪ) | ١٩١٩ع | ٣١- | هيري جون ڪڻيون (سمپادن) | ١٩٢٩ع |
| ١٢- | عاملن جو احوال | ١٩١٩ع | ٣٢- | نو بهار (سمپادن) | ١٩٣٢ع |
| ١٣- | بزازين جو ناٽڪ | ١٩٢١ع | ٣٣- | آزاديءَ جي ڪوڏي (ترجمو) | ١٩٣٨ع |
| ١٤- | سنڌ جو سيلاني | ١٩٢٣ع | ٣٤- | سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ | ١٩٤١ع |
| ١٥- | چونڊ ڪلام | ١٩٢٣ع | ٣٥- | قديم سنڌ | ١٩٤٤ع |
| ١٦- | موهن جو دڙو (انگريزيءَ ۾) | ١٩٢٤ع | ٣٦- | سنڌ جي هندن جي تاريخ (٢ڀاڱا) | ١٩٤٦-١٩٤٧ع |
| ١٧- | سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ | ١٩٢٤ع | ٣٧- | حرص جو شڪار (ترجمو - ناٽڪ) | |
| ١٨- | مڙسن جي مُڙسي (ناٽڪ) | ١٩٢٥ع | ٣٨- | سنڌي ويتپتي ڪوش | اڻ ڇپيل |
| ١٩- | سنڌي ٻولي | ١٩٢٥ع | ٣٩- | هندن جي لڏ پلاڻ | اڻ ڇپيل |

پيرومل مهرچند جي شعر مان هڪ ٽڪرو نموني طور ڏجي ٿو-

ماءُ ٿي چوي- ”ڇپر ڇلين تون ڇاکي ڇوري - ناحق اڙايئہ نينهن ندوري،
پس پنيور ۾ پينر پوري - ظلم ڪري ويا تو سين زوري،
ڪين ڪپٽين ڇوڇ ڇتار - پڻ تون پوري ڪيم ٻهار.“

سسئيءَ جو جواب- ”ڪيڇ پڳا جي راتون ڪاهي - ڇوري ڇڏي ويا رڻ ۾ راهي،
ڪل آيل! ڪا توکي ناهي -
اونهو جنهن آهہ اِسرار - ڪين وساريان سو سردار.“

(٧٩) **ڀهلاجراءِ ليلارام واسواڻي**- ڀهلاجراءِ ليلارام واسواڻي ١٩١١ع ۾ برهم وديا انگريزيءَ مان ترجمو ڪيو ۽ ١٩٢٢ع ۾ وديا يا شيوا ترجمو ڪيو.

(٨٠) **چيناانند سانولاڻي**- چيناانند سانولاڻي سنہ ١٩١٣ع ۾ نانڪ پرڪاش ٣٢ ڀاڱن ۾ ڇپايو.

(٨١) پنڊت هوڻ لعل- پنڊت هوڻ لعل
(٨٢) گٽپٽ راءِ- گٽپٽ راءِ
(٨٣) پروفيسر تاراچند گاجرا- پروفيسر تاراچند گاجرا

١٩١٣ع ۾ ”ستيارٿ پرڪاش“ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو تنهي گڏجي ڪيو.

(٨٤) ڊاڪٽر تاراچند جيرامداس- ڊاڪٽر تاراچند جيرامداس ”بال مرتيوءَ جو سرنامو“ ڪتاب لکيو. هي پهريون سنڌي ڪتاب آهي، جيڪو ”ورلڊ ميڊيڪل ڊائري“ ۾ درج ڪيل آهي.

(٨٥) ٽانورداس ليلارام واسواڻي (ساڌو واسواڻي)- سنت ٽانورداس ليلارام واسواڻي، جو هاڻي ساڌو واسواڻيءَ جي نالي سان مشهور آهي، اُنجو جنم حيدرآباد سنڌ ۾ تاريخ ٢٥ نومبر ١٨٧٩ع ۾ ٿيو. هي پڙهڻ ۾ هوشيار هوندو هو. اِسڪول توڙي ڪاليج ۾ هر اِمتحان ۾ پهريون نمبر ايندو هو. M.A. ۾ به فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ٿيو. جوانيءَ ۾ ڪيترن ڪاليجن ۾ پروفيسر هو. پوءِ پرنسيپال هو. ڪراچي ڪاليج ۾ ڊاڪٽر جٽڪشن پرنسيپال هو، جنهن ساڌو واسواڻيءَ کي چيو ته توهان گيتا تي وياکياڻ هاسٽل ۾ ڏيڻ بند ڪريو. جي نه ته ڪاليج ڇڏي هليا وڃو. ساڌو واسواڻي اُن وقت ئي ڊِپ. جي. ڪاليج ڇڏي، پروفيسري تياڳي هليا ويا ۽ لاهور ۾ وڃي پرنسيپال ٿيا. ماتا جي سرڳواس ٿيڻ بعد ڪاليج ڇڏي يڪتي مارگ اختيار ڪيو. هن شادي ڪانه ڪئي ۽ برهمچاري ٿي رهيو. ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ آشرم جاري ڪيائين ۽ روز گيتا تي وياکيان ڏيندا هئا. هنجي رهڻي ڪهڻي سادي هئي. سيتا ۽ هندو ڌرم جي فيلسوفيءَ تي بلڪل سليس بوليءَ ۾ اُپديش ڏيندا هئا. هي وشو هندو ڌرم جي ڪانفرنس Theistic Conference جرمنيءَ ۾ سنه ١٩٠٩ع ۾ سڀاپتي چونڊيا ويا ۽ هندستان جا عيوضي ڪري موڪليا ويا، جتي آريه سيتا ۽ فيلسوفيءَ تي ليڪچر ڏنا. هي ليک ۽ شاعر به هو. هنجو تخلص ”نُوري“ هو. هنن گيتا، سکمني ۽ جپ صاحب تي انگريزيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ ٽيڪائون لکيون آهن. هن بيا به ڪتاب لکيا آهن. تنهن ڪان سواءِ هن هڪ وڏو زبردست نُوري گرنٿ نالي ڪويتا ۾ لکيو آهي، جنهن ۾ رڳو سندس ئي باڻي آهي. سندس سرڳواس ٿيڻ بعد سندس پائڻي دادا جشن واسواڻيءَ هي گرنٿ ڇپايو. پاڪستان ٿيڻ تي حيدرآباد سنڌ ڇڏي اچي پوني ۾ رهيا. اُتي تاريخ ١٦ جنوري ١٩٦٦ع سرڳڌام پڌاريا. سندس ڪويتا واري باڻيءَ مان نموني طور هينيون سٽون ڏجن ٿيون. هنن جي هر سال ورسي ملهائيندا آهن.

”لطف سان پار لنگهائج بيڙيءَ وارا! - بيڙي تنهنجي ٻاجهه جي، اوگڻ تون نه ويچارج، تکيون لهرون تيز لڳن ٿيون، مهر ۾ موڄ وهارج - ڪکر ڪارا طوفان تليرا، پيچ تون نئين پاڙج، پنڌ ڪري مان ٿڪي آهيان، رحم جو پاڻي پيارج - ”نُوري“ نماڻي هڪ آسرو تنهنجو، پوربندر پهچائج.“

(٨٦) غلام محمد شاهواڻي- غلام محمد شاهواڻي شاه جي سهيڙ ڪري ۽ جيڪي گربخشاڻي بيت ڇڏي ڏنا، اُهي به هن لکي مڪمل ڇاپو تيار ڪيو، جو ١٩٠٠ع ۽ ١٩٥٠ع ۾ ڇپيو. مهاڳ ۽ سمجهاڻين سميت لکيو. هن ”گلستان“ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري عنوان ”گلشن بهار“ ڏيئي ڇپايو.

(٨٧) مهراج تيجورام روچيرام شرما- مهراج تيجورام روچيرام شرما ڪراچيءَ ۾ رهندو هو.



هي جوتشي، اخبار نويس ۽ ليک هو. هر سال پنهنجي نالي سان ”تيجورام ٽپڻو“ ڪڍندو هو. هي هڪ مخزن ڪڍندو هو. جنهن ۾ ڌرمي، پنگتي ۽ سماجي ڳالهيون هونديون هيون. تنهن ڪان سواءِ ڪيترائي ڌرمي پستڪ ۽ سماجي ناول وغيره لکي ڇپايا، جن جا نالا ميسر ٿي ڪونه سگهيا آهن. هن تلسي ڪِرت رامائڻ ١٩٠٣ع ۾ لکي ڇپايو. ٻيو هن ٦ ناول سنه ١٩٠١ع ۾ هنديءَ مان ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ لکيا: (١) نقلي مندم (٢) پاروتي ناري (٣) سهاڳڻ (٤) للتا - ٢ ڀاڱا (٥) راج لڪشمي - ٣ ڀاڱا (٦) چندالن جي چؤنڪڙي. هن جي سرڳواس ٿيڻ ڪان پوءِ سندس پٽ هوتچند ساڳيو پتا وارو ڪم هٿ ۾ ڪنيو ۽ ڪندو رهندو هو پر اُهو به پرلوڪ پڌاريو. مخزن نڪرڻ ته بند ٿي ويئي، ٽپڻو سندس نائي، پوءِ سندس نياڻي ڪڍندي هئي. اُنهن جي پرلوڪ پڌارجڻ تي ٽپڻو به بند ٿي ويو.

(٨٨) ٺاڪرداس ٺڏاڻي- ٺاڪرداس ٺڏاڻي عقل جون ڪنجيون ١٩١٤ع ۾ لکيو.

(٨٩) محمد بخش- محمد بخش گلزار چمبيلي ١٩١٤ع ۾ لکيو.

(٩٠) چانڊومل کتري- چانڊومل کتري ”منوهر موهني“ ناٽڪ لکيو ۽ وهمي وڪار ناٽڪ ١٩١٨ع ۾ لکيو.

(٩١) هوتچند مولچند گربخشاڻي- هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ جو جنم ٨ مارچ ١٨٨٣ع ۾ حيدرآباد ۾ ٿيو. هي سنڌي، سنسڪرت، پارسي ۽ انگريزيءَ جو ودوان هو. هن M.A. Ph.D لنڊن پاس ڪئي هئي. هي ڪراچيءَ جي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ پرنسيپال هو ۽ پارسيءَ جو معلم هو، پوءِ ڊين مقرر ٿيو. هي تمام هوشيار ليک هو. هن جو پهريون ڪتاب ”نورجهان“ اول ١٩١٥ع ۾ ڇپيو. هن شاه جي رسالي جي خوب ڪوجنا ڪري، اُنجي معنيٰ ۽ شرع لکي چئن ڀاڱن ۾ تيار ڪيو. ٽي ڀاڱا ته سنه ١٩٢٣ع، ١٩٢٤ع ۽ ١٩٣١ع ۾ ڇپجي تيار ٿيا، باقي چوٿون ڀاڱو ڇپڻ کان رهجي ويو. هن سنڌي - ٿَ - سنڌي ڊڪشنري به لکي تيار ڪئي، پر اُها به ڇپجي ڪانه سگهي. هن روح رهاڻ ١٩٣٣ع ۾ ۽ ”لنواريءَ جا لعل“ سنڌيءَ ۾ ١٩٣٤ع ۾، مقدم لطيفي ١٩٣٦ع ۾ لکيو. هي تاريخ ١١ فيبروري ١٩٤٧ع ۾ پرنسيپال جي عهدي تي هو ته سرڳواس ٿيو. هنجي پرلوڪ پڌارجڻ بعد مِسٽر دائود پوٽو جيڪو تعليم کاتي جي وڏي عهدي تي هو، شايد ڊئريڪٽر هو، تنهن گربخشاڻيءَ جي وارثن کان شاه جي رسالي جو رهيل چوٿون ڀاڱو ۽ ڊڪشنري ڇپائڻ جي بهاني وٺي ويو. اِهو معلوم ٿيو ته مِسٽر دائود پوٽي چوٿين ڀاڱي ۾ ڪي تبديليون به ڪيون، پر معلوم ڪونه ٿي سگهيو آهي ته هُن اُهي بئي ڪتاب ڇپايا يا نه.

(٩٢) سوڀراج نرملداس سجانسنگهاڻي- سوڀراج نرملداس سجانسنگهاڻي سنه ١٨٨٣ع ۾ ڄائو هو. هي مشهور ليک مِسٽر نرملداس فتحچند جو فرزند هو، جنهن جو ذڪر مٿي نمبر ٦٧ ۾ ڪيو ويو آهي. هي سنڌي، پارسي، عربي ۽ هنديءَ جو مشهور عالم هو. هي نثر ۽ نظم ٻنهي ۾ پنهنجو قلم هلائيندو هو. هن جون اهڙيون ڪويتائون هيون، جي اسڪولن ۾ پاڙهيون وينديون هيون. هن نثر ۾ (١) خيالي جهلڪا (٢) سنڌو (٣) غنچه اميد لکيا.

**(۹۳) چينمل پرسرام گلراجاڻي ''گلراج''-** چينمل پرسرام گلراجاڻي گلراج جو جنم ۱۸۸۵ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو. هي وڏو ودوان ۽ ليکڪ هو، اُن سان گڏ شاعر بہ هو. تنهن کانسواءِ هي صوفي، پروفيسر، پرچارڪ، اڳوان، گرنٿڪار، ساهتيڪار ۽ اخبارنويس هو. هي اعليٰ جديد نثر نويس هو. سنہ ۱۹۰۲ع کان ۱۹۱۱ع تائين اسڪول ماسٽر هو. ٻارن کي زوريءَ ماتا جون سُيون هڻڻ جي مخالفت ڪندي استعفا ڏنائين. هن ڪيترين اخبارن ۽ رسالا جاري ڪيا. شڪارپور ۾ ۱۹۳۱ع ۾ ساهتيہ سميلن جو سڀاپتي چونڊيو ويو. ۱۹۳۳ع کان ۱۹۴۰ع تائين نئشنل ڪاليج جو حيدرآباد ۾ سنڌيءَ جو پروفيسر هو. هن ڪيترين ئي ڪهاڻيون لکيون. هوُ ''سوُنجهو'' ۽ ''چمڙا پوش'' جي نالي سان لکندو هو. هنکي ''آدو چينل'' ڪري سڏيندا هئا. آخر جولاءِ ۱۹۴۸ع ۾ ههڙو ودوان سنسار مان ڪوُچ ڪري هليو ويو، بمبئيءَ کي ڇڏي ويو.

هن جيڪي ڪتاب لکي يا ترجمو ڪري ڇپايا، تن جي لسٽ هيٺ ڏجي ٿي:

**(الف) سنڌس لکيل ۽ ڇپايل ڪتاب-**

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال | جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|---|---|---|
| ۱- | هير رانجهو ۽ سمو گندري | ۱۹۱۴ع | ۱۸- | جپ صاحب | |
| ۲- | ڀائي ڪلاچند | ۱۹۱۴ع | ۱۹- | سنڌي سونهارا | |
| ۳- | مهاڀاري لڙائي | ۱۹۱۴ع | ۲۰- | هند سنڌ جا سنت | |
| ۴- | شاه ڀٽائيءَ جي لڙائي | ۱۹۱۵ع | ۲۱- | سنڌي چمن | |
| ۵- | صوفي سڳورا (ليلارام پريمچند سان گڏ لکيل) | ۱۹۲۱ع | ۲۲- | ڏکن ڏڏي ڏيوي | |
| ۶- | شاه جون آڪاڻيون ڀاڱو ۲ - ۳ | ۲۲-۱۹۲۳ع | ۲۳- | شاه جي رسالي جو صحيح نسخو ڪهڙو ڪي چئجي؟ | |
| | ۱۹۲۲ ۱۹۲۳ | | ۲۴- | مؤت هڪ بهانو | |
| ۷- | سچل سرمست | ۱۹۲۲ع | ۲۵- | ڪرم جو نيم | |
| ۸- | چمڙا پوش جون آڪاڻيون | ۱۹۲۳ع | | انگريزي | |
| ۹- | ڪامل مرشد | ۱۹۲۳ع | ۲۶- | Sind and its Sufies | ۱۹۲۴ع |
| ۱۰- | قديم سنڌ | ۱۹۲۵ع | ۲۷- | Shakespeare through Indian Eyes | |
| ۱۱- | سناتن ڌرم ۽ اُپنشد | ۱۹۲۵ع | ۲۸- | Anthology of Sindhi Poetry | |
| ۱۲- | ساميواد | ۱۹۲۶ع | ۲۹- | Manchit Vidya Rohel | |
| ۱۳- | غزليات حافظ شيرازي | | ۳۰- | Sindhi Culture | |
| ۱۴- | ترنگ جو تيرٿ | | | اڻ ڇپيل ڪتاب | |
| ۱۵- | ميران | | ۳۱- | شيڪسپيئر جي سائيٽ جو ترجمو | |
| ۱۶- | سُهڻي ميهار ۽ مومل راڻو | | ۳۲- | سنڌي ساهتيہ جي مختصر تاريخ | |
| ۱۷- | ڀڳوت گيتا ۽ راج گيان | | ۳۳- | سونجهي جا چٽڪا (اخبارن جا ڪالم) | |



**(ب) ترجمو ڪري ڇپايل ڪتاب-**

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال | جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|---|---|---|
| ۱- | سڏيون ۽ چڪر | ۱۹۲۲ع | ۱۸- | حسابي حساب | |
| ۲- | پورب جوتي | ۱۹۲۳ع | ۱۹- | طوفان (ناٽڪ) | |
| ۳- | سناتن ڌرم | ۱۹۲۵ع | ۲۰- | هئمليٽ (ناٽڪ) | |
| ۴- | اُپنشد گيان | ۱۹۲۵ع | ۲۱- | وسنت لڪشمي | |
| ۵- | شبد اناهت | ۱۹۲۵ع | ۲۲- | جڳت جا نيتائون | |
| ۶- | ڀڳوت گيتا سمجهڻ لاءِ اِشارا | ۱۹۲۵ع | ۲۳- | آتم ويچار يا ويدانت ولاس | |
| ۷- | موناوالا | ۱۹۲۶ع | ۲۴- | اوم جي آکاڻي | |
| ۸- | ٻڌل ٻيڙي | ۱۹۲۶ع | ۲۵- | قول ٿو ڪريان | |
| ۹- | رڇ روسڻ ودوا | ۱۹۲۶ع | ۲۶- | سورج ساگر | |
| ۱۰- | آنند دربار | ۱۹۲۷ع | ۲۷- | مارگ جوتي ۽ ڪرم | |
| ۱۱- | گيان - سر | ۱۹۲۸ع | ۲۸- | ستگر جي چرنن ۾ | |
| ۱۲- | يوگ جي سمجهاڻي | | ۲۹- | فائوسٽ (ناٽڪ) | |
| ۱۳- | اِمرسن | | ۳۰- | گلا بلاس | |
| ۱۴- | هندو ڌرم جي بيان ۾ | | ۳۱- | پٽا گورس | |
| ۱۵- | شري ڪرشن | | ۳۲- | يوگ جي سمجهاڻي | |
| ۱۶- | مؤت آهي ئي ڪونہ | | ۳۳- | ٻال هتيا | |
| ۱۷- | پرلوڪ مان پيغام | | ۳۴- | اِسلام | |

**(۹۴) پروفيسر موٽومل گدواڻي -** پروفيسر موٽومل گدواڻي ۱۹۱۵ع ۾ ستيوتي لکيو. ۱۹۲۲ع ۾ دکي اِنسان ترجمو ڪيو ۽ ۱۹۲۳ع ۾ زعنوني ترجمو ڪيو.

**(۹۵) ڪنولسنگهہ پوهومل-** ڪنولسنگهہ پوهومل ۱۹۱۷ع ۾ پرميئر ڪنسائيز انگلش سنڌي ڊڪشنري لکي

**(۹۶) لعلچند امرڏنومل جڳتياڻي -** لعلچند امرڏنومل جڳتياڻيءَ جو جنم تاريخ ۲۵ جنوري سنہ ۱۸۸۵ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو. هي ماسٽر ۽ پروفيسر بہ ٿي رهيو. هي سنڌي ساهتيہ جي بزرگ ليکڪن مان هڪ هو. پنهنجي زماني جي مشهور اديب جي ناتي سندس نالو هميشهہ امر رهندو. سندس لکڻين ۾ هڪ نئون سنديش رهندو آهي جو پڙهندڙن اڳيان آدرش سمجهي اُنهنجي رهنمائي ڪندو رهي ٿو. مضمون نويس تہ جهڙس ورلي هوندو. هي نثر ۽ نظم ٻنهي ۾ ماهر هو. هنکي ''ڏڪر'' بہ ڪوٺيندا هئا. هنکي ''رچ مڙس'' سان نوازيو ويو. هي سنڌ ۾ تاريخ ۱۸ اپريل

١٩۵۴ع ۾ پرلوڪ پڌاريو. هن جي هاڻي سندس دوست عثمان علي انصاري ۽ ٻين مسلمانن صدق سان سنڌو نديءَ ۾ پروان ڪئي. سندس هيٺيان ڪتاب لکيل ۽ ڇپايل آهن:

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال | جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|---|---|---|
| ١- | پرم جي پلائي (ناول) | ١٩٠٠ع | ٢٧- | ماڻڪ موتي لعل | ١٩٢٧ع |
| ٢- | حيدرآباد سنڌ | ١٩٠٦ع | ٢٨- | قلن مُٺ | ١٩٢٧ع |
| ٣- | سيڻ ڪي ويڻ | ١٩٠٦ع | ٢٩- | سچ تان صدقي ڇاپو ١ | ١٩٢٢ع |
| ۴- | چوٽ جو چنڊ | ١٩٠٩ع | | سچ تان صدقي ڇاپو ٢ | ١٩۴٠ع |
| ۵- | سُر سارنگ (شاهه) | ١٩١٠ع | ٣٠- | ننڍڙي نينا (ڪهاڻي) | ١٩۴٦ع |
| ٦- | سُر ڪيڏارو ۽ سنيهن (شاهه) | ١٩١٠ع | ٣١- | سُهڻي ميهار (مهراڻ) | ١٩۴٦ع |
| ٧- | حضرت محمد رسول الله | ١٩١١ع | ٣٢- | سسئي رلي مئي (مهراڻ) | ١٩۴٦ع |
| ٨- | نقد ڌرم | ١٩١١ع | ٣٣- | سهڄان جي سِڪ (مهراڻ) | ١٩۴٦ع |
| ٩- | رام بادشاهه (رام تيرٿ) | ١٩١۴ع | ٣۴- | ڪوڙو پر چال مِٺي (درجي ۴ لاءِ) | ١٩۴٩ع |
| ١٠- | ڪُرَ مَڪيءَ جا | ١٩١۴ع | ٣۵- | پريم جو پل | ١٩۵٣ع |
| ١١- | شاهاڻو شاهه | ١٩١۴ع | ٣٦- | لگ نندو جيءُ گهڻو (ترجمو) | ١٩۵۴ع |
| ١٢- | هي هو ڇا؟ | ١٩١۵ع | ٣٧- | ميران (روح رهاڻ) | ١٩۵۴ع |
| ١٣- | ڪشنيءَ جو ڪشٽ (ڪهاڻي) | ١٩١٧ع | ٣٨- | سر ڍهر | ١٩۵٦ع |
| ١۴- | سدا گلاب (رابيندرناٿ جي ٣۴ گيتن جو ترجمو ۽ پنهنجي سِر رچيل ۵٨ ادبي شهپارا) | ١٩١٧ع | ٣٩- | جانب لاءِ جل | ١٩٨۵ع |
| | | | ۴٠- | نظماڻو نثر (ادب لطيف) | |
| | | | ۴١- | شعر جو انتخاب | |
| ١۵- | هندو ناريءَ سان ويل (ترجمو) | ١٩١٩ع | ۴٢- | سنڌي ساهتيہ جو وڪاس | |
| ١٦- | اُٿ اُٿي جاڳ | ١٩١٩ع | ۴٣- | تنقيدي مطالعو | |
| ١٧- | لڄاوتي (ڪهاڻي) | ١٩٢٠ع | ۴۴- | گل تي تشريح | |
| ١٨- | بي رنگي باغ جو گل سنڌي | ١٩٢٠ع | ۴۵- | صحت | |
| ١٩- | عملدار ڪين رعيت آزار | ١٩٢٠ع | ۴٦- | سنڌي ادب تبصرو ١٩۴٧ کان ١٩۵٣ع | |
| ٢٠- | ماتمين ڪي دلداري | ١٩٢٢ع | ۴٧- | پارت ڇاوا | |
| ٢١- | نو ورني جو خون | ١٩٢٣ع | ۴٨- | سواميءَ جا سلوڪ (ديوناگري ۾) | |
| ٢٢- | سونهارو سچل | ١٩٢۴ع | ۴٩- | جيون ماٿر | ١٩۵٦ع |
| ٢٣- | سر يمن ڪلياڻ (شاهه) | ١٩٢۴ع | ۵٠- | سسئي پنهون (ناٽڪ) | اڻ ڇپيل |
| ٢۴- | ڏکن ڏڌي زندگي | ١٩٢۵ع | ۵١- | سنڌي ساهت جو نچوڙ | اڻ ڇپيل |
| ٢۵- | عمر مارئي | ١٩٢۵ع | ۵٢- | انگريزي مقالو P.E.N. | اڻ ڇپيل |
| ٢٦- | سون ورنيون دليون (عمدو ترجمو) | ١٩٢۵ع | | سمالوچنائون ۽ مضمون گهڻن ئي اخبارن ۾ ڇپيل | |



**(٩٧) نارائڻداس رتن مل ملڪاڻي** - پروفيسر نارائڻداس رتن مل ملڪاڻي حيدرآباد ۾ سنه ١٨٨٨ع ۾ ڄائو هو. هن ايم.اي. پاس ڪئي. هي ڪاليج ۾ پروفيسر هو، جتان استعفا ڏنائين. هي لکڻ ۾ قابل هو. سندس ٻولي مٺي ۽ ٻوڻاٽي آهي. لکڻ ۾ رواني ۽ مڌرتا آهي. هنجا ڪي ليک اهڙا آهن جو اکيون چرخ ڪيو ڇڏين. هن ڪيترا ڪتاب لکيا، جهڙوڪ (١) انار داڻه ١٩۴٢ع ۾ (٢) ٻوناڻي ڇهر ١٩٣٣ع ۾ (٣) گجراتي گربو (۴) ڪشمير جو سئر (۵) ٻروچ ۽ بندوق (٦) ٻاراڻيون ٻوليون (٧) مهاتما گانڌيءَ جي آتم ڪهاڻي (٨) ميراڻي سنڌڙي ١٩٣٦ع ۾ وغيره (٩) سنڌ جا هُنر ١٩٢٧ع. ڪي لکن ٿا ته ١٩۵۴ع ۾ پرلوڪ پڌاريو. ڪي لکن ٿا ته ١٩٧٣ع ۾ آديپور ۾ سرڳواس ٿيو.

**(٩٨) ڪندن مل شوداساڻي** - ڪندن مل شوداساڻي ١٩١٧ع ۾ سک جي سِکيا ترجمو ڪيو.

**(٩٩) جهمٽ مل پاوناڻي** - جهمٽ مل پاوناڻي شيرين ١٩٢٠ع ۾ لکيو ۽ سنه ١٩٢۵ع ۾ پويتر پريمي لکيو.

**(١٠٠) محمد صالح هالائي** - محمد صالح هالائي ١٩١٧ع ۾ شيخ منصور هلاج لکيو.

**(١٠١) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ** - ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مشهور ليک هو، هن هيٺيان ڪتاب لکيا آهن: (١) شاهه عنايت جي سوانح عمري (٢) سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ (٣) مِئين شاهه عنايت جو ڪلام (۴) ڪليات حمل جو سهيندڙ (۵) تحفته الڪرام جو ترجمو (٦) مخدوم امير محمد جو مرتب ڪندڙ (٧) تاريخ سنڌ ٻه پاڱا غلام رسول مهر سان گڏ لکيا، وغيره.

**(١٠٢) ليلارام ماڪيجاڻي** - ليلارام ماڪيجاڻي ڪلجگ جا ڪلور ناٽڪ ١٩٢٣ع ۾ لکيو.

**(١٠٣) ويرومل بيگراج** - ويرومل بيگراج ١٩٢٣ع ۾ ساڌنا پستڪ ترجمو ڪيو.

**(١٠۴) نرملداس ڌرمداس گربخشاڻي** - نرملداس ڌرمداس گربخشاڻي جو جنم ١٨٨٩ع ۾ ٿيو. هي ليک، برک ودِيا گرو ۽ سماج سڌارڪ هو. هن برهمو سماج جي سڌانتن جي ڦهلاءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو. هن ڪيترائي نيتي سِکيا تي ڪتاب لکيا ۽ سماج سڌارڪن ۽ ڌرمي نيتائن جون جيونيون لکيون. هڪ ڪتاب گوتم ٻڌ تي لکيو. هي سنه ١٩٦٦ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

**(١٠۵) آسودومل ٽيڪچند گدواڻي (آچاريہ گدواڻي)**- آسودومل ٽيڪچند گدواڻي تاريخ ١١ سيپٽمبر ١٨٩٠ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو هو. هن ولائت جي آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جي M.A. ڊگري پاس ڪئي. ڪراچي ڪاليج ۾ ٧ سال پروفيسر هو. ڪراچي ميونسپل اسڪول بورڊ جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر ٿي رهيو ۽ ڪئين سڌارا ڪيائين. سنڌيءَ توڙي انگريزيءَ ۾ ماهر هو. هي ليک ٻه هو. هن ڪيترا ڪتاب سنسڪرت مان سنڌيءَ ۾ لکيا. جهڙوڪ ڪاليداس جو رگهونش، مالوڪا اگنيمتر، وڪرم اروشي، ڪمار سنڀو، رت ياترا وغيره. هن هندستان ۾ ٻه ٽي نوڪريون ڪيون. پرنسيپال ٻه هو. هي ڪانگريسي هو، هن جي تقرير ۾ اثر هو. هي تاريخ ١٣ جنوري ١٩٢۵ع ۾ مرتيو لوڪ مان لاڏاڻو ڪري پرلوڪ پڌاريو. هي سنه شايد غلط ٿو ڏسجي.

**(١٠٦) پرسرام شهاڻي** - پرسرام شهاڻي ڪملا ١٩٣١ع ۾ لکيو.

**(١٠٧) تاراچند ٺهلرام** - تاراچند ٺهلرام پارس پاڳ ١٩٣٢ع ۾ لکيو.

**(١٠٨) پنڊت ٽوپڻ لعل شيوارام شرما** - پنڊت ٽوپڻ لعل شيوارام شرما حيدرآباد سنڌ جو رهندڙ هو. هي جيٽلي سارسوت (ٻاڙهي) برهمڻ هو. هي سنڌي، هنديءَ سنسڪرت جو تمام وڏو ودوان هو. هي آيرويد آچاريہ، آيرويد مهاپادياي، رساين شاستري، وئديہ شاستري، ايل.بي.ايم ۽ بي. بي.ايم (L.B.M & B.B.M.) (هوميوپٿي) هو. هي ڪاريہ ڪارٽي سڀاسد آل انڊيا آيروئديہ ودياپيٺ بنارس، وائيس پريزيڊنٽ آل انڊيا آيروئديہ سيوا سمتي ميرٺ، پريزيڊنٽ شري سنڌ پرانتڪ آيرويد پرچارٽي سڀا حيدرآباد سنڌ جو هو. هن ”شارنگڌر سمهتا“ اصل سنسڪرت ۾ ٿاهيل شريمان پنڊت شارنگڌر آچاريہ جن جو، تنهن کي هن سنڌي ٻوليءَ ۽ عربي سنڌي لپيءَ ۾ ”شري سنڌ سبوڌني“ جي نالي سان ترجمو ڪري لکي تيار ڪيو ۽ ڇپايو. اُن ۾ هرهڪ بيماريءَ ۽ هر پسار جي شيءِ جو نالو لکي سنسڪرت ۾ لکي اُنجو ترجمو سنڌيءَ ۾ ڏنو. تنهن کان پوءِ هر بيماريءَ جو علاج ۽ نسخو لکيو. هي ڪتاب سنہ ١٩٣٨ع ۾ ڇپجي تيار ٿيو.

**(١٠٩) ديوان چئنراءِ بولچند** - ديوان چئنراءِ بولچند جڳياس مارگ ١٩٣٥ع ۾ لکيو.

**(١١٠) ميلارام منگترام واسواڻي** - ميلارام منگترام واسواڻي ١٩٣٣ع ۾ چرچن جي ڇهر لکيو، ١٩٣٧ع ۾ ڪومل ڪماري ۽ شيلا ترجمو ڪيا.

**(١١١) تاج محمد آغا** - تاج محمد آغا ”بوستان“ جو ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ لکيو. نئون سنڌي گرامر ڀاڱو ١ لکيو ۽ ڀاڱو ٢ ۽ ٣ قاضي جان محمد سان گڏ لکيا.

**(١١٢) شيوارام ڦيرواڻي** - شيوارام ڦيرواڻي ١٩٣٧ع ۾ تعليمي من وديا ڇپايو.

**(١١٣) قاضي جان محمد** - قاضي جان محمد نئون سنڌي گرامر ڀاڱو ١، ٢، ٣ آغا تاج محمد سان گڏ لکي ڇپارايا ۽ هندستان جي رنگين تواريخ ١٩٤٦ع ۾ محمد صديق ميمڻ ۽ جڳتراءِ ايسرداس سان گڏ لکي شايع ڪئي.

**(١١٤) جڳتراءِ ايسرداس** - جڳتراءِ ايسرداس هندستان جي تواريخ سنہ ١٩٤٦ع ۾ قاضي جان محمد سان گڏ لکي ڇپارائي شايع ڪئي. ادب ۽ مروت اڏن مل سترامداس سان گڏ لکيو.

**(١١٥) آتمارام پرمانند لالواڻي** - آتمارام پرمانند لالواڻي ١٩٤٥ع ۾ ڏيتي ليتيءَ جا ڏنپ لکي ڇپايو.

**(١١٦) مهراج وشنو نئنارام شرما** - مهراج وشنو نئنارام شرما حيدرآباد سنڌ ۾ سنہ ١٨٩٤ع ۾ جنم ورتو. هيءُ سنڌيءَ جو سنو ليکڪ هو. تنهن کانسواءِ اخبار نويس بہ هو. سنڌ ۾ ”هندو“ ۽ ”هندو جاتي“ روزانين اخبارن جو سمپادڪ ٿي رهيو. سندس اخبارن چڱو ذاڪو ڄمايو. هي هميشهہ ڪجهہ نہ ڪجهہ لکندو ئي رهندو هو، واندو اصل ڪونہ وهندو هو. هنن جي لکيل ڪتابن بابت



معلوم ڪونہ ڪو ٿي سگهيو آهي. سيتا جو ماڳ ١٩٣٥ع ۾ لکيو، ٻيو پٽر تي ليک لکيو. هي سنہ ١٩٧٣ع ۾ هن دنيا مان ڪوچ ڪري هليو ويو ۽ سرڳ ۾ واسو ڪيائين.

**(١١٧) لطف الله بدوي** - لطف الله بدوي سنڌي شاعريءَ جي تاريخ ٽن ڀاڱن ۾ لکي ڇپائي. ڀاڱو ١ سنہ ١٩٤٣ع ۾، ڀاڱو ٢ سنہ ١٩٤٦ع ۾، ڀاڱو ٣ سنہ ١٩٥٣ع ۾. تذڪر لطيفي سنہ ١٩٤٣ع ۾. هي ”مهراڻ“ رسالي جو ايڊيٽر بہ هو.

**(١١٨) محمد صالح عبدالواحد** - محمد صالح عبدالواحد ماستر هو. هن سنڌي ڳجهارتن جو ڪتاب سنہ ١٩٢٦ع ۾ لکي ڇپارائي شايع ڪيو.

**(١١٩) پريتمداس ٿاراڻي** - پريتمداس ٿاراڻي بہ ڪتاب ”جيوَن وئد“ ۽ ”جڳياسو مارگ“ سنہ ١٩٢٥ع ۾ لکي شايع ڪيا.

**(١٢٠) ڪوڙومل آڏواڻي** - ڪوڙومل آڏواڻيءَ ڪتاب نو مين ڪلچر آف سنڌ ڪراپس سنہ ١٩٢٥ع ۾ لکي شايع ڪيو.

**(١٢١) آئل رام** - آئل رام حڪمت تي ڪتاب لکيا آهن. هڪ ڪتاب ”ميزان آئلرامي“ سنہ ١٩٢٦ع ۾ لکيو ۽ ڇپايو. باقي ٻين ڪتابن جي نالن جي معلوميت ڪانہ ٿي سگهي آهي.

**(١٢٢) اي- ڊبليو مسوي** - اي. ڊبليو مسوي ديوان بيدل ۽ بيڪس تي لکي شايع ڪيا آهن.

**(١٢٣) نارائڻداس ڪيئومل ساڌواڻي** - نارائڻداس ڪيئومل ساڌواڻيءَ ”اِنسان لاءِ اِشارا“ ڪتاب لکي ڇپارايو.

**(١٢٤) شمس العلماءُ ڊاڪٽر عمربن محمد دائود پوٽو** - شمس العلماءُ ڊاڪٽر عمربن محمد دائود پوٽو (يو- ايم- دائود پوٽو) مِسٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ جو پيارو شاگرد هو. هي سنہ ١٨٩٦ع ۾ ڄائو هو. هي سنڌي، پارسي ۽ عربيءَ جو عالم هو. هي تعليم کاتي ۾ وڏو آفيسر هو. هن هيٺيان ڪتاب لکي ڇپارايا:

(١) سرها گل ١٩٣٢ع ۾ (٢) منهج العاشقين ١٩٣٤ع ۾ (٣) شاه عبدالڪريم ١٩٣٧ع ۾ (٤) رسالو ڪريمي الله بخش عقيليءَ سان گڏ سنڌيءَ ۾ ١٩٣٧ع ۾ (٥) تاريخ معصومي ١٩٣٨ع ۾ (٦) ابيات سنڌي ١٩٣٩ع ۾ (٧) تاريخ ڇچنامو ترجمو ڪيو ١٩٣٩ع ۾ (٨) پنهنجي آتم ڪٿا ١٩٥٢ع (٩) قاضي قاضن ١٩٥٢ع ۾ وغيره وغيره. مطلب تہ چڱو ليکڪ هو. هن سنہ ١٩٥٨ع ۾ وفات ڪئي. هي Ph.D پاس هو.

**(١٢٥) پروفيسر هاسانند چانڊومل پنياڻي ”هاسل“ جادوگر** - پروفيسر هاسانند چانڊومل پنياڻي ”هاسل“ جادوگر جو جنم سنہ ١٨٩٦ع ۾ شهر ڪنڊياري ضلع نواب شاه ۾ ٿيو. هي ننڍي هوندي آسام جي ڪامروپ ديس ۾ هليو ويو ۽ اُتي ڪنهن نامڪنئي جادوگر وٽ رهيو، جنهن هنکي جادو سيکاري پڙ ڪري ڇڏيو. ڪي سال اُتي رهي موٽي پنهنجي شهر رهيو. هي تمام هوشيار ۽ دنيا ۾ مشهور جادوگر ٿيو. هن دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ ۽ هندستان جي وڏن شهرن ۽ رياستن ۾ بادشاهن، راجائن، وزيرن، وڏن آفيسرن ۽ شاهوڪار سيٺين کي عجيب عجيب جادوءَ جا کيل ڏيکاريا

۽ انهن وٽان ڪئين اِنعام ۽ سونا ميڊل ڪيس مليا. هي جڏهن جادو ڪندو هو تہ واسڪوٽ پائيندو هو. اُهو سڄو ميڊلن سان ڀريو پيو هوندو هو. هي جادوگر سان گڏ آريہ سماجي، ڪانگريسي، پرچارڪ ۽ ليکڪ هو. هن جو تخلص ''هاسل'' هو. هي King of Coins (سِڪن جو بادشاه) بہ سڏبو هو. هنجي لکڻي بہ عجيب هئي. هنجو نثر ۾ لکڻ ڪويتا جي نموني تُڪبنديءَ تي ٻڌل هو. هن ڪيترائي ڪتاب لکي ڇپارايا. مثلا تپ چڙهيو تماڪ، چوُچيءَ لڳي چانهہ، سئنيما جا گهاتڪ نتيجا، چور چپلا ٺاڪر ٺڳ، فئشن ڪين ڦاهو، بيڙيءَ بڌي بيڙي، مال ڪائي ويا دُنبا، ڌرم گرو ڪين ڏاڙيل، ستيہ نارائڻ جي سچي ڪٿا، هندو هوش ڌار، ڏيتيءَ ليتيءَ جو ڀوائتو ڀوُت وغيره وغيره. هن جي ڪويتا جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو-

''پاڻ پوُڄائي سو پاڪنڊِي، شيوا ڪري سو سنت،
آٿيو انهن جو انت، جن ڀڳتي ڀُلائي ڀڳوان جي.''

هي سنڌ مان لڏي اجمير آيو. ڪجھ وقت رهي پوُني هليو ويو. هيُ جادوءَ جي ڪيل ڪرڻ ۽ ٻئي ڪم سان دهليءَ ويو. اُتي تاريخ ۲۸ سيپٽمبر ۱۹۶۶ع ۾ سنسار کي تياڳي وڃي وئنڪٺ ڌام ۾ واسو ڪيائين.

**(۱۲۶) منوهرداس ڪوُڙومل ڪلناڻي** - منوهرداس ڪوُڙومل ڪلناڻي تاريخ ۱۴ ڊسمبر ۱۸۹۷ع ۾ شهر ڀريا ضلع نواب شاه ۾ ڄائو هو. هن جي پِتا جو ذڪر مٿي جريان نمبر ۲۲ تي ڪيل آهي. هي ليکڪ ۽ سُٺو مضمون نويس هو. هي ۱۲ ورهيہ سنڌو ساهتيہ تي ليک لکندو رهيو. هي اخبارن کي بہ ليک موڪليندو رهندو هو. هن ڪابہ اخبار يا مخزن ڪانہ ڇڏي آهي، جنهن ۾ هنجو ليک نہ هجي. هن ڪجھ ڪتاب بہ لکي ڇپارايا آهن. مثلا- ساهت جو سينگار، پريم جو پرساد، اِنساني آهار، زراعتي نقطا، سُر جو سواد، ناريِ نروگو جيون، پشچمي نارين جا چونڊ چرتر، صحت صفائيءَ جا اُصول، وڏو اِنسان ڪير گانڌي يا لينن، صحت ڇهڇٽا، سائين بابا جي سکيا جو سار، من جا مٽيا ۱۹۲۷ع ۾، هند جو سير، اخلاقي آواز، سُڌريل ڪيتي، ملهائتا موتي، سروجني ۽ ٽالسٽاءِ جي ناٽي جو ناحق، صحت جا ويري، گانڌيِ ويچار، چار ڪٿا ۽ ٻيا ڪتاب جن جي نالن جو پتو ڪونهي. هي تاريخ ۳ ڊسمبر ۱۹۸۴ع ۾ پرلوڪ سِڌاريو.

**(۱۲۷) مهراج دوارڪاپرساد روچيرام شرما** - مهراج دوارڪاپرساد روچيرام شرما سنہ ۱۸۹۸ع ۾ ڄائو هو. حيدرآباد سنڌ ۾ رهندو هو. پوءِ پهريائين جوڌپور رهي ۽ جئپور رهيو. اُتي اخبار ڪڍندو هو. هي تمام سُٺو ۽ قابل ليکڪ هو. هن ڪئين ڪتاب لکيا ۽ ڇپارايا هئا. مگر انهن جي نالن جي سُڌ پئجي ڪانہ سگهي آهي. جن جا نالا هٿ آيا آهن. هڪ سنڌ جو پراچين اِتهاس ۱۹۴۲ع ۾، ٻيو گيتا سنڌيءَ ۾ سلوڪ وار، ٽيون گيتار هسيہ ۱۹۲۲ع ۾ ترجمو ڪيو. سنڌيِ مهاڀارت، سنڌيِ رامائڻ، سنڌ جو اِتهاس، سنڌو سيِتا، وير ڪماري ۱۹۳۲ع ۾ ترجمو ڪيو. راجپوت تلوار، هندو ڌرم جي خوبي، سنتان شاستر وغيره لکيا. هي جئپور ۾ ۱۹۶۶ع ۾ سرڳواس ٿيو.



**(۱۲۸) تلسيداس آر. تلريجا**- تلسيداس آر. تلريجا سنہ ۱۹۰۰ع ۾ ڄائو هو. هي ليکڪ هو. ۱۹۷۱ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

**(۱۲۹) مانسنگهہ چوهڙمل**- مانسنگهہ چوهڙمل سنہ ۱۹۰۱ع ۾ ڄائو هو. هي سٺو ليکڪ هو. هي سنڌيِ ٻن اخبارن هندو ۽ هندو جاتي روزانين جو سمپادڪ ٿي رهيو. ۱۹۸۱ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

**(۱۳۰) ديوڪي نندن ڪترِي**- ديوڪي نندن ڪترِي چندرڪانتا ڪتاب ۲۶ ڀاڱن ۾ لکي ڇپارايو. هي عجيب ڪتاب آهي. هن ۾ سڄي عيارِي ۽ جاسوُسي آهي ۽ گپت پرولين سان ڀريل آهي. جيڪو هن ڪتاب جو هڪ ڀاڱو پڙهندو، سو سڄو ئي ڪتاب ۲۶ ئي ڀاڱا پڙهڻ کان سواءِ رهي نہ سگهندو.

**(۱۳۱) مُکي سيروُمل**- مُکي سيروُمل بہ چندرڪانتا ۲۸ ڀاڱا ۽ ڀوُت ناٿ ۲۴ ڀاڱا جو ترجمو ڪيو. سنہ ۱۹۱۰ع ۾.

**(۱۳۲) حڪيم لکي سنگهہ**- حڪيم لکي سنگهہ ڳوٺ پير بخش ڀٽو (اُتر سنڌ) جو رهندڙ هو. هن ڪيترائي ڪتاب الڳ الڳ وشين تي لکي شايع ڪيا آهن. جهڙوڪ طبابت، جادو، مسمريزم، تعويذات وغيره وغيره. ٻن ڪتابن جي نالن جي خبر پيئي آهي- هڪ ڪوڪ شاستر، ٻيو ڪمالات روحاني (رهبر علم مسمريزم).

**(۱۳۳) سنتداس ڀُنهوُن مل**- سنتداس ڀُنهوُن مل جو جنم ۲۹ جون ۱۹۰۲ع ۾ نوشهرو فيروز ضلع نواب شاه ۾ ٿيو. هي ليکڪ هو. هن يوگ آسڻ ڪتاب ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ ۱۹۳۶ع ۾ لکيو. ڪاري پاٽيءَ جي ڪهاڻي ترجمو ڪري سنڌيِءَ ۾ ۱۹۲۸ع ۾ ڪتاب لکيو. هن سنڌيِ پهاڪا لکيا، جن کي سوڌي سهيڙي ڊاڪٽر مُرليڌر ڪشنچند جيٽلي تيار ڪري اصطلاحن سان گڏ ۱۹۹۳ع ۾ ڇپارايا. هي تاريخ ۲ اپريل سنہ ۱۹۹۱ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

**(۱۳۴) پروفيسر منگهارام اُڌارام ملڪاڻي** - پروفيسر منگهارام اُڌارام ملڪاڻيءَ جو جنم ۱۴ ڊسمبر ۱۸۹۶ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو. هن جو پِتا خدابادِي عامل زميندار هو. زمين ٽنڊي محمد خان ۾ هين. هن .B.A پاس ڪرڻ بعد زمينداري سنڀالي. ۴-۵ سالن بعد ڪراچي ڪاليج ۾ فيلو پوءِ ليڪچرار پوءِ پروفيسر ٿيو. هي نهايت شاندار قربدار شخصيت جو مالڪ هو. جهڙو ئي هو شڪل شبيهہ جو سُهڻو، تهڙو ئي هو سادگيءَ، سومان ۽ سهنشيلتا جو مجسمو. هن کي خاص ڪري ناٽڪ لکڻ ۽ ڪرڻ جو تمام گهڻو شوق هو. ننڍا ننڍا ناٽڪ ۵۰ کن لکيائين. ليکڪ تمام سُٺو هو پر شاعريءَ ڏانهن بہ لاڙو هوس. ڪڏهن ليک نظماڻي نثر ۾ لکندو هو. هنجي لکڻيءَ ۾ اثر ۽ ڪشش هئي ۽ جديد سنڌيِ نثر جو نرماتا هو. انگريزيءَ جو عالم ۽ چوٽيءَ جو سنڌيِ اديب هو. نوڪريءَ تان ۱۹۶۲ع ۾ رٽاير ٿيو ۽ تاريخ ۱ ڊسمبر ۱۹۸۰ع ۾ پرلوڪ پڌاريو. سندس لکيل ۽ ڇپايل ڪتاب هي آهن-

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|
| ۱- | بن ديوي (ناٽڪ) | ۱۹۲۴ع |
| ۲- | گونگي ڪنوار (ناٽڪ) | ۱۹۲۴ع |
| ۳- | گم ٿيل صندوقڙي (ناول ترجمو) | ۱۹۲۴ع |
| ۴- | قسمت (الف ليليٰ ناٽڪ ترجمو) | ۱۹۲۶ع |
| ۵- | ايڪتا جو آلاپ (ناٽڪ ترجمو) | ۱۹۲۹ع |
| ۶- | ڪن جي خطا (پنگتي ناٽڪ) | ۱۹۳۰ع |
| ۷- | انارڪلي (تاريخي ناٽڪ) | ۱۹۳۰ع |
| ۸- | پنج ننڍڙا ناٽڪ (ايڪانڪي) | ۱۹۳۷ع |
| ۹- | پنگتي پڙدا (ايڪانڪي) | ۱۹۳۸ع |
| ۱۰- | پريت جا گيت (ٽئگور تان ترجمو) | ۱۹۴۰ع |
| ۱۱- | گيتانجلي (ٽئگور تان ترجمو) | ۱۹۴۲ع |
| ۱۲- | ادبي اُصول (ادبي تنقيدي مضمون) | ۱۹۵۰ع |
| ۱۳- | جيون ڇهڇٽا (ايڪانڪي) | ۱۹۵۷ع |
| ۱۴- | پاپ ڪين پڇ؟ (ايڪانڪي) | ۱۹۶۲ع |
| ۱۵- | ڀڇمي ياترا (آمريڪا جو سفرنامو) | ۱۹۶۳ع |
| ۱۶- | ڪڙڪبيتا پيا ٿمڪن (ايڪانڪي) | ۱۹۶۷ع |
| ۱۷- | سنڌي نثر جي تاريخ (اِنعام مليل) | ۱۹۶۸ع |
| ۱۸- | جوانيءَ جا جذبا، پيريءَ جون يادون | ۱۹۷۵ع |
| ۱۹- | آخرين ڀيٽ (ايڪانڪي) | ۱۹۷۵ع |
| ۲۰- | سمنڊ جي گجگار (ايڪانڪي) | ۱۹۷۹ع |
| ۲۱- | ساهتڪارن جون سمرتيون | ۱۹۷۹ع |
| ۲۲- | ڀارت ۾ سنڌي ساهت جو مختصر جائزو | ۱۹۸۰ع |
| ۲۳- | ڀارت ۾ سنڌي ساهتيه جي سمالوچنا | ۱۹۸۲ع |

**(۱۳۵) آسانند مامتورا**- آسانند مامتورا سنه ۱۹۰۳ع ۾ ڄائو هو. هي اوچ ڪوٽيءَ جو مضمون نويس، تنقيدنگار ۽ ڪهاڻيڪار هو. هن ناول ”شاعر“ سنه ۱۹۴۱ع ۾ لکي شايع ڪيو. ٻيو ڪتاب ”ڳنوارڻ“ لکيو. تنهن کان سواءِ ٻين ڪهاڻيون به لکيون اٿس. هنن ڪتابن پڙهڻ سان ڪن جون اکيون چرخ ٿي ويئون.

**(۱۳۶) هاسومل ايسرداس ماکيجاڻي**- هاسومل ايسرداس ماکيجاڻي جو جنم ۱۹۰۳ع ۾ ٿيو. هي ۱۷ سال ماستر هو. پوءِ راجنيتيءَ ۾ گهڙيو ۽ جيل ياترا به ڪرڻي پيس. جيل اندر هيٺين ڪتابن جو ترجمو ڪيائين پر ڇپائي ڪونه سگهيو. ۱. سري رام ڪرشن پرمهنس جو جيون چرتر ۲. ايڊٽ ٿامسن جو ”بڌ ڀڳوان“. پوءِ هندو جاتي ۽ هندو آفتاب اخبارن جو سمپادڪ بڻيو يعني اخبار نويس ٿيو.

**(۱۳۷) پريداس برهمچاري**- پريداس برهمچاريءَ جو جنم ساهتي پرڳڻي ضلع نواب شاهه ۾ تاريخ ۲۱ فبروري سنه ۱۹۰۴ع ۾ ٿيو. هن ڪانگريس ۾ ڀرو ورتو ۽ سُٺو ليکڪ ٿيو. ڪڏهن ڪڏهن ڪويتائون به لکندو هو. هن جيڪي ڪتاب لکيا، تن جا نالا معلوم ڪونه ٿي سگهيا آهن. روشن راهه ۱۹۴۴ع ۾ لکيائين. هندستان ۾ اچڻ بعد اجمير ۾ رهيو ۽ ماهوار رسالو ”آتم درشن“ چالو ڪيو، جنهن جو ڪيترائي سال ايڊيٽر ٿي رهيو. هنڪي پائو پريداس برهمچاري ڪري ڪوٺيندا هئا. هي تاريخ ۲۰ ڊسمبر سنه ۱۹۷۷ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

**(۱۳۸) شيوڪ ڀوڄراج**- شيوڪ ڀوڄراج لاڙڪاڻي ۾ تاريخ ۱ آڪٽوبر سنه ۱۹۰۶ع ۾ ڄائو هو. هي اِسڪول ماستر هو ۽ اخبار نويس به هو ۽ برک سماج شيوڪ به هو. هن سنه ۱۹۲۵ع ۾ ”بالڪن



جي ٻاري“ ٺاهي، جا سڄي سنڌ ۾ هئي، پر هند ۾ به پکڙجي ويئي. هن ڪي ڪتاب به لکي ڇپايا جهڙوڪ ”آشيرواد“ ۱۹۳۳ع ۾، ”دادا شيام“ ۱۹۳۴ع ۾ وغيره. هي سنه ۱۹۸۷ع ۾ پرماتما جو پيارو ٿي ويو.

**(۱۳۹) دين محمد وفائي**- دين محمد وفائي تواريخي آکاڻيون ۽ شاهه تي تنقيدون لکيون. هي سنه ۱۹۵۰ع ۾ رحلت ڪري ويو.

**(۱۴۰) ٽيڪچند نولراءِ تاراچنداڻي**- ٽيڪچند نولراءِ تاراچنداڻي سنه ۱۹۶۶ع ۾ ”سنڌ جا اڳوڻا هندو“ ڪتاب لکيو.

**(۱۴۱) تيرٿ سَباڻي**- تيرٿ سَباڻي سنه ۱۹۰۶ع ۾ ڄائو هو. هي سٺو ليکڪ هو. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن، پر نالن جي سُڌ ڪانهي. هي ۱۹۹۰ع ۾ سنسار مان هليو ويو.

**(۱۴۲) ٺهلرام آسودومل**- ٺهلرام آسودومل حيدرآباد جو رهندڙ هو ۽ وڪيل هو. هن ڪيترائي ڌرمي ڪتاب لکي ڇپايا. مثلاً- گيتا، رامائڻ، سنڌ جا سنت، سنه ۱۹۲۷ع ۾، سنڌي جيون جهانڪيون ۱۹۳۸ع ۾، سنڌ جا مٺيا وغيره وغيره. هندو قاعدو ۱۹۲۳ع ۾ لکيو. ۱۰ اُپنشد ۱۹۳۲ع ۾.

**(۱۴۳) پروفيسر چيتن ماڙيوالا (سي. ايل. ماڙيوالا)**- پروفيسر چيتن ماڙيوالا سنه ۱۹۴۶ع ۾ تواريخي مضمون لکيا وغيره.

**(۱۴۴) چيتانند ناگراڻي**- چيتانند ناگراڻي گامتو ناٽڪ لکيو.

**(۱۴۵) قاضي عبدالرزاق عبدالسالم ميمڻ**- عبدالرزاق عبدالسالم ميمڻ هڪ ايراني ڪتاب مان ٽڪرن جي چونڊ ڪري هڪ ڪتاب ”داناهه جو حق (سبق)“ نالي لکيو. ٻيو ”جهان آرا“ ڪتاب ۱۹۳۱ع ۾ لکيو.

**(۱۴۶) تيرٿ وسنت**- تيرٿ وسنت سنه ۱۹۰۹ع ۾ ڄائو هو. هي ليکڪ سٺو آهي. ادب جو روشن ڏيئو آهي. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن. ”ڪنور“ ڪتاب تي سرڪار کان اِنعام مليو اٿس. ٻيا ڪتاب آهن: ڇڻگون ۱۹۴۰ع ۾، جواهر جيوتي، چترا ناٽڪ، وسنت ورکا، ۽ ائنٽوني ائنڊ ڪليو پيٽرا جو ترجمو ڪري ناٽڪ لکيو. ساهتيه سار ۱۹۶۱ع ۾، ساهتيه سرج ۱۹۷۸ع ۾ لکيا. ميران ۱۹۸۰ع، ماڌو ۱۹۸۱ع ۽ جيون جيوت.

**(۱۴۷) کانچند ايس. درياڻي**- کانچند ايس. درياڻيءَ ۲۰ کان مٿي ناٽڪ لکيا آهن. ڪن جا نالا ڄاڻائجن ٿا. غلط فهمي ۱۹۲۱ع ۾، گلاب جو گل ۱۹۲۱ع ۾، موتئي جي مُکڙي ۱۹۲۳ع ۾، ديش تان صدقي، عجيب اِنصاف يا مت هيڻ ناري ۱۹۲۹ع ۾، مايا جو انڌ ۱۹۳۰ع ۾، ٻک جو شڪار ۱۹۳۲ع ۾، زميندارِي ظلم ۱۹۳۴ع ۾، جيئري ئي جيئري، امانت ۾ خيانت، لوڪ ناٽڪ جو پايو سنڌي ادب ۾. هي ۱۸۹۸ع ۾ ڄائو ۽ ۱۹۵۵ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

**(۱۴۸) احمد چاڳلا**- احمد چاڳلا ”گهوسٽ“ جو ”ڀوت“ جي سِري سان ۽ ”دي پيپل“ جو ”ديش دشمن“ سان الٿو ڪيو. ”خوني“ ناٽڪ ۱۹۳۱ع ۾ پيش ڪيو.

**(١٤٩) آغا غلام نبي صوفي** - آغا غلام نبي صوفيءَ سچل تي هڪ طويل ڪتاب قرب قلم ١٩٣٣ع ۾ لکيو. هي شڪارپور ۾ ١٨٨٩ع ۾ ڄائو ۽ ١٩٣٨ع ۾ چالاڻو ڪيائين.

**(١٥٠) روچيرام سڌاڻي** - روچيرام سڌاڻيءَ اِنسان ۽ اِنسانيت تي ١٩٢٣ع ۾ ڪتاب لکيو ۽ عمر مارئي ۽ آزاد خيال زالون ١٩٣٧ع ۾ لکيو.

**(١٥١) محمد عثمان ڏيپلائي** - محمد عثمان ڏيپلائيءَ شاه جو رسالو لکيو.

**(١٥٢) محمد اسلم علوي** - محمد اسلم علوي طبابت تي ڪتاب لکيا آهن. ”گلشن حڪمت“ جو پهريون ڀاڱو لکي سنہ ١٩٢٠ع ۾ ڇپايو، ٻيو ڀاڱو ١٩٢٥ع ۾ ڇپايو.

**(١٥٣) مِرزان علي قلي بيگ مِرزان فريدون بيگ** - مِرزان علي قلي بيگ مِرزان فريدون بيگ حيدرآباد جو رهاڪو هو. مِرزان قليچ بيگ جو ڀاءُ هو، جنهن جو ذڪر مٿي جريان نمبر ٢٥ تي ڪيل آهي. هي بہ مشهور ليکڪ هو. هن اي مئنيوئل آف انگلو ورنيڪيولر گرامر ١٨٨٣ع ۾ ۽ سچل جو رسالو سنڌيءَ ۾ بہ ڀاڱا سنہ ١٩٠٢ع ۾ لکي شايع ڪيا.

**(١٥٤) ٺاڪرداس آسودومل ورما** - ٺاڪرداس آسودومل ورما حيدرآباد جو رهواسي هو. هي وڏو جوتشي هو. هن جوتش تي ٽي چار ڪتاب لکي ڇپايا. هن ١٩٣١ع ۾ ”جوتش سِکيا“ نالي ڪتاب جا چار ڀاڱا گڏ لکي ڇپايا، يوگ اڀياس لکيو. اخبار نويس بہ هو.

**(١٥٥) ڀائي گنگارام تلوڪچند** - ڀائي گنگارام تلوڪچند يوگ وسشٽ ڀاڱو پهريون اٺلرام سان گڏ لکي، سنہ ١٩٢٣ع ۾ ڇپائي شايع ڪيو.

**(١٥٦) عبدالغفور هالائي** - عبدالغفور هالائي هالن جو وينل هو. هن ”ديوان گل“ ١٩٢٣ع ۾ لکيو.

**(١٥٧) فتحچند منگترام واسواڻي** - فتحچند منگترام واسواڻي حيدرآباد جو رهاڪو هو. سرڪاري نوڪريءَ ۾ روينيو کاتي ۾ هو. هي ليکڪ بہ هو. نوڪريءَ ڪري پنهنجا لکيل ڪتاب پنهنجي ڀاءُ ميلهارام جي نالي سان شايع ڪرائيندو هو. جهڙوڪ ”راڻو پرتاپ“ سنہ ١٩٢٧ع ۾، چرچن جي چهر ١٩٣٣ع ۾. هن شاه جي شعر جو انتخاب ڇپارايو، ٻيو شاه جو چونڊ ڪلام ١٩٦٢ع ۾ ڇپايو. سندر ساهتيہ جي سهاري هيٺ ڪافي ڪجهہ لکيو اٿس. خاص ڪري وديارٿين لاءِ لکڻ جو ڏانءُ هئس. سندس طرز بيان وڻندڙ ۽ دلچسپ هئي. سندس ٻولي سليس ۽ سلوڻي هئي.

**(١٥٨) ٻولچند وسومل راجپال** - ٻولچند وسومل راجپال سنڌو رسالي جي اشاعت سنہ ١٩٣٢ع ۾، ”ديوان بيدل“ ١٩٥٠ع ۾ لکيا. هي مسولني اخبار جو سمپادڪ بہ هو.

**(١٥٩) ويرومل هيمون مل ملاڻي** - ويرومل هيمون مل ملاڻي ڇاپرو قوم جي ٽاٽائي نيات جو هو. هن ٻال سِکيا، سلچڻائيءَ جو ڦل، سهہ-ڌرمڻي کي اُپديش، پرشنوتري، برهم ڌرم لکيا. هن آتم رامائڻ سنہ ١٩٢٥ع ۾ لکي شايع ڪيو.

**(١٦٠) واڌومل مولچند** - واڌومل مولچند ساميءَ جي سلوڪن جو انتخاب سنہ ١٩٢٨ع ۾ لکي ڇپارايو.



**(١٦١) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي** - حڪيم فتح محمد سيوهاڻي طبيب تہ هو ئي پر اُن سان گڏ ليکڪ بہ سٺو هو. هن فيضي ۽ ابوالفضل جيڪي ٻئي ڀائر سيوهڻ جا هئا ۽ اڪبر مغل بادشاه جي دربار جا وزير هئا، اُنهن جي سوانح عمري ١٩٣٦ع ۾ لکي، پيغمبر صاحب جي سوانح عمري لکي. هن آڪاڻين ۽ اوچي تنقيد تي ڪتاب لکيا. ”ميرن جي صاحبي“ ڪتاب بہ لکيو. حيات حق نبي ١٩١٤ع ۾ لکيو.

**(١٦٢) ليلارام ڦيرواڻي** - ليلارام ڦيرواڻيءَ هڪڙو ڪتاب ناٽڪ تي نالي ”هڪڙي رات“ ١٩٣٦ع ۾ ليلان چنيسر جي آڌار تي جوڙيو ۽ شايع ڪرايو.

**(١٦٣) مهراج منوهرداس وشنوُ شرما** - مهراج منوهرداس وشنو شرما پارت ورش جي تيرٿ جو سونهون سنہ ١٩٣٧ع ۾ لکي ڇپائي پڌرو ڪيو.

**(١٦٤) لالسنگهہ هزاري سنگهہ اجواڻي** - لالسنگهہ هزاري سنگهہ اجواڻيءَ جو جنم ١٨٩٩ع ۾ ٿيو. هي پرنسيپال هو. سنڌي ادب جو مشهور نقاد ۽ ليکڪ هو. مهاڳ لکڻ تہ ڪو ڪانئس سِکي. سندس تنقيد ڪرڻ جو ڍنگ صحت بخش ۽ صاف هو. لِپي ڇپيءَ مان ڪونہ ڄاڻندو هو. مرڪزي ساهتيہ اڪيڊميءَ جي سهاري هيٺ ڀارت پرسڌ ٻن ڪتابن جو ترجمو بہ سنڌيءَ ۾ ڪيو اٿس. سندس ٻوليءَ ۾ رواني ۽ وشيہ ۾ گنڀيرتا هئي. هي ڊي-جي-سنڌ ڪاليج جي ”مسولني“ مئگزن جي ٤٠ سالن جي بهترين ليکن جو مجموعو ”ويچار“ جي عنوان سان ڪٺا ڪري لکيو، جو ١٩٤٠ع ۾ ڇپيو. ٻيو هِسٽري آف سنڌي لٽريچر "Histary of Sindhi Litrature" انگريزيءَ ۾ پهريون دفعو ١٩٦٠ع ۾، ٻيو دفعو ١٩٧٧ع ۾ لکي ڇپايو. جنهن کي هيرو شيوڪاڻي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ”سنڌي ادب جي تاريخ“ نالي سان ١٩٩١ع ۾ ڇپائي. هي سنہ ١٩٧٥ع ۾ هي سنسار تياڳي پرلوڪ پڌاريو.

**(١٦٥) نارائڻداس ميوارام پنياڻي** - نارائڻداس ميوارام پنياڻي سنڌ مان لڏي اچي اجمير رهيو. هي پروفيسر هو، تمام سٺو ليکڪ بہ هو. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن. جهڙوڪ ”مالهڻ“ سنہ ١٩٤٢ع ۾، ”وڏوا“ ناول، ”پاپ ۽ پاڪيزگي“، ”شاه جون سورميون“ ١٩٤٤ع ۾ ”تواريخ دربار صاحب هالاڻي سنہ ١٧٨٧ع کان ١٩٨٠ع تائين.“ ١٩٨٠ع ۾ لکي ڇپايا. ٻيا ڪتاب بہ لکيائين. ”غنچ“ رام پنجواڻيءَ سان گڏ لکيو. هي ناول نويس تمام سٺو آهي، سندس طرز ۽ عبارت سلوڻي آهي.

**(١٦٦) رگهومل موٽواڻي** - رگهومل موٽواڻيءَ ”گلابي گل“ ڪتاب لکيو، جو روحانيت تي هڪ بادليل مقالو آهي.

**(١٦٧) الهہ بچايو** - الهہ بچائي ”سير ڪوهستان“ نالي هڪ ڪتاب لکيو ۽ ١٩٤٢ع ۾ ڇپائي شايع ڪيو. ٻيا بہ ڪجهہ ڪتاب لکيا اٿس.

**(١٦٨) پريداس عرف هرنامسنگهہ پيرومل آڏواڻي** - پريداس عرف هرنامسنگهہ پيرومل آڏواڻي سٺو ليکڪ آهي. هنجو نثر بي نقص، صاف سٿرو، سليس ۽ روانيءَ پريو آهي. هن ”پلگرمس پراگريس“ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ١٩٤٣ع ۾ ڪيو ۽ ”سالڪ جو سفر“ جي عنوان سان ظاهر ڪيو. ٻيا بہ ڪتاب لکيا اٿس. اندر جا اُڌما ١٩٣٢ع ۾ لکيو.

(١٦٩) پروفيسر ناگراڻي - پروفيسر ناگراڻيءَ سوامي جي سلوڪن جي کوج ڪري ڪنا ڪري ڪتاب لکي تيار ڪيو. اُهو ڪتاب ڇهن ڀاڱن ۾ آهي، جنهن ۾ ٤٠٠٠ چار هزار شلوڪ آهن. ڀاڱو ا سنه ١٩٥٥ع ۾ ڇپيو.

(١٧٠) پروفيسر لوڪومل ڪيسواڻي - پروفيسر لوڪومل ڪيسواڻيءَ سنه ١٩٤٦ع ۾ ڪسوٽي نالي ڪتاب لکي تيار ڪيو.

(١٧١) گلي سدارنگاڻي - گلي سدارنگاڻيءَ ''اتحاد'' ناول سنه ١٩٤١ع ۾ لکيو ۽ رويندر ناٿ ٽئگور جو ڪتاب ''گورا'' جو ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ لکيو. هيءَ پهرين عورت ليکڪ آهي، جنهن سنڌيءَ ۾ ناول لکيو. هيءَ سنه ١٩٠٦ع ۾ ڄائي ۽ ١٩٩٤ع ۾ پرلوڪ پڌاري.

(١٧٢) گوبند پنجابي - گوبند پنجابي سنه ١٩٤١ع ۾ ''سرد آهون'' ڪتاب لکيو جو ڪهاڻين جو مجموعو آهي.

(١٧٣) گوبند مالهي - گوبند مالهي ليکڪ ۽ ڪلاڪار هو. ڪيترائي ڪتاب لکيا اٿس. هن ''ريگستاني ڦول'' ١٩٤٤ع ۾ ۽ ''هاري حقدار'' ١٩٤٥ع ۾ لکيو. پيار جي پياس، زندگيءَ جي راهه، پکيڙا ولر کان وڇڙيا، شرم ٻوٽي، من جو ميت، جيون ساٿي، ديسي سيڻ ڪجن، للڪار، چڻنچل سنگا هون، سمگلر ۽ پيار جي شڪتي ناول لکيا. هي فبروري ٢٠٠١ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

(١٧٤) موتي راموائي - موتي راموائيءَ جو جنم ١٩١٠ع ۾ ٿيو. هي سنو ليکڪ آهي.

(١٧٥) فتحچند مينگهراج آڏواڻي - فتحچند مينگهراج آڏواڻي حيدرآباد جو رهاڪو هو. هن ٢٥ کان ٣٠ سالن تائين لڳاتار ڪوشش ڪري ''گرواڻي'' گرو گرنٿ صاحب جو ٢٥ پنجويهن ڀاڱن ۾ اُلٿو ڪيو، جي پنجابيءَ ۾ ٣٢ جلد هئا.

(١٧٦) مهراج ڪشنچند ٽوپڻداس جيٽلي - مهراج ڪشنچند ٽوپڻداس جيٽلي سنه ١٩١٠ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو هو. هي عمدو ليکڪ هو. ڪي ڪتاب لکيا اٿس ۽ سنا ڌرمي ۽ اِتهاسڪ ليک لکي اخبارن کي موڪليندو هو. هنن جا ١٥-١٦ ڪتاب شايع ٿيل آهن. هي سنڌ مان لڏڻ بعد پوني ۾ رهندا هئا. هي حياتيءَ جو سفر پورو ڪري تاريخ ١٨ جنوري ١٩٩٥ع ۾ وڃي وئڪنٺ واسي ٿيا.

(١٧٧) ڪلياڻ بولچند آڏواڻي - ڪلياڻ بولچند آڏواڻيءَ جو جنم ١٩١١ع ۾ ٿيو. هي سنو ليکڪ هو. هن جي ٻولي سپڪ ۽ لکڻ جو ڍنگ موهيندڙ آهي. تنقيدي ادب لکڻ ۾ قابل هو. هن شاهه جو رسالو لکي ڇپايو آهي، جنهن جي معنيٰ به ڏني اٿس. سچل بابت هڪ ڪتاب لکيو اٿس، جنهن ۾ سندس حياتي ۽ ڪلام ڄاڻايا اٿس. ساميءَ تي به هڪ ڪتاب لکي شايع ڪيو اٿس. هن ''شڪونتلا'' جو ترجمو ١٩٤٣ع ۾ سنڌيءَ ۾ ڪيو. ٻيا به ڪتاب لکيا اٿس. هي سنه ١٩٩٤ع ۾ سرڳواسي ٿيو.

(١٧٨) رام پرتابراءِ پنجواڻي - رام پرتابراءِ پنجواڻيءَ جو جنم ١٩١١ع ۾ ٿيو. هي سنو ليکڪ ۽ گائڪ هو. هي پروفيسر هو. هي ناول نويس ۽ ناٽڪ ڪار ۽ ڪهاڻي ليکڪ به هو. هن ڪئين ڪتاب لکي ڇپايا آهن. جهڙوڪ ''شاهه جون ست آکاڻيون'' ناٽڪي ويس ۾ لکيون آهن. ''غنچه''



ڪتاب هن ۽ نارائڻداس ڀنڀاڻيءَ سان گڏ لکيو. قيدي ١٩٤٣ع ۾، شرميلا ١٩٤٤ع ۾، لطيفه ١٩٤٥ع، مومل راڻو، سنڌ جا ست ناٽڪ، شاهه ۽ سامي ١٩٥١ع ۾، ست ڪهاڻيون سنڌيءَ ۾ ١٩٥٢ع، پدما جو ترجمو، شل ڏيئر نه ڄمن، سِک جي سوغات ١٩٥٩ع، زندگي ۽ موت ناول ١٩٥٩ع ۾، سنڌي شعر جو انتخاب ١٩٧١ع ۾، آهي نه آهي، انوکا آزمودا، وچتر واقعا، گڏجاڻيون، رام پنجواڻي ناول ماليا، سنڌ جي سوڪڙي ١٩٥٣ع ۾، انوکا آزمودا ڪتاب لاءِ سرڪار وٽان هنکي ٥٠٠٠ (پنج هزار) روپيه اِنعام مليا. شاهه جون سورميون وغيره وغيره، تنهنجا منهنجا تجربا، ياد ڪندا. ڊلو وڄائي راڳ ڳائيندو هو. سنه ١٩٨٧ع ۾ پرماتما جو پيارو ٿي ويو.

(١٧٩) محمد ابراهيم انصاري - محمد ابراهيم انصاري تاريخ سنڌ لکي آهي.

(١٨٠) سترامداس جڙياسنگهاڻي - سترامداس جڙياسنگهاڻي سنه ١٩١٤ع ۾ ڄائو هو، هي به هڪ ليکڪ هو.

(١٨١) شامداس دولاڻي - شامداس دولاڻي ليکڪ هو. هن پدماوتي ناول ١٩٤٢ع ۾ لکيو.

(١٨٢) شيوارام لالا - شيوارام ليکڪ هو. هنجي نثر لکڻ جو نمونو ڏاڍو مزيدار آهي. هن ٽالسٽاءِ جون آکاڻيون ٽن ڀاڱن ۾ لکي شايع ڪيون آهن.

(١٨٣) ايس. اين. ڦيرواڻي - ايس. اين. ڦيرواڻيءَ، راج رشي ڏيارام گدومل جي جيوني ١٩٣٨ع ۾ لکي.

(١٨٤) ساڌو ڪرشنداس - ساڌو ڪرشنداس پورو سنت هو. هي سوامي ليلاشاهه مهاراج جن جو شش هو. هي ليکڪ ۽ شاعر به هو. هن سنت ڪيولرام سان گڏ، جو سوامي ليلاشاهه جو گرڀائي هو، ''شري انڀو گيان ساگر'' لکي ١٩٣٩ع ۾ ڇپارايو. تنهن کان سواءِ سندس ڪيترا ڀڄن ۽ شلوڪ نهيل آهن، جن کي گڏ ڪري، ''ڪرشن ڪوت'' جي نالي سان ڇپارايو. آخر هن مترا ۾ جمنا نديءَ ۾ جيئري جل سماڌي ورني ان ۾ لنولين ٿي ويو.

(١٨٥) محمد اِسماعيل عرساڻي - محمد اِسمائيل عرساڻي ''بدنصيب ٿري'' جو ناٽڪ ١٩٤١ع ۾ لکيو.

(١٨٦) انندرام ٽي. شهاڻي - انندرام ٽي. شهاڻي ''دي سنڌي ت اِنگلش ڊڪشنري'' سنه ١٩٤٢ع ۾ لکي تيار ڪري ڇپارائي ۽ سنڌي اِنسٽرڪٽر ١٩٠٥ع ۾ ڇپايو.

(١٧٨) چتارام جيناننډ ڏوڏاڻي - چتارام جيناننډ ڏوڏاڻي راجا پرٿريءَ جو لکيل ''ويراڳ شتڪ'' جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري سنه ١٩٤٤ع ۾ ڇپارايو.

(١٨٨) شيخ محمد اِبراهيم - شيخ محمد اِبراهيم مشهور شاعر شمس الدين ''بلبل'' تي تنقيدي ڪتاب لکيو.

(١٨٩) جهامنداس ڀاٽيا - جهامنداس ڀاٽيا قطب شاهه تي تنقيدي مطالعو لکيو.

(١٩٠) آنندرام راجاڻي - آنندرام راجاڻي بيدل شاهه شاعر جا ڪلام گڏ ڪري لکي انهن جو ڪتاب ڇپارايو.

(۱۹۱) علي نواز جتوئي- علي نواز جتوئي علم النسا سنڌي زبان ۾ لکي شايع ڪرايو.

(۱۹۲) چيناننڊ پاونداس لالواڻي- چيناننڊ پاونداس لالواڻي نيتاجي سڀاش چندر بوس تي ٻه ڪتاب لکي ڇپايا. هڪ ''نيتاجي دهليءَ ۾'' ٻيو ''نيتاجي برلن کان امفال'' ۽ ''آرام محل'' ناول سنه ۱۹۴۷ع ۾ لکي ڇپايو.

(۱۹۳) گوبند پاٽيا- گوبند پاٽيا ۱۹۱۸ع ۾ ڄائو هو. هن ''ورق'' نالي ڪتاب ۱۹۴۰ع ۾ لکيو.

(۱۹۴) گنگارام سمرات- گنگارام سمرات سنه ۱۹۱۸ع سن ضلع دادو ۾ ڄائو هو. هاڻي احمدآباد ۾ رهي ٿو. هي سنڌي، هندي، سنسڪرت ۽ انگريزيءَ جو سُٺو ودوان آهي. هي قابل ليکڪ ۽ اخبار نويس آهي. هي خاص ڪري اِتهاس تي کوج ڪري ڪتاب لکندڙ آهي. هي اِتهاسڪار ۽ پترڪار آهي. هن سنڌو سوُروير ۽ هندستان، آريه ورت، ڀارت ورش، آدي ديش، گيان سنڌو ۽ ٻيا ٻه ڪتاب لکي ڇپايا آهن.

(۱۹۵) دادا جشن واسواڻي- دادا جشن ولد پهلاجراءِ واسواڻيءَ جو جنم ۱۹۱۸ع ۾ ٿيو. هي مشهور ودوان ۽ سنت ساڌو واسواڻيءَ جو ڀائيٽيو ۽ گادي نشين آهي. هي اوچ وديا حاصل ڪيل آهي. هي سنڌيءَ ۾ قابل ۽ انگريزيءَ ۾ گوهر آهي. سنڌس زبان ۾ شيري آهي. جيڪو هن جو هڪ دفعو اُپديش يا وياکياڻ ٻڌندو، سو ٻئي دفعي ڀاڄيهي ڇڪجي ايندو. هي ليکڪ، شاعر ۽ اُپديشڪ ۽ پرچارڪ آهي. قد جو پوُرو پُنو، شڪل جو سُهڻو، ٻالهائڻ جو منوءِ چهرو مشڪندڙ آهي. هنجو تخلص ''انجلي'' آهي. هي ساڌو واسواڻيءَ سان گڏ پاڪستان ٺهڻ بعد حيدرآباد مان لڏي اچي پوُني رهيا ۽ اُتي ئي پنهنجو آستانو ڪيائون. ساڌو واسواڻيءَ جي نالي ڪيترا وديا، ساهتيه ۽ ڌرم جا آستان آهن، جي سڀ دادا جشن ئي هلائي رهيو آهي. هي پورو سنت آهي. هن سنڌيءَ ۽ انگريزيءَ ۾ ڪئين ڪتاب لکي ڇپارايا آهن. سيني جي نالن جي سُڌ ڪانهي. ڪن جا نالا لکجن ٿا: ۱. قتيل دل جا قول. ۲. The simple way. ۳. Life after Death. ساڌو واسواڻيءَ جو لکيل نوُري گرنٿ به دادا جشن ئي ڇپايو آهي. هي اٽڪل سال ۾ ۸-۹ مهنا هندستان کان ٻاهر ولائتن ۾ رهي، دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ ساڌو واسواڻيءَ جي اُصولن ۽ آدرشن تي ۽ ڌرم تي پرچار ڪندو ئي رهندو آهي.

(۱۹۶) پروفيسر گهنشامداس جيناننڊ- پروفيسر گهنشامداس جيناننڊ حيدرآباد جو رهندڙ هو. هي ڪاليج ۾ پروفيسر هو، جتان استعفا ڏيئي ڪانگريس ۾ گهڙيو ۽ ڪانگريس جو ليڊر رهيو. ڪانگريس ۾ ڀهرو وٺندي جيل ياترا به ڪيائين. هن هڪ ڪتاب ''ڪرم يوگ'' ۱۹۲۵ع ۾ لکيو. هي اخبار نويس به هو. هي هندو، هندو جاتي، هندواسي روزانين اخبارن جو به ڪجهه وقت ايڊيٽر ٿي رهيو. هن جا ٻه ساٿي شري جئرامداس دولترام ۽ ڊاڪٽر چوئٿرام هئا. هي ٽيئي سنڌ جا ڪانگريسي وڏا ليڊر هئا. هيءَ سنڌ جي تمورتي سڏبي هئي.

(۱۹۷) اِندر پوچواڻي- اِندر پوچواڻي سنه ۱۹۱۸ع ۾ ڄائو هو. هي چڱو ليکڪ هو. ''ٻجليون ٽيون برسن'' وغيره ڪتاب لکيا. هي ۱۹۹۲ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.



(۱۹۸) سگن آهوجا- سگن آهوجا ۱۹۱۹ع يا ۱۹۲۱ع ۾ ڄائو. هو ليکڪ هو. ۱۹۷۹ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

(۱۹۹) هوندراج پاروارام شرما- هوندراج پاروارام شرما به ليکڪ هو، هن کي ڪتاب لکيا آهن. هن ''سنڌو نديءَ ۽ سنڌ جو پراچين اِتهاس'' چيٽ ۱۸۸۸ وڪرمي ۾ لکيو. اخبارن ۾ ليک به لکي موڪليندو هو.

(۲۰۰) چندولعل ڪشنچند جئسنگهاڻي- چندولعل ڪشنچند جئسنگهاڻي سنه ۱۹۲۰ع ۾ ڄائو هو. هي ليکڪ هو. گهڻو ڪري هي ناول نويس هو، هي وڪيل هو. هن ڪتاب لکيا آهن. ٻگو ٻئريسٽر، ڊاڪٽر ديال جو خون، ٻاه ۽ برسات، ٻندي اِستري، ايرڪا، اپراڌي، ڀهاڙي چوٽيون، آه غريبان قهر خدائي ۽ ''پريم جي شادي'' ناول لکيا. هي ليک گهٽيئي لکندو هو، جو اخبارن کي موڪليندو هو، جي ڇپبا هئا. هي قانوني ڪهاڻين جا ليک به لکي اخبارن کي موڪليندو هو. هي سنه ۱۹۹۳ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

(۲۰۱) پروفيسر پوپٽي هيراننداڻي- پوپٽي رامچند هيراننداڻي جو جنم حيدرآباد سنڌ ۾ تاريخ ۱۷ سپٽمبر ۱۹۲۲ع ۾ ٿيو. هن بي-اي ۽ سنسڪرت جا امتحان پاس ڪيا آهن. هيءَ پهريائين ماسترياڻي هئي، پوءِ ڪاليجن ۾ پروفيسر هئي، آخر رٽاير ڪيائين. هيءَ ودوان ۽ تمام عمدي ليکڪا آهي. ڪيترن ئي سنستائن سان جڙيل آهي. ساهتيه ڏانهن تمام گهڻو لاڙو اٿس. ڪيترائي اِنعام ۽ لقب مليل اٿس. هنجي ليکڻ ۾ سهڻي عبارت، سليس ٻولي، اصطلاحن ۽ مثالن سان ڀريل، روانگي ۽ دلڪشي آهي. هن جو ليک يا لکيل ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيو ويو ته پوري ڪرڻ ڪانسواءِ رهي ڪونه سگهبو. هنجا لکيل ڪتاب هنديءَ، گجراتي، راجستاني، پنجابي، مرهٽي، تامل، تيلگو، اُڙيا ۽ انگريزيءَ ۾ ترجمو ٿيا آهن. هنجا ليک ڪئين اخبارن ۾ ڇپبا رهيا آهن.

هن جا هينيان ڪتاب لکيل ۽ ڇپايل آهن:

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|
| ۱- | مجنو (ناول) | ۱۹۵۰ع |
| ۲- | رنگين زماني جون غمگين ڪهاڻيون | ۱۹۵۳ع |
| ۳- | پڪار (ڪهاڻيون) | ۱۹۵۳ع |
| ۴- | حسرتن جي تربت | ۱۹۶۱ع |
| ۵- | هڪ پشپ پندرهون پنکڙيون | ۱۹۶۲ع |
| ۶- | ڀاشا شاستر (فلاسافي) | ۱۹۶۲ع |
| ۷- | ڀارت جي اِستري | ۱۹۶۳ع |
| ۸- | وويڪانند جيوني (ترجمو) | ۱۹۶۳ع |
| ۹- | مان ڇا آهيان | ۱۹۶۵ع |
| ۱۰- | جيءَ ۾ جهوري تن ۾ تات | ۱۹۶۶ع |
| ۱۱- | ڪبير (ترجمو) | ۱۹۶۶ع |
| ۱۲- | سنڌي ساهتيه جي جهلڪ | ۱۹۶۷ع |
| ۱۳- | ڪلي گلاب جي ساگر شراب جو | ۱۹۶۷ع |
| ۱۴- | چرن چنڪن چت ۾ | ۱۹۷۰ع |
| ۱۵- | زنده سا قوم رهندي | ۱۹۷۵ع |
| ۱۶- | روح سنڌي رونج | ۱۹۷۵ع |
| ۱۷- | مون توکي پيار ڪيو | ۱۹۷۵ع |
| ۱۸- | خزان جو ڏڙ پورو ٿيو | ۱۹۷۶ع |

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|
| ۱۹- | ٻولي منهنجي ماءُ | ۱۹۷۶ع |
| ۲۰- | ڏهن ڏينهن ۾ سنڌي سِکو | ۱۹۷۷ع |
| ۲۱- | سيلاب زندگي | ۱۹۸۰ع |
| ۲۲- | عزيز- شخص ۽ عالم | ۱۹۸۰ع |
| ۲۳- | سنڌي مسلمان ڪوين جي هندي ڪويتا | ۱۹۸۰ع |
| ۲۴- | سنڌي هستيون | ۱۹۸۰ع |
| ۲۵- | Sindhies the Scattered treasure | ۱۹۸۰ع |
| ۲۶- | شريمد ڀڳود (ترجمو) | ۱۹۸۰ع |
| ۲۷- | سنڌي ٻولي | ۱۹۸۱ع |
| ۲۸- | شهناز | ۱۹۸۳ع |
| ۲۹- | شاهه سنڌي تهذيب جو روح | ۱۹۸۳ع |
| ۳۰- | زندگي نہ ڪويتا نہ ڪهاڻي | ۱۹۸۴ع |
| ۳۱- | تنقيدي مضمون | ۱۹۸۴ع |
| ۳۲- | پدمڻي | ۱۹۸۴ع |
| ۳۳- | History of Sindhi Literature | ۱۹۸۴ع |
| ۳۴- | سنڌي ڪلهہ ۽ اڄ | ۱۹۸۵ع |
| ۳۵- | ڦٽ توهين ڀٽ اسين | ۱۹۸۶ع |
| ۳۶- | مان سنڌڻ | ۱۹۸۸ع |
| ۳۷- | سنڌي شادي | ۱۹۸۸ع |
| ۳۸- | منهنجي حياتيءَ جا سونا روپا ورق | ۱۹۹۲ع |

**(۲۰۲) ليلارام ڏيونداس رُچنداڻي** - ليلارام ڏي. رُچنداڻي جو جنم ۱۹۲۴ع ۾ ٿيو. هي برک سنڌي مضمون نگار، آلوچڪ، کوجنيڪ آهي. سندس خاص رُچي سنڌي ٻوليءَ جي ٻڻ بنياد تي تحقيقي ليک لکڻ جي رهي آهي. سندس لکيل ۽ ڇپيل ڪتاب آهن- ۱. سنڌي ٻولي ۲. سنڌي ٻوليءَ جو وڪاس ۳. سنڌو درشن ۽ سنڌوءَ جي جهلڪ وغيره. اُڏيرولعل، سنڌي گلدستو، سنڌي ساهت ۾ مذاق، سنڌي لوڪ ڪٿائون، سنڌي نظم جي تاريخ ۽ اٺڪل ٻيا ويهارو اصلوڪا، ترجمو ۽ سمپادن ڪيل. هي هندو اخبار احمدآباد ۽ سنڌي لوڪ ورٿو مئگزن سان جڙيل آهي. هي تاريخ ۹ ميءِ ۲۰۰۲ع احمدآباد ۾ اوچتو پرلوڪ پڌاريو.

**(۲۰۳) ڊاڪٽر مُرليڌر ڪشنچند جيٽلي** - ڊاڪٽر مُرليڌار ڪشنچند جيٽلي جو جنم تاريخ ۷ نومبر ۱۹۳۰ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو. هن .M.A ۽ .Ph.D ڊگريون پاس ڪيون آهن. تنهن ڪان سواءِ ايم. اي. سنسڪرت ۾ ۽ ايم. اي. لنگئسٽڪ پاس ڪيون آهن. هي وڏو ودوان آهي ۽ تمام سُنو ۽ کوجنيڪ ليک آهي. هنجو پتا بہ ودوان ۽ ليک هو، جنهن جو ذڪر مٿي جريان نمبر ۱۷۶ تي ڪيل آهي. هي سرڪاري نوڪريءَ ۾ پرمک سنڌي ڀاشا وياڳ ۽ ڊپارٽمينٽ آف ماڊرن انڊين لئنگئيجز، يونيورسٽي آف دهليءَ ۾ هو. اُتان هاڻي رٽارير ڪيو ۽ اُتي ئي رهي ٿو. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن. جهڙوڪ ۱. سنڌي ٻولي ۽ لفظن جي بناوت موضوع تي لکيل تحقيقي مقالو سال ۱۹۶۴ع ۾ ۲. سنڌي ساهت جي تواريخ ۳. لالچند امرنومل جڳتياڻي ۴. سنڌ جون اوائلي لوڪ ڪهاڻيون (سمپادن) ۵. سنڌي ساهتيہ جو اِتهاس ۶. شاهه جو رسالو هڪ اڀياس ۷. سنڌي ڀاشا وياڪرڻ وغيره وغيره. هن هڪ عاليشان ڪتاب سنڌي پهاڪا ۽ مُحاورا سنتداس پنهون مل جا لکيل سمپادن ڪري ڇپايو. ٻيا بہ ۲۰ کن ڪتاب لکي ڇپايا اٿس. تنهن ڪان سواءِ راشٽريہ ۽ انتر راشٽريہ سيمينارن ۾ تحقيقي مقالا پيش ڪيا اٿس. چار شبدڪوش لکيا اٿس. هن جا ليک اخبارن ۾ بہ ڇپيل آهن.



**(۲۰۴) پروفيسر عبدالڪريم سنديلو** - پروفيسر عبدالڪريم سنديلو سنڌ ۾ ئي رهندڙ آهي. هي تمام سنو ليک آهي. هن ڪيترا ڪتاب لکي ڇپايا آهن. پر جن جو پتو پيو آهي، تن جا نالا هيٺ ڄاڻائجن ٿا- ۱. ”سنڌي اِشتقاق“ سنڌيءَ ۾ ۲. سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ ۳. وينجهار وغيره وغيره.

**(۲۰۵) ماسٽر سهجرام ٺهلرام راگهاڻي** - ماسٽر ٺهلرام سهجرام راگهاڻي سنہ ۱۸۶۴ع ۾ ڄائو هو. هن سنڌي ٽُ سنڌي ڊڪشنري نالي ”سهج ڪوش“ لکي تيار ڪئي، جنهن ۾ ۴۵۰۰۰ لفظ آهن، پر ڇپائي ڪونہ سگهيو ۽ سنہ ۱۹۳۴ع ۾ راهه رباني وٺي رمندو رهيو.

**(۲۰۶) امرلعل هڱوراڻي** - امرلعل هڱوراڻي ۱۹۰۷ع ۾ ڄائو هو. هن هڪ ننڍي آڪاڻي ”ادو عبدالرحمان“ لکي جا UNESCO شايع ڪئي. هي ۱۹۵۶ع ۾ سرڳدام پڌاريو.

## ۲. شاعر يعني ڪوِي

**شعر ۽ شاعري** - اصليت ۾ شاعري هڪ ذوقي ۽ ايشوري ذات آهي. اُها اِنسان جي دل ۽ دماغ جو جوهر آهي، جو وديا ۽ گيان جي وسيلي وڌيڪ پرگهٽ ٿئي ٿو، ۽ اُنجي ذريعي شاعر پنهنجي قلب مان نئين ايجاد ظاهر ڪري ٿو. هو پنهنجي سوچ ۽ خيالات، ڪلپنا ۽ ويچارڌارا کي قلم سان هلائي پرٿويءَ تي رهندي بہ آڪاس طرف اُڏامندو نظر اچي ٿو. سٺي ۽ عمدي شعر لاءِ زبان جو صحيح استعمال ۽ خيال جي بلنديءَ هئڻ بيحد ضروري آهي. اهو ”سون تي سُهاڳو“ مثل آهي. شعر آهي شاعر جي دل جي اندروني تصوير، جا ڪويتا جي روپ ۾ ٻاهر نمايان ٿئي ٿي. جيتري قدر شاعر جي دل ۾ درد هوندو، اوترو ئي سندس ڪلام ۾ سوز ۽ اثر هوندو. ”شعر“ لفظ شعور جي پيدائش آهي، جنهنجو مطلب علم يا ڄاڻ. شاعريءَ جا ٻہ پهلو آهن. هڪ احساس وارو، جنهنکي شعر جو روح سڏجي، ٻيو اِظهار وارو، جنهنکي سندس جسم ٿو چئجي. چوڻي آهي تہ-

”جت نہ پهچي روِي، اُتي پهچي ڪوِي.“

شعر نيڪ نيتن، پاڪ خيالن ۽ عشق جي انگن جو ترجمان آهي.

**شاعر** - هاڻي شاعرن يعني ڪوين جو ذڪر ڪجي ٿو. گهڻي ڪوشش ڪئي ويئي آهي تہ جيڪي شاعر ٿي ويا آهن، تن جو احوال ڏجي. تنهن هوندي بہ ڪي نالا رهجي ويا هجن. شاعرن جي لکيل ۽ ڇپايل ڪتابن جا نالا جيڪي ملي سگهيا آهن، سي ڏجن ٿا-

**(۱) قاضي قاضن (قادن)** - قاضي قاضن يا قادن سيوهڻ جي بزرگن سان سمن جي حڪومت جي پڇاڙيءَ ۽ ارغون جي حڪومت جي شروعات ۾ ٿي گذريو آهي. ڪي جنم سال ۱۴۶۳ع ۾ لکن ٿا. ارغونن بادشاهه مرزا شاهه حسين جي ڏينهن ۾ ۱۵۲۱ع ۾ بکر جو وڏو قاضي يا جج هو، جو سڀ قسم جا فيصلا نبيريندو هو. پيريءَ ۾ اِستعفا ڏنائين. هن جي پيءُ جو نالو قاضي اَبوُ سعيد هو. هي تمام هوشيار، عالم، فاضل، مولوي ۽ قاضي هو ۽ سڀ ڪان پهريون شاعر هو. هن ڪئين بيت ڇپا

اٿس. پر هن جا فقط ست بيت هٿ آيا. ڪجهه سال اڳ هريانا پرانت ۾ پواني ضلع جي راٽيلا ڳوٺ مان هريداس جي مٽ مان ديوناگري دستخط ۾ شري هيري نڪر کي هٿ آيا، جي بيت سنه ١٩٧٨ع ۾ ”قاضي قادن جي ڪلام“ جي سري سان ڪتابي صورت ۾ پوڄا پبليڪيشن دهليءَ پاران ڇپائي پڌرا ڪيا. جنهن ۾ ڪل ١١٢ بيت آهن. هن جي بيتن مان هڪ نموني طور پيش ڪجي ٿو:

”جوڳي جاڳايوس سُتو هوس ننڊ ۾، تهان پوءِ ٿيوس سنڌي پريان پيچري.“

هن سنه ١٥٥١ع ۾ مديني ۾ وفات ڪئي. هنڪي سنڌي اِصطلاحن، تشبيهن ۽ محاورن جي چڱي ماهيت هئي.

(٢) شاه خير الدين - شاه خير الدين جو جنم سنه ١٥٠٥ع ۾ ٿيو. هي بغداد ۾ ڄائو هو. هي هڪ درويش هو ۽ سنڌي شعر چوندو هو. هن سنه ١٦١٧ع ۾ رحلت ڪئي. هنجي قبر سکر ۾ آهي.

(٣) پير محمد لکوي - مايه ناز شاعر يا لازوال شاعر پير محمد لکوي سڀ کان پهرين ”سنڌي“ صفت ۾ هڪ وڏو نظم جوڙيو آهي. هيءُ سنڌيءَ جو پهريون شاعر هو، جنهن ”سنڌي“ صنف ۾ هڪ طويل نظم لکيو. اصل نئي جو رهاڪوُ هو، پوءِ لڏي سکر ضلع جي لکي ڳوٺ ۾ رهيو. اِنڪري ”لکوي“ ڪوٺجڻ ۾ آيو. سندس حياتيءَ ۽ شاعريءَ جو احوال پوريءَ طرح مرتب نه ٿي سگهيو آهي. هي قاضي قادن کان عمر ۾ ننڍو هو پر سندس همعمر هو. سندس وفات جو سال ١٦٠٠ع ڌاري آهي. هنجو نظم هندي ڇند تي ٻڌل آهي. فارسي علم عروض مطابق نه آهي. هي ارغونن جي دؤر جو شاعر هو. بلڪ سنڌ پونءِ جي يا پارت اُپکنڊ جي ڇند شاستر ۾ ڪوتا يا ڪبت جي تخليق ڪئي آهي. چاڪاڻ ته اُها صنف پنهنجي سنڌ پونءِ جي پئدائش هئي. اِن ڪري اُن تي نالو ”سنڌي“ رکيو ويو. ٿڌي هوا کي قاصد بنائي اُن کي چيو آهي ته:

**اي صبا واءُ صبح جا خاطي خير هئا - تون ريبارو رحمان جو ۽ قاصد قريبا،**
**تون ميان جي محبوبن جو پيڪ سندو پريا - تون پانڌي پيارن جو اولي اُڪڙيا،**
**تون ساٿي سڪاين جو ماهر مشتاقا - آٿي عجيبن جون خبرون خوشحالا،**
**ني نياپا نينهن جا وادوڙين وٽان - ڦڪي ڦوڙاين جي توکي آهي آدا،**
**اچي اوير ڏيهه ڏهون اسهه اولاها - نه مون سڪڻ ساهه ۾ ڏکڻ جي ڏيها،**
**نه مون اور اُتر ۾ پرت نه پچارا - اُلهندي آهين مون دلبر دل گهريا.**

(٤) شاهه عبدالڪريم - شاهه عبدالڪريم بُلڙيءَ وارو سڏبو آهي. هن جو جنم شهر مٽيارين ضلع حيدرآباد ۾ ٢٠ شعبان ٩٤٤ هجري مطابق سنه ١٥٣٦ع ۾ ٿيو. هي شاه عبداللطيف (ڀٽ ڌڻي) جو تڙ ڏاڏو هو. هي صوفي سنت هو، تنهن سان گڏ هوشيار ۽ مشهور شاعر هو. هيءُ سنڌي ۽ پارسي ڄاڻندو هو. سيد صاحب مختصر ۽ سليس سنڌيءَ ۾ آکاڻيون، نقل، روحاني گفتا ۽ فقيري



هدايتون پنهنجي ڪلامن ۾ پيش ڪيون آهن. تنقيد نگارن هن کي سنڌيءَ جو ”چاسر“ يا سنڌي ادب جو ”وِهائو تارو“ چئي نوازيو آهي. سنه ١٩٣٧ع ۾ دائود پوٽي شاه عبدالڪريم جو عالماڻو ڇاپو تيار ڪيو. هن جو جيڪو ڪلام هٿ آيو آهي، سو ٢٠ مکيه مضمونن سان واسطو رکي ٿو. هرهڪ مضمون کي هڪ باب آهي. موجود دستخط کي ”سرود“ جو سِرو ڏنل آهي. هي ڏاڍو صبر وارو هو ۽ ڪڏهن به غصو ڪونه ڪيائين. هي چوي ٿو-

**”جي ليا ڪا لوڪ جا، جان جان سي نه لٿاءِ - تان تان ٿئي نه ماءِ، پسڻ پورو پرينءَ جو.“**

هي درويش لڏي بُلڙي اچي رهيو، جتي ٧ ذولقعد هجري مطابق سنه ١٦٢٢ع ۾ راه رباني وٺي رمندو رهيو. هن جو قُبو بُلڙيءَ ۾ آهي. هر سال ميلو لڳندو آهي.

(٥) ديو چندر - ديو چندر جو جنم ١١ آڪٽوبر ١٥٨١ع ۾ ٿيو. هي امر ڪوٽ (عمر ڪوٽ) ۾ ڄائو هو. هي ننڍي هوندي ئي سنياسي ٿيو ۽ سوامي نجانند نالي سان مشهور هو. هي شاه کان اڳ جو وڏو شاعر هو. سوامي نجانند ڄام ننگر ۾ سنه ١٦٥٥ع ۾ سرڳواس ٿيو. هن جو شش سوامي پراڻنات به شاعر هو.

(٦) شاه عنايت - شاه عنايت يا ميون شاه عنايت جو جنم سنه ١٦٥٦ع ۾ ميرانپور يعني جهوڪ شريف ۾ ٿيو. هي صوفي درويش ۽ وڏو شاعر هو. هي شاه عبدالملڪ جو مُريد هو ۽ شاه عبداللطيف جو همعصر هو. هنجو قتل دهليءَ جي بادشاه فرخ سير جي منظوريءَ سان ڪلهوڙن سنه تاريخ ٧ جنوري ١٧١٨ع ۾ ڪرايو. چون ٿا ته جڏهن شاهه عنايت جي سِسي ڪلهوڙن دهليءَ جي بادشاه کي موڪلي ته جهوڪ کان دهليءَ تائين بيت چوندي ويئي. انهن بيتن کي ”بي سرنامو“ چوندا آهن. بادشاه اهو ڏسي ۽ ٻڌي عجب ۾ پئجي ويو ۽ حڪم ڏنائين ته سِسي واپس ڪٽي وڃي ڌڙ سان ملايو. پوءِ اها سِسي ڌڙ سان ملائي جهوڪ شريف ۾ دفن ڪيائون. هنجي شهادت ١٧١٨ع ۾ ٿي. هنجو وڌيڪ ذڪر مٿي باب ١١ جي جريان نمبر ٦ جي فقري ١٣ تي صفحي ٢١٤ تي به آهي.

(٧) مخدوم عبدالله - مخدوم عبدالله کي موريو به ڪري سڏيندا هئا. هي ميان عبدالقادر جو مُريد هو ۽ ١٧٣٦ع ۾ ڄائو هو. هي ميان ابوالحسن جو سڳو سؤٽ هو. هن سنڌي نظم ۾ ٻه ڪتاب لکيا - ١. ڪنزالعبرت ٢. قمرالمنير. ٻنهي ڪتابن ۾ شروع کان پڇاڙيءَ تائين ”آ“ قافيو ملندو آيو آهي. قمرالمنير ٣١ ميءِ ١٨٥٤ع ۾ ڇپايل آهي. نمونو-

**”الاهي احسان سين، مالڪ سندا ملڪن - سُڻ عرض عبدالله جو، قادر سين ڪرمن،**
**حرفت حضرت رسُول جي، عزت اصحابن - ڪر ڪو تدارڪ تنهنجو، منجهان ئي مهرن.“**

(٨) مولوي ابوالحسن - مولوي ابوالحسن جو جنم سنه ١٦٦١ع ۾ نئي ۾ ٿيو. هنڪي ”سنڌي ادب جو ابو“ ڪوٺيو ويندو هو. هي نثر توڙي نظم، ٻنهي ۾ لکندو هو يعني ليڪڪ ۽ شاعر هو. ليڪڪ جو احوال ليکن ۾ جريان نمبر ١ تي ڏنل آهي. هن ”مقدم الصلوات“ يعني نماز ۽ وِضوءَ جا

نيم سنڌيءَ ۾ سنہ ١٧٠٠ع ۾ لکيا. هي پهريون ڪتاب آهي، تنهنڪري هنکي ابوالحسن سنڌي ڪري سڏيندا هئا. مٿيون ڪتاب شاعراڻي نثر ۾ لکيل آهي. هن ٩٠ ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي.

”پر پڇ پهرين قيام ڏينهن، وحدت ڏٺيان پوءِ - ٿيندي صحي صلوات جي شڪ ۾ پائنج ڪوءِ.“
”اڃاڻن جون اڀوجهون سڄڻ سنيون ڪن - ڏلا پٽ پلن جي رڙهي راه پون.“

**(٩) مخدوم عبدالرئوف ڀٽي** - مخدوم عبدالرئوف ڀٽي پراڻن هالن ۾ ١٦٨٢ع ۾ ڄائو هو. هي شاعر هو. هن شيخ سعديءَ جي ”ڪريما“ جو ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪيو. هيءُ مؤلودن ڪري مشهور آهي. محمد صديق ميمڻ هن کي سنڌي ٻوليءَ جو پهريون شاعر ڪوٺيو آهي. هن مديني ۾ سنہ ١٧٥٢ع ۾ وفات ڪئي. ساڳئي سال شاه عبداللطيف بہ گذاري ويو. هن کي اولاد ڪونہ هو. هنجي مؤلود شاعريءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو-

ٿل- منارا مير مرسل جا، ڏسان شل ڏيهہ سڀ ڏوري.
١- هلي هالا مٿيان ميسا، انڙ پور کي چڙيان اوري.
٢- مٿيارن جي محابي ڪان، گهليون مانجهو چڙيان گهوري.
٣- ڪنگوءِ ڪوٽڙي ڪوڪر، سنڌا سيريون چڙيان سوري.
٤- ننگر بندر ۽ باگا، ڪراچيءَ ڪان وڃان ڪوري.

**(١٠) مخدوم محمد اِبراهيم ڀٽي** - مخدوم محمد اِبراهيم ڀٽي مٿئين عبدالرئوف جو ننڍو ڀاءُ هو ۽ ڪانئس اٺ سال ننڍو هو. هن شاعري ڏوهيڙي چند ۾ ڪئي آهي. هن پراڻي سنڌي نظم ۾ هڪ ڪتاب نالي ”محمد اِبراهيم جي سنڌي“ لکيو آهي سنہ ١٧٦٣ع ۾. ٻيو پارسي ڪتاب ”قصص الانبيا“ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو هجري ١١٧٧ ۾ ڪري نالو رکيو ”سير بوستان.“

**(١١) صاحبڏنو فقير** - صاحبڏنو فقير سنہ ١٦٨٧ع ۾ ڄائو هو. هي درويش ۽ شاعر هو. سندس پاڪيزگي ۽ روحاني لاڙي سبب وڏي عزت هئي. هي سچل فقير جو ڏاڏو هو. هي سنہ ١٧٨٥ع ۾ رحلت ڪري ويو.

**(١٢) شاهہ عبداللطيف**- شاه عبداللطيف جو جنم سنہ ١٦٨٩ع ۾ حبيب الله شاه جي گهر ڳوٺ ڀائيپور تعلقہ هالا ۾ ٿيو. هنجو ترُ ڏاڏو شاه عبدالڪريم مٽياريءَ مان لڏي ٻلڙيءَ وڃي رهيو ۽ هنجو ڏاڏو مٽياريءَ مان لڏي ڀائيپور ويو، ڪوٽڙي مغل جنهنکي هاڻي حالا حويلي بہ ڪري سڏيندا آهن. هن کي پڙهڻ لاءِ آخوند نُور محمد ڀٽي وٽ ڇڏيو ويو. جتي هن ”الف“ کان پوءِ ”بي“ پڙهڻ کان اِنڪار ڪيو. چيائين بس ٻيو ڪجهہ ڪينهي. پوءِ مدرسي مان ڪڍيو ويو. پر تنهن هوندي بہ سنڌي، فارسي، عربي ۽ هنديءَ جو پورو ڄاڻُو هو. چيائين:

”اکر پڙه الف جو، ٻيا ورق سڀ وسار - اندر تون اُجار، پنا پڙهندين ڪيترا.“

اڳتي هلي وري چوي ٿو تہ-



”تهڙا چاليها نہ چاليهہ، جهڙو پسڻ پرينءَ جو - کهڙي ڪاتب! ڪرئين مٿي پنن پيهہ، جي ورق وارين ويهہ، تہ اکر اهوئي هيڪڙو.“

هن کي اچي ويراڳ لڳو. پوءِ حالا حويلي ڇڏي هالن ويجهو اچي هڪ واريءَ جي ڀٽ وَسائي، جتي هينئر سندس رهڻ وارو آستان ۽ قبو آهي. هاڻي هيءَ سڏجي ٿي ”ڀٽ شاهہ.“ اُتان ڀٽ وٽان اچي هندو سنياسي لنگهيا. پوءِ شاهہ هندو سنياسين جي سنگ ۾ اچي انهن سان گڏ هليو ويو. پوءِ اُنهن سان گڏ دور دراز علائقن ۽ تيرٿ آستانن تي گهمندو رهيو. اُنهن سان ٽي سال رهي گهمندي اچي واپس ڀٽ تي پهتا. پوءِ سنياسين چيس تہ هاڻي اِتي ئي رهي پئہ. پوءِ شاهہ بہ ڀٽَ تي ديرو ڄمائي ويهي رهيو. هنکي راڳ ڏاڍو پسند هو ۽ شاعر ٿي پيو ۽ شعر، بيت ۽ وايون چوندو ۽ ڳائيندو رهندو هو. هي هوشيار ۽ مشهور شاعر، سچو پچو ۽ ڪامل درويش هو. هي بيت يا وايون چوندو ويندو هو ۽ سندس مُريد اُهي لکندا رهندا هئا. هي شاعرن جو سرتاج هو. هي شاهہ عنايت جي وفات وقت ٢٠ ورهين جو هو. هن جا بہ سنگيتڪار گوَيا ”اٽل“ ۽ ”چنچل“ دوست هئا. هي دهليءَ کان آيل هئا. ٻيو شاهہ جو هڪ هندو دوست سنت ”مدن“ هو، جو سدائين ساڻس گڏ رهندو هو. شاهہ جو سمورو ڪلام پراڻي پارتي ڪاويہ، پرمپرا، راڳن ۽ راڳڻين ۾ ٻڌل آهي. هن جا سورما ۽ سورميون سڀ ڀارتي آهن. پوءِ سندس مريدن اُهي بيت ۽ ڪافيون (وايون) گڏ ڪري شاهہ جي نالي سان هڪ دستخط تيار ڪيو. شاهہ هڪ ڏينهن الاجي ڪهڙي خيال ۾ هو، جو سندس رسالو (دستخط) ڪٺي ڪوار ڍنڍ ۾ اُڇلي آيو. پوءِ سندن مُريدن يادگيريءَ مان اُهي سڀ ڪلام، ڪافيون ۽ بيت لکي ٻيو رسالي جو دستخط تيار ڪيو، جو اڃا سندس پوئلڳ مُريدن وٽ سانڍيل آهي. اُهو رسالو ڪيترن ئي عالمن ۽ ودوانن ڪن معنيٰ سان ڪن سمجهاڻين سان ۽ ڪن تشريحن سان لکي ڇپايو آهي. شاه لطيف تاريخ ١٤ صفر ١١٦٥ هجري برابر سنہ ١٧٥٢ع ۾ رحلت ڪئي. هنکي اولاد ڪونہ هو. تنهن ڪري شاه جي وفات بعد سندس ماٽي جو ڀاءُ جمال سندس گاديءَ تي ويٺو. سندس تربت مٿان غلام شاه ڪلهوڙي قبو اڏارايو. هتي هرسال ميلو لڳندو آهي، هر جمع تي سماع ٿيندو آهي.

”آڏين ۽ چاڙهين، ڏت ڏهاڙي سومرا - ستا ڪيو سيد چئي، سائون سڪائين، منجهان للب لطيف چئي، چانور ڪري چاڙهين - پلاه نہ پاڙين، عمر آراڙيءَ سين.“

شاه جو رسالو- شاه عبداللطيف جو رسالو ادب جو عظيم ترين ۽ املهہ گرنٿ آهي. هنجو اُڙدوءَ ۾ ترجمو سنڌي مشهور شاعر شيخ اياز ڪيو آهي. رسالي ۾ ٽيهہ سُر آهن. سُرن جو ڀاوناتمڪ توڙي ڏهني پهلو صوفي مت سان لاڳاپيل آهي، جنهن جو آخرين مقصد آهي خودشناسي. اُنهن سيني سُرن جو فلسفاڻو چوڙ تصوف ۾ آهي ۽ رهسيوادي طور طريقن سان جيو آتما ۽ پرماتما ۾ ملي هڪ ٿيڻ لاءِ وياڪل آهي. چوتہ اُهوئي اُنجو ”ابد“ آهي. روحاني يا حقيقي عشق واري منزل تي رسڻ لاءِ مجازي عشق هڪ ڏاڪو يا پل آهي. هاڻي سُرن بابت احوال ڏجي ٿو.

(الف) شاهه جي رسالي جا سُر-

| نمبر | نالو سُر جو | سُر ڇا بابت |
|---|---|---|
| ١- | سُر ڪلياڻ | هيءُ سُر ڏٽيءَ جي ساراهه ۽ پيغمبر جي ثنا سان شروع ٿئي ٿو. ايشور هڪ آهي. |
| ٢- | سُريمن ڪلياڻ | هيءُ سُر خوش اسلوبي واري پڪار سان شروع ٿئي ٿو. |
| ٣- | سُر کنبات | هن سُر ۾ ٻه چِتر ڏيکاريا ويا آهن. هڪ چنڊ جو، جو پورڻ روشن چنڊ آهي؛ ٻيو اُٺ جو، جو اَڪ پسند ڪري ٿو. |
| ٤- | سُر سريراڳ | هن سُر ۾ ملاحن جي زندگي ۽ سنڊن ٻيڙين دوارن نصيحت ڏنل آهي. |
| ٥- | سُر سامونڊي | هن سُر جو سنبنڌ سمنڊ ۽ سامونڊين سان آهي. |
| ٦- | سُر سُهڻي | هي سُر شادي شده عورت سُهڻيءَ جي عاشقاڻي داستان متعلق آهي. |
| ٧- | سُر سَسئي ابري | هن سُر ۾ سَسئيءَ جي سُوَرن جي ڪهاڻيءَ جو ورنن ڪيل آهي. |
| ٨- | سُر معذوري | هن سُر ۾ پنهوُنءَ جي ڳولا ۾ سَسئيءَ جي لاچاريءَ ۽ بيوسيءَ جو بيان آهي. |
| ٩- | سُر ديسي | هن سُر ۾ آهي ته لاڳاپا ديسين سان ڪجن ۽ نه پرديسين سان. |
| ١٠- | سُر ڪوهياري | هن سُر ۾ سَسئيءَ جي سُوَرن جو وستار سان ورنن آهي. |
| ١١- | سُر حسيني | هن سُر ۾ ڏک جو راڳ آهي ۽ سَسئيءَ جي تڪليف ۽ شهادت سان واسطو آهي. |
| ١٢- | سُر ليلان چنيسر | هيءَ سُر ليلان جي پڇتاءَ بابت آهي. |
| ١٣- | سُر مؤمل راڻو | هن سُر جي مومل جي سونهن، سياءَ ۽ وڇوڙي جي دک جو بيان آهي. |
| ١٤- | سُر مارئي | هن سُر ۾ مارئيءَ جي وطن لاءِ حب، کائڻ پيئڻ، پهرڻ ۽ رهڻ سادو مارُوئڙن وارو، نه محلن وارو، جو ذڪر آهي. |
| ١٥- | سُر ڪاموڏ | هن سُر جو نالو ڪامديو هندن جو پريم ديوتا رکيل آهي. سک سان ملڻ جو بيان آهي. |
| ١٦- | سُر گهاتو | هن سُر ۾ مورڙي ميربحر جي ڳالهه آهي، جنهنجي ڇهن ڀائرن کي ڪلاچيءَ جي ڪُن وٽ مانگرمڇ ڳڙڪائي ويو. |
| ١٧- | سُر سورٺ | هن سُر ۾ راجا راءِ ڏياچ سنگيت جي سُر تي ٻيجل چارڻ کي سِر ويڍي ڏي ٿو. |
| ١٨- | سُر ڪيڏارو | هن سُر ۾ ڪربلا جي المئہ واقع جو پرسوز ذڪر ٿيل آهي. |
| ١٩- | سُر سارنگ | هن سُر ۾ اُڃايل زمين تي وَسندڙ مينهن جو بيان آهي. |
| ٢٠- | سُر آسا | هن سُر ۾ پنهنجي الڳ انفرادي هستيءَ کي تياڳڻ جي نصيحت ڏنل آهي. |
| ٢١- | سُر رِپ | هن سُر ۾ ذڪر آهي ته عاشق هميشهه رنج ۾ رهي ٿو. |
| ٢٢- | سُر ڪاهوڙي | هن سُر ۾ سنياسين جو بيان ڪيل آهي. |
| ٢٣- | سُر بروو سنڌي | هن سُر ۾ شاهه عاشق کي چوي ٿو ته رڳو محبوب (ايشور) جو نوڪر ٿي سهندو هل. |
| ٢٤- | سُر رام ڪلي | هن سُر ۾ هندو جوڳين ۽ ويراڳين ۽ شاهه عنايت جي شهادت جو ذڪر ٿيل آهي. |
| ٢٥- | سُر ڪاپائتي | هن سُر ۾ سُٽ ڪتيندڙن جو بيان آهي. جيو آهي ڪاتار ۽ آتما آهي چرخو. |



| نمبر | نالو سُر جو | سُر ڇا بابت |
|---|---|---|
| ٢٦- | سُر پُورب | هي سُر رامڪليءَ جو پوروڪ آهي ۽ اُڀرندي طرف جو بيان آهي جا سامين جي منزل آهي. |
| ٢٧- | سُر ڪارايل | هن سُر جو واسطو مور يا هنج سان آهي. هنج (سچو عاشق) ۽ ٻگهه (ڪوڙو عاشق) جو تفاوت ڏيکاريل آهي. |
| ٢٨- | سُر پرڀاتي | هيءُ سُر پِره ڦُٽيءَ جي نالي تي آهي. جڳياسوءَ کي جڳديش ملڻ لاءِ پرڀات جو سمرڻ ڪجي. |
| ٢٩- | سُر ڏهر | هن سُر ۾ آهي ته جيڪڏهن توکي سلطاني سهاڳ ماڻڻو آهي ته ڏينهن راڳ جاڳندو رهه. |
| ٣٠- | سُر بلاول | هن سُر ۾ دودي چنيسر جو قصو ابڙي جي قربانيءَ ۽ سام بابت ورنن ٿيل آهي. شاهه لطيف تي انگريزيءَ ۾ ڪتاب ”شاهه عبداللطيف آف ڀٽ“ ايڇ. ٽي. سورلي لکيو آهي. هن پنهنجي ٻئي ڪتاب Musa Peravagons ۾ شاهه عبداللطيف جو نالو دنيا جي وڏن شاعرن ۾ شُمار ڪري لکيو آهي. |

**(١٣) علامه محمد معين محمد امين** - علامه محمد معين ولد محمد امين دل قوم جي قديم ٺٽي وارن ملن جي خاندان مان هو. شاهه عبداللطيف جو همعصر ۽ دوست هو. هجري ١٢ صديءَ جو صوفي ۽ شاعر هو. ٺٽي ۾ تعليم پرايائين. ولي الهند شاهه ولي الله دهلوي جو شاگرد ٿيو. سرود ۽ سماع جو شيدائي هو. عربي پارسي سنڌي ڄاڻندو هو. پارسيءَ ۾ تخلص ”تسليم“ ۽ سنڌيءَ ۾ ”بيرنگي“ آهي. ڪن ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا - ١. دراسات اللبيب ٢. الحجة ٣. نور العين ٤. الا بداح ٥. رفع العين وغيره.

**(١٤) مخدوُم محمد هاشم ٺٽوي** - مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جا وڏا حارث خاندان جا عرب قريش هئا. سندس والد عبداللطيف ميرپور بٺوري ضلع ڪراچيءَ ۾ رهندو هو. جتي هي تاريخ ١٠ ربيع الثاني هجري ١١٠٤ مطابق سنه ١٦٩٣ع ۾ تولد ٿيو. هجري ١١١٣ ۾ پيءُ جي وفات بعد ٺٽي ۾ اچي رهيو. متفرقه شاعرن ۽ ليڪن کان ڪجهه الڳ سطح جو شاعر هو. سنڌي، فارسي ۽ عربي ٻولين جو ماهر ليڪ هو. علم ۾ مشهور هو. مگر سندس سنڌي شعر يا ته ٺلهي تڪبندي آهي يا بي قافيه شاعري آهي. هن کي قاضي قاضن وانگر ٺٽي جو مکيه قاضي مقرر ڪيو ويو هو. هن سنڌي، فارسي ۽ عربيءَ ۾ ڪل ١٥٠ ڪتاب لکيا آهن. ڇئن ڪتابن جا نالا لکجن ٿا - ١. فرائض ال اِسلام ٢. راحت المومنين ٣. زادالفقير ٤. تفسير ڪم وَ تبارڪ (سنڌي). نموني طور هڪ بيت ڏجي ٿو-

”ته مان مومن تن کي پڙهي ياد ڪن - جيڪي آهين ان ۾، سي مسئلا سکن -
ڪٽي هٽ هاشم کي، ماڻ ڪڏهن دعا ڪن.“

هي ١١٧٤ هجريءَ ۾ گذاري ويو.

**(۱۵) مولوي عبدالخالق نتوي-** مولوي عبدالخالق نتوي نتي شهر جو وينل هو. هي مخدوم محمد هاشم، جو متي ڄاڻايو ويو آهي، اُنجو مُريد ۽ پيارو شاگرد هو. هن جو ليکڪن ۾ جريان نمبر ۸ تي ذڪر ڪيو ويو آهي. هن سنڌي نظم ۾ هڪ ڪتاب ”مطلب المومنين“ سنه ۱۷۲۳ع ۾ لکيو جو اُستاد کي ڏاڍو پسند پيو ۽ پنهنجي ڪتابن سان گڏي ڇڏيائين. سندس بيت جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو-

”ڪارڻ طلب طالبين، هي رسالو لکيوم - مطلب المومنين سنڌي، نالو تنهن رکيوم،
سنڌي ويئي سهلي، سيئي پروڙين - عاصي عبدالخالق کي، دعا مانَ ڪرين.“

**(۱۶) سوامي پراڻنات-** سوامي پراڻنات ديو چندر يعني سوامي نجانند جو شش هو، جنهن جو ذڪر متي جريان نمبر ۵ تي ڪيو ويو آهي. هي وڏو ودوان ۽ ڪوي هو. هي سنڌ ۾ سنه ۱۷۶۷ع ۾ آيو. هن پنهنجا ٺاهيل شلوڪ ۱۸،۷۵۸ ڇڏي ويو، جنهن ۾ ۶۰۰ سنڌي شلوڪ هئا. هي مشهور گجراتي شاعر هو. مهامتي پراڻنات سنڌيءَ ۾ لکيو.

**(۱۷) پير محمد بقا-** پير محمد بقا پير پاڳاري جو وڏو پير هو. هن رڳو عشقيہ شاعري ڪئي. هن ۱۷۸۴ع ۾ وفات ڪئي.

**(۱۸) روحل-** روحل جو جنم ۱۷۳۴ع ۾ امر ڪوٽ ۾ ٿيو. هي مشهور ڳوٺ ڪَنڊڙيءَ وارن شاعرن ۽ درويشن جو ابو آهي. ڪلهوڙن جي دؤر جي شاعرن ۾ سندس خاص درجو آهي. منڍ ۾ هوُ ڪلهوڙن جي ملازمت ۾ هو. پوءِ سنسار تياڳي جهوڪ شريف جي نامياري صوفي درويش شهيد شاهہ عنايت جي دعا سان تَصوّف ۾ بلنديِ حاصل ڪيائين. هي هنگلاج جي ياترا تي ويو. هن جي رنگ ۾ رچي لعل ٿيو. هن ان ۾ رمتا رام ڏٺو. پوءِ هي سڏبو ئي روحل فقير هو. پنهنجي مُرشد جي هدايت تي جهوڪ شريف ڇڏي خيرپور رياست جي ڳوٺ ڪنڊڙيءَ ۾ اچي رهيو ۽ اُتي نالو ڪڍيائين. خيرپور جو هڪ ٽالپر سندس مُريد ٿيو. اُتي هيءَ شعري ٽُڪ مشهور ٿي ويئي. ”اسان ڪنڊڙيءَ ۾ ڪلتار ڏٺو.“ روحل سنڌي، سرائڪي ۽ هنديِ بولين ۾ شعر، ڪافيون ۽ ڪلام وغيره ڇڏي ويو آهي. هن ۴ ويدانتي گرنٿ ڪويتا ۾ لکيا آهن- ۱. آگم وارتا ۲. سَروَ گيان ۳. من پربوڌ ۴. اديت گرنٿ. ۵۰ هنديِ شبد ڇپيا اٿس. هن جو هنديءَ جو گرو ٽرواسي مهراج ڏونگرسي هو. هي پنهنجي پنيان چئن شاعرن کي ڇڏي ويو آهي. هڪ مُراد فقير سندس مُريد ۽ ٽي پٽ، شاهو فقير، غلام علي فقير ۽ درياءُ خان. اُنهن مان بہ مُراد فقير ۽ سندس ننڍو پٽ درياءُ خان خاص طور ذڪر لائق آهن. روحل جا ڪلام ۽ ڪافيون ويدانت تي بہ آهن. هنجو مؤت سنہ ۱۸۰۴ع ڌاري ٿيو. سندس درگاه ڪنڊڙيءَ ۾ آهي. هنجو نموني طور شعر هيٺ لکجي ٿو-

”جن کي عشق اندر ۾، تن کي اُڄ نہ بک،
وحدت منجهہ وصال جي، تا سدا ماڻن سُک،
ڏور تنهين تان ڏک، جي روحل رتا روح ۾.“



**(۱۹) مُراد فقير-** مُراد فقير امر ڪوٽ جو رهواسي هو. هي روحل جو مُريد هو. رشتي ۾ سندس سالو هو. هن بہ پنهنجي مُرشد جي واٽ وٺي اُن اُصول تي پنهنجو شعر چيو آهي. هن بہ من کي وس رکڻ لاءِ گهٽيئي شعر چيا آهن. ڪافيون بہ گهٽيئي ٺاهيل اٿس. هن سنہ ۱۷۹۶ع ۾ وفات ڪئي.

**(۲۰) مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي-** مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جو جنم سنہ ۱۷۳۹ع ۾ ڳوٺ گروهڙي، تعلق سامارو ضلع ٿرپارڪر ۾ ٿيو. اِنڪري هنکي گرهوڙي ڪوٺيو ٿو وڃي. هي لنواري ماستر محمد زمان جو مشهور پوئلڳ هو. سندس شعرن کي هنجي مرشد جي شاعريءَ کان الڳ ڪرڻ مشڪل آهي. هي ڪلهوڙن جي دؤر ۾ هڪ رنگبرنگي شخصيت هو. هي سنہ ۱۷۷۹ع ۾ عجيب حالتن ۾ گذاري ويو. هن جا مائٽ مڱريہ قوم جا هئا. هن پنهنجي ڪلام ۾ پاڻ کي عبد ڪٿي عبدالرحيم تہ ڪٿي مڱريہ تہ ڪٿي گروهڙي سڏيو آهي. گرهوڙ بابت لکي ٿو-

۱. اتران تي عيد تي ڏکڻ ڏٺو چنڊ - جهڙيو ڦڙيو جند گجي ٿو گروهڙ تي.
۲. تِتر ڪرڙي اُپ ۾ منڊ ۾ پاٽي وڄ - ٻول مڙيئي پيڇ آيو گر گروهڙ ۾.

گروهڙ کان ۶۰ ميل پري هڪ مندر ڍهرايائين ۽ سنيالينڊڙ کي مارايائين ۽ پاڻ بہ مري ويو. لاشو گروهڙ ۾ آڻي دفن هجري ۱۱۹۲ ۾ ڪيائون. اُتي هينئر سندس قُبو آهي. سندس ۳ ڪتاب موجود آهن.

**(۲۱) عبدالوهاب (سچل)-** عبدالوهاب جو جنم صلاح الدين جي گهر درازن جي ڳوٺ خيرپور رياست ۾ سنہ ۱۷۳۹ع ۾ ٿيو. هي پڪو پرهيزگار هو. رات جو روٽي ڪانہ کائيندو هو. ڏينهن جي کاڌي ۾ بہ ماس کان پرهيز ڪندو هو. ويس وڳي ۾ بہ بلڪل سادو هو. هي صاحبڏني فقير جو پوٽو هو. هي نشن کان پري هو. هوُ ساري عمر ساراہ توڙي گلا کان پري رهيو. جڏهن سچل پنجن سالن جو هو تہ شاه عبداللطيف ڀالڪ جي بي مثل عضمت کي پروڙي ورتو ۽ چيائين تہ ”جيڪو ديگڙو اسان چاڙهيو آهي، تنهنجو ڍڪڻ هي لاهيندو.“ ۽ سچل کي پنهنجو جاءِ نشين ظاهر ڪيو ۽ سندس اڳڪٿي سچي ثابت ٿي. سچل اڃا ٻار هو تہ سندس والد گذاري ويو. سندس پرداخت سندس چاچي عبدالحق ڪئي، جو سندس مُرشد بہ هو تہ سَهرو بہ. هنجي گهر واري فقط ٻہ سال جيئري هئي. هن ٻي شادي نہ ڪئي. هي هوشيار ۽ قابل شاعر هو. شعرن ۾ پنهنجو تخلص ”سچل“ ۽ ”سچو“ ڪري ڪم آڻيندو هو. اِنڪري هنکي ”سچل سرمست“ ڪري سڏيندا هئا ۽ انهيءَ نالي سان ئي مشهور آهي. سچ پڇ سچل اعليٰ ترين داخلي شاعر هو. آلوچڪن هنکي ”درازن جو حافظ“ سڏيو آهي. سنڌي ادب ۾ گيت ڪاويہ ۽ ڪافيءَ ۾ هنجو ڪو ثاني ناهي. سچل جون ڪافيون پنهنجو پاڻ مثال آهن. هن ڪافين ۾ سنسڪرت لفظ بہ ڪتب آندا آهن. هي سدائين وجد جي حالت ۾ رهندو هو. هن ڪيترين ئي ڪرامتون ڏيکاريون. هن کي قران شريف برزبان ياد هو. پارسي ۽ عربي بہ ڄاڻندو هو. هن پارسيءَ ۾ ديوان آشڪار، سنڌيءَ ۾ راز نامہ، رهبر نامہ، گداز نامہ، ٿار نامہ، وحدت نامو، رسالو، سچل فقير جلد نمبر ۱ (سنڌي ڪافيون ۽ غزل) ڪل ۱۳۴۰. رسالو سچل فقير جلد نمبر ۲ (سنڌي ۽ پنجابي ڏوهيڙا) وغيره ڪل ۸۷۲ لکيا آهن. سچل جا شعر ۽ ڪافيون

سنڌي، هندي، سرائڪي، پنجابي، اڙدو، پارسي ۽ عربيءَ ۾ آهن. هي مُلن ۽ مولوين کي سچ چوندو هو تہ ڪيترن هنکي مارڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هر دفعي بچي ويو. هڪ دفعي هڪ ٽالپر حاڪم جي دخل سبب موت کان بچي ويو هو. هن جو ٩٠ ورهين جي ڄمار ۾ سنہ ١٨٢٩ع ۾ اِنتقال ٿيو. ڪِن هن جا ڪلام ۽ ڪافيون گڏ ڪري ڇپايا. ڪن هنجو رسالو تيار ڪيو آهي.

(٢٢) لنواري ماستر محمد زمان- لنواري ماستر محمد زمان جون گهڻيون تصنيفون لاشڪ مذهبي قسم جون آهن. هن جي شاعريءَ کي نيم صوفي چئي سگهجي ٿو. هن جي شاعريءَ ۾ اُمنگ ڪونهي. هن ”ابيات سنڌي“ ڪتاب لکيو هو، جو هاڻي ويجهڙائيءَ ۾ سهيڙيو ويو آهي.

(٢٣) سيد ثابت علي شاه- سيد ثابت علي شاه ليکڪ ۽ شاعر هو، هنجو بيان ليکڪن جي جريان نمبر ٥ تي لکيو ويو آهي.

(٢٤) چئنراءِ بچومل لُنڊ ”سامي“- چئنراءِ بچومل عرف مرليڌر دتاراماڻي لُنڊ جي گهر ۾ جنم سنہ ١٧٤٣ع ۾ شڪارپور شهر ۾ ٿيو. هيءُ شڪارپور جي لُنڊ خاندان مان هو. سدائين سيتل ۽ گنڀير رهندو هو. هي سنڌي پارسي ۽ عربي ڄاڻندو هو. هي ڪپڙي جو واپار ۽ پلاوٽي جو ڪم ڪندو هو ۽ اُن ۾ ئي مشغول رهندو هو. هن جي واپار جا مرڪز ٻہ هئا: هڪ شڪارپور، ٻيو امرتسر. ڪڏهن ڪٿي ڪڏهن ڪٿي رهندو هو. امرتسر ۾ هڪ پنڊ واپاري ڳنگارام ٽنڊڻ ملاڻيءَ جو ايجنٽ هو. هن جي اوچتو ملاقات سوامي مينگهراج ويدانتيءَ سان شڪارپور ۾ ٿي جو ڪشمير يا بهاولپور جو هو، جنهن چئنراءِ جي جيوَن کي هڪ موڙ ڏيئي ڇڏيو ۽ ويدانتي بنجي پيو ۽ ٨ سال ويد اپياس ڪيائين. سندس دل ڪلي ۽ شاعر بڻجي پيو ۽ شلوڪ ٺاهي چوڻ لڳو. ڪئين سلوڪ ويدانت فلاسافيءَ تي چيا اٿس. انهن سلوڪن ۾ پنهنجو نالو نہ ڏيئي، گروءَ جو نالو وجهندو هو. ڪٿي سامي يا پانهڻ ڪٿي مينگهو وجهندو هو. هي سلوڪ گرمکي لپيءَ ۾ پنن جي ٽڪرن يا ڪاٺ جي ٽڪرن تي لکي هڪ مٽ ۾ وجهندو ويندو هو، جي سندس پٽ گهنشامداس ڪٺا ڪيا. اهي پوءِ ڪيترن ئي ليکڪن گڏ ڪري ڇپايا. ڪن ٢١٠٠، ڪن ٣٥٠٠ ڇپايا. ناگرائي واري ڇاپي ۾ مايا تي ١٠٧ سلوڪ، اوديا تي ١٢٠ سلوڪ، اگيان تي ٢١٢ ۽ گرمک تي ٢٧٧ سلوڪ آهن. چون ٿا تہ اهي سلوڪ هڪ ڪتاب ۾ لکيل هئا، جو هڪ ساڌو چپاڻ جي بهاني سان وٺي گم ٿي ويو. پر پوءِ هنن پيا ٻہ کي ڪتان، کي ڪتان هٽ ڪري، نئين سر ڪتاب لکيو. جنهن تان ڇپايا وڃن ٿا. هي سنہ ١٨٥٠ع ۾ هن فاني دنيا کي الوداع ڪري وڃي سُرڳڌام ۾ واسو ڪيائين. هڪ سلوڪ نموني طور ڏجي ٿو-

**عشق عقل آهين، ٻئي پر پکيءَ جا - انيئي جي آڪاس ۾، گرگم پهچائين،**
**درسن سار سروپ جو، لنوَ مان لڪائين - ممت مِٽائين، سامي سڀ اندر جي.**

(٢٥) حاڪم سرفراز خان ڪلهوڙو- حاڪم سرفراز خان ڪلهوڙو غلام شاه ڪلهوڙي جو وڏو فرزندو هو. هي ڪلهوڙن جي دؤر جو ٻيو شاعر هو. سنڌ جو آخرين ڪلهوڙو حاڪم سرفراز خان سنہ ١٧٧٢ع ۾ تخت تي ويٺو. پر ٽن سالن کان پوءِ ڪيس تخت تان لاهي ماريو ويو. هن کي سنڌيءَ ۾ سڀ کان پهرئين ۽ برجستي مداح گوُ هئڻ جو شرف حاصل آهي. چون ٿا اهي مداحون قيدخاني ۾ مؤت جو اِنتظار ڪندي قلمبند ڪيون هيون. مداح جون سٽون-



آهيان ڏڏ غمن گڏ، سچا سڏ سُڻج تون - پسي پاڻ ڪرم ساڻ، ڏاڪين ڏاڻ ڏئين تون،
يلا ڄام هن غلام سندو سوال سُڻج تون - هدايت حمايت عنايت ڪرين تون.

(٢٦) منٺار- منٺار هڪ سنو شاعر هو. پر هنجي حياتيءَ جو احوال معلوم ڪونہ ٿي سگهيو آهي. پر مونکي (يعني ليکڪ کي) منٺار شاعر جو رچيل ڪتاب ”رسالو منٺار“ هٿ اچي ويو. اُن جو ٻيو نالو ”رسالو خدائي“ بہ لکيل آهي. هن ڪتاب جا ٥-٧ پنا مهاڳ وارا ڦاٽل هئا. تنهنڪري معلوم ٿي ڪونہ سگهيو تہ ڪتاب ڪڏهن جو ڇپيل ۽ ڪنهن ڇپايو. پر ڇپائيءَ ۽ رسالي جي پوزيشن مان اِهو پتو پوي ٿو تہ ٨٠ يا ٩٠ سال اڳ جو ڇپيل آهي. اُن جو مطلب شاعر ١٨ صديءَ ۾ هو. هن رسالي ۾ سندس چيل ڪافيون ٨٠٠ جي ٢٦ سُرن ۾ آهن. هرهڪ ڪافيءَ جي آخرين سٽ ۾ مصرع ۾ سندس نالو ”منٺار“ پيل آهي. هن جي آخر ۾ ١٤ ڏوهيڙا بہ سندس ٺهيل ۽ لکيل ۽ ڇپيل آهن.

(٢٧) شاهو فقير- شاهو فقير روحل شاعر ۽ درويش جو وڏو پٽ هو، هي بہ شاعر هو. هن بہ گهڻيئي شعر چيا آهن. هن هنديِ ڪوتا ۾ ويچار انيڙ لکيو.

(٢٨) غلام علي فقير- غلام علي فقير روحل جو ٻيو نمبر ۽ وچون پٽ هو، هي بہ شاعر هو. هن بہ چڱائي گيت لکيا آهن. هن هنديِ ڪوتا ۾ برهم ويچار لکيو.

(٢٩) درياءَ خان- درياءُ خان هي روحل جو ننڍو ٽيون نمبر پٽ هو، هي بہ شاعر هو. هي مامي ۽ بنهي پائرن کان وڌيڪ هوشيار شاعر هو. شاعري وسعت ۾ ۽ فن ۾ اُنهن کان اڳرو هو. هن جي سنڌي شعر ۾ هنديِ ڪويتا جي سڳنڌ آهي. اسلام جو پيغام آهي. هن پنهنجي والد جي اوچ آدرش کي جاري رکيو يعني هندو مسلمان جي وچ ۾ ڳنڍ ٻڌيو. هن جون ٺهيل ڪافيون سولائيءَ سان ڳائي سگهجن ٿيون.

(٣٠) سيد ميان خيرشاه پرديسي- حيدرآباد سنڌ ۾ ”خير شاه“ جي نالي سان ٻہ سيد رهندا هئا، ٻئي همعصر هئا. هڪ سيد خيرشاه پنجابي جنهن جي پوٽي جي نالي حيدرآباد ۾ خيرشاه جو پڙ مشهور آهي، ٻيو خيرشاه ”پرديسي“ جو عالم ۽ مشهور شاعر هو. هت خيرشاه پرديسيءَ جو ذڪر آهي. هي ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ پراڻي قليليءَ جي ڪپ تي سيالن جي ڳوٺ ۾ رهندو هو. ميرن جي صاحبيءَ ۾ مير فتح علي خان جا پائر جيڪي سنڌ جا حاڪم هئا سي سيد خير شاه کي نذرانہ ۽ لوازما ڏيندا هئا. هن جو ناهيل ”جنگناموں“ مشهور آهي. هن مؤلود، مداحون ۽ ڪافيون بہ گهڻيئي چيون آهن.

(٣١) مير علي شير قانع ٺٽوي ولد مير عزت الله ٺٽوي- مير علي شير قانع ٺٽوي ولد مير عزت الله ٺٽوي (المتوفي ١٢٠٣ هجري = ١٧٨٣ع) شڪر الاهي سادات مان هو. هي نثر نويس ۽ شاعر بہ هو. سندس تخلص ”مظهري“ هو. مشهور عالم هو. سندس ڪتاب نثر ۽ نظم ۾ آهن، ڪن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا: ١. تاريخ تحفتہ الڪرام ٢. زينت الاخلاق ٣. مڪلي نامہ ٤. مثنوي ختم الملوڪ ٥. قصاب نامہ ٦. قصہ ڪامروپ ٧. مثنوي قضا و قدرت ٨. بوستان بهار ٨. ديوان قانع ٩. لب لباب تاريخ ڪلهوڙه ١٠. شرح معما وغيره وغيره.

**(٣٢) دلپترام صوفي ”دلپت“**- دلپترام سيوهڻ ۾ سنه ١٧٦٥ع ۾ ڄائو. هي سنڌي ۽ پارسي ۽ اُرْدوءَ جو سٺو ڄاڻو هو. هي قداور هو. اکيون سدائين لعل رهنديون هيس. حشمت وارو هو. شڪل سهڻي ۽ شاندار هيس. عابد ۽ زاهد هو ته توڪلي به هو. روز سڄ لٿي ڪانپوءِ سيڌي پاڌي جا ٿانوَ ۽ پاڻيءَ جا دِلا مٽ اونڌا ڪرائي ڇڏيندو هو ته سڀاڻي جا ڀاڳ سڀاڻي سان. هي پهريائين ميرن وٽ ڪامدار هو. هن جي سنت آسرداس سان ملاقات ٿي، اُنجو اهڙو اثر هن تي پيو جو ميرن جي ڪامداريءَ جي استعفا ڏياري موڪليائين. هي حاذق حڪيم به هو. پوءِ ايشوري ڀڳتيءَ ۾ لڳي ويو. دلپترام جون اکيون ڀڳت آسرداس جي اکين ۾ کُپي ويئون.

”چارئي عين چپي ويا، ڳجهيءَ روز ڳتا.“

پوءِ هي سيوهڻ ڇڏي حيدرآباد ۾ اچي پرسڌ صوفي سنت ڀائي آسرداس وٽ رهيو ۽ اُنجو چيلو ٿيو. ڀائي آسرداس به پنهنجي سخاوت ۽ دنيوي ويراڳ ڪان مشهور هو. دلپترام به سٺو ڪوي هو، هن به ساميءَ وانگي ڪيترائي بيت چيا آهن. هي ٨٤ ورهين جي ڄمار ۾ سنه ١٨٤٩ع ۾ ديولوڪ پڌاريو. دلپت جي شاعريءَ کي گڏ ڪري پروفيسر ايم.جي. نکر ۽ گدومل هرجاڻيءَ ڇپايو آهي. دلپت کي هڪ نياڻي ۽ به پٽ هئا. سندس ڀاڻيءَ جو پستڪ ڪيشورام سپاهي ملاڻيءَ وٽ رکيل آهي. سندس بيت جو نمونو ڏجي ٿو:

”جن صحيح سچاتو پاڻ کي، سي سڀ کي ڪن سلام - تجي ديهه ايمان کي، ٿيا گولن جا به غلام،
سي جوڳي جفائون ڪري، رڙهي ڳڏيا رام - فرق ٿيا فرقن کؤن، ساڙي ڪفر اسلام،
’دلپت‘ وڃي وڏي دل جي، دوئيءَ سنڌي هام - لٿي سڀ ملام، اتون آديسين جي.“

**(٣٣) آخوند محمد قاسم**- آخوند محمد قاسم سنه ١٨٠٦ع يا ١٨٠٩ع ۾ هالن ۾ ڄائو هو. هي سنڌي، پارسي ۽ عربي ڄاڻندو هو. هي سٺو شاعر هو. هي شاعر گل جو همعصر هو، پر محمد قاسم اُن ڪان وڏو هو. هوُ سٺو خوش نويس هو. پوسٽر ۽ نالي جون پٽيون ماڻهن جون ٺاهيندو هو. هن ميرن وٽ نوڪري به ڪئي هئي. هن سنه ١٨٧٥ع ۾ پنهنجو ديوان نالي ”ديوان قاسم“ تيار ڪيو ۽ اشاعت ١٨٧٨ع ۾ ٿي. اُن وقت جيڪي جيڪي ماڻهو شاعري ڪندا هئا، سي صلاح لاءِ هن وٽ ايندا هئا. اُنهن ڪيترن ئي هن جي ساراهه ڪئي آهي. هنجا سنڌي، عربي ۽ پارسيءَ ۾ شعر آهن. سنڌيءَ ۾ ڪل ١٤٧ غزل ۽ ڪافيون آهن. هن سنه ١٨٨١ع ۾ وفات ڪئي.

**(٣٤) حمل ولد رحم خان لغاري**- حمل رحم خان لغاري سنه ١٨٠٩ع ۾ ڄائو هو. هي سنڌي ۽ سرائڪي ڄاڻندو هو. هيءُ پهرين ڳوٺ ميرخان لغاري خيرپور رياست ۾ رهندو هو، پوءِ لڏي محمود خان لغاري تعلقي سڪرنڊ ۾ وينو. هن سڪرنڊ ۾ مڪتب کوليو ۽ ڇوڪرن کي پڙهائيندو هو. عملي لياقت هئس. هي سٺو شاعر هو ۽ ذهن نشين ۽ صلح پسند شخص، رِلڻو مِلڻو ۽ ڪچهريءَ جو ڪوڏيو هو. حاضر جوابي، خوش طبعي ۽ نڪته سنجمي سندس طبع جا فطري جزا هئا. سنڌ ۾ گهڻو گهميو. هن جا ڪلام سنڌيءَ ۽ سرائڪي ٻولين ۾ آهن. ڪي نقاد شاد ڪان پوءِ ٻئي نمبر جو لوڪپريه شاعر مڃين ٿا. هن هير رانجهي جو داستان لکيو آهي. هوُ سسئي ۽ مارئيءَ جي قصي ۾



نئون سوز ٿو پيدا ڪري. هن سنه ١٨٨٠ع ۾ وفات ڪئي. ليڪن هن تي هڪ وڏو ڪتاب لکيو آهي. هن جي شعرن جو ڪتاب ”ڪليات حمل“ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ١٩٨٢ع ۾ ڇپارايو آهي.

**(٣٥) محمد فضل شاهه**- محمد فضل شاهه شاعر هو. هن ”مظانول شاعر“ نالي سنڌيءَ ۾ ڪتاب ڇپايو جو ١٨٧٥ع ۾ شايع ٿيو. چون ٿا هيءُ سنڌيءَ جو پهريون تنقيدي ڪتاب آهي.

**(٣٦) گل محمد ”گل“**- خليفو گل محمد جو جنم هالن ۾ راشديءَ جي چوڻ موجب سنه ١٨١١ع ۾ ۽ محمد صديق جي چوڻ موجب سنه ١٨٠٨ع ۾ ۽ ڀيرومل مهرچند آڏواڻي موجب سنه ١٧٨٤ع ۾ ٿيو. هي شاعر هو. هن جي شاعريءَ ۾ شيريني ۽ رواني ناهي. هن کي بحر ۽ وزن ڪري ڪجهه ڪاميابي ملي آهي. ماڻهن کي غزل پسند پيا آهن. هنجو تخلص ”گل“ هو. سنڌيءَ ۾ فارسي نوعيت واري شاعريءَ جي آغاز ڪرڻ جو شرف خليفي گل محمد ”گل“ کي مليو. راشديءَ هن کي ٽالپر گهراڻي جي شاعرن ۾ شمار ڪيو آهي. ٻئي هڪ شاعريءَ ۾ نئين ڏار جي بانيڪار طور ڇيو آهي. هن بمبئيءَ مان ”ديوان گل“ سنه ١٨٥٥ع ۾ لِٿو ۾ ڇپايو. اُهو ڇاپو سنڌي لپيءَ ۾ آهي، مگر ڇپائي صاف ۽ چٽي ناهي. گل محمد ”ديوان گل“ ڇپائڻ لاءِ ڏيئي پاڻ مديني علي ويو. جتي هن ١٨٥٥ع يا ١٨٥٦ع ۾ رحلت ڪئي ۽ پاڻ اُهو ڏسي نه سگهيو. ١٩٣٣ع ۾ نئون ڇاپو نڪتو. ”ديوان گل“ ۾ ١٧٥ غزل آهن. گل جو همعصر آخوند محمد قاسم شاعر هو جو عمر ۾ گل کان وڏو هو. هي سنه ١٨٥٦ع ۾ گذاري ويو.

**(٣٧) قطب شاهه جهانيان**- قطب شاهه جهانيان حيدرآباد سنڌ ۾ سنه ١٨١٣ع ۾ ڄائو هو. هي صوفي شاعر هو. هن جي جيوني پروفيسر جهامنداس ڀاٽيا لکي آهي. هن ١٩١٠ع ۾ وفات ڪئي.

**(٣٨) فقير قادر بخش (عبدالقادر) ”بيدل“**- فقير قادر بخش عرف عبدالقادر ”بيدل“ جو جنم روهڙيءَ ۾ سنه ١٨١٤ع ۾ ٿيو. هي شاعر هو ۽ تخلص ”بيدل“ هو. هوُ لنگڙو هو. هنکي شاعريءَ جي پريرڻا سچل کان ملي. سنڌي شاعرن مان برک آهي. هي سنڌي، فارسي، عربي، هندي، سنسڪرت ۽ سرائڪيءَ جو ڄاڻو هو. هي اعليٰ صوفي شاعر هو. سچل سنڌيءَ جي صوفياڻي شاعريءَ جو ڇٽ ”بيدل“ جي سِر تي رکيو. سچل جو انتقال ٿيو ته هي ١٥ سالن جو هو. جيڪي سوڪڙيون ملنديون هيس، سي وراهي ڇڏيندو هو. هن ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون. هن جي جيوني گدي مل هرجاڻي لکي آهي. سنڌي شاعريءَ ۾ هن جا ٽي ڪتاب آهن: (١) وحدت نامه (٢) سرود نامه ۽ (٣) فرائض صوفيا. هنن ۾ ڪافيون ۽ بيت آهن. هن ١٨٧٢ع ۾ وفات ڪئي.

**(٣٩) حافظ حامد ٽڪڙ**- حافظ حامد ٽڪڙ سنه ١٨٣٢ع ۾ ڄائو هو. هي نابين شاعر هو. هوُ سنڌي ۽ فارسيءَ جو ماهر هو. هي سنڌي ادب جي هڪ عبرتناڪ شخصيت هو. سڄي زندگي مشغول رهيو. هٿ سان ڇهي چيزون سڃاڻڻ ۾ غضب جو ماهر هو. هي غزل، قصيدا ۽ ٻيون شعري صنفون لکي ويندو هو. هي خطبا لکڻ ۾ به مشهور هو. سندس فرزند محمد هاشم ”مخلص“ جو مذاقي شاعر ۽ اخبار نويس هو، تنهن سندس والد حافظ حامد عربي فارسي ۽ سنڌي ڪلام سهيڙي هڪ ڪتاب ”ارمغان حامد“ جي عنوان سان شايع ڪرايو. حامد سنه ١٨٩٧ع ۾ وفات ڪئي.

**(۴۰) مير حسن عليءَ خان ٽالپر ”حسن“**- مير حسن علي خان ٽالپر حيدرآباد سنڌ ۾ سنہ ۱۸۲۴ع ۾ ڄائو هو. هي سنڌ جي آخري ٽالپر حاڪم مير نصيرخان جو پٽ هو. هو پوني ۽ ڪلڪتي ۾ ٻين ميرن سان گڏ هڪ مڪان ۾ نظربند هو. سنہ ۱۸۶۲ع ۾ کيس حيدرآباد سنڌ موٽڻ جي اِجازت مِلي. هي شاعر هو. هن جو بهتر ڪتاب آهي ”شاهنامو.“ ڪن نقادن کيس ”سنڌ جو فردوسي“ جو خطاب ڏنو آهي. پنهنجي ”شاهنامي“ ۾ هن سنڌ جي سرفراز خان جي زماني کان وٺي مير مُراد علي خان جي زماني تائين ٿيل عقوبتن جي زنده تصوير چِٽي آهي. ان ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي جنگ جو بيان بہ آهي. هن ”شهہ شاهنامو“ نالي ٻيو نظم بہ لکيو آهي. هي ۱۹۰۹ع ۾ گذاري ويو.

**(۴۱) سيد حاجي غلام شاهہ ”گدا“**- سيد حاجي غلام شاهہ ”گدا“ سنہ ۱۸۲۶ع ۾ ڄائو هو. هن جي شاعري درٻاري آهي. منجهس خاص ڪجهہ ڪونهي. هي ٻن مٽين ٽالپرن جو همڪار ۽ اُستاد هو. هي سنہ ۱۹۰۵ع ۾ فوت ٿي ويو.

**(۴۲) جيوتسنگهہ شيوڪرام سئناٽي**- جيوتسنگهہ شيوڪرام سئناٽي جو جنم شهر قنبر ضلع لاڙڪاڻي ۾ سنہ ۱۸۳۱ع ۾ ٿيو. هي زميندار جو پٽ هو پر پاڻ پوليس ۾ نوڪريءَ ۾ هو ۽ ڏاڍي ناٽ سان گهوڙي تي چڙهي بندوق کڻي روب سان هلندو هو. جادوءَ جا ڪتاب پڙهي جادو سِکي ويو ۽ ان جي زور تي ڪئين جڏا ڪم ڪيائين. پوءِ هنکي سائين ولائتراءِ سان ملاقات ٿي ۽ پاڻ ۾ اڪيون اکين ۾ ملايون تہ اڳيون ڳالهيون سڀ وسري ويئون. پورو ڀڳت ۽ سنت ٿي پيو. نوڪري ڇڏي بندگي ڪرڻ لڳو ۽ سائين ولائتراءِ جو پوئلڳ هو. هي شاعر ماستر آسومل جو همعصر هو. ان جي ويدانت ۽ تصوف جي ويچارڌارا شاعريءَ ۾ آهي. حياتيءَ جي پوئين حصي ۾ طبيب بڻيو ۽ مريضن سان گهيريل رهندو هو. هن جو وارث يوجراج موتواڻي هو، جنهن صوفي رچنائون لکيون آهن. هي ۱۴ جنوري ۱۸۹۹ع ۾ سرڳواس ٿيو.

**(۴۳) صوُرت سنگهہ همت سنگهہ**- صورت سنگهہ همت سنگهہ جو جنم سنہ ۱۸۳۲ع ۾ ٿيو. هي قداور ڀِتلو ۽ سُهڻو هو. ڪاڏو بلڪل ٿورو کائيندو هو. سنهي ٽوپي ململ جو پهراڻ بافتي جي سُٿڻ پائيندو هو. گائن وديا جو قابل هو ۽ شاعر هو. هنکي اوچتو ايشوري پريم لڳو. هوُ اڙدو ۽ پارسي ڪونہ پڙهيو پر هن جا غزل ۽ ڪافيون اڙدو ۽ پارسيءَ ۾ بہ آهن. هن پنهنجي ڪوتا ۾ پنهنجي عزيز دوست بهار سنگهہ جو نالو بہ جوڙيو آهي. هن جا شعر ڀڳتي پرڌان آهن. هن جون ڪافيون ڀڳتي ڀاو سان ڀريل آهن ۽ سرل بہ آهن. هن پنهنجي شاعريءَ جو ڪتاب لکيو ۽ ڇپايو آهي. ان جو نالو بہ ”ديوان صورت بهار“ آهي. هي سنہ ۱۸۹۷ع ۾ سرڳواس ٿي ويو.

**(۴۴) فاضل ولد سيد حيدر شاهہ**- فاضل ولد سيد حيدر شاهہ سنہ ۱۸۳۶ع ۾ ڄائو هو. هي شاعر قاسم جو همعصر هو پر عمر ۾ ڪانئس ننڍو هو. ٻنهي جا پاڻ ۾ گهاٽا ناتا هئا. درسي ڪتابن ۾ ٻنهي جا شعر آهن. فاضل قانون دان هو. هن جو والد بہ شاعر هو. هن ڊُهري چند ۾ ”لئلا مجنون“ ڪتاب لکيو. فاضل ڪافيون ۽ غزل لکيا آهن، جي دير سان شايع ٿيا آهن جو ”ديوان فاضل“ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. هن سنہ ۱۹۰۰ع ۾ وفات ڪئي.



**(۴۵) آخوند عبدالرحيم عباسي**- آخوند عبدالرحيم عباسي بہ شاعر هو. هن ”سيف الملوڪ“ ۽ ”بدي الجمال“ شعري قصا ۱۸۷۱ع ۾ شايع ڪيا. هي تصنيف اُنجي آهي، جنهن پاڻ کي ”بهار“ ڄاڻايو آهي. آڪاڻي ۳۵۶ دوهن ۾ آهي.

**(۴۶) موريو فقير وَلد پُرسوُمل**- موريو فقير ولد پرسومل هندو هو ۽ شاعر هو. هن هڪ ڪٿا ڪاويہ ”سسئي پنهون“ جي لکي، جا سنہ ۱۸۷۳ع ۾ ظاهر ٿي. هيءُ روانيءَ سان ڀريل قصو آهي. هن ۾ اچرج جي ڳالهہ اِها آهي، جو شاعر ان کي ٽن ڏينهن ۾ لکڻ جي دعويٰ ڪئي آهي. هن جا ٻزن ڪن ڇاپا نڪري چڪا آهن. هي ڪتاب شاگردن توڙي اُستادن ٻنهي کي پسند پيو آهي. برٽش دؤر ۾ سنڌيءَ ٻوليءَ جو اِهو شايد بهترين ڪٿا ڪاويہ هو.

**(۴۷) مؤلوي غلام محمد**- مؤلوي غلام محمد شاعر نظاميءَ جي ”سڪندر نام“ کي آدرشي مجي ساڳئي نالي سان هڪ نظم ۱۸۷۳ع ۾ لکي ۱۸۸۹ع ۾ شايع ڪرايو. اُن ۾ سڪندر اعظم جا غير تاريخي، غير مستند ۽ اڏوگابرا داستان ڏنل آهن. وري ان ۾ نصيحتون بہ ٺُنبيل آهن.

**(۴۸) سيد مرتضيٰ شاهہ**- سيد مرتضيٰ شاهہ جاميءَ جي ڪتاب ”يوُسف زليخا“ کي پنهنجو مقصد ٻڌائي ساڳئي نالي وارو شعر ٺاهيو آهي. هن ان ۾ ٻيو غير واسطيدار مصالحو بہ گڏيو آهي.

**(۴۹) مؤلوي عندالغفور همايوني ”مفتون“**- مولوي عندالغفور همايوني سنہ ۱۸۴۷ع ۾ ڄائو هو. هي شاعر هو ۽ سندس تخلص ”مفتون“ هو. هي ٿنيان ڪجهہ شعر ڇڏي ويو آهي، جن ۾ رواني ۽ شيريِ آهي.

**(۵۰) لالو ڀڳت**- لالو ڀڳت سورداس شاعر هو. هن سنہ ۱۸۶۹ع ۾ عشقي قصو ”ڪامسين ۽ ڪامروپ“ ظاهر ڪيو. راجا نرڪپال جي پٽ ڪامروپ ۽ راجا جئسنگهہ جي سهڻي ڌيءَ ڪامسين جي پريم ڪهاڻي آهي. هنجو ٻيو ”ميهر منير“ جو قصو ۱۸۷۱ع ۾ ظاهر ٿيو. ٽيون ”راءِ ڏياچ“ ظاهر ٿيو. محمد صديق ميمڻ ان حقيقت جي ساک ڀري آهي تہ لالو ڀڳت جي ڪوتا ۾ جيڪي ڏوهيڙا آهن، اُهي اوچ قسم جا ۽ سُهڻي ڍنگ ۾ رچيل آهن.

**(۵۱) مير عبدالحسين خان شهداداڻي ”سانگي“**- مير عبدالحسين خان شهداداڻي حيدرآباد سنڌ ۾ سنہ ۱۸۵۱ع ۾ ڄائو هو. هي مير حسن علي خان جو ڀائٽو هو ۽ ”سانگي“ جي نالي سان سُڃاتو وڃي ٿو، جو سندس تخلص هو. سنڌي شاعريءَ ۾ سيني کان اهم شاعر آهي. هن بينگال ۾ هڪ يوروپين عورت سان شادي ڪئي. هوُ پاڻ کي ٻيو ڄام تماچي سمجهندو هو. جڏهن اُها مري ويئي تہ ديوانن جيان ٿي پيو جيسين وري ٻي يوروپين عورت سان شادي ڪيائين. سانگيءَ جو ديوان ٻن ڀاڱن ۾ آهي جو ۱۹۰۴ع ۾ پڌرو ٿيو. پهرئين ڀاڱي ۾ قريب ۲۵۰ غزل ۽ قصيدا ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ ۲۰۰ غزل ۽ قصيدا ۽ اٽڪل ۱۳۰ ڪافيون ۽ متفرقہ شعر آهن. هي مشهور رانديگر بہ هو. هن فارسيءَ ۽ اُڙدوءَ ۾ بہ نثر ۽ نظم جوڙيو آهي. هنکي پنهنجي شاعريءَ جي اهميت تي ناز هو، اِنڪري چوي ٿو تہ-

''اچ ''حافظ'' ۽ ''صائب'' کي پلا کير ڏسي تو - چرچو آهي ڏس چار طرف منهنجي سُخن جو.''

هن سنه ١٩٢٢ع ۾ وفات ڪئي.

**(٥٢) پير علي گوهر شاهه-** پير علي گوهر شاهه هڪ شاعر هو. پر هن رڳو ڪافيون رچيون آهن، جن ۾ ڪشش آهي.

**(٥٣) فتح فقير ڪلهوڙو-** فتح فقير به ڪافيون ئي چيون آهن. هي ڪافين ۾ پاڻ کي سسئي سمجهي ٿو ۽ پنهونءَ جي ڳولها ۾ در در پٽڪي ٿو. ننڍي ڳوٺ تعلقي ڪَڪَڙ ۾ رهندو هو. هي ڪلهوڙو هو پوءِ حيدرآباد اچي ڊومڻ واهه تي اوتارو بنائي ويٺو. هي درويش هو. سنه ١٨٤٣ع ۾ جڏهن انگريزن ميرن کان ڪٽيو ته هن جو لنگر بند ٿي ويو. پوءِ پيات ڳوٺ نئي کان ٢٠ ميل پري سندس مُرشد قنبر علي شاهه وٽ وڃي رهيو. سال بعد ٨٠ ورهين جي ڄمار ۾ اُتي وفات ڪيائين. سڄي ڄمار شادي ڪانه ڪيائين. شاعر هو مؤلود، سندس مداحون ڪافيون مشهور آهن.

**(٥٤) عارف-** عارف سعديءَ واري ''ڪريما'' جو پارسيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي.

**(٥٥) آسومل ڏاندومل هرگڻ کتري ماستر-** آسومل ڏاندومل هرگڻ ڪتريءَ جو جنم ١٨٥٣ع ۾ پراڻن هالن ۾ ٿيو. هُو سنڌي، پارسي ۽ عربيءَ جو مڪمل ڄاڻُو هو. هي اِسڪول ماستر هو. هي صوفي ويچار ڌارا جو شاعر هو ۽ ان سان گڏ هي حڪيم به هو. هن پنهنجي ڪافين ڪلامن وغيره جو ڪتاب ''ديوان آسو'' سنه ١٨٧٠ع ۾ شايع ڪيو. اُن بعد رسالو ''پريم غنچ'' ۽ ٻيون ڪوتائون سنگره ۾ ظاهر ڪيائين. هي جهوڪ شريف جي صوفي شاعرن جو مُريد هو. گڏوگڏ يوگ ۽ ويدانت جو پرچار ڪندو هو. هن جي شعرن ۾ سنسڪرت ۽ عربيءَ جي ڏکين لفظن جو عجيب ميل جول آهي. اِنڪري هنکي نه هندو، نه وري مسلمان پوريءَ طرح سمجهي ٿا سگهن. هي تاريخ ١٥ فبروري ١٩٤١ع ۾ الوداع ڪري وڃي سُرڳڌام ۾ واسو ڪيائين.

**(٥٦) مؤلوي الله بخش ''ابوجهو''-** مؤلوي الله بخش شاعر هو ۽ پاڻ کي ''ابوجهو'' سڏائيندو هو. هن هڪ ڪتاب ''مسدس ابوجهو'' ظاهر ڪيو جو مسلم پڙهندڙن کي پسند پيو. هي سنه ١٨٨٩ع ۾ ڪراچيءَ جي مسلم مدرسي ۾ فارسيءَ جو اُستاد مقرر ٿيو. عهدي تي رهندي سنه ١٩٠١ع ۾ هنجو اِنتقال ٿيو.

**(٥٧) ليلارام سنگهه ''خاڪي''-** ليلارام سنگهه شاعر هو ۽ سندس تخلص ''خاڪي'' هو. هي سرڪاري نوڪريءَ ۾ سول جج هو. هي ٻڌايا شاعر هو. هن سنڌي شعر ۾ فارسي، اُردو، سرائڪي ۽ پنجابي ٻولين جا لفظ به وجهندو هو. هن شعر ۾ عليمت جا اِشارا ملن ٿا، پر منجهس شاعراڻي اُڏام جي کوٽ آهي. هن ''هريشچند'' ناٽڪ به لکيو آهي، جو ١٨٩٥ع ۾ کيليو ويو. موهن تارڪا ۽ سورجن راڏا ناٽڪ ١٨٩٥ع ۾، رامائڻ ١٨٩٨ع ۾ ۽ ٻيا ناٽڪ به لکيائين. گرو گرنٿ صاحب ١٩١٣ع ۾ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. سندس جنم ١٨٥٧ع ۾ ٿيو ۽ ١٩٣٠ع ۾ سرڳواس ٿيو.

**(٥٨) فقير محمد صديق يا صادق-** فقير محمد صديق يا صادق شاعر هو. هن شاد وانگر



بيت چيا آهن، جنهن مان هي فنڪار نه پر هُنرمند لڳي ٿو. ذات جو سومرو ۽ وطن ڊورو نارو هو. ٨٠ ورهين ۾ ڊوري ناري ۾ وفات ڪيائين، اُتي سندس قبو آهي. سندس رسالو صادق فقير ڪري چون ٿا.

**(٥٩) محمد هاشم مخلص-** محمد هاشم ''مخلص'' حافظ حامد ٺٽڙ شاعر جو پٽ هو، جنهن جو ذڪر جريان نمبر (٣٩) تي ڪيل آهي. هي مشهور اخبار نويس هو ۽ هجوگو (مذاقي) شاعر هو.

**(٦٠) ڀڳت تارو-** ڀڳت تاري ساميءَ جي طرز تي سلوڪ لکيا جي سنه ١٨٩٥ع ۾ ظاهر ٿيا.

**(٦١) سوامي ڏرمداس-** سوامي ڏرمداس لاڙڪاڻي جو رهندڙ هو ۽ ساڌ پرش هو. هن به ساميءَ جي طرز تي سلوڪ چيا آهن.

**(٦٢) حفيظ-** حفيظ ''مومل راڻو'' شاعريءَ ۾ لکيو آهي.

**(٦٣) خليفو حاجي عبدالله-** حاجي عبدالله ''ليلا مجنون'' جو قصو شعر ۾ لکيو آهي، اُن مان به سِٽون ڄاڻائجن ٿيون:

**''حال وڃي ڪال جو ڪلي ٿيان ڪمال، شائق سندا شوق جا مور نه مڱن مال.''**

هي سنه ١٧٥٣ع ۾ ڄائو هو، ١٧٩٣ع ۾ ليلا مجنون لکيائين. سندس والد خليفه محمود صاحب خدا رسيده بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس درگاه ڳوٺ ڪڙئي گهنور تعلقه ڳوني ۾ آهي، جتي هر سال ميلو لڳندو آهي.

**(٦٤) شمس الدين ''بلبل''-** شمس الدين سنه ١٨٥٧ع ۾ ڄائو هو. هي شاعر هو سندس تخلص هو ''بلبل.'' هي زميندار هو ته اخبار نويس به هو. هي پهريون مسلمان هو، جن مسلمانن کي سندن غفلت مان بيدار ڪري سياسي حقن لاءِ هلچل هلائڻ لاءِ آماده ڪيو. هن ''ديوان بلبل'' ١٨٩١ع ۾ ۽ ''ڪريما نيچرل'' لکيو. هي مذاقي شعر لکڻ ۾ هڪ مصرع سنڌيءَ ۾ ته ٻي پارسيءَ ۾ لکندو هو. هنجي ٽوڪباز شاعري آهي. مثال طور هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو:

**''غافل وڃين ولائت، لئون ليڊيءَ سان لائج - سو قرب ڪون ڪرستان، وڃي چرچ ۾ چوائج.''**

هن سنه ١٩١٩ع ۾ وفات ڪيائين.

**(٦٥) فقير محمد محسن ''بيڪس''-** فقير محمد محسن جو جنم تاريخ ٢٨ جمادي الاول ١٢٧٥ هجري برابر سنه ١٨٥٥ع ۾ ٿيو. هي ''بيدل'' جو فرزند ۽ سچل جو مريد هو. هي اِنساني حُسن جو شائق هو. هن جون ڪافيون دل کي ڇهن ٿيون. هن جي جيوني گدي مل هرجاڻيءَ لکي آهي. هي سنه ١٨٨٢ع ۾ رحلت ڪري ويو.

**(٦٦) پير حسام الدين راشدي-** پير حسام الدين راشدي عيسوي سنه جي اُنين صديءَ جي سنڌي نظم جي جنهن نموني نام نهاد جي ڏس ڏنو آهي، اُن جي سنڌي ته رڳو سندس تخيل جي سنڌي آهي. اُن مان اُن زماني جي سنڌيءَ ٻوليءَ جو ڪوبه ڏس پتو نٿو ملي. هي ٻن شعرن ۾ ذڪر ڪري ٿو (١) ''اغثني ياسيدا'' (او سيد مدد ڪر)، (٢) جمن چارڻ جو شعر ''يا پير پيران بادشاد.''

هڪ مثنوين ۾ آيل مسلسل قصن جو خاص ذڪر ڪري ٿو. پر ٻين شاعرن جي شعرن کان الڳ آهي. ليڪڪن ۾ هنجو احوال جريان نمبر ٥٣ تي آهي.

(٦٧) مهاراج ليکورام شرما- مهاراج ليکورام برهمڻ هو. هي ڳوٺ چنبڙ تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ رهندو هو. هي سنڌي، سرائڪي، هندي ۽ سنسڪرت جو ودوان هو. ليکڪ ۽ شاعر هو. ليکڪ نمبر ٦٢ تي ڏسو. هن شعر سنڌي سرائڪيءَ ۾ لکيا آهن (١) الٺ چاليسي (٢) سارڪتاولي (٣) حال درويش سرائڪيءَ ۾ (٤) مڪتي ڪارڻ (٥) ويچار ونود (٦) ويچار چمن پرڪاش (٧) پڇن پنڌار (٨) گر اُستوتي (٩) ڪافي مٺهار (١٠) پدارٿ نيتر لولي (١١) سهرفي (١٢) سڄان شتڪ (١٣) پڇن هلاس-ٻولي سنڌي اکر گرمکي (١٤) ٻارهان ماس (١٥) مورک شتڪ. هن جا ڇپيان ٣ ڪتاب ١٩٣٠ع ۾ ڇپيا هئا. حال درويش سوامي ليلاشاه سرائڪيءَ مان ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪري ڇپايو. ٻئي دفعي سندس شش ويريان ساگر ڇپايو. هي سنت ڪيشوداس ٽنڊي محمدخان واري ۽ سوامي ليلاشاه مهاراج جي ستگروءَ جو گرڀائي هو. هي ٢٨ بدو سنبت ١٩٧٣ چنبڙن ۾ پرلوڪ پڌاريو. هن جي ورسي اُن ڳوٺ ۾ ١٢ چيٽ تي ملهائبي هئي، ڪيس ٻه پٽ هئا (١) ڀڳوانداس حڪيم (٢) صوبراج؛ آگري رهن ٿا.

(٦٨) ٻيدل فقير- ٻيدل فقير سنہ ١٨٦٥ع ۾ ڄائو هو ۽ اُتر سنڌ جو رهندڙ هو. هي صوفي شاعر هو. هن جي شعرن ۾ گونا گونيت آهي. هن پنهنجي ڪافين ۾ سنڌي سورمن کي ڪنيو آهي. هن جي جيوني هندو مُريد انندرام راڄاڻيءَ لکي آهي. ١٩٣٩ع ۾ رحلت ڪري ويو.

(٦٩) يوڄراج چانڊومل موٽواڻي- يوڄراج چانڊومل موٽواڻي لاڙڪاڻي ۾ سنہ ١٨٦٧ع ۾ ڄائو هو. هي شاعر جيوتسنگهہ جو وارث هو. هن صوفي رچنائون لکيون آهن. هن سوين ڪافيون لکيون آهن. هي شاعر به هو ته سنت به هو. هنجو تخلص ”يوڄل“ هو. هي ٥ نومبر ١٩٢٠ع ۾ لاهور ۾ پرلوڪ پڌاريو.

(٧٠) حيدربخش جتوئي- حيدربخش جتوئي شاعر هو ۽ سرڪاري نوڪريءَ ۾ هو. هن ڪئين رباعيون ۽ شعر لکيا آهن. هن هڪ ”شِڪوَه“ ڪتاب لکي شايع ڪرايو، جنهن ڪن مولوين کي پوسرايو. آخر ڪتاب تي بندش پيئي. هن پنهنجي نوڪري ۽ شاعري ڇڏي ڏني ۽ سياسي هلچل ۾ ٽپي پيو. ڪو وقت هو، جڏهن سنڌ جي زنده شاعرن ۾ هن کي سڀ کان وڏيڪ تخليقي قوتون رکندڙ شاعر ڪري مڃيو ويندو هو.

(٧١) سوبراج نرملداس سڄانسنگهاڻي ”فاني“- سوبراج نرملداس سڄانسنگهاڻي سنہ ١٨٨٣ع ۾ ڄائو هو. هي سنڌي، پارسي ۽ عربيءَ جو مشهور عالم هو ۽ شاعر هو. هن اهڙيون ڪويتائون لکيون آهن جيڪي اسڪولن ۾ پاڙهيون وينديون هيون. هن نثر ۽ نظم ٻنهي تي قلم هلايو. هنجو وڏيڪ احوال پڙهو ليکڪن ۾ جريان نمبر ٩٢ تي.

(٧٢) تولارام مينگهراج ٻالاڻي ”عاجز“- تولارام مينگهراج ٻالاڻي ”عاجز“ جو جنم نومبر ١٨٨٤ع ۾ نوشهرو فيروز ۾ ٿيو. هي نثر توڙي نظم ۾ لکندو هو. هن سنہ ١٩٠١ع ۾ ”سکيا ساگر“،



”ياجي“ اندر جنگ ظاهر ڪيو. اُهو اوچي نثر ۾ ويدانت تي لکيل آهي. ٻيو سنہ ١٩١٤ع ۾ ”حب وطن“، ٽيون ١٩١٨ع ۾ ”درياه جو درشن“ لکيا. ٻيا هينان ڪتاب لکيا: تعليم جو تارو، دادا ڀائي نوروزجي، ملڪ مداح، آتم قلوازي ترجمو، Priceless Pearls گيان گوشٽ، قدر مداح وغيره. هي اهڙو شاعر هو جو اوچ معيار جي شاعراڻي ذات جو جوهر پسائڻ شروع ڪيو، پر وقت کان اڳي تاريخ ١٢ جولاءِ ١٩١٣ع ۾ ستسنگين سان گڏ لاڙڪاڻي ۾ گهاڙ واه ۾ سنان ڪندي گم ٿي ويو.

(٧٣) حافظ عبدالله ٽڪڙائي ”بسمل“- حافظ عبدالله ٽڪڙائيءَ جو جنم ڳوٺ ٽِڪڙ تعلقو ٽنڊو محمد خان ۾ سنہ ١٨٨٦ع ڌاري ٿيو. سندس تخلص ”بسمل“ هو ۽ مشهور شاعر هو.

(٧٤) ڪشنچند تيرٿداس کتري ”بيوس“- ڪشنچند تيرٿداس کتري ”بيوس“ جو جنم تاريخ ٢٥ فبروري ١٨٨٥ع ۾ شهر لاڙڪاڻي ۾ ٿيو. هي سنڌي ۽ فارسيءَ ۾ ماهر هو. لاڙڪاڻي جي اسڪول ۾ هيڊماستر هو. هي جڏهن شاگرد ١٦ سالن جو هو، تڏهن کان شعر لکڻ شروع ڪيائين. هي ٢٢ سالن جي عمر ۾ يعني سنہ ١٩٠٧ع ۾ سچ پچ پڪو شاعر ٿي ويو. پاڻ تي تخلص ”بيوَس“ رکيائين. سنہ ١٩٠٧ع کان سنہ ١٩٤٧ع تائين واري دؤر ۾ مواد توڙي هئيت ٻنهي لحاظن کان سنڌي شاعريءَ ۾ هڪ موڙ آيو. اُن جو باني هو ”بيوس“. هن شاعريءَ جي شائقن لاءِ هڪ نئون اُفق کولي ڇڏيو. ڪشنچند سنڌي ساهتيہ جي آڪاس ۾ سڄ جي سمان چمڪندڙ شاعر آهي. سندس شعر ۾ اُمنگ، آس ۽ ميناج آهي. سندس ويچارن ۾ گنڀيرتا ۽ اوچي اُڏام آهي. هڪ هڪ سِٽ ۾ دل جو راز ۽ نياز پيو جهلڪي. سندس شاعريءَ ۾ دل جي پلٽ ۽ دماغ جي ڪسرت آهي. هن گهر جو نالو ”جشن خانو“ رکيو. هي هوميوپٿي دوائن جو ڄاڻو هو ۽ علاج بيمارين جو ڪندو هو. هن گهڻيئي ڪتاب لکي ڇپايا آهن. جن ڪتابن جا نالا هٿ آيا آهن، سي هيٺ لکيا ويا آهن:

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال | جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|---|---|---|
| ١- | راجا هريشچندر ناٽڪ | ١٩٠٩ع | ١٠- | شعر بيوس | ١٩٥١ع |
| ٢- | سامونڊي سپون | ١٩٢٩ع | ١١- | بيوَس گيتانجلي | ١٩٦٠ع |
| ٣- | شيرين شعر | ١٩٢٩ع | ١٢- | سڌ پڙاڏو ساڳيو | |
| ٤- | گنگا جون لهرون | | | (بيوس شتابدي گرنٿ) | ١٩٨٤ع |
| ٥- | گرو نانڪ جيوَن ڪٿا | ١٩٣٥ع | ١٣- | پرت پوڄارڻ (نثر) | |
| ٦- | موجي گيت | ١٩٣٥ع | ١٤- | بيوس جو چونڊ ڪلام معنيٰ سان | |
| ٧- | اِندلٺ (ايڪانڪيون) نثر | ١٩٣٩ع | | (هري دلگير) | ١٩٨٨ع |
| ٨- | نل دمينتي (ناٽڪ) | | ١٥- | ڪليات بيوس | |
| ٩- | خوبصورت نانگڻ (ناٽڪ) | | | (محمد شاهه بخاري، لاڙڪاڻو) | ١٩٩١ع |

هي تاريخ ٢٣ سيپٽمبر ١٩٤٧ع ۾ سين کي الوداع ڪري راهه رباني وٺي رمندو رهيو ۽ وڃي وڪنڻ واسي ٿيو. هن جي ڪويتا جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو. شڪونتلا ڪان ڀتر جي شروعات هئن ٿو ڪرائي:

"ڇوي دل لڪي ڏي لڄا ٿي جهلي - ڌرم ۽ ڪرم ٿو پرت ڪان پلي،
حياجي حڪومت هٿن تي هلي - ڪنيا ٿي سگهان سوز دل ڪئن سلي،
ڪري شانت ساجي جيءُ تو جلي - ڪڇي ٿي، ڪڇڻ ڪان لڄا ٿي جهلي."

**(٧٥) محمد واصف-** محمد واصف شاعر هو، هنجو "ديوان واصف" ڪتاب لکيل آهي جو پهريون پيرو سنه ١٩٢٢ع ۾ ڇپيو، ٻيو دفع ١٩٥٥ع ۾ ڇپيو. هن جا غزل خاص نه آهن.

**(٧٦) نواز علي جعفري "نياز"-** نواز علي جعفري شاعر هو، هنجو تخلص "نياز" هو. هن جون ڪافيون ۽ متفرقه شعر وڏيڪ دلچسپ آهن. هي "گل ۽ بلبل" جي قصي کي سهڻو موڙ ڏئي ٿو.

**(٧٧) محمد بخش "ڪوجهي"-** محمد بخش شاعر هو، هنجو تخلص ڪوجهي هو. هي سٺو شاعر هو. هي درازن جي درگاهه جو صادق مُريد هو.

**(٧٨) غلام علي "مسرور"-** غلام علي وينل شڪارپور جو آهي، تخلص "مسرور" اٿس. هن "مسدس مسرور" يا "هيرن جو هار" ڪتاب شعر ۾ لکيا آهن. اُهو پنجين ڏهاڪي ۾ ظاهر ٿيو. نهايت وڻندڙ، فنائتو ۽ ساراهه جوڳو ڪتاب آهي، اُن ۾ اخلاقي نصيحتون به آهن.

**(٧٩) ڊاڪٽر ايڇ. آءِ. سدارنگاڻي -** ڊاڪٽر ايڇ. آءِ. سدارنگاڻي شاعر هو. هن سليس ۽ شيرين رباعيون لکيون آهن.

**(٨٠) پروفيسر منگهارام اُڌارام ملڪاڻي -** پروفيسر منگهارام اُڌارام ملڪاڻي حيدرآباد سنڌ ۾ سنه ١٨٩٦ع ۾ ڄائو هو. هي سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ ماهر هو ۽ ڪاليج ۾ پروفيسر هو. هن پنهنجو قلم نثر توڙي نظم ۾ ٻنهي تي هلايو آهي: هن رويندرنات ٽئگور جي گارڊنر يعني "پريت جا گيت" ۽ "گيتانجلي" ١٩٤٢ع ۾ ڪويتا ۾ ترجمو ڪيا. گيتانجليءَ جي سيني ساراهه ڪئي آهي. تنهن ڪانسواءِ هن ناٽڪن جا به چڱا ڪتاب لکيا. هن سنڌيءَ ۾ يڪ فصلي ناٽڪ لکڻ جي شروعات ڪئي. هن سنه ١٩٣٧ع ۾ ننڍڙا ٥ ناٽڪ ۽ ١٩٣٨ع ۾ ٤ ننڍڙا ناٽڪن جو مجموعو لکيا. "قسمت" "ايڪتا جو آلاپ" "ادبي اُصول" "تي پارٽي" "ليڊيز ڪلب" "پنگتي پڙدا" ١٩٢٣ع ۾ لکيا. هي سنه ١٩٨٠ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

**(٨١) سوامي ٻوڌراج لوڪومل واڌواڻي -** سوامي ٻوڌراج جو پتا ديوان لوڪومل واڌواڻي حيدرآباد سنڌ جو وينل هو. هنکي ريلوي جي نوڪري ڪئيتا ۾ هئي. اُتي هڪ سنت وٽن آيو، جو پرسن ٿيو. اُن کي چيائين ته توهانکي پٽ ڄمندو جو پاڻ کي ۽ ڪُل کي تاريندو ۽ ڪئين جيئن جو نيتارو ڪندو. سوئي هنن کي ٻارهين مهني ٦ فبروري ١٨٩٧ع ۾ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو "يوجراج" رکيو ويو. وڏو ٿيو، پڙهندو هو پر ذره ڏانهن لاڙو هوس، سنتن جي سنگت ۾ گهڻو وقت گذاريندو



هو. مئٽرڪ پاس ڪيائين. پهرين ڪلارڪ هو پوءِ ماستر ٿيو. هنکي اچي ويراڳ لڳو، پوءِ هنجو نالو "يوجراج" مان ڦيرائي "ٻوڌراج" رکيو ويو. سنت هو، اُن سان گڏ هوشيار شاعر، ليکڪ ۽ ساهتيڪار هو. ڪيترائي ڀڄن شعر ۽ سلوڪ لکيائين. پوءِ نوڪري ڇڏي پورو سنت ٿيو ۽ روز ڪٿا ڪندو هو. ڪيترائي ڪتاب لکيا اٿس، جهڙوڪ "اندر جو آلاپ" "ڪشمير جو سئر" ۽ "سچو ساٿي" وغيره. هي ٢ آڪٽوبر ١٩٤٤ع ۾ مسوريءَ ۾ پرلوڪ پڌاريو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سندس پٽني ۽ پٽ اچي لکنؤ رهيا، اُتان شايد لڏي اُلهاس ننگر ويل آهن.

**(٨٢) ڊي. ڪي. منشاراماڻي -** ڊي. ڪي. منشاراماڻي شاعر هو. هن مڪت چند سان ملندڙ جلندڙ نثر ۾ انواد پيش ڪيو آهي. هن نذر الاسلام جي آزاديءَ جي حق ۾ لکيل شعرن جو "باغي" عنوان هيٺ ترجمو ڪيو. ٻيو گهوٽ راڄا لکيو.

**(٨٣) نرمل جيوتاڻي -** نرمل جيوتاڻي شاعر هو. اوچ معيار جي شاعراڻي ذات جو جوهر پسائڻ شروع ڪيو، ليڪن هو وقت کان راهه رباني وٺي رمندو رهيو. هن ١٩٤٣ع ۾ بينا شول نثر ۾ لکيو.

**(٨٤) محمد صديق گلاب خان "مسافر"-** محمد صديق خان ٽنڊو باگو ضلع حيدرآباد جو رهندڙ هو. هي مشهور شاعر هو، سندس تخلص "مسافر" هو. هن نثر ۽ نظم ٻنهي تي قلم هلايو. هن ڪئين شعر، غزل ۽ ڪافيون لکيون آهن. سنڌ جي تواريخ ارغونن ۽ ترخانن جي ٽائيم جي لکي آهي ۽ گرامر ڀاڱو ٢ سنه ١٩٤١ع ۾ ڇپايو.

**(٨٥) پروفيسر اين. وي. ٿڌاڻي -** پروفيسر اين. وي. ٿڌاڻي شاعر هو. هن گيتا سنڌي شعر ۾ لکي ١٩٢٣ع ۾ شايع ڪئي. ڪويتا عالماڻي نموني جي آهي.

**(٨٦) ڀائي آسرداس-** هي به اڳوڻي وقت جو مشهور شاعر هو.

**(٨٧) ڀڳت پيروَداس -** ڀڳت پيروَداس اتومل برهم ڪتري اوچ ڪوٽيءَ جو شاعر هو، هن جا ڪئين ڀڄن، ڪافيون، ڏوهيڙا ۽ شعر ناهيل آهن. هنجو احوال اڳتي ڏسو باب پندرهون (ب) ڀڳت نمبر ٢٧ تي.

**(٨٨) منگهارام شيوڪرام "مستان"-** منگهارام شيوڪرام سنو شاعر هو، هنجو تخلص "مستان" هو. هي نثر ۽ نظم ٻنهي تي پنهنجو قلم هلائيندو هو. ليکڪ به عمدو هو. سنڌ مان لڏي اچي رتلام رهيو. سندس شعر ۾ شيريِ، رواني ۽ اُڏام آهي. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن پر نالن جو پتو ڪونهي. هن سوامي ٻوڌراج صاحب جو جيوَن چرتر لکيو ۽ سکمني صاحب جو ترجمو سنڌيءَ ۽ ڪويتا ۾ ڪيو، ٻئي ڪتاب شايع ٿيل آهن. هي رتلام ۾ ئي پنهنجي حياتيءَ جو سفر پورو ڪري وڃي پرماتما وٽ پهتو.

**(٨٩) ڏيونداس ڪوڏومل ڪشناڻي "آزاد"-** ڏيونداس ڪوڏومل ڪشناڻي شاعريءَ ۾ ماهر هو ۽ سندس تخلص "آزاد" آهي. هي وڪيل هو. اُتر سنڌ جو رهاڪو هو. هنجي شاعريءَ ۾ لکيل اُتم پستڪ پورب سنديش (ٻڌ جيوَن) ١٩٣٧ع ۾ ڇپيو. "آزاد" "بيوس" جي تازگيءَ ۽ همت سان گڏ پنهنجي نجي معصوميت واري اُمنگ ۽ آنند کي ملائي هڪ اهڙي ڪوتا رچي جا نهايت برجستي ۽ روانيءَ واري ٻڌجي پيئي آهي. هن ۾ اُڏام به آهي. مثال طور هڪ مصرح ڏجي ٿي:

”پريم ميخاني مان پيتي سُرڪ جنهن دلدار جي،
محب مستيءَ کان سواءِ ٻي سُڌ نہ ٿي سنسار جي،
ٿيو مزو پرچڻ رسڻ ۾ راند سِڪ پيار جي،
نار کي سِڪ پرش جي ۽ پرش کي سِڪ نار جي،
پريم رنگ سان پريم ورتو ڪل زمانو ٿي ويو،
ٿيو ترانو ناچ گانو، شادمانو ٿي ويو.“

(٩٠) ليکراج ڪشنچند ”عزيز“- ليکراج ڪشنچند ميرچنداڻي ”عزيز“ جو جنم حيدرآباد سنڌ ۾ ١٩ ڊسمبر ١٨٩٧ع ۾ ٿيو. هي برک عامل خاندان جي زميندارِي ڪٽنب مان هو. هِي سنڌِي ۽ پارسيءَ جو ماهر هو، اُردو ۽ عربِي بہ ڄاڻندو هو. هِي ليکڪ هو تہ شاعر هو ۽ سنڌيءَ جو يگانو اديب هو. اوچ ڪوٽيءَ جو ڪوِي هو. هو وڏو عالم ۽ زبان دان هو ۽ اهم مضمون نگار، تنقيدار ۽ ناٽڪ نگار بہ هو. هي شڪل جو سهڻو ۽ صحت ۾ سگهارو هو. علم ۽ ادب ۾ بہ اُستاد هو. هِي مئٽرڪ ١٩١٥ع ۾ پاس ڪري ڪاليج ۾ پڙهڻ لاءِ بمبئي ويو، پر پڙهائِي اڌ ۾ ڇڏي ڏنائين. ذهين بہ هڪڙو ئي هو. يار ويس هو. شاعريءَ جو شوق هوس، مشاعرن ۾ بہ شرڪت ڪندو هو. شاعر سندس شعر ٻڌِي ڏاڍا متاثر ٿيندا هئا ۽ کيس داد ڏيندا هئا. هيءَ پهرين شعرن ۾ پارسِي لفظ خوب ڪتب آڻيندو، پر پوءِ اُهي گهٽائي ڇڏيائين. هِي آخر تاريخ ١٩ آگسٽ ١٩٧١ع ۾ پرلوڪ پڌاريو. سندس لکيل ۽ ڇپايل ڪتاب هيٺ ڄاڻائجن ٿا:

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال | جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال |
|---|---|---|---|---|---|
| .١ | ڪمار اجيت سنگهہ (ناٽڪ) | ١٩٣١ع | .١١ | آبشار (شعر) | ١٩٥٣ع |
| .٢ | غريبان مار (ناٽڪ) | ١٩٣١ع | .١٢ | گل وَخار (تنقيد) | ١٩٥٥ع |
| .٣ | مسٽر مجنون (ناٽڪ) | ١٩٣٣ع | .١٣ | صراحي (غزل ۽ شعر) | ١٩٦٢ع |
| .٤ | ڪليات عزيز ڀاڱو ١ (غزل) | ١٩٣٨ع | .١٤ | سامِي (تنقيدِي مضمون) | ١٩٦٥ع |
| .٥ | ڪليات عزيز ڀاڱو ٢ (٢ مثنويون) | ١٩٣٨ع | .١٥ | للڪار (قومِي گيت) | ١٩٦٥ع |
| .٦ | ادبي آئينو (مضمون) | ١٩٤١ع | .١٦ | سوز وَ ساز (شعر) | ١٩٧٠ع |
| .٧ | گلزار عزيز (شعر) | ١٩٤٤ع | .١٧ | ٻهڳڻ ٻول (ٻال ڪويتائون) | ١٩٧٠ع |
| .٨ | شاعراڻي شمع (شعر) | ١٩٤٤ع | .١٨ | ڪلهہ جي ياد(شعر-مضمون-تنقيد) | ١٩٧١ع |
| .٩ | پيغام عزيز (قومي شعر) | ١٩٤٦ع | .١٩ | سنڌِي اصطلاح ڀاڱو ا | ١٩٧٦ع |
| .١٠ | پڇتاءَ جا لڙڪ (٣ مثنويون) | ١٩٤٦ع | .٢٠ | شريمد ڀڳود گيتا ڪويتا ۾ پرسرام ضيا سان گڏ | |



سندس شعر جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

”ڏکي ڪفني فقيرن جان هليس غمخوار جي خاطر-دڪايم جوڳِي ٿي دل ۾ دونهي دلدار جي خاطر،
ڦريس ٻهروپي ٿي جڳ ۾ مني منٺار جي خاطر-ڪيم هي سانگ سي سهٽي سڄڻ سردار جي خاطر،
گهمي مسجد مڙهي مندر بتخانو ٽڪس اڪثر-ويس ڪعبي ۽ ڪاشيءَ ڏي مگر حاصل نہ ٿيو دلبر،
نظر دل جي چمن ۾ جان ڪيم ويهي ’عزيز‘ آخر-لڌم تنهنکي رليس جنهن يار گل رخسار جي خاطر.“

(٩١) نانڪرام ڌرمداس ميرچنداڻي- نانڪرام ڌرمداس ميرچنداڻي حيدرآباد سنڌ جو نواسي هو. هن سنہ ١٩٢٨ع ۾ ”دِي اسٽئنڊرڊ انگلش سنڌِي ڊڪشنرِي“ لکِي ڇپائِي ۽ سنہ ١٩٤٧ع ۾ ڪاليداس جو ”ميگهہ دوت“ ڪويتا ۾ ترجمو ڪري شايع ڪيو. سنہ ١٩١٥ع ۾ ڌرم راءِ جي وَهي ۽ جيوت جو جس لکيا. ڪِل خوشي ١٩٣٢ع ۾ لکيو.

(٩٢) ڀهاجرام ڪوِي- ڀهاجرام ڪوِي ڳوٺ ڪاهي تعلقي سکر ۾ سنہ ١٩٠٠ع ۾ ڄائو هو. هِي ١٢ سالن جو هو تہ هردوار هليو ويو. اُتي ڪنکل ۾ سوامي شامانند مشهور ودوان وٽ ١٠ سال رهِي ڌارمڪ وديا پرائِي. مائٽن چيس تہ گهر ۾ رهہ، سنتن چيس تہ ٻيک وٺ. پر هِي ٻنهِي کان آزاد ٿِي رشيڪيش ۾ غار ۾ اِشٽ ديوَ نرسنگهہ جِي اُپاسنا ڪئي. اُتي هنجِي عمر ٢٥ سال ٿِي، پوءِ سنڌ ۾ آيو. حيدرآباد ۾ اچِي ڀهاج پرِي آشرم ناهي اُتي رهيو. پوءِ ديس ڀڳت بڻيو. هِي وڏو قابل شاعر هو. ڪئين ڪتاب لکِي ڇپارايائين. ڪرشن ولاس ١٩٣٤ع ۾، ميران ولاس ١٩٣٢ع ۾، ڪافين جو ڪتاب ١٩٣٤ع ۾ ۽ ٻيا بہ ڪيترائي ڪتاب ڪافين جا لکِي ڇپارايائين. هِي راڳ وسيلي ۽ ليڪچر وسيلي ڌرم اُپديش وغيره ڏيندو هو. ڪجهہ ليک اخبارن ۾ ڏيندو هو. هِي ويساک ۾ نرسنگهہ چوڏس تي هرسال ميلو لڳارائيندو هو. پاڪستان ٿيڻ بعد پهرين اجمير پوءِ متراآخر ۾ پوني رهيو. اجمير کان پوني ويندي واٽ تي ئي ١٩٦٨ع ۾ راه رباني وٺِي رمندو وڃي پرماتما وٽ پهتو.

(٩٣) ٻولچند کيمچند روپاڻِي ”مشتاق“- ٻولچند کيمچند روپاڻِي ٽنڊو فضل تعلقي حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو هو. هِي حيدرآباد ۾ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج جِي پرئڪسٽنگ اسڪول ۾ ماستر هو. هِي شاعر هو، هن جو تخلص ”مشتاق“ هو. هن ڪيترائي ڀڄن، ڪافيون ۽ متفرقہ شعر رچيا. جيتوڻيڪ هن پنهنجي نظمن جو هڪ ڪتاب لکِي تيار ڪيو پر ڇپائي ڪونہ سگهيو جو سرڳواس ٿِي ويو.

هن جي شعرن مان هڪ ٽڪرو نموني طور هيٺ لکجي ٿو:

”ملهايون ڪيئن اسين مُرڪِي، ڏکن جي ڏيهہ ۾ ڏيارِي-
گهمِي راڪاس پيو ٻک جو، ڪٽي ڏنڊو ٿو چوڌارِي،
ڇڏي پنهنجو وطن پيارو، اسين ٻنواس پيا ڀوڳيون-مصيبت جا ڏسون سامهون، مرون مانگر مهايارِي،
مني ماتا جنم ڀومي، ستي سيتا سنڌڙيءَ جي-هٿن ۾ دشت راوڻ جي، ڪري ورلاپ ويچارِي،
وطن جا وڻ ٽٽا وسرن، مڙهيون ۽ ماڳ مارن جا، رکان ”مشتاق“ مستڪ تي، وطن جي خاڪ موچارِي.“

(٩٤) مؤلانا جَلال الدين رومي - مؤلانا جلال الدين رومي هڪ ڪتاب قيل ۽ قال جو لکيو آهي. هن هڪ مثنوي لکي، جنهن ۾ ٢٦٠٠٠ کان مٿي بيت آهن.

(٩٥) ٻلديو تاراچند ڳاجرا ”گمنام“- ٻلديو تاراچند ڳاجرا اُتر سنڌ ۾ سنہ ١٩٠٩ع ۾ ڄائو هو. هي پرسڌ پترڪار، مضمون نويس، نقاد ۽ شاعر هو. هن جو تخلص ”گمنام“ هو. هن جي عبارت ۾ رواني آهي. هن شعرن جا گٽڪا شايع ڪيا آهن. جهڙوڪ ”گمنام صدا“، قول ۽ ترانا ۽ شعرو شاعري وغيره.

(٩٦) ماستر چندر آسنداس داني - ماستر چندر جو جنم آسنداس جي گهر تاريخ ٩ نهري سنبت ١٩٦٥ برابر سنہ ١٩٠٩ع ۾ ناروشاه ضلع نوابشاه ۾ ٿيو. هي اسڪولي وديا ڪانپوءِ ڳائڻ وديا سِکيو، پوءِ ڳائيندي ڳائيندي شاعر ٿي ويو. هن گهڻيئي ڪافيون، غزل ۽ سلوڪ ڇپيا آهن. هن عشقي گيت بہ گهڻا ڇپيا آهن. هن ڪتاب بہ ڪجھ لکي ڇپايا آهن. هي سنگيت آچاريہ بہ هو. هن ڪتاب ”ديوان چندر“ عرف ”چندر سان رهاڻيون“ ٻن ڀاڱن ۾ ڇپيل آهي، اُن ۾ هن جا گهڻيئي ڪافيون غزل وغيره آهن. ٻيو ڀاڱو ١٩٦٦ع ۾ ڇپيو هو. ٽيون ڀاڱو ۽ چوٿون ڀاڱو بہ تيار هئا جي ڇپجي چڪا هوندا. هن هڪ شعر سندس جنم ڏِن ملهائڻ جي جواب ۾ لکيو آهي. اُن مان فقط هڪ مصر نموني طور هيٺ ڄاڻائجي ٿي. هن هنديءَ ۾ بہ شعر ڇپيا آهن:

”اي عزيزو اي رفيقو هم سفر اي ساٿيو - اڄ هلي آيا پلي ”چندر“ جي گهر اي ساٿيو،
بره وارا قرب جا قائل بشر اي ساٿيو - ڪجھ نٿو طلبيان توهان کان سيم وَ زر اي ساٿيو،
مڱ دعائن جا ڪپن هي عرضي ”چندر“ ڪري - وڃڻ کان اڳ ۾ سڄڻ وڇجو سڄي جهولي پري.“

هن جا گهڻي ۾ گهڻا رڪارڊ پريل آهن، سنہ ١٩٨٤ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

(٩٧) هوندراج ليلارام ”دکايل“- هوندراج ليلارام ”دکايل“ سنہ ١٩١٠ع ۾ لاڙڪاڻو شهر ۾ ڄائو هو. هن جي رهبري مشهور شعر ڪشنچند ”بيوس“ ڪئي ۽ هي بہ سُنو شاعر ٿي پيو ۽ هنجو تخلص ”دکايل“ آهي. هن ١٤ ورهين جي ڄمار ۾ يعني سنہ ١٩٢٤ع کان شاعري شروع ڪئي. هن جون ڪويتائون ”سنگيت قول“ جي نالي سان ڇپيل آهن جنهن جا ١٥ ڀاڱا آهن، جي الڳ الڳ آهن. هن جا گيت سولائيءَ سان ڳائي سگهجن ٿا. حيثيت ۾ هرهنڌ مشهور آهي. سنڌ ۾ قومي جاڳرتا آڻڻ لاءِ هن جي شاعريءَ چڱو ڪم ڪيو. ڳائيندڙ بہ سنو آهي. هندي گيت بہ رچيندو آهي. هن ونوبا ڀاوي سان گڏ ”پومي دان هلچل“ ۾ ٻهرو ورتو ۽ ڪيترا سال اُن سان گڏ رهيو. هينئر پيرسن آهي ۽ آديپور ۾ رهندو آهي. هاڻي تازو سرڳواس ٿي ويو. هن قومي گيت گهڻي ۾ گهڻا لکيا آهن. نموني طور قومي گيت مان هڪ مصرع ۽ هڪ سلوڪ هيٺ ڄاڻائجن ٿا-

مصرع- ”جي چاهہ اٿم ڪا تہ وطن شاد ڏسان مان - آزاد ڏسان مان وري آباد ڏسان مان،
مستي اِنهيءَ ۾ آهي ”دکايل“ جي دل مگن - هي منهنجو وطن منهنجو وطن.“

بيت- ”دکايل“ ديش جي اُلفت نہ نڪري سيني مان -
اچي آزادگيءَ جي عطر جي خوشبوءِ پسيني مان.



(٩٨) نارائڻ گوڪلداس ناگواڻي ”شيام“- نارائڻ گوڪلداس ناگواڻي ”شيام“ جو جنم ڳوٺ ڪاهي قاسم ضلع نواب شاه ۾ تاريخ ٢٢ جولاءِ ١٩٢٢ع ۾ ٿيو. هن B.A. پارسيءَ ۾ پاس ڪئي. سنڌي پارسي ۽ اُردو جو سنو ڄاڻو هو. هن ١٩٣٩ع ۾ شاعريءَ ۾ قدم رکيو. پارسيءَ جو اُستاد هو ۽ اُردو غزلن ۾ بہ ماهر هو. ”وارِيءَ ڀريو پلاند“ ڪتاب تي اِنعام مليس. ٻيا هن جا مکيہ ڪتاب ”ماڪ ڀنان رابيل“، ”ماڪ ڦڙا“، ذات ۽ حيات ڪتاب ۾ ٣١٥ غزل آهن. هن ٩ ڪتاب ڪويتا جا شايع ڪيا آهن ۽ ٣ دستخط تيار هئس. جپاني هائيڪو جي ايجاد سنڌيءَ ۾ ڪيائين. هي تاريخ ١٠ جنوري ١٩٨٩ع ۾ هن فاني دنيا کي الوداع ڪري وڃي وئڪنٺ وساياڻين. سنڌي ٻوليءَ جي غزل مان آخرين مصرع نموني طور ڏجي ٿي:

”خزان حال اوري تہ ڪنهن سان اوري - سيني جي سڪيا بهارن جي ٻولي!
الا! اِئين ٿئي جو ڪتابن ۾ پڙهجي - تہ هئي سنڌ ۽ سنڌ وارن جي ٻولي!“

(٩٩) پرسرام هيرانند ”ضيا“- پرسرام هيرانند سچاننداڻي ”ضيا“ ٽنڊي آدم ضلع نواب شاهہ ۾ تاريخ ١١ جوُن سنہ ١٩١١ع ۾ ڄائو هو. هي شاعر هو ۽ هنجو تخلص ”ضيا“ هو. هي لڄاري سڀاءَ وارو، محبت طبعيت ۽ ٿورو ڳالهائو ۽ گهڻي ٻوجهہ وارو هو. هن سنہ ١٩٤٣ع ۾ ”تصوير- اي- احساس“ نالي ڪويتا ڪٺ شايع ڪرايو. تعليم کاتي جي ڊئريڪٽر دائود پوٽي اُن جي ساراهہ ڪئي آهي ۽ اُن لاءِ هن کي اِنعام ڏنو. ٻيو ڪتاب ”پرديس ۾ وطن جي ياد“ آهي. هن شاعر ليکراج عزيز سان گڏ شريمد ڀڳود گيتا ڪويتا ۾ لکي آهي. هن جي شعرن جو ڪتاب ”آلاپ ضيا“ ڇپيل آهي. هي اخبارن ۾ ڪويتائون موڪليندو هو، پر اُن ۾ تخلص ”ضيا“ نہ وجهندو پر ”سوٿائي“ ۽ ”سپاهي“ وجهندو هو. هي آخر تاريخ ٢٨ آڪٽوبر سنہ ١٩٥٨ع ۾ راهہ رباني وٺي رمندو رهيو. نموني طور سندس ڪويتا جون ٻہ مصرائون هيٺ ڏجن ٿيون-

(١) ”خوشي ڏينديــن تہ خوش رهبو - جي غم ڏينديــن تہ پيو سَهبو،
مونکي جيئن تون هلائيندين - تنهن جي مرضيءَ تي پيو هلبو.“

(٢) ”ٻين کي ڀي نوازين ٿو - ”ضيا“ تي ڀي نوازش ڪر،
ڪندين ڪرپا تہ دنـيا ۾، هميشهہ ڪنڌ ڪـٺي هلبو.“

(١٠٠) مورُومل چيتنداس ڏانڌا ”بيوَطن“ برهم ڪتري رتن- مورُومل چيتنداس ڏانڌا ڳوٺ ٽنڊي فضل تعلقي ۽ ضلعي حيدرآباد سنڌ ۾ تاريخ ١٢ جولاءِ سنہ ١٩١٣ع ۾ ڄائو هو. هن پنهنجو قلم نثر توڙي نظم ٻنهي ۾ هلايو آهي. سندس تخلص ”بيوَطن“ آهي. هي سنڌي، پارسي، اُردو، هندي، انگريزي، ٿوري سنسڪرت ۽ ٿوري عربي ڄاڻندو آهي. هي سنڌ ۾ سرڪاري نوڪريءَ ۾ P.W.D. کاتي ۾ آبدار (i.e. Irrigation Inspector) هو. هن کي ننڍي هوندي کان ئي شاعريءَ جو شوق هو ۽ شعر ناهيندو رهندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن اخبارن کي بہ موڪليندو هو. هن هڪ ڪويتا ”آبدار جي هِسٽري“ سنہ ١٩٤٤ع ۾ لکي هئي، جا ”سنڌ آبدارس ائسوسئيشن“ جي رپورٽ ۾

ڇپي. اُها ڪويتا سنڌ جي مشهور شاعر ڪشنچند ”بيوس“ پسند ڪئي ۽ ميڊل اِنعام ڏيڻ لاءِ سفارش ڪئي. ”سنڌ آبدار ائسوسيئيشن“ لاڙڪاڻي جي ميٽنگ ۾ چانديءَ جو ميڊل ڏيڻ پاس ڪري سنمانت ڪيو، جو شهدادپور جي ميٽنگ ۾ ڏنو ويو. هن سندس ٿاهيل ڪويتائن جو هڪ دستخط تيار ڪيو، پر ڇپايو ڪونه ويو هو ۽ لڏ پلاڻ ۾ سنڌ ۾ ئي رهجي ويو هو. هن سنه ۱۹۴۵ع ۾ ”بيوطن جي وينتي“ عرف ”پياسيءَ جي پڪار“ لکي، جنهن ۾ الف کان ي تائين (ٻاون اکري يعني سه حرفي) ۽ ۳۰ راتيون ڪويتا ۾ لکيون، جو پهريون دفعو سوامي ليلاشاه مهاراج جن سنه ۱۹۶۷ع ۾ ڇپايو ۽ ٻيو دفعو هن خود سنه ۱۹۷۸ع ۾ ڇپايو. ٻيو ڪتاب ”سوامي ليلاشاه جيون“ ڪويتا ۾ لکي سنه ۱۹۹۴ع ۾ ڇپائي شايع ڪيو. هن ڪيترا ليک ڏار ڏار اخبارن کي موڪليا، جي ڇپيا. هن هندستان ۾ سرڪاري نوڪري الڳ الڳ کاتن ۾ ڪئي. پڇاڙي گورنمينٽ راجستان ۾ اڪائونٽنٽ جي پوسٽ تان تاريخ ۱۱ جولاءِ سنه ۱۹۶۸ع ۾ رٽاير ڪيو. هي سنڌ ۾ يوناني حڪمت به ڪندو هو ۽ ماڻهن کي دوائون مفت ڏيندو هو. هي اکل ڀارت سنڌي برهم کتري پنچائت جو آڊيٽر ۽ جنرل سيڪريٽري ۳۰ سالن کان ٿي رهيو آهي. سماج جي شيوا ڪندي هن ڪيترائي سماجي ڪتاب به لکيا آهن. تنهن ڪري مٿين پنچائت هن کي سنمانت ڪري تاريخ ۱۵ فبروري ۱۹۹۴ع ۾ ”برهم کتري رتن“ جو لقب ۽ چانديءَ جو ميڊل سونو پاڻي چڙهيل ڏنو. ٻيا هيٺان ڪتاب لکيا ۽ ڇپايا آهن: (۱ ۽ ۲) سنڌي برهم کترين جي ڊئريڪٽري-سنڌي ۽ ديوناگري ٻنهي لپين ۾ سنه ۱۹۹۴ع ۾، (۳) سنڌي برهم کترين جي وهانوَ جا سانت سوڻ ۽ ڪم ٻنهي لپين ۾ سنه ۱۹۹۶ع ۾، (۴ ۽ ۵) خوراڪ، پوشاڪ، زيور ۽ لاڳپوتن جا رواج-سنڌي برهم کترين ۾ ٻنهي لپين ۾ ۱۰۰ سالن تائين سنه ۱۹۹۷ع ۾، (۶) سماج جا سِتارا-سنڌي برهم کترين جا سنه ۱۹۹۸ع ۾، (۷) ٽيليفون ڊئريڪٽري (سنڌي برهم کترين جي ڀارت ۾) سنه ۱۹۹۹ع ۾، (۸ ۽ ۹) پهاڪن جي سوغات ٻنهي لپين ۾ سنه ۲۰۰۰ع ۾، (۱۰) ليلاشاه درشن-شري پريداس برهمچاريءَ سان گڏ سنه ۱۹۷۵ع ۾ لکيو جو هُن ئي ڇپايو، (۱۱) سنڌي برهم کترين جو ڌارمڪ ۽ سماجڪ اِتهاس سنه ۱۹۷۷ع ۾، (۱۲) سنڌي برهم کترين جا نُک وار شجرا يا ونساوليون سنه ۱۹۹۳ع ۾، (۱۳ ۽ ۱۴) سماجي اصطلاحن جون وصفون-سنڌي عربي ۽ سنڌي ديوناگريءَ ۾ سنه ۲۰۰۱ع ۾، (۱۵) ديوي شنگهه ڀواني عرف هنگلاج ماتا ۽ نوراتا ديوناگريءَ ۾ سنه ۲۰۰۱ع ۾، (۱۶) عجيب سچيون حقيقتون ۳۰ سنه ۲۰۰۱ع ۾، (۱۷) مولچند ڏانڌا جي ۱۱ پيڙهين جي ڄاڻ سنه ۲۰۰۱ ۾، (۱۸ ۽ ۱۹) سماجي سڳنڌ ۽ ٽيليفون ڊئريڪٽري سنه ۲۰۰۳ع ۾؛ ۱۹ اِهي ۽ ۳ ڪويتا ۾ مٿي ڄاڻايل ۽ ۲ سووينئر سنه ۱۹۶۵ع ۽ ۱۹۶۹ع ۾ ڪل ۲۴ ڪتاب ۽ ۲۵ سنڌ جي تصوير عرف سنڌ جو اِتهاس لکيو اٿس جو ڇپجي رهيو آهي. تنهن کان سواءِ وقتن تي سماجي سووينئر به لکيا ۽ ڇپايا اٿس. اخبارن ۽ مئگزنن کي شعر موڪليندو رهندو آهي، جي ڇپبا رهيا آهن. هن وقت مالويه نگر (جئپور) ۾ رهي ٿو، هاڻي مالويه ننگر مان به لڏي پرتاب ننگر ڪالوني سانگانير-جئپور ۾ رهي ٿو.



(۱۰۱) هرومل ايسرداس سدارنگاڻي ”خادم“- هرومل ايسرداس سدارنگاڻيءَ جو جنم ۱۹۱۳ع ۾ ٿيو، سندس تخلص ”خادم“ هو. هن به شاعريءَ ۾ پنهنجو قلم هلايو آهي. هن رنگين رباعيون ۽ ڪنور پاڙون پاتار ۾ ڪتاب لکيا. هي سنه ۱۹۹۲ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

(۱۰۲) ليلارام تولارام ”پريم“- ليلارام تولارام پنواڙي ڳوٺ تعلقي ڪنڊياري ۾ تاريخ ۱ سيپٽمبر ۱۹۱۴ع ۾ ڄائو هو، هن جو تخلص ”پريم“ آهي. هن ”سيتا ماتا“، ”پريم جا پُور“ ۽ آريه وير لکي ڇپايا آهن ۽ اخبارن کي ۽ شعر موڪليندو آهي.

(۱۰۳) ڪيئلداس وليرام بيگواڻي ”فاني“- ڪيئلداس وليرام بيگواڻي اُتر سنڌ ۾ سنه ۱۹۱۴ع ۾ ڄائو هو. تعليم کاتي ۾ نوڪريءَ ۾ هو. ننڍي هوندي کان شاعريءَ جو چاه هوس، هنجو تخلص ”فاني“ هو ۽ سٺو شعر لکندو هو. هنجي شعرن ۾ شيريني آهي. هي سنه ۱۹۴۷ع کان اڳ شعر لکندو هو. وطن لاءِ حب هيس. هن ڪيترائي ڪتاب ڇپايا آهن. ڪجهه ناٽڪ به لکيا اٿس. هي سنه ۱۹۹۵ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

(۱۰۴) چيتنديوَ ورما ”يمراج“- چيتنديوَ ورما حيدرآباد سنڌ ۾ رهندو هو. هن نثر ۽ نظم ٻنهي تي پنهنجو قلم هلايو آهي. هن جو تخلص ”يمراج“ هو. هن جي شعرن ۾ چڱو جوش ڀريل آهي. هي آريه سماجي هو ۽ عمدو ليڪچر ڏيندو هو. هن جي تقرير ۾ پڻ جوش جو اثر هو ته شعرن ۾ به جوش آهي. هن نثر توڙي نظم ڪتاب لکي ڇپايا هئا، پر نالن جي معلوميت پئجي ڪانه سگهي آهي. هي سنڌ مان اچي آگري رهيو ۽ اُتي ئي سرڳواس ٿيو.

(۱۰۵) پريو جوتومل چڳاڻي ”وَفا“- پريو جوتومل چڳاڻيءَ جو جنم پنجو ديرو ضلع لاڙڪاڻي ۾ تاريخ ۱۹ سپٽمبر ۱۹۱۵ع ۾ ٿيو. هن جو تخلص ”وَفا“ هو. جهڙو شڪل جو ٺاهُوڪو هو، تهڙو هو سڀاءَ جو سٺو. شعر به عاليشان لکندو هو. سندس شعر ۾ سوجهه ۽ سلاست آهي ۽ نفاست ۽ رواني آهي، جا ٻين جي ڪوتا ۾ ملي ٿي. ڪاليجي تعليم ڪري سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن، جهڙوڪ (۱) پرواز (۲) سرخ گلاب (۳) سُرها خواب (۴) آئينه ۽ عڪس (۵) جهنڪار (۶) مان ازل جي اُڃ آهيان (۷) تون ساگر مان لهر (۸) پيغام (۹) خليل جبران جي انگريزي ڪتاب پرافيٽ Prophet جو نثر ۾ ترجمو ڪيو. هن کي ڪيترائي اِنعام مليا. هڪ ڪتاب تي ۵۰۰۰ روپيه اِنعام مليس. سندس نثر مان هڪ ڪلام جي مصرع نموني طور ڏجي ٿي:

”اصلي ڀڳوان ڪهئين هن جڳ ۾ - ڀڳت بڻي تون آئين،
ڪهئين نرمل نُور ”وَفا“ - چو ٻُت جو بار ڪٽين تون آئين،
اِنساني جامي جي اندر سائين، عجب جيون جرڪائي وئين.“

(۱۰۶) هري گروءَڏنومل ”دلگير“- هري گروءَ ڏني مل جو جنم تاريخ ۱۵ جُون ۱۹۱۶ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ ٿيو، هن جو تخلص ”دلگير“ آهي. هي سنڌي شاعرن ۾ مکيه جڳهه والاري ٿو. ”بيوس“ جي صحبت ۾ رهي گهڻو ئي ڀرايو اٿس. سندس ٻولي سادي ۽ روانيءَ سان ڀريل آهي. هي اِنجنير هو ۽ پرنسيپال هو ۽ هاڻي رٽايرڊ آهي. هن وقت آديپور (ڪڇ) ۾ رهي ٿو. هن ڪيترائي ڪتاب

لکي ڇپايا آهن: مثلا هريشچندر جي جيوَن ڪٿا ١٩٤١ع ۾، ڪوڏ ١٩٤٢ع ۾، لهرون لک لباس ١٩٩٣ع ۾، ماڪ جا ڦڙا، نارائڻ شيام سان گڏ ١٩٥٣ع ۾، پل پل جو پڙلاءُ، مزيدار گيت ١٩٨٣ع ۾، موج ڪئي مهراڻ، رولو آواز ١٩٨٤ع ۾، چولو منهنجو ڇِڪ ۾ ١٩٨٧ع ۾، امر گيت ١٩٨١ع ۾، جپ صاحب، اڪيلو چنڊ ١٩٩٩ع ۾، صبح جو سهاڳ ٢٠٠١ع ۾، جيءُ جيءُ ڙي جيءُ ٢٠٠٠ع ۾، گيت گلابي (پروليون ڪوتا ۾) ١٩٨٨ع ۾ وغيره وغيره. هريشچندر جي جيوَن تي ”بيوس“ جا آشيرواد طور بہ اکر شامل آهن. هن چيو تہ ”دلگير“ شاعر جي روپ ۾ پنهنجي عمر کان ويهہ ورهيہ اڳي ئي پختو ٿي ويو آهي. پنهنجي شاگرد جي پختائيءَ ۽ ميناج جي واکاڻ ڪئي آهي. هنکي اڪادمي دهلي ۽ گجرات جا اِنعام مليل آهن. نموني طور غزل مان بہ مصرائون لکجن ٿيون:

”(١) هينئر پيي مَئہ ملي ٿي پر، ڪٿي سا موج مدهوشي،
اُهي ساقي ڪٿي آهن، سي مستانا ڪٿي آهن.
(٢) جواني اڄ پيي جهومي ٿي، مگر ”دلگير“ مجبوري،
اُهي سهڻا ڪٿي ۽ سي صنم خانہ ڪٿي آهن.“

(١٠٧) وشنداس ڀاڳيا ”لِکل“- وشنداس ڀاڳيا بہ شاعر هو، سندس تخلص ”لِکل“ هو، هن بہ شعر چيا آهن. هي سنہ ١٩١٦ع ۾ ڄائو هو ۽ ١٩٨٠ع ۾ سرڳواس ٿيو.

(١٠٨) ارجن ڊيٽارام ”سِڪايل“- ارجن ڊيٽارام جو جنم شهر سڏوجا تعلقو مورو ضلع نوابشاهہ ۾ تاريخ ٥ نومبر ١٩١٩ع ۾ ٿيو. هن جو تخلص ”سِڪايل“ آهي. هي آيرويدڪ ڊاڪٽر ۽ پترڪار آهي. هن جا لکيل ۽ ڇپايل ڪتاب هيٺيان آهن: انار ڪلي، گهمي وڃ سنڌ ننگر ڙي يار، امر شهيد اِندرا گانڌِي، هڪ پرش ٽي اِستريون، ڪپهہ ۽ باهہ، راجڪمارِي گيتا، ناري تنهنجا روپ انيڪ، تپسيا ٽُٽي پيئي، ڏهن خطن ۾ گيتا، سنڌي ساهتيڪارن جو آلبم، ادب ۽ اديب، سنڌي ڀاشا جي پڪار، هندو فلاسافيءَ جو سنديش وغيره. اِنعام بہ چڱا مليا اٿس.

(١٠٩) جيوَت گيانچند ”ترنگ“- جيوَت گيانچند جو جنم ١٩٢١ع ۾ لکي ضلع دادوءَ ۾ ٿيو. هي شاعر هو ۽ تخلص ”ترنگ“ هوس. ورِي کُلي پيا زخم پراڻا، مظلوم، سندر ناچڻي، اِنقلاب اچي وغيره ڪتاب لکيا. هي سنہ ١٩٧٩ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

(١١٠) ڀڳوان سي. ٿڌاڻي ”پشپ“- ڀڳوان سي. ٿڌاڻيءَ جو جنم سنہ ١٩٢٢ع ۾ ٿيو. هي شاعر هو، سندس تخلص ”پشپ“ هو.

(١١١) ماستر رانجهن- ماستر رانجهن جو جنم تاريخ ٢٤ آگسٽ ١٩٢٠ع ۾ ٿيو. هي ڪوي ۽ گائڪ هو. ڏُلارو، گهڻ گهرو، لوڪ پريہ ڪلاڪار هو. ننڍي هوندي کان ئي ڪويتا ناهڻ ۽ ڳائڻ وڄائڻ جو شوق هوس. ١٤ ڊسمبر ١٩٨١ع ۾ سرڳواس ٿيو. هن جي ڪويتا جون بہ مصراعون نموني طور پيش ڪجن ٿيون.



”پار پهچائيندو جهولي لعل....

(١) سنڌڙِيءَ ۾ جنهن سار لڌي هئي - پاپين جي جنهن پاڙ پٽي هئي،
اسان جو هتي بہ هن کي اسان جو خيال - پار پهچائيندو جهولي لعل.
(٢) خالي جهوليون ڀري ويا ڪيئي - خوش ٿي ويا هن در تان سيئي،
اچو تہ پايون اَکا ڦلا - ”رانجهن“ جو آهي سوال - پار پهچائيندو جهولي لعل.“

(١١٢) شيخ مُبارڪ علي ”اياز“- شيخ مبارڪ علي غلام حسين جو جنم ٢٣ مارچ ١٩٢٣ع ۾ شڪارپور ۾ ٿيو. هي سنڌ جو مشهور ۽ مقبول شاعر هو. هنجو پنهنجي ماتر ڀوميءَ يعني سنڌ سان بيحد پيار هو. هن ”لطف ال لطيف“ ڪتاب لکيو آهي. ٻيا ڪتاب ڀنور ڀري آڪاس، ڪلهي پاتم ڪينرو، ڪي جو ٻيجل ٻوليو وغيره هن جا لکيل ڪتاب مشهور آهن. هي پيشي ۾ وڪيل هو. سنہ ١٩٤٧ع ۾ سنڌ (پاڪستان) ۾ وڃي خدا سان واصل ٿيو. سندس شعرن مان ٽڪرا پيش ڪجن ٿا، جي نمونا هيٺ ڏجن ٿا-

ٿل- ”سهندو ڪير ميار او يار، سِنڌڙِيءَ کي سِر ڪير نہ ڏيندو.
(١) جهول جهلِي جنهن وقت پٽائيءَ، ڪِرندا ڪنڌ هزار او يار.
(٢) نيٺ وڍيندڙ وڍجي ويندا، ڪنبندِي نيٺ ڪٽار او يار.
(٣) نيٺ تہ ڍهنديِ ڪيسين رهنديِ، دوکي جي ديوار او يار.
(٤) گهڙا ڪٽي گهڙنديون سوَ سُهٽيون، مرندا سوَ ميهار او يار.
(٥) سِر جي سَئن هٽي ڏس چارڻ، ٻيجل ٿي ٻيهار او يار.“

”ڏيهي پرڏيهي ٿيا، پرڏيهي ڏيهي- آيا گهر ۾ اوپرا، نڪري ويا نيهي؛
پراوا پيهي، والاري ويا سنڌڙِي.“ جاڳ پٽائي.

”منهنجا منڙا ٻچڙا تون مُڃڳ مُڃڳ جيءُ - ڪير جي بدلي ٻچڙا، پنهنجا ڳوڙها پيءُ،
مانيءَ جي عيوض منڙا، لنيون گولي کاءُ - توتان صدقي ساهہ، جيجل سنڌڙِي ماءُ.“

(١١٣) ارجن گوبندرام ميرچنداڻي ”شاد“- ارجن گوبندرام ميرچنداڻي جو جنم ١٩٢٤ع ۾ ٿيو. هي شاعر هو ۽ سندس تخلص ”شاد“ هو.

(١١٤) مولچند منگهارام بندراڻي ”ايم. ڪمل“- مولچند منگهارام بندراڻي تاريخ ٨ آگسٽ ١٩٢٥ع ۾ ڪراچِيءَ ۾ ڄائو هو. هي سرڪاري نوڪرِيءَ ۾ هو، جتان رٽاير ڪيو اٿس. هي سنو شاعر آهي. سندس تخلص ”ايم. ڪمل“ آهي. هن جا لکيل ۽ ڇپايل ڪتاب ١٦ شاعرن جا مجموعا، ٦ ايڪانڪي مجموعا ۽ ٻاهہ جا وارث. هن کي شعرن جي ڪتاب تي ساهتيہ اڪيڊمي (٢٥٠٠٠) پنجويهہ هزار روپيہ اِنعام ڏنو. روشن راهون، ميرانجهڙو ٽڪ، اُجايل لهر، ڪوسي رَک ۽ ڪوٺو سِڪو وغيره لکيا.

(۱۱۵) ٻُولچند تيرتداس ناروائي ”آشا درگاپوري“- ٻُولچند خاموش طبعيت جو شاعر هو. هن سنہ ۱۹۴۴ع کان لکڻ شروع ڪيو. اُن وقت سندس شعر سنڌو مهراڻ، ٻين ماهوار ۽ هفتيوار اخبارن ۾ شايع ٿيندا هئا. ڪجهہ وقت خاموش رهيو. وري چالو ڪيائين. سندس ٻولي ڪٿي سولي، ڪٿي ڏکي، ڪٿي گنيير، تہ ڪٿي سادي هئي. هن جا لکيل ڪتاب لهرون ۽ ابر ڍڪيو آڪاس مشهور آهن. هي سنہ ۱۹۲۷ع ۾ ڄائو هو. سنڌ مان اچي جئپور رهيو. اُتي ئي ۱۹۹۲ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

(۱۱۶) گورڌن محبُوباڻي ”پارتي“- گورڌن آسومل محبوباڻي آراضي ضلع دادوءَ ۾ سنہ ۱۹۲۹ع ۾ ڄائو هو. هي هوشيار شاعر آهي. سندس تخلص ”پارتي“ آهي. سنڌ مان اچي اجمير رهيو پوءِ بمبئي طرف ويو پر واپس اجمير آيو. هاڻي اجمير ئي رهي ٿو. هن ڪيترائي گيت، ڪافيون، پڃن ۽ ٻيا شعر رچيا آهن. هن جو نظم ۽ نثر ٻنهي تي برابر جو اختيار آهي. هي مشهور ڪهاڻي نويس ۽ ايڪانڪي ڪار آهي. سندس ٻولي سليس ۽ سادي پر وڻندڙ آهي. هن جا لکيل ڪتاب لاٽيون، گل ۽ مُڪڙيون مشهور آهن. بگڙيل گهر (ناول)، پيلو چنڊ، لعل داغ (ڪهاڻيون)، پانڌي پراڻو وات نئين، آءُ ڪُنن ۾ ڪاهي، اڱڙين جا اڱوان، اُنا مينهن مَلير، ٻال گيتن جو مجموعو ۽ لاٽيون لکيا. سندس ڪويتا جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ٿل- ”تيرٿ ڪير ڪري؟ او پائي ڙي تيرٿ ڪير ڪري؟

(۱) من ۾ متڙا من ۾ ڪاشي، ڏس تون ڏيان ڌري.

(۲) من ۾ مندر من ۾ مُورت، من ۾ جوت ٻري.

(۳) دل ۾ دلبر جو آ ديرو، پريتم ناهي پري.

(۴) پاڻ پڇاڻي جو جن، سوئي ٽيئي لوڪ تري.“

(۱۱۷) ڪمل ڪيولراماڻي ”پياسي“- ڪمل ڪيولراماڻي تاريخ ۲۹ جنوري ۱۹۲۹ع ۾ جيڪب آباد ۾ ڄائو هو. هيءُ سرڪاري نوڪريءَ ۾ هو، جتان رٽاير ڪيائين. هن شاعر جو تخلص ”پياسي“ آهي. هن هيٺيان ڪتاب لکي ڇپايا آهن: گيت منجري، چولين مار چار، منهنجي اننت اُسات، هڪ هوُ ٻيو مان، بہ آواز هڪ پڙاڏو، سهڻا سهڻا گل، سمنڊ سمايو بوند ۾، ڪي ڏاڍا پڪا ڏاڍا، شاه لطيف هڪ فنڪار، پنکڙيون گلاب جون، ٽمڪندڙ تارا، نماڻن جا ماڻ، هري سمرن سنمک منهنجا سُپرين، پسون سنسار ۽ اُماس جي رات وغيره. ڪيس اِنعام مليل آهن.

(۱۱۸) ديال ”آشا“- ڊاڪٽر ديال ڪوٽومل ڏاميجا شاعر تاريخ ۱۶ ڊسمبر ۱۹۳۶ع ۾ ڄائو هو. هن چڱائي شعر ۽ گيت لکيا آهن. هن سنڌيءَ ۽ هنديءَ ۾ اٽڪل ۲۵ ڪتاب لکي ڇپايا آهن. هن کي بہ گولڊ ميڊل ۽ ۱۲ اِنعام مليا آهن. هي رٽايرڊ پرنسيپال آهي. هن جي ڪويتا ”ويچاري وملا“ مان ڪو ٽڪر نموني طور هيٺ لکجي ٿو:

شينهن ڪلهي هڪڙي چڙهي ۽ ٻي بہ ٿي يڪدم جوان - چنتا هڪ مَس مَس لٿي، ٻي چنتا آئي نا گمان، مائٽي جت ٿي چوايائين، گهريائون ٿي هزار - ڇوڪرن جي ماءُ پيءُ کي آهي لالچ بيشمار،



ڏيهہ ڪي پيئي ڏنگي، اڄ ڏيتي ليتيءَ جي بَلا - مڙس ٻٽجي زهري نانگڻ کي هٽڻ گهرجن خلا، ڏيتي ليتي ٿي ڪري، ڪيئي گهراڻا دربدر - جيڪي اڳ ۾ شاه هئا، سي اڄن پينو نظر! ڪنوار مائون وملا جهڙيون، ٿيون روئن اڄ زار زارا - ڪير ڏي تن کي دلاسو - دک ڪيو تن بيقرار! اي وطن جا نوجوانو، خواب مان بيدار ٿيو! - هوش ۾ ”آشا“ اچي هوشيار ٿيو هوشيار ٿيو!

(۱۱۹) لالا نارائڻ گر اتومل ڏانڌا- لالا نارائڻ گر اتومل ڏانڌا ”لالا“ برهم ڪتري مانجهند تعلقي دادوءَ ۾ ڄائو. هي پڳت هو ۽ شاعر پڻ هو. هن ڪئين پڃنن جا ڪتاب لکيا ۽ ڇپايا آهن. جهڙوڪ پورڻ پرتيت عرف پويتر پريت پاڳو ۷ اٽڪل ۱۹۸۰ع ۾، هن ۾ ۶۲ شبد ۽ ڪافيون آهن. هي ستنا ۾ سرڳواس ٿيو.

(۱۲۰) رامچند روَجي مل خوشحالداس کوها برهم ڪتري- رامچند جو جنم روَجي مل خوشحالداس کوها برهم ڪتري جي گهر شهر مانجهو ضلع دادو ۾ اٽڪل سنہ ۱۸۶۵ع ۾ ٿيو. هي عربي سنڌي ۷ درجا پڙهيو. ڪم رڱائي ڇپائيءَ جو ڪندو هو پر ان سان گڏ ڪافيون ۽ پڃن بہ ٺاهيندو رهندو هو ۽ ڳائيندو هو. هن ۱۹۲۷ع ۾ بہ ڪتاب پڃنن ۽ ڪافين جا ڇپارايا. هڪ رامچند رنگ، ٻيو رامچند رهاڻ. هي ۱۹۳۰ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

(۱۲۱) کيمچند تاراچند کوها ”غافل“- کيمچند شري تاراچند هروُمل ٽُک کوها برهم ڪتريءَ جو جنم ڳوٺ بادا ضلعي دادو ۾ تاريخ ۱۱ فيبروري ۱۹۱۰ع ۾ ٿيو. هي عربي سنڌي ۷ درجا پڙهيو ۽ ۳ انگريزي بہ اُن سان گڏ پڙهيو. ڪم ڇپائيءَ جو ڪندو هو. ان سان گڏ شعر پڃن ۽ ڪافيون ٺاهيندو هو. هنجو تخلص ”غافل“ هو. پر هن ڪو ڪتاب ڪونہ ڇپايو. ۱۹۴۸ع ۾ هوسڙي ضلعي حيدرآباد سنڌ مان لڏي گجرات ۾ آنند شهر ۾ رهيو. ۸ آگسٽ ۱۹۸۷ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

## ۳- ليکڪن ۽ شاعرن جا سنڌي ساهتيہ ۾ مکيہ ۽ اول ڪم

(۱) قاضي قادن- قاضي قادن (۱۴۱۳-۱۵۵۱ع) سڀ کان پهريون سنڌي وڏو شاعر هو، جنهن جون ڪويتائون ”سنتون ڪي واڻي“ نالي دستخط ۾ محفوظ ٿيل هيون. شري هيرو ٺڪر پهريون سنڌي ودوان آهي، جنهن قاضي قادن جا ۱۱۲ ڪلام، ”قاضي قادن جا ڪلام“ نالي ڪتاب سنہ ۱۹۷۰ع ۾ شايع ڪيو.

(۲) محمد رضا- محمد رضا جو ”بيان العارفين“ سنڌي ڪويتا جو پهريون دستخط آهي، جيڪو هن پرشن ڀاشا ۾ ۱۶۲۸ع ۾ ترجمو ڪيو. هن ۾ شاه عبدالڪريم، قاضي قادن ۽ ٻين جا شعر آهن.

(۳) مؤلوي ابوالحسن- مؤلوي ابوالحسن ”مقدم الصلوات“ سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ لکيو سو پهريون ڪتاب آهي، جيڪو هن ۱۷۰۰ع ۾ سنڌيءَ ۾ تيار ڪيو. هيءُ ڪتاب ”ويدالحسن سنڌيءَ“ جي نالي سان پڻ سڃاتو ويندو آهي. (مقدم العمواه) هي پهريون نثر نويس هو.

(۴) سيد ثابت علي شاه- سيد ثابت علي شاه سيوهڻ وارو پهريون سنڌي اديب آهي، جنهن اعليٰ شخصيت تي مرثيہ لکيا آهن.

(۵) سيرومل برهم کتري- ڪلهوڙن جي وقت سيرومل برهم کتري سنڌيءَ ٻوليءَ جو وياڪرڻ ڪيو. اِهو پهريون ۽ واحد شخص هو، جنهن سنڌيءَ ۾ وياڪرڻ ڪڍي سنڌيءَ کي زور وٺايو. عربيءَ جو به تمام گهڻو ماهر هو ۽ ڪيترين ٻولين ۾ هوشيار هو ۽ سٺي واقفيت هيس. سيرومل جا پويان پاڻ کي ”سڏائي“ سڏائيندا آهن.

(۶) ڪئپٽن جارج اِسٽئڪ- ڪئپٽن جارج اِسٽئڪ پهرين ”انگريزي سنڌي ڊڪشنري“ ۱۸۴۹ع ۾ لکي شايع ڪئي.

(۷) ڪئپٽن جارج اِسٽئڪ- ڪئپٽن جارج اِسٽئڪ پهرين ”سنڌي انگريزي ڊڪشنري“ ۱۸۵۴ع ۾ تيار ڪري شايع ڪئي.

(۸) ڪئپٽن جارج اِسٽئڪ- ڪئپٽن جارج اِسٽئڪ سنه ۱۸۴۹ع ۾ پنهنجي ڇپايل گرامر ۾ سورٺ ۽ راءِ ڏياچ جي ڳالهه پهرئين لکي.

(۹) فوءِ ڊول اخبار- ”فوءِ ڊول اخبار“ سنڌيءَ جي پهرين ٻياشي هفيتوار اخبار هئي، جيڪا هڪ ئي وقت پارسيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ ۲۵ مئي ۱۸۵۸ع ۾ ڪراچيءَ مان شروع ڪئي ويئي.

(۱۰) گل محمد ”گل“- گل محمد ”گل“ پهريون ديوان غزلن جو ۱۸۵۷ع لکيو.

(۱۱) غلام حسين قُريشي- غلام حسين قريشيءَ پهريون ننڍين آکاڻين جو ڪتاب پنيي زميندار جي ڳالهه ۱۸۵۴ع ۾ لکيو.

(۱۲) تواريخون- سنڌ جون پهريون ٽي تواريخون- ۱. چچ نامو ۲. تاريخ-اي-موصومي (مُنشي ننديرام ميراڻي ۱۹۵۴ع ۾) ۳. تحفتہ الڪرام عربيءَ مان ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ لکيون ويئون.

(۱۳) مُنشي اُڌارام ٿانوَرداس ميرچنداڻي- مُنشي اُڌارام ٿانوَرداس ميرچنداڻي پهريان پرائيمري سنڌي ڪتاب درجي پهرئين کان چوٿين تائين لکي ۱۸۵۳ع ۾ تعليمي کاتي پاران ڇپايا ويا. هن پهريون پيرو شعر چونڊي مجموعا تيار ڪيا ۽ ۱۸۶۰ع کان اڳ ۾ ڇپايا.

(۱۴) مُنشي ننديرام ميراڻي- مُنشي ننديرام ميراڻي ”ليکي جا پرهه“ نالي سنڌيءَ ۾ پهريون حسابن جو ڪتاب ۱۸۵۵ع ۾ لکيو.

(۱۵) مُنشي ننديرام ۽ وشَوَنات- مُنشي ننديرام ۽ وشَوَنات سنڌيءَ ۾ آلجبرا جو ڪتاب ۱۸۵۶ع ۾ تيار ڪيو.

(۱۶) مُنشي ننديرام ۽ شري ڪندنداس- شري ننديرام ۽ شري ڪندنداس پهريون سنڌيءَ ۾ ڊرائنگ جو ڪتاب ۱۸۵۴ع ۾ لکيو.

(۱۷) شري اُڌارام ٿانورداس ميرچنداڻي- شري اُڌارام ٿانورداس ميرچنداڻي سنڌيءَ ۾ دنيا جي تواريخ ۱۸۵۵ع ۾ لکي.

(۱۸) مُنشي ننديرام ۽ شري مهاديو شاستري- مُنشي ننديرام ۽ شري مهاديو شاستري ”ڌرتي نروار“ نالي سڄي دنيا جي جاگرافيءَ جي باري ۾ سنڌيءَ ۾ ڪتاب ۱۸۵۵ع ۾ لکيو.



(۱۹) سيد ميران محمد شاهه- سيد ميران محمد شاهه ”آڪاشي نروار“ سنڌيءَ ۾ ڪتاب آڪاش جي وگيان جي باري ۾ سنه ۱۸۵۶ع ۾ تيار ڪيو.

(۲۰) سنڌي ائگريڪلچرل ٽرمنالاجي- سنڌي ائگريڪلچرل ٽرمنالاجي جو ڪتاب ۱۸۵۵ع ۾ تيار ڪيو ويو.

(۲۱) شري ڪؤڙومل چندن مل کلناڻي- شري ڪؤڙومل چندن مل کلناڻيءَ جو ”پکو پهه“ سنڌيءَ جو پهريون مضمونن جو ڪتاب آهي، جيڪو هن ۱۸۶۲ع ۾ شايع ڪيو.

(۲۲) شري هاسارام- شري هاسارام سنه ۱۸۶۳ع ۾ اِنڊين پينل ڪوڊ سنڌيءَ ۾ ڇپايو.

(۲۳) ارنيسٽ ٽرمپ- شاهه جي رسالي جي پهرين اشاعت ۱۸۶۶ع ۾ جرمنيءَ ۾ ٿي، جنهنجو سمپادڪ ارنيسٽ ٽرمپ هو.

(۲۴) سنڌ سُڌار- ”سنڌ سُڌار“ سنڌي پهرين هفتيوار مخزن آهي، جيڪا ۱۸۶۶ع ۾ شروع ڪئي ويئي.

(۲۵) راسيلاس- ”راسيلاس“ سنڌيءَ جو پهريون ناول آهي، جيڪو انگريزيءَ تان ساڌو نولراءِ آڏواڻي، مُنشي اُڌارام ٿانورداس ۽ شري ننديرام سيوهاڻيءَ ۱۸۶۸ع يا ۱۸۷۰ع ۾ ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ تيار ڪيو.

(۲۶) شري ڪيولرام سلامتراءِ آڏواڻي- شري ڪيولرام سلامتراءِ آڏواڻيءَ جو ”گل شڪر“ سنڌيءَ جو پهريون پهاڪن جو ڪتاب آهي، جيڪو هن ۱۸۶۹ع ۾ لکيو، سو ۱۹۰۵ع ۾ شايع ٿيو.

(۲۷) مسٽر ارنيسٽ ٽرمپ- سنڌيءَ جو پهريون گرامر جو ڪتاب مسٽر ارنيسٽ ٽرمپ انگريزيءَ ۾ لکيو، جو ۱۸۷۲ع ۾ شايع ٿيو.

(۲۸) ڪؤڙومل چندن‌مل کلناڻي- ساميءَ جي سلوڪن جو پهريون ڪتاب ”ساميءَ جا سلوڪ“ جيڪو اصل گرمکيءَ ۾ لکيل هو، سو شري ڪؤڙومل چندن مل کلناڻيءَ سنڌيءَ ۾ آڻي ٽن ڀاڱن ۾ ۱۸۷۳ع ۾ شايع ڪرايو.

(۲۹) محمد فضل شاهه- ”مظانول شاعر“ سنڌيءَ جو پهريون تنقيدي ڪتاب آهي، جيڪو محمد فضل شاهه لکيو ۽ ۱۸۷۵ع ۾ شايع ٿيو.

(۳۰) موريو فقير ولد پرسُومل- هن ڪٿا ڪاويہ ”سسئي پنهون“ شعر ۾ ۳ ڏينهن ۾ لکيو آهي، جو ماسترن ۽ شاگردن کي ڏاڍو پسند آهي، جنهن جا ڏزن ڇاپا نڪري چڪا آهن. برٽش دؤر ۾ سنڌي ٻوليءَ جو پهريون ڪٿا ڪاويہ آهي.

(۳۱) ايڇ. ٽي. سورلي- شاهه عبداللطيف تي انگريزيءَ ۾ ڪتاب نالي شاهه عبداللطيف آف ڀٽ (Shah Abdul Latif of Bhita) ڇپايو. شاهه جو نالو دنيا جي وڏن شاعرن ۾ پنهنجي ڪتاب (Musa Peravagones) ۾ لکيو.

(۳۲) لئلا مجنون- ”لئلا مجنون“ سنڌيءَ جو پهريون ناٽڪ ۱۸۸۰ع ۾ لکيو ويو ۽ ۱۸۸۷ع ۾ شايع ٿيو. مرزا قليچ بيگ جو ٿي ”خورشيد“ ناٽڪ ۱۸۸۵ع ۾ لکيل ۽ شايع ٿيل هو، جو پبليڪيشن جي لحاظ کان سنڌيءَ جو پهريون ناٽڪ آهي.

(۳۳) **مرزا قليچ بيگ-** مرزا قليچ بيگ سن ۱۸۸۰ع ۾ پهريون ناٽڪ سنڌيءَ ۾ لکيو.

(۳۴) **مرزا قليچ بيگ-** مرزا قليچ بيگ گهڻي ۾ گهڻا ڪتاب يعني ۴۵۷ لکيا.

(۳۵) **شري ڪوڙومل چندن مل کلناڻي-** شري ڪوڙومل چندن مل کلناڻيءَ سنڌي پهاڪن جو ڪتاب ”پهاڪا“ ۱۸۸۲ع ۾ لکي شايع ڪيو.

(۳۶) **مرزا قليچ بيگ-** مرزا قليچ بيگ جو لکيل سنڌيءَ جو اصلي ناول ”دُلارام“ ۱۸۸۸/ ۱۸۸۹ع ۾ پيش ٿيو.

(۳۷) **ساڌو هيرانند-** ساڌو هيرانند ”سرسوتي“ سنڌيءَ جي پهرئين ساهتيڪ ماهوار مخزن نومبر ۱۸۹۰ع ۾ شروع ڪئي.

(۳۸) **ساڌو نولراءِ-** ساڌو نولراءِ ”سڌار پتريڪا“ سنڌيءَ ۾ پهرين زالن لاءِ مخزن نومبر ۱۸۹۰ع ۾ شروع ڪئي.

(۳۹) **ديوان ڪوڙومل چندن مل کلناڻي-** ديوان ڪوڙومل چندن مل کلناڻي سنڌيءَ ۾ پهريون اصلوڪي ”ٻاراڻيون آکاڻيون“ ۱۸۹۱ع ۾ لکيون.

(۴۰) **ديوان ليلارام-** ديوان ليلارام پهريون عالم هو، جنهن دليان جوڙيل ٻه پنگتي ناٽڪ ”مهن تارڪا“ ۱۸۹۶ع ۾ ۽ ”سورجن راڌا“ ۱۸۹۷ع ۾ لکيا.

(۴۱) **ديوان ڪوڙومل چندن کلناڻي-** ديوان ڪوڙومل چندن مل کلناڻي پهريون ئي سنڌي عالم هو، جنهن بنگالي جاڳرتيءَ جي پرڀاو هيٺ اچي جديد هندستاني ناول نويسيءَ جي ابي بنڪم چندر چٽرجيءَ جون آکاڻيون ۽ ناول سپڪ ۽ سهڻي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ۱۸۹۱ع ڌاري ڪتاب لکيا.

(۴۲) **مرزا علي قليچ بيگ-** مِرزان علي قليچ بيگ ”رسالو سچل سائينءَ جو“ سچل جي شاعريءَ جو پهريون ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ سن ۱۹۰۲ع ۽ ۱۹۰۳ع ۾ شايع ڪيو.

(۴۳) **ديوان ڪوڙومل چندن مل کلناڻي-** ديوان ڪوڙومل چندن مل کلناڻيءَ ۱۹۰۶ع ۾ ”ٺهڪ ئي ٺهڪ“ سنڌيءَ ۾ پهريون مذاقي ٽوٽڪن جو مجموعو لکيو.

(۴۴) **ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي-** ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ ”نور جهان“ سنڌيءَ ۾ پهريون اصلوڪو تاريخي ناول ۱۹۱۵ع ۾ لکيو.

(۴۵) **ڪشنچند تيرٿداس کتري ”بيوس“-** ڪشنچند تيرٿداس کتري ”بيوس“ پهريون سنڌي شاعر هو، جنهن مواد توڙي هيئت ٻنهي لحاظن کان سنڌي شاعريءَ کي هڪ موڙ ڏنو.

(۴۶) **ڊاڪٽر تاراچند جٿرامداس-** ڊاڪٽر تاراچند جٿرامداس ”ٻال مرتيوءَ جو سرنامو“ لکيو جو پهريون سنڌي ڪتاب آهي جيڪو ”ورلڊ ميڊيڪل ڊائري“ ۾ درج ڪيل آهي.

(۴۷) **ريجهومل اگناڻي-** سنڌيءَ ۾ پهريون ضبط ٿيل ڪتاب ”وندي ماترم“ ريجهومل اگناڻيءَ جو ترجمو ڪيل هو.



(۴۸) **کانچند درياڻي-** لوڪ ناٽڪ جو پايو سنڌي ادب ۾ کانچند درياڻيءَ وڌو. پر اسٽيج تي آڻڻ جي لحاظ کان لعلچند امرڏنومل جو عمر مارئي پهريون سنڌي لوڪ ناٽڪ هو.

(۴۹) **ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي-** ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ شاه جي رسالي جي خوب کوجنا ڪري اُنجي بيتن ۽ واين جي معنيٰ ۽ شرح لکي ٽي ڀاڱا تيار ڪري سنه ۱۹۲۳ع-۱۹۲۴ ۽ ۱۹۳۱ع ۾ ڇپايا. باقي چوٿون ڀاڱو رهجي ويو جو ڊاڪٽر هوتچند جو سرڳواس ٿي ويو.

(۵۰) **گلي سدارنگاڻي-** گلي سدارنگاڻي پهرين عورت ليکڪا پهريون ناول ”اتحاد“ ۱۹۴۱ع ۾ لکيو.

(۵۱) **قران شريف-** هندستانين ٻولين ۾ پهرئين قران شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيو.

(۵۲) **گهڻي ۾ گهڻا ڪتاب-** گهڻي ۾ گهڻا ڪتاب سنڌيءَ ۾ لنڊن ۾ ٻن هنڌ آهن:

(۱) برٽش ميوزم لئبرري (۲) اِنڊيا آفيس لئبرري.





:: باب تيرهون ::

# سنڌ جا سُورما ۽ شهيد ۽ اڳوان، رهبر ۽ اُپڪاريِ

## ۱. سنڌ جا سُورما ۽ شهيد

**(۱) مهاراج نٿورام قيمترام شرما** - مهاراج نٿورام قيمتراءِ شرما حيدرآباد سنڌ ۾ ۱۶ اپريل ۱۹۰۸ع ۾ ڄائو هو. هيِ ”آريہ يُوَڪ سماج“ جو سرگرم ڪاريہ ڪرتا هو، اُن جي انيڪ ڌارمڪ ۽ سماجڪ ڪارجن ۾ ڀاڱ ورتائين. اُنهن ڏينهن ۾ اِسلامي پرچار جو اثر وڌيل هو ۽ کيترائي هندو جاتيءَ جا لعل لٽجيِ رهيا هئا. مسلمانن جي احمدي (قادياني) سمپردايہ پاران انيڪ چونپڙيون ۽ پستڪ پرڪاشت ڪيا پئي ويا، جن ۾ ويدڪ ڌرم تي خنده زني ڪيل هونديِ هئي. مهراج نٿورام لاهور جي هڪ عيسائيءَ پادريءَ جي لکيل ۽ ڇپايل پستڪ ”اسلام جو اِتهاس“ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپايو. جيتوڻيڪ اُن ڪتاب ۾ ڪو اهڙو اعتراض جوڳو مصالحو ڪين هو. البت دليلن سان ڪن مذهبي ڳالهين جي ڇنڊڇاڻ ڪيل هئي. هيِ ڪتاب پڙهڻ سان مسلمانن هائيدوس مچايو. اِن ڪري سرڪار نٿورام تي نومبر ۱۹۳۳ع ۾ مقدمو داخل ڪيو. ۱۸ جون ۱۹۳۴ع ۾ سيشن ڪورٽ ۾ نٿورام بيان ڏنو تہ ”مون پستڪ صرف انواد ڪري ڇپايو آهي جو پنجاب ۾ اعتراض جوڳو ثابت نہ ٿيو آهي سو سنڌ ۾ طوفان جو ڪارڻ بڻجيِ نٿو سگهي. هائي عدالت کي نرڻيہ ڪرڻ جو اڌڪار آهي.“ سيشن ڪورٽ ۲۳ ڊسمبر ۱۹۳۴ع تي مهراج نٿورام کي ڏيڍ سال قيد ۽ هڪ هزار روپيہ ڏنڊ جيِ سزا ڏنيِ. جنهن تي ڪراچيِ جديشل ڪورٽ ۾ اپيل ڪئي ويئي. اُن ڪورٽ ۾ ٻنهيِ پاسن جا دليل ٻڌيِ پهرين ۱۳ پوءِ ۲۰ سپٽمبر ۱۹۳۵ع تي فيصلي ڏيڻ لاءِ تاريخ مقرر ڪئي. نٿورام حيدرآباد مان ڪراچيءَ ٻنوائيءَ تي حاضر ٿيڻ لاءِ ويو. طبيعت ناساز هئڻ سبب ڪورٽ جي وراندي ۾ بينچ تي ليٽيِ پيو تہ اُتي هڪ عبد القيوم نالي مسلمان هن کي پيٽ ۽ پٺيءَ ۾ ڇرا هنيا ۽ خون خون جا آواز مچيِ ويا ۽ هن پِران تياڳيا. سڀ هندو پنهنجا ويڇا وساري هن جي ارٿيءَ سان شمشان ۾ هليا ۽ لاش اگنيءَ کي ارپڻ ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح هيِ ۲۵ ورهين جو جوان قوم تان قربان ٿيِ ويو.

**(۲) ڀڳت ڪنوَررام تاراچند** - ڀڳت ڪنوَررام جو جنم ڀائيِ تاراچند جي گهر ماتا تيرٿان ٻائيءَ جي ڪُک مان ڳوٺ جروار ضلع سکر ۾ ويساک سنبت ۱۹۴۲ع وڪرمي برابر ۱۳ اپريل سنہ ۱۸۸۵ع ۾ ٿيو. هيِ اُتي جي سنت کوتارام جو ڏنل هو. جڏهن دربار ۾ ڪٽي ويا تہ کوتارام تہ سرڳواس ٿيِ چڪو هو، سندس پٽ سترامداس هو ۽ امانت خوشيءَ سان منظور ڪئي. هيِ ننڍي هوندي کان ئي ڀڳتي ڪندو رهندو هو ۽ گروءَ جي شيوا بہ ڪندو رهندو هو. هيِ واڻڪا اکر ۽ گرمکيِ اکر سِکيِ ويو. گرو هنکي حيات پٽافي ڳوٺ ۾ ڳائڻ وديا سِکڻ لاءِ ڀڳت هاسارام وٽ ڇڏيو، جا بہ سِکيِ ويو. گروءَ سان گڏ ڀڳت وجهندو هو، اُن لاءِ خاص ڊريس پائيِ آهي. ڪنوَررام بہ مٿي تي چڪرڊار گول پڳڙيِ، سرير تي ڊگهو جامو ۽ ڪاڇني وانگر گوڏن تائين ڌوتيِ ۽ پيرن ۾ ڇير ٻڌيِ ويندِي آهي. جا



اختيار ڪئي. هيِ ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ڀڳت وجهڻ لاءِ ويندو هو. پاڻ سان گڏ لولا لنگڙا انڌا منڊا ڪئين وٺي ويندو هو. اُتي اُنهن جي چڱيِ شيوا ٿينديِ هئي. اُهي ڏاڍا خوش ٿيندا هئا. ڀڳت جو بلند، سُريلو ۽ مٺو آواز ڪوئل ۽ بلبل جهڙو هو. ٻڌندڙ راڳ ۾ ئي مگن ٿي ويندا هئا. ڀڳت ۾ ڪنوَررام جهوليِ ڦهلائيندو هو، اُن ۾ جيڪيِ بہ ملندو هوس، سو غريبن کي وراهي ڏيندو هو. پر ڀڳت وجهائڻ وارا پئسا ڏيندا هئس، سي بہ پراُپڪار ۾ لڳائي ڇڏيندو هو ۽ پاڻ اُنهيءَ مان هڪ پائي بہ نہ ڪٽندو هو. گذران لاءِ ريزڪي ڪِرياڻي جو دڪان هلائيندو هو. سدائين ڀڳتيءَ ۾ مگن رهندو هو. ڪئين ڪرامتون ڏيکاريائين. ماڻهو هنکي اوتار ڪري مڃيندا هئا. هن وٽ ذات پات جو ڪوبہ ڀيدڀاو ڪونہ هو. اُنهن ڏينهن ۾ سکر جي منزل گاه تي فساد ٿيا ۽ مسلمان هندن جي برخلاف ٿي ويا. هنن جون اکيون ساڌ ٻيلي تي ويئون ۽ چوڻ لڳا تہ هيِ سيد ٻيلو آهي. وريِ مُلن اُٿاريائون تہ اسانجي پير چونڊي واري پير جي پٽ کي هندن ماريو آهي، اُنجو اسين بدلو وٺنداسين. سنت ڪنوَررام مانجهندن ۾ ورسيءَ تي ويو هو. اُتي هن مارُو راڳ ڳايو، جو ٻُڌيِ سين جي اکين مان ڳوڙها ڳڙيِ پيا ۽ چيائون تہ ڀڳت مارو راڳ ڇو ڳايو؟ پر ڀڳت تہ چيلن کي چِتايو هو تہ منهنجي وڃڻ جي تياريِ آهي. مانجهندن ۽ دادوءَ کان ٿيندو رُڪ اِسٽيشن تي پهتو تہ سکر وڃڻ لاءِ گاڏيِ بدلائي. پليٽفارم تي بہ مسلمان بندوق ڌاري آيا ۽ ڀڳت کي پيرين پئيِ چوڻ لڳا تہ آسيس ڪريو جنهن ڪم لاءِ اسين نڪتا آهيون، سو ڪم پورو ٿئي. ڀڳت هنن کي انگورن جو پرساد ڏيئيِ چيو تہ توهانجو ڪم پورو ٿيندو. گاڏيِ سيٽي هڻي هليِ ۽ پليٽفارم جيئن ڇڏيائين تہ انهن بندوق ڌارين بندوق سان گوليون هلايون، جي سڌو اچيِ ڀڳت ڪنوررام کي لڳيون ۽ رام رام چئي ليٽيِ پيو. ٿوري وقت ڪانپوءِ هنجو پران پکيئڙو پرواز ڪري هن جسماني سرير مان هليو ويو. سڄي سنڌ ۾ خبر بجليءَ وانگر ڦهلجي ويئي. هرتالون ٿي ويئون ۽ شوڪ ۾ ماڻهو ٻڏيِ ويا. ڀڳت کي وٺي پنهنجي ڳوٺ جروارن ۾ ڪٺائي آيا ۽ اُتي اُنجو اگني سنسڪار ڪيو ويو. اهڙو سنڌين جو پيارو پراُپڪاري ۽ ڳائڻ وديا وارو ۽ ڀڳت هن سنسار مان ڪُوچ ڪري هليو ويو. اها تاريخ ۱ نومبر ۱۹۳۹ع جي هئي، جنهن ڏينهن ڀڳت شهيديءَ جو جام پيتو. هن جا ۱۱ رڪارڊ پرايل آهن، جن ۾ ۲۱ ڀڄن آهن.

**(۳) هاسارام پمناڻي** - وير هاسارام پمناڻيءَ جو جنم روهڙيِ تعلقي ۽ سکر ضلعي ۾ تاريخ ۱۰ اپريل ۱۹۸۹ع ۾ ٿيو. هيِ گرئجوئيٽ هو ۽ حيدرآباد سنڌ ۾ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج جو پرنسيپال ٿي رهيو. هن ۱۹۲۱-۱۹۲۰ع جي قطع تعلقات هلچل ۾ نوڪريءَ کي ٺوڪر هڻي آزاديءَ جي هلچل ۾ ٽپي ويو. هيِ روهڙيءَ ۾ ئي رهندو هو. هيِ لاڙڪاڻي جي پرسڌ سنت سوامي ڌرمداس جو خاص شش هو. هن جو ڌرم ڏانهن لاڙو گهڻو هو. هن ”ڌرم درشن“ نالي سان هڪ ماهوار مخزن ڪڍيِ، جن ۾ ڌرمي ڳالهين جو ورنن هوندو هو. هن ۾ سچائي هئي ۽ ساهس سان اها چوندو هو. نهٺو ۽ شيواڌاريِ ۽ نماڻو هو. هيِ ڪانگريسي هو. تنهنڪري ڪانگريس ٽڪيٽ تي روهڙيءَ مان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. هيِ اسيمبليءَ ۾ سچي ڳالهہ ئي رکندو هو. منزل گاه فسادن سبب سکر ضلعي جي گوسڙجيِ، باگڙجي، چڪ، ڪاهي وغيره ڳوٺن ۾ ٽيل هندن جي خونن جو رت

اجا ڪُوئي ڪونہ هو تہ سنڌ جو نامياري سنت ڀڳت ڪنورام ڪي مهنا اڳ ڪن خبيث مسلمانن هٿان خون ٿي چڪو هو. هندن جي دلين ۾ هراس ڇانيل هو. سنڌ اسيمبليءَ جو اجلاس هلي رهيو هو، ان ۾ سنڌ ۾ ڦهليل بد امني، بي سلامتي ۽ بي بندوبستيءَ بابت بحث هلي رهيو هو. گهڻن ئي ان باري ۾ ڳالهايو، ليڪن هاسارام جي وياکيان ۾ جيڪا سچائي، ساهس، سُورويرتا ۽ حقيقتن جي انگن اکرن جي اُپٽار هئي، سا ٻئي ڪنهن ورلي ۾ هوندي يا ملندي. هن نهايت نڊرتا سان ڀڳت ڪنورام صاحب جي خون بابت سنڌ سرڪار جي لاپرواهيءَ ۽ لاغرضائي ٻڌائي ۽ پوليس جي نڪمائپ ۽ نالائقيءَ جو پڙدو فاش ڪيائين. آڪاڙ جي اُس ۾ روهڙيءَ جي شهر مان لنگهندي ان راهگير تي اوچتو بندوق جي گولين جي ٺا! ٺا! سان سرڙاٽ ڪنديون هاسارام جي سرير ۾ آرپار لنگهي ويئون. ان نردوش اِنسان جي خون سان پياس ٻُجهائيندي پاڻ بہ پوريون ٿي ويئون. ان سچ جي آواز جو نتيجو ڇا نڪتو. جڏهن ان مهل سنڌ سنڪٽ ۾ هئي، سنڌ لهرن ۾ لُڏي رهي هئي. سنڌ جي فرقيپرست مسلم طاقت اُيري اُسري پنهنجي زهر سان سنڌ جي آتما کي ڏنگڻ لاءِ تيار ٿي هئي. سنڌ جي مهان آتما ۽ نامياري شيواڌاريءَ کي يعني هاسارام پمناڻيءَ کي تاريخ ١٨ جولاءِ سنہ ١٩٤٠ع تي شهيد ڪيو ويو. ان تي سڄي سنڌ ۾ ماتم مچي ويو ۽ غم ۾ غرق ٿي ويئي. ان وقت هو هندن جو قياس جهڙو حال. پر ڪير ٻڌي؟ ۽ ڪير ٻُڌي؟

”لکيو انگ ازلي ٿي آڪاس واڻي - چڙهہ سيج سُوليءَ تہ هيمون ڪالاڻي.“

(۴) هيمون ڪالاڻي- هيمون ڪالاڻي پراڻي سکر ۾ تاريخ ٢٣ مارچ ١٩٢٣ع ۾ ڄائو هو. انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ ۾ سنڌ ديش بہ پاڻ موکيو. ڀارت جي ٻين پرانتن جيان سنڌ پر ڳڻتي ۾ ڪانگريسي ڪاريہ ڪرتا قيد ڪيا ويا. لٺين ۽ گولين جي سامهون ٿيا، ڦٽڪا ۽ ڏنڊا برداشت ڪيائون. سُتنترتا جي ويديءَ تي ڀارت جا انيڪ املهہ رتن ارپڻ ڪيا ويا. اڪيچار سُوروير پنهنجو سڀ ڪجهہ سُواها ڪري، ستنترتا جي ويديءَ کي ٻاريندا ۽ جڳائيندا رهيا. سنڌ ديس بہ ان ويديءَ تي پنهنجو هڪ وير جوان کي سواها ڪري ڇڏيو. ڪومل ڪشور، جنهن جيون جو ڪو مزو ڪونہ ماڻيو ۽ سنساري سُکن جو سواد نہ چکيو هو، اهڙي ڪچڙي اوستا ۾ ان ڪومل ڪمل گل کي برطانوي شاسن بي رحم ٿي نابود ڪري ڇڏيو. سکر جي پرسڌ ڪالاڻي گهراڻي ۾ هيمون اچا پڙهندو هو. ان وقت مهاتما گانڌيءَ جو بمبئيءَ مان اُٿيل آواز تہ ڪُئٽ اِنڊيا (Quit India) يعني انگريز ڀارت ڇڏيو گونجڻ لڳو. ان تي سرڪار سختيءَ جو سهارو ورتو. تن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ حُرن جي حرڪتن سبب سکر کان حيدرآباد تائين مارشل لا لاڳو هو، ڪير جو ڪُڇي سگهي؟ چيو وڃي ٿو تہ سکر ۾ هڪ ٽرين کي اُڏائڻ لاءِ ڪن نوجوانن هڪ رت رٿي ۽ ريلوي لائين جا ڪي پرزا کڍڻ جي ڪوشش ڪئي، ان لاءِ هيمون ڪالاڻيءَ کي گرفتار ڪيو ويو. مارشل لا موجب مقدمو هليو ۽ قيد ٿيل ڪالاڻيءَ تي قهر ڪيا ويا ۽ انيڪ اتياچار ڪيا ويا. مارون ڏنيون ويئون، برف تي سُمهاريو ويو، پر هن سڀ سهن ڪيو ۽ انگريزن اڳيان ڪنڌ ڪين نمايو. نيٺ هنکي ڦاسيءَ جي سزا سُڻائي ويئي. اها خبر



ٻڌي سڄي سنڌ ۾ ٿرٿلو مچي ويو. انيڪ ماڻهن اختياريءَ وارن کي اپيلون ڪيون ۽ ديا جون درخواستون ڪيون. سر ڳواسي جمشيد نسروانجي جهڙي نرم دل نيتا پڻ نويدن ڪئي تہ هن نوجوان کي ڦاسي نہ ڏني وڃي. پر اُهي سڀ اپيلون، درخواستون ۽ پرارٿنائون وئرٿ ويئون. آخر تاريخ ٢١ جنوري سنہ ١٩٤٣ع ۾ سکر جي سينٽرل جيل ۾ همت واري هيمون ڪالاڻيءَ ڦاسيءَ جي ڦندي کي چاهہ سان چميو ۽ پنهنجو سرير ڀارت ماتا جي چرنن ۾ چڙهائي ڇڏيو. سنڌو ساگر جون لهرون صدين تائين هيمون جو ٻليدان ٻڌائينديون رهنديون، سنڌ جي نوجوان سپوت جي بينظير قربانيءَ جي ڪٿا!

(۵) مهراج نيٽورام شرما- مهراج نيٽورام اچا جوان هو، حيدرآباد سنڌ جو رهندڙ هو ۽ ”راشٽريہ سويم سيوڪ سنگهہ“ جو سيوڪ هو. تاريخ ٢٩ مئي ١٩٤٥ع تي حيدرآباد ۾ قلعي جي اندر سنگهہ جي ٻال شاخا هلي رهي هئي، جنهن ۾ رڳو ٻار هئا، وڏا فقط ٽي چار هئا. سرو شري نيٽورام شرما، ماستر پيرودت، موهن شرما، موتيرام ۽ پرهلاد آڏواڻي. خوني خبيث مسلمانن اگوات رٿيل منصوبي پٽاندر هڪ ٽوليءَ اچي اُنهن ٻالڪن ۽ وڏن تي هٿيار بند حملو ڪيو. مهراج نيٽورام اچا تازو بيماريءَ مان اُٿيو هو ۽ طبيعت اچا بہ پوري برابر نہ هئي ۽ ڪمزور هو. تنهن هوندي بہ نڊرتا سان لڙيو ۽ پنهنجي لٺ سان ڪيترن مسلم خبيثن جون کوپريون ڀڳائين. مهراج جي لٺ ٻجليءَ جيان ڦرندي ڏسي اُنهن گونڊن جا هوش حواس گم ٿي ويا. پر هڪ ڄٽ وجهہ وٺي پنهنجو خنجر مهراج نيٽورام جي پاسريءَ ۾ کوڙي ڏنو تہ آنڊا ٻاهر اُٿلڻ لڳا. پر واهہ ڙي نيٽورام شرما! چوندا آهن تہ ”موچيءَ جا گهڙيا موچيءَ جي مُنهن ۾.“ سو وير نيٽورام هڪ هٿ سان آنڊا روڪي، ٻئي هٿ سان اُن هاٿڪ کان سندس ئي خنجر ڦري اُن جي پيٽ ۾ کوڙي ڏنو. اُن وار اُنهن گونڊن جي رهي کُهي همت هاري وڌي ۽ ٽنگون ڪلهن تي رکي اِئين گم ٿي ويا، جيئن ”ڪاريءَ هيٺان ڪانءُ!“ سيني زخميل سويم شيوڪن کي حيدرآباد جي مکيہ اسپتال ۾ آندو ويو. مهراج نيٽورام جي حالت سڀ کان خراب هئي، اُن کي بچائڻ لاءِ وَس ڪيا ويا، ليڪن تاريخ ٣٠ مئي ١٩٤٥ع جي منجهند جو مهراج نيٽورام پرلوڪ پڌاريو ۽ پنهنجي سوين ساٿين، نندڙن ٻارن ۽ ٻڍڙي ماتا کي رئاڙي هليو ويو. هنجي ارٿيءَ سان سوين ماڻهو لنبي جلوس جي روپ ۾ شمشان ڏانهن هلندا هليا. گهٽين ۽ بزارن ۾ پيڙ درشن ڪاڻ لڳي ويئي ۽ ماڻهو ڇتين ۽ ڇڄيرين تي بيهي درشن ڪرڻ لڳا. آخر اُهو جلوس شمشان گهاٽ تي پهتو. مهراج نيٽورام جو سرير چکيا ۾ رکي اگنيءَ جي سُپرد ڪيو ويو. مهراج نيٽورام شهيد ٿي امر ٿي ويو جو هميشہ ياد رهندو.

(٦) نارائڻ ديو آريہ- سنڌين کي ٦ جنوري سنہ ١٩٤٨ع وسري ڪانہ ويندي. اُن ڏينهن ڪراچيءَ ۾ جيڪو خبيثي هتياڪانڊ ٿيو هو، سو سالن تائين بہ اسان جي آئينده پيڙهيءَ کي بہ ياد رهندو. پاڪستان ٺهڻ بعد حالتون ئي بدلجي ويئون. سنڌ کي اسانجي مرضيءَ جي خلاف پاڪستان کي سُپرد ڪيو ويو. هندن کي مجبور ٿي پنهنجي پياري جنم ڀوميءَ کي الوداع ڪرڻي

پيئي. هندن کي سامونڊي جهاز رستي وڃڻ لاءِ ڪراچيءَ وڃڻو پيو، جتي ڪن جڳهين تي ڪئمپون ٺاهيون ويئون ۽ ريل رستي وڃڻ لاءِ حيدرآباد ۽ ميرپورخاص وڃڻو پيو. اُنهن هنڌن تي به ڪئمپون ٺاهيون ويئون. آريه سماج ڪراچيءَ ۾ سيني جاتين، هندن لاءِ بنا ڪنهن ڀيدڀاوَ جي پنهنجا دروازا کُليل رکيا. ڪراچيءَ جي ڏنپتمل پتري پاٺشالا ۾ ٻاهرين شهرن جا اچي رهيا ته جڏهن وارو ملي ته اسين جهاز ۾ چڙهي هندستان وڃون. اِهو ڪنهن کونه ڄاتو ته مسلمان حملو ڪندا؟ تاريخ ٦ جنوري تي پاڪستان جي اڪارين جي اِشاري تي بيگناهه ۽ بي هٿيار هندن تي حملي ڪرڻ جي رٿ رٿي. هندن جي گهرن تي نشان ڪيا ويا ۽ پاڙا مقرر ڪيا ويا ۽ اُتي ڦُرلٽ ۽ مارڪٽ ڪرڻ لاءِ مجاهد مقرر ڪيا ويا ۽ هٿيار وراهيا ويا. پوليس ۽ ملٽريءَ کي به پاڻ سان ملايو ويو ۽ سڄي سازش بنائي ويئي. اُنهيءَ رٿا موجب هندن جي دڪانن، گهرن ۽ ڪئمپن ۾ ڌوڪي پيا. ”الله اڪبر“ ۽ ”مارو ڪافرون ڪو“ جي نعارن سان گونج مچي ويئي. اُتي نارائڻ ديو آريه اڪيلي سِر لٺ کڻي ٻن هزار مسلم گونڊن جي سامهون ٿيو، جو پتري پاٺشالا جي صدر دروازي وٽ اچي پهتا هئا. چون ٿا ته ”يدي جي سيناپتي“ ”شنڪر“ جو روپ ڌاري مهاشيه نارائڻ ديوَ آريه مليڇن سان خوب مقابلو ڪيو. سندس لٺ انيڪ ابليسن جون ڪوپريون ڀڃي ڇڏيون. هي وير سِنگهه برابر اڌ ڪلاڪ تائين ٻن هزارن گونڊن کي دروازي وٽ روڪي بيٺو ۽ اندر گهڙڻ نه ڏنو. سڄو ڦٽجي ۽ گهايل ٿيڻ جي هيٺ ڪِري پيو ۽ سندس پِران پکيئڙو پَرَ پکيڙي اُڏامي ويو. پوءِ اُهي مسلمان اندر گهڙي پيا ۽ حملو شروع ڪيائون، ڪيترا هندو ماريا ويا، ڪيترا زخمي ٿي پيا، پوءِ ڦُرلُٽ ڪري هليا ويا. پاٺشالا جا پٽر به هن قهري ڪانڊ تي ڳوڙها ڳاڙڻ لڳا. اهڙيءَ طرح هندن لاءِ نارائڻ ديو آريه قرباني ڪندي شهيد ٿي ويو. هن جي شهيديءَ ۽ قرباني هميشهه ياد رهندي.

**(۷) ديوان ڳدي مل جي شهيدي (۸) ڪماري گنگا عرف دروپدي عرف سدوري گدومل جي قرباني-** هي احوال هندواسي هفتيوار اخبار بمبئي وارن ٽن پرچن تاريخ ١٦-٢-١٩٦٩ع، ٢٣-٢-١٩٦٩ع ۽ ٢-٣-١٩٦٩ع جي ناٽڪي ليکن جي آڌار تي مختصر لکيو ويو آهي. هيءَ حقيقت سنه ١٧٩٨ع کان ١٨٠١ع واري وقت جي آهي. سنڌ جو حاڪم مير فتح علي خان هو ۽ حيدرآباد ۾ سندس تخت گاهه هو. هنجو مير مُنشي يعني وڏو وزير ديوان گدومل هو. هن ميرن کي ڪيترين لڙاين ۽ آيل آپدائن کان بچايو هو ڇاڪاڻ ته هوُ عالم، عقلمند، دورانديش ۽ بردبار هو. سندس پتني سرڳواس ٿي چڪي هئي. گهر ۾ فقط سندس نياڻي ڪماري گنگا هئي. ڪي ليکڪ اُنجو نالو دروپدي عرف سدوري لکن ٿا. هنکي ايشور لاثاني سونهن عطا ڪئي هئي ۽ قوه جوانيءَ جي منزل تي به اچي پهتي هئي. هڪ ڏينهن در تي شيدي پهري ڏيندڙن جي نظر وڃي ڪماري گنگا عرف دروپدي تي پيئي. تن وڃي مير فتح علي خان جي ننڍي ڀاءُ مير ڪرم علي خان کي ٻڌايو ۽ هنجي بيحد حُسن ۽ شڪل شبيهه جي خوب ساراهه ڪئي. تنهن تي مير ڪرم علي خان ڪجهه ماڻهو وٺي ديوان گدي مل جي گهر جي دروازي وٽ پهتو. ديوان مير جي بد اِرادي کي ڀانپي شيدي پهريدارن کان مار ڪڍائي واپس روانو ڪرايو. هن وڃي ڀاڻس مير فتح عليءَ سان ڳالهه ڪئي.



صبح جو جيئن ديوان ڪچهريءَ ۾ آيو ته مير چيس ته تنهنجي نياڻيءَ جو سنڱ مير ڪرم عليءَ کي ڏي. ديوان ٻڌي ٽٻيءَ ۾ پئجي ويو ۽ ورندي ڏنائين ته مونکي سوچڻ ۽ برادريءَ سان صلاح ڪرڻ لاءِ مُهلت ڏني وڃي. مير هنکي هڪ ڏينهن جي مُهلت ڏني. ديوان ملول مُنهن سان غمگين حالت ۾ گهر آيو ۽ ننڍي ڀاءُ جسپتراءِ کي گهرائي اُنکي سربستي ڳالهه ٻڌائي. ڪماري گنگا عرف دروپديءَ در جي اوٽ ۾ سڀ ٻڌو. ديوان چيو ته هن کان ته زهر کائي مران ته ڇٽو، پر زهر جي شيشي خالي پيئي آهي. تنهن تي ڏيٽس چيو ته توهان زهر ڇو کائو، معاملو ته منهنجي مٿان آهي، مونکي ئي مرڻ ڏيو. ”نه هوندو بانس، نه وڄندي بنسري.“ رات ٿي، سيني پهريدارن کي موڪل ڏني ويئي. گهر جي آڱڻ پريان ويڙهي ۾ چڪيا تيار ڪئي ويئي. ڪماري گنگا عرف دروپديءَ لاءِ ماڻس شاديءَ جو وڳو تيار ڪري رکي ويئي هئي، سو پائي پٽا کي چيائين ته آنءُ ميران ٻائيءَ وانگر گهوٽ گرڌر گوپال سان لائون لهان ٿي ۽ تلوار وٺو ۽ منهنجي ڪنڌ تي وار ڪري سِسي لاهيو ۽ ڪاڪس جسپتراءِ کي چيائين ته تون چڪيا کي ٻاري تيار ڪر ۽ منهنجو بدن اگنيءَ جي حوالي ڪيو وڃي ته ختم ٿي گهوٽ گرڌار سان ملي وڃان جيئن منهنجي هڏين کي به دشمن جو هٿ نه لڳي. گنگا عرف دروپدي تلوار پٽس کي ڏيئي چيو ته هاڻ لاهه منهنجي سِسي. ديوان تلوار ته ورتي پر هٿ ڏڪي رهيا هئا، سا ڪري پيئي. وري ڪاڪي کي چيائين ته منهنجو سر ڌڙ کان ڌار ڪر پر هنن اِنڪار ڪيو. چيائين آءٌ ئي تي پنهنجي سِسي لاهي توهان کي ڏيان. لاچار ديوان گدي مل تلوار سان نياڻيءَ جي سِسي لاٿي، پوءِ لاش چڪيا ٻاري ان جي سُپرد ڪيو ويو. ديوان گدي مل ڀاڻس جسپتراءِ کي چيو ته هينئر ئي هاڻي چونڊي درياهه ۾ وڃهه ۽ اُتان ئي ڪراچيءَ هليو وڃ ۽ وڃي سيٺ پوچومل کي سڄي حقيقت کان واقف ڪر ته ڪڇ جي راءِ کان مدد وٺي پنهنجي ڪُل کي ميرن جي مصيبتن کان ٽاري. صبح جو سڄ اُڀرئي ميرن کي خبر پئجي ويئي ته ديوان ڌيءَ جو قتل ڪري لاش جلائي ڇڏيو. ميرن ڀاڻ ۾ صلاح ڪري قلعي جي ميدان ۾ ڪتن جي لوڙ، پٺرن جا ڍير ۽ ڪانين جا انبار ڪنا ڪرائي رکيا ته ديوان گدي مل کي انهن سان حملا ڪري ڇيڇلائي ماريو وڃي. قاضي ۽ ملان به گهرائي وهاريا ويا. جيئن ئي ديوان گدومل ميرن وٽ آيو ته مير فتح علي خان چيس ته تو اسان جي حڪم جي انحرافي ڪري بي عزتي ڪئي آهي. توکي ڇونه سزا ڏني وڃي. قاضيءَ کي حڪم ڏنائين ته توکي سڄي حقيقت جي خبر پئجي چڪي آهي ته هاڻي پنهنجي فتوي ڏي ته ديوان کي ڪهڙي سزا ڏني وڃي. ديوان چيو ته قاضي ڇا فتوا ڏيندو. توهان ته سزا ڏيڻ جي تياري ڪري هي مال ڪنا ڪري رکيا اٿو. پوءِ قاضيءَ ۽ مُلن سان صلاح ڪري رايا وٺي فيصلو ڏنو ته ديوان گدي مل کي سنگسار ڪري ماريو وڃي. پوءِ ته ڪُتن کي ڪٽي ڇوڙيائون، جن ديوان کي چڪ هٽي ڪپڙا ڦاڙي هن جي بدن جو ماس چڪن سان پٽيو. بين پٽر اُڇلائي ديوان کي هنيا. ٽين ڪانين جي ڍڳ کي باهه ڏيئي ٻريل ڪانيون اُڇلائي هنيائون. اهڙيءَ طرح ديوان گدي مل جو انت آندو ويو. ڌيءَ ۽ پيءُ پنهنجي قرباني ڏيئي ڌرم جي رکيا ڪئي ۽ ٻئي ڌرم ۽ عزت خاطر شهيد ٿي ويا. اُنهن جي شهيدي ۽ ميرن جي بي قدري، بي وفائي ۽ بي اِنصافي اجا پيئي ڳائجي.

## ۰۲ اڳوان، رهبر ۽ پراُپڪاري

### (۱) سيٺ نائون مل هوتچند يوڄواڻي ۽ سندس وڏا- هن جي آکه جو شجرو-




سيٺ نائون مل جا وڏا ڏاڏا اصل شهر ڪاهري ضلع دادوءَ جا وينل هئا. انهن ڏينهن ۾ ڪاهريءَ جو شهر اوچ تي هو، پر ڏيري ڏيري ماڻهو لڏيندا ويا. آخر ڦٽي ويو. سنه ۱۷۲۵ع سيٺ نائون مل جو پڙڏاڏو سيٺ يوڄومل ۱۶ سالن جو هو. يوڄومل جي ماءُ ماتيجي هئي، جا هنڪي سهندي ڪانه هئي ۽ هميشهه اٿبٺت هلندي آئي. ان ڪري هيءَ ڪاهري شهر ڇڏي سيوهڻ ۾ اچي هڪ قافلو تيار ڪري ڌن ڪمائڻ جي ڳولها ۾ نڪتو. حب نديءَ جي پاسي ۾ ڪرڪ نالي هڪ مشهور شهر هو. اُتي پهتو ته شهر پسند آيس ۽ اُتي ئي وينو. پنهنجا گماشتا ڌار ڌار سونمياڻي، گوادر، بيلي ۽ مسقط ۾ موڪليائين. مسقط ۾ وچي بشائر، شيراز ۽ بحرين ۾ نديون پيڍيون کوليون. آهستي آهستي سنڌ جي ٻن ٻين شهرن، جي مشهور بندر هئا يعني شاهه بندر ۽ لاهوري بندر ۾ به پيڍيون کوليون. سُورت، پوربندر ۽ ملبار سان خوب واپار جاري ٿيو. ڪرڪ بندر عربي سمنڊ جي چوڙ وٽ هو. ڪجهه وقت کان پوءِ سمنڊ کان بندر ڏي گهيڙ لٽجي ويو ۽ ڪوبه جهاز يا ڏنگي بندر ۾ گهڙي نٿي سگهي. واپار کي ڌڪ لڳو. سيٺ يوڄومل پنهنجي جڳهه جي تلاش ۾ نڪتو. هن ڪراچي ڪاري پسند ڪئي، جتي ۲۰-۲۵ گهر مُهاڻن جا هئا ۽ اُنهيءَ مڪان کي ''دربو'' سڏيندا هئا. پاسي ۾ پاڻيءَ جي ڪڏ هئي، جنهنکي ڪُلاچي (مُهاڻي) جو ڪُن چوندا هئا. هنجي چوطرف گدامري ۽ تمر جا وڻ هئا. پوءِ ڪرڪ شهر مان لڏي هت آيا ۽ ڪُلاچيءَ جو ڳوٺ وسايائون. تڏهن اُتي منهوڙي جي ڪاري ڪانه هئي. بابا ٻيٽ کان مٿيرو ''نوناڙ'' نالي ڪاري هئي، جا آمدرفت لاءِ ڪم ايندي هئي. انڪل سنه ۱۷۲۹ع ۾ ڪرڪ شهر مان لڏي اچي ڪراچيءَ ۾ وينا. اُنهن گهرن کي چوطرف ڪوٽ ڏنو ويو ۽ اُن کي ٻه دروازا رکيا ويا، هڪ ''کارو در'' سمنڊ ڏي، ٻيو ''منو در'' لياري نديءَ ڏي. شاد بندر جو



منهن لٽجڻ ڪري اُتان گهر لڏي اچي ڪراچيءَ وينا. هنن جو واپار ڏينهون ڏينهن وڌندو رهيو ۽ هي به ڪيترن ئي شهرن ۾ پنهنجون ڪوٺيون کوليندا ويا. اهڙيءَ طرح هنن جون پيڍيون (۵۰۰) پنجن سَوَن جي انگن تائين وڃي پهتيون. سنه ۱۸۱۱ع ۽ ۱۸۱۲ع کان ڪيترن سالن تائين ڪڇ، مارواڙ ۽ هالار (ڪاٺياواڙ) جي اوسي پاسي اچي ڏڪار پيو، ته اُنهن پاسن کان ماڻهو لڏي سنڌ ۾ آيا. اَن جي اِها حالت هئي جو گهڻي ناڻي سان به ملي نٿي سگهيو. ماڻهو سون رُپي هوندي به بک مرڻ لڳا. ڪيترائي ماڻهو بک جي وکهي اُٿليا. اُن وقت سيٺ نائون مل جي وڏن سيٺ درهيانومل ۽ سيٺ لالمنداس وٽ اَن جا انبار پريل هئا. هنن ڏٺو ته دان ڪرڻ جو هيڙو موقعو ڪڏهن ملندو، سو هنن اَن جي گدامن ۽ پاڻدن جا دروازا کولي رکيا ۽ سيني گهرجائن کي بنا پيدياءَ جي ۽ ذات پات جي خيرات ويا ڪندا. في آساميءَ کي هڪ سير باجهري يا چانور روز مفت ڏيندا هئا. سفيد پوش شرم کان رات جو اونده ۾ اچي اَن وٺڻ لڳا ۽ جيڪي وڌواڻون ۽ اَپاهنگ هئا، تن کي گهر ويٺي اَن ڏيئي ايندا هئا. اهڙيءَ طرح ڪيترا سال هنن جو دان ڪرڻ جو ڪم هلندو ئي رهيو. اُن وقت ميرن جي حڪومت هئي، اُنهن ۾ ڪي تعصبي به هئا، جن هندن تي ظلم ڪيا، جن کي بچائڻ لاءِ سيٺ يوڄومل بهرو ورتو. اُٽلندو اُن کي به گرفتار ڪري ڏنڀ ڏيڻ شروع ڪيا. نيٺ انگريزن جي دخل تي سيٺ نائون مل جي پڙ-ڏاڏي يوڄومل کي آزاد ڪيو ويو. جڏهن سيٺ نائون مل وڏو ٿيو ته اُهو به هندن تي تعصبين جو آزار سهي نه سگهيو. سو انگريزن جي عملدار مِسٽر آئوٽرام سان وڃي مليو ۽ اُن کي حقيقتون ٻڌائي ميرن تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ اُتساهت ڪيو. انگريزن سنه ۱۹۴۳ع ۾ ميرن تي ڪاهه ڪئي. حيدرآباد جي پرسان مياڻي ۽ دبي وٽ جنگ لڳي ۽ ٽن چئن ڏينهن ۾ انگريزن فتح پاتي ۽ تاريخ ۲۱ فبروري سنه ۱۹۴۳ع ۾ حيدرآباد جي قلعي تي انگريزن پنهنجو ''يونين جئڪ'' جهنڊو چاڙهيو. انگريزن جي حڪومت شروع ٿي ۽ ميرن جي راڄ جو خاتمو ٿيو. سيٺ يوڄومل جي آکه ۽ سيٺ نائون مل جا وڏا اهڙا داني ۽ پراُپڪاري هئا جو اڄ هنکي انڪل به سَوَ ورهيه کن گذري ويا آهن ته به هنن جا نالا اجا پيا ڳائجن.

واهه ڙي سينيون واهه! ٻنهي جهانن ۾ نالو ڪيو.

### (۲) سيٺ وشنداس نهالچند پارواڻي-

سيٺ وشنداس جو جنم شهر مانجهوءَ ضلعي دادوءَ ۾ شري نهالچند پارواڻيءَ جي گهر انڪل سنه ۱۸۴۰ع ۾ ٿيو. هن جو نندي هوندي کان ڌرم ڏانهن لاڙو هو. اُن سان گڏ ڌرمي پستڪ پڙهڻ جو به شوق هوس. راڳ ٻڌڻ ۽ ڳائڻ جو به گهڻو چاهه هوس. سوئي راڳ ڳائڻ سِکيو. گهڻي شوق ۽ ذونق ڪري راڳ جهٽ سِکي ويو ۽ تمام راڳ ۾ ماهر ۽ گويو ٿي پيو. موج ۾ اچي پنهنجا راڳ به ناهيندو هو يعني ڪوي ٿي پيو. پراُپڪار ۾ به هن چڱو هٿ وڌايو. آتم شڪتيءَ وارو پرش هو. سماج سڌارڪ به هو. هن سنڌ جي هندن مان پنگتي ڪُرسمن کي تڙي ڪڍڻ لاءِ ڏاڍي ڪوشش ڪئي. هُو آزاد خيال اِنسان هو. هن هڪ پستڪ ''وشن وهنوار'' نالي لکيو ۽ ڇپايو، جنهن موجب اُن طرف جا ماڻهو پنهنجا ڪارج منگل ۽ ڏيتي ليتي ڪندا هئا. قسمت سان سنڌن پٽني به سندس سپاون جهڙي ملي. هوءَ به آزاد خيال ۽ ڌرم ڏانهن لاڙو رکندڙ،

سادي رهت واري ۽ پتورتا اِستري هئي. سيٺ وشنداس اڪثر ڪري ٻيلن جا ٽيڪا ڪٽندو هو. اُن ٻهاني سان جهنگلن ۾ چڱو وقت گهاريندو هو. جهنگل ۾ منگل لڳائي ڇڏيندو هو. اُتي ڳائڻ وارن جون ٽوليون گهرائيندو هو ۽ موج مچي پيئي هوندي هئي. انهن موقعن تي پاڻ به ڳائيندو هو. آواز سُريلو، بلند ۽ شيرين هوس. ٻڌندڙن کي اُتي آنند ايندو هو. داني به هڪڙو ئي هو. خوب دان ڪندو هو. ڪيترائي غريب غُربا هندو توڙي مسلمان هن جي ڏنل دان تي پلبا هئا. بنگال طرف ڏڪار پيو ته اناج جا گاڏا پرائي اوڏانهن موڪليائين. مطلب ته جتي به دان جي ضرورت ٿي ته هي اُتي بنا هٻڪ جي دان ڪندو هو. سُٺن راڳيندڙن کي پگهار ڏيئي پاڻ وٽ رهائيندو هو ۽ انهن کان راڳ ٻڌندو هو. مثال طور ٽنڊي فضل تعلقي حيدرآباد جو راڳيندڙ ڀڳت چينانند ولد ساڌورام سنت ڇڇلي ڀڳت جو پوٽو هو. (ڇڇلي ڀڳت جي سماڌيءَ تي هر سال ۴ ڏينهن جو ميلو لڳندو هو) هي ذات جو سونارو هو. ڀڳت چيناند، سيٺ وشنداس وٽ گهڻو گذاريندو هو ۽ کيس راڳ ٻڌائڻ لاءِ پگهار ڏيندو هوس. جڏهن ڀڳت چيناند پيرسن ٿيو ته سيٺ وشنداس هن کي گهر ويٺي پينشن طور ڪُڇ ڏيندو هو. چوندا هئا ته ڪلڪتي جي هڪ مشهور طوائف گَوَر جان سنڌ ۾ آئي ۽ حيدرآباد ۾ هن جو روز ڳائڻ جو پروگرام ٿيندو هو. هن به سيٺ وشنداس جو نالو ٻڌو هو ته هوُ راڳ جو شائق، گَويو ۽ پارکوُ آهي. سيٺ وشنداس به هن طوائف جو نالو ٻڌي راڳ ٻڌڻ لاءِ ناٽڪ واري هال ۾ وڃي ويٺو. جڏهن گَوَر جان طوائف راڳ ڳائڻ شروع ڪيو ته راڳ ۾ خاميءَ ڪري ٻي سُرو ڪري ڇڏيائين. تنهن تي سيٺ وشنداس کيسي مان هڪ چانديءَ جو روپيو ڪڍي اُڇلائي طوائف جي مُنهن ۾ هنيو، جو وڃي سندس ڳل کي لڳو ۽ چيائينس ته پُل تي ڪرين، تو سمجهيو هوندو ته سنڌ ۾ راڳ پرکڻ وارا ئي ڪونهن. تنهن تي گَوَر جان ورندي ڏني ته ”متان سيٺ وشنداس توهان آهيو، جو مون به توهانجو نالو ٻڌو هو ته تمام راڳ جا ڄاڻو ۽ پارکو آهيو. سو ئي توهان سان ملاقات ڪرڻ لاءِ هي رستو اختيار ڪيم ته سچ پچ سيٺ پارکو هوندو ته چوڪ پڪڙيندو. مان ڇهن ڏينهن کان روز ڄاڻي واڻي ڳائيندي سُر بدلائيندي ان ۾ خامي ڪندي آهيان ۽ دل ۾ چوندي هيس ته ههڙو سيٺ جنهنجو نالو آهي، سو ضرور راڳ ٻڌڻ ايندو ۽ پارکو هوندو ته منهنجي چوڪ پڪڙيندو، سو ئي اڄ توهان منهنجي چوڪ پڪڙي. جهڙو ٻڌو هوم تهڙو ڏٺم. چڱو هاڻ منهنجو راڳ ٻُڌ ۽ سچ پچ صحيح ڍنگ سان اڄ ڳائيندس.“ پوءِ ان طوائف گَوَر جان ڪمال جو راڳ ڳايو پوءِ سيٺ به داد ڏنس. پوءِ هن چيس ته مونکي پنهنجي آستان تي گهراءِ ته مان اُتي به هلي ڳايان. پر سيٺ هن کي گول مول جواب ڏنس ۽ پنهنجي نڪاڻي تي ڪونه گهرايائينس.

سيٺ وشنداس جي دان ڪرڻ جي هاڪ سڄي ملڪ ۾ پکڙجي ويئي ۽ ڪئين ماڻهو دان وٺڻ ايندا هئا ۽ ڪو به خالي هٿين ڪونه موٽندو هو. ڪن کي اَن، ڪن کي ڪپڙو ۽ ڪن کي روڪ ڏيندو هو، هوُ چوندو هو ته-

”پکيان پيتي جل نه کُٽي، نديان کُٽي نه نير - دان ڪندي ڌن نه کُٽي، کهه ديا داس ڪبير.“



ڪي ماڻهو چوندا هئا ته سيٺ هيترو دان ڪري ٿو ڪري شايد سيٺ وٽ پارس پٿر آهي. پر اها سُڌ هئي سيٺ کي ٻي ايشور کي. سندس سٺن خيالن ۽ لڇڻن جو اثر اولاد تي به پيو. سيٺ وشنداس جو پٽ سيٺ هرچندراءِ جنهنجو ذڪر هيٺ ڪيل آهي. سيٺ وشنداس جو ٿاهيل هڪ ڀڄن نموني طور هيٺ ڏجي ٿو-

”ڪوئي پيوي تــو مَئين ديوان، پـيـالا عشق پر پر پر،
نهين پيوي تــو ميرا ڪِيا، پــڙا ڊِوُنڊي سو در در در،
هــمارا حق ڪا هــوڪا، سدا ديــوان سو گهر گهر گهر،
ڪوئي منصور جـو ماني، ٻئي جڳ جـات سو ڏر ڏر ڏر،
ڪئي ڪتني خوشي ڪرڪي، آخر ڪو جات سو ٽر ٽر ٽر،
دُني کي عيش ساگر سي، نِڪِس جائي ڪو تر تر تر،
’وشنداسا‘ ڪنن بازي، جپڻ مشڪل سو هر هر هر.“

(۳) سيٺ هرچندراءِ وشنداس ياروائي -

”سنڌ ڄائو سهڄ سان، ويو هاڪ پائي هند ۾ - سيٺ هرچندراءِ، بيوس، لاکيڻو هو لعل.“

شهر مانجهوُ تعلقو ڪوٽڙي ضلعي دادوءَ ۾ سيٺ وشنداس نهالچند جي گهر ۾ سيٺ هرچندراءِ جو جنم تاريخ ٦ اپريل ١٨٦٢ع ۾ ٿيو. سيٺ هرچندراءِ تي سندس ماتا جي لڇڻن جو چڱو اثر پيو. هن آدي وديا مانجهوءَ ۾ ورتي. ٿورو وقت انگريزي ڪوٽڙيءَ ۾ پڙهيو. ستون درجو ڪراچيءَ ۾ پاس ڪيائين. ڪاليجي وديا ١٨٨٥ع بمبئيءَ ۾ ورتائين ۽ B.A., L.L.B. پاس ڪيائين. سنڌ ۾ هي ٻيو شخص هو، جنهن L.L.B. پاس ڪئي. هنڪي ننڍي هوندي کان ئي پيءُ وانگر راڳ ۾ چاهه هو. نظم جا ڪتاب جام پڙهندو هو. هن شروع ۾ سرڪاري نوڪري ڪئي، پر پٽس جي چوڻ تي استعفا ڏنائين. ١٨٨٦ع ۾ وڪالت شروع ڪيائين. هن ۾ اُتم گڻ، واڻيءَ جي شڪتي، آزاد خيالي، قابليت ۽ تيز فهمي هئي. اعليٰ اِنسان هو. رلڻو ملڻو، ڪلمڪ، هر دل عزيز ۽ جُريت وارو هو. سچ جو ساٿي هو. اصيلن جو ڪم امانت ڪاريءَ ڪري سمجهندو هو. ٿن سالن جي وڪالت ۾ هن چڱو نالو ڪڍيو. زبردست ۽ ناليرو وڪيل ٿي پيو. ڪيترا سال وڪيلن جي جماعت جو سيڪريٽري هو. سيٺ هرچندراءِ ملڪي حالت کي سُڌارڻ لاءِ هڪ انگريزي اخبار ”فنيڪس“ نالي سان ديوان ٿهلرام ۽ مسٽر گپتي سان گڏجي جاري ڪئي. سال ١٨٨٨ع ۾ ٢٦ ورهين جي ڄمار ۾ سيٺ هرچندراءِ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. سال ١٩١١ع کان ١٩٢١ع تائين ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو پريزيڊنٽ هو. ڪراچي ڳوٺ کي ڪراچي شهر جي صورت ۾ آندو. رستا ۽ گهٽيون ڪشاديون ڪرايون. لياري نديءَ کي بند ڏياري شهر لاءِ نئين زمين پيدا ڪئي. پاڻيءَ جو بندوبست ڪيائين ۽ گٽرن ۾ سُڌارا ڪرايائين. سيٺ هرچندراءِ ڪراچيءَ جي واپارين جي جمائت جي مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو. اُنجي پاران ڪراچي پورٽ ٽرسٽ جو ميمبر ١٩١١ع کان وني هو. سنڌ جي ميونسپالٽين طرفان سيٺ کي پنهنجي طرفان بمبئي ڪائونسل جو ميمبر چونڊي موڪليو هو، جو سال ١٩١٠ع

کان ۱۹۲۱ع تائين هو. نون سُڌارن لاءِ هند اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. تڏهن بمبئي ڪائونسل ڇڏي ڏنائين. ٻيا به ڪيترا سُڌارا هن ڪيا ۽ ڪرايا. هند اسيمبليءَ ۾ سنڌ پاران سنه ۱۹۲۱ع کان ۱۶ فبروري ۱۹۲۸ع تائين هو. سنڌ جي خوب شيوا ڪئي. وائسراءِ لوڻ تي ڊل وڌائي اِنڪري استعفا ڏنائين. ۱۸۹۷ع ۾ پليگ پيئي تنهن لاءِ سندس پتا سيٺ وشنداس خيراتي پليگ اسپتال ۽ ڪاڌي پيتي جو ٻندار ڪوليو، اُن جو مکيه ڪاروباري سيٺ هرچندراءِ هو. ۱۸۹۹ع ۾ ٿر ۾ ڏڪار پيو، تڏهن سيٺ ڳوٺ ڳوٺ گهمي پئسا ڪپڙا لٽا گڏ ڪري ٿر موڪليا ۽ اُنهن جي شيوا ڪيائين. هي سناتن ڌرم منڊل جو ميمبر هو ۽ برهمو سماج جو ٽرسٽي هو. ۱۸۸۸ع ۾ ڪانگريس ۾ داخل ٿيو. سال ۱۹۰۸ع ۾ سنڌ پراونشل ڪانفرنس سکر ۾ ٿي، تنهنجو سڀاپتي هو. نون سڌارن بابت ۱۹۱۷ع ۾ حيدرآباد ۾ خاص ڪانفرنس ٿي، تنهنجو سڀاپتي هو. سنڌ جون پئنچاتون سيٺ کي ”مٿي جو مور“ ڪري سمجهنديون هيون. بيماريءَ جي حالت ۾ پاڻ ڪٽائي دهليءَ ويو. ڇيائين ووٽ ضرور ڏيندس، پر وات تي سندس پِران پکيڙو پرواز ڪري وڃي پرماتما وٽ پهتو. اسيمبليءَ ۾ سناٽو ڇانئجي ويو. اُها تاريخ هئي ۲۸ فبروري ۱۹۲۸ع.

(۴) ساڌو نولراءِ شؤقيرام آڏواڻي - ساڌو نولراءِ شؤقيرام آڏواڻيءَ جو جنم حيدرآباد سنڌ ۾ تاريخ ۱۸ مئي ۱۸۴۸ع ۾ ٿيو. سندس ڏاڏو ديوان ننديرام ۽ سندس پتا شوقيرام عامل پئنچات جا مُکي هئا. هنجي آکه چڙهيل هئي. سندس ماتا پتا ٻئي گڻوان هئا، جي گڻ هُن به پِرايا. هن مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ روينيو کاتي ۾ ڪلارڪ هو، جو ايمانداريءَ ۽ هوشياريءَ سان وڃي ڊپٽي ڪليڪٽريءَ کي پهتو. هن جو لاڙو ڌرم ڏانهن هو. هي رشوت يا رسائي اصل نه وٺندو هو. هي ٻهراڙين ۾ وڃي غريبن جي سار لهندو هو. هن سنه ۱۸۹۳ع ۾ جيڪا آبڪاري رپورٽ لکي هئي جو بمبئي گورنمينٽ ۽ عام ماڻهو اُنهيءَ جي ساراهه مان ڍاپندا ئي ڪونه هئا. هي پهريائين ماستر هو. هي پهريون سنڌي هو جنهن روينيو کاتي جو هاير امتحان پاس ڪيو. هن مُنشي اُڌارام ٿانورداس ۽ ننديرام سيوهاڻي سان گڏ انگريزيءَ تان ترجمو ڪري ”راسيلاس“ سنڌيءَ ۾ پهريون ناول ۱۸۶۸ع ۾ تيار ڪيو. هي سادو کائيندو ۽ سادو پهريندو هو. هو هميشه هالن جي ڪورين جي ٺاهيل ڇيڪ جا ڪوٽ، پتلونون ۽ اَڇي ڪنديءَ ڀرت ٽوپي پائيندو هو. وڏن آفيسرن وٽ ويندو هو ته اُهائي ساڳي پوشاڪ هونديس. فقط ٽوپي بدلائي ڏکهي ٽوپي پائيندو هو. هو پڪو ويشنو هو. ڪاري ڦڙدي جي پار سندس باغ هو. هو اُتي ڏوڌي ۽ لسيءَ تي گذران ڪندو هو. هن کي گرو نانڪ گرنٿ جي ٻاڻيءَ سان نينهن هو. روز وچن وٺي پوءِ ڪم ڪار کي لڳندو هو. هي گشت ڪندي ڪنهن شهر يا ڳوٺ ۾ ويندو هو ته ستسنگ ڪندو هو. برهمو سماج سان لڳن هئس، اُنهن جي اُتسؤن تي حيدرآباد ۾ خرچ پکو به پاڻ ڪندو هو، سيني سنگين ساٿين کي پريتي ڀوڄن پنهنجي هٿن سان ڪارائيندو هو ۽ پاڻ پڇاڙيءَ ۾ کائيندو هو. شڪارپور کان سپٽمبر ۱۸۹۳ع ۾ اُتسؤ ڪري حيدرآباد آيو. ننگر ڪيرتن وقت هو سڄي ڀڄن منڊليءَ کي ڇڪلي ۾ وٺي ويو ۽ چون ٿا ته اُتي پليل پينرن کي اهڙو سندر اُپديش ڏنائين جو هنن جي اکين مان زار زار ڳوڙها ڳڙي آيا. اُهو هنجو پڇاڙيءَ جو اُپديش



هو. هي ميونسپالٽيءَ جو چيئرمن هو. هو سڄو وقت گهمي ڦري عاليشان بندوبست رکندو هو. هي نيم جو پڪو هوندو هو، پراُپڪاري هو. غريبن کي لڪل مدد به ڪندو هو. هي ڪيسي ۾ نيون (سونيون) پايون وجهي گهمندو هو ۽ ٻارن کي ڏيندو هو. هي وڏو پنگتي سڌارڪ به هو. هي مست اُٺ تي چڙهيو، جنهن ڪيرائي ڌڪو ڏنس. بيمار ٿي پيو. تاريخ ۲۲ سپٽمبر ۱۸۹۳ع ۾ شڪارپور ۾ سندس پِران پکيئڙو پرواز ڪري وڃي پرماتما جي گود ۾ سمايو. حيدرآباد ۾ خبر پهتي ته سڄي شهر ۾ ماتم مچي ويو. هن جي مرتيوءَ جي ڪري عام ميڙ حيدرآباد جي سيشن جج جي زير صدارت ٿيو. تنهن ۾ هندو مسلمان اڇي رودن ۾ ڇٽڪيا. اُن ميڙ ۾ ٻن مسلمانن اصل سياپو ڪري مچايو.

(۵) ساڌو هيرانند شؤقيرام آڏواڻي - ساڌو هيرانند شؤقيرام آڏواڻيءَ جو جنم تاريخ ۲۳ مارچ ۱۸۶۳ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو. هي ساڌو نولراءِ جو ننڍو ڀاءُ هو. هنن جا وڏا ميرن وٽ عهديدار هئا. هن جي پتا ديوان شؤقيرام پهرئين درجي جي مختيارڪاريءَ تان پينشن ورتي هئي. ساڌو هيرانند جي ماتا پتورتا اِستري هئي ۽ نماڻائيءَ جي مورت هئي. ساڌو هيرانند تي ماتا پتا جي گڻن جو سنو اثر پيو. ساڌو هيرانند جو وڏو ڀاءُ راءِ بهادر ديوان تاراچند ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد جو پرنسيپال هو. ڇوٿون ڀاءُ ديوان موتيرام سيشن جج هو. هيرانند ننڍي هوندي کان همت وارو جوان هو. هي انگريزي پڙهيو. مئي ۱۸۷۵ع ۾ هنکي ٻارهين ورهين جي ڄمار ۾ ۴ درجي ۾ داخل ٿيو.هن ۱۸۷۵ع ۾ شادي ڪئي. ۱۸۷۸ع ۾ پهريون نمبر آيو. ۱۸۷۹ع ۾ ڪلڪتي ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي. هيرانند کي ڌرمي ڳالهين بابت بحث ڏاڍو وڻندو هو. ڌرمي پستڪ پڙهندو هو. ساڌو هيرانند جڏهن ٻڌو ته عامل ڌوتي پهريندڙن تي چٽرون ڪندا آهن ته پاڻ ڌوتي ۽ بوچڻ ڪرڻ لڳو. هن جو شيوا ڀاو به هو. اپريل ۱۸۸۱ع ۾ ساڌو ۽ نماڻو ٿي رهڻ جو سنڪلپ ڪيو. اُن لاءِ هڪ ڏينهن گيڙوءَ رتا ڪپڙي پهري پير اُگهاڙا ڪري ڪاليج ۾ ويو، پوءِ اُها پوشاڪ رڳو گهر ۾ پائيندو هو. ڊسمبر ۱۸۸۱ع ۾ امتحان ۾ F.A پهرئين ڪلاس ۾ پاس ٿيو. ۲۰ روپين جي ماهوار اسڪالرشپ حاصل ڪيائين. هن هوميوپٿيءَ جي سِکيا ورتي ۽ سؤن کي فائدو پهچايائين. هو سوامي رام ڪرشن پرمهنس جي سنگ ۾ گهڻو گذاريندو هو. هن ڊسمبر ۱۸۸۳ع ۾ .B.A پاس ڪيو ۽ ۱ فبروري ۱۸۸۴ع ۾ حيدرآباد آيو. هي سنڌ ٽائيمس ۽ سنڌ اخبارن جو سمپادڪ ۱۷۵ روپين پگهار تي ڪراچيءَ ۾ مقرر ٿيو. اخبارن دواران ديش جي شيوا ڪئي. ٻيا شيوا جا ڪم به ڪندو هو. هن منگهي پير تي ڪوڙهين جي اِسپتال جاري ڪرائي جا اجا تائين سندس نالي قائم آهي. هي ۵ نويمبر ۱۸۸۷ع ڪراچي ڇڏي حيدرآباد آيو ۽ شيوا جا ڪم ڪرڻ لڳو. هن نويمبر ۱۸۹۰ع ۾ هيرانند سرسوتي ۽ سُڌار سڀا پتريڪا اخبارون سنڌيءَ ۽ گرمکيءَ ۾ جاري ڪيون. هن اِستريءَ جاتيءَ جي به چڱي شيوا ڪئي. آگسٽ ۽ سپٽمبر ۱۸۹۲ع ۾ حيدرآباد ۾ سخت وبا اچي پيئي. هن ننڍي ٽولي ٺاهي اِسپتال جاري ڪئي ۽ گهڻن بيمارن کي شفاياب ڪيو. حيدرآباد ۾ يُونين اڪيڊمي هئي پوءِ نولراءِ هيرانند نالي سڏجڻ لڳي. هي نياڻين کي پڙهائڻ لاءِ بانيڪپور ويو ۽ اُتي بيمار ٿي پيو. تاريخ ۱۴ جولاءِ ۱۸۹۳ع ۾ ۱۱ بجي مهل ساڌو هيرانند جي آتما اِسٿول سرير تياڳي وڃي ايشور جي گود ۾ سُکي ٿيو.

### (٦) راءِ بهادر ديوان ڪؤڙومل چندن مل کلناڻي -

”جيوت مهاپرشن جي، اسان سيڪاري اِيءُ، جيوَت ڪجي سڦلي، پلي وهائجي وِيءُ،
راضي ٿئي پيءُ، جس ۾ پڙ جس رهي.“

مٿاهين منزل تان ڏکو ڪائي گهٽيئي هيٺ پيا ڪِرن، پر هيناهينءَ منزل تان چڙهي، مٿاهينءَ منزل تي رَسڻ سڀ ڪنهن جو ڪم نہ آهي. مٿي چڙهڻ لاءِ لڇڻ ڪپن. انهن مان آهي هڪ ديوان ڪؤڙومل. هن جو جنم شهر پريا ضلع نواب شاهہ ۾ شري چندن مل کلناڻيءَ جي گهر تاريخ ٥ آڪٽوبر ۱۸۴۴ع ۾ ٿيو. هنجو ڇنيءَ جو نالو ”پريتم“ نڪتو. پر هنجي جنم تي مائٽن ڪارا مرچ ورهايا. اِنڪري هنکي ڪؤڙومل ڪري ڪوٺيندا هئا، جو نالو هميشهہ لاءِ قائم ٿي ويو. هنکي ننڍي هوندي ڳوٺ جلباڻيءَ ۾ آخوند سُليمان وٽ پارسي پڙهڻ لاءِ ڇڏيائون. ٦ سالن ۾ سُٺي پارسي سِکي ويو. پوءِ نوشهرو فيروز ۾ مختيارڪار جي آفيس ۾ عريضيون لکندو هو. پوءِ ڪراچيءَ ۾ ماستر ٿيو. اُتي انگريزي پڙهڻ لڳو. مئٽرڪ جو اِمتحان ڏنائين پر ناپاس ٿي پيو. وري شڪارپور ۾ هيڊماستر ٿيو. هنکي ناري سکيا لاءِ لگن لڳل هئي، ان لاءِ هڪ ڪتاب ”پکو پهہ“ لکي ڇپارايائين. واٽڪن اکرن جو سُڌارو ڪيائين. پارسي جلد سکڻ لاءِ هڪ ڪتاب آغاز پارسيءَ جو لکي ڇپارايائين، جو اِسکولن ۾ پاڙهيو ويندو هو. ۱۸٦۷ع ۾ برهموڌرم ڏانهن لاڙو رکيو. هي مورتي پوڄا پسند نہ ڪندو هو. ۱۸٦۸ع ۾ سکر مان بدلي ٿي حيدرآباد آيو. اُتي بہ هيڊماستر ٿي رهيو ۽ ڪيترا ڪتاب پارسيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين. هن سنڌي چوٿون، پنجون، ڇهون ۽ ستون درسي ڪتاب تيار ڪيا، جي اِسڪولن ۾ پاڙهيا ويندا هئا. پوءِ روينيو کاتي ۾ ايڪسٽرا اسسٽنٽ ڪليڪٽر مقرر ڪيو ويو ۽ هاير اِمتحان پاس ڪيائين. پوءِ روهڙيءَ جو ڊيپوٽي ڪليڪٽر ۽ پهرئين درجي جو مئجسٽريٽ مقرر ٿيو. هوُ هڪ بي رياءُ آفيسر ٿيو. رسائي ۽ رشوَت کان پري هو. وري تعليم کاتي ۾ واپس آيو. اُن بعد ڪنڊل کاتي جو مئنيجر ٿيو. پوءِ حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج جو پهريون پرنسيپال ٿيو. منجهس سهن شڪتي ڏاڍي هئي. هنکي پنيءَ ۾ ڏينيوءَ گهٽا چڪ هنيا، سو تڪڙو گهر ويو تہ قميص لاهڻ سان ڏينيو اُڏامي ويو. ڇڪن ڪري سڄي پني ڳاڙهي ٿي ويئي ۽ سوُر بہ ڏاڍو هوس. پر ڏنگن کي گاسليٽ لڳارائي اچي پنهنجي ڪم کي لڳو. سال ۱۸۹٦ع-۱۸۹۷ع ۾ حيدرآباد ۾ پليگ جي بيماري اچي پيئي، جتي بيمارن جي شيوا ڪئي. سال ۱۸۹۹ع ۾ پينشن تي لهي ڳوٺ آيو. اُتان هفتيوار اخبار ”ديش مِتر“ ڪڍڻ لڳو. ڏيتي ليتي گهٽائڻ لاءِ بنديِ ٺهرايائين. ليکڪ بہ هو، ڪيترائي ڪتاب لکي ڇپارايائين. سنہ ۱۹۱۳ع ۾ ڪراچيءَ ۾ پارت جي پنگتي ڪانفرنس ڪانگريس سان گڏ ٿي، تنهن جو پرڌان ديوان صاحب چونڊيو ويو. هو رهڻ ۾ سادو هو. اِنصاف پسند ۽ ڪنڌڙ هو. آخر تاريخ ١٦ ڊسمبر سنہ ۱۹۱٦ع ۾ سندس آتما روپي پکيئڙو پر پکيڙي پرواز ڪري پرين جو پانديئڙو بڻجي سرڳڌام پڌاريو. هنجو وڌيڪ احوال باب ١٢ ليکڪ ۽ شاعرن ۾ ليکڪن جي جريان نمبر ٢٢ تي آهي.



### (٧) راج رشي ديوان ڏيارام گدومل شهاڻي ”سگما“ -

چوندا آهن تہ ”شل ڄمي ڪنهن جا نہ مرن - وڏي ڪنهن جا نہ ڪرن.“ ديوان گدومل جو ڪونڌر پٽ گوبند سورهن سالن جو اِتفاق سان ٻتي ٻاريندي ٺري ويو. سو اُڌيري لعل جي ميلي تي اچي ٻائي گرپٽ صاحب جي دل جي دردي داستان ٻڌايائون. سو انهن جي آسيس سان سنہ ۱۸۵۷ع ۾ ديوان ڏيارام جو جنم ٿيو. ڏهن ورهين جي ڄمار ۾ ڏيارام آخوند نور محمد جي مڪتب ۾ پارسي پڙهي سنہ ۱۸٦۷ع ۾ انگريزي اِسڪول ۾ داخل ٿيو. نهايت ذهين ۽ فهيم هو. ڪلاس ۾ هميشهہ پهريون نمبر ايندو هو ۽ سڀ اِنعام کٽندو هو. سنہ ۱۸۷۷ع ۾ ڏيارام .B.A اِمتحان جي هال ۾ وينو هو تہ کيس پتا جي ديهانت جي خبر ملي. سندس دل کي چوٽ رسي. اِمتحان پورو ڪرڻو هوس. هُونئن تہ شايد فرسٽ ڪلاس ۾ فرسٽ نمبر اچي ها، سو اچي ڪين سگهيو، تہ بہ اِمتحان ۾ مٿي آيو ۽ اِنعام کٽيائين. پوءِ هي حيدرآباد ۾ اچي ٻنيون بہ سنڀاليندو هو ۽ وڪالت بہ پڙهندو هو. ان وچ ۾ سندس پاءُ ميناارام ڪورٽ ۾ ڪلارڪيءَ جي نوڪري وٺي ڏني. آگسٽ ۱۸۷۹ع ۾ نوڪريءَ تي چڙهيو، پوءِ سرشتيدار ٿيو. انهيءَ وچ ۾ .L.L.B بہ پاس ڪري ورتائين. هي پهريون سنڌي هو، جنهن .L.L.B پاس ڪئي. ان بعد هنکي سِمال ڪاز ڪورٽ جو جج ڪيو ويو. هي سٺر جو ڪوڏيو هو. موڪل وٺي ٢ آڪٽوبر ۱۸۸۱ع کان ٩ ڊسمبر ۱۸۸۱ع تائين سنڌ جو سٺر ڪيائين. جيڪي قابل ديد هوندو هو، سو لکندو ويندو هو، سو ڪتابي صورت ۾ ڇپائيندو هو. هي انهن ۾ گمنام نالو ”سگما“ ڄاڻائيندو هو. هنجو نيم هو صبح جو سنان ڪري پوٿي پڙهي ڪم کي لڳندو هو. هن ڄاگيرن جي رڪارڊ کي سلسليوار ٺاهي هڪ ڪتاب لکيو History of Land alianation in Sind جو سرڪاري طرح ڇپايل آهي. ڪمشنر ان لاءِ ڏاڍي تعريف ڪئي. هنکي ٻولين سکڻ جو بہ شوق هو. سنسڪرت، عربي، گجراتي، فرينچ ۽ هندي بہ لکڻ پڙهڻ سکيو. سنڌي، پارسي ۽ انگريزي تہ اڳي ئي پڙهيل هو. هي ليکڪ بہ هو. پهريون ڪتاب انگريزيءَ ۾ سنڌ بابت ٢. مٿئين ڄاگيرن جي تاريخ پهريون جلد ۱۸۸٦ع ۾، ٻيو جلد ۱۸۸۸ع ۾ ڇپيو. ٣. جپ صاحب سنڌيءَ ۾ ۱۸۹۱ع ۾ ٤. سريمد ڀڳوت گيتا جي سنڌيءَ ۾ ٽيڪا ۱۸۹۳ع ۾ وغيره. احمدآباد ۾ ٨ سال شڪارپور ۾ ٧ سال رهيو. اُتي سيشن جج هو. ڪئين عجيب مقدما فيصل ڪيائين، جن ۾ سندس نالو ٿيو. ۱۸۸٦ع ۾ سندس مُربي پاءُ ديوان ميناارام گذاري ويو. هنکي صدمو رَسيو، جو هوُ ٧ ماٺهن جو ڪم ڪندو هو. سڄو بار هن تي پيو. هيترِي وڏي پگهار هوندي پاڻ تي ٿورو خرچ ڪندو هو، ٻيو ڳجهو دان ڪندو هو ۽ گهٽيئي اُپڪار جا ڪم ڪيا. سماج، پليگ، ڏڪار ۾ سهائتا ۽ شيوا جا ڪم خوب ڪيا. هي جولاءِ ۱۹۰۳ع ۾ سنڌ جو جڊيشنل ڪمشنر ٿي رهيو. فرلو وٺي پلي جا ڪم ۽ سٺر ڪندو هو. ۱۹۱۱ع پينشن تي لهي بمبئيءَ پرسان باندرا ۾ وڃي رهيو. هنجي ٿوري گلا بہ ٿي، جو ديوٽيا جي ڌيءَ اُرملا ديويءَ سان شادي ڪيائين. ٿوري وقت کانپوءِ اُرملا ديوي ۽ سندس پٽ پرلوڪ پڌاريا. پوءِ سڄو وقت لکڻ پڙهڻ، پوڄا ۽ ڌيان ۾ لڳايو. چيائين تہ مونکي جولاءِ ۱۹۹۳ع کان ايشور وٽان شاعراڻي ڏات عطا ٿي آهي. پوءِ سنڌيءَ ۾ شعر لکڻ لڳو. ڪتاب تي نالو رکيائين ”ڇهبڪ من لاءِ“ اِئين هلندي تاريخ ٧ ڊسمبر ۱۹۲۷ع جو اڍائي ٻجي شام جو ڏيارام جي آتما پريوءَ جي گود ۾ وڃي براجمان ٿي.

**(٨) ديوان گلابسنگھه ديوان بجاسنگھه شهاڻي** - ديوان گلابسنگھه جو جنم حيدرآباد ۾ ديوان بجاسنگھه شهاڻي جج جي گھر ۾ ٿيو. هن جو لاڙو آريه سماج ڏانهن هو ۽ حيدرآباد آريه سماج جو پهريون پرڌان هو. پنگتي سُڌاري لاءِ جيڪي به هلچلون هليون، تن سڀني ۾ اڳرو هو. سنسڪرت لاءِ خاص محبت هيس، انجو پرچار ڪندو هو. هي نت نيم سان يگيه، سنڌيا ۽ اُپاسنا ڪندو هو. ويد منترن جو جاپ ڪندو هو. مهمان نواز به هڪڙو ئي هو. هر دل عزيز ۽ مني سياءَ وارو هو. رهڻي ڪهڻي سادِي هوندي هيس. هن آريه سماج لاءِ پنهنجي جاءِ ڏني. ٺٽي، شڪارپور، لاڙڪاڻي ۽ ميرپور خاص ۾ آريه سماج جي مندرن ٺهرائڻ ۾ سندس وڏو هٿ هو. هڪ دفعي حيدرآباد جا ١٠٠ ڪن عامل گھر عيسائي ٿيڻ لاءِ تيار ٿيا. ديوان گلابسنگھه ۽ ديوان ڏيارام جفاڪشي ڪري پنجاب مان ودوان گهرائي انهن کي پنهنجي ڌرم ۾ ئي رهڻ ڏنو. اهڙو ڌرم پتر پنهنجو ڪاريه ڪري وڃي ايشور جي گود ۾ واسو ڪيائين.

**(٩) ڀڳت روپچند جهامراءِ ٺاراڻي** - ڀڳت روپچند سنه ١٨٦٨ع ۾ شري جهامراءِ ٺاراڻيءَ جي گھر حيدرآباد ۾ جائو هو. سندس وڏا هلنديءَ وارا ۽ جاگيردار هئا. مگر سمي جي ڦلهاري آهي. زور ظلمن ڪري هنن کي جاگيرن تان هٿ ڪڍڻو پيو. هن کي هڪ آخوند جي مڪتب ۾ موڪليو ويو. آخوند صاحب صورت سيرت جو خواهه صاحب هو. آخوند ۽ روپچند جي ماتا پتا جا سنسڪار هن ڀڳت تي خوب پيا. روپچند کي ڇهه درجا انگريزيءَ ۾ پڙهائي شادي ڪرائي ويئي. هي پبلڪ سروس امتحان پاس ڪري نوڪريءَ لاءِ ڪراچيءَ ويو. جيسين نوڪريءَ مليس، تيسين عريضي نويس جو ڪم ڪيائين. جلدي کيس پڪي نوڪري ملي. سندس ماءُ به شرڌا موجب پهريون پگھار هڪ فقير کي ڏيئي ڇڏيو. ڀڳت روپچند کي ٽراموي ڪمپنيءَ ۾ چاليهه روپيا ماهياني پگھار سان ڪلارڪي ملي. هن ۾ فرض شناسيءَ جو جهجهو انگ هو. هن پنهنجي نوڪري دل وَ جان سان ڪئي. هڪ ڏينهن آرتوار جو سندس پاڙيسري سنگتي چوئٿرام کيس برهم مندر ۾ وني ويو. اُتي ڳائيندڙن جا ڀڄن ۽ ساڌو نولراءِ جا اُپديش ٻڌي سندس دل ۾ اُٿل پُٿل آئي ۽ پاڻ کي آدرشي ٺاهيندو ويو. پنهنجن نيمن تي پورو رهندو هو. هي ديوان ڪوڙومل، ساڌو هيرانند، ساڌو نولراءِ، بابو نندلعل سين ۽ شري ديناناٿ ۽ ٻين اعليٰ اِنسانن سان سنگ ۾ آيو. جنهجي ڀڳتيءَ، نشڪام شيوا ۽ نماڻائيءَ جو مٿس پرڀاءُ پيو. هن ٣٢ ورهين جي عمر ۾ نوڪري ڇڏي پاڻ کي مالڪ جي پوڄا ۽ خلق جي خدمت ۾ ارپڻ ڪيو. پبلڪ جي شيوا ۾ لڳو. اِسپتال ۾ وڃي مريضن جي سار سنڀال لهندو هو. غريب مسڪينن کي مدد ڪندو هو. آرتوار جو ڪلاس هلائيندو هو. ڇوڪرين کي سنگيت سيکاريندو هو. سفيد پوش ڪٽنبن کي ڳجهيءَ طرح ڪپڙي، اَن ۽ روڪ ذريعي مدد ڪندو هو. ڪنهن غريب جي جاءِ ڪِري پوندِي هئي ته ان کي مرمت ڪرائي ڏيندو هو. ڪن نياڻين کي اُڪلائڻ ۾ به مدد ڪندو هو. سندس ڌرمپتني هڏ ڀڳي مشين هلائي ٻارڙن جي پرگھور لهندي هئي. ڀڳت روپچند سادگيءَ جي مورت هو. پوشاڪ ۽ ڪاڌو سادو هوندو هوس. هن کي ڀڳتيءَ جو رنگ چڙهي ويو. ڳائيندو به سنو هو. يڪتارو ڪٽي وڄائي مگن ٿي ويندو هو. سندس ساز ۽ آواز ملي ٻڌندڙن کي مست ڪري



ڇڏيندو هو. پڇاڙيءَ وقت ۾ بيمار ٿي پيو ۽ آخر تاريخ ١٢ ڊسمبر ١٩١٤ع ۾ زندگيءَ جو سفر پورو ڪري وڃي دارالبقا ۾ داخل ٿيو. گهڻو ڪري هي ڳائيندو هو، جو هيٺ ڏجي ٿو.

*”ياد پوئن ٿا ماروئڙا، وڃان جيئري شال مري - وڃان جيئري شال مري، ڏسي اکڙيون پون ٺري.“*

**(١٠) ساڌو گوڪلداس گرداس مل ٽلا** - ساڌو گوڪلداس گرداس مل ٽلا سنه ١٨٧٠ع ڌاري شڪارپور جي شهر ۾ جائو هو. ننڍي هوندي کان وٽي سندس سياءُ رلڻو ملڻو ۽ ڪلڙو هوندو هو. مهاتمائن ۽ ساڌن سنتن جي سنگ ۾ گذاريندو هو. ١١ سالن جي عمر ۾ ڪراچيءَ پڙهڻ ويو. سندس ڪٽڻ ۽ لڇڻ ڪري کيس شاگرد ۽ ماستر پيار ڪندا هئا. هن ۾ قربانيءَ جو انگ هو. سنه ١٨٨٧ع ۾ مئٽرڪيوليشن اِمتحان پاس ڪيو. پوءِ ٣ ورهيه بمبئي ڪاليج ۾ پڙهيو. اِمتحان پاس ڪري موٽي ١٨٩١ع ۾ ڪراچيءَ ۾ آيو. هنجو اِرادو ديش شيوا ڪرڻ جو هو. هنجي ساڌو هيرانند ۽ ديوان ڪوڙي مل سان واقفيت ٿي ۽ ڌرم لاءِ چاهه ٿيو. ڪُجهه وقت پنهنجي پيءُ سان گڏ دلاليءَ جو ڌنڌو ڪيو. پوءِ دلالي ڇڏي سکر ۾ ريلوي ورڪشاپ ۾ ٨ آنه روز تي فٽر تي ڪم ڪرڻ لڳو. سکر ۾ هڪ هنري اِسڪول کُليو. هن کي اُتي هيڊماسٽر ڪري رکيو ويو. هن غريب شاگردن لاءِ مسڪين فنڊ جاري ڪيو. جنهن مان غريب شاگردن کي ڪپڙي، ڪتابن ۽ فيءَ جي سهائتا ملندي هئي. سکر ۾ رهي هن اُپڪار جا ڪم ڪيا. شري گوڪلداس هڪ جاءِ جوڙائي سُڌار سڀا کي بنا مسواڙ ڏني. اُتي ڪنيا پاٺشالا ۽ رات جو مُفت وديا ڏيڻ لاءِ اِسڪول کوليا ويا. هي ڪاڌي پيتي ۽ ڪپڙي لٽي ۽ رهڻيءَ ۾ بلڪل سادو هو. ويچار اُتم هئس. پريم جو پتلو هو. فيبروري ١٨٩٧ع ۾ سکر ۾ پليگ پيئي. هي بيمارن جي شيوا ڪرڻ لڳو. مري ويلن جي ڪٽنبن جو بندوبست ڪندو هو. لاڏين ۾ وڃي بيمارن کي دلداري ڏيندو هو. ڀڄن ٻڌائي وندرائيندو هو. شيوا ڪندي پياري گوڪلداس کي به اچي اوچتو پليگ ٿي، جنهن ۾ ٢ اپريل ١٨٩٧ع ۾ ستاويهن سالن جي عمر ۾ لوڪ شيوا ڪندي بليدان ڏنو. ساڌو گوڪلداس جو نالو سکر ضلع بلڪ ساريءَ سنڌ ۾ لوڪ شيوا ڪري پيو ڳائجي. ديهانت بعد پاٺشالا جو نالو ”گوڪلداس ڪنيا پاٺشالا“ رکيو ويو. جيڪو به هي شيوا جو ڪاريه ڪندو هو، سو هريءَ کي ارپڻ ڪندو هو. پنهنجي جس ۽ وڏائيءَ جي خواهش ڪانه هئس. ان ڪري سندس نالو اڃا پيو ڳائجي.

**(١١) ويرومل بيگراج** - شري ويرومل جو جنم شڪارپور ۾ سنه ١٨٧٤ع ۾ بيگراج جي گھر ٿيو. ننڍي هوندي گوڪلداس ٽلا جو سنگ مليو ويس، جنهن سندس دل ۾ شيوا ڀڳتيءَ جي چڻنگ وجهي ڇڏيس. گوڪلداس پليگ ۾ پرلوڪ پڌاريو ۽ پنهنجي مٽيا ويرومل کي ڏيئي ويو. جيڪي به ليڊر ۽ وڏا ماڻهو سکر ۾ ايندا هئا ته سُڌار سڀا ۾ اچي واسو ڪندا هئا. جيئن جوانيءَ ۾ آيو، تيئن سنڌي ڪانگريس نيتائن سان لاڳاپي ۾ آيو ۽ سکر توڙي شڪارپور ۾ اِسڪول کولارايائين. تلڪ جي آواز سندس دل ۾ جاءِ ڪئي. سنه ١٩٠٦ع ۾ ويرومل سکر مان ”سنڌي“ اخبار چالو ڪئي ۽ اُن وقت جو اِنقلابي منتر ”سوراج اسان جي جنم جو حق آهي.“ لوڪن ۾ ڦوڪيو. انگريزي مال جو بهشڪار ۽ سوديشي مال واپرائڻ جي سکيا ڏيڻ لڳو. سنڌ ۾ پهرين راجنيتي ڪانفرنس ١٩٠٨ع ۾

سکر ۾ ٿي، جا سنڌس پرشارٿ سان ڪامياب ٿي ۽ اُن جو پريزيڊنٽ سيٺ هرچندراءِ وشنداس ٿيو.
١٩٠٩ع ۾ حيدرآباد ۾ ٻي سنڌ پوليٽيڪل ڪانفرنس ٿي، اُتي ويرومل پنهنجي پريس ۾ ڇپايل
وديشي ڪنڊ ڇڏڻ ۽ سوديشي ڪنڊ واپرائڻ جي باري ۾ چوپڙي آيل عيوضين ۾ وراهي. جنهن ۾ ٻين
سان گڏ ويرومل کي گرفتار ڪري ٣ سال جيل جي سزا ڏيئي يرودا جيل ۾ رکيو ويو. مهاتما گانڌي
سکر ۾ آيو ته سڌار سڀا ۾ اچي رهيو جو ويرومل جو واقف هو. هاڻي ته ٻئي يرودا جيل ۾ سرڪار جا
مهمان هئا. سنه ١٩١٧ع ۾ شڪارپور ۾ ٽي ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ بينگالي اڳوان ٻپن چندر پال
آيو ۽ بال گنگادر تلڪ به آيو. ويرومل سان گلو گلي سان ملائي ياڪر پائي مليا. هنن جي خوب
آجيان ڪئي ويئي. اهڙيءَ طرح لال، بال، پال سنڌ ۾ پيرا گهمايا. رولٽ ائڪٽ وقت گانڌيءَ اعلان
ڪيو ته قانون ٽوڙيو. اُن وقت ويڙهومل واپاري سکر آشرم ۾ رهندو هو. ماڻ کي خط لکيائين ته قانون
ٽوڙيندس. پڌڙي ماتا آشيرواد ڪيس جا ويرومل اخبار ۾ ڇپي ۽ ملڪ ۾ مانڌاڻ مچي ويو. امرتسر
۾ جليانوالا باغ ۾ سرڪار پبلڪ تي گوليون هلايون ۽ رت سان باغ رڱي ڇڏيو. سنه ١٩١٩ع ۾ انڊين
نئشنل ڪانگريس جو اجلاس امرتسر ۾ ٿيو. ويرومل اُتان رت واري مٽي کڻي آيو ۽ سانڍي رکيائين.
تلڪ سوراج هند لاءِ سنڌ مان هڪ ڪروڙ روپيه گڏ ڪرڻا هئا، اُن لاءِ ويرومل طوفاني دؤرو ڪيو ۽ اوڳڙ
چالو ڪئي. ميٽنگ ۾ هلندي هڪ جوان ويرومل جي پلاند ۾ چٺي وڌي جا پڙهي ويئي. اُن چٺيءَ
۾ لکيل هو ته ”آءٌ سيتل پاڻ کي نيلام تو ڪريان، واڪ ڏيندڙ ايتري رقم يري جو سکر تي مقرر
رقم جي انگ جي پورائي ٿئي - سيتلداس ڦڳڻ مل.“ ويرومل ديش ڀڳت زندگي خلق جي خدمت
۾ گذاري. سنڌڙيءَ کي نه ڇڏيائين. ٨٠ ورهين جي ڄمار ۾ سکر ۾ تاريخ ٢٤ جنوري ١٩٥٥ع ۾
پنهنجي مٽي به جڳن کان سمايل ماتا سنڌڙيءَ جي گود ۾ بزرگن جي مٽيءَ سان ملائي پرماتما
جي گود ۾ وڃي وينو.

**(١٢) واڌومل گيانچند چنڌاٽي** - واڌومل گيانچند چنڌاٽيءَ جو جنم حيدرآباد سنڌ ۾ تاريخ
٧ آڪٽوبر ١٨٨٥ع برابر ١٦ اَسو سنبت ١٩٤٢ ورميءَ جي ٿيو. هي سعادتمند اُپڪاري ۽ سُلڇڻو
هو. ڀڳتيءَ ڏانهن لاڙو هوس. جڏهن ڇئن سالن جو هو ته صندليءَ تي پستڪ رومال ۾ ويڙهيل رکي
سر جهڪائيندو هو ۽ اکيون پوري مگن ٿي وينو هوندو هو. پان پوڄا جو گهڻو شوق هوس. پڙهڻ ۾
به هوشيار هو. سدائين انعام کڻندو هو. هيءُ ۽ هن جو دوست لالچند حڪومتراءِ آڏواڻي گهران
مانيون ۽ ياڃي کڻي ۽ ملم-پٽي به کڻي نڪرندا هئا. غريبن کي کارائيندا هئا ۽ بيمارن جي
ملم-پٽي ڪندا هئا. منڊلي ناهي گهر ۾ ستسنگ ڪندو هو. ڪاڪو منگهارام به اُت اچي ڪافيون
۽ ڀڄن ڳائيندو هو. منڊليءَ وارن کي چوندو هو ته ماس مڇيءَ کان پري رهو ۽ صبح جو اشنان
ڪري ڪجهه ڀڳتي ڪريو. منڊليءَ جا گهڻا ميمبر ٿيا ته جاءِ مسواڙ ڪري اُن ۾ ”اُميد يري منڊلي“
(Hopefull Society) نالو رکي کوليائون. مسواڙ پاڻ چندو ڪري ڏيندا هئا. پوءِ نالو ڦيرائي ”هندو
ڪمار منڊلي“ رکيائون. قسمت سان سنڌس دوست ۽ ڀانهن ٻيلي لالچند فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري
ويو. واڌومل کي ڏاڍو دک ٿيو. پوءِ جيٺمل منگهرملاڻي سان گڏ پراُپڪار جا ڪم ڪندا هئا. ڪيترا



سفيدپوش ماڻهو مرم جا ماريل ڪنهن کان ڪين گهرندا هئا، بک پيا مرندا هئا پر ڪنهن اڳيان
هٿ نه ٽنگيندا هئا. هڪ ويلو ڪائيندا هئا ته ٻئي ويلي لاءِ نهاريندا هئا، اُهو ڪم هنن ٻنهي ڪيو،
جو هڪ فنڊ کنو ڪري اُن مان اُنهن جي مدد ڪندا هئا. هن جي شاديءَ ١٩ ورهين جي ڄمار ۾
ٿي، پر هي ٢٥ سالن تائين برهمچاري رهيو. هن پنهنجي اِستريءَ کي ڀڳوت گيتا ۽ ٻيا پستڪ
پاڙهيا. هن کي بواسير ٿي پيو، علاجن مان فائدو ڪونه ٿيو، روز روز پوٺو پوندو ويو. آخر تاريخ ٢
ميءِ ١٩٢٥ع رات جو ١١ بجي ديهه تياڳي ايشور جو پيارو ٿي ويو ۽ نالو امر ڪري ويو.

**(١٣) جسٽس حشمتراءِ خوبچند چنڌاٽي** - شري حشمتراءِ خوبچند چنڌاٽيءَ جو جنم تاريخ
٢٩ فبروري ١٩٠٢ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ٿيو. هن تعليم حيدرآباد ۾ ورتي جو هنجو پتا هاءِ اسڪول
جو هيڊماسٽر هو. پوءِ ڪراچيءَ جي ڊي. اي. سنڌ ڪاليج ۾ پڙهي ڪيمبرج جي مگڊلين ڪاليج
مان مئٿميٽڪس، فزڪس ۽ ڪيمسٽريءَ ۾ گرئجيوئيٽ بڻيو. I.C.S جي امتحان ۾ هن فزڪس
۾ ٤٠٠ مارڪن مان ٣٨٥ ڪنبون ۽ ڊسٽنڪشن حاصل ڪئي. هن سوشل آرٿرالاجي (Social Arthrology)
جو خوب اڀياس ڪيو. ١٩٢٧ع ۾ سروس ۾ داخل ٿيو. ١٩٣٥ع ۾ هن دنيا جو دورو ڪيو. ڀارت ۾
واپس ورڻ تي هو ته بمبئي ليجسليچر ڪائونسل جو سيڪريٽري ۽ اسسٽنٽ ليگل رميمبرنس
Assistant Legal Rememberns ڪري مقرر ڪيو ويو. جڏهن هند سرڪار جي ١٩٣٥ع جي ائڪٽ
موجب بمبئي ليجسليٽو اسيمبلي نهي ته هن کي سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو ۽ رولس ۽ ريگيوليشن
ناهڻ ۾ خوب بهرو ورتو. ١٩٤٣ع ۾ هاءِ ڪورٽ بينچ تي مقرر ٿيڻ کان اڳ ٻيون ڪيتريون ئي
جوابداريون همواري ڪيون. ١٩٤٢ع ۾ هوم ڊپارٽمينٽ ۾ جائنٽ سيڪريٽري ٿي رهيو. سورت ۽
احمدآباد ۾ ڊسٽرڪٽ جج ٿي رهيو. آزاديءَ کان اڳ سينٽرل ڊويزن جو ڪمشنر ٿي رهيو.
آزاديءَ جي هڪ سال بعد بمبئي هاءِ ڪورٽ جو جج مقرر ڪيو ويو. پڇاڙيءَ تائين اُهو عهدو ماڻيو.
صرف وچ ۾ به دفعا بمبئيءَ جو گورنر مقرر ڪيو ويو. سيپٽمبر ١٩٥٨ع ۾ چيف جسٽس مقرر ڪيو
ويو. ١٤ نومبر ١٩٦٥ع جي اونداهيءَ رات جو جيئن هي هر روز نيم موجب مرين ڊرائيو تي
هواخوريءَ لاءِ نڪتو ته هڪ بي جوابدار ڊرائيور هن کي گهايل ڪيو. گهڻيئي دوائون ڪيون ويئون
پر ڦڪين فرق ڪونه ڪيو. هن تاريخ ٢٨ نومبر ١٩٦٥ع رات جو ٣٠-٨ بجي وڃي سرڳ ۾ واسو
ڪيائين.

**(١٤) مُکي منگهارام گروءَ ڏنومل** - مُکي منگهارام گروءَ ڏنومل جو جنم حيدرآباد سنڌ ۾ مُکين
جي ڪٽنب ۾ تاريخ ١ آگسٽ سنه ١٨٨٦ع ۾ ٿيو. هي خدآباديءَ عامل ۽ پائيبندن جي پنچات
جو مُکي هو. هي مُکي سکرامداس جو پوٽو ۽ مُکي هيرانند تاراچند جو پڙپوٽو هو. هنن جي ڪوٺي
ميسرس هيرانند تاراچند جي نالي سان پرسڌ هئي. مُکي هيرانند پنهنجي هٿن سان نيرن ڪوٽ
(حيدرآباد) جي واڳ انگريزن کي سونپي ڏني. مُکي منگهارام جي هوشياري ڏسي سنڌس پتا
پڙهڻ لاءِ ولائت موڪليو، جتان بئريسٽر ٿي ١٩٠٩ع ۾ واپس آيو. هن وڪالت ڪانه ڪئي. بجلي
ڪمپني کولي اُنجو مئنيجنگ ڊائريڪٽر ٿي رهيو. ڪمپنيءَ کي اوچ تي رسايائين جو اُنجو شيئر

١٠٠ روپين مان وڌي ٦٠٠ روپين تي پهتو. هن پنگتي ڳالهين ۾ به بهرو ورتو. هن دادا ليکراج جي ”اوم منڊلي“ تي بندش وجهارائي. رهڻ جو سادو هوندو هو. پاڪستان ٿيڻ وقت ماڻهن جي جيڪا شيوا ۽ مدد هنن ڪئي، سا سونهري اکرن ۾ لکڻ جهڙي آهي. هن کي ختم ڪرڻ جا دڙڪا مليا پر هي حيدرآباد ۾ ئي ويٺو رهيو. ڊسمبر ١٩٤٧ع ۾ جيڪي فساد ٿيا ۽ خونريزي ۽ ڦرلٽ ٿي اُن لاءِ هڪ ميمورنڊم ٺاهي پنهنجي نياڻيءَ معرفت مهاتما گانڌيءَ کي موڪليو. مهاتما گانڌيءَ اُهو پڙهي پنهنجو رايو ڦيرايو ۽ سرڪار کي سنڌي هندن جي سنڌ مان لڏائڻ جو بندوبست ڪرڻ جي صلاح ڏني. هڪ رات سنڌس پاڙي جو بزرگ مسلمان وٽس آيو ۽ چيائينس ته توتي پناهگير ڪاهه ڪندا، تنهنڪري هلي منهنجي گهر رهه. هي رات وٽس رهيو، صبح جو گهر ڇڏي ”سنڌ اليڪٽرڪ سپلا ائنڊ ڪمپني“ جي آفيس ۾ مٿي ڪمري ۾ رهيو ۽ اُتان شيوا جا ڪم ڪندو رهيو. سرڪار اُها ڪمپني ڪنئي، لاچار سنڌ ڇڏي هند ۾ آيو. هند ۾ اچي ڪئين اُپڪار جا ڪم ڪيا. هي تاريخ ٩ جون سنه ١٩٦٠ع ۾ دهليءَ ۾ سنساري سفر پورو ڪري راه رباني وٺي وڃي سرڳڌام ۾ پهتو.

(١٥) ڊاڪٽر چوئٿرام پرتابراءِ گدواڻي - ڊاڪٽر چوئٿرام پرتاپراءِ گدواڻي حيدرآباد سنڌ ۾ تاريخ ٢٥ ڊسمبر ١٨٨٩ع ۾ ڄائو هو. مئٽرڪ پاس ڪرڻ بعد بوبڪن ۾ ماستر ٿيو، پوءِ نوڪري ڇڏي ڊاڪٽري پڙهڻ لڳو. سنه ١٩٠٧ع ۾ جڏهن بينگال جو ورهاڱو ٿيو ته اُنجي برخلاف پرچار ڪرڻ لڳو. پوءِ ٻين سان گڏجي برهمچريه آشرم کوليائين، هي اُنجو سيڪريٽري ٿيو. مهراج ڪاليداس آشرم کي وڌائڻ لاءِ پنهنجو وڏو شوالو ڏنو. اُن ۾ سنسڪرت هنديءِ ۽ هٿ جا هُنر چالو هئا. وري هندو جاتي وديالي کوليائين. اُتي L.C.P.S. امتحان پاس ڪيائين. سنه ١٩١٤ع جي مهاڀاري لڙائي لڳي ته ڊاڪٽر چوئٿرام کي بصره ۽ بغداد ڏانهن ملٽري ڊاڪٽر ڪري وڃڻ جو حڪم ٿيو. هن وڃڻ نٿي چاهيو سو استعفا ڏيئي اسڪالرشپ جي عيوض پنج سَو روپيا ڀري ڏنائين. وري هندي پرچار لاءِ ناگري پرچارڻي سڀا کوليائين، جنهن جو پرڌان ڊاڪٽر صاحب هو. ميونسپالٽيءَ ۾ سڌارا آڻڻ لاءِ ننگرواسي منڊلي برپا ڪئي، اُن ۾ تکو بهرو ورتائين. ١٩١٤ع ۾ لوڪمانيه تلڪ مانڊلي جيل مان آزاد ٿي ”سوراج سنگهه“ قائم ڪيو ۽ ڊاڪٽر ائني بيسنٽ ”هوم رول ليگ“ برپا ڪئي، هي ٻنهي ۾ ڪم ڪندو رهيو. ١٩٢١ع ۾ قومي وديالي کوليائين. سنڌ جدا ٿيڻ وقت هلچل هلايائين ته سنڌ بمبئيءَ کان جدا نه ٿئي. مهاتما گانڌيءَ جي هلايل هلچل ۾ لوڻ ستياگره جو پرچار ڪيائين ۽ ٻه سال جيل جي سزا مليس. اُن هلچل ۾ ڪيترا دفعا جيل ويو. هندستان جي ورهاڱي ڪانپوءِ ”اکل ڀارت نرواسي سڀا“ جو پريزيڊنٽ ٿيو. سرڪار سان خوب چڪريون کاڌائين. ٺاڻي ضلع مان سوشلسٽ ٽڪيٽ تي پارليامينٽ ميمبر چونڊيو ويو. سڄي پارليامينٽ کي ترتلي ۾ وجهي ڇڏيندو هو. قوم جي صدقي سڄي عمر برهمچاري ٿي رهيو. هي ”گجندڙ شير“ سڏبو هو. مرڻ وقت وصيت ڪيائين ته منهنجيون اکيون انڌن کي دان ڪيون وڃن ۽ سرير ڪنهن وڏي اسپتال ۾ ڏنو وڃي. گهڻي جاکوڙ ڪرڻ ڪري پويان ڏينهن طبيعت ٺيڪ نه رهيس. آخر ١٢ ڊسمبر ١٩٥٧ع ۾ پرماتما جي چرنن ۾ وڃي واسو ڪيائين.



(١٦) ساڌو ريجهومل ڪندنداس لاهوري- ساڌو ريجهومل ڪندنداس لاهوريءَ جو جنم لاڙڪاڻي ۾ سنه ١٨٩٣ع ۾ ٿيو. هن سال ١٩١٥ع ۾ B.A. آنرس سان پاس ڪري ڪاليج ۾ فيلو ٿيو. سنه ١٩١٦ع ۾ M.A. ۽ ١٩١٨ع ۾ L.L.B. پاس ڪيائين. هنکي ريزيڊنٽ مئجسٽريٽيءَ جي عهدي جي آڇ ٿي پر قبول نه ڪيائين. چوندا آهن ته ”هيرو سون ۾ سونهين، سون سُهٽيءَ ۾ سونهين.“ هي نوجوان پڻ علم اِخلاق ۾ هيرو، شاهوڪاريءَ ۾ سون ۽ شڪل شبيهه ۾ سندر هو. اعليٰ جسماني حسن اهو آهي، جنهنجي صحيح سالم تصوير ڪوبه مصور ڪڍي نه سگهي. اهڙيءَ طرح اعليٰ اِخلاقي حسن جي هوبهو بياني تصوير چٽڻ پڻ ڪنهن مُصنف مصور جي پهچ کان پري آهي. هن ڪڏهن به پنهنجي وڏ ماڻهپ نه لڪائي. نه هلنديءَ جو گهمنڊ نه ڌن دولت جو نشو نه علم جو ايمان نه خاندان جو خمار. هي نماڻو ۽ نهٺو هو. هي سادي پوشاڪ پهريندو هو. ريجهل هر دل عزيزيءَ ۾ جنسي ريجهه هو. مصريءَ جي تڙ وانگي هر هندان منو هو. هن ساڌو واسواڻيءَ سان گهاٽو سنگ ڪيو. ان رنگ ۾ رڇي ويو. دل جو داتا هو. چندو چڙهي ته ريجهل چوٽيءَ تي. پرشارٿي به هڪ ئي هو. ماڻهن جو هن ۾ پورو وشواس هو. ڪيترن ئي ملڪيتن جو ترسٽي هو. هن جو هر طبقي سان عاليشان وهنوار هو. هڪ دفعو سنڌ ڪانگريس جو چيئرمن ٿيو. سنڌس هڪ همدم رفيق جو چوڻ آهي ته سال ١٩١٤ع ۾ سنڌ ڪاليج ۾ سينئر B.A. پڙهندي ريجهوءَ جي دل ڪنهنجي پريم ۾ اچانڪ اڙجي ويئي. هي ڪنهنکي سوُر سلي. خود پريتم کي پنهنجي پرت جو پتو پوڻ نه ڏنائين. پڇاڙيءَ تائين ساڻس به لفظ به ڳالهائي نه سگهيو. ”انهيءَ سڪ سانڍڻ ئي رڃ پڇاڻي راس ڪيا.“ سال ١٩٢٩ع ۾ اچانڪ ڪالرا جي پيانڪ بيماري اچي پيئي. ان ۾ ڪئين پاڙن جا پاڙا چٽ ٿي ويا. ريجهل ڪٽنب کي ڪراچيءَ اُماڻيو ۽ پاڻ بيمارن جي شيوا ڪندو رهيو. ڪراچيءَ مان مائٽن جون تارون پيئون اچنس ته اچ، پر ريجهل نه ويو. فرض جو موقعو ڪيئن ڇڏي. ”ڪنهن سٽاڻي سانگ ڏوليو ڏيت رهائيو.“ شيوا ڪندي هوُ ڪالرا ۾ خود جهلجي پيو. ڪابه ڪوشش ڪارگر ڪانه ٿي. تاريخ ١٢ آگسٽ ١٩٢٩ع جو فرض ديويءَ اڳيان آخرين پيٽا پران ارپن ڪيا. سڄي ملڪ ۾ ماتم مچي ويو ۽ مائٽ رڙندا ئي رهجي ويا.

(١٧) رام پوڄراج موٽواڻي - رام پوڄراج موٽواڻي لاڙڪاڻي ۾ سنه ١٨٩٧ع ۾ ڄائو هو. سنڌس پيءُ شڪارپور ڪئنالس جي ايگزيڪيوٽو اِنجنير جي آفيس ۾ هو. هي سکر ۾ پڙهيو. هن جي ڪتابن سان دل هئي. گهر ۾ لئبرري ٺاهي ڇڏيائين. پڙهڻ ۾ هوشيار هو. B.A. ۽ B.Sc. گڏ ڪنيائين. هي سنه ١٩٢٠-١٩٢١ع ۾ آزاديءَ جي هلچل ۾ گهڙي پيو. اِمتحان ڏيڻ کان سواءِ ڪاليج ڇڏيائين. سنڌس پتا جي موت به پڙهڻ تان دل ڪٽي ڇڏيس. هنکي غريبن ۽ ڏکين جي شيوا جي لگن لڳل هئي. هن لاڙڪاڻي ۾ ”برادر منڊل“ کوليو. پنگتي ڪيتر ۾ به پاڻ موڪيائين ۽ ”آنند شيوا منڊلي“ کوليائين. ان پاران مُفت اسپتال هلندڙ هئي. هي مهمان نواز به هو. لاڙڪاڻي جي زمينداري، ڪوآپريٽو بئنڪ جي مئنيجري به ڪندو هو ۽ نگرواسين جي شيوا به ڪندو هو. ميونسپل جو ميمبر به هو. پئنچات جو مُکي هو. خوب شيوا ڪندي ڪُجهه چندا اُڳاڙيندو هو. ان لاءِ هنکي چڙبون به ملنديون هيون، پر هي شانت هوندو هو.

ورهاڱي بعد رام ڪُڇ وقت جئپور (راجستان) ۾ واٽر بورڊ جو سيڪريٽري هو. پوءِ بمبئي وڃي رهيو. ڪلياڻ ڪئمپ ۾ شيوا جو ڪم شروع ڪيائين ۽ ”شيوا منڊلي“ کوليائين. ٦٨ ورهين جي ڄمار ۾ ١١ جنوري ١٩٦٥ع هن فاني دنيا کي الوداع ڪري وڃي دارالبقا وسايائين.

(١٨) پروفيسر شيوارام ڦيرواڻي- پروفيسر شيوارام ڦيرواڻي شڪارپور ۾ ڄائو هو. پڙهڻ جو شوق هوس. هي شڪارپور جو پهريون ئي ماڻهو هو، جنهن M.A. پاس ڪئي. سا بہ فلاسافيءَ ۾. بمبئي ڪاليج ۾ لئبررين جي جاءِ پرڻ وقت ڪيترن جون درخواستون آيون ۽ اِنٽرويوُ ڏنائون ۽ سرٽيفڪيٽ پيش ڪيائون. جڏهن هن کان سرٽيفڪيٽ گهريائون، چيائين تہ منهنجو سرٽيفڪيٽ مان خود آهيان. ڪم ڏيو تہ ڪري ڏيکاريان. پرنسيپال لئبرريءَ جي چابي ڏنس. هن سڀ ڪتاب وشئين موجب جدا ڪيا ۽ ميمبرن جو رجسٽر ۽ ڪارڊ ڏسي، انهن جي رُچي ڏسي ڪتاب ڏيڻ لڳو. ٽن ڏينهن کان پوءِ پرنسيپال آيو. ڏسي دنگ رهجي ويو. چا سندس ڪتاب ورڇڻ جو ڍنگ؟ چا پڙهندڙن جي لاڙي موجب ڪتاب پڙهڻ جي صلاح. ٽن ڏينهن ۾ چئوڻو انگ ڏسي نوڪري ڏني. پر سنڌ ۾ هي پهريون ماڻهو هو، جنهن ڇوڪرين جي انگريزي تعليم جو پايو وڌو. ”ايشوري ٻائي گرلس اِسڪول“ کوليائين. جتان سوين ڇوڪرين مئٽرڪ پاس ڪئي. هن ١٥-١٥ ڏينهن جو ڪورس رکي قابل لئبررين تيار ڪيا. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا. ڪجھ سرڪار اِسڪولن ۽ ڪاليج ۾ منظور ڪيا. اعليٰ درجي جو ليڪچرار هو. ڪيترا دفعا ميونسپل ميمبر ٿيو. اِسڪول بورڊ جو چيئرمن هو. پاڪستان ٿيڻ بعد بہ سنڌ ۾ ئي رهيو. آخر اُتي ئي پرلوڪ پڌاريو.

❑❑





:: باب چوڏهون ::

# ڌرم، مذهب، پنٿ، گرنٿ، بندگي ۽ عبادت، پاٺ ۽ پوڄا، ورت ۽ روزا، ڌرمي آستان پاڪ جايون

## ١. ڌرم، مذهب، پنٿ ۽ انهن جا گرنٿ

(١) هندو ڌرم- سنڌ ۾ اصل آريہ رهندا هئا، جن جو ڌرم هندو سناتن يا ويدڪ ڌرم هو. اُنهن ۾ الڳ الڳ ذاتيون هيون، جن جو ذڪر ڏار ڪيو ويو آهي. سنڌ ۾ اٺين صديءَ جي وچ ڌاري تائين رڳو هندو ئي رهندا هئا. جڏهن اٺين صديءَ ۾ عربن پاران محمد بن قاسم سنڌ تي ڪاهہ ڪري مسلمان حڪومت قائم ڪئي، تڏهن ڏيري ڏيري عرب ۽ ٻيا مسلمان سنڌ ۾ اچڻ لڳا. اُن بعد هندو سومرن حڪومت ڪئي. وري هندو سمن حڪومت ڪئي. سومرن ۽ سمن ٻنهي هندو ڌرم بدلائي مسلمان مذهب اختيار ڪيو. ان بعد ارغونن، ترخانن، مغلن، ڪلهوڙن ۽ بلوچن (ميرن) جا راڄ هئا، جي سڀ مسلمان هئا. پوءِ تہ مسلمان، ايران، افغانستان، ترڪستان، عربستان ۽ ڪيچ مڪران کان سنڌ ۾ اچي ديرو ڄمائيندا ويا. ايتري قدر آيا، جو هندن کان بہ مسلمانن جي آدمشماري سنڌ ۾ وڌي ويئي. هندن جا مکيہ گرنٿ چار ويد ١. رگ ويد ٢. يجرويد ٣. سام ويد ٤. اٿروَ ويد ۽ شريمد ڀڳود گيتا آهي. هندن ۾ پوءِ الڳ الڳ ٻيا ڌرم بہ جاري ٿيا. جهڙوڪ جين ڌرم، ٻڌ ڌرم ۽ سِک پنٿ. ويد رشين سنڌو نديءَ جي ڪناري تي ويهي لکيا هئا.

(٢) ٻُڌ ڌرم- ٻُڌ جو جنم عيسيٰ کان ٦٢٣ سال اڳ لمبني شهر ۾ کتري راجا شڌودن جي گهر ٿيو. هن جو نالو گوتم پيو. راجا ٻار جي ڀوشيہ جو پنڊتن کان پڇيو. پنڊتن سندس ٻتيھ شڀ نشانيون ڏسي ڪري چيو تہ ”هي چڪرورتي راجا ٿيندو يا سچو ٻڌ ٿيندو.“ هنکي سڌارٿ بہ سڏيندا هئا. هنکي هڪ پٽ راهل يشوڌرا مان ڄائو، پوءِ گهر ڇڏي وڃي سنياسي ٿيو. ست سال سخت تپسيا ڪيائين. گوتم ٻڌ ٻڌ ڌرم جاري ڪيو. هن پهريائين پنجن ڀڪشن کي اُپديش ڪيو. اهي هي آهن- ١. ڪوڏنيہ ٢. وپ ٣. ڀديہ ٤. مهانام ٥. اسج. اها پنجن جي ٽولي مشهور ٿي. اهي پنج ئي ڀڪشوُ ٻڌ جا پڪا ڀڳت ٿي ويا. پوءِ ٥٥ ٻيا بہ ڀڪشو ٿيا ۽ ڪل ٦٠ ڄڻن جو سنگھہ رشيپتن ۾ ٺهي جڙي ويو. ٻڌ انهن کي چيو تہ وڃي لوڪن ۾ اُپديش ڪريو. هن اُرويلا ۾ ڪاشيپ کي ٥٠٠ جٽاڌاري ششن سميت ڀڪشو ڪيو ۽ سنگھہ ۾ شامل ڪيائين. مڙئي ١٠٩٣ ڀڪشن جي سنگھہ کي وٺي ڀڳوان راجگره ۾ گهڙيو. اُتي سنکيا ١٣٤٥ تي ويئي. سنگھہ جا سڀ نيم اهنسا تي ٻڌل هئا. ڀڪشن جي زور ڀرڻ تي مهاتما ٻڌ اِسترين کي بہ ڀڪشڻين جي اِجازت ڏني. ٻڌ ڌرم چالو ٿي ويو ۽ چڱو زور ورتو. ڀڳوان ٻڌ مل قوم جي سال بن ۾ رات جي پوئين پهر ۾ پد نرواڻ پراپت ڪيو. انهيءَ ريت ڀڳوان جو گيان ڏيندڙ ۽ ڪلياڻ ڪندڙ جيون سماپت ٿيو.

(٣) **جين ڌرم**- جين ڌرم بہ هندو ڌرم مان ڦٽي نڪتو. هن جا ڪل ٢٤ تيرٿنڪر ٿيا آهن، جن مان آخري مهاوير چوويهون تيرٿنڪر هو. هي بہ کتري راجا جو پٽ هو. هنن جو مَتو بہ اهنسا جو آهي. هنن ۾ بہ فرقا ٿي پيا. هڪ ”سيتامبر“ جي سفيد ڪپڙا پائيندا آهن. ٻيا ”ڊگمبر“ جي ننگا ئي رهندا آهن. اهي هڪ هنڌ نہ رهندا آهن. سدائين رَلن ڪندا رهندا آهن. روٽي بہ گهرندا نہ آهن. ماڻهو روٽي ٺاهي ٻاهران جي اچڻ جو اِنتظار ڪندا آهن. پوءِ جڏهن اهو جين ساڌو لنگهندو آهي تہ پوءِ جيڪي ماڻهو گهرن کان نڪري ٻاهر بيٺا هوندا آهن، اُنهن مان هڪ گهر ۾ گهڙي ويندو آهي. پوءِ روٽي اُتي ئي کائيندو آهي. هنن ۾ بہ ذاتيون ٿينديون آهن. هڪڙا ڪِراڙ هي ٽنڊو جان محمد ضلع ٿرپارڪر ۾ رهندا هئا. ٻيا پاپڙا جي بہ جيني هئا، سي بہ شهر هالن ۽ ٽنڊي الهيار ضلع حيدرآباد ۾ رهندا هئا. انهن جون ريتيون رسمون ڪڇ ۽ گجرات ۾ رهندڙ جينين جهڙيون هيون. اهي واپار ڪندا هئا. پئسي وارا شاهوڪار هئا. ان لاءِ چوٽي نهي تہ- ”ڍءُ جهلي هڪ مينهن پيو پاپڙو.“ هي مايا هوندي بہ ڏيکاءُ نہ ڏيندا هئا ۽ سادگيءَ سان رهندا هئا. جين ڌرم بہ سنڌ ۾ پکڙيل هو.

## ٢. پنٿ

(١) **سِک پنٿ**- سِک پنٿ جو پايو وجهندڙ پنجاب ۾ گرونانڪ ڪالُو کتري جو سُپتر هو. هن جو جنم ١٤٦٩ع ۾ ٿيو. سکن جا ڪل ڏهہ گرو يا ڏهہ پاتشاهيون ٿيون- ١. گرو نانڪ ٢. گرو انگد ٣. گرو امرداس ٤. گرو رامداس ٥. گرو ارجن ديو ٦. گرو هرگوبند ٧. گرو هر راءِ ٨. گرو هرڪشن ٩. گرو تيغ بهادر ١٠. گرو گوبند سنگهہ. گرو ارجن ديو چئن گرن جي ٻاڻي، پنهنجي ٻاڻي ۽ ٻين ڀڳتن يعني ڪبير، ڌنو جاٽ، سڌنو ڪاسائي، نامديو شيخ فريد، ڀيني ڀڳت، سَئنو نائي، رويداس چمار، بيڪڻ، سورداس، رامانند ۽ ترلوچن جا شبد گڏي ”گرو گرنٿ“ ٺاهيو. سِک گرو گرنٿ کي يارهون گرو ڪري مڃيندا آهن. اهو گرمکي اکرن ۾ لکيل آهي. گرمکي اکرن جي لپي گرو انگد ديو ٺاهي هئي. گروءَ جي رچيل ٻاڻيءَ کي محلا ڪري ورنن ڪيل آهي ۽ گريائي جو درجو ڏنل آهي. انهن سڀني گرن جي ٻاڻيءَ ۾ نالي جو تخلص ”نانڪ“ ڇيل آهي. گرو گرنٿ صاحب سِکن جو پوتر پستڪ آهي. هي گردوارن ۾، سِک مندرن يا ٽڪاڻن ۾ مَنجيءَ تي رکيو ويندو آهي. شرڌالو وچن وٺندا آهن. سمهڻ وقت اُن کي سالاهي رکبو آهي.

گرو گوبند سنگهہ مغلن سان لڙڻ لاءِ هڪ ”خالصا پنٿ“ هلايو. انهن لاءِ پنج ڪَڪا نشانيءَ طور مقرر ڪيا ويا- ١. ڪيس (وار) ٢. ڪنگو (ڦڻي) ٣. ڪنگڻي ٤. ڪَڇو ٥. ڪرپان. خالصن کي تماڪ ڇڪڻ جي منع آهي. خالصن جي نالن پٺيان سنگهہ ايندو آهي. خالصن کي ”ڪيسا ڌاري سِک“ چوندا آهن. ٻين سِکن کي ”سهجڌاري سِک“ سڏيندا آهن. هي پنٿ پنجاب کان وڌي سنڌ ۾ شروع ٿيو. گرو گرنٿ صاحب ۾ آيل جپ صاحب، سکمني، آساديوار، رهراس ۽ ڪيرتن سوهلو ڪٺو ڪري هڪ گٽڪو ڇپايو ويو، جنهن کي ”پنج گرنٿي“ چئبو هئي. اوائل ۾ خالصا هڪ ٻئي کي ”واهگروءَ جي فتح“ چئي گڏبا هئا. نئين هلچل کان پوءِ ”ست سري اڪال“ چئي گڏبا آهن.



(الف) **اُداسي**- اُداسي ساڌن کي ”ٻاوا“ چوندا آهن. هي شادي نہ ڪندا آهن ۽ سِکن مان چيلا وٺندا آهن، جنهن مان هڪ گاديسر ٿيندو آهي. اُداسي ٻاوا مٿي تي گيڙُو پٽڪو ٻڌندا آهن، هيٺ ڌوتيءَ جي گوڏ ٻڌندا آهن ۽ ڏاڙهي رکائيندا آهن.

(ب) **جڳياسي**- سڳياسي ساڌن کي ”ڀائي“ سڏيندا هئا، جي گرهستي هئا. ٿوري ڏاڙهي رکائيندا هئا. هي گيڙو رتوکي اچو پٽڪو ٻڌندا هئا، ڌوتيءَ جي لانگ وَرائيندا هئا. اُداسي ۽ جڳياسي ساڌن کي هندو ”هري هر“ چئي گڏبا هئا.

(٢) **شِوُ پنٿ**- برهما، وشنو ۽ شِوُ ترِمورتي سڏبي آهي. پراچين سمي کان هندن ۾ شِوَ جي لِنگ جي پوڄا هلندڙ آهي. نہ رڳو سنڌ يا هندستان ۾ بلڪ ولائت ۾ بہ شِو لِنگ جي پوڄا ٿيندي آهي. وچ ايشيا ۾ جهوني هندن جي کوٽائيءَ ۾ شِو لِنگ مليا آهن. هنن جي اُپاسنا جي جاءِ شِوالو آهي. جتي اندر شِو لِنگ رکيل هوندو آهي، ٻاهر دروازي جي سامهون پٿر جو بيل رکيل هوندو آهي، جا شِوَ جي سواري آهي. شِوَ جا پوڄاري لِنگ تي پاڻيءَ لوٽي چاڙهي شِيءِ نيم سمجهندا آهن. شوراتڙيءَ جو وڏو ڏينهن آهي، ان ڏينهن شِوَ جو روٽ ڪندا آهن ۽ رات جو جاڳرتو ڪري صبح جو شِوَ لِنگ تي کير پاڻيءَ جي لوٽي ڍاري بيل پٽر رکي پوڄا ڪندا آهن. ڪي ورت رکندا آهن. ڀنگ گهوٽي ان کي شِوَ جي ٻُوٽي چئي پيئندا آهن. سنڌ ۾ هر شهر ۽ ڪيترن ڳوٺن ۾ شِوالا هوندا هئا. برهمڻ اڪثر شِوَ جا پوڄاري هوندا هئا ۽ ان کي ”شِو شنڪر“ چوندا آهن. شِوَ ڀڳوان کي ناس ڪندڙ يا ڀڃاڻي ڪندڙ سمجهبو آهي. اِنڪري ڳالهہ وَڌائڻي نہ هوندي آهي تہ چئبو ”چئو شِوَ“ يعني ڳالهہ جي ڀڃاڙي ڪر. هندو جوڙ ڪرڻ وقت جي ٻُڙي آئي تہ چوندا ”شِو“ باقي ڪٽي ويندا مٿي.

(٣) **وشنو پنٿ**- وشنوءَ جا پوڄاري ويشنو سڏبا آهن جو اُهي ماس مڇي اندا وغيره نہ واپرائيندا آهن. وشنوءَ جي پوڄا ڪندا آهن. وشنو ڀڳوان ۽ لڪشمي نارائڻ جي مندر ۾ ويندا آهن. حالانڪ هوُ ٻين ديوتائن کي بہ مڃيندا آهن.

(٤) **ديوي پنٿ**- ديوي آدِ شڪتي ديوي آهي. هن جهڙو جهڙو روپ اختيار ڪيو آهي يا جهڙو جهڙو ڪاريہ ڪيو آهي، اهڙو ئي ڪيس نالو ڏنو ويو آهي. ديوي اُپاسنا جو بنياد ماتا پوڄا سان شروع ٿيو آهي. ديويءَ کي ديوي ماتا بہ ڪري چئبو آهي. ديويءَ جا سڄي هندستان ۾ ١٠٨ مَٺ آهن ۽ سندس ١٠٠٨ نالا آهن. ڪو ڪهڙي نالي سان اُپاسنا ڪندو تہ ڪو ڪهڙي نالي سان پوڄا ڪندو آهي. پراچين سمي ۾ ماتا جي شيوا اُتم سمجهي ويندي هئي ۽ اُن جو پد پتا کان اڳ ليکبو هو. جيئن سيتارام، لڪشمي نارائڻ، گوري شنڪر. پارت کنڊ کي بہ پارت ماتا پومي چئبو آهي. چوٽي آهي تہ- ”سُلڇڻي اِستري گهر جي ديوي آهي.“ ماتا کي ديوي ڪري سمجهيو ويندو آهي. سنڌ ۾ عام طرح درگا پوڄا، شنگهہ ڀواني ديوي ۽ هِنگلاج ديويءَ جي نالن سان پوڄا ٿيندي هئي. ديويءَ جي آستان کي ”مڙهي“ ڪوٺبو آهي. اُن جا گاديسر سنياسي ٻاوا ٿيندا آهن، جن کي گسائين ڪري سڏيندا هئا. اُهي نانگا هوندا هئا. چيلا ڪندا هئا. وڏو چيلو گاديسر ٿيندو هو. پوئين وقت

۾ ڪن شادي ڪري گرھستي ٿيا. ھنن جا ١٠ مَت ھئا، جي دس نام سنياسي سڏبا ھئا، جي ھيٺ ڏجن ٿا- ١. گِري (جبلن ۾ رھندڙ) ٢. پُوري (شھرن ۾ رھندڙ) ٣. ٻن (جھنگلن ۾ رھندڙ) ٤. نات يا سرسوتي (آکاڙن ۾ رھندڙ) ٥. ڀارتي (ڀارت ۾ رھندڙ) ٦. ساگر (سمنڊ ڪناري رھڻ وارا) ٧. آشرم (آشرمن ۾ رھندڙ) ٨. آرڻ ٩. تيرت (تيرٿن تي رھندڙ) ١٠. پرگھٽ.

گسائين کي نمسڪار مھل ”نمو نارائڻ“ چئبو آھي. گسائين جي مرڻ تي سنڪوڊار ڪئي ويندي آھي. ديويءَ جي مڙھيءَ ۾ اسوُ چيٽ جي مھني ۾ نوراتا پوکيندا آھن. نوَ ئي راتيون پڄن پاڻ ڏيندو آھي، جاڳرتو ڪيو ويندو آھي (اُماس ڪان ساتم تائين). آنر جو اشتمي ملهائي ويندي آھي. انھن ۾ ڪي ماڻھو ايڪاٽي جو ورت رکندا آھن. نوراتا پوکڻ مھل ست اَن ملائي پوکيندا آھن پر اُنھن ۾ گھٽو ڀاڱو جوَن جو ھوندو آھي. جاڳرتي ڪان پوءِ پرساد ورھائبو آھي. اڳ ديويءَ تي ٻڪر جي ٻل چاڙھيندا ھئا، جنھن کي ”اگھر“ چوندا ھئا. ٻل چاڙھڻ مھل چوندا ھئا ”جاڳ جسراج“ پوءِ ٻڪر تي سير وھائي ٻل چاڙھيندا ھئا. نوراتن ۾ جيڪو چيلو ٿيو ھوندو، ھوُ اُنکي اندر آستان ۾ اچڻ ڏيندا ھئا. باقي آڻ چيلا ٻاھر اوطاق وغيره ۾ وِھندا ھئا. پوءِ مڙھيءَ جو چونڪ بند ڪندا ھئا، پوءِ ٻاھر اچڻ وڃڻ بند ٿيو. چوندا ھئا تہ ٻل وارو ماس رڌي پرساد ڪري کائيندا ھئا. اُن بعد اُن جون ھڏيون ڪنيون ڪري اُن جي کل ۾ وجھي پوءِ ڪلس جي ڀڳيءَ مان چندو ھڻندا ھئا تہ ٻڪرو جيئرو ٿي اُٿندو ھو. پوءِ چونڪ کوليو ويندو ھو. اُھو ٻڪر يا چيلو ٻاھر جيڏانھن وڻيس، تيڏانھن ھليو وڃي. پوءِ ٻيا بہ مڙھيءَ ۾ ايندا ويندا ھئا. اُن وقت اُنھن سنتن ۾ اُھا رِڌي سِڌي ھوندي ھئي. ھينئر اُھا ساڌنا ناھي، نڪا رِڌي سِڌي آھي، تنھن ڪري چيلي جي ٻل ڪانہ چاڙھي ويندي آھي. مڙھي ۾ ٿوري ڀنگ گھوٽي ڇڊي ڪري سڀ ڪنھن کي ڏُڪ ڏُڪ پيئاريندا آھن. ھاڻي ويشنو پرساد ڪندا آھن.

(٥) درياھي پنٿ- درياه يعني جل جي پوڄا آڳاٽي سمي ڪان ھلندي ٿي اچي. پاڻيءَ کي ”ورڻ ديوتا“ جي نالي سان سڏيندا آھن. جڏھن ھندن ۾ ڪوبہ ڪارج ٿيندو آھي تہ اُتي پاڻيءَ جو لوٽو ڀري رکبو آھي ۽ اُنکي ”ڪلس“ چئبو آھي. اُن جي پوڄا ڪئي ويندي آھي. پر سنڌ ۾ درياه جو پنٿ الڳ سري اُڏيري لعل جي جنم ڪان وٺي ٿيو. اُنھن پوڄارين کي ”درياه جا شيوڪ“ ڪري سڏيو ويندو آھي.

سري اُڏيري لعل جو جنم - سري اُڏيري لعل جو جنم سنہ ٩٥٠ع برابر وڪرمي سنبت ١٠٠٧ع ۾ نصرپور ضلع حيدرآباد سنڌ ۾ شري رتن راءِ کتريءَ جي گھر ٿيو. سنڌو نديءَ اڳ نصرپور جي شھر پرسان وَھندي ھئي جا سنہ ١٧٥٨ع ۾ رُخ بدلائي نصرپور کي ڇڏي ويئي. جتان ھاڻ وَھي رھي آھي. اُتان وَھڻ شروع ڪيائين. سري اُڏيري لعل جو جنم تڏھن ٿيو، جڏھن ھندن کي مِرک بادشاه ٺٽي واري ستايو تہ مسلمان ٿيو، جن وڃي درياه تي پوڄا ڪئي تہ اُت آواز آيو تہ توھين موٽي وڃو، مان نصرپور ۾ اوتار ڌاري جنم وٺان ٿو. جنھن مِرک بادشاه کي سمجھائي ڪرامتون ڏيکاري باز آندو ۽ ھندن جي جند ڇٽي. اُڏيري لعل جو مکيہ شرڌالو ڀڳراءِ ھو جو سيوھڻ ۾ رھندو



ھو. پوءِ سيوھڻ وارا ۽ نصرپور وارا پاڻ کي ٺڪر سڏائڻ لڳا. ھي پاڻ ۾ ”جئہ دولھہ“ سان نمسڪار ڪندا آھن. ورنديءَ ۾ ”سدا دولھہ“ چوندا آھن. ٺڪر شيوڪن کي وٽيل ڳاڙھي ڌاڳي جي رکڙي ڏيندا آھن جا ڳچيءَ ۾ پائيندا آھن. اُڏيري لعل جي اُستتيءَ ۾ پنجڙا ڳائيندا آھن يعني پنجن ٽُڪن جا ڇند. ھي چنڊ تي يا ڪارجي موقعن تي ڀھراڻو ڪيندا آھن، اُھو شھر ۾ گھمائيندا آھن. اُن جي اڳيان ڏانڊين سان ڇيڄ ھڻندا ھلندا رھندا آھن. ”جھولي لعل“ جا نعرا لڳائيندا رھندا آھن. آخر اُھو ڀھراڻو درياه ۾ پروان ڪندا آھن. ٺڪرن جو خاص گرنٿ ڪونھي، اُھي شريمد ڀڳود گيتا ۽ شريمد ڀاڳونت کي ئي مڃيندا آھن. درياه جي پوڄا آستان کي ”ٿان“ چئبو آھي ۽ اکنڊ جوت ٻرندي رھندي آھي. پاسي ۾ ننڍو ھندورو رکيل ھوندو آھي، جنھن ۾ اُڏيري لعل جي مورتي گھوڙي تي سواريءَ واري رکيل ھوندي آھي. ھوُ درياه تي اکو پائيندا آھن. ڀھراڻو پروان ڪرڻ وقت چوندا آھن تہ ”لعل جا جھاٽي چئو جھولي لعل.“ اُڏيري لعل کي زنده پير يا جند پير يا خواجہ خضر يا ورڻ ديوتا جو اوتار بہ چوندا آھن.

(٦) اُداسي ۽ جگياسي پنٿ- ھي ھندو پائيبندن جو ھڪ پنٿ آھي، جيڪي گرو گرنٿ صاحب کي مڃيندا آھن. ھنن جو ذڪر پنٿن جي جريان نمبر ١ ۾ سِک پنٿ ۾ ڪيل آھي.

(٧) گلابداسي پنٿ- گلابداسي پنٿ جو پايو سري گلابداس پنجاب واري وڌو. ھنن جو متو ھو تہ ايشور کي ئي مڃڻ گھرجي. ھوُ ڪنھن بہ ديوَ يا ديوتا کي نہ مڃيندا آھن يا ھئا. اِنکري ”ايڪائي“ سڏبا ھئا. ھنن جو مت ويدانت تي ٻڌل ھو. ھوُ سائن سوٽن ۽ ڏاڍن ڦيٽن جي برخلاف ھئا. سنڌ ۾ ھن پنٿ جا ماڻھو رڳو ڳاڻ ڳٽيا ھئا، ھنن جي نمسڪار جو لفظ آھي ”جئہ مھراج.“

(٨) راڌاسوامي پنٿ- راڌاسوامي پنٿ جو پايو سوامي مھاراج آگري ۾ وڌو. ھن مت موجب راڌا روح يا آتما آھي ۽ سوامي پرماتما آھي. ھر ڪنھن منش کي ستگروءَ دواران آتما کي مالڪ سان ملي وڃڻ لاءِ جتن ڪرڻ گھرجي. ستگروءَ کانسواءِ گت ناھي. ھوُ ھندن جا اوتار نہ مڃيندا آھن. ھڪ ٻئي کي ”راڌاسوامي“ چئي آدر ستڪار ڪندا آھن. پڪا ويشنو آھن. سنڌ ۾ ھن مت جا ٿورا ماڻھو ھئا.

(٩) آريہ سماج- آريہ سماج جو پايو وجھندڙ سوامي ديانند سرسوتي ھو، ھن جو جنم ١٨٢٢ع ۾ سوراشٽر جي موروي رياست جي ڳوٺ ٽنڪارا ۾ ٿيو. ھي ننڍي ھوندي ئي ڌرم ڏانھن لاڙو رکندڙ ھو، پوءِ چوند متا ڳولي ھڪ الڳ پنٿ ”آريہ سماجي“ ناھيائين ۽ ھڪ نيمن وغيره جو پستڪ لکيائين، جنھن جو نالو رکيائين ”ستيارٿ پرڪاش“ جو آريہ سماجين جو ڌرمي گرنٿ آھي. ھي چئن ويدن کي ايشور جي واڻي سمجھندا آھن. آريہ سماج جو متو ويدڪ ڌرم تي ٻڌل آھي. (١) ھندن جا چار ورڻ برھمڻ، کتري، وئش ۽ شودر گڻ ڪرم ۽ سڀاءَ موجب آھن، نہ جنم موجب، (٢) ايشور اوتار يا جنم نٿو وٺي، (٣) ڪرمن جو ڦل سيڪو تو ڀوڳي ۽ ڪميا ٿي نٿي سگھي، (٤) مورتي پوڄا نہ ڪرڻ گھرجي، (٥) وڌوا وھاءَ ٿيڻ گھرجي. ھوَن ۽ گايتري پاٺ آريہ سماجين جو نِت نيم آھي، ھڪ ٻئي کي ”نمستي“ چئي گڏبا آھن. ھي پنٿ پھرين پنجاب ۾ پکڙيو، اُتان سنڌ ۾ پکڙيو.

(۱۰) برهمو سماج- برهمو سماج جو پايو راجا رام موهن راءِ بينگال ۾ وڌو. راجا رام موهن راءِ جو جنم ۱۷۷۲ع ۾ راڌا ننگر اولهه بينگال ۾ ٿيو. هن هيءُ برهمو سماج سن ۱۸۲۸ع ۾ برپا ڪئي جا پوءِ ٻين هنڌ به پکڙجي ويئي. هن ۾ هندو ڌرم جي نيمن کان سواءِ ڪي متا عيسائي مت مان به ورتا. هن مت موجب رڳو هڪ ايشور جي اُپاسنا ڪجي جو سروَ وياپڪ آهي. مورتي پوڄا تي بندش وجهجي ۽ اِسترين کي جهونن سماجي بندنن کان آجو ڪرڻ گهرجي. پرارٿنا کي ''سرمن'' چوندا آهن ۽ ودوان برهمو سماج کي رِيوِرنڊ (Reverend) چوندا آهن. هن ستيءَ لڪڙيءَ جو رواج ۱۸۲۹ع ۾ سرڪاري قانون جوڙائي بند ڪرايو.

حيدرآباد سنڌ ۾ برهمو سماج مندر نولراءِ شوقيرام قائم ڪيو. اُپاسنا ۽ ست نام جو سمرن ٿيندو هو.

(۱۱) صُوفي مت- هي مت سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت ۾ شروع ٿيو جو ڪلهوڙا خود فقير سڏبا هئا. اُنهن جي راڄ ۾ پارسي ٻولي شروع ٿي. جيتوڻيڪ صوفي فقير مسلمان هئا، پر هنن جو متو هندن جي اُصول موجب خدا جو نُور هرڪنهن اِنسان تي آهي. اِنسان جو رُوح يا آتما اُپاٿهار جو انس يا جزو آهي. صوفي فقير مسلمان هوندي به مذهب جي بندنن کان باهر هئا. صوفي لفظ نڪتو آهي ''صاف'' مان يعني ''نردوش.'' ايران جا عالم منصور ۽ جلالدين صوفي ٿي گذريا آهن. صوفين جو مت ويدانت وانگر آهي ته آتما هڪ ئي آهي. جيتوڻيڪ ٻاهران ڏسڻ ۾ جيو سروپ انيڪ آهن. صوفي مت ۾ هندو گهڻيئي ٿيا آهن. صوفين کي جيڪي مسلمان آهن، تن کي بندگيءَ جو رستو هندڪو ٻڌايو ويندو آهي ۽ جيڪي هندو صوفي آهن، اُنهن کي بندگيءَ جو طريقو مسلمانڪو ڏسيو ويندو آهي. صوفين کي راڳ جو گهڻو شوق آهي ۽ شعر کي ''صوفي ڪلام'' سڏيندا آهن. شاهه عبداللطيف سنڌ جو ناليرو شاعر ٿي گذريو آهي ۽ هنجو شعر صوفي اُصول تي آهي، اُن کي شاهه جو رسالو ڪوٺبو آهي. خيرپور رياست ۾ راڻيپور پرسان درازن ۾ سچل فقير جي درگاهه جو گادي نشين سخي قبول محمد جا هندو گهڻا طالب هئا. وري ڪنڌڙيءَ ۾ روحل فقير ۽ حيدرآباد سنڌ ۾ قطب شاهه صوفين جا هندو طالب هئا. پنهنجي وسپت رات يعني مسلمانن جي جُمع رات صوفي سماڳم يا چونڪي ڪندا هئا. يڪتاري ۽ گهڙي ٻنهي کي وڄائي راڳ ڳائيندا هئا.

### ۳. مذهب

(۱) مسلماني مذهب- هي مسلماني مذهب يا اِسلامي مذهب حضرت محمد صلعم عربستان ۾ ۱۴۰۰ ورهيه اڳ شروع ڪيو. حضرت محمد صلعم جي والد جو نالو عبدالله بن عبدالمطلب ۽ والده جو نالو بيبي آمنه هو. هي مديني ۾ ڄائو هو، پوءِ لڏي وڃي مَڪي ۾ رهيو. هن مذهب ۾ ٽي فرقا آهن. هڪ سُني ٻيا شيعا ٽيان احمدي. سُني ۽ شيعن جي اُصولن ۾ ٿورو فرق آهي پر احمدي فرقي جا متا ڪجهه علحدا آهن. سڀيئي مسلمان پنهنجي پاڪ ڪتاب ''قران شريف'' کي مڃيندا آهن جو اصل عربي ٻوليءَ ۽ لپيءَ ۾ لکيل آهي. هندستاني ٻولين ۾ ڦيريائين سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو. مسلمان روزانو پنج وقت نماز پڙهندا آهن، هنن جي بندگيءَ جي آستان کي مسجد چوندا



آهن، جتي جُمعي جي نماز پڙهندا آهن. مسجد ۾ مُلون بانگ ڏيندو آهي، اُها بانگ سڀ مسلمان ٻڌندا آهن ۽ نماز جو وقت سمجهي نماز پڙهندا آهن. رمضان جي مهني ۾ مُلون صبح عصر جو بانگ ڏيندو آهي ته اُها ٻڌي روزو رکندا آهن ۽ سج لٿي مهل بانگ ٻڌي روزو ڇوڙيندا آهن. رمضان جي مهني ۾ گهڻو ڪري ٽيهه ئي ڏينهن روزا رکندا آهن. ڪو ڪو وچ ۾ ناغو ڪندو آهي. روزي ۾ کائيندا ته ڪجهه به ڪين پر پاڻي به ڪونه پيئندا آهن. ۳۰ ڏينهن ڪانپوءِ چنڊ ڏسي عيد ڪندا آهن. عيد جي نماز جامع مسجد ۾ پڙهندا آهن. اُن ڏينهن نوان ڪپڙا پائيندا آهن ۽ مانيون وغيره کائيندا آهن. ڪي سنا ۽ عمدا طعام تيار ڪرائي کائيندا آهن. هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي گلي لڳائي ''عيد مُبارڪ'' ڏيندا آهن. مسلمان پاڻ ۾ گڏبا آهن ته ڦهريون چوندو ''سلام اعليه کم'' ٻيو جواب ڏيندو ''م اعليکم سلام.''

محرم جي مهني ۾ حشر ملهائيندا آهن، اُهي ڏينهن ماتم ڪندا آهن. علي ۽ حسين وغيره ڪربلا جي ميدان ۾ يزيدن ماريا هئا، اُنهن جو شوڪ منائيندا آهن. ڇاتي پٽيندا آهن ۽ مَرثيه پڙهندا آهن. آخري ڏينهن تي تابوت ۽ سيج وغيره تيار ڪري سرگس ڪيندا آهن ۽ اُن ۾ پٽيندا هلندا آهن. پوءِ اُنهن کي (يعني تابوت ۽ سيج وغيره) ڪربلا جي ميدان ۾ دفن ڪندا آهن. ذوالحج جي مهني ۾ مَڪي مديني حج ڪرڻ ويندا آهن. جيڪو حج ڪري آيو، اُن کي حاجي لقب نالي جي اڳيان لڳائيندا آهن. هي مرڻ بعد لاش کي زمين ۾ دفن ڪندا آهن، پوءِ اُن جي مٿان قبر ناهيندا آهن.

(۲) شيخ- شيخ اُهي آهن جن هندن کي مسلمانن جي حڪومت ۾ هندو ڌرم بدلائي اِسلام مذهب اختيار ڪرايو ويو يا ڪيو. اُنهن کي شيخ سڏيندا هئا. اُهي پڪا مسلمان ڪونه هئا. اهڙا شيخ سنڌ ۾ رهندا هئا، خاص ڪري لاڙڪاڻو، قنبر، شهدادڪوٽ تعلقن ۽ خيرپور رياست جي آسپاس ۽ پونئر تعلقي ڪنڊياري ۾ رهندا هئا. اُنهن کي سنجوڳي شيخ سڏيندا هئا. هنن جي پوشاڪ ڪچ هندن جهڙي ڪچ مسلمانن جهڙي ۽ ريتيون رسمون ۽ رواج به ڪي هندن جهڙا ڪي مسلمانن جهڙا هئا. اهڙيءَ طرح نالا به لڳ ڀڳ هندن جهڙا هوندا هئا. ڏسجي ٿو ته هنن خوشيءَ سان ڌرم ڪونه بدلايو هو. جي خوشيءَ سان بدلائين ها ته پوءِ هندن واريون ريتيون رسمون چالو نه رکن ها. سنجوڳي شيخن وري هندو ڌرم ۾ اچڻ جو اِرادو ڪيو هو پر لاڙڪاڻي جي پائيبند پنچات جو مُکي برخلاف هو، پر عامل فائدي ۾ هئا. ساڌ ٻيلي جي سنت هرنامداس اُنهن کي هندو ڪرڻ لاءِ گهڻو ٻهرو ورتو ۽ ڪن کي هندو ڌرم ۾ واپس آندو ويو ۽ گرو نانڪ جا سِک ٿيا، چاولا سڏجڻ ۾ آيا. عاملن اُنهن سان سڱ ڪيو، اُنهن جون ڇوڪريون ورتيون. ڪي آريه سماجي اثر هيٺ هندو ٿيا پر تبليغ جي هلچل ۾ باقي جيڪي رهيا، سي پڪا مسلمان ٿي ويا.

(۳) عيسائي - عيسائي مذهب يا ڪرسچن حضرت عيسيٰ يعني يسوع مسيح کان يورپ ۾ چالو ٿيو. هن مذهب کي چالو ٿئي ۲۱۰۰ سال کن ٿيا آهن. جيڪي سنڌ ۾ يورپي عيسائي آيا، خاص ڪري انگريزن جي حڪومت ۾، ٻيا اُتي گهٽ ذاتيون هندو ڌرم بدلائي عيسائي بنيا. عيسائي لوڪن جي بندگيءَ جي جاءِ کي ديول يا چرچ (Church) يا گرجاگهر چوندا آهن. اُنهن جي پاڪ

پستڪ کي انجيل يا بائيبل چوندا آهن. هو ديول ۾ وڃي بندگي ڪندا آهن، خاص ڪري ايسٽر، گڊ فرائيڊي ۽ ناتال جو ۲۵ ڊسمبر جو ويندا آهن، اُتي ڳڏجي پرارٿنا وغيره ڪندا آهن. حضرت عيسيٰ جي والد جو نالو يوسف ۽ والده جو نالو مريم هو.

(۴) پارسي- هاڻوڪا پارسي لوڪ اصل ايران جا رهواسي هئا. اٽڪل ۱۲۰۰ ورهيه اڳ ايران تي عربن ڪاهون ڪيون ۽ اُنهن تي ڏاڍا ظلم ڪيا، پوءِ ايراني ڪي خراسان ڏي ڀڳا، ڪي هندستان هليا ويا ۽ ڪي سنڌ ۾ آيا. هنن جو پايو حضرت دائود وڌو. هي حضرت زردشت جا پوئلڳ آهن. رسمن جي لحاظ کان هو هندو ڌرم کي گهڻو ويجها آهن. هنن چڱي ترقي ڪئي آهي. هنن جي مندر کي ”آتش ڪدهه“ چوندا آهن جو هي باه جي پوڄا ڪندا آهن. هن جو گرنٿ زبور آهي. هنن جو پوتر تتوَ شاستر گاٿا آهي. هي ٦ ورهين جي ٻار کي ”دکشيا“ جي ڪِريا سندن ڌرم موجب هڻي. جيئن هندو جڻيو پائيندا آهن، اهڙي نموني چوڪر توڙي ڇوڪريءَ ٻنهي کي دکشيا وٺڻ جو هڪ جهڙو ئي اڌڪار آهي. ٻالڪ کي آشيرواد ڏيئي زورئسٽر زردشت جي ڌرم جون نشانيون ”سدرا“ ۽ ”ڪشتي“ سندن گرو آشيرواد ڪري پهرائيندا آهن. ”سدرا“ يا سوُتر. سُٽ جي چاريءَ مان جڙيل ۷۲ ڌاڳن جو جڻيو ٺهندو آهي. چيلهه تي ڪشتيءَ جا ٽي وڪڙ ڏيئي چار ڳنڍيون ٻڌندو آهي. مرڻ بعد مردي کي شهر جي ڇڙو پري ٻاهر ”دوکما“ جي پرسان لوهه جي پڙڇ تي رکي عزيز ۽ ساٿي هليا ويندا آهن. پوءِ مُڙدي جا ڪپڙا لٿا لاهي ”دوکما“ اندر داخل ڪندا آهن. اهو هڪ گول کوهه وانگر ٺهيل آهي. پوءِ لاش کي ڳجهون کائي ويندديون ۽ هڏا وڃي هيٺ ڪِرندا. دوکما يعني (Tower of Silence) سانت جو مِنارو جنهن ۾ مُڙدو اُڇليو ويندو آهي. اُنهن جي تري ۾ هڏن ۽ ڪچري ۽ مينهن جي پاڻيءَ جو بندوبست رکيل آهي، جو وهي وڃي وڏي کوهه ۾ پوندو آهي.

(۵) يهوُدي- يهوُدي اسرائيل کان سنڌ ۾ آيا پر ٿورا ئي هئا. هن مذهب جو پايو حضرت موسيٰ وڌو. توريت ذريعي بنياد وڌو.

## ۴. بندگي ۽ عبادت، پاٺ ۽ پوڄا، وِرت ۽ شاستر

(۱) هندن جي ڀڳتي پاٺ ۽ پوڄا- هندو ايشور ۽ اُنجي اوتارن ۽ ديوي ديوتائن کي مڃيندا آهن؛ اُنهن جو جپ، پاٺ، پوڄا ۽ ارچنا ڪندا آهن. ڪي شاسترن جو اڀياس ڪري پنڊت بڻجي نيمن انوسار هلي تپسيا ڪندا آهن ۽ ڪي جپ ڪندا آهن. ڪي يوگ ڪِريائون ڪري يوگي ٿيندا آهن. ڪي ڀڳوان جو ڪيرتن ڪري ڳائڻ ۾ مگن ٿي ويندا آهن.

ڀڳتي- ڀڳتي نوَن قسمن جي ٿيندي آهي، جنهنکي نؤدا ڀڳتي ڪري ڪوٺيندا آهن. اُهي نوَ قسم آهن: (۱) شروڻ (۲) ڪيرتن (۳) سمرڻ (۴) پادسيون (۵) ارچن (٦) وندن (۷) داسيه ڀاوَ (۸) سُکا ڀاوَ (۹) آتم نويدن.

يگيه- هندو يگيه به ڪندا هئا. يگيه ڪرڻ جو رواج آڳاٽن آرين ۽ پارسين ۾ به هو، ٻي ڪنهن به قوم ۾ ڪونه هو. ”يگيه“ بدران ”يجنيه“ به چئبو آهي، جنهن جو اُچار سنڌيءَ ۾ ”ڄڄ“ آهي. اُن لفظ ۾ خوشيءَ جو خيال سمايل آهي.



هوَن- هندو به ڪندا هئا. يگيه ڪرڻ مهل پوڄا جي جاءِ تي هڪ ننڍو ڪُنڊ ٺاهيو ويندو آهي، اُن ۾ اَنب جي وڻ جون ڪاٺيون ٻاري، هوَن جي سامگري وڌي ويندي آهي ۽ ويد منتر اُچاريا ويندا آهن.

پوڄا- يگيه ۽ هوَن ودوان پنڊت ڪرائيندا هئا، جي ويد منتر وِڌيءَ سان اُچاريندا هئا. پوڄا مهل هڪ ويدِي (Altar) ٺاهيندا هئا، اُن ۾ يگيه جي اگني ڌُکائيندا هئا. جيڪو پوڄا ڪرائيندو، اُن کي پوڄن ڪارائيندا هئا.

اَکو- درياه شاه جا پوڄاري ۽ ڪي ٻيا هندو درياه تي يا کوه تي چنڊ وغيره ڏينهن اکو يعني تولو کن اٽا چانور، اُن ۾ توري ڪنڊ پائي درياه ۾ وجهندا آهن يا کوه جي ڪناري چڙهيندا آهن، مٿان پاڻيءَ لوٽو هاريندا آهن ۽ پلؤ به پائيندا آهن.

ڪلش- ڪارج منگل جي پوڄا وقت پاڻيءَ سان ڀريل ڪلش (لوٽو) رکندا آهن.

ڏڪڻا- جيڪو پنڊت پوڄا ڪرائي، اُن کي ڏڪڻا ڏجي. پوڄن، ڳانءِ يا روڪ ناڻو ڏيندا هئا.

مندر- هندن جا به الڳ الڳ ديوتائن جا مندر آهن؛ جتي درشن، پوڄا پاٺ ڪندا آهن.

اُپاسنا- پرارٿنا، اُستتي ۽ ڌيان ٿنهي کي ملائي اُنکي چئبو آهي اُپاسنا.

(۲) هندو ڌرم جون نشانيون- ٽي نشانيون آهن (۱) چوٽي (۲) تِلڪ (۳) جڻيو. چوٽي- مُنڍ لهرائڻ بعد مٿي تي تارون جي جڳهه جي پنيءَ طرح وارن جي چڳ رکائبي آهي. تِلڪ- هنگلوءَ کي پاڻيءَ سان ڳڏي آلو ڪري مستڪ تي ڏجي، ڪي چندن گهي اُنجو به تلڪ ڏيندا آهن. جڻيو- سُٽ جي ٽن تندن جو ٿيندو آهي، اُن کي وِڌيءَ ۽ نيم انوسار ڳنڍيون ڏيئي برهمڻ ٺاهيندو آهي. هي کابي ڪُلهي تي پائي ساڄي طرف پاسراٽي وٽ ڪري چڙبو آهي. اُهي ٽي تندون برهما وشنو ۽ شِوَ جون ڪري ليکبيون آهن ۽ ڳنڍ اوم جي نشاني آهي. جڻيو به اڌ وِهانءُ ڪري ليکبو آهي ۽ وهانءَ وارا سان سوڻ ۽ طعام ڪيا ويندا آهن. جڻئي پائڻ بعد چوندا آهن ته ڇوڪري ٻيو جنم ورتو آهي.

(۳) هندن جا ديوتا- (الف) آڪاس ۽ پرٿوي- آڪاس ۽ پرٿوِي يعني ابو-امان. آسمان قدرت جو هڪ عجيب ڪارخانو آهي. هن ۾ سج چنڊ تارا چمڪن ٿا، اِنڪري اُپ کي سڏيائون ابو-آڪاس. پيرن هيٺان جا زمين آهي يعني ڌرتي جيڪا جهلي بيٺي آهي ۽ سيني ساهه وارن کي ڪاڌو پهچائي ٿي، تنهنڪري سڏيائون ڌرتي ماتا.

(ب) ورڻ ديوتا- آسمان ۾ جيڪي آدتيه آهن، تن جي مٿان ورڻ ديوتا آهي (پاڻيءَ جو ديوتا) ساري جهان جي مٿان آهي. قدرت جي سمورين ڳالهين جي مٿان سندس ضابطو آهي.

(پ) اِندر ديوتا ۽ ورتر دئت- رگ ويد واري زماني ۾ ورڻ ديوتا جي اختيارِي گهٽجي ويئي جو گرميءَ جو موسم ۾ آڙنگ ٿئي ٿو جو ”ورتر دئيت“ اُنکي ڍڪي ٿو. رگ ويد ۾ هن جو ٻيو نالو آهي ”نانگ.“ اِهو اِشارو وِڄ ڏانهن آهي. گجگوڙ ٿئي ٿي وِڄ ڪِنوي ٿِي، مينهن وَسي ٿو. نالو رکيائونس ”اِندر.“

(پ) وايو، مَروُت ۽ رُدر- ڌرتي ۽ آڪاس ڪانسواءِ ٻيا عناصر هوا، باهہ، پاڻي آهن. جنڪي ايترِي طاقت آهي، جا بنِي بشر کي ڪانهي. لوڪ ديوتائون ڪري پوڄيندا آهن.

(ڀ) اگني ديوتا- باهہ کي اگنِي چئبو آهي. رگ ويد ۾ اِندر ديوتا کان پوءِ اگن ديوتا جي جيترِي اُستتي آهي، تيترِي ٻئي ڪنهن بہ ديوتا جي ڪانهي.

(ت) سوُرج ديوتا- رگ ويد ۾ سورج ديوتا جي بہ جهجهي ساراهہ ٿيل آهي. آڪاس ۾ جيڪي ديوتائون آهن، تن جي اڪ سورج ديوتا آهي. دنيا ۾ جيڪي وَهي واپري اُن جو ساکِي آهي. سورج جي تيزِي ”ساوترِي“ آهي ان جو ٻيو نالو ”گائترِي“ آهي. گائترِي منتر اُچارڻ سان اونده ٽري. هندو سورج کي هٿ جوڙي نمسڪار ڪندا آهن.

(ٿ) ٻيا مکيہ ديوتائون- رگ ويد ۾ ٻيا مکيہ ديوتائون پرجاپتِي (برهما) اشونِي ڪمار، يم ديوتا ۽ منو ڀڳوان آهي.

(ٽ) ديوتائن جو تعداد- رگ ويد ۽ اٿروَ ويد ۾ براهمڻن موجب مکيہ ديوتائون ٽيٽيهہ آهن. يارهن ڌرتِيءَ جا، يارهن مڌيم اِستاني آڪاس جا، يارهن ديو اِستاني آهن. اِهي ٽيٽيهہ ديوتائون پوءِ وِيوُتين جو وستار ڪري ٽيٽيهہ ڪروڙ ٿيا آهن.

(ٺ) هندو ايشور جي ٽن سروپ ديوتائن کي مڃيو تہ ٻين بہ ٽن ديوتائن جو نظريو ايجاد ڪيو.

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ١- | هندو ڌرم (ڀارت) | برهما | وشنو | شِوَ |
| ٢- | مصر | اوسيرس | را | ٽا |
| ٣- | بابل | انو | بيل | هيا |
| ٤- | يونان | اپولو | اٿينِي | جيوپيٽر |
| ٥- | ڪرسچنٽِي | فادر | سن | هولِي گهوشت |

(٤) قديم سنڌين جو هندوُ ڌرم- قديمِي هندو سنڌِي ديوِي پوڄا، شِوَ پوڄا، وڻن جِي پوڄا، جانورن جِي پوڄا، پاڻيءَ جِي پوڄا، گٽيس جِي پوڄا بہ ڪندا هئا.

(٥) هندن جا ڌرمِي شاستر- (الف) ويد يعني ويدانت معنيٰ برهم گيان. ويدن کي شُرتِي بہ چوندا آهن. پهريائين برهما جي چئن مُکن مان چار ويد پيدا ٿيا. پوءِ پرماتما اگنِي، وايوُ، آدتيہ ۽ انگرا چئن رشين جي آتما ۾ هڪ هڪ ويد جو پرڪاش ٿيو. اُنهن هردي ۾ ٻڌو. تڏهن نالو شُرتِي پيو. ويد چار آهن- ١. سام ويد ٢. رگ ويد ٣. يَجرويد ٤. اٿروَ ويد.

(ب) چئن ويدن جا چار اُپويد- ١. آير ويد ٢. ڌنونترِي ويد ٣. گندرو ويد ٤. ارٿ ويد.

(ٻ) چئن ويدن جا چار براهمڻ گرنٿ- ١. ائيتريہ برهمڻ رگ ويد جو ٢. شٿپٿ براهمڻ يجرويد جو ٣. سام برهمڻ سام ويد جو ٤. گوپٿ برهمڻ اٿروَ ويد جو.

(پ) چئن ويدن جا ڇهہ انگ- ١. سکيا ٢. ڪلپ ٣. وياڪرڻ ٤. نروُڪت ٥. جوتش ٦. پنگل.



(ڀ) چئن ويدن جا ڇهہ انگ يا ڇهہ شاستر- ١. نيايہ ٢. وئشيشڪ ٣. سانکيہ ٤. يوگ ٥. پورب ميمانسا ٦. ويدانت.

(ت) اُپنشد- رشين ۽ مُنين ويدن مان ٽڪر ٽڪر وٺي ڌار ڌار بيان ڪيا آهن، جن کي اُپنشد چيو ويو آهي. ڪل اُپنشد ١١٢ آهن، پر خاص ١١ آهن: ١. ايش ٢. ڪين ٣. ڪُٺ ٤. پرشن ٥. منڊڪ ٦. مانڊوڪيہ ٧. ايتريئہ ٨. ٺئتريہ ٩. ڇاندوگيہ ١٠. برهدارڻيڪ ١١. شويتا شوتر.

(ٿ) سمرتيون- سمرتيون ٢٧ آهن يعني ڌرم شاستر، ڌرم گيان جي سِيني ڪسوٽين ۾ ويدن کان پوءِ سمرتين جو ٻئي درجو آهي. سمرتين ڪانسواءِ سماج هلڻ ڪٺن آهي. سِيني ۾ مکيہ منوسمرتي سمجهِي وڃي ٿي. مکيہ چار سمرتيون آهن: ١.منوسمرتِي ستجگ سان لاڳاپو ٢. ياگيولڪ سمرتِي تريتا سان لاڳاپو ٣. سنک ۽ لکيت سمرتِي دواپريگ سان لاڳاپو ٤. پاراشر سمرتِي ڪلجگ سان لاڳاپو.

سمرتين جا نالا- ١. وشن (وشنو) ٢. وياس ٣. هاريت ٤. ياگيولڪ ٥. اتري ٦. انگرا ٧. اُسٽا ٨. گوتم ٩. پاراشر ١٠. شنک ١١. لکيت ١٢. منوُ ١٣. وسشٽ ١٤. يم ١٥. شامانت ١٦. بشٺي ١٧. ڪاتيائن ١٨. ورهسپت ١٩. ونس ٢٠. سنورت ٢١. دڪش ٢٢. شاناٿپ ٢٣. اُپسئنپ ٢٤. شڪر ٢٥. ديول ٢٦. نارد ٢٧. اگنِي.

(ٽ) ٻُراڻ- ڪل ١٨ پراڻ آهن: ١. برهم پراڻ ٢. پدم ٣. وشنو ٤. شِوَ ٥. لنگ ٦. گرڙ ٧. نارد ٨. اگنِي ٩. اسڪند ١٠. ڀوشت ١١. برهم وئيتا ورت ١٢. مارڪنڊيئہ ١٣. واراهہ ١٤. متسيہ ١٥. ڪوارم ١٦. برهمانڊ ١٧. نرسنگهہ ١٨. ڀاڳونت.

(ث) رامائڻ- رامائڻ مهرشِي ٻالميڪ سنسڪرت ۾ لکيو آهي. گوسوامي تلسيداس هنديءَ ۾ ”رام چرت مانس“ جي نالي سان لکيو آهي. هن ۾ مريادا پرشوتم رام چندر جو احوال آهي.

(ٺ) مهاڀارت- مهاڀارت مهرشِي ويد وياس جو سنسڪرت ۾ لکيل آهي. هن ۾ پانڊون ۽ ڪوروَن جو لڙائيءَ سوڌو احوال لکيل آهي. هن ۾ پورو پورو ڪترين جو احوال آهي.

(ف) شريمد ڀگوت گيتا- گيتا وارو گيان ڪروڪيتر جي ميدان ۾ سرِي ڪرشن ارجن کي ٻڌايو هو. هيءَ گيتا مهاڀارت جو هڪ حصو آهي.

(٦) هندن جا وِرت- ست نارائڻ، ايڪادشِي، گڻيش چوٿ، جنما اشٽمِي، پردوش، ٽيجڙِي، شِوَراترِي، هولِي ۽ نوراتن ۾ ايڪاٽا. ڪن وِرتن ۾ ميوي جِي ڦلهار ڪبِي آهي. ڪن ۾ ڪاڌو نہ کائبو آهي، پر پاڻي پيئبو آهي. ڪن ۾ پاڻِي بہ ڪونہ پيئبو آهي، اُن کي نِرجل ورت چئبو آهي. ڪن ورتن ۾ ڪٿا ٻڌِي، ڪن ۾ چنڊ کي ارگ ڏيئي پوءِ ورت ڇوڙبو آهي. ڪي ماڻهو سومر جو بہ ورت رکندا آهن. ورتن ۾ ويشنو رهبو آهي.

(٧) ٻوڌِي- ٻوڌين جا بہ مندر خانقاهون آهن، جن ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جي مورتي رکيل هوندِي آهي، اُتي وڃي بندگِي ڪندا آهن. هنن کي بہ پنهنجا الڳ ٻوڌ ڌرم گرنٿ آهن. ڪن مقرر ڏينهن تي ورت بہ رکندا آهن. هنن جا پراڻا اسٽوپا جا نشان اڃا بہ آهن. سنڌ ۾ ٻڌ ڌرم جا قديم

آثار نظر اچن ٿا: ١. ڪاهوءَ جي دڙي وارو اسٽوپا ميرپور خاص پرسان ٢. موهن جي دڙي وارو ٺُل ٣. بهمن آباد شهدادپور جي پرسان ٤. سڌيران جو دڙو ٽنڊي محمد خان ۽ سعدپور ويجهو ٥. ٻڌڪا ٽڪر جهرڪن سامهون درياه جي پار ٦. مير رکڻ جو ٺُل موري تعلقي ۾ ٻانڊي اسٽيشن جي ڏکڻ طرف.

(٨) جيني- جينين جا ٻه الڳ مندر آهن. ڪن ۾ مهاتما مهاوير جي مورتيءَ جي اِستاپنا ڪيل هوندي آهي ۽ ڪن ۾ اُن سان گڏ ٻين تيرٿنڪرن جون مورتون ٻه هونديون آهن، اُتي وچي بندگي ڪندا آهن. هي ٻه مقرر ڏينهن تي ورت رکندا آهن. هنن کي ٻه پنهنجا الڳ گرنٿ آهن. هنن جون غفائون آهن.

(٩) سِک- سِکن کي پنهنجا گردوارا آهن. جنجو ڌرمي گرنٿ، گرو گرنٿ صاحب مَنجيءَ تي براجمان آهي. اُتي وچي بندگي ڪندا آهن ۽ گرنٿ صاحب مان وچن وٺندا آهن. ڪن موقعن تي گرو گرنٿ صاحب جو اکنڊ پاٺ ٻه ڪندا آهن. اُن بعد ڪڙاهي جو پرساد ورهائيندا آهن. گرو گوبندسنگهه ۽ گرو تيغ بهادر وغيره جا جنم ۽ شهيدي ڏينهن ٻه ملهائيندا آهن. گرو نانڪ جو جنم دن ٻه ملهائيندا آهن.

(١٠) مسلمان- مسلمانن جو مذهبي آستان مسجد آهي. وڏين مسجدن کي جامع مسجد چوندا آهن، اُتي وڃي نماز پڙهندا آهن. جمعي ڏينهن نماز پڙهي پوءِ قران شريف مان ٻه ڪجهه پڙهندا آهن. ڪي نيمي ٿيندا آهن ته روز اُتي قران شريف پڙهندا آهن. هنن جو پاڪ پستڪ قران شريف آهي، جو عربي ٻوليءَ ۽ لپيءَ ۾ لکيل هوندو آهي. هي رمضان جو سڄو مهنو روزا رکندا آهن. اُنهن ۾ نه کائيندا نه پيئندا آهن. سنجها مهل چنڊ ڏسي يا مُلو ٻانگ ڏئي ته اُها ٻُڌي ورت يعني روزو ڇوڙيندا آهن. هي روز پنج وقت نماز پڙهندا آهن. مسجد ۾ مُلو ٻانگ ڏيندو آهي، جا ٻڌندا آهن ۽ نماز جو وقت سمجهي نماز پڙهندا آهن. ٣٠ روزن رکڻ کانپوءِ چنڊ ڏسي عيد ملهائيندا آهن. ٻيا ٻه ڏينهن ملهائيندا آهن، جن جو ذڪر اڳتي ڪبو.

(١١) عيسائي- هنن جو ڌرمي آستان ديول يا گِرجا گهر آهي. هنن جو مذهبي پستڪ ''بائيبل'' آهي. ديول ۾ وڃي بائيبل پڙهندا آهن. هي ٢٥ ڊسمبر جو ناتال ۽ ٻيا ڏينهن ملهائيندا آهن.

(١٢) پارسي- هنن جو ٻه پنهنجو ڌرمي آستان آتشڪدا الڳ آهي. هنن جو پاڪ پستڪ ''زنداوستا'' آهي. هي ٻه ڪي مقرر ٿيل ڏينهن ملهائيندا آهن. هي مذهب زردشت چالو ڪيو. وڌيڪ وستار صفحه ٣١٨ تي ڏنل آهي.

(١٣) يهوُدي- هنن کي الڳ پنهنجو ڌرمي آستان ۽ مذهبي پستڪ آهي. حضرت مُوسيٰ ''توريت'' ذريعي يهودي مذهب جو بنياد وڌو. جنهن مذهب تي اهو نالو خدا جي نالي ''جهوا'' تان پيو ۽ فلسطين ۽ جيروسلم کي پاڪ سمجهندا آهن.

## ٥. ڌرمي آستان، تيرٿ ۽ پاڪ جايون

(١) هندن جا ڌرمي ۽ تيرٿ آستان- سنڌ جي سڀيتا تمام جهوني آهي. موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان ٻه ڪنهن جهوني ڌرمي آستان جو پتو ڪونه پيو آهي. آڳاٽي زماني ۾ ماڻهو ڪوٽن ۽ قلعن اندر وارن شهرن ۾ رهندا هئا. دشمن جي بچاءَ لاءِ نگرن کي چؤطرف ڪوٽ هوندا هئا، جي راجائون ٺهرائيندا هئا. انهن هنڌن ۾ رهڻ جي سلامتي سمجهي ويندي هئي. جهڙوڪ نيرن ڪوٽ، ڪلان ڪوٽ، ديول ڪوٽ، اَلور، اُچ، ماٿيلو، سوراءِ، مائو، برهمڻ آباد ۽ سيوستان. انهن ڪوٽ ڏنل شهرن ۾ ضرور ڌرمي آستان ٻه هوندا. جڏهن عربن سنڌ تي ڪاهه ڪئي، تڏهن ڪوٽ ڊهرائي ڇڏيائون. ڪوٽن ڊهرائڻ لاءِ هنن کي ڪَلون هيون، جن کي ''مجنيقون'' سڏيندا هئا. ڪوٽن ڊهڻ سان گڏ ڌرمي آستان ٻه تباهه ٿي ويا. جتي برهمڻ آباد شهر هو، اُتي پهريائين دلوراءِ جي نگري هئي. عربن جي ڪاهه کان پوءِ سنڌ ۾ ڌرمي آستان هيٺيان هئا-



١. هنگلاج ديويءَ جو مندر- سنڌ جي لس ٻيلي رياست ۾ سون مياڻيءَ کان ١٠٠ ميل پري ۽ ڪراچيءَ کان ١٢٠ ميل پري اُتر اولهه طرف هنگول نديءَ جي ڪناري تي هڪ گفا ۾ هڪ آڳاٽو جهونو تيرٿ آستان آهي، جتي هنگلاج ديويءَ جو مندر آهي. هندو شاسترن ۾ هن مندر جو ذڪر ٿيل آهي. آد جڳاد اُتي اگنيءَ جي لاٽ جوت نڪرندي هئي. سنسڪرت گرنٿن ۾ اُن ڪٿا جو ورنن هن ريت ڪيل آهي. ستيءَ جڏهن هوَن ڪنڊ ۾ پاڻ جلايو، تڏهن مهاديو ستيءَ جي سرير کي ڪلهي تي کڻي نچڻ لڳو. وشنو ڀڳوان سُدرشن چڪر سان ستيءَ جي سرير جا ٥٢ ٽڪر ڪيا. جن هنڌ اُهي ٽڪر ڪِريا، اُتي شڪتي پيٺ يعني سِڌن جا آستان ٿيا. هنگلاج ۾ ستيءَ جي مغز جو ٽڪر يعني سنڌور سان ڀريل مستڪ ڪريو جيڪا مورتي پيدا ٿي تنهنکي ''ڪوٽڙي'' چوندا آهن ۽ ان جي ڀيرَوَ جو نالو ''ڀيم لوچن'' آهي. هتي ڪتري راجا جئسين پنهنجي ڇئن ڀائرن سميت ڏڌيچ رشيءَ جي چوڻ تي اچي تپسيا ڪئي هئي، جو پرسرام هن کي شستر وديا سيکاري وري سراپ ڏنو ته اها وديا نشڦل ٿيندي. تپسيا ڪرڻ بعد هنگلاج ديويءَ هن کي درشن ڏنو ۽ وري ڀارهين پيڙهيءَ تائين اها وديا قائم ڪئي. هتي ياتري قافلن ۾ ايندا هئا، جو پيچرو پهاڙن ندين ۽ لاهين چاڙهين ۽ ورونگڙن وارو آهي. ڪتي پاڻي ٻه ڪونه ملندو آهي. تنهنڪري قافلي وارا پاڻ سان سيڌو سامان ۽ پاڻي کڻندا آهن. هنگلاج وٽ ڪوبه ڳوٺ ڪونه آهي. اُجاڙ جبلن جي ڇُر ۾ هنگلاج ديويءَ جي پٿر جي مورتي رکيل آهي. اُتي پوڄاري ٻه ڪونه رهندو آهي. اُتي جابلو مسلمانن کان سواءِ ٻيو ڪوبه ڪونه رهندو آهي. ڪن اِتهاس لکندڙن جو رايو آهي ته هنگلاج ديويءَ جو نالو اصل ''مايا ديوي'' هو ۽ ڪَڇ ڀُڄ راجپوت گهراڻي مان هئي. پراچين سَمي ۾ ڪَڇ ۽ سنڌ پرڳڻو لس ٻيلي تائين گڏيل هو. ايرانين ڪاهه ڪري لس ٻيلو هٿ ڪيو. مايا ديوي اُنهن کي هڪالي ڪڍيو. هن جو جهنڊو هنگلو رنگ جو هو، تنهنڪري هنگلاج ديوي سَڏِي. لس ٻيلي ۾ ١٤ ۽ ١٥ صديءَ ۾ سمن راجپوتن جو راڄ هو، جي ڄام سڏبا هئا. مسلمان هنکي ''ناني'' چوندا آهن. هنگلاج ديوي برهم ڪترين جي اِشٽ ديوي آهي پر هنکي هندن جون سڀ ذاتيون ۽ مسلمان ٻه مڃيندا آهن. هتي سنڌ جي هر طرف کان ياتري ايندا آهن پر سنڌ کان ڪيترن ئي ٻاهرين ملڪن جا ياتري ٻه ايندا آهن ۽ ديويءَ جو درشن ڪري آسيس وٺي ويندا آهن. هت هرسال ميلو لڳندو هو پر هيئنر جي سُڌ ڪانهي.

نالو- هنگلاج ديوي نالو ڪيئن پيو؟ تاتاري يعني مينگولين جا راجا اسو هنن جو آدي پرش هو. انهيءَ جي اولاد مان ڏهين پيڙهيءَ ۾ مونگوٽي راجا ٿيو، ان جو پٽ وچتر ٿيو. وچتر کي ٻه پٽ ٿيا. هڪ هنگول ٻيو سندر اهي کتري هئا. ٻنهي ياترن ڏاڍا ظلم ڪيا. سندر کي گڻيش شِوَ جي آگيا سان ماريو. هنگول کي ديوي شنگهه پوانيءَ ماريو. مرڻ وقت هنگول، ديويءَ کي وينتي ڪئي ته توهانجي پوڄا منهنجي نالي سان ٿئي يعني توهان جي نالي سان گڏ منهنجو نالو به هجي. ديويءَ چيو چڱو. ان ڏينهن کان ديويءَ جو نالو ”هنگول ديوي“ پيو، جو اڳتي هلي هنگلاج ديوي ٿي ويو.

سلوڪ اُچارڻ- ياتري پري کان اچي نئي ۾ ايندا آهن ته اچي آڪاڙي ۾ ترسندا آهن. جڏهن اُتان روانا ٿيندا آهن ته هينيون سلوڪ ضرور اُچاريندا ويندا رهندا هئا.

سلوڪ- ”ست چڙهٽيون شيخ جون، اٺون آڱانئو - الوري ٻاول، آور جو چام،
پسوڙي ٻاپو، ديبل وارو - لڪين جو ڏاتار، اسين وڃون ٿا هنگلاج.“

هنگلاج ديويءَ جي جپ ڪرڻ جو منتر- ڏڌيچ رشيءَ جئسين ۽ ٻين چئن ياترن کي هنگلاج ديويءَ کي راضي ڪرڻ لاءِ هينيون منتر ڏنو، جو پنجن ئي ياترن جپ ڪيو ۽ ديويءَ هنن کي درشن ڏنو ۽ ور ڪرڻ لاءِ چيو، جن چيو ته شستر وديا ورِي قلدائڪ ٿئي. ديويءَ هنن کي يارهن پيڙهين تائين قائم ڪئي.

منتر - هنگلي پرم هنگلي امرت روپڻي تنو شڪتي من شوي شري هنگلايہ نمه.

وڃڻ جا رستا- هنگلاج تي وڃڻ واسطي هينيان مختلف ۴ رستا آهن:

١- شاه لاهوت وارو ٢- منگهي پير وارو
٣- مائي ڳاڙهيءَ وارو ۴- حب وارو، جو هينئر به چالو آهي.

ڪراچيءَ کان هنگلاج تائين رستو - ڪل ١٨٠ ميل آهن.

| جريان نمبر | هڪ شهر کان ٻئي هنڌ تائين | مفاصلو | |
|---|---|---|---|
| | | فرلانگ | ميل |
| ١- | ڪراچيءَ کان حب نديءَ (چوڪي) | | ١٦ |
| ٢- | حب چوڪيءَ کان پوانيءَ | | ۴ |
| ٣- | پوانيءَ کان لڪ بدوڪ | | ٨ |
| ۴- | لڪ بدوڪ کان ڪاڙري | | ١٢ |
| ٥- | ڪاڙري کان سون مياڻي | | ١٩ |
| ٦- | سون مياڻيءَ کان ٻوري پئنٽ | | ١۴ |
| ٧- | ٻوري پئنٽ کان اُلهندي لياري | | ٨ |
| ٨- | لياري کان ريلو (ڪانيارو ڪوٽ) | | ٨ |
| ٩- | ريلو کان ڪانا واڙي (چتي جي هوٽل) | | ١۴ |



| جريان نمبر | هڪ شهر کان ٻئي هنڌ تائين | مفاصلو | |
|---|---|---|---|
| | | فرلانگ | ميل |
| ١٠- | ڪاناواڙي کان دارامون جبل | | ٦ |
| ١١- | دارامون جبل کان ڪنڊي واڙِي | | ٩ |
| ١٢- | ڪنڊي واڙِيءَ کان قور نديِ | | ١٠ |
| ١٣- | قور نديءَ کان چندر گوپ (سنگل علائقو) رستي کان ڏکڻ طرف | | ١١ |
| ١۴- | چندر گوپ کان سنگل سمنڊ جو ڪنارو- رستي کان ڏکڻ طرف | | ۴ |
| ١٥- | سنگل سمنڊ جي ڪناري کان اگور، هنگول نديِ | | ١٥ |
| ١٦- | اگور هنگول نديءَ کان اُتر طرف جبل وٽ گڻيس قبي | | ٦ |
| ١٧- | گڻيس قبيءَ کان آساپورا اُلهندي طرف | | ٢ |
| ١٨- | آساپورا کان هنگول ديوي مندر ڏکڻ طرف | ١ | |
| ١٩- | هنگلاج ديوِي مندر کان تلاڪنڊ ڏکڻ طرف | ١ | |
| ٢٠- | آساپورا کان ساموَن جبل تي چوراسي اُلهندي | ٢ | |
| ٢١- | چوراسيءَ کان گرونانڪ جو آستان | ١ | ١ |
| ٢٢- | گرونانڪ جي آستان کان گرو گورکنات جي ڏوٽي | ١ | |
| ٢٣- | گرو گورکنات جي ڏوٽيءَ کان جهولي جهر | ١ | |
| ٢۴- | جهولي جهر کان انيل ڪُن | ١ | |

١٦٧ ميل

پراچين ڪال ۾ رام لڪشمڻ ۽ سيتا به هنگلاج ديويءَ جو درشن ڪرڻ آيا هئا. اُتي سنڌ جو اعليٰ صوفي سنت ۽ شاعر شاهه عبداللطيف به جوڳين جي سنگ ۾ ويو هو.

**٢. اُڏيري لعل جو جنم آستان- شهر نصرپور- سنڌ پرانت ۾ مرک شاه نالي بادشاه جي حڪومت** هئي ۽ نٽي ۾ سندس گادي هئي. سندس وزير جو نالو آهيو هو. بادشاه حڪم ڪيو ته هندن کي لالچ ڏيئي يا زوريءَ مسلمان ڪيو وڃي. چاڪاڻ ته ڪٽر مذهبي مسلمان هو ۽ هندن تي اتياچار شروع ڪري ڇڏيائين. گهٽوئي بادشاه کي ليلڙائيون ڪيائون پر هن هڪ نه ٻڌي. تڏهن ٿي ڏينهن مُهلت گهريائون. پوءِ هندو ٻارين ٻچين اچي سنڌو نديءَ جي ڪناري تي هڪ گهاٽ وٽ گڏيا. ٻنا ڪاڏي پيتي ايشور جي آراڌنا ڪرڻ ۾ لڳي ويا. آڪاس واڻي ٿي ته مان نصرپور ۾ رتن مل ڪتريءَ جي گهر جنم وٺان ٿو ۽ توهان جا ڏک دور ڪندس. توهين موٽي گهرن ۾ وڃو. برابر رتن راءِ ڪتريءَ جي گهر نصرپور شهر ۾ سنبت ١٠٠٧ وڪرمي برابر سنه ٩٥٠ع ۾ ٿيو هنجو جنم. ٻالڪ جو نالو اُڏيرولعل رکيو ويو. هن ٻالڪپڻي ۾ ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون ۽ مِرک بادشاه ڊڄي ويو ۽ هندن تي اتياچار بند ڪيائين. پوءِ اُڏيرولعل بادشاه سان مليو ۽ اُن کي سمجهايو، پوءِ سانت ڪري وينو. هي ١٠٢٠ع ۾ انترڌيان ٿي ويو. نصرپور ۾ اُڏيري لعل جو مندر ٺهرايو ويو، جنهن ۾ ننڍي هندوري ۾

اُڏيري لعل جي مورتي گهوڙي تي سواريءَ واري رکي ويئي ۽ پاسي ۾ اکنڊ جوت ٻرندي آهي. پاسي ۾ هڪ کوه آهي، جنهن کي ”ٻالنبو“ چوندا آهن. اُڏيري لعل جا پونير ۽ پوڄاري پاڻ کي ٺڪر چوائيندا آهن ۽ هرسال اُتي ميلو لڳايو ويندو هو. جتي ڪتي جا ياتري، شرڌالو ۽ ٻيا ماڻهو ايندا هئا. ڪي سُکائون سکيندا هئا. ڪن جون مُرادون پوريون ٿينديون هيون. چيٽي چنڊ تي زوردار ميلو لڳندو هو ۽ هڪ تيرٿ آستان ٿي ويو. اُڏيري لعل جا بهشتي ٻهراڻي وقت ڏاندين سان ڇيڄ هڻندا هلندا آهن ۽ ”جهولي لعل“ جا نعرا هڻندا ٻهراڻو درياهه ۾ پروان ڪندا آهن.

۳. اُڏيري لعل جو قُبو آستان ۽ شهر اُڏيرولعل- اُڏيرولعل گهوڙي تي چڙهي گهمندي گهمندي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ آيو، جتي رڳو مسلمان رهندا هئا. ڳوٺ جي ٻاهران هڪ ميدان پيو هو، سو هنکي پسند آيو. سو اُنجي مالڪ کي چيائين ته هي پَٽ وڪڻندين؟ ته هن ورنديِ ڏني ته زال سان صلاح ڪريان، پوءِ ٻڌائيندس. هوُ گهر ويو. پنيان اُڏيري لعل کي اُڄ لڳي ته هڪ ازغيبي کوه پيدا ٿي ويو، جتان پاڻي پيتائين. وري جو اُتي اُس ڏاڍي تيز هئي ته هڪ وڏو شاهي ڪٻڙ جو وڻ پيدا ٿي ويو، اُنجي ڇانوَ ۾ اُڏيرولعل ٻينو رهيو. جڏهن اُهو مسلمان پنهنجي گهر واريءَ سان اُتي پهتو ته اُن جاءِ تي کوه ۽ ڪٻڙ جو وڻ ڏسي وائڙو ٿي ويو. سمجهيائون ته هي شخص ڪو الله لوڪ آهي، سو ٻنهي زال مڙس چيو ته زمين پلي ڪڻ تون، اسين پئسو پائي ڪونه وٺنداسين. باقي هن توهان جي آستاني تي اسانکي مجاور ڪري رک ۽ اسان ڪانپوءِ اسانجو اولاد به مجاور ٿيندو رهي. اُڏيري لعل قبول ڪيو. اُتي آستانو ٺهي ويو ۽ نصرپور ڇڏي هتي رهڻ لڳو. پوءِ هن ڳوٺ جو نالو ئي ”اُڏيرولعل“ پئجي ويو. ڪجهه وقت ڪانپوءِ اُڏيرولعل ته گهوڙي سميت درياهه شاهه ۾ سمائجي ويو. پوءِ پوين اُتي عاليشان قبو ٺهرايو ۽ اُن اندر هال جي ساڄي پاسي واري ڪمري ۾ سماڌي ٺهرايائون ۽ کاٻي واري ڪمري ۾ ننڍڙي هندوري ۾ اُڏيري لعل جي گهوڙي واريِ ننڍيِ مورت رکيل هئي ۽ پاسي کان اکنڊ جوت جڳندي هئي. اُتي به هرسال زبردست ۽ عاليشان ميلو لڳندو هو ۽ سنو واپار ٿيندو هو. گهڻن ئي ماڻهن کي ڪرامتون ڏسڻ ۾ آيون. مسلمان اُهي ڏسي قبي تي قبضو ڪرڻ تي چاهيو ۽ سندس نالو ظاهر ڪيائون ”شيخ طاهر“ ۽ چيائون ته اسانجو پير آهي. آخر ڪيس ڪورٽ ۾ هليو. انگريزن جي حڪومت هئي، فيصلو ٿيو ته سماڌيءَ وارو ڪمرو مسلمانن کي ڏياريو ۽ اندر جيڪا اُپت يا ڪمائي ٿيندي سا مسلمان کڻندا ۽ کاٻي اندر وارو ڪمرو جنهن ۾ اُڏيري لعل جي مورتي هندوري ۾ رکيل هئي ۽ اکنڊ جوت ٻرندي هئي، سو هندن کي ڏياريو ويو، اُتي جيڪا اُپت يا ڪمائي ٿيندي يا پيٽا چڙهندي سا هندو کڻندا. پر سڄي آستان جو قبضو ۽ اُن جون چاٻيون هندن جي هٿن ۾ رهنديون. هي به پڪو تيرٿ آستان آهي. شرڌالو ماڻهن جون مُرادون پوريون ٿينديون آهن. ڪراچيءَ ۾ پڻ اُڏيري لعل (ورڻ ديوتا) جو مندر نيٽي ڇيٽيءَ ۾ هو.

۴. رامڏيوَ (راماپير) جو مندر- رامڏيو جو جنم شهر پوڪرڻ جوڌپور شهر جي اُلهندي ۾ ٿيو. جتي سندس آستان آهي، اُن اندر مندر به آهي. ٻڌي جي مهني ۾ گيارس کان ستنارائڻ تائين زبردست ميلو لڳندو آهي ۽ اُتي واپار به سنو ٿيندو آهي. هن ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون ۽ ماڻهن



کي پرتا ڏنا. هن ڪٽر مسلمان مؤلوين کي به ڪرامتون ڏيکاريون، تن مڃيو ته برابر هندن جو پير آهي. هن کي راما پير به ڪري ڪوٺيندا هئا. هي سنڌ ۾ به آيو هو. هن جو عاليشان مندر شهر ٽنڊي الهيار ضلعي حيدرآباد ۾ آهي. هن جي سنگمرمر جيِ مورتيِ گهوڙي جي سواريءَ واريِ مندر ۾ اِستاپنا ڪيل هئي ۽ هت به هرسال ٻڌي جي گيارس کان ستنارائڻ تائين زبردست ميلو لڳندو هو. ڪٿي ڪٿي جا شرڌالو، ياترِي ۽ ٻيا ايندا هئا. عاليشان واپار ٿيندو هو. ماڻهو سُکائون باسي ويندا هئا ۽ اُنهن جون من-مُرادون پوريون ٿينديون هيون، تنهنڪري هيڪاريِ شرڌا ۽ صدق وڌندو ويو. هيِ به هڪ تيرٿ آستان هو. پاڪستان ٿيڻ بعد به پوڄاريِ رهندو هو ۽ شيوا پوڄا ٿينديِ رهنديِ هئي ۽ ڪيترا سال هيءَ هلنديِ رهيِ. اٽڪل ۴۰ سالن ڪانپوءِ مسلمانن جي ڪن عناصرن مندر تي ڪاهه ڪئي ۽ ڀڃ-ڊاهه ڪئي.

۵. پٿورو پير- پٿورو ڳوٺ ضلعي ٿرپارڪر ۾ جوڌپور ريلوي لائين تي اڪڙي ريلوي اسٽيشن کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي اُتر طرف آهي. اُتي پٿوريِ پير جو هڪ عاليشان قبو اڏيل آهي، جنهن ۾ پٿوري پير جيِ سماڌيِ آهي. هيِ به هندو آهي پر پير سڏبو آهي. هيِ خاص ڪري مينگهواڙ قوم جو پير آهي پر هن کي ٻيا به ڪيترائي مڃيندا آهن. هتي به ٻڌي جي چنڊ تي ميلو لڳڻ شروع ٿيندو آهي جو ٽي ڏينهن هلندو آهي. هيِ ميلو به زوردار لڳندو هو ۽ سنو واپار ٿيندو هو. هن آستان تي ميلي وقت هر قوم ۽ ذات جا ماڻهو، ياترِي ۽ شرڌالو ايندا هئا. ماڻهن جي من جون مُرادون پوريون ٿينديون هيون، اِنڪري ماڻهو صدق سان ايندا هئا.

۶. جهم پير- جهمپير جو آستان ڪوٽڙيءَ کان ڪراچي ريلوي لائين تي ٻولاڙي ۽ ميٽنگ ريلوي اسٽيشن جي وچ ۾ جهم پير ريلوي اسٽيشن تي آهي، اُنجي پرسان جهم پير جو آستان آهي، جتي هينئر ڳوٺ ٻڌجي ويو آهي ۽ اُتي هڪ تلاءُ آهي. هت به شِوَ جو ميلو لڳندو آهي. هن کي هندو ۽ مسلمان ٻئي مڃيندا آهن. هيِ به هڪ وڏو تيرٿ آهي. هندو سرڳواسيءَ جي ڪِرياڪرم ڪرائڻ لاءِ هت ايندا هئا ۽ ڪِرياڪرم ڪرائيندا هئا. هت هميشه ياترِي ايندا ئي رهندا هئا پر ميلي جي وقت هزارن جي تعداد ۾ ايندا هئا. جهم پير به ماڻهن کي ڪرامتون ڏيکاريون، تڏهن ته ماڻهن جو صدق وڌيو ۽ اچڻ لڳا.

۷. سَتين جا آستان- سنڌ ۾ سَتين جا آستان ٻن هنڌ آهن هڪ شهر ٺٽي ضلعي ڪراچيءَ ۾، ٻيو روهڙي ضلعي سکر ۾ آهي. ٻئي آستان پويتر ليکبا آهن. هت ڪئين ماڻهو درشن ڪرڻ ايندا هئا. ڪي سُکائون باسي ويندا هئا، جي سَتيون اُنهن جون منوڪامنائون پوريون ڪنديون هيون.

۸. گرو گورکناٿ جي ڌوڻي- ننگر ٺٽو (ٺٽو) سنڌ جو تخت گاهه هو. ڪيترن ئي بادشاهن ۽ راجائن هت تخت تي ويهي حڪومت هلائي. اُن جهوني شهر ۾ ٻين آستانن ۽ يادگارن ڪانسواءِ هڪ گرو گورکناٿ (سنياسي ساڌو) جيِ ڌوڻيِ آهي. اُتي به ڪٿي ڪٿي جا ماڻهو ايندا هئا ۽ درشن ڪري ويندا هئا ۽ ڌوڻيءَ مان خاڪ کڻي ويندا هئا، جنهن کي ڀڀوتي به چوندا هئا. اُن کي بدن تي لڳائڻ سان هنن جا ڏک دور ٿِي ويندا هئا. هيِ به تيرٿ آستان ٻڻجيِ ويو هو.

اُڏيري لعل جي مورتي گهوڙي تي سواريءَ واري رکي ويئي ۽ پاسي ۾ اکنڊ جوت ٻرندي آهي. پاسي ۾ هڪ کوه آهي، جنهن کي ”ٻالنبو“ چوندا آهن. اُڏيري لعل جا پونير ۽ پوڄاري پاڻ کي ٺڪر چوائيندا آهن ۽ هرسال اُتي ميلو لڳايو ويندو هو. جتي ڪتي جا ياتري، شرڌالو ۽ ٻيا ماڻهو ايندا هئا. ڪي سُکائون سکيندا هئا. ڪن جون مُرادون پوريون ٿينديون هيون. چيٽي چنڊ تي زوردار ميلو لڳندو هو ۽ هڪ تيرٿ آستان ٺهي ويو. اُڏيري لعل جا ڀڳتي ڀهراڻي وقت ڏانڊين سان چيچ هڻندا هلندا آهن ۽ ”جهولي لعل“ جا نعرا هڻندا ڀهراڻو درياهہ ۾ پروان ڪندا آهن.

۳. اُڏيري لعل جو قُبو آستان ۽ شهر اُڏيرولعل- اُڏيرولعل گهوڙي تي چڙهي گهمندي گهمندي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ آيو، جتي رڳو مسلمان رهندا هئا. ڳوٺ جي ٻاهران هڪ ميدان پيو هو، سو هنکي پسند آيو. سو اُنجي مالڪ کي چيائين تہ هي پٽ وڪڻندين؟ تہ هن ورنديِ ڏني تہ زال سان صلاح ڪريان، پوءِ ٻڌائيندس. هوُ گهر ويو. پنيان اُڏيري لعل کي اُڃ لڳي تہ هڪ ازغيبي کوه پيدا ٿي ويو، جتان پاڻي پيتائين. وري جو اُتي اُس ڏاڍي تيز هئي تہ هڪ وڏو شاهي ڪنڊي جو وڻ پيدا ٿي ويو، اُنجي ڇانوَ ۾ اُڏيرولعل ويٺو رهيو. جڏهن اُهو مسلمان پنهنجي گهر واريءَ سان اُتي پهتو تہ اُن جاءِ تي کوه ۽ ڪنڊي جو وڻ ڏسي وائڙو ٿي ويو. سمجهيائون تہ هي شخص ڪو الله لوڪ آهي، سو ٻنهي زال مڙس چيو تہ زمين پلي ڪڻ تون، اسين پئسو پائي ڪونہ وٺنداسين. باقي هن توهان جي آستاني تي اسانکي مجاور ڪري رک ۽ اسان کانپوءِ اسانجو اولاد بہ مجاور ٿيندو رهي. اُڏيري لعل قبول ڪيو. اُتي آستانو ٺهي ويو ۽ نصرپور ڇڏي هتي رهڻ لڳو. پوءِ هن ڳوٺ جو نالو ئي ”اُڏيرولعل“ پئجي ويو. ڪجھ وقت کانپوءِ اُڏيرولعل تہ گهوڙي سميت درياه شاه ۾ سمائجي ويو. پوءِ پوين اُتي عاليشان قبو ٺهرايو ۽ اُن اندر هال جي ساڄي پاسي واري ڪمري ۾ سماڌي ٺهرايائون ۽ کاٻي واري ڪمري ۾ ننڍڙي هندوري ۾ اُڏيري لعل جي گهوڙي واري ننڍي مورت رکيل هئي ۽ پاسي کان اکنڊ جوت جڳندي هئي. اُتي بہ هرسال زبردست ۽ عاليشان ميلو لڳندو هو ۽ سنو واپار ٿيندو هو. گهڻن ئي ماڻهن کي ڪرامتون ڏسڻ ۾ آيون. مسلمان اُهي ڏسي قبي تي قبضو ڪرڻ ٿي چاهيو ۽ سندس نالو ظاهر ڪيائون ”شيخ طاهر“ ۽ چيائون تہ اسانجو پير آهي. آخر ڪيس ڪورٽ ۾ هليو. انگريزن جي حڪومت هئي، فيصلو ٿيو تہ سماڌيءَ وارو ڪمرو مسلمانن کي ڏياريو ۽ اندر جيڪا اُپت يا ڪمائي ٿيندي سا مسلمان کڻندا ۽ کاٻي اندر وارو ڪمرو جنهن ۾ اُڏيري لعل جي مورتي هندوري ۾ رکيل هئي ۽ اکنڊ جوت ٻرندي هئي، سو هندن کي ڏياريو ويو، اُتي جيڪا اُپت يا ڪمائي ٿيندي يا پيٽا چڙهندي سا هندو کڻندا. پر سڄي آستان جو قبضو ۽ اُن جون چاٻيون هندن جي هٿن ۾ رهنديون. هي بہ پڪو تيرٿ آستان آهي. شرڌالو ماڻهن جون مُرادون پوريون ٿينديون آهن. ڪراچيءَ ۾ پڻ اُڏيري لعل (ورڻ ديوتا) جو مندر نيٽي جيٽيءَ ۾ هو.

۴. رامديو (راماپير) جو مندر- رامڏيو جو جنم شهر پوکرڻ جوڌپور شهر جي اُلهندي ۾ ٿيو. جتي سندس آستان آهي، اُن اندر مندر بہ آهي. بدي جي مهني ۾ گيارس کان ستناراڻ تائين زبردست ميلو لڳندو آهي ۽ اُتي واپار بہ سنو ٿيندو آهي. هن ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون ۽ ماڻهن



کي پرتا ڏنا. هن ڪٽر مسلمان مُلوين کي بہ ڪرامتون ڏيکاريون، تن مڃيو تہ برابر هندن جو پير آهي. هن کي راما پير بہ ڪري ڪوٺيندا هئا. هي سنڌ ۾ بہ آيو هو. هن جو عاليشان مندر شهر ٽنڊي الهيار ضلعي حيدرآباد ۾ آهي. هن جي سنگمرمر جي مورتي گهوڙي جي سواريءَ واري مندر ۾ اِستاپنا ڪيل هئي ۽ هت بہ هرسال بدي جي گيارس کان ستناراڻ تائين زبردست ميلو لڳندو هو. ڪٿي ڪٿي جا شرڌالو، ياتري ۽ ٻيا ايندا هئا. عاليشان واپار ٿيندو هو. ماڻهو سُکائون باسي ويندا هئا ۽ اُنهن جون من-مُرادون پوريون ٿينديون هيون، تنهنڪري هيڪاري شرڌا ۽ صدق وڌندو ويو. هي بہ هڪ تيرٿ آستان هو. پاڪستان ٿيڻ بعد بہ پوڄاري رهندو هو ۽ شيوا پوڄا ٿيندي رهندي هئي ۽ ڪيترا سال هيءَ هلندي رهي. اٽڪل ۴۰ سالن کانپوءِ مسلمانن جي ڪن عناصرن مندر تي ڪاه ڪئي ۽ ڊاهہ-ڊاهہ ڪئي.

۵. پٿورو پير- پٿورو ڳوٺ ضلعي ٿرپارڪر ۾ جوڌپور ريلوي لائين تي اکڙي ريلوي اسٽيشن کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي اُتر طرف آهي. اُتي پٿوري پير جو هڪ عاليشان قبو اڏيل آهي، جنهن ۾ پٿوري پير جي سماڌي آهي. هي بہ هندو آهي پر پير سڏبو آهي. هي خاص ڪري مينگهواڙ قوم جو پير آهي پر هن کي ٻيا بہ ڪيترائي مڃيندا آهن. هتي بہ بدي جي چنڊ تي ميلو لڳڻ شروع ٿيندو آهي جو ٽي ڏينهن هلندو آهي. هي ميلو بہ زوردار لڳندو هو ۽ سنو واپار ٿيندو هو. هن آستان تي ميلي وقت هر قوم ۽ ذات جا ماڻهو، ياتري ۽ شرڌالو ايندا هئا. ماڻهن جي من جون مُرادون پوريون ٿينديون هيون، اِنڪري ماڻهو صدق سان ايندا هئا.

۶. جهم پير- جهمپير جو آستان ڪوٽڙيءَ کان ڪراچي ريلوي لائين تي ٻولاڙي ۽ ميٽنگ ريلوي اسٽيشن جي وچ ۾ جهم پير ريلوي اسٽيشن تي آهي، اُنجي پرسان جهم پير جو آستان آهي، جتي هينئر ڳوٺ ٻڌجي ويو آهي ۽ اُتي هڪ تلاءُ آهي. هت بہ شِوَ جو ميلو لڳندو آهي. هن کي هندو ۽ مسلمان ٻئي مڃيندا آهن. هي بہ هڪ وڏو تيرٿ آهي. هندو سرڳواسيءَ جي ڪرياڪرم ڪرائڻ لاءِ هت ايندا هئا ۽ ڪرياڪرم ڪرائيندا هئا. هت هميشهہ ياتري ايندا ئي رهندا هئا پر ميلي جي وقت هزارن جي تعداد ۾ ايندا هئا. جهم پير بہ ماڻهن کي ڪرامتون ڏيکاريون، تڏهن تہ ماڻهن جو صدق وڌيو ۽ اچڻ لڳا.

۷. سَتين جا آستان- سنڌ ۾ سَتين جا آستان ٻن هنڌ آهن هڪ شهر ٺٽي ضلعي ڪراچيءَ ۾، ٻيو روهڙي ضلعي سکر ۾ آهي. ٻئي آستان پويتر ليکبا آهن. هت ڪئين ماڻهو درشن ڪرڻ ايندا هئا. ڪي سُکائون باسي ويندا هئا، جي سَتيون اُنهن جون منوڪامنائون پوريون ڪنديون هيون.

۸. گرو گورکنات جي ڌوڻي- ننگر ٺٽو (ٺٽو) سنڌ جو تخت گاه هو. ڪيترن ئي بادشاهن ۽ راجائن هت تخت تي ويهي حڪومت هلائي. اُن جهوني شهر ۾ ٻين آستانن ۽ يادگارن کانسواءِ هڪ گرو گورکنات (سنياسي ساڌو) جي ڌوڻي آهي. اُتي بہ ڪٿي ڪٿي جا ماڻهو ايندا هئا ۽ درشن ڪري ويندا هئا ۽ ڌوڻيءَ مان خاڪ کڻي ويندا هئا، جنهن کي پيوتي بہ چوندا هئا. اُن کي بدن تي لڳائڻ سان هنن جا ڏک دور ٿي ويندا هئا. هي بہ تيرٿ آستان ٻڌجي ويو هو.

۹. راجا وير جو سنڌ ۾ آستان- راجا وير وڪرماجيت جي حڪومت اُجين ۾ هئي، هن جو ٻيو ڀاءُ راجا ڀرتري هو. هي ٻئي ڀڳوان جا ڀڳت هئا، واري تي راڄ ۽ تپسيا ڪندا هئا. وڏو تخت تي ويهي راڄ ڪندو هو ته ننڍو جهنگل ۾ وڃي تپسيا ڪندو هو. ننڍو تخت تي وهندو هو ته وڏو جهنگل ۾ وڃي تپسيا ڪندو هو. ٻئي سنڌ ۾ آيا هئا ۽ اُنهن جا آستان سنڌ ۾ به آهن. راجا وڪرماجيت جو هڪ عاليشان قبو ۽ مندر جنهن ۾ اکنڊ جوت ٻرندي هئي، ڳوٺ راجا وير ۾ نهيل آهي. اُهو ڳوٺ ٽنڊو فضل جي اوير ۾ اٽڪل ۸ ميل پري ۽ ٽنڊي محمدخان جي اولهه ۾ ۱۰ ميل پري ضلعي حيدرآباد ۾ آهي. هن ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون هيون، تنهنڪري ماڻهن جو اُن ۾ اعتقاد ٿيو ۽ ڪئين ياتري ايندا هئا ۽ باسون باسي ويندا هئا. اُتي اُنهن جون دل جون تمنائون ۽ آسائون پوريون ٿينديون هيون. اُتي هرسال ميلو لڳندو هو. جتي ڪتي جا شرڌالو ايندا هئا. اِهو ڏسي اُتي ڳوٺ ۾ رهندڙ مسلمان ذات جا شيخ اُن آستان تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ چيائون ته اسانجو پير آهي، نالو رکيائونس ”شيخ پرڪيو.“ آخر ڪيس ڪورٽ ۾ هليو. انگريزن جي حڪومت هئي. ڪورٽ فيصلو ڏنو ته قبي جي اندر هال آهي، اُنجي ٻنهي پاسي به ڪمرا آهن. دروازي جي ساڄي پاسي ڪمري ۾ جتي سماڌي نهيل آهي، اُنهيءَ کي شيخن قبر جو روپ ڏنو سو مسلمانن کي ڏياريو ويو ۽ اُن ۾ جيڪا به آمدني ٿيندي سا شيخ کڻندا ۽ دروازي جي کاٻي طرف ڪمري ۾ اکنڊ جوت ٻرندي هئي، اُهو ڪمرو هندن کي ڏياريو ۽ اُن ۾ جيڪا ڪمائي ٿيندي هئي، سا هندو اُتي جو سنياليندڙ ۽ شيوا ڪندڙ کڻندو هو. سڄي قبي واريءَ ايراضيءَ تي ضابطو ۽ چاٻيون هندن وٽ رهنديون. ميلي ۾ مسلمانن جي ڀيٽ ۾ هندو زياده ايندا هئا. پاڪستان ٿيڻ بعد ڪهڙو حال آهي سو ايشور ڄاڻي.

ٻئي ڀاءُ راجا ڀرتريءَ جو آستان شهر سيوهڻ ضلع دادو ۾ قلندر لعل شهباز جي قبي واري ايراضيءَ ۾ اندر آهي، جنهن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو.

۱۰. راجا ڀرتريءَ جو آستان- راجا ڀرتري، راجا وڪرماجيت جو ننڍو ڀاءُ هو. هنن جي حڪومت اُجين ۾ هئي جو شهر هينئر مڌيه پرديش ۾ آهي. جڏهن راجا ڀرتريءَ کي راڻي پِنگلا تان وئراڳ لڳو، تڏهن راجائي تياڳي وڃي تپسيا ڪيائين. سنڌ ۾ آيو هو. هنجو آستان شهر سيوهڻ ضلع دادوءَ ۾ پير عثمان شاه مَروَنديِ (لعل شهباز) يعني قلندر شهباز جي قبي واري ايراضيءَ جي اندر آهي. هتي هندو ۽ مسلمان ٻئي ايندا هئا ۽ عقيدت پيش ڪندا هئا. جيڪو به هن قبي ۾ ايندو هو سو لعل شهباز جي زيارت ڪري ويندو هو ۽ راجا ڀرتريءَ جي آستان جو به درشن ڪري ويندو هو. پاڪستان ٿيڻ بعد هندو سڀ سنڌ ڇڏي آيا. هاڻي ته هندن جو وڃڻ ئي مشڪل آهي.

۱۱. لَڪي تيرٿ- لَڪي تيرٿ يا ڌارا تيرٿ آستان شهر سيوهڻ جي ڏکڻ ۾ ضلعي دادوءَ ۾ آهي. ريلوي لائين ڪوٽڙيءَ کان دادو لاڙڪاڻو ۽ روهڙيءَ واريءَ تي لکي تيرٿ ريلوي اسٽيشن آهي. هن اسٽيشن کان ۲ ميل پري اولهه طرف پهاڙ تي آستان آهي. اُتي هڪ غفا ۽ شِوَ جو مندر آهي، اُنکي شِوَ مندرِي چوندا آهن. اُنجي ڀرسان گرم پاڻيءَ جو چشمو آهي، جنهن ۾ گندرف



گڏيل پاڻي جبلن مان سِمي اچي چشمي ۾ پوندو آهي. اُن چشمي يعني تلاءَ ۾ هميشه ڇيله جيترو پاڻي رهندو آهي. ٻيو پاڻي جيڪو جبل مان هن تلاءَ ۾ ايندو آهي، سو وَهي هيٺ هليو ويندو آهي ۽ تلاءَ جي پاڻيءَ جي ليوَل ساڳي رهندي آهي. هن تلاءَ ۾ پاڻيءَ جي ليوَل کان مٿي ڪاٺ جي پٽين جي هڪ پارٽيشن ڏني ويئي آهي. هڪ طرف اڳيان مرد سنان ڪندا آهن ۽ ٻئي طرف پٺيان زالون سنان ڪنديون آهن. چشمي جو پاڻي اهڙو گرم آهي جو پير وجهڻ سان جلڻ لڳندو آهي ليڪن ماڻهو پاونا سان ٽار لاڪا ٽار لاڪا چوندا آهن. هن چشمي ۾ سنان ڪرڻ سان چمڙيءَ جون سڀ بيماريون لهي وينديون آهن، جهڙوڪ خارش، ڪجلي، ڦٽ، ڦرڙيون، ڏڍ ۽ رس وارو چڪندڙ مَلو وغيره. اُتي پوليس بيٺي آهي، سنان ڪرڻ وارن کي گهڻو وقت پاڻيءَ ۾ وهڻ نه ڏيندي آهي، ڇاڪاڻ ته گهڻي ٽائيم جي ڪري گندرف جي هوا دماغ ۾ چڙهي ويندي آهي ۽ چڪر اچڻ لڳندا آهن. پوليس وارا چوندا، هينئر پاڻيءَ مان ٻاهر نڪرو، ڪلاڪ به ترسي وري پوءِ اچي سنان ڪجو. جيڪي چمڙيءَ جا بيمار هوندا سي روز ۲-۳ سنان ڪندا هئا ۽ ٻه ٽي ڏينهن ترسي پيا سنان ڪندا هئا. باقي ٻيا ياترِي ته هڪ دفعو ئي سنان ڪري هليا ويندا هئا. سنان بعد ماڻهو غفا ۽ مندر ۾ درشن ڪرڻ ويندا هئا. اُتي روز ڪئين ماڻهو ايندا هئا. پر شِوَراتريءَ تي شِوَ جو ميلو لڳندو هو ته پري پري کان شرڌالو هزارن ۾ ايندا هئا. هي تمام جهونو شهر آهي. هن تي دڪشيه پرجاتيءَ جي حڪومت هئي. هت هر ٽئين سال ڪنڀ جو ميلو لڳندو هو، جو پوءِ بند ٿي ويو. هن وقت هردوار ۾ لڳندو آهي.

لڪي هڪ وڏو تيرٿ هو، ماڻهن جي ترسڻ لاءِ اسٽيشن وٽ هڪ وڏي ڌرمشالا نهيل هئي، اُن جي ڀرسان شِنگهه پوانيءَ جو وڏو مندر نهيل هو، اُن ۾ به ماڻهو اچي ترسندا هئا. هت به مسلمانن قبضو ڪرڻ تي چاهيو ۽ زبردستيءَ اُن آستان تي هڪ مسجد نهرائي. هندن ڪيس ڪيو. انگريز سرڪار اُها مسجد بند ڪرائي ڇڏي ۽ اُن ۾ نماز پڙهڻ جي به منع ڪئي. پاڪستان ٿيڻ بعد وري مسلمانن قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اِنڪري ديويءَ جي مندر ۽ مڙهيءَ جو گادي نشين ۽ سنڀاليندڙ سنياسي سنت گسائين ناڪر گِر اُهو آستان ڇڏي اچي اجمير رهيو. هينئر ٻڌڻ ۾ اچي ٿو ته لڪي تيرٿ آستان تي مسلمانن اچي قبضو ڪيو آهي ۽ نالو به بدلائي ٻيو رکيو اٿن.

۱۲. ساڌ ٻيلو- سکر شهر وٽ سنڌو نديءَ وٽ هڪ ٻيٽ آهي. سنه ۱۸۲۴ع برابر سنبت ۱۸۸۰ وڪرمي ۾ هڪ سنت وڻکنڊي نالي سان اُن ٻيٽ ۾ اچي رهيو. هي اُداسي ساڌو هو ۽ پورن سنت هو. ڪيترائي شرڌالو وٽس درشن ڪرڻ لاءِ ايندا هئا. اُهو ٻيٽ ٻن ٽڪرين تي آهي. اُتي رڳو جهنگ ئي جهنگ هو. هن ٻيٽ تي واگهو رهندا هئا ۽ نانگ ۽ بلائون به جام هيون. هي سنت آهستي آهستي جهنگ کي ڪٽائيندو ويو ۽ آستان ٺاهيندو ويو. مندر ٺهرايائين، پنهنجي ڌوڻيءَ جي جاءِ ٺهرايائين، سنتن جي رهڻ لاءِ آکاڙو ٺهرايائين ۽ ڀنڊاري جون جڳهيون ٺهرايائين. پوءِ نانگ بلائون الائي ڪيڏانهن ويئون ۽ واگهن به رهڻ ڇڏي ڏنو. هن سنت وٽ اُتي هڪ شينهن رهندو هو. پوءِ اُهو آستان ”ساڌ ٻيلو“ سڏجڻ ۾ آيو. مندر ۾ گرو گرنٿ صاحب رکيل آهي. مهنت هرنامداس جي

ڏينهن ۾ هن ٻيٽ ۾ سنو سڏارو ٿيو. پستڪاليہ، سنت نارائڻ مندر بہ ٺهيا، بابا سريچند جو سنگمرمر جو پتلو رکيو ويو. هت هر روز ڀنڊارو چالو هوندو هو. سنو تيرٿ آستان بنجي پيو. ماڻهو جام ٻيڙين رستي اچڻ وڃڻ لڳا. ماڻهو ڀنڊاري لاءِ اَن بہ ڏيندا هئا. سڄ لٿي کانپوءِ ساڌن ۽ چيلن کانسواءِ ٻئي ڪي رات جو اُتي رهڻ نہ ڏنو ويندو هو. هت ميلو بہ لڳندو هو.

**١٣. بکر جو ٻيٽ- جند پير-** سکر وٽ سنڌو نديءَ ۾ هي بہ هڪ ٻيٽ آهي، اُهو ٻيٽ روهڙيءَ جي سامهون آهي. اُهو ٻيٽ مٿاهين ٽڪريءَ تي آهي، اُن ۾ ننديون ڇپرُون هيون. اُن آستان کي جند پير يعني زنده پير يا جيئرو پير سڏيندا آهن. اُڏيري لعل بہ هت پير گهمايا هئا. اُتي درياہ جو ٿان هوندو هو ۽ اکنڊ جوت ٻرندي هئي. هندو پوڄاري رهندو هو. اُتي هڪ مڪان بہ هوندو هو، جتي مسلمان رهندا هئا، اُهي مجاور هئا. جي چوندا هئا تہ خواجہ خضر جو مڪان آهي. هندو پوڄارين ۽ مسلمان مجاورن ۾ ناسازي هوندي هئي، تنهنڪري هندن پراڻي سکر پرسان سنڌو نديءَ جي ڪناري تي جند پير جو ٿان ٺهرايو، جنهن کي سُکو جند پير سڏيندا هئا. اُن پرسان هڪ سرنگهہ ٺهيل هوندي هئي، جنهن مان لنگهي ٿان جي پنئين پاسي وڃبو هو. ٿان ۾ جند پير جي مورتي رکيل هوندي هئي، اُن جي سواري پلي تي هئي. هندو ڇوڪرن کي هت جٽيا پارائيندا هئا ۽ ياترا جو هنڌ هوندو هو.

**١٤. وَسڻ شاہ جو ٽڪاڻو-** وَسڻ شاہ جو ٽڪاڻو روهڙي شهر ۾ سنڌو نديءَ جي ڪناري تي آهي. سنہ ١٨٤٧ع ۾ سنت وسڻ شاہ هت ڄائو هو. هن جو گرو سنت پاروشاہ هو. هن سنت جي بندگي، پوڄا ۽ ڪرامتن جي ڪري هي بہ تيرٿ آستان ٿي ويو آهي. ڪيترائي ياتري ۽ ماڻهو ايندا هئا. هنڪي آسائو تڙ بہ چوندا آهن.

**١٥. شاهپور ٿلهي جا سنت-** ڳوٺ شاہ پور خيرپور اسٽيشن کان ٣ ڪوہ پري ۽ پير جي ڳوٺ کان ١ ميل پري هو. اُن ڳوٺ ۾ هڪ دربار هئي، اُن ۾ هڪ ٿلهو هو. تنهن ڪري اُتي جا سنت شاہ پور ٿلهي جا سنت سڏبا هئا. (١) سنت سيئورام ٿيو، جنم شاهپور ۾ ٿيو، گرو روهڙيءَ جو گسائين گٽيش گِر هوس، (٢) سنت هرچورام ولد ڪيراجمل شاهپور جو، (٣) سنت ڏرمون رام، (٤) سنت ليکرام هو، (٥) سنت جبوڻ رام هو، (٦) سنت ڏيونرام هو، (٧) سنت روپارام هو. اُنهن سنتن ئي سنتن پنهنجون ڪرامتون ڏيکاريون.

**١٦. هالاڻي دربار-** هالاڻي دربار جو پايو سوامي سکديو صاحب سنہ ١٨٨٧ع ۾ وڌو. سنڌ ۾ اچڻ کان اڳ، هو پنهنجي گرو صاحب وستيرام جي آستان غزنوي شهر افغانستان ۾ رهندا هئا. جڏهن ڪلهوڙن کان ميرن سنڌ فتح ڪئي، تڏهن سنہ ١٨٨٢ع ۾ مير فتح علي خان ٽالپر پنهنجي حڪومت جا چار حصا ڪري چئن ڀائرن ۾ وراهي ڇڏيا. خيرپور وارو حصو مير سهراب خان کي حصي ۾ مليو، جنهن کي اڄا تائين خيرپور ميرس سڏيو ويندو آهي. امر ڪوٽ وارو حصو مير الهيار خان ماڻڪاڻي ٽالپر کي پلئہ پيو. مير اللهہ يار خان پنهنجي حصي ۾ آيل ملڪ والارڻ واسطي سنہ ١٨٨٧ع ۾ غزنوي شهر کان قافلو ڪاهي سنڌ ڏانهن روانو ٿيو. غزنوي جي ٻاهران ٽورو پنڌ ڪري



هڪ گهاٽي جهنگل ۾ پهتو تہ مير صاحب جي نظر هڪ مهاتما تي وڃي پيئي جو سماڌيءَ ۾ وينو هو. سندس دل ۾ چِڪ ۽ صدق جاڳيو. قافلي کي رستي تي بهاري پاڻ ڪجهہ ماڻهو وٺي پيرين پنڌ مهاتما وٽ اچي پهتو. جڏهن مهاتما جي سماڌِي کُلي تہ مير تي نظر پين. مير جي اندر ۾ آنند اُتپن ٿيو. دل ۾ اِرادو ڪيائين تہ فقير کي منٿ ميڙ ڪري سنڌ ۾ وٺي هلان. هن نمرتا سان وينتي ڪئي تہ مون سان گڏ سنڌ ۾ هلو. سنت عرض اونايو. سنڌ ۾ سنت کي هڪ آستان ٺهرائي ڏنائون ۽ پاڻ ڪوٽ اڏائي اُتي رهيا. شهر جو نالو رکيائون ٽنڊو الهيار. ڪجهہ وقت کانپوءِ سنت هڪ چيلي کي اُتي وهاري پاڻ رٽن تي نڪتا. گهمندي سيوهڻ، نوشهرو فيروز، ڪنڊيارو گهمي اچي هالاڻي پهتا. پرسان هڪ ٻن ڏسي اُتي جهوپڙي ٺاهي اُن ۾ رهڻ لڳا. پريمين اُهي جهوپڙيون ڊهرائي پڪيون جايون ٺهرايون. اهڙيءَ طرح دربار جو پايو پيو جا هلندي هلي. سوامي سکديو صاحب، بابا ساڌو جن راجن جا فرزند هئا. منڍ کان سندس ڀاءُ وئراڳي هو، هو هميشهہ جهنگلن ۾ ئي گذاريندا هئا. خيرپور جي مير سهراب خان سوامي جن کي ٿيهہ ايڪڙ زمين ارداس ۾ رکي، پوءِ اُتي وڏي دربار ٺهي وِيئي. اُن جي چولي ڇڏڻ بعد پوءِ ڪم سکرامداس ڪيو، اُن بعد سنتوداس گديءَ تي وينو. اُن بعد بابا ڪشنداس، اُن بعد بابا سروپداس، اُن بعد بابا ماڌوداس گاديسر ٿيو. سنہ ١٩٦٨ع ۾ گاديسر گوبندداس هو. پاڪستان ٿيڻ ڪري سنڌ مان اچي اُها دربار اجمير ۾ ڪيائون.

**١٧. پرين جي دربار-** نواب شاہ ضلعي جي شهر جتوين ۽ شهر منياٽين جي وچ ۾ پرين ۾ هڪ عاليشان دربار هئي، جتي سچا سنت رهندا هئا. ياترِي سنتن جي درشن ڪرڻ ۽ متو ٽيڪڻ واسطي دربار ۾ ايندا هئا. اهڙيءَ طرح هيءَ دربار مشهور ٿي ويئي.

**١٨. سوائي صاحب جي مَڙهي-** سوائِي صاحب جي مڙهي شهر شهدادپور ضلعي نوابشاہ ۾ آهي. هن مڙهيءَ ۾ هڪ زبردست ديوِي شنگهہ ڀوانيءَ جو آستان آهي. اُنهيءَ جي سنيال سنياسي ٻاوا ڪندا آهن ۽ سوائِي صاحب جي مڙهي سڏبي آهي. اُنهن ۾ چيٽ ۽ اسوءَ جي مهنن ۾ نوراتا پوکبا آهن. هن مڙهيءَ ۾ سچا ۽ پورن ڪامل سنياسي رهندا هئا، جن ڪئين ڪرشما ڏيکاريا ۽ ديويءَ ڪئين چمتڪار ڏيکاريا. اِن ڪري ماڻهن جو صدق ۽ وشواس وڌِي ويو. پاڪستان ٿيڻ کانپوءِ بہ اُن ۾ ساڌو سنياسِي رهندا آهن ۽ ديويءَ جي پوڄا ۽ سنيال ڪندا آهن.

**١٩. سِڌن جو آستان-** سِڌن جو آستان ڳوٺ نوڙها لتڙين وارا ڳوٺ پٽ شاہ جي ويجهو تعلقي هالا ضلعي حيدرآباد سنڌ ۾ هو. اٽڪل ٣٠٠ سال اڳ هتي ٻن برهم ڪترِي سنتن ڳوٺ جي ٻاهران ڪبڙن جي وڻن ۾ جيئري ٽبيون هڻي ڌرتِي ماتا جي گود ۾ پرويش ڪيو. جتي سندن مائٽن سماڌيون ٺاهي هڪ سندر آستان بنايو. هتي هر مهني جي پونم تي ميلو لڳندو هو ۽ ڦڳڻ مهني ۾ ڏوڙئي جي ٻئي ڏينهن ساليانو ميلو زبردست لڳندو هو ۽ ڪتي ڪتي جا ياترِي ۽ شرڌالو ۽ ٻيا ماڻهو ايندا هئا. ستسنگ ۽ ڀڄن ڀاو چالو ئي هوندو هو. ماڻهو دل ۾ آشائون ۽ ڪامنائون رکي ايندا هئا ۽ ڪي سُکائون سکيندا هئا. اُنهن جون من-مُرادون پوريون ٿينديون هيون، جهنگل ۾ منگل لڳِي ويندو هو. گاديسر ماڻهن جي گهرڻ تي ڪن کي رکيائون، ڪن کي وٽيل ڌاڳا ۽ ڪن کي پڙهيل پاڻي بہ ڏيندا

هئا. کي ڏوٽيءَ مان ڀڀوت کڻي ويندا هئا. اُنهن جو صدق هو ۽ جنهن بيماريءَ وغيره لاءِ اُهي وٺي ويندا هئا، اُنهن کي ڇوٽڪارو ملندو هو. اِنهيءَ ڪري ڏينهون ڏينهن اُنهن جو ويساهه وڌندو ويو. پاڪستان ٺهڻ بعد اُن وقت جو گاديسر ڀڳت مورجرام اچي بياور ۾ رهيو ۽ سِڌن جي ڏوٽي وغيره لڳائي آستانو بنايو. هينئر ته هِت به رنگ لڳي ويا آهن.

**٢٠. ڪالي مندر-** ڪالي ديويءَ جو مندر شهر حيدرآباد سنڌ ۾، هوسڙيءَ ڏانهن ويندڙ رستي تي ڪناري لڳ گنجي ٽڪر جي گود ۾ اڏيل آهي. هي به زبردست مندر هو. ڪاليءَ ديويءَ جون ڪئين ليلائون، ڪرامتون ۽ ڪرشما ڏسڻ ۾ آيا، جنهن ڪري ڪئين پاسن کان ياترِي ۽ ٻيا ماڻهو درشن ڪرڻ لاءِ ايندا هئا. هيءَ به عاليشان تيرٿ آستان هو. هت ميلو لڳندو هو.

**٢١. دريا شاهه جو مندر-** ڪراچِي شهر ۾ عربي سمنڊ جي منهوڙي ٻيٽ تي هڪ عاليشان دريا شاهه يعني لعل جو مندر ٺهيل هو. هتي به پري پري جا ياترِي ۽ شرڌالو ايندا هئا. درشن ڪري پرسن ٿي سُکائون سکي ويندا هئا. هتي به هرسال ميلو لڳندو هو، اُن ۾ تمام گهڻا ماڻهو ايندا هئا.

**٢٢. رتنيشور مهاديو جو مندر-** رتنيشور مهاديو جو مندر ڪراچِي شهر ۾ عربي سمنڊ جي ڪناري هوا بندر يعني ڪلفٽن ۾ هو. هت سڀ ياترِي سوَن جي تعداد ۾ درشن اِيلاشِي ايندا ئي رهندا هئا. هت به ميلو لڳندو هو.

**٢٣. ڀيم ڪوٽ-** ڀيم ڪوٽ ڳوٺ ۾ جيڪو ڳوٺ سونڊا تعلقي ٺٽي ننگر ضلعي ڪراچيءَ جي پرسان هو، اُتي هڪ پراچين مهاديو جو مندر آهي. اُتي اُن مندر ۾ شِوَ لنگ جي مٿان پهاڙ مان پاڻيءَ جو ڦڙو ڦڙو پوندو ئي رهندو هو. اُن شِوَلنگ جي ڪئين ماڻهو اچِي پوڄا ڪندا هئا. اِها خبر ڪانه پئجِي سگهي ته اُهي پاڻيءَ جا ڦڙا ڪٿان اچن ٿا. ظاهرِي طور ٽڪر مان ڪِرندا ئي رهندا هئا.

**٢٤. ڪيبر ٺلهي وارا ساڌ-** شرِي رامچند نُڪ وارڏي برهم کترِي نصرپور شهر مان لڏي ڪيبرن وڃي رهيو ته وات تي ڳوٺ پليجاڻيءَ ۾ ڪيس پٽ ڄائو، جنهن جو نالو رکيائين ڏيالداس. ڪجهه وڏو ٿيو ته سندن گرن ٻائي ڪيدارنات وٽ شهر ٽنڊي الهيار ۾ اچِي رهيو، جتي گرن جِي شيوا ڪندو رهيو ۽ ڪيس رام نام جو رنگ چڙهڻ لڳو. پيءُ ڏنو ته هنکي نندِي هوندي ئي ويراڳ آهي، متان سنياسي نه ٿئي، اِنکري گرن وٽان وٺي ڳوٺ ڪيبرن ۾ آيو ۽ شادِي ڪرائي گرهستي ڪيائينس. پر هنکي جو وئراڳ لڳو پيو هو سو ورِي ٽنڊي الهيار آيو، اُتي هنکي سنت ٻڌنات ڪبير پنٿيءَ جو درشن ٿيو ۽ اُنجي شيوا ۾ رهيو. ١٢ سال يوڳ پچائي سِڌ ٿي ويو، پوءِ گهر آيو. ”ستگرو سهاءِ“ جو وچن اُچاريندو رهيو. هاڻي هنکي سنت ڏيالداس ڪري ڪوئيندا هئا. ڪيبرن ۾ ٻيو به هڪ سنت ڏيارام نالي هندو لهاڻو (پائيبند) رهندو هو، اُهو سنت ڏيالداس جي سنگ ۾ اچي ويو. ٻئي رنگ ۾ رچي ويا. پوءِ هڪ مسلمان فقير نوح ٿياڻي تي گذريو آهي، اُنجي پوٽي سنت ڏيارام کي پاڻ وٽ رهايو. اُنجو نالو فقير محمد هو، جنهن هنن ٻنهي سنتن کي پنهنجي ٻنيءَ مان ٽڪر (٣٧-٣ ٽي ايڪڙ ستيهه گهنٽا) ڏني. اُتي هن هڪ ٺلهو ٺاهيو ۽ اُتي ستسنگ ڪندا رهندا هئا ۽ رهندا به اُتي ئي هئا. پوءِ هي سڏبا هئا ”ٺلهي وارا ساڌ.“ سنت ڏيالداس، سنت ڏيارام کي مٿي تي هٿ



گهمائي چيو ته اسانجِي هاڻي پرلوڪ لاءِ تيارِي آهي. تاريخ ١٧ نهرِي سنبت ١٩٤٠ وڪرمي جي پرلوڪ پڌاريو. ڪجهه وقت کانپوءِ سنت ڏيارام به پرلوڪ پڌاريو. پوءِ اُنهن ٻنهِي جون سماڌيون به اُنهيءَ ٺلهي تي ٺهرايون ويئون. اُتي هرسال ميلو لڳندو هو. ١٩٤٧ع ۾ پاڪستان ٺهڻ بعد سنت ڏيارام جو اولاد لڏي ڳوٺ ماٺونگا ضلعي الور ۾ آيو ۽ اُتي سنت ڏيارام جو آستان ٺاهيائون. اُهي تاريخ ١٨ ويساک ميلو لڳارائيندا آهن. سنت ڏيالداس جو اولاد اچِي راجڪوٽ شهر (سؤراشٽر) ۾ رهيو ۽ سنت ڏيالداس جوَ آستان بناياٺون، جتي هر سال تاريخ ١٧ نهريءَ جو ميلو لڳارائيندا آهن. ٻئي ”سنت ٺلهي وارا ساڌ“ جي نالن سان مشهور آهن. ميلن ۾ ڪئين ماڻهو ايندا آهن ۽ من جون مُرادون پوريون ڪري ويندا آهن.

**٢٥. ڀڳت ڇچلو-** ڀڳت ڇچلي جو جنم ڳوٺ ٽنڊي فضل تعلقي ۽ ضلع حيدرآباد ۾ اٽڪل سنه ١٨٠٠ع ڌاري ٿيو. هي ذات جو سونارو سوئي اباڻڪو ڌنڌو سونارڪو ئي ڪندو هو. هن جو لاڙو ڀڳتيءَ ڏانهن هو، تنهن ڪري ساڌن سنتن جي سنگ ۾ گهڻو گذاريندو هو. هنکي هڪ پٽ ساڌورام ۽ پوٽو ڇيناند هو. ڇيناند کي فقط نياڻي گومِي ٻائي هئي جا سانگهڙ ۾ پوهومل سوناري سان پرڻائي ڇڏيائين. ڇيناند پڻ سنو ڳائيندڙ هو ۽ سيٺ وشنداس وٽ رهندو هو، جو اُتي ڳائڻ جو ڪم ئي ڪندو هو ۽ پگهار ملندو هوس. ڇچلي ڀڳت به ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون. ڀڳت ڇچلي مساڻ جي پرسان هڪ ڏنڊڻ زمين ۾ کوڙيو ۽ چيائين ته هن مان پپر جو وڻ ٿيندو ۽ ان جي هيٺ منهنجِي سماڌِي ٺاهجو. برابر پپر جو وڻ ٿيو ۽ اُن جي هيٺان ئِي ڪيس سماڌِي ڏني ويئِي. اُتي به چار سماڌيون ٻيون به هيون خبر ناهي ته ڪنهنجون هيون. سماڌين کي چوطرف پٽ ڏنل هئي. اُتي ٻيون به ڪوٺيون ڪمرا ٺهيل هئا جي سڀ اَڻ اَڏيل هئا. جو سندس چوڻ هو ته اَڏاوت نه ڪجو. هتي هر سال ٤ ڏينهن نهرِيءَ ۾ ميلو لڳايو ويندو هو. سنگتيون ڀڳتيون ايندِيون هيون، جي ڳائينديون هيون. ميلي ۾ ڪئين ياترِي ايندا هئا ۽ سکائون سِکي ويندا هئا. جن جون من مرادون پوريون ٿينديون هيون، سي اچِي ويلا ڏيندا هئا. ميلي ۾ چارئِي ڏينهن سڄ لٿي مهل ڀنڊارو چالو ٿيندو هو ۽ سيڪوئِي کائِي ويندو هو. ان جي پيڙهِي ڇيناند کان پوءِ اڳتي ڪانه وڌِي. هيءَ آستان ۽ ڪئين ميلا ليک جا (يعني مورومل جا) ڏنل هئا. پاڪستان ٺهڻ بعد سماڌين جو ڪهڙو حال آهي، ميلو لڳي ٿو يا نه، سو ايشور ئِي ڄاڻي.

**٢٦. سوامي ڏرمداس جي دربار-** سوامي ڏرمداس جي دربار لاڙڪاڻي ۾ هئي. هن ۾ ڪئين شرڌالو ۽ ٻيا ايندا ئي رهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ستسنگ به ٿيندو هو.

**٢٧. موري جي دربار-** موري جي دربار به لاڙڪاڻي ۾ هئي. هن ۾ ڪئين شرڌالو ۽ ٻيا پريمِي ايندا رهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ستسنگ به ٿيندو هو.

**٢٨. سنت گوبندداس جِي مانجهندن وارِي دربار-** سنت گوبندداس سنه ١٨١٩ع کان ١٨٨٦ع تائين هن سنسار ۾ هو. هن جي دربار مانجهند شهر ضلع دادوءَ ۾ هئي. هيءَ پهتل پرش هو ۽ هن جون ڪرامتون ماڻهن کي ڏسڻ ۾ آيون. هن جي چولي ڇڏڻ بعد مهنت ديوداس گاديءَ تي

وينو. هن آستان تي ٻين سنتن جون ٻه سماڌيون سنت گوبندداس جي سماڌيءَ جي پير ۾ هيون. هتي هر سال ميلو لڳندو هو ۽ ڪئين ماڻهو ايندا هئا. سنڌ جو مشهور سنت ڀڳت ڪنوررام سنت گوبندداس جي ورسيءَ جي ميلي تي هر سال ايندو هو ۽ ڀڳت وجهندو هو. آخريءَ ۾ ٻه هن ورسيءَ جي ميلي ۾ ڀڳت ڪنوررام ڀڳت وجهي موٽي ڳوٺ جروارن تي ويو ۽ رُڪ اِسٽيشن تي گاڏيءَ ۾ ئي ٻن مسلمانن گولي هڻي ڪيس خون ڪري ڇڏيو. اها تاريخ ۱ نومبر ۱۹۳۹ع هئي. اهڙيءَ طرح ڀڳت شهيد ٿي ويو. ان وقت مانجهندن درٻار ۾ گاديسر سنت ڌرمداس هو.

**۲۹. سنت همت سنگهه جي درٻار-** سنت همت سنگهه جي درٻار شهر ٽنڊي ڄام تعلقي حيدرآباد ۾ هئي. بابا همت سنگهه نه رڳو وڏو سنت هو پر خير ۽ ڀلي جا وڏا ڪم ڪندو هو. غريبن جي نياڻين جي ڪارجن ۾ گپت دان به ڏيندو هو. دوائون مفت وراهيندو هو. درٻار ۾ پنڊارو به هلندو هو. لباڻن سِکن کي درٻار ۾ اجهو ڏيئي هنن کي قاتلن کان بچايائين. هي درٻار ۾ ڀاڄيون وڍڻ، پاڻي ڀرڻ، ڀاڄيون پوکڻ وغيره اهي سڀ ڪم پاڻ ڪندو هو. هتي هر سال ميلو لڳندو هو. ڪٿي ڪٿي جا ماڻهو ايندا هئا، هن ڪرامتون ڏيکاريون. سنت همت سنگهه جي ورسي ۱۲ مارچ تي ملهائي ويندي آهي.

**۳۰. پاربرهم (پارو فقير) جو آستان-** پارو فقير عرف پاربرهم جو جنم شري مڌوسودن براهمڻ جي گهر ماتا ميگهه ٻائيءَ جي گرڀ مان ڪَڇ ديش ۾ ٿيو. هن ۾ ننڍي هوندي کان ئي اوتاري لڪشڻ هئا. سنتن جي سنگ ۾ تيرٿن جون ياترائون ڪيائين ۽ ساڌنائون ڪيائين ۽ رچي لعل ٿي ويو. پوءِ آخر ۾ ڪَڇ ۾ ڀُڄ شهر پرسان درنگڌور گام ۾ اچي رهيو ۽ اُتي اچي ڏاڏا ميڪرڻ ڪاپڙي سنت کي گرو ڪيائين. جنهن آڳيا ڪيس ته تون هاڻي ''پارو فقير'' نه پر ''پارو ڏيو'' آهين ۽ مهو پٽڻ ڳانوَ (ٿر) سنڌ ديش ۾ رهه ۽ ڌرم جو پرچار ڪر. اُتي هن ڪرامتون ڏيکاريون. آخر ۾ هن چيو ته پنجئين تي ڌام وڃڻ چاهيان ٿو. هري اوم چئي شانت ٿي ويا. سندن ديهه مان چمڪات نڪري اُتي ٻيٺل ڄار جي وڻ ۾ سمائجي ويو. جتي هر سال ميلو لڳندو آهي. ونگي ڳوٺ وارا ڇڙي کڻي هت ايندا هئا.

**۳۱. سنت ٽيئونرام جي ڏڀ-** سنت ٽيئونرام جو جنم شهر ڪنڊڙو تعلقي هالا ۾ ٿيو ۽ رهندو به اُتي ئي هو. هنکي اوچتو ويراڳ لڳو، سو پراڻن هالن ۾ ماستر آسورام برهم کتريءَ کي اچي گرو ڪيائين. ماستر آسورام صوفي هو، تنهنڪري هن سنت ٽيئون رام کي ڀڳتيءَ جو صوفي طريقو سيکاريو. هي ڪجهه وقت اُتي رهي ٽنڊي آدم آيو. شهر جي ٻاهرئين پاسي هڪ واريءَ جي ڏڀ تي پنهنجو آستان بنايو. ڌيري ڌيري ٻيون به جڳهيون جوڙايون ۽ آستان جو عاليشان روپ ٿي ويو. سنت ٽيئون رام صوفي طريقي سان بندگي ڪندو هو، اُن ۾ ڪي رسمون مسلمانن جون هيون. سي ٽنڊي آدم جي ڪن هندن کي اِهو طريقو پسند نه هوندو، سي هن جي جهوپڙين کي باهيون ڏيئي ويندا هئا. اهڙا ٻه ٽي واقعا ٿيا پوءِ ڪن جي صلاح تي ٽيئون رام مسلمانڪو بندگيءَ جو طريقو بدلايو ۽ هندو رستو اختيار ڪيو، تڏهن وڃي شانتي ٿي. هن ڏڀ تي روز ستسنگ ٿيندو هو، چڱي اِنداز ۾ ماڻهو ايندا هئا. ٻاجهر جي ڍوڍي ۽ ڦودني جي چٽڻيءَ جو پرساد وراهيو ويندو هو. هرسال اُتي ميلو



لڳايو ويندو هو. سندس چولو ڇڏڻ بعد سنت جو چيلو سوامي سروانند گاديءَ تي وينو. پاڪستان ٿيڻ بعد جئپور ۾ اچي آستان ٺاهيو جو ''ٽيئونرام جي ڏڀ'' يا ''پريم پرڪاش آشرم'' جي نالن سان ڪوٺبو آهي. هر سال ميلو لڳندو آهي.

**۳۲. ڀيراني شهر ۾ سنت مينگهورام جي درٻار-** ڀيراني تعلقي شهدادپور ضلعي نوابشاه ۾ سنت مينگهورام جي درٻار ۽ سماڌيون آهن. هن جو سنڀاليندڙ سنت آلورام هو جو اُهو به پورو سنت هو. روزانو رات جو ڪٿا يا ستسنگ ٿيندو هو. هي آستان سنت مينگهورام جو سڏبو هو. هن مندر ۾ روزانو رات جو ستسنگ ٿيندو هو ۽ هر سال ميلو لڳندو هو. ٻڌڻ ۾ آيو ته پاڪستان ٿيڻ بعد ڪن پناهگيرن آستان ڊاهڻ ۽ قبضو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر سنت مينگهورام هنن کي اهڙيون ڪرامتون ڏيکاريون، جو هُو ڊاهڻ بند ڪري آستان ڇڏي ويا.

**۳۳. هنس نرواڻ جو آستان-** سنت هنس نرواڻ جو آستان شهر ٽنڊي جان محمد ضلعي ٿرپارڪر ۾ ريڻ ڍوري جي ڀيٽ تي آهي. هتي روز سنت هنس نرواڻ ستسنگ ڪندو هو ۽ اُتي ڪيترائي شرڌالو ستسنگ ٻڌڻ ايندا هئا. هن سنت جا ڪئين چيلا هوندا هئا، خاص ڪري شيڊيول ڪاسٽ وارا گهڻا چيلا هئس.

**۳۴. ميهڙ ۾ درٻار. ۳۵. قنبر ۾ درٻار. ۳۶. شاداني درٻار.** حيات پتافي ۾ هي ٽيئي درٻاريون به مشهور هيون.

**۳۷. لعل جو مندر-** ڪراچيءَ ۾ منهوڙي ٻيٽ تي لعل جو مندر يعني دريا شاه جو مندر هو، اُتي ڪئين ياتري درشن ڪرڻ ايندا هئا ۽ هر سال ميلو لڳندو هو.

**۳۸. گوڌر جو ٺاڪر ڊُوارو-** اٽڪل ۲۵۰ سالن جو هي ڌرمي آستان حيدرآباد سنڌ ۾ قلعي جي اُتر ۾ حافظ گهٽيءَ ۾ هو. هي بيراڳي سمپردايه جو هو جو سڀ کان جهونو آستان آهي. هن ۾ ڀڳوان رامچندر جي پوڄا ٿيندي هئي.

**۳۹. راڄ گهاٽ درٻار-** راڄ گهاٽ درٻار نئي ننگر ۾ هئي. هن جي استاپنا سنت ٻائي ٻالڪرام ڪئي هئي.

## ضلعي ٿرپارڪر جي شهر ننگر پارڪر جي پسگردائيءَ ۾ آستان

ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڏکڻ طرف ڪڇ جي رِڻ جي سرحد وٽ ننگر پارڪر شهر ۾ ڪارونجهار پهاڙ تي ڪيترين ئي تيرٿن جون جايون آهن، جتي ياتري ويندا آهن. پنڌ پهرين واريءَ جو پوءِ پهاڙ جو آهي. تنهنڪري مسافريءَ جي تڪليفن کي ڏسي پڪا ۽ پورن وشواسي شرڌالو ئي اوڏانهن پيرين پنڌ ويندا آهن ۽ تيرٿ آستان ڀيٽي درشن ڪري موٽندا آهن.

**۴۰. گئو مُک-** ڪارونجهر پهاڙ تي جتي ٻه چوٽيون ملن ٿيون، اُتي گئو مُک آهي. اُن مان پاڻي وهي اچي تلاءَ ۾ پوندو آهي، جتي ياتري پوتر سنان ڪندا آهن.

**۴۱. ساڙ درو-** جنهن تلاءَ ۾ گئو مُک مان پاڻي پوندو آهي، اُن کي ساڙ درو چوندا آهن. هي جل گنگا جل وانگي پوِتر ليکيو ويندو آهي. اِنڪري سرڳواسين جون هاڏيون هن ۾ وجهندا آهن ۽

ياتري سنان به ڪندا آهن. شوراتريءَ جو ميلو لڳندو هو.

۴۲. انچل سريا- انچل سريا آستان ننگر پار شهر کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي پوڙيسر ٽڪريءَ تي هڪ وڏي غفا هئي، جتي قدرتي پاڻيءَ جو چشمو هو. اُتي پاڻيءَ جو تلاءُ به آهي. اُنجي ڪناري تي انچليشور مهاديو جو قديمي مندر آهي.

۴۳. پوڙيسر- پدريشور ننگر کي پوڙيسر چوندا هئا. هي ننگر پارڪر کان ٢ ميل پري آهي، هي به تيرٿ آستان آهي.

۴۴. ويرا واه- ويرا واه پراچين ۽ قديمي شهر هو، جو هن وقت قتل ۽ زبون حالت ۾ آهي. هتي جينين جي تيرٿنڪر رکب ديو جو سنگمرمر جو پتلو اُتي اچا قائم آهي.

۴۵. گوڙي- ويرا واه کان ٨ ميل ڪن پري گوڙي ڳوٺ آهي. اُتي جيني ديوتائن جا ڏيورا هئا ۽ هڪ مَيدان ۾ پارسنات جو عاليشان مندر هو.

۴۶. ڀاري بندر- ننگر پار کان ١۴ ميل پري ويران کنڌهرن جي صورت ۾ سنڌ جو قديم بندرگاهه نظر اچي ٿو. جتي پراڻا ۽ جهونا مندر هئا، جي هينئر زبون حالت ۾ ڏسجن ٿا.

۴۷. ملير- ننگر پارڪر کان ڏهه ڪوه (يعني ويهه ميل) پري ”پالوا“ نالي هڪ ڳوٺ پيڪي سان بينو آهي، جنهن کي عمر مارئيءَ جي قصي ۾ ”ملير“ چيو ويو آهي. هت به پراڻا مندر آهن.

نوٽ: ليڪ يعني مورومل جا هينان آستان ڏنل، درشن ڪيل ۽ ميلا به ڏنل آهن.

(١) اُڏيري لعل جو جنم آستان نصرپور ۾ (٢) اُڏيري لعل جو قبو اُڏيرو لعل شهر (٣) راماپير جو آستان ٽنڊي الهيار ۾ (۴) پٿوري پير جو قبو اڪڙي پرسان (۵) راجاوير جو قبو شيخ پرڪئي ۾ (٦) راجا ڀرتري جو آستان سيوهڻ (٧) قلندر شهباز جو قبو سيوهڻ (٨) لڪي تيرٿ (٩) ساڌ ٻيلو سکر (١٠) بکري جند پير جو آستان سکر (١١) سوائي صاحب جي مڙهي شهدادپور (١٢) سِڌن جو آستان ٿوڙها لتڙن وارا (١٣) لعل جو مندر منهوڙي ڪراچي (١۴) ٿلهي وارن ساڌن جو ٿلهو ۽ سماڌيون ڪيبر (١۵) ڀڳت ڇڇلي ۽ ٻين سنتن جون سماڌيون ٽنڊو فضل (١٦) سنت ٽيئونرام جي ڏب ٽنڊو آدم (١٧) سنت مينگهورام جي دربار ٻيراڻي (١٨) سنت هنس نرواڻ جو آستان ٽنڊو جان محمد.

(٢) مسلمانن جون پاڪ جايون-

١. مڪليءَ جي ٽڪري- پير پٺو- شهر ننگر ٺٽي ضلع ڪراچيءَ ۾ هڪ مڪلي جي ٽڪري آهي. اُتي راجا گوپيچند، جو راجا وڪرماجيت ۽ راجا ڀرتريءَ جو ڀاڻيجو هو، اُن جو راڄ سنڌ ۾ هو. ان جي راڄڌاني ٺٽي شهر جي مڪلي ٽڪريءَ تي هئي. اُتي سنه ١٨٠١ع ۾ هڪ اولياءُ اچي رهيو جو پير پٺي جي نالي سان مشهور هو. هاڻي اُن کي پير پٺي جو آستان سڏيندا آهن ۽ اُتي ڪئين زيارتي ايندا آهن. پير پٺي جو مقبرو به اُتي آهي.

٢. سوا لک پيرن جو مُقام- سنڌ جو قديم تخت گاهه ٺٽو ننگر هو. اُتي جيڪا مڪليءَ جي ٽڪري آهي، جا ڊيگهه ۾ اٽڪل ١٠ ميل آهي جا سڄو ئي مقام وڏو ۽ جهونو آهي. چون ٿا ته اُتي سوا لک پير پوريل آهن. زيارتي هت به ايندا آهن.



٣. شاهه عبدالڪريم بلڙي وارو- حيدرآباد ضلع جي لاڙ ڊويزن ۾ شهر جهوڪ شريف جي پرسان بلڙيءَ جو شهر آهي. اُتي هڪ صوفي خدا رسيده ڪامل درويش شاهه عبدالڪريم رهندو هو. هي وڏو زاهد ۽ عبادت مند هو. تنهن کان سواءِ وڏو شاعر به هو. هي شاهه عبداللطيف جو تڙڏاڏو هو. هن جا سوين مُريد آهن. صوفي سنت هئڻ ڪري هندو ۽ مسلمان ٻئي مڃيندا آهن. هن جو مقبرو هت آهي ۽ وڏي درگاهه آهي. هر سال هت وڏو ميلو لڳندو آهي.

۴. شهيد شاهه عنايت- جهوڪ شريف- حيدرآباد ضلع جي لاڙ ڊويزن ۾ جهوڪ شريف نالي هڪ شهر آهي، اُن کي ميران پور به چوندا آهن. ان شهر ۾ سچو پچو ڪامل ۽ پهتل درويش شاهه عنايت الله ولد مخدوم فضل الله نالي رهندو هو. هن جو متو صوفي هو، تنهنڪري هندو ۽ مسلمان ٻئي هنکي مڃيندا هئا. ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ سيد شاهه عنايت نالي ٻيو به رهندو هو جو هن درويش شاهه عنايت جو دوست هو. سيد شاهه عنايت کان ڪا خطا ٿي ويئي هئي، اُن لاءِ دهليءَ جي بادشاهه فرخ سير جي منظوريءَ سان سنه ١٧٠١ع کان ١٧١٩ع جي وچ ۾ ڪلهوڙن نالي پل ۾ درويش شاهه عنايت جو قتل ڪرايو جو مشهور درويش شاهه عنايت هو. ڪلهوڙن شاهه عنايت جي سِسي دهليءَ جي بادشاهه کي موڪلي ڏني. جا سِسي جهوڪ کان دهليءَ تائين بيت چوندي هلي. انهن بيتن کي ”بي سرنامو“ چوندا آهن. بادشاهه ٻڌي ۽ ڏسي حيرت ۾ پئجي ويو ۽ اُتي معلوم ٿيو ته هي درويش شاهه عنايت قصوروار نه آهي. پوءِ بادشاهه حڪم ڪيو ته سسي واپس ڪٽي وڃو ۽ ڌڙ سان ملايو. پوءِ سسي واپس ڪٽي اچي ڌڙ سان مِلائي اُن کي دفن ڪيو ويو. اِنڪري هنکي شهيد شاهه عنايت چوندا آهن. هنجي تُربت مٿان قُبو اَڏائي وڏي درگاهه ٺاهي ويئي آهي. هن جا سوين مُريد آهن. هن جا ڪيترا هندو به مُريد آهن. هتي هر سال زبردست ميلو لڳندو آهي ۽ ڪٿي ڪٿي جا ماڻهو ايندا آهن.

۵. شاهه عبداللطيف (ڀٽ شاهه وارو)- شاهه عبداللطيف سيد حبيب شاهه جو پٽ هو. هي ڳوٺ هالا حويلي ۾ اُڏيري لعل ريلوي اِسٽيشن کان ٦ ميل پري ضلع حيدرآباد ۾ رهندو هو. هن کي ننڍي هوندي وئراڳ لڳو، سو ڳوٺ ڇڏي هالن کان ٣ ميل اوري جهنگ ۾ هڪ واريءَ جي ڀِٽ تي اچي وينو ۽ تپسيا ڪرڻ لڳو. اُتان ڪي هندو سنياسي ساڌو اچي لنگهيا، تن کي ڇپائين ته مون کي به پاڻ سان گڏ وٺي هلو. سو اُنهن سان گڏجي هليو ويو. سنياسين سان گڏ ساري سنڌ جو سفر ڪري گجرات، ڪڇ، سوراشٽر ۽ ٻيا تيرٿ آستان ٣ سال گهمندو رهيو. پوءِ اچي ساڳيءَ ڀِٽ تي پهتا. انهن چيس ته تون منزل تي پهچي ويو آهين ۽ هاڻي اُتي ئي رهي بندگي ڪندو رهه. پٽس هنکي مڃائي شادي ڪرائي. هي اُتي عبادت ڪندو رهيو، شعر چوندو رهيو ۽ ڳائيندو رهيو. مطلب ته سنياسين جي سنگ ۾ رچي لعل ٿيل ۽ ڪامل ۽ پهتل درويش، پڪو شاعر ۽ سُنو ڳائيندڙ ٿي ويو. پوءِ هن جا مُريد ڪئين ٿيا، جن ڀٽ تي شاهه لاءِ ڪئين جايون جوڙايون. ڪجهه پنهنجي رهڻ لاءِ جايون جوڙايون ۽ ڀٽ وسي ويئي. هي قلبي شاعر هو. شعر يا بيت يا ڪافي چوندو هو ته ڪاغذ جي ٽڪري تي لکي مٽڪي ۾ وجهي ڇڏيندو هو. ڪنهن مهل سندس مُريد پرچي لکي مٽڪي ۾ وجهي ڇڏيندا هئا. شاهه جي رحلت کان پوءِ اُن ڀٽ تي دفن ڪيائونس. شاهه جي تربت مٿان غلام شاهه ڪلهوڙي

هڪ عاليشان قبو اَڏارايو، جنهن ۾ پڪن رنگن جي چٽسالي عاليشان درجي جي ٿيل آهي. ٢٠٠ سالن کان مٿي ٿي ويا آهن پر اڄ به چٽسالي ڏسڻ وٽان آهي. مريدن پوءِ مٽڪي مان چٽڪيون ڪڍي هڪ ڪتابي صورت ۾ دستخط تيار ڪيو. جنهن کي پوءِ ٻين ڇاپيو جو شاهہ جو رسالو سڏجي ٿو. ان شهر جو نالو پئجي ويو ''ڀٽ شاهہ''. (ليڪ جو قبو ڏنل، سماع ٻڌل ۽ ميلو به ڏنل آهي يعني موروملل جو). هن قبي ۾ هر جمع رات سماع ٿيندو آهي ۽ هر سال زبردست ۽ عاليشان ميلو لڳندو آهي. هزارين ماڻهو ايندا آهن. هونئن به هميشهہ زيارتي ايندا ئي رهندا آهن. وڌيڪ احوال پڙهو باب ١٢ ۾ شاعرن ۾ جريان نمبر ١٢ ۾ صفحو ٢٥٨.

٦. مخدوم نوح (هالن وارو)- مخدوم نوح ١٤٩٨ع ۾ ڄائو هو. هن جي درگاهہ شهر هالا نوان ضلع حيدرآباد ۾ آهي. درگاهہ ۽ قبو عاليشان اَڏيل آهي. هن کي ماڻهو خوب مڃيندا آهن ۽ ڪٿي ڪٿي جا زيارتي ايندا ئي رهندا آهن. اُن مخدوم جو اولاد ئي پيڙهي به پيڙهي گادي نشين ٿيندو آهي. هن جا پويان به مخدوم ئي سڏبا آهن. هر سال هڪ شاهي ميلو لڳندو آهي، جتي واپار به ٿيندو آهي ۽ ماڻهو به هزارن جي تعداد ۾ ايندا آهن ۽ زيارت ڪري ويندا آهن. مخدوم جي وفات هالا ۾ ٢٧ ذوالقعد ٩٩٨ هجري تي تحفتہ الڪرام صفحو ٣٨٥. اُن جو مطلب تہ مٿيون جنم جو سنہ غلط ٿو ڏسجي.

٧. پير عثمان رحمت شاهہ مروندي (لعل شهباز يا قلندر شهباز)- لعل شهباز سيوهڻ ضلع دادوءَ ۾ رهندو هو. هي قديمي شهر آهي، اُتي هن جي تربت مٿان عاليشان قبو اڏيل آهي. قبي جي اندر عاليشان چٽسالي ٿيل آهي. سمي گذرڻ تي چٽسالي ڪجهہ جهڪي ٿي ويئي آهي. هن درويش پنهنجون ڪرامتون ڏيکاريون، اِن ڪري ماڻهن جو هن ۾ پورو پورو صدق آهي. ڪيترن ئي پاسن کان زيارتي هت ايندا آهن. اُتي ڪي فقير به رهندا آهن، جي پاڻ کي قلندري فقير چوائيندا آهن. هت هرسال وڏو شاهي ميلو ١٨، ١٩، ٢٠ شعبان تي لڳندو آهي. هزارين زيارتي اچي ميلي ۾ شريڪ ٿيندا آهن. شعبان مهني ۾ مهيندي ملهائيندا آهن.

اُن قبي جي اندر راجا برتري اُجين واري جو به آستان آهي. ڪي چون ٿا تہ قلندر شهباز ۽ راجا برتري ساڳيو ئي درويش آهي. ڪي چون ٿا تہ قلندر شهباز برتريءَ جو اوتار هو، پر مسلمان چون ٿا تہ ٻئي الڳ الڳ درويش آهن. اُنهن بابت ڪا بہ ثابتي ڪانہ ملي سگهي آهي تہ ٻئي درويش ٻن نالن سان هڪ ئي آهن يا الڳ الڳ آهن، اِها خبر خدا کي. قلندر جي مقبري اندر اُلهندي طرف محراب ۾ لنگم ۽ يوني رکيل هوندا هئا جو مکڻ ۽ ماکيءَ جي نالي سان سڏيو ويندو هو. درگاهہ ۾ گهنڊ ۽ چڙا هندن جي مندرن وانگر ٻڌل هوندا هئا جي ماڻهو وڄائيندا هئا. ميلي ۾ مينديءَ جي رسم تاريخ ١٨ شعبان سيد ۽ ١٩ نواني يا ميراني ۽ ٢٠ جو قانوگا ڪندا آهن. قلندر شهباز جو وڌيڪ احوال پڙهو باب يارهين ۾ جريان نمبر ٦ جي قلم ٤ ۾ صفحہ ٢٠٠.

٨. لُنواري وارا پير (مسجد ۽ منارو)- حيدرآباد ضلعي جي لاڙ ڊويزن ۾ بدين شهر جي ڏکڻ طرف اٽڪل ٧-٨ ميل پري لُنواريءَ جو ڳوٺ آهي، جتي پير گهڻا رهندا آهن. چون ٿا تہ هنن جي



وڏن کي صوفي فقيرن وٽان هڪ علم حاصل ٿيو، اُن جي وسيلي زمين ۾ دفن ٿيل ڌن جي خبر پوندي هين ۽ اُهو ڌن ڪڍائي ڪڍي ويندا هئا. هنن کي اِهو وَر مليل هو تہ اِهو علم ستن پيڙهين تائين قائم رهندو، پوءِ ختم ٿي ويندو. علم جي ذريعي سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن مان پوريل خزانو ڪڍي ويا. ٽنڊي فضل ڳوٺ مان ڏؤنرن هڱورن جي قتل ماڙين مان سون جي سِڪن جون پريل ڪيتريون ئي ديگيون ڪڍائي ڪڍي ويا. هنن ۾ هڪ محمد زمان خواجا درويش ٿي گذريو آهي. هي ١٧١٣ع ۾ ڄائو هو ۽ ١٧٧٤ع ۾ رحلت ڪيائين.

لُنواري شهر ۾ هڪ شاهي جامع مسجد ۽ هڪ منارو ٺهيل آهي. پير ماڻهن کي چوندا آهن تہ هتي زيارت ڪرڻ سان اڌ حج جو ڦل ملندو آهي، اِهو ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. سچ ڇا آهي سو ڏٺي ڄاڻي. پر ماڻهو هت زيارت ڪرڻ لاءِ ايندا آهن.

٩. منگهو پير- ڪراچي شهر کان اٽڪل ١٠ ميل ڪن پري سمنڊ جي ڪناري هڪ گرم پاڻيءَ جو چشمو آهي، جنهن ۾ گندرف به پاڻيءَ ۾ گڏيل هوندو آهي، اِنڪري ئي پاڻي گرم رهندو آهي. چمڙيءَ جي بيماريءَ وارا ماڻهو ڪئين سنان ڪرڻ ايندا آهن ۽ اُنهن جون چمڙيءَ جون جيڪي بيماريون هونديون آهن، سي لهي وينديون آهن. تنهن ڪانسواءِ اُتي منگهي پير جي درگاهہ آهي. ماڻهو گرم چشمي مان سنان ڪري درگاهہ جي زيارت ڪري ويندا آهن. روز ڪئين ياتري ۽ زيارتي ايندا رهندا آهن. پر هت هرسال ميلو بہ لڳندو هو، اُتي ماڻهو جهجهي انداز ۾ ايندا آهن.

١٠. پير جو ڳوٺ - پير پاڳارو- سکر ضلعي ۾ خيرپور رياست جي سرحد لڳ سکر کان اٽڪل ١٥-٢٠ ميل پري پير جو ڳوٺ آهي، اُن کي هڪ وڏو شاهي ڪوٽ ڏنل آهي. ڪوٽ جي اندر پير پاڳارو ۽ سندس ڪٽنبي ۽ نوڪر ۽ ٻانهيون رهندا آهن. ڪوٽ جي دروازي تي پهريدار ويٺو هوندو آهي جو پير جي اِجازت ڪانسواءِ ڪوٽ جي اندر ڪنهن کي بہ اچڻ وڃڻ نہ ڏيندو آهي. جيڪو پير گاديءَ تي ويٺل هوندو آهي، اُن کي ''پير پاڳارو'' چوندا آهن. چون ٿا تہ پير پاڳاري جا نوَ لک مُريد آهن. مُريدن جو پورو پورو ويساهہ پير ۾ آهي. اُنهن مُريدن ۾ هڪ الڳ فرقو آهي، جن کي ''حُر'' سڏيندا آهن. مسلمان هت پير ڳوٺ ۾ زيارت ڪرڻ ڪارڻ ڪئين ايندا آهن ۽ اُهو ڳوٺ پاڪ سمجهندا آهن. پير جو ديدار ڪري مُنهن ڏسي ويندا آهن، اُنهيءَ کي هوُ اِها زيارت سمجهندا آهن.

١١. ٻيدل شاهہ جي درگاهہ- ٻيدل شاهہ جي درگاهہ شڪارپور شهر کان ٢ ڪوهہ پري آهي. ٻيدل شاهہ هڪ سچو ڪامل درويش ٿي گذريو آهي. ماڻهو عقيدت سان اُتي ايندا آهن ۽ زيارت ڪري ويندا آهن.

١٢. سچل سائينءَ جي درگاهہ- سچل سائينءَ جي درگاهہ خيرپور رياست ۾ درازن جي ڳوٺ ۾ آهي. سچل فقير بہ هڪ پهتل ۽ ڪامل درويش ۽ قلبي شاعر هو. هنجي درگاهہ ۾ صدق رکي ڪئين زيارتي ايندا آهن. وڌيڪ هنجو احوال شاعرن ۾ ڏسو نمبر ٢١، صفحو ٢٦٣.

١٣. سيد مهاولي شاهہ- ڳوٺ ٽنڊو فضل تعلقي حيدرآباد کان ١ ميل پري اوڀر طرف سيدن جو ڳوٺ آهي. اُتي سيد مهاولي شاهہ نالي هڪ پهتل ۽ خدا رسيده درويش ٿي گذريو آهي، اُتي سندس تربت تي هڪ قبو اڏيل آهي. هن جو همعصر هندو درويش ڀڳت ڇڇلو هو، جنهن جو

احوال مٿي ڏنو ويو آهي. هي پاڻ ۾ دوست هئا ۽ فقيري رهاڻيون ڪندا هئا. هتي هرسال ميلو لڳندو آهي ۽ زيارتي چڱائي ايندا آهن.

۱۴. شهاب الدين قادري- حيدرآباد ضلعي جي لاڙ ڊويزن ۾ شهر بدين ۾ هڪ ڪامل درويش رهندو هو. هي اصل شيخ عبدالقادر جيلاني (پير دستگير) جي اولاد مان آهي. هي صوفي سنت هو تنهن ڪري هر مهني جي يارهين تاريخ ملهائيندا آهن. تنهن ڪري شهاب الدين قادريءَ کي يارهين وارو پير بہ ڪري ڪوٺيندا آهن. هنجي هت وڏي درگاه آهي. هر سال عاليشان ميلو لڳندو آهي. واپار بہ ميلي ۾ سٺو ٿيندو آهي. ڪٿي ڪٿي جا زيارتي ايندا آهن.

۱۵. سيد پني لڏو- سيد پني لڏو شهر ٽنڊي باگي ضلعي حيدرآباد جو رهندڙ هو. هي وڏو خدمت گار ۽ درويش هو. هي پکين ۽ جانورن جي بہ خدمت ڪندو هو. هي پهتل ۽ خدارسيده اِنسان هو. هن جو آستان ٽنڊي باگي ۾ ئي آهي. عقيدتمند زيارتي ايندا ئي رهندا آهن. زيارت ڪري من-مُرادون حاصل ڪندا آهن.

۱٦. جند پير- سکر وٽ سنڌو نديءَ ۾ روهڙيءَ جي سامهون بيٺ آهي، جتي جند پير جو آستان آهي، هن کي زنده پير يا جيئرو پير سڏيندا آهن. جتي اکنڊ جوت ٻرنديِ هئي. هتي هندو پوڄاري ۽ مسلمان مجاور ٻئي قومون پنهنجي نموني شيوا ڪنديون هيون ۽ ياتري بہ ٻنهي قومن جا مڃيندا هئا ۽ ايندا هئا. پر هندو پوڄارين ۽ مسلمان مجاورن ۾ اٽڪٽ ٿي پيئي، تنهن ڪري هندو پوڄارين وچي ٻيو آستان ٺاهيو ۽ هي سڄو مسلمانن جي قبضي ۾ آهي ۽ هنکي خواجا خضر چوندا آهن.

۱۷. قطب علي شاه جي درگاه- هيءَ درگاه ٽنڊي جهانيان، حيدرآباد ۾ آهي.

۱۸. فقير نصير محمد شاه جي درگاه- هيءَ درگاه جالائي شريف ۾ آهي.

۱۹. خير الدين شاه جي درگاه- هيءَ درگاه سکر ۾ آهي.

۲۰. سخي هاشم شاه جي درگاه- هيءَ درگاه شهر مٽيارين تعلقي حيدرآباد ۾ آهي. سخي هاشم شاه وڏو ڪامل درويش هو. هتي هرسال ميلو لڳندو آهي. هتي هن شهر ۾ هڪ وڏي جامع مسجد آهي. هندن جو ڌرم بدلائي مسلمان ڪرڻ لاءِ هن مسجد ۾ آندو ويندو آهي. اُنهن کي گهوڙي تي چاڙهي سرگس ڪڍي پوءِ طهر ڪرائي مسلمان ڪيو ويندو آهي. اِنڪري پهاڪو ٺهي ويو آهي تہ ”مٽيارين جو مؤت ويندي جي ويرم.“ هن شهر ۾ سيد، پير، جاموٽ، مُلان ۽ مؤلوي گهڻا رهندا آهن، تنهن ڪانسواءِ ميمڻ ۽ ڪوري بہ چڱائي رهندا آهن. هتي آڏاڻن تي گربيون جام اُڻبيون آهن.

۲۱. مخدوم بلاول جو مقبرو- هي مقبرو باغبان ۾ آهي.

۲۲. شاه حيدر جي مزار- هن جي مزار سن تعلقي دادوءَ ۾ آهي.

۲۳. مخدوم نور الله جو مقبرو- مخدوم نور الله عرف مخدوم نورنگ ذات جو سومرو، بزرگ، وڏو عالم ۽ درويش هو. ملتان وارن صاحبن پاران لاڙ لاءِ خليفو مقرر ٿيل هو. سندس مقبرو



ٽنڊي غلام حيدر تعلقي گونيءَ ۾ آهي. هن جو اولاد پاڻ کي نورنگ زاده سڏائيندا آهن.

۲۴. مخدوم فاضل شاه جي بکيرن ۾ درگاه- مخدوم فاضل شاه مخدوم عمادالدين جي اولاد مان هو. مخدوم عمادالدين محمد تغلق پاران وڙهندي ڪشلوخان سنڌ جي حاڪم هٿان شهيد ٿيو هو. مخدوم فاضل شاه ڪلان وڏي اٿالي سان پهريائين ڪشمور پهتو. پوءِ ڳوٺ ٻکيرا تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ اچي ساڪن ٿيو. سندس اولاد گذاري ويو هو، تنهنڪري پنهنجي عزيز مخدوم شهر الله ڪيبراڻي کي گهرائي پنهنجو جاءِ نشين ڪيو هئائين. اُها ٻکيرن واري گاديِ سنڌ ۾ غونٿ پوٽن پيرن جي وڏي گادي ليکجي ٿي. اڄ تائين پُشت-بہ-پُشت هلنديِ اچي ٿي.

۲۵. مخدوم عبدالله- مخدوم عبدالله اصل هندو هو. جيسلمير جي راجا جو پٽ نؤجوان راجڪمار هو، پوءِ مسلمان ٿيو يا ڪيو ويو. هن کي روحاني فيض سان حضرت بهاءِ الدين مالامال ڪري سنڌ ۾ روحانيت جي تبليغ لاءِ روانو ڪيو. هوُ پراڻن هالن ضلعي حيدرآباد ۾ اچيِ رهيو ۽ وڏو فيض بخش بزرگ ٿي گذريو. هالن پراڻن وارا پِٽيِ اُنهيءَ مخدوم عبدالله جو اولاد آهن، جن ۾ خلافت جو درجو اڄ تائين پُشت-بہ-پُشت هليو اچي.

۲٦. روحل فقير جي درگاه- روحل فقير جي درگاه ڳوٺ ڪنڌڙيءَ ۾ آهي. هي ڳوٺ خيرپور رياست ۾ آهي. هن جو وڌيڪ احوال ڏسو باب ۱۲ جي جريان نمبر ۲، شاعرن ۾ نمبر ۱۸ ۽ صفحي ۲٦۲ تي.

۲۷. نظر محمد شاه جي درگاه- نظر محمد شاه جي درگاه ٽنڊي محمد خان ضلعي حيدرآباد ۾ آهي، جتي هرسال ميلو لڳندو آهي، هزارين عقيدت مند ايندا آهن.

۲۸. مخدوم عبدالرحمان- مخدوم عبدالرحمان هندو نکر هو. بزرگ هو. هن کي عام طرح ”رام جاڳيو“ ڪري سڏيندا آهن. سندس ميلو ساماري شهر جي نزديڪ لڳندو آهي.

۲۹. وتايو فقير جو قبو- وتائي فقير جو سهڻو قبو ڪوٽ غلام شاه ڳوٺ ۾ ٽنڊي الهيار کان ۳ ميل پري تعلقي قنبر ضلعي لاڙڪاڻي ۾ آهي. ڪئين زيارتي هت ايندا آهن.

۳۰. سيد محمد شاه- هي سيد ڪڍهن ڳوٺ ٽنڊي فضل، ڪڍهن ميل ڪن پري ڳوٺ مهاولي شاه تعلقي حيدرآباد ۾ رهندو هو. هي الله لوڪ درويش هو. هنکي پيئي اُتي وهاڻي، روٽي بہ جتي آئيِ؛ پوءِ مسلمان هجي يا هندو هجي، اُتي گهريِ کائيندو هو. ڪئين ڪيس چوندا هئا تہ درويش روٽيِ کائيندا، جي چيائين ها تہ اُتي آٽي ڪارائيندا هئس. ليڪ جو ڏنل هو ۽ اسان وٽان بہ گهريِ روٽيِ کائي ويندو هو. سچو پچو درويش هو.

## ٦. تواريخي يادگار

سنڌ ۾ جيڪي تواريخي يادگار اڃا آهن، سي هيٺ ڄاڻائجن ٿا:

(۱) معصوم شاه جو منارو- معصوم شاه جو منارو سکر شهر ۾ ننڍيِ ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي. هنجيِ اوچائيِ ۱۰۰ فوٽ آهي. اڪبر مغل بادشاه معصوم شاه کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو هو. هيِ منارو اُنجي نالي سان سڏبو هو.

(٢) ميرن جا قبا- ميرن جو راڄ سنڌ ۾ سنہ ١٧٨٣ع کان ١٨٤٣ع تائين ٦٠ سال هو. هنن جي تخت گادي حيدرآباد هئي، اِنڪري جيڪي حاڪم مير يا اُنهن جا ويجها عزيز مري ويا، تن جي قبرن مٿان قبا اڏارايائون، جي اڃا قائم آهن. جيئن تہ اُنهن قبن جي پوري سنڀال ڪانہ آهي، تنهن ڪري ڏيري ڏيري ڍهندا ٿا وڃن.

(٣) ڏؤنرن هڱورن جون ماڙيون- حيدرآباد جي ڏکڻ ۾ ١٢ ميل پري ڳوٺ ٽنڊي فضل ۾ ڪنهن وقت هن شهر ۾ هڱورا ذات جا حاڪم هئا. ڳالهہ ٿا ڪن تہ هتي حاڪم وٽ پارس پٿر هو، جنهن جي ذريعي هن گهڻو ڌن ناهيو ۽ ڪٺو ڪيو. خوب محل ماڙيون ٺهرايائون. پارس لوہ کي لڳائي اُن مان سون ڪيائون. اُن جا سِڪا ٺهرائي ٽامي جون ديگيون ڀرايون. پوءِ اُهي ديگيون محل ماڙين جي اندر زمين ۾ پورائي ڇڏيائون. ماڙين جي پرسان هڪ ڪنب تلاءُ آهي. حاڪم کي ست پٽ هئا. هن خيال ڪيو تہ منهنجي مرڻ بعد مٿان پائر پارس پٿر جي ڳالهہ تان وڙهن، سو اُنهنکي سڏائي ٻيڙيءَ ۾ وهاري ڪنب تلاءَ جو سئر ڪرايائين. پوءِ وچ تلاءَ ۾ ٻيڙيءَ کي آندو ويو ۽ حاڪم ڪيسي مان پارس پٿر ڪڍي پٽن کي ڏيکاري چيو تہ هي پارس پٿر آهي، هن کي لوہ کي گهبو تہ سون ٿيندو، سو لوہ کي لڳائي سون ڪري ڏيکاريائين. جڏهن هنن ڏٺو، تڏهن حاڪم اُهو پارس پٿر ڪٽي وچ تلاءَ ۾ اُڇلايو. چيائين تہ مٿان پارس لاءِ پاڻ ۾ وڙهو، تنهنڪري مون اُڇلايو آهي. باقي توهان لاءِ مون ايترو ڌن ڪنو ڪري ڇڏيو آهي، جي توهان جون ڪئين پيڙهيون وينيون خرچينديون ڪائينديون. آخر سمي پڄاڻا اُنهن جي حڪومت ختم ٿي ۽ پاڻ بہ مري ويا. ماڙين جي سار سنڀال ڪانہ ٿي، ڍهنديون ويئون. پوريل سِڪن واريون لنواريءَ وارا پير علم جي زور تي ڪڍي ڪڍي ويا. هينئر باقي نالي خاطر بہ ٽي ماڙيون زبون حالت ۾ بيٺل آهن.

(٤) لُنواريءَ جي پيرن جي مسجد ۽ منار- حيدرآباد ضلعي جي لاڙ ڊويزن جي بدين کان ٥-٧ ميل پري ڏکڻ ۾ هڪ ننڍو ڳوٺ ”لنواري“ نالي آهي، جتي پير گهڻا ئي رهندا آهن. هتي هڪ جامع مسجد ۽ جهونو منارو آهي. اُنهن کي وڏو مهتوَ آهي. پاڪستان ٿيڻ کان ڪجهہ سال اڳ پيرن اعلان ڪيو تہ لُنواريءَ ۾ اچي زيارت ڪرڻ بہ اڌ حج جي برابر آهي، تنهنڪري مڪي مديني ۾ حج ڪرڻ کان اڳ هتان ٿي وڃو. پر اِها ڳالهہ هنن جي ڪانہ هلي ۽ اُن کي ڪنهن وزن ڪونہ ڏنو. اُها مسجد ۽ منار تواريخي يادگار کان اُهي ڪڙا آهن. هتي هڪ درويش جي درگاہ بہ آهي، اُنجي ديدار لاءِ عقيدمند ايندا آهن. هنن پيرن کي ست پيڙهين تائين وَر مليل هو جو اُنجي علم جي زور تي زمين ۾ دفن ٿيل ڌن معلوم ڪري ڪڍي ايندا هئا. اُهو وقت ختم ٿي ويو، هاڻي هنن جي ڪانہ ٿي هلي.

نوٽ: (١) شاہ عبداللطيف جي ڀٽ شاہ (٢) مخدوم نوح جو قبو هالا نوان (٣) مهاولي شاہ جو قبو ٽنڊو فضل (٤) سخي هاشم شاہ جو قبو مٽياري؛ اِهي سڀ آستان ۽ ميلا ليکڪ مورومل جا ڏٺل ۽ درشن ڪيل آهن. سيد محمد شاہ بہ گهڻو ڏٺل هو جو رهندو ئي اسانجي ڳوٺ ٽنڊي فضل ۾ هو.

□□



:: باب پندرهون ::

# سنت، ڀڳت، درويش، پير ۽ فقير

شپ مهاپرشن جا جيوَن يادگار،
ٿا چِتائن، ڪر حياتي شاندار،
وقت جي واريءَ تي پيرن جا نشان،
ويا ڇڏي، تن تي هلڻ لاءِ، ٿيءُ تيار. -ڪشنچند ”بيوس“

سنت سنسار جا سرتاج ۽ مٿي جا موڙ آهن، هوُ پنهنجي رهڻيءَ ڪهڻيءَ سان دنيوِي منش کي پرماتما جي پاسي لڳائي، اُن ڏانهن لاڙو ڪرائين ٿا ۽ ڌرم ڪرم جو انيؤ ڪرائين ٿا. پنهنجي ستسنگ ۾ ايشور جي اُپاسنا ۾ نيائي اُنهن جو لوڪ ۽ پرلوڪ سنوارين ٿا. اُنهن جي جيون چرترن مان سچ جي سِکيا ملي ٿي ۽ گيان پراپت ٿئي ٿو. جنهن ڪري سنساري جيوَن کي مڪتيءَ جو مارگ ملي ٿو، جنهن تي هلي ۽ عمل ڪري پنهنجو نيتارو ڪن ٿا ۽ پرلوڪ پڌارجڻ تي مڪتيءَ جي پد تي پهچن ٿا. اهڙيءَ طرح سنت پاڻ تہ ڀؤساگر ترِي پار پون ٿا، پر ستسنگين کي بہ پار پهچائين ٿا.

## ١. هندو سنت ۽ ڀڳت

(الف) هندو سنت- (١) ڀڳت ڀڳوان- ڀڳت ڀڳوان جو جنم ميوارام جي گهر ۾ ڪڇ رياست ۾ مغل بادشاہ اورنگزيب جي زماني ۾ ٿيو. ميوارام ڪڇ جي امير عبدالله وٽ موديخانہ جو ڪم ڪندو هو. پئسي وارو هو. ڀڳت ڀڳوان کي شري ڪرشڻ جي زندگيءَ جو پرياو پيل هو، سو ڪڇ وقت ڳانيون چارِيائين. هڪ دفعي جهنگل ۾ ئي هڪ وڻ جي هيٺان ايڪانت ۾ ڀڳوان جي ڀڄن کي لڳي ويو. ڳانيون تہ شام جو واپس اچي ويئون ۽ پاڻ ٻارهن ڏينهن کان پوءِ واپس گهر آيو. امير جڏهن هنجو ايشور طرف لاڙو ٻڌو، سو مسلمان ٿيڻ لاءِ ڪيس چيائينس، پر هن ناڪار ڪئي. اُٽلندو امير هن جي صحبت ۾ رهي سندس شش ٿيو. ڀڳت اُپديش ڪيس تہ اِنسان کي شخصي لاڳاپا لاهي سچي سنسار کي پيار ڪرڻ گهرجي. ڀڳت کي ڀڳتيءَ طرف مائل ڏسي مائٽن ڪيس جلدي شادي ڪرائي ۽ جلد ئي ميوارام سرڳواس ٿي ويو ۽ پوءِ ڀڳت موديخانو سنڀالڻ لڳو. اُن مان ساڌو سنت ڀيا ورسندا هئا. پاٽيوارن کي شڪ پيو سو حساب سنڀاليائون تہ پاڻ نفعو ڏسڻ ۾ آين. ڪيس بہ پٽ هئا هڪ رام ٻيو ڪشن. ڀڳت ڀڳوان گهمندي جئپور آيا. مهاراجا جئسنگهہ اورنگزيب جي طابع راڄ هلائيندو هو ۽ ٻين راجائن کي ستائيندو هو. ڀڳت اُپديش ڪيس. ايشور تي ڀروسو رکي راڄ ڪر ۽ ڊڄ نہ، هوُ توکي مدد ڪندو. واپس ڳوٺ آيو، ماڻس گذاري ويئي. پوءِ پاڻ زال ۽ ٻار وٺي حيدرآباد سنڌ ۾ آيو. ١٧٤٠ع ۾ نوُر محمد ڪلهوڙو راڄ ڪندو هو. ديوان گدومل پاڻ وٽ رهايس، پوءِ اُتان ڪوٽڙيءَ ۾ آيو ۽ اچي هڪ دڙي تي وينو. اُن زمين جو مالڪ سيد ڏنل شاہ سنت وٽ آيو ۽ محسوس ڪيائين تہ مهاپرش آهي. پر ٻين مسلمانن کي اِها ڳالهہ پسند نہ پيئي سو ڀڳت کي چيائون تہ ٻنيِ

اسانجي آهي، توهين هليا وڃو. ڀڳت چين تہ دراصل هيءَ زمين منهنجي آهي ۽ اڳئين جنم ۾ هت تپسيا ڪئي هيم ۽ هينئر بہ هت رهڻ جو ويچار آهي. منهنجو چمٽو ۽ ڏوٽي هن دڙي ۾، پوريل آهي. دڙي جي کوٽائي ڪيائون تہ برابر ڏوٽي ۽ چمٽو نڪتو. پوءِ ڏنل شاهہ اُها زمين ڀڳت کي ڏيئي ڇڏي. سندس دربار دڙي تي روزانو لنگر هلندو هو. ديوان گدومل دڙي تي ڪچي عمارت ٺهرائي. ڀڳت تيرٿن تي ويو ۽ هن کي هت گرو نانڪ جون چاکڙيون مليون، سي آڻي دربار ۾ رکيائين، آخر سرڳواس ٿيو. اُهي چاکڙيون سندس پوين وٽ اجمير ۾ نواب جي ٻيڙي ۾ رام وٽ رکيل آهن.

**(۲) سڌ سوائي صاحب (ڪترِي)**- هڪ برهم ڪترِي نُڪ ڪوها سنڌ مان مارواڙ هليو ويو. هن کي هڪ ننڍو پٽ هو. ٻئي هڪ سارسوت برهمڻ جا شش ٿيا. جڏهن ڇوڪرو شاديءَ لائق ٿيو تہ ٻہ هي پٽ پيءُ ۽ ٽيون برهمڻ سنڌ ۾ آيا ۽ نصرپور ۾ اچي رهيا. پوءِ ٽيئي مُڪيءَ وٽ ويا ۽ اُنکي ٻڌايائون تہ هيءُ پيءُ پٽ برهم ڪترِي آهن ۽ نُڪ جا ڪوها آهن ۽ ڪوهن ۾ هڪ ئي رهيو آهي. برهمڻ چيو تہ توهين هنڪي پنهنجي نيات مان پرڻايو تہ نڪ وڌي قائم رهي، نہ تہ نڪ ختم ٿي ويندي. مُکيءَ پئنچ گهرايا، اُنهن چيو تہ اسانکي کهڙي خبر تہ هي برهم ڪترِي آهي ۽ نڪ جا ڪوها آهن. اُنهيءَ لاءِ برهمڻ هڪ ڪرامت سان ساک ڏني ۽ پئنچن کي وشواس ٿيو. پوءِ نياتين ڪتريءَ جي ڇوڪري لاءِ مائٽي موڪلي، مڱيو پرڻيو پوءِ لڏي اچي ڪيبرن وينا. برهمڻ تہ ڪيبرن مان واپس مارواڙ هليو ويو. هن ڇوڪري شادِي ڪئي، تنهن کي ستي پائي بہ پٽ ڄاوا. ''اڄ ننڍا سيان وڏا'' اچي ۱۰-۱۲ سالن جا ٿيا. هي ٻئي ڇوڪرا صورت توڙي سيرت ۾ سندر هئا، تنهن ڪري هڪ جيڏا هڪ سرتا ٻيا ڇوڪرا سڀ هنن کي چاهيندا هئا، گڏجي رانديون ڪندا هئا. هڪ ڏينهن هنن جي هڪ ڇوڪري کي آگ ڏيڻ رهجي ويئي جو سڄ لهي ويو. چيائونس تہ آگ سپاڻي ڏجان. صبوح ٿيو تہ ٻيا سڀ ڇوڪرا راند جي ميدان تي آيا پر جنهن تي آگ ڏيڻ رهيل هئي سو ڪونہ آيو. سو هي ٻئي ڀائر اُنجي گهر ڪوٺڻ لاءِ ويا. مائٽن کان پڇيائون تہ فلاڻو ڇوڪرو ڪٿي آهي؟ هنن پڇيو ڇو؟ چيائون تہ اسانجي هن وٽ آگ رهيل آهي، سو هلي ڏي. اُهو ڇوڪرو تہ مري ويو هو. سو مائٽن هنن کي ڪو بهانو بنائي واپس وڃڻ لاءِ چيو. پر هنن چيو تہ اسين اِئين ڪونہ ونداسين، اسان کي هلي آگ ڏي. آخر مائٽن چيو تہ اهو ڇوڪرو مرِي ويو آهي، سو توهان کي ڪٿان آگ ڏيندو. هنن چيو تہ اسانجي آگ ڏيڻ کان سواءِ مري ڪيئن ويندو. اسان کي هلي ڏيکاريو. مائٽن چيو، ''مُئا بہ ڪڏهن مسڻ مان موٽيا آهن.'' پر هي ضد ٻڌي بيٺا. آخر ٻنهي ڀائرن کي ان مري ويل ڇوڪري وٽ وٺي آيا ۽ مُنهن تان ڪپڙو لاهي هنن کي ڏيکاريائون. تڏهن هڪ ڇوڪري مري ويل جي هٿ کي پڪڙي چيو تہ ڀائي اُٿ هلي آگ ڏي تہ اُهو ڇوڪرو ٽپ ڏيئي اُٿيو ۽ هنن سان گڏجي هليو ويو. مائٽ ۽ ٻيا حاضر ماڻهو اِهو ڏسي تپرس ۾ پئجي ويا. رودن ڦري خوشيءَ ۾ ٿيو. چيائون تہ هي ڇوڪرا ڪي ايشور جو اوتار آهن. اِها ڳالهہ ملڪ ۾ پکڙجي وئي، سو هڪ نياتيءَ هنن ٻنهي ڇوڪرن لاءِ واڌائي موڪلي ۽ ڇوڪرا مڱيا. جڏهن شادِيءَ لائق ٿيا تہ پرڻائڻ جي ڳالهہ نڪتي. پر ٻنهي ڇوڪرن مائٽن کي چيو تہ اسان کي شادِي ڪرڻي ڪانهي ۽ سنسار ۾ ڦسڻو ڪونهي. مائٽن



ڇوڪرن کي گهڻو سمجهايو، آخر ها ڪيائون. مهورت نڪتو، شاديءَ جي تياري ٿي. ''انگ ازلي آهہ قادر جو پري ۽ نا ٽري.'' جيئن ويڌي پڙهي پوري ٿي تہ ڇوڪرا اُٿي هلڻ لڳا تہ اسان کي گهر ۾ رهڻو ڪونهي. تنهن تي سنڌن ڪُنئارين چيو تہ اسان کي بہ وٺي هلو ۽ هنن جي پنيان هلڻ لڳيون تہ انهن نوجوانن چيو تہ توهين واپس وڃو. پر هنن ورنديِ ڏني تہ اسانکي مائٽن توهان جي پنيان لاتو آهي، سو اسين واپس ڪونہ وينديوسين. جتي توهين اُتي اسين. لاچار چارئي اُتي هليا ۽ گهمندا رهيا. چوندا آهن تہ ''سنتن جي رَلي کُلهي تي، روٽي راڄ تي.'' گهمندي گهمندي هالن جي ويجهو ڳوٺ ٽوڙها لتڙين وارا ۾ اچي پهتا ۽ ڳوٺ جي ٻاهران ڪٻڙن ۾ اچي ديرو ڪيائون. اُتي وڏي سنت پنهنجي پتنيءَ کي ڦوٽو (اِلاچي) ڏنو ۽ ننڍي سنت پنهنجي پتنيءَ کي لونگ ڏنو. چيائون تہ ڪائي ڇڏيو، جي هنن ڪاڌا ۽ ٻڌايائون تہ توهان کي پٽ ڄمندا ۽ هاڻي موٽي گهر وڃو. اُتي سندس ڪنوارين چيو تہ اسان جي ۽ ٻارن جي سنڀال ڪير ڪندو تہ چيائون تہ هڪ سوانجي ۾ مري ويندي، ٻي ٽورو اڳ مرندي، پوءِ اُن جو پيٽ ڇيري ٻار ڪڍندا. ڇوڪرا پاڻيهي پيا پلبا، اُن جي چنتا توهين نہ ڪريو. پوءِ سنتن اُتي ئي جيئري زمين ۾ ٽبي هنئي. زمين ڦاٽي، هي ٻئي هليا ويا اندر زمين ۾. پوءِ زمين وري بند ٿي هڪ سريکي ٿي ويئي. پوءِ ٻنهي ڄڻين اُتان جي مٽي ڪڍي مستڪ تي لڳائي ساهرن موٽي آيون ۽ سربستي ڳالهہ ڪري ٻڌايائون. پوءِ مائٽ اُتي آيا ۽ اچي اُنهيءَ هنڌ ٻنهي جون سماڌيون ٺاهيون. سنتن جي چوڻ موجب ستي پائي ننڍيءَ کي ڇوڪرو ڄائو، جنهنجو نالو ونائڪ رکيو ۽ وڏي مري ويئي. ڪائيءَ تي پڙدو ڏياري پيٽ ڇيري ڇوڪرو ڪڍيو ويو، جنهنجو نالو ڇيهل رکيو ويو. سنڌ ۾ سنتن جي سماڌين تي هر سال ميلو لڳندو هو، ستسنگ ۽ ڀڄن ڀاءُ ٿيندو هو ۽ ماڻهو سُکائون باسيندا هئا جن جون من مُرادون پوريون ٿينديون هيون. پوءِ هنن ٻن ڇوڪرن مان نُڪ ڪُوها جو واڌارو ٿيو ۽ ايترا اُن نُڪ ۾ وَڌيا، جو ٻين نُڪن کان گوءِ ڪڍي ويا. پاڪستان ٿيڻ بعد سنہ ۱۹۴۸ع ۾ ڇيهل ڀڳت جي اولاد مان ڳاديسر ڀڳت مُورجرام بياور ۾ اچي سِڌن جو آستان بنايو. هت بہ رنگ لڳي ويا آهن، هر پونم تي ميلو لڳندو آهي ۽ ساليانو ميلو ڦڳڻ ۾ ڏوڙئي جي ٻي ڏينهن لڳندو آهي. خوب ستسنگ ۽ ڀڄن ڀاو ٿيندو آهي. پري پري کان سوَن جي تعداد ۾ شرڌالو ايندا آهن. پوءِ اُتي ڳاديسر کان ڪو رکيا ڪو ڏاڳو ڪو پڙهيل پاڻي وٺي ويندو آهي ۽ اُنهن جون آشائون پوريون ٿينديون آهن. ميلي ۾ ڀنڊارو هلندو آهي ۽ سِڌن جو روٽ بہ وراهبو آهي. هينئر سنہ ۲۰۰۴ع ۾ ڳاديءَ تي ڀڳت ايشورداس آهي.

**(۳) بابا ٿانورداس نڪر**- بابا ٿانورداس ميهڙ دربار جو چوٿون ڳادِي نشين هو. هن جو جنم ميهڙ شهر ضلع دادوءَ ۾ تاريخ ۱۸ اپريل ۱۷۸۳ع ۾ شري ڀواني مل نڪر جي گهر ٿيو. ننڍي هوندي هن کي اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ وهاريو ويو، پر ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ اسڪول وڃڻ ڇڏي ڏنائون. سندس پتا ميهڙ جي ٽئين ڳادي نشين بابا منگلداس جن وٽ وٺي آيا ۽ دربار ۾ ڪيس رهايائون. جنهن بالڪ کي پاليو ۽ سِکيا ڏني ۽ سنگت جي شيوا ۾ لڳايو. اُتي رڱجي لعل ٿي ويو. بابا منگلداس جي چولي ڇڏڻ بعد بابا ٿانورداس کي ئي ڳاديءَ تي وهاريو. پوءِ تہ هي ڪنن تپسيا ڪرڻ لڳا ۽

سندس پيشانيءَ مان روحاني نور چمڪڻ لڳو. هن ڪيترين ئي ڪرامتون ڏيکاريون، لوڪن جو پورو وشواس ۽ شرڌا هن سنت ۾ هئي. هي ۸۷ ورهين جي عمر ۾ سنه ۱۸۷۰ع ۾ سنسارِي چولو تياڳي برهم لين ٿي ويا.

(۴) ڀاڀو نارگ برهم ڪترِي- ڀاڀي نارگ جو جنم ڳوٺ جروار تعلقي ٽنڊو الهيار برهم ڪترِي ذات جي نُڪ ڏوڙ ۾ اٽڪل ۲۰۰ سال ڪن اڳ ٿيو. پوءِ سندس پتا ٽوري پنڊ تي ڳوٺ سيدن ۾ وڃي رهيو. هن جو ننڍي هوندي ئي پڳوان جي ڀڳتيءَ ڏانهن لاڙو هو. هي اجا ننڍو ئي هو ته سندس ماتا پتا سرڳواسي ٿي ويا ۽ ڏاڏيءَ نپائي وڏو ڪيو. هي ڀهراڙين مان تاندڻي ڪٽي ايندو هو ۽ ڇاپي رڱي ڏيئي پئسا وٺي ايندو هو. هي ڇا ڪندو هو جو رڱ چلهه تي چرُوُن چاڙهي، اُن ۾ رڱ وجهي بنا ڇپي ڪورا ڪپڙا وجهندو چوندو ويندو هو ته هيءَ فلاڻي جي رجائي اٿئي، هيءَ فلاڻي جي پٽراڻي اٿئي، هي فلاڻي جو بُجڪو اٿئي، جڏهن رڱي چرونءَ مان ڪڍندو هو ته برابر ڇپجي رڱجي تيار ٿي نڪرندا، جيڪو نالو ورتو هئائين، سوئي ننگ اهڙو ئي تيار ٿي نڪتو. تنهن تي ڏاڏيءَ چيس ته ڪرامت نه ڏيکار ۽ وڃي نوڪري ڪر. سو هڪ مسلمان ڪتيءَ وٽ پگهار تي بيٺو. ڪتي هنجي ڪم مان تمام گهڻو خوش ٿيو. هن جي گهر ۾ هڪ نوجوان سهڻي شاديءَ لائق ڌيءَ هئي. سو هڪ ڏينهن ڪتيءَ جي زال کي دل ۾ خيال ٿيو ته منهنجي ڌيءَ هاڻي ساماڻي آهي ۽ نارگ به سهڻو نؤجوان ۽ سلڇڻو آهي، سو هنن جي جوڙي ڏاڍي سٺي نهندي. پر مڙس کي ڪيئن چوي، سو وجهه پئي ڳولهيائين. هڪ ڏينهن ڪتيءَ ڌيءَ کي چيو ته وڃ نارگ جي پنيان، شڪل ننگ ڏينديءِ، سي ڪٽي اچي. ڪتيءَ جي زال هي اکر ٻڌي چيو ته وجهه ته سٺو مليو آهي، سو رات جو مڙس کي چيائين ته تو ڏرم ته هاري چڏيو، هاڻي ڌيءَ پرڻائي ڏي نارگ کي. ڪتيءَ کي به اِها ڳالهه وڻي سو رات جو نارگ کي چيائين ته ڏس منهنجي ڌيءَ کهڙي نه سهڻي ۽ تنهن جي جوڙ جيس آهي ته تون اُن سان شادي ڪر، آءٌ توکي پرڻائي ڏيان. پر هن شاديءَ کان صاف اِنڪار ڪيو. هن رت رتي ته رات جو گهر ۾ مُلون گهرائي ٻنهي جو نڪاح پڙهائي ڇڏيان، پوءِ پاڻيهي زال سنڀاليندو. ڀاڀي نارگ کي اِن ڳالهه جي سُڌس پئجي ويئي، سو وٺي پڳو ته وات تي سندس دوست چوئٿرام گڏيس، تنهن پڇيس ته ڪيڏانهن ٿو وڃين. ورندي ڏنائينس ته هليو اچ منهنجي پنيان پوءِ تو ڳالهه ٻڌائين. سو هي ٻئي تڪڙا تڪڙا هلندي ڳوٺ کان ٻاهر نڪتا ۽ پوءِ ڊوڙندا ويا ۽ ساهيون کڻندا ويا. ڪتيءَ کي خبر پيئي سو به ۳-۴ ماڻهو ساڻ ڪري هنن جي پنيان ويا. جڏهن هي ڳوٺ چنبڙ کان ۳ ميل ڪن پري مقام وٽ پهتا ته ڏٺائون ته ڪتي ۳-۴ ماڻهو وٺيو پيو اچي. اُتي ڀاڀي نارگ زمين ۾ ڪٽي ٽٻي هنئي، ڌرتي ڦاٽي ۽ هي هليو ويو ۽ ڌرتي بند ٿي ويئي. چوئٿرام چيس ته يار مونکي به وٺي هل، سو ڌرتي وري ڦاٽي، چوئٿرام به اندر هليو ويو. ڌرتي بند ٿي ليول ۾ ٿي ويئي ته ڪتي ۽ اُهي آيل ماڻهو اِهو رنگ ڏسي عجب ۾ پئجي ويا. هنن جي ڪپڙي جو پلاند ٻاهر رهجي ويو. پوءِ هوُ موٽي ويا. رات جو مولچند منگهومل ڏاماڻي نُڪ دڙا برهم ڪترِي ٽنڊي الهيار واري کي خواب ۾ ڀاڀي نارگ ۽ چوئٿرام جو درشن ٿيو ۽ چيو ته اسان هت ڌرتيءَ ۾ ٽٻي هنئي آهي ۽ اسانجون هت



سماڌيون ٺهرايون وڃن، پر مٿن اڏاوت نه ڪجو. اُن هنڌ نشانيءَ طور به پور ڏڙيو ۽ ڪنارو رکيا هوندا. اُهي شاديءَ وقت گهوٽ جي پڙي ۾ ڪونڙيءَ واري پڙي ۾ هڻجو. صبح جو مولچند مُکيءَ کي خواب وارِي ڳالهه ٻڌائي. به چار چڻا مقرر ڪيا ويا جي سر زمين تي ويا، برابر اُهي پور مليا. پوءِ ڪتيءَ به حقيقت ٻڌائِي. پوءِ ٽنڊي الهيار جي پئنچات سماڌيون ٺهرايون ۽ هرسال ٻڌي جي چنڊ تي ميلو لڳارائيندا هئا. هن پوءِ به ڪيئن ڪرامتون ڏيکاريون. پاڪستان ٿيڻ بعد ڪيئن هنڌ هن جا ميلا لڳندا آهن. جهڙوڪ راجڪوٽ، جيتپور، بياور، اجمير، جئپور، سانگانير وغيره. هت به ماڻهن کي پِرتا مليا آهن.

(۵) ڀائو گرپت صاحب- بابا گرپت صاحب جو جنم سنه ۱۸۰۷ع ۾ ڳوٺ ڏيري صاحب (پنجاب) ۾ ٿيو. هي گرو نانڪ جي ڏهين پيڙهيءَ مان آهي، سندس نالو گرپت رکيو ويو يعني گروءَ جو پٽ. جن ڏينهن ۾ بابا گرپت جنم ورتو، اُنهن ڏينهن ۾ پنجاب ديس ۾ مهاراجا رنجيت سنگهه حڪومت ڪندو هو. تنهن کي جڏهن خبر ملي ته بابا صاحب جن سنڌ ڏانهن وڃڻ جو اِرادو ڪيو آهي، تڏهن يڪدم سنڌ جي حاڪمن ڏانهن قاصد موڪليائون ته بابا گرپت صاحب جي هر طرح خاطرِي ڪجو. مٿي تي ڪيس رکيل هئس ۽ سندس ڏاڙهي ڊگهي ۽ اڇي هئي. شڪل جا سهڻا هئا. گيڙوءَ رتو پٽڪو ٻڌندا هئا، سوڙهن پانچن وارِي سُٿڻ پائيندا هئا. بابا جن سنڌ ۾ پهرئين روهڙيءَ ۾ آيا، پوءِ خيرپور رياست ۾ شهر لقمان جي پرسان ديرو ڪيائون، جو مير علي مُراد عاليشان دربار ٺهرائي ڏنن. گهڻو ئي وقت خيرپور رياست ۾ رهيا. پوءِ حيدرآباد ڏانهن اچڻ جو اِرادو ڪيائين. پاڻ سان ۶۰-۷۰ نانگا فقير وٺي حيدرآباد ڏانهن راهي ٿيو. باَبا صاحب جن حيدرآباد ۾ پنهنجي چيلي شِوَ ديال وٽ وڃي رهندا هئا. ديوان گدومل ۽ سندس پٽ ديوان ڏيارام صاحب جن بابا صاحب جن جا سِک هئا. سندن دربار اجا تائين حيدرآباد ۾ سرِي گهاٽ جي ويجهو اڪتراءِ گهٽيءَ ۾ آهي ۽ ٻي دربار خيرپور ۾ به هئي. هي ۷۰ ورهين جي ڄمار ۾ سنه ۱۸۷۷ع ۾ جوتي جوت سمايا.

(۶) سوامي ٻڪنڊِي- سکر ۾ سنڌو نديءَ جي ٻيٽ تي جيڪو ساڌ ٻيلي جو آستان آهي، اُنجا برپا ڪندڙ ۽ وسائيندڙ سوامي ٻڪنڊِي جن هئا. هن جو جنم ۱۷۶۳ع ۾ پنڊت رامچند جي گهر ٿيو. سوامي ميلارام سنه ۱۷۷۳ع ۾ گر منتر ڏيئي کين اُداسي سمپردايه ۾ آندو. سندس نالو بالچندر مان بدلائي ٻڪنڊِي رکيو ويو. پوءِ تيرٿ ياترا ڪئي ۽ يوگ ابياس ڪيو. ۵۸ ورهين جي ڄمار ۾ سوامي جن سنڌ ۾ سنه ۱۸۲۱ع ۾ آيا. اُن وقت حيدرآباد ۾ وبا جي بيمارِي هئي. سوامي جن ڳانءِ جي کير ۾ گنگا جل ملائي منتر پڙهي ڏنو جو شهر جي چوڌارِي ڇڻڪاريو ويو ته بيمارِي غائب ٿي ويئي. هڪ سال رهي خيرپور مان روهڙيءَ آيا. سنه ۱۸۲۳ع ۾ سنڌو نديءَ جي ڀاڙِي ٻيٽ تي رهڻ لڳا ۽ نالو رکيائونس ”ساڌ ٻيلو.“ سوامي جن اُتي مندر ٺاهيو ۽ ڪيترن ئي ديوتائن جون مورتون ۽ گرو گرنٿ صاحب رکيائون. انگريز ڪليڪٽر جي مرضي ٿي ته اُن آستان تي سندس رهڻ لاءِ بنگلو ٺهرايان. پر ڏينهن جو جيڪي ٺاهين سو رات جو ڊنو پيو آهي. هڪ ڏينهن ڪليڪٽر ۽ سندس زال کي بدن ۾ اڇي سور ٿيو ته هنن کي اچي وهم پيو ته سنت جي آستاني تي بنگلو

نهرائڻ ڪري ٿيو آهي. سو ٻئي ڏينهن ڪليڪٽر سوامي جن کان معافي وٺي ساڻ ٻيلي ٻيٺواري ساري ٽڪري لکيت ۾ ڪيس ڏيئي ڇڏيائين ۽ بنگلي نهرائڻ جو خيال لاهي ڇڏيائين. پوءِ ٻنهي کي بدن مان سور لهي ويو. سوامي جن صبح جو پنهنجي پرورتيءَ مان فارغ ٿي سنان سنڌ يا پاٺ ڪري گاديءَ تي براجمان ٿيندا هئا. ستسنگ ڪندو هو، وديارٿين کي پاڙهيندو هو. مهمانن کي روٽي کارائي پوءِ پاڻ کائيندو هو. شام جو يوگ وسشٽ، رات جو پارس ڀاڳ جي ڪٿا ڪندا هئا. هڪ ڏينهن پنهنجي چيلي هر نارائڻ کي سمجهائي چيائون ته هاڻ موڪلايون ٿا. سنه ۱۸٦۳ع ۾ هري چرنن ۾ واسو ڪيائون. سندس چوڻ موجب کين جل سماڌي ڏنائون.

(۷) سنت پاربرهم (پارُو فقير) برهمڻ- پارو فقير عرف پاربرهم جو جنم شري مدوسوڌن برهمڻ جي گهر ماتا ميگهه ٻائيءَ جي گرڀ مان پوڃاگڙهه ڪڇ ديش ۾ ٿيو. هن ۾ ننڍي هوندي ئي اوتاري لکشڻ هئا. ننڍي هوندي ئي ساڌن سنتن جي سنگ ۾ هري ڪيرتن ڪندو رهندو هو. سندس ويچار سادا ۽ شڌ هئا. جيئن وڏو ٿيندو ويو، سيني وڪارن کان دور رهندو هو. من سدائين پرماتما طرف هوندو هوس. جڏهن عمر لائق ٿيو ته سندس پتا هڪ سشيل برهمڻ جي سشيل ڪنيا ”مهاسندري“ نالي سان مڱڻو ڪرايو. ڪنيا جهڙي نالي ۾ سندري، تهڙي هئي شڪل شبيهه ۾ سندر، سشيل ۽ گڻوان. جڏهن پاروءَ کي مڱڻي جي خبر پيئي ته هي دکي ٿيو. هن چاهيو ته برهمچاري رهي لوڪ شيوا ڪريان. سو هن مائٽن کان لڪي هڪ پوٽي وٺي ساهراڻي ڳوٺ ۾ ويو ۽ پچا ڪري اُن ڳوٺ ۾ اُن گهر ۾ ويو. آخر سندس مڱيتي مهاسندريءَ وٽ پهتو. هن جي مٿي تي پوٽي پائي، پيرن تي هٿ رکي پنهنجي ڀيڻ ڪيائين ۽ اُتان سڌو هنگلاج هليو ويو ۽ اُتان ٻين تيرٿن تي هليو ويو. مائٽن جڏهن اِها ڳالهه ٻڌي ته مٿ ۾ ويهي رهيا. هردوار، ڪاشي، بدري ناٿ، ڪيدارناٿ تيرٿ ڀيٽي اچي گرنار پهتو. هنگلاج مان کين هڪ ترشول مليو. گرنار ۾ يوگ ابياس ڪري سِڌي پِرائي ڪڇ ۾ آيا. ڀڄ شهر پرسان درنگ ڏور گام ۾ اُهو ترشول لڳائي اُتي ويهي رهيو. اُهو آستان ڏاڏا ميڪرڻ ڪاپڙيءَ جو هو، جنهن کي ۹۹ چيلا هئا. هن ڏاڏا ميڪرڻ کي چيو ته مونکي پنهنجو چيلو ڪريو. گروءَ به يوگيه سمجهي هن کي چيلو ڪيو. هاڻي هن کي ۱۰۰ چيلا ٿيا. اُتي پارو فقير ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون. جنهن تي گرو تمام گهڻو خوش ۽ مهربان هو پر ٻيا چيلا حسد ڪرڻ لڳا. گروءَ ڏنو ته پارو فقير اوچ پدويءَ تي پهچي چڪو آهي. ”ٻه تلوارون هڪ مياڻ ۾ ماپي نه سگهنديون.“ اِنڪري گروءَ پارو فقير کي چيو ته توکي منهنجي آگيا آهي ته تر ديس جي مهوپٽڻ ڳانوَ ۾ وڃي رهه، اُتي راول پير پاڳارو هندن کي مسلم مذهب جا اُپديش ڏيئي رهيو آهي، تون اُتي وڃي اُپديش ڏيئي هندو ڌرم جي لڄ رک. هاڻي تون ”پارو“ نه پر ”پارو ڏيوَ“ آهين. هن ترشول هڪ هنگلاج مان آندل، ٻيو گرنار کان، ٽيون ڏاڏا ميڪرڻ وٽان ٽيئي کڻي اچي ڳوٺ ويڙهي جهپ جي ويجهو ڳوٺ مهوپٽڻ ۾ پهتا. اُتي هڪ واريءَ جي پِٽ تي ترشول کوڙي ويهي رهيو. ٿورو پريان راول پير جو ڏيرو هو. اُن آستان کان شهر ڏيپلو ۸ ميل ۽ شهر مِٺي ۱٦ ميل پري آهي. پارو فقير مهوپٽڻ جي ڳوٺ ۾ غريبن، دکين ۽ محتاجن جي شيوا ڪرڻ لڳو. اُتي هڪ



چار جو ڏندڻ ڪٽي کوڙيائين جو وڏي وڏو چار جو وڻ پيدا ٿي ويو. هن جي ڪرامت جون ڳالهيون پير راول ٻڌيون. هي به شڪتيءَ وارو پير هو پر حسد ٿيس. سو چوائي موڪليائينس ته هتان هليو وڃ. پر هن ورندي ڏنس ته آءٌ ڪونه ويندس. پوءِ پارو فقير پير کي ڪجهه ڪرشما ڏيکاريا. پوءِ هن مڃيو ته هندن جو هي ٻائو به ڪو ڪلاڌاري آهي. اُن بعد پاڻ ۾ يار ٻڌجي ويا. هڪ ڏينهن پارو ڏيوَ چيو ته پانچم تي ڌام وڃڻ چاهيان ٿو. هن جو نالو هاڻي ”پارو ڏيوَ“ مان ڦري ”پاربرهم“ ٿي ويو. پوءِ پانچم ڏينهن هري اوم چئي شانت ٿي ويا. سندن ديهه مان چمڪات نڪري چار ۾ سمائجي ويو. هتي هرسال ميلو لڳندو آهي. ونگيءَ ڳوٺ وارا هت چڙي ڪڍي ايندا هئا.

(۸) سنت ٻالو ڀڳت برهم کتري- ٻالو ڀڳت ڳوٺ ٽنڊو فضل تعلقي حيدرآباد ۾ سنه ۱۸۱۵ع ڌاري برهم کتري ڪُل ۾ نُک ڇتاڪپور ۾ ڄائو هو. هي ڏسڻ ۽ رهڻ ۾ سادو هو پر اندر پورن ڀڳت هو. ننڍي هوندي کان ئي ستسنگ ڏانهن لاڙو هوندو هوس. جتي به ستسنگ ۽ ڀڄن ڀاو ٿيندو هو ته هليو ويندو هو. هي ڀائرن سان گڏ رڱائي ۽ ڇپائيءَ جو ڪم ڪندو هو. سي ڪيس چوندا هئس ته ڪم ڇڏي ستسنگ ۾ نه وڃ، پر هي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري هليو ويندو هو. هنکي جيڪو به ڪم ڏيندا هئس، سو پورو ڪري ڏيندو هو، اِنڪري ڪڇندا ڪونه هئا. هڪ ڏينهن سياري ۾ صبوح جو سويل اُتي جهنگل ويو، سو اُتي ڏنائين ته سيءَ تمام گهڻو آهي ۽ پاري پوڻ ڪري وٽن جا ڀن به سُڪي رهيا آهن. سو گهر آيو ۽ تانڊيءَ وارو تيار ٿيل مال کڻي وٽن مٿان وجهي آيو ته ٿڌ نه لڳين. جڏهن سندس ڀاءُ موهنداس اندر ڪوٺيءَ ۾ ويو ته ڏنائين ته تيار ٿيل مال جو هڪ ننگ به ڪونهي سو ٻالي ڀڳت کان پڇيائين. ورندي ڏنائينس ته ٿڌين کي ڏيئي آيو آهيان. پڇيائونس ته ڇپائيءَ جا پئسا ڪٿي آهن ته چيائين ته هل ته وٺي ڏيانوَ. سو هنکي اُت وٺي آيو، پر مال جو هڪ ننگ به اُتي ڪونه هو، سڀ ماڻهو وٽن تان لاهي کڻي ويا. پوءِ هڪ اڪ جي پاڙ ۾ هڪ ڪانيءَ ٽڪر مان ٿورو کوٽي چيائين ته رڱائيءَ جا پئسا ڏيو. ڏنائون ته اڪ جي پاڙ مان هڪ ڪسي آهي، اُن ۾ روڪ روپيه ۽ ريزو پاڻيءَ وانگر وهي رهيو آهي. پوءِ ڀائٽس کي چيائين ته کڻ رڱائيءَ جا پئسا. موهنداس پئسن جي جهول ڀري کنئي، دل ۾ چيائين ته رڱائيءَ کان ڏيڍا ٻيڻا ٿيندا. گهر اچي رڱائيءَ جو حساب ڪري پئسا ڳڻيائين ته ڪپڙي ۽ ڇپائيءَ جا پورا پئسا هئا، نه وڌيو نه ڪُٽو. اُن ڏينهن کان وٺي ڀائرن چيو ته هي پورڻ ڀڳت ۽ ڪامل درويش آهي. پوءِ هنکي ڪجهه به نه چوندا هئا. آخر ۱۰۰ ورهيه پورا ڪري وڃي پرماتما سان مليو.

(۹) سنت پارُوشاه هنسراج سونارو- سائين پارو شاه، هنسراج مل سوناري جي گهر ماتا چانڊي ٻائيءَ جي گرڀ مان سنبت ۱۸۷٦ع وڪرمي برابر سنه ۱۸۲۰ع ۾ روهڙيءَ شهر ۾ ڄائو هو. هي روهڙيءَ ۾ صوبيدار هو. شادي ڪيل هئس ۽ سندس ڌرمپتنيءَ جو نالو گنگاٻائي هو. ڪن سببن ڪري پيڪي هلي وئي. هڪ ڏينهن وائسراءِ روهڙيءَ ۾ آيو، اِنڪري هن جي ڊيوٽي سخت هئي ۽ روٽي کائڻ جو وقت به نه مليس. هنکي غيرت اچي وئي ۽ استعفا ڏنائين. پوليس ڪپتان گهڻو ئي سمجهايس ته نوڪري نه ڇڏ. ورندي ڏنائيس ته هاڻي ايشور جي نوڪري ڪندس. سو بندگي

ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويو. هڪ ڏينهن خيال آيس تہ زال سان هميشه لاءِ لاڳاپا لاهي ڇڏيان، سو ويو شڪارپور ۽ ساهرين گهر جي در تي بيهي چيائين تہ مونکي پنهنجي زال جو مُنهن ڏيکاريو. گنگا ٻائي در وٽ آئي. اُن وقت پارومل چيو تہ ”ڇڱو پلا، ماتا گنگا! اسانجي هاڻي هميشه لاءِ هري هر اٿيئي.“ اِئين چئي موٽي روهڙيءَ آيو. اُن وقت پارومل جي عمر ٢٥ سال هئي ۽ گنگا جي عمر ١٣ سال هئي. پوءِ هڪ آستان ناهي ٢٥ سال تپسيا ڪيائين پوءِ روهڙي شهر ۾ آيو. هن ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون، اِنڪري ”پارومل“ مان ”پاروشاه“ سڏيو. سوامي جن اوڌوت مارگ جا هئا. جنهن جي معنيٰ دنيا جي ماڻهن سان واسطو ڇني اِنسانن جو ويس مٽائي پاڻ کي ديواني وانگر سانگ ٻڌائي سچي آنند کي حاصل ڪن. سندس ٽي مکيہ شش هئا. هڪڙو سائين وسڻ شاه، ٻيو مِيان ارباب علي، ٽيون اوچيرام. مس قلم ۽ ڪاغذ وٽن هميشه هوندا هئا ۽ ڪجھ نہ ڪجھ پيا لکندا هئا. سندن قوت تمام ٿورو ٢-۴ تولا مس هوندو هو. نڪي حجامت ڪرائيندا هئا، نڪي بدن جي صفائي رکندا هئا. سندن بدن اڌ اُگهاڙو ۽ ڦاٽل ٽڳڙين سان ڍڪيل هوندو هو. سُڃاڻپ ۽ يادگيريءَ جا پڪا هوندا هئا. سنت کي ٿورو ڪف تپ ٿيو، سو ٿي آخر تاريخ ٢٦ جنوري ١٨٩٠ع برابر مانگهہ سُڌي ڇٺ سنبت ١٩٤٦ع پرڀات جو ۴ بجي چولو ڇڏيائون. اها رات بسنت پنچميءَ جي هئي. هينئر سندس ورسي ملهائي ويندي آهي.

**(١٠) ٿلهي وارا ساڌ (سنت ڏيالداس ۽ سنت ڏيارام)**- هنن ٻنهي سنتن جو احوال پڙهو باب چوڏهون جي جريان نمبر ٥ جي قلم ٢۴ ۽ صفحي ٣٣٢ تي.

**(١١) سنت رتن ڀڳت برهم کتري**- سنت رتن ڀڳت برهم کتري ذات ۾ هنجو جنم ڳوٺ جماليون ضلع حيدرآباد ۾ سنہ ١٨٣٠ع ۾ ٿيو. جمالين ۾ نُک چوُنچا وارا رهندا هئا. شايد سنت جي نُک چوُنچا هجي. هي پهتل ڀڳت هو. هن ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون، چو تہ ننڍي هوندي کان ئي ڀڳوان جو ڀڳت هو. سو ڀڳتي ڪندي وڏي هوندي رچي لعل ٿي ويو. ايشوَر ۾ اٽل وشواس هوس. سنتن سان سنگ ۾ گهمندو هو. ستسنگ ڪرڻ بعد ايشور سان لنو لين ۾ رهندو هو. جڏهن جوتي جوت سمايا تہ هنکي شهر تلهار ۾ گوني واه جي ڪپ تي سماڌي ڏنائون. پوءِ سندس گاديءَ تي ڀڳت ٽئونرمل چيناند چونچا کي وهاريو ويو. هو سنہ ١٩١٨ع ۾ تلهار ڇڏي الاجي ڪيڏانهن هليو ويو جنهنجو پتو ڪونہ پيو. سنہ ١٩٢٢ع ۾ سنت سوامي ليلاشاه مهراج کي گاديءَ تي وهاريو ويو جو سوامي ليلاشاه جو جنم سنت رتن ڀڳت جي آسيس سان ٿيو هو. سوامي ليلاشاه سماڌيءَ وارو آستان سٺي ڍنگ سان ٺهرايو ۽ سندس رهڻ لاءِ بہ آشرم ۽ غفا ٺهرائي. پوءِ سوامي جن بہ هي آستان ڇڏي هماليہ پهاڙ تي هليا ويا ۽ اُتي وڃي تپسيا ڪيائون. سنت رتن ڀڳت جو هر سال تلهار ۾ سماڌيءَ تي ميلو لڳندو هو. سوامي ليلاشاه جن ميلي جي ٽائيم تي هت ايندا هئا ۽ سڄو بندوبست ڪري پاڻ جهنگل ۾ هليا ويندا هئا ۽ پوءِ پنيان شيواداري پيا سنڀاليندا هئا. سوامي بہ جڏهن هماليہ پهاڙ تان لهي هيٺ رٽن ڪندا هئا ۽ تلهار ايندا هئا تہ هن ئي آشرم جي غفا ۾ رهندا هئا. آشرم جي سنڀال تلهار جا شيواداري ڪندا هئا.



**(١٢) ڀڳت ايسرداس ٽئونرمل برهم کتري**- سنت ڀڳت ايسرداس جو جنم ٽئونرمل کوها برهم کتريءَ جي گهر سنہ ١٨٣٠ع ۽ ١٨۴٠ع جي وچ ڌاري ڳوٺ ڪنب داڙو تعلقي شهدادپور ضلع نواب شاه ۾ ٿيو. ڀڳت ايسرداس جن پاڻ ۾ ۴ ڀائر هئا. هي حليم، سادو ۽ وشواسي هو. ستسنگ ۽ ڀڄن ڀاءَ جو گهڻو شوق هوس. ڪوبہ نشو نہ واپرائيندو هو. سڀ ڪنهن جي ڀلائيءَ ۾ هوندو هو. ايشور سان لُنو لڳائي لِنوَلِين ٿي ويندو هو. ڪوبہ چوندو هوس تہ ڀڳت ڀڄن تہ ٻڌاءِ، تہ اُن وقت ئي تنبورو کڻي ڳائڻ شروع ڪندو هو. هي ڀائرن سان گڏ ڇپائيءَ جو ڪم ڪندو هو. جڏهن ڪم ڇڏي ڳائيندو هو تہ ڀائر کيس ٽوڪيندا هئا. ڀڳت چين تہ مونکي ڪم وراهي ڏيو، پوءِ پورو ڪندس. ڀائر ڏسندا هئا تہ ڀڳت سڄو ڏينهن تنبورو کڻي پيو ڳائي يا سنتن سان ستسنگ وينو ڪري. ڀائر چوندا هئس تہ کڻي آ ننگ ڪم پورو ڪيو اٿيئي يا نہ؟ هي کڻي ايندو هو. ڀائر ڏسندا هئا تہ ڪم برابر ۽ سنو ٿيل آهي. هڪ ڏينهن رڱڻ جو ڏينهن آيو تہ ننگن جا چار حصا ڪيائون تہ ڪڇ ننگ وڏي پيا. هڪ چوي تہ تون ڪڻ، ٻيو چوي ٽئين کي تہ تون ڪڻ. ڀڳت چيو تہ سڀ ڏيو مونکي. سو سڀ مال ڏنائون ڀڳت کي. پاڻ ٻئي ڪم تي هليا ويا. جڏهن موٽيا تہ ڏسن تہ ڀڳت ستسنگ ۾ وينو آهي. پڇيائونس تہ رنگ رڱيئي؟ چيائين ها. ڏسن تہ سڀ ننگ رڱيا پيا آهن ۽ رنگ اهڙو، جهڙو مينهن وساڙا. پوءِ ڀائرن سمجهيو تہ هي سچو ڀڳت آهي ۽ ڪجھ ڪونہ چوندا هئس. ٻيون بہ عام ماڻهن کي گهڻيئي ڪرامتون ڏسڻ ۾ آيون. آخر سنسار ڇڏي برهم لين ٿيو. پوين سندس سماڌي ٺهرائي. ڀڳت سنہ ١٩١٥ع ۾ سنسار مان هليو ويو.

**(١٣) سنت وسڻ شاه گيانچند سونارو**- سنت وسڻ شاه جو جنم ڀائي گيانچند سوناري جي گهر هاسي ٻائيءَ جي گرڀ مان شهر روهڙيءَ ۾ سنہ فبروري ١٨۴٧ع برابر سنبت ١٩٠۴ وڪرمي ۾ ٿيو. ڇٺيءَ جو نالو ويڙهارام هوس. پر سندس گرو سنت پارو شاه ”وسڻ گهوٽ“ ڪري سڏيو. هنجو گرو سنت پارو شاه هو. گيانچند اصل رهندڙ خيرپور ميرس جو هو. پوءِ ڀاٽس سنت ڪندن مل چيس تہ هل تہ روهڙيءَ رهون. پوءِ اُتان لڏي اچي روهڙيءَ رهيا. ڀائي وسڻ شاه اپياسي ۽ ڀڳت هو. ايڪانت ۾ ويهي نام جپيندو هو. سرير جو بلڪل سنهو، قد جو بندرو ۽ سانوري شڪل جو هو. سدائين پراڻا ڪپڙا پائيندو هو. هن جو آستان سنڌو نديءَ جي ڪناري تي هو ۽ اُن ۾ ٽڪاڻو بہ هو. جنهن کي ”آسائو تڙ“ بہ ڪري ڪوٺيندا هئا. هن آستاني تي ڪيترائي ياتري ايندا هئا، ڀنڊارو سدائين چالو هوندو هو. ڀائي صاحب پاڻ هٿن سان ڪارائيندا هئا. جيڪو آستان تي ايندو هو، تنهنجي ٽهل چڱيءَ طرح ڪندا هئا. شيوا سان سندس پريم هو. سندس ٽڪاڻي ۾ انڌا مُنڊا لنگڙا ايندا هئا تہ اُنهن جو ڪاڪوس بہ پاڻ صفا ڪندو هو. شيوا، پريم ۽ ڀڳتيءَ جو روپ هو. ڪيترائي نرا آڌار، لوُلا، لنگڙا، انڌا، چريا، مست ۽ بيمار وٽن رهندا هئا، جن جي پرگهور پاڻ لهندو هو. راڳ آلاپڻ ۾ بہ رس هوندو هوس. هن ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون. اِنڪري ماڻهن هن کي ”شاه“ ڪري سڏيو. هن سنت جي بندگي، پوڄا، شيوا ۽ ڪرامتن ڪري سندس ٺاهيل هي ٽڪاڻو هڪ تيرٿ آستان ٿي ويو ۽ ياتري ۽ ٻيا جهجهي انداز ۾ ايندا هئا. شيوا بعد بدن تي هڪ ٽڪر ڌوتيءَ وانگي ويڙهيل هوندو

هوس ۽ وار هميشھ کُليل ۽ هڪ رَلي پائي وينو هوندو هو. آخر سنسار کي تياڳي تاريخ آڪٽوبر سنھ ١٨٩٤ع ۾ ديهي ڇڏيائون.

(١٤) سنت پُرسنارام (ڀاڀو پُرسن)- ڀاڀو پُرسن عرف سنت پُرسنارام جوڳيسر هٿونگي تعلقي کپري ضلع ٿرپارڪر ۾ سنت ساڌ چتارام جي ستينءَ پيڙهيءَ ۾ ساڌ پريم جيءَ جي گهر ماتا گنگاٻائيءَ جي ڪُک مان تاريخ ٢٦ مانگهھ سنبت ١٨٨٩ سنبت ۾ ٻڍر ڍهاڙي هٿونگي ڳوٺ ۾ جنم ورتو. چون ٿا تہ هي ڀهريائين ساڌ چتارام جي گرو ڏاڏي ميڪرڻ جو اوتار هو. هن کي ڀڳتي ورثي ۾ ئي مليل هئي جو سائينءَ جا وڏا منيءَ جا مشهور سنت هئا ۽ ڏاڏي ميڪرڻ صاحب جي مٿس اپار ڪرپا هئي. تنهنڪري ننڍي هوندي کان ئي سندن لاڙو ڀڳتيءَ ڏانهن هو. هي سمدرشتيءَ جي مورت هئا. ديا تہ ڪين ڪوٽان ڪوٽ ڀريل هوندي هئي، تنهن ڪانسواءِ داني پرش هئا. جڏهن ١٠ سالن جو ٿيو تہ سندس پتا کنهن پريميءَ جي دڪان تي وٺي آيو، اُنکي چيائين تہ هنکي واڻڪا اکر بہ سيکار ۽ دڪان جو ڪم بہ سيکار. ساڌ (اُهو ڇوڪر) ١٠ ڏينهن ۾ اکر سِکي ويو ۽ لکي پڙهي سگهندو هو. هي دڪان تي وينو هو تہ فقيرن جي ٽولي اچي لنگهي، تڏهن سائين جن دڪان مان ريوڙيون ۽ پتاشا ڪڍي فقيرن کي ڏنا. واڻيو ڪُڇيو ڪونہ، پر دل ۾ چيائين تہ هي ڇوڪرو منهنجو دڪان لُٽي ڇڏيندو. تنهن کان سواءِ ٻارن کي بہ شيون شگليون ڏيندو هو. ٻئي ڏينهن صبح جو واڻيو اچي دڪان جا وکر سنڀاليندو هو تہ اُهي ٻيڻا ٿيا پيا هوندا هئا. اُن تي واڻيو عجب ۾ پئجي ويو. پڙس هنکي ڳوٺ پرنگ (ڪڇ) ڏاڏي ميڪرڻ جي سماڌيءَ تي وٺي آيو ۽ اچي مٿو ٽيڪارايائين. اُتي ٻيون بہ ١١ سماڌيون هيون. هي هرهڪ جو نالو وٺندو ۽ مٿو ٽيڪيندو ويو. اُن وقت ڏاڏي ميڪرڻ جي گاديءَ تي ويٺل سنت مولجي آشيرواد ڪري ڪاپڙي مرد جو لقب ڏنو. عام طرح سائين جن کي پورو شير بہ چوندا هئا. هڪ ڏينهن پڙس چيس تہ ابا هاڻي وڏو ٿيو آهين، هاڻي پنهنجو خانداني ڌنڌو زمينداري سنڀال. هن ساڌ ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون ۽ لوڪن جي شرڌا وڌندي ويئي. هن شادي ڪئي، هنکي بہ پٽ ڄاوا (١) ساڌ کانچند (٢) ساڌ ڀاڳچند. هن پوءِ ماتليءَ جي ڀرسان گياندر ڪوسي ڳوٺ ۾ آستانو ٺاهيو ۽ اُتي پپر جي وڻ تي ١٢ سال تپسيا ڪئي. آخر هي ١١ ڦڳڻ سنبت ١٩٦٤ ۾ جوتي جوت سمايا. سماڌيءَ تي قبو اڏايو ويو، جتي هرسال ميلو لڳندو آهي. هنن ساڌن جا آستان هٿونگو، مُٺي، گياندر ڪوسو ڳوٺ ۽ ٻين هنڌ بہ هئا. پر هندستان ۾ اچڻ بعد اجمير، سانپرليڪ، جئپور، آگري، لکنؤ، گنگاپور سِٽي، ڪانپور، اُجين، ڪيرتل. جوڌپور، نندٻئي، ايٽا ۽ احمد وغيره ۾ آهن، جتي ميلا لڳندا آهن ۽ ستسنگ ٿيندا آهن.

(١٥) سنت منگهارام پريم جي برهم ڪتري- ڀڳت منگهارام جو جنم شري پريم جي گهر ماتا قيصر ٻائيءَ جي گرڀ مان برهم ڪتري ڪُل ۾ نُک پوت ۾ شهر ڏيپلي ضلعي ٿرپارڪر ۾ پونم سُڌي مانگهہ سنبت ١٩٠٠ وڪرميءَ ۾ ٿيو. هي رڱاوت ۽ ڇپائيءَ جو ڪم ڪندو هو ۽ ڀڳوان جو پوڄن بہ ڪندو هو. ”هٿ هاج ۾ دل دلدار ڏي.“ ننڍي هوندي کان ئي ڀڳتي ۽ ستسنگ ڏانهن لاڙو هوس. جتي بہ ستسنگ ٻڌندو هو، اُتي ويندو هو. هن تيجمال جيءَ کي گرو ڪيو جو براهمڻ



هو. سنبت ١٩١٨ وڪرمي کان گروءَ جي سنگ ۾ آيو جي روز ستسنگ ڪندا هئا. هن ڀهرين شاديَ سنبت ١٩٢٢ ۾ ڪئي، جنهن مان کيس هڪ ڪنيا ڄائي، جي ٻئي ماءُ ۽ ڌيءَ سنبت ١٩٢٧ ۾ گذاري ويئون. ڀڳت وري ٻي شادي سنبت ١٩٣٠ ۾ ڪئي، جنهن مان کيس ٣ پٽ ۽ هڪ نياڻي ڄائي. هڪ ڏينهن سنياسين جي جماعت آئي، جنهن چين تہ ڀڳت اسانجي روٽيءَ جو بندوبست ڪريو. ڀڳت تہ غريب هو سو هڪ ميمڻ کان پئسا اُڌارا وٺي سيڌو سامان خريد ڪري روٽي تيار ڪرائي جماعت کي کارائي. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ ميمڻ پئسا گهريا. چيائين تہ هينئر ڪونهن، بہ ٽي ڏينهن ترس. ميمڻ ترسي وري آيو. ڀڳت چيس تہ اڃا پئسا ڪونہ ٿيا آهن ۽ ڪجهہ ڏينهن ترس. ميمڻ ڪاوڙجي ڀڳت کي قسم وجهي ويو تہ پئسا ڏيئي پوءِ روٽي کائج. ڀڳت ڪوٺيءَ ۾ وڃي بنا کائڻ جي وينو. ڀڳوان کي عرض ڪيائين تہ لڄ رک. پئسن هٿ ڪرڻ لاءِ تجويز جو سوچ ويچار ڪرڻ لڳو. هوڏانهن رات جو ڀڳوان ڀڳت جو روپ ڌاري ميمڻ کي پئسا ڏيئي ويو. ٻئي ڏينهن ڀڳت پئسن جو بندوبست ڪري ميمڻ وٽ ڪڍي ويو، چيائينس تہ ڪر ليکو پئسا وٺ. ميمڻ چيس تہ پئسا رات ڏيئي وئين وري ڇو ڪڍي آيو آهين. بنديءَ ۾ صحيح ڏيکاريائينس. ڀڳت سمجهيو تہ ”ڀڳوان پاڻ ڀنڊي پيري ويو.“ پٽ پرڻائڻ ويو تہ ويڙهيءَ بعد مري ويو. جوٽس چيس تہ اسين پٽ پرڻائڻ آيا آهيون ۽ نڪي هن جو موت ڏسي روڏن ڪرڻ آيا آهيون، هاڻي جيئار پٽ کي تہ هلي خوشي ڪريون. لاچار پٽ کي جيئرو ڪيائين. ٻيون بہ ڪرامتون ڏيکاريائين. سنبت ١٩٦٨ ۾ پرلوڪ پڌاريو. پوءِ هنجي سماڌي ٺهرائي ۽ هرسال ميلو ملهائيندا آهن.

(١٦) ڀائو شيوارام - ڀائي شيوارام جو جنم برهم ڪتري ڪُل ۾ نُک ڪاراٽيلا ۾ شهر ٽنڊي الهيار ۾ سنہ اٽڪل ١٨٤٠ع ۾ ٿيو. هنجو سياءُ مانيٺو ۽ ونڊڙ هو ۽ چِڙ بہ ڪانہ هيس. اِنڪري سندس ساٿي هن کان جدا ٿيڻ ئي نہ چاهيندا هئا. هي رڱاوت جو ڪم ڪندو هو. هڪ ڏينهن رڱ جا مصالح وٺڻ لاءِ ڪوٽڙيءَ ويو، اُتي هنکي معلوم ٿيو تہ ڀائو ڏيوو صاحب اڪلا پوريءَ ڪجهہ وارا آيل آهن ۽ ڪٿا ڪري رهيا آهن. سو هي سڌو اُتي ستسنگ ۽ ڪٿا ٻڌڻ ويو، هن کي اُتي ئي وئراڳ لڳي ويو. قدرت سان ڀائو ڏيوو صاحب لانچ ۾ چڙهي روانو ٿي ويو. وئراڳ ۾ چيائين تہ هاڻ ڇا ٿيندو؟ ڀائو صاحب جن بہ دلين جا مالڪ هئا، اُنجي ديا سان شيوارام کي انيؤ ٿيو ۽ دل جي ڪلي کُلي پيئي. سو ڪوٽڙيءَ مان سڌو ڪجهہ ڏي رخ رکيائين. پنڌ ڪندي اچي اُتي پهتو، جتان گروءَ جو شهر باقي ١٠ ميل پري هو. تڏهن گروءَ کي معلوم ٿيو تہ سنڌ جو سنت اچي رهيو آهي، مگر مون کان منزل ۾ مٽي آهي. سو آس پاس اعلان ڪيائين تہ سنت کي دهلن دمامن سان وڃي آجيان ڪري وٺي اچو. اُن تي پنج هزار ماڻهو ڪٺا ٿيا ۽ دهلن دمامن سان وڏي اڳتي ويا ۽ سنت کي وٺي آيا. سنت شيوارام گروءَ جو درشن ڪري ڏاڍو خوش ٿيو. گرو بہ خوش ٿيو تہ مونکي ڀڄڙو چيلو مليو آهي. ڪجهہ وقت رهي ٽنڊي الهيار آيو ۽ ڇپائيءَ جو ڪم ڇڏي آستانو ٺاهي ستسنگ لڳائي ويهي رهيو. آهستي آهستي وڏو ٽڪاڻو ٺهي ويو. روز ستسنگ ٿيندو هو. اُهو ٽڪاڻو ليڪ (يعني مورومل) جو ڏنل آهي ۽ بہ چار پيرا ستسنگ بہ ٻڌل آهي. آخر سنت تہ ١٠٠ ورهيہ پورا ڪري نباهي ويو.

ڪترين کي چيائون تہ توهان مان ڪو گاديءَ تي وِهي، پر هي نہ ويٺا. پوءِ ڪجھ واري گروءَ جو چيلو گاديءَ تي ويٺو.

**(١٧) دانوير درويش - ڀائي مولچند مينگهراج عاج وارو-** حيدرآباد سنڌ ۾ ڀائي مولچند مينگهراج عاج وارو هڪ نرالو تاجي پيٽي سنت هو. تنهن ڪانسواءِ دل جو درياہ دانوير هو. هن جو جنم ١٩٠٧ وڪرمي سنبت برابر ١٨٥٠ع ۾ ٿيو. سندس پتا چڱو ڀاڳيو هو. هي سونارن جي گهٽيءَ ۾ عاج جو ڪم ڪندو هو. ننڍي هوندي کان ئي هنجو ايشور ڏانهن لاڙو هو. اُتي ڀائي کيمچند جي ڪوٺيءَ ۾ روز شام جو ستسنگ ٿيندو هو. هي اجا ڇوڪر ئي هو تہ ستسنگ ۾ وڃي شامل ٿيندو هو. اهڙيءَ طرح ننڍي هوندي ئي روحاني رنگ ۾ رڱجي ويو. سندس رهڻي سادي، ڳاڙو سادو، ٻولڻ گهٽ ۽ ٻڌڻ وڌيڪ هوندو هو. پنهنجي ئي ڌُن ۾ ايشور ڌيائيندو هو. سندس پتا مينگهراج ڪاٺڻ پيئڻ ۽ پهرڻ جو شوقين هوندو هو. سندس چاهنا هئي تہ سندس پٽ بہ اهڙي ڍنگ سان رهي. پر هي اهڙين سيني ڳالهين کان پري هو. مولچند ست پرش دڪانداريءَ ايمانداريءَ سان هلائڻ لڳو. نفعو گهٽ وٺندو هو، جنهنڪري گراهڪي وڌندي ويئي. هرسال سنو فائدو ٿيڻ لڳو. اِئين هن لکين روپيہ ڪمايا. سندس هٿ سدائين کليل هو، ڪوبہ گهرجائو وٺانئس واپس نہ ويو. ڪجھ ٿوران ڪجھ وڙان ڪڍي گهرڻ وارن جي گهرج پوري ڪندو هو. سندس ڪمائيءَ ۾ برڪت تهائين تيز ٿيندي ويئي. اهڙيءَ طرح هٿ نارڻ سندس نيم ۽ سڀاءُ ٻڻجي چڪا هئا. اُنهن ڏينهن ۾ هندستان جي ڪنهن نُڪر ۾ اچي ڏڪار مُنهن ڪڍيو. شهر جا ابا ڏڪار فند ڪنو ڪرڻ لاءِ شهر ۾ نڪتا هئا ۽ هن وٽ چندي وٺڻ لاءِ اچي پهتا. هن بنا ڀيءُ جي پڇئي ڪافي وڏي رقم دان ۾ ڏيئي ڇڏي. جڏهن پڻس مُرادي ڏني تہ آڳبگولا ٿي ويو. چيائينس تہ هيڏي رقم ڇاجي ڪاڻ ڏنئہ. مولچند هٿ ٻڌي نماڻيءَ سان چيو تہ هيڏي رقم ايشور جي واپار ۾ لڳائي اٿم. قدرت جا رنگ پنهنجا آهن، اُن سال فائدي ۾ بہ اوتري ڪسر پيئي. فائدو ٻيڻو ڏسي سندس پتا هاڻ سمجهيو تہ سندس پٽ رواجي اِنسان ڪونهي ۽ ڇڏي ڏنائينس. سندس ڏيڻ جو ڏانءُ بہ اهڙو، جيئن ڪنهنکي بہ سڌ نہ پوي. ڳوٿريون ٺاهي گهران نڪرندو هو ضرورتمند ڳولهڻ، اُنهن جي گهر وڃي پٽراٽين ۽ وهاڻن هينان ڳوٿريون رکي ايندو هو. ڪنهن کي فوٽو ڪڍڻ نہ ڏنائين. ڪنهن ستسنگيءَ لڪائي هڪ فوٽو ڪڍيو جو سندس مؤت ڪانپوءِ پڌرو ٿيو. اسپتال ۾ وڃي غريب مريضن جي شيوا ڪندو هو. سندس پتا جي سرڳواس ٿيڻ ڪانپوءِ سندن گهر جي جاءِ جا وڏي حويلي هئي، سا سڀڻن کي ورهائي ڏنائين ۽ پاڻ هڪ ڪوٺيءَ ۾ رهڻ لڳو. هن دانوير جون کهڙيون ڳالهيون ڪجن. سندس ڪوٺيءَ تي هروقت سفيد چادرون ۽ پيشگيرن جون پيٽيون پريون رکيون هونديون هيون. اناج جون ڳوٿيون، داليون ۽ گيهہ جا دٻا وٽس هميشهہ موجود هوندا هئا ۽ اُهي گهرجائو ودوائن وغيره کي ڏيندو هو ۽ گهرج سارو راشن بہ ڏيندو هون. هي سڀ ڪم گُنگ ٻوڙ ۾ پيو هلندو هو، لوڪن کي لڪ پوڻ نہ ڏيندو هو. سفيدپوشن کي گهر ويٺي پهچائيندو هو. صبح جو اسپتال ويندو هو پوءِ اچي ڪم ڪار کي لڳندو هو، شام جو ستسنگ ۾ ويندو هو. سنہ ١٨٩٩ع ۾ ڪڇ ۾ اچي سخت ڏڪار پيو.



ڀائي مولچند ٻاجهري ٦ روپين مڻ خريد ڪري، ٣ روپين مڻ وڪي، جنهن ۾ هنجا ٣٦ هزار روپيہ لڳي ويا. هي ١٥ پوہ سنبت ١٩٩٠ وڪرمي برابر سنہ ١٩٣٣ع ۾ جوتي جوت سمايا. سندس ارٿيءَ سان حشام ماڻهن جا هندو سِک مسلمان ۽ زالون ۽ ٻار شمشان ڀوميءَ تائين هليا. سيني جون اکيون آليون هيون.

**(١٨) ماستر نيڀراج-** درويش نيڀراج جو جنم سنہ ١٨٥٩ع ۾ ڀاٽيا ڪُل ۾ ٿيو. هي روهڙيءَ جو رهواسي هو. هي اسڪول ماستر هو پر نوڪري ڇڏي ڏنائين، تنهنڪري هنکي ماستر نيڀراج ڪري سڏيندا هئا. هو لاطمع، لاپرواہ ۽ المست راجا رهندو هو، جنهن جي بدن تي صرف هڪ لنبو چوغو پيو هوندو هو. ڪڏهن اُگهاڙو گهمندو هو. سدائين پير اُگهاڙا هوندا هئس. پر هو شاهن جو شاہ، شهنشاہ هو. دنيا کان نرالو هو. هي درويش دنيا جي وڪارن ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موہ، اهنڪار، ساڙ ۽ حسد وغيره کان مٿي پنهنجي مستيءَ ۾ مست رهندو هو. سدائين ڪجھ نہ ڪجھ چوندو رهندو هو جو ڪنهن کي سمجھ ۾ ڪونہ ايندو هو. گهڻيئي آسائتا هنجي در تي ڪاڏو، ڦل، کير، لسي، پيڙا، مٺايون وغيره کڻي ڪلاڪن جا ڪلاڪ آشائن ڀريل نگاهن سان بابا ڏانهن نهاريندا رهندا هئا، پر بابا رهندو هو پنهنجي ڌُن ۾ مگن. جيڪڏهن ڪنهن تي سچ پچ راضي ٿيندو هو تہ سندس آندل مال مان قبول بہ ڪندو هو پر هنکي ڏک هٿي ڪيندو هو. خاص ڪري زالن کي وارن کان وٺي ڌونڌاڙيندو هو. جيڪڏهن بابا جي مار جهلي تہ روپئي جا سورهن آنہ پڪ ٿي تہ آسائتي جي آس پوري ٿيندي. ليڪ (يعني مورومل) هنجو درشن سنہ ١٩٣٨ع ۾ سکر شهر ۾ ڪيو هو. هو ڪير هو؟ مست هو، فقير امير هو، مان جو شاعر شهباز هو، جنهن اڳيان هرهڪ راز اياز هو، هرڪو ناز نياز هو. واہ! سندس آواز هو، اک سندس راز هو، پلڪ سندس ساز هو- ڪير؟ اعلىٰ شير ماستر بابا نيڀراج صاحب. هي سنت تاريخ ٢٧ جون سنہ ١٩٤٩ع تي سنڌ ۾ ئي سنسار ڇڏي ويو. هينئر سندس آستان مجنو ڪاٽيبا، دهليءَ ۾ آهي.

**(١٩) سنت ڪيشوداس-** سنت ڪيشوداس شهر ٽنڊي محمدخان ضلعي حيدرآباد ۾ رهندو هو. هي پورو ويدانتي سنت هو ۽ زبردست ودوان هو. وٽس ڪئين سنڌس آستان تي وڏا مهاپرش ۽ ڪامل درويش ايندا هئا ۽ ساڻس گيان گوشٽي ڪندا هئا. هنجو گرڀائي مهراج ليکورام وينل چنبڙ تعلقي ٽنڊو الهيار وارو هو. مهراج ليکورام وڏو شاعر هو، جنهن جو ذڪر شاعرن ۾ ڪيو ويو آهي. سنت ڪيشوداس جو خاص ۽ پيارو شش سوامي ليلاشاہ مهراج پهتل ۽ پرماتما رسيدہ هو. جنهن جو احوال ٿورو اڳتي ڪيو ويندو. ٻيو شش سندس ڀاٽيو ڀڳت تلسيداس هو. تنهن ڪانسواءِ ٻيا بہ چيلا هئس. سندس سرير تياڳڻ بعد کيس سماڌي ڏني ويئي. ان بعد سڄو آستان سنت تلسيداس سنڀاليندو هو ۽ هر سال سوامي ڪيشوداس جو ميلو لڳارائيندو هو، جتي ڪٿي جا ماڻهو ايندا هئا. ميلي جي ڪم ۾ سوامي ليلاشاہ مهاراج جن بہ اچي تلسيداس ڀڳت جا مددگار ٿيندا هئا. سڄي بندوبست ٿي وڃڻ بعد سوامي ليلاشاہ اُتان نڪري قليليءَ جي ڪپ تي ڪنهن باغ ۾ نواس ڪندا هئا.

**(٢٠) سنت سوامي ليلاشاھ مهاراج-**

**”ماڻهو سڀ نہ سهڻا، پکي سڀ نہ هنج - ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ، اچي بوءِ بهار جي.“**

اهڙا هئا سوامي ليلاشاھ مهاراج، جن جي خوشبوءِ سنڌ، هند بلڪ ولائت ۾ بہ پکڙيل هئي.

سوامي ليلاشاھ مهاراج جن جو جنم برهم کتري ڪُل ۾ ٽُڪ ٽاٽاريا ۾ شري ٽوپڻداس ولد گنگارام جي گهر ماتا هيمي ٻائيءَ جي گرڀ مان ڳوٺ محراب چانڊيي تعلقي ٽنڊي باگي ضلع حيدرآباد سنڌ ۾ تاريخ ٢٣ ڦڳڻ سنبت ١٩٣٧ برابر ٢٥ مارچ سنہ ١٨٨٠ع ۾ ٿيو. هي سنت رتن ڀڳت تلهار واري جي آسيس سان جنميا هئا. تنهنڪري ننڍي هوندي ئي ڀڳتيءَ ڏانهن لاڙو ۽ ايشور ۾ وشواس هو. هن جي ماتا پتا ننڍي عمر جا ليلاشاھ جن هئا تہ پرلوڪ پڌارجي ويا. ڪيس چاچيءَ سمجهہ ٻائيءَ، جا ڏاڏي بہ ٿيندي هين، جو سوامي جن جي پتا کي پٽ ڪري پرڙايو هئائين. سوامي جن کي نپائي وڏو ڪيو. هي ان کي امان ڪري ڪوٺيندا هئا. جڏهن اٽڪل ١٢ سالن کن جا ٿيا تہ سندس چاچيءَ سندن ڦپات شري لڪومل وٽ واڻڪا اکر سکڻ ۽ هٽ هلائڻ لاءِ ڇڏيو. ٿوري وقت ۾ اکر سِکي ويا ۽ هاٽي لڪومل ليلارام (ليلاشاھ) جن کي وَکر وٺڻ لاءِ ٽنڊي باگي اُماڻيندو هو. جڏهن وکر وٺي واپس ورندو هو تہ ڏکار پوڻ سبب ڪڇ وغيره مان ڪولهي ڀيل مينگهواڙ وغيره لڏي سنڌ ۾ آيا تن جا ٻار واٽهڙن ڪان جيڪي وکر وٺي ٽنڊي باگي کان ايندا هئا، اُنهن کان ڪجهہ کائڻ لاءِ گهرندا هئا. ٻيو تہ ڪير ڪونہ ڏيندو هو. پر ليلاشاھ ڪجهہ نہ ڪجهہ انهن کي ڏيئي ڪڙيو هلڪو ڪري ايندو هو. ٻين لڪومل کي چيو تہ تنهنجو ماروٽ وکر واهي تو ڇڏي، توکي ڪُٽائيندو. جڏهن لڪومل ڇنڍي سان ڀيٽيندو هو تہ وکر پورا هوندا هئا. سو هنکي ڪجهہ بہ نہ چيائين. ليلاشاھ کي جڏهن انهيءَ ڳالهہ جي سُڌ پيئي، سو لڪومل کي چيائين تہ ڦپات هاٽي موڪلاڻي. جنهن منهنجي پٽ رکي آهي، سو وڃان ٿو اُن جي ڳولها ۾. گهر آيو. ماڻس کي چيائين تہ امان مونکي موڪل ڏي، مان برهمچاري ٿي سنت ٿيندس. گهڻي ستائڻ تي ماڻس موڪل ڏنس. پر چيائينس تہ هر سال اچي مونکي مُنهن ڏيکارج. ٻيو جڏهن آءُ مرندس تہ مونکي ڪُلهو ڏيئي اُماڻج. ليلاشاھ ٻئي شرط قبول ڪيا. پوءِ پهرين هليو ويو ٽنڊي جان محمد، جتي سندس پيڙويو شري آسنداس پهلاجراءِ ڪوها رهندو هو. اُن وٽ وڃي رهيو. پوءِ اُتي سنت نارائڻداس جي ٽڪاڻي ۾ هندي وڃي سِکيو. پوءِ اُتي هنس نرماڻ جي آستان تي مارواڙ جو سنت ودورڏير سوامي پرمانند وٽ وڃي ويدانت سکيو. ان بعد هليو ويو ٽنڊي محمد خان اُتي سوامي ڪيشوداس کي گرو ڪري وٽس رهيو. جنهن ڇڱو ويدانت پاڙهيس. هن جي سرڳواس ٿيڻ بعد هليو ويو هماليہ پهاڙ. اُتي يوگ ڪِريائون سِکي اُنهن جو ابياس ڪيائين. پهرين اُتر ڪاشيءَ ۾ تپسيا ڪري هليا ويا نئنيتال، اُتي سالن جا سال تپسيا ڪيائون. جڏهن ڪين پوُرن ساڪياتڪار ٿيو تہ پوءِ ڪڇ لهي پهاڙن تان ڪن شهرن ۾ ويندا هئا ۽ لوڪن جي ڪلياڻ واسطي ستسنگ ڪرڻ ۽ ڀلي جا ڪم ڪرڻ وغيره. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ سال ۾ اٽڪل ٢-٣ مهنا رهي چڪر هڻي وري هليا ويندا هئا نئنيتال. پاڪستان ٿيڻ بعد آديپور ۾ بہ آستان بنايائون. پوءِ ڪجهہ وقت سياري ۾ آديپور اونهاري ۾ نئنيتال ۽ ڪجهہ وقت شهرن جو چڪر هڻڻ ۽ لوڪن جو ڀلو



ڪرڻ لاءِ ويندا هئا. ڪيترين گئوشالائون، ڪنيا پاٺشالائون، ڌرمشالائون، ناري شالائون نهرايائون ۽ جاري ڪرايائون. ڪيترا ڪوہ کوٽارايائون. جن ڪوهن جو ڪارو پاڻي نڪتو، اُنهن کي مِٺو ڪيائون. سُنو ساهتيہ ڇپائي ورهيائون. ڪئين ڪرامتون ڏيکاريائون. رهڻيءَ ۾ تمام سادا، بسترو سادو، پهرڻ سادو، ڪاڏو سادو پر گيان ۾ اوچا هئا. هي سنياسي برهمچاري، يوڳي، گياني، سٺاڻي ساڌو، برهم نيشني، برهم شروتري، گئو رکشڪ ۽ ڪنيائن جو اُڌار ڪرڻ، ڏيتي ليتي بند ڪرائڻ وغيره وارا هئا. سدائين شهر جي ٻاهران جهنگل ۾ ايڪانت ۾ رهندا هئا. سندن رهڻ واري آستان تي زالن جي اچڻ جي منع هئي. پر جتي ستسنگ ڪندا هئا تہ زالن کي پيرين پوڻ بہ ڪونہ ڏيندا هئا. ”جئہ رام جي“ سندن تکيہ ڪلام هو ۽ سيني کي پاءُ ڪري ڪوٺيندا هئا. چيلا بہ ڪونہ ڪندا هئا. فقط ٥-٧ کي چيلو ڪيو هئائون. چوندا هئا تہ ”ليلاشاھ جي رَلي ڪلهي تي، روٽي راڄ تي.“ ڪوبہ مڙهي مندر ڪونہ بنايائون. ڪيس ڪئين پيئائون ملنديون هيون پر ڪونہ ڪٽندا هئا. چوندا هئا تہ ابا ڪٽي وڃي ڀلي جي ڪم ۾ لڳايو. فروٽ پتاشا وغيره اُتي ئي ستسنگ ۾ آيلن کي ورهائي ڏيندا هئا. پاڻ سان ڪوبہ پئسو پائي نہ رکندا هئا. فقط پوين سالن ۾ ڪجهہ پاڙي لاءِ پئسا رکندا هئا. سماج ۾ سنگٺن ڪرايائون. لاڙائي پائيبندن جي لاڙائي لوئر سنڌ پنچات. برهم کترين جي اکل پارت سنڌي برهم کتري پنچات سندن ئي پريرڻا سان ٺاهيون ويئون ۽ اُنهن جي سميلن ۾ ايندا هئا. هريجنن جو اُڌار ڪيائون. رڍيون سِڌيون تہ اُنهن جي پنيان پيئون ڦرنديون هيون پر هلائيندا ڪونہ هئا. تنهن هوندي بہ ڪڏهن اوچتو ئي اوچتو ڪرامتي ڪرشما ٿي ويندا هئا جي ڏسڻ ۾ ايندا هئا. ولائتن جا بہ ٣-٤ دفعا سفر ڪيائون. چوندا آهن **”ڀڳتي ڪري پاتال ۾ پرگهٽ هووي آڪاس - رجب تينون لوڪ ۾، ڇپي نہ هر ڪا داس.“** ليڪ (يعني مورومل) کي شخصي طور ڪئين ڪرشما ڏسڻ ۾ آيا. آخر تاريخ ٤ نومبر ١٩٧٣ع برابر ٨ ڪتي ٢٠٣٠ وکرمي پالنپور شهر ۾ برهم لين ٿيا. پالنپور جي ڪليڪٽر بروقت خبر ريڊيو اِسٽيشن احمدآباد موڪلي. جتان سنڌي، هندي، گجراتي ۽ انگريزيءَ ۾ براڊ ڪاسٽ ٿي ۽ سڄي دنيا ۾ خبر پهچي ويئي. پوءِ ڏوليءَ ۾ سينگاري وهاري سرگس ڪڍي آديپور ويا، جتي سنت کي سندس آشرم ۾ سماڌي ڏنائون. جنهن جي سنڀال سندس چيلو ويرپان ساگر ڪندو هو. اُن جي پرلوڪ پڌارڻ تي هاٽي ترسٽي ڪندا آهن. هر سال سندن ورسيءَ جو ميلو تاريخ ٧-٨-٩ ڪتيءَ جو ترسٽ طرفان لڳايو ويندو آهي، جتي هزارن جي تعداد ۾ سڄي هند ۽ ولائت مان ياتري ايندا آهن ۽ ٽيئي ڏينهن ڀنڊارو چالو هوندو آهي.

**(٢١) ڀائو گوبندداس-** ڀائي گوبندداس جو جنم سنبت ١٨٧٥ وکرمي برابر سنہ ١٨١٨ع ۾ ٿيو. سندس دربار شهر مانجهند ضلع دادوءَ ۾ هئي. بابا گوبندداس صاحب اُداسيءَ جو نالو پرسڌ آهي. ڪڏهن بہ ايمان جهڙي هلت ڪونہ هليا. سدائين سادا ۽ نماڻا رهيا. هنن انيڪ رِڌين سِڌين جا چمتڪاري چرتر ڏيکاريا ۽ دکين جا درد دور ڪيائون. شرڌالن جون مُرادون پوريون ڪيائون ۽ بيمارن جون بيماريون هٽارايائون. جنهن ڪري عام ۽ خاص ماڻهن ۾ سندن ڏاڍي مڃتا هئي.

سنڌس گادي نشين سوامي ڏرمداس صاحب جن جي لکايل ”گوبند چرتاولي“ حيدرآباد سنڌ ۾ سنہ ۱۹۳۴ع ۾ ڇپجي ظاهر ٿي هئي. ان ۾ شپ گڻن جا ڪئين مثال آهن. هن ۱۳ اسو سنبت ۱۹۴۲ وڪرمي برابر سنہ ۱۸۸۵ع ۾ سرير تياڳيو. هن جي ورسيءَ جو ميلو هر سال لڳايو ويندو هو، جتي سنڌ جو مشهور ڀڳت ڪنوررام هر سال ميلي ۾ ايندو هو ۽ اچي ڀڳت وجهندو هو.

**(۲۲) سوامي گرداس ڪٽ وارو-** سوامي گرداس امرتسر دربار جا شيواڌاري هئا. اُتان اچي شڪارپور ۾ ديرو دمايو. پاڻ هڪ شيشم جي ڪٽ تي وهندا هئا. سندن ڀڳتي ۽ شيوا ماڻهن موهت ٿي هڪ وڏي دربار نهرائي. اُن ۾ گرو گرنٿ صاحب رکيائون. روزانو آساديوار ۽ شبد ڪيرتن ٿيندو هو. سوَن جي تعداد ۾ شرڌالو ايندا هئا. روزانو پوڄن ٿيندو هو. اُن وقت جيڪو پنگت ۾ وهندو هو، سو ڪائي ويندو هو. سندس سرڳواس ٿيڻ بعد هنجي سماڌي نهرايائون ۽ اُن جي مٿان اُها سندس ڪٽ رکيائون. شرڌالو گهڻيئي مُرادون رکي ايندا هئا، جي پوريون ٿينديون هيون. پوءِ رامداس گاديءَ تي وينو. جيڪا آمدني ٿيندي هئي، سا ڀنڊاري ۽ غريبن جي مدد ۾ ڪم آڻيندا هئا.

**(۲۳) سنت ٽئونرمل چينومل-** سنت ڀڳت ٽئونرمل چينومل نُک ڇوُنڇا برهم کتري ڳوٺ جمالين تعلقي ٽنڊي باگي ۾ رهندو هو. هي اٽڪل سنہ ۱۸۷۹ع ۾ ڄائو هو. هن جو لاڙو ڀڳتيءَ ڏانهن هو. اُتي سنت رتن ڀڳت جو بہ برهم کتري هو، سو رهندو هو. سنت ٽئونرمل اُن سنت وٽ وڃي هن جو چيلو ٿيو. گروءَ هنکي چڱو اُپديش ڪيو ۽ هن اُن تي عمل ڪيو ۽ رچي لعل ٿي ويو. منهن مان مٺيا پيئي بکندي هئس. سندس گروءَ جي پرلوڪ پڌارجڻ بعد سندس سماڌيءَ تي تلهار ۾ گاديءَ تي وينو ۽ ايڪانت ۾ چنتن ڪندو هو. هن جون بہ ڪيتريون ڪرامتون ڏسڻ ۾ آيون. هي هر سال گروءَ جي ورسيءَ جو ميلو لڳارائيندو هو. پوءِ هڪ ڏينهن اوچتو اُتان هليو ويو، جنهنجو پوءِ پتو ڪونہ پيو تہ ڪيڏانهن ويو.

**(۲۴) سنت همت سنگهہ-** سنت همت سنگهہ شهر ٽنڊي ڄام ضلع حيدرآباد ۾ رهندو هو. ڪيس هڪ وڏي دربار هئي. هوُ هڪ وڏو سنت هو. خير جا ڪم ڪندو هو. غريبن جي نياڻين جي ڪارج ۾ گپت دان ڪندو هو. دوائون مفت ۾ وراهيندو هو. هن ڪرامتون بہ ڏيکاريون. دربار جو ڪم پاڻ پنهنجي هٿن سان ڪندو هو. دربار ۾ اندر پاڇيون پوکڻ ۽ اُنهن کي پاڻي ڏيڻ جو ڪم بہ پاڻ ڪندو هو. ڀنڊاري لاءِ پاڇين وَڍڻ جو ڪم بہ ڪندو هو. دربار ۾ ڀنڊارو بہ چالو هوندو هو. پاڪستان ٿيڻ وقت ملڪ ۾ فساد ٿيا تہ هن لباڻن سکن کي دربار ۾ اَجهو ڏيئي قاتلن کان بچايائين. هر سال ميلو لڳندو هو. هن جي جنم جي تاريخ ۽ سرڳواس ٿيڻ جي تاريخ جو پتو ڪونهي. باقي سندس ورسي ۱۰ کان ۱۲ مارچ ملهائي ويندي آهي.

**(۲۵) ڀڳت ڪنوَررام تاراچند-** ڀڳت ڪنوَررام تاراچند جو احوال پڙهو باب تيرهين جي جريان نمبر ۱ جي قلم نمبر ۲ ۾ صفحو ۲۹۰.

**(۲۶) سنت دوارڪاپوري (بم مهاديو)-** سنت دوارڪاپوريءَ جو اصل جنم جو نالو واڌومل هو. هي شري آسنداس ولد رامنداس نُک ڪوُها برهم کتريءَ جي گهر شهر ميرواه گورچاٽي ضلع



ٿرپارڪر ۾ سنہ اٽڪل ۱۸۹۸ع ۾ ڄائو هو. هي سنڌي ۷ درجا پڙهيل هو. ڪيس ڍڪ منشيءَ جي نوڪري ملي، جا تمام ايمانداريءَ سان ۽ سُٺي نموني ڪيائين. سڀ آفيسر هن مان خوش هئا. پر هنکي ايشور جي ملڻ جي تات لڳي پيئي هئي سو نوڪريءَ تان اِستعفا ڏنائين جا آفيسرن منظور ڪانہ ڪئي. هن اُن تي سڄو دفتر ڪٽي کوہ ۾ اُڇلايو ۽ پاڻ وڃي سنياس اختيار ڪيائين. اُن کي پورن وئراڳ اُتپن ٿيو. گهر ڇڏي وڃڻ لڳو. هن جي ننڍي هوندي شادي ڪيل هئي. سو سندس ڌرمپتنيءَ چيو تہ مونکي بہ ساڻ وٺي هل. سو اُن کي بہ پاڻ سان گڏ وٺي هليو ويو. پر ايشور جي جوڙ اهڙي، جو ۱۰-۱۲ ڏينهن کان پوءِ گذاري ويئي. گروءَ جي تلاش ڪيائين. پهريائين ڪُل گرو گوسوامي رامپوريءَ وٽ ويو، اُتان چوٽي گر گسائين چيتن پوريءَ وٽ ويو. پوءِ هن کي گرو ڪري مڃيائين ۽ سندس شش ٿيو. هي شوَ شنڪر مهاديو جو پوڄاري هو. انڪري ماڻهو هن کي ”بم مهاديو“ ڪري چوندا هئا. سنياس ڌارڻ کان پوءِ سندس نالو ”واڌومل“ مان ڦيرائي ”دوارڪاپوري“ رکيو ويو. پوءِ پنهنجي ڳوٺ ميرواہ مان هماليہ پهاڙ تي تيرٿ اِستانن تي وڃي تپسيا ڪيائين. ڪيئي سال تپسيا ڪرڻ بعد رچي لعل ٿي ويو. پوءِ موٽي سنڌ ۾ آيو. ڪجهہ وقت ميرواہ گورچاٽيءَ ۾ رهيو، پوءِ شهر ٽنڊو غلام عليءَ ۾ ويو. اُتي ۳-۴ سال رهي پوءِ هليو ويو خيرپور رياست ۾. اُنجي ننڍن ڳوٺن ۾ گهمندو رهندو هو. جهڙوڪ مانڌڻ، نري، بوزدار، وڏا ٽالپر ۽ جلالاٽي وغيرہ. اُتان هليو ويو گرنار طرف ضلع جهوناڳڙہ (گجرات) اُتي آس پاس ۾ رهندو هو. آخر گرنار کان ڪجهہ ميل پري شهر سورٺ ونٿليءَ ۾ آستانو ناهيو. هن ڪئين ڪرامتون ڏيکاريون. ماڻهن جو پورو وشواس ۽ شرڌا هئي. آخر اُتي ۶ ساونڻ سنبت ۲۰۱۴ برابر ۳ آگسٽ ۱۹۵۷ع پنهنجي آستان تي اِشٽ ديو جو نالو جپيندي برهم لين ٿي ويو. شرڌالن ريلوي اِسٽيشن ويجهو ڪيس سماڌي ڏني، جنهنجي شيوا ٺڪر رنگلداس ڏيرومل بولچنداڻي ڪندو آهي. هر سال ميلو لڳايو ويندو آهي. سنت دوارڪاپوريءَ جا پائٽيا ڪانپور رهندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن سماڌيءَ تي ويندا آهن. سماڌيءَ جو درشن ڪري آسيس وٺي ايندا آهن.

**(۲۷) گهنڌو گهوٽ-** گهنڌو گهوٽ هڪ سنت ڪامل هو. هنجو قبو ڳوٺ سالاري ۾ ڪنڌو شهر جي لڳولڳ هالا تعلقي ۾ آهي. هنجي سماڌيءَ مٿان قبو اڏيل آهي، جتي هر سال ميلو لڳندو هو.

**(۲۸) سنت هردارام-** سنت هِردارام (هرداس رام) سنہ ۱۹۰۶ع ۾ ڳوٺ بهان (خيرپور ميرس) ۾ جنم ورتو. هن سنت ڪٺن تپسيائون ڪري مهايوگي ۽ مها گياني سنت ٿيو آهي. هن جا ڪئين ڀلي جا ڪم چالو آهن ۽ ڪئين ڪرايا آهن. جيئن تہ اِسڪول، اِسپتالون وغيرہ. وقتن تي اکين جي آپريشنن جون ڪئمپون لڳارائيندو آهي. هن جا خاص بہ مرڪز آهن: پشڪر ضلع اجمير ۽ ٻئراڳڙہ (ڀوپال). پاڻ بہ ڪڏهن پشڪر، ڪڏهن ٻئراڳڙہ رهندو آهي. ٻنهي هنڌ سندس آشرم آهن.

**(ب) ڀڳت- (۱) چٽنراءِ بچوُمل لُنڊ (سامي)-** هن جو احوال پڙهو باب ٻارهون شاعر نمبر ۲۴ صفحو ۲۶۴.

**(۲) دلپتراءِ صوفي (دلپت)-** هن جو احوال پڙهو باب ٻارهون شاعر نمبر ۳۲ صفحو ۲۶۶.

**(٣) سائين ولائتراءِ مُنشي پرتابراءِ** - ولائتراءِ جو جنم مُنشي پرتابراءِ ڪراڙمل جي گهر شهر پراڻا هالا ضلع حيدرآباد سنڌ ۾ سنه ١٨٢٥ع ۾ ٿيو. هن جا وڏا ڪامورا ۽ ميرن جا منشي هئا. ميرن جي صاحبيءَ ۾ منشي سڏائڻ ۾ فخر سمجهبو هو ۽ منشي سِر تي ڪلنگي ڏاريندا هئا. سنڌن ڪم لکپڙه ڪرڻ ۽ ڪاروبار سنڀالڻ جو هو. ولائتراءِ کي شادي ڪرائي ويئي ۽ ڪيس تپيدار جي نوڪري ملي. نوڪري ڪندي کي چوڪون ڪيائين، جن لاءِ ڪيس پوڳڻو پيو. ان وقت هن کي گيتا پڙهندي ويراڳ لڳي ويو. وري هنکي تپيداري ملي. پر نوڪري ڪندي به ڀڳوان جو ڀڄن ڪندو رهيو. ”هٿ هاج ۾ دل دلدار ڏي“ بندگي ڪندي رچي لعل ٿي ويو. هن جون ڪيتريون ئي ڪرامتون ظاهر ٿيون. ماڻهو ڪيس ”سائين ولائتراءِ“ ڪري ڪوٺيندا هئا. ڪيترائي سنڌس شش ٿيا. هي پهرين هالن ۾ تپيدار هو، پوءِ لاڙڪاڻي ۾ ٿيو. ان بعد موٽي هالن ۾ آيو. جتي روز صبح شام ستسنگ ڪندو هو. جتي ڪئين ماڻهو ٻڌڻ لاءِ ايندا هئا. سنڌس اوطاق گويا هڪ ٽڪاڻو ۽ مُسافرخانو بڻجي ويندو هو، جو ٻاهران ماڻهو به چڱي انداز ۾ ايندا هئا. هن کي به پٽ هئا. هڪ نارائڻ راءِ ٻيو ڪيولرام. ڪنهن ڳالهه تان پٽن کان ناراض ٿي ڪن ششن سان گڏ گهران نڪري اچي پٽڻ تي پهتا. پوءِ سنڌس ٻارن کي خبر پيئي، سي ڪن پئنچن سان گڏجي اچي سائين جن کي منٿون ڪرڻ لڳا ته واپس گهر هلو. پر سائين جن نه ڪئي. چيائون ”بابا ڏيهه ڇڏڻ ۽ ڏيهي ڇڏڻ اهنجا آهن.“ پر اسين الوداع ڪري ٿا وڃون. ”هاڻي هالا ٿيندا پالها.“ ۽ ”قنبر ٿيندو عنبر.“ سچ پچ ته هالا ڦٽي ويا. سائين جن جي اولاد مان ڪوبه ڪونه رهيو ۽ پاڻ اچي قنبر ۾ رهيا. قنبر وسي ويو. تاريخ ١٥ جنوري سنه ١٨٨٧ع ۾ قنبر ۾ جوتي جوت سمايا.

**(٤) ڀڳت راسينگرام ايسرداس** - ڀڳت راسينگرام جو جنم ايسرداس وسنداڻي نُک سوميسر برهم کتري ڪُل ۾ شهر مٽياري تاريخ ٢٤ اسُو سنبت ١٨٨٢ برابر سنه ١٨٢٥ع ۾ ٿيو. ڏنڌو ڇپائيءَ جو ڪندو هو. شادي ڪئي هئائين. ننڍي هوندي کان ڀڳتيءَ ڏانهن لاڙو هوس. ٢٥ ورهين جي ڄمار ۾ ڳوٺ تنو جي وسين ۾ ڀائي پرم هنس شش ڀائي گلابداس وٽ وڃي هنکي گرو ڪيائين. هنجي نمسڪار آهي ”جئہ مهراج.“ هن کي لڳن لڳل هئي، سو روز ٣ ميل پنڌ ڪري مٽيارين کان تنو جي وسين ويندو هو. موٽي اچي ڪم کي لڳندو هو. ڳائڻ لڳو ۽ پنهنجا ڀڄن ٺاهيائين. هن جي آکه وارا ١٩٢٤ع ۾ لڏي نواب شاه ويا. هي ١٠ ڪَتي ١٩٦٥ برابر ١٩٠٨ع ۾ پرلوڪ پڌاريو. سنڌس ڪتاب ۽ ڪٽ ماڻڪ ڀڳت جي پوٽي بولچند سنپومل وٽ ديوليءَ ۾ سانديل آهن.

**(٥) سائين جيوتسنگهه شيوڪرام** - جيوتسنگهه شيوڪرام سڻناڻي جو احوال پڙهو باب ٻارهون شاعر نمبر ٤٢ صفحو ٢٦٨.

**(٦) ديوان صورتسنگهه همتسنگهه** - ديوان صورتسنگهه همتسنگهه جو احوال پڙهو باب ٻارهون شاعر نمبر ٤٣ صفحو ٢٦٨.

**(٧) ڀڳت ڪيمون يا ڪيمنداس** - ڀڳت ڪيمنداس جو جنم نُک ڏوڙ برهم کتري ڪُل ۾ ڳوٺ ڪَچَر تعلقو ميرپور ٻٺورو ۾ اٽڪل سنه ١٨٤١ع ۾ ٿيو. پوءِ اُتان لڏي اچي ڳوٺ ڪامڙيون تعلقي کونڙيءَ ۾ وينو. گهر ۾ سنڌس ماتا کان سواءِ ٻيو ڪير ڪونه هو. هن برهمچاري ٿي رهڻ جو سنڪلپ ڪيو سو برابر سڄي عمر برهمچاري ٿي رهيو. ڪپڙا اَڇا پائيندو هو. باقي پٽڪو گيڙوءَ ۾ رتل ٻڌندو هو. سياءَ جو سچار ۽ مُنهن تي سچ چئي ڏيڻ وارو هو. اِسڪول ۾ ڪونه پڙهيو. ڪترڪا اکر ڄاڻندو هو. ڪوبه ڌنڌو ڪونه ڪيائين. ڀڳوان جي ڀڳتيءَ ۽ ستسنگ ۾ وقت وَتيت ڪندو هو. راڳ جو شوقين آواز شيرين ۽ بلند هوس. ڀڄن، ڪافيون، ڏوهيڙا ۽ بيت ايترا ياد هئس، جو راتين جون راتيون کي مهنا پيو ڳائيندو هو ته ساڳيو شبد يا ڪافي ڪونه ڳائيندو هو، نئين سر نئون. گيانوان به هڪڙو ئي هو. سنڌس ماتا جي سرڳواس ٿيڻ بعد سئلاني ساڌو ٿي حياتي گذاريائين. ڪٿ هڪ رات ڪٿي به راتيون. گهمندو به پيدل هو. ٻڍاپي ۾ گڏه ورتائين، اُن تي چڙهي گهمندو هو. آخر گڏه به وڪيائين. پوءِ مسافري ڪڏهن گهوڙي ڪڏهن اُٺ تي پاڙي ڪري گهمندو هو. ڪڏهن ڪو شرڌالو گهوڙي تي چاڙهي هڪ ڳوٺ کان ٻي ڳوٺ تائين پهچائي ايندو هو. سنڌس ڀڄن به ٺاهيل اٿس. سنڌس هٿ جا لکيل ٣ ڪتاب ليکڪ (يعني مورومل) وٽس ڏٺا- ١. ڀڄنن ۽ ڪافين وغيره جو ٢. آڪاڻين ۽ گيان جي ڳالهين جو ٣. جنترن منترن جو، جي ڪترڪن اکرن ۾ لکيل هئس. جنتر منتر ڄاڻندو هو. گلي ۾ رُدراس جي مالها پيل هوندي هئس. آخر سنه ١٩٣٤ع ۾ شهر ملان ڪاتيار تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ پرلوڪ پڌاريو.

**(٨) ماستر آسورام ڏاندورام** - سنت آسورام جو جنم برهم کتري ڏاندورام نک هرگڻ جي گهر شهر هالا پراڻا ۾ سنه ١٨٥٤ع ۾ ٿيو. هن سنڌي ورنيڪيولر فائينل اِمتحان پاس ڪري ٽيچرس ٽريننگ وٺي ماستري ڪئي. هن نوڪري ڪندي ڳوٺ ڦڪن تعلقي لاڙڪاڻي ۾ هڪ صوفي مُرشد ڪيو ۽ ڀڳوان جي ڀڳتي ڪندو رهيو. شاعر ۽ حڪيم به هو. ڀڄن ڪافيون سلوڪ ٺاهيندو لکندو رهندو هو ۽ يوناني حڪمت ڪندو هو. ڪِن کي دوائون مفت ڏيندو هو ته ڪِن کي نسخا لکي ڏيندو هو. هن ٺاهيل ڀڄن ڪافين وغيره جو ڪتاب لکيو ۽ نالو ڏنائينس ”ديوان آسو“ پر ڇپايائين ڪونه. هينئر اهو ڪتاب سنڌس اولاد وٽ سانديل آهي. هي صوفي هئڻ سبب بلڙي ۽ جهوڪ شريف ويندو هو اُتي صوفين سنتن جي زيارت ڪري ايندو هو. جهڙوڪ شاه عنايت، شاه عبدالڪريم. هن جو هڪ چيلو هو، جو اڄ ڪلهه سنت ٽيئونرام ٽو ڪونجي ۽ مشهور آهي. آخر هي تاريخ ١٥ فيبروري سنه ١٩٤١ع برابر ١٨ مانگهه سنبت ١٩٩٧ وڪرمي پرلوڪ پڌاريو. سنڌس پوٽا ڪوٽا، اِندور، حيدرآباد دکن، ناگپور ۾ رهندا آهن ۽ سنڌن آکهه مان کي اڃا هالن ۾ رهندا آهن.

**(٩) سوامي ڌرمداس موٽومل** - سوامي ڌرمداس موٽومل ڳوٺ نوڙها تعلقي قنبر ضلع لاڙڪاڻي ۾ تاريخ ٢٠ چيٽ سنبت ١٩١٢ وڪرمي برابر سنه ١٨٥٤ع تي ڄائو هو. پر سنڌس پتا هن جي ڄمڻ کان اڳ ئي سرڳواس ٿي ويو. ڀائيوار پيسا ڦٻائي ڪونيون ڪُٽائي ويا. جڏهن ڌرمداس وڏو ٿيو، سيٺ بسنترام ميٺن واري سان ڀائيواري ڪري دڪان کڏيائين. ڌنڌو وڌي ويو. هي روز پرڀات جو آشرم ۾ ستسنگ ٻڌڻ ويندو هو. سنت نيپورام شش سنت وسڻ شاه کان گر منتر وٺي ڀڄن ڪرڻ لڳو. ٦ سال نوڙهن ۾ رهيو. ١٨٦٠ع ۾ ڳوٺ مينهين جي ڪاهي ۾ رهيو. ٦ سال رهي ١٨٦٦ع ڳوٺ

ميروخان ۾ رهيو. جڏهن ٢٥ سالن جو ٿيو تہ ماتا مٽائڻ جو خيال ڪيو، پر هن نہ مڃيو ۽ حساب ڪري دڪان بہ ڇڏي ڏنائين ۽ ڀڳتيءَ ۾ لڳي ويو. پوءِ وسڻ شاه هنکي گيڙو ڪپڙا پاتا. چيائين تہ تنهنجي ڪمائي قبول پيئي آهي. وڃي لوڪن کي اُپديش ڪر. ميٽن ۾ دربار کوليائين. تاريخ ٧ جون سنہ ١٩٤٧ع ۾ چولو ڇڏي ايشور سان وڃي مليو.

(١٠) راڄ رشي ڏيارام گدومل شهاڻي - راڄ رشي ڏيارام گدومل شهاڻي جو احوال پڙهو باب ٻارهون ليڪ نمبر ٤٠ صفحہ ٢٢٩ ۽ باب تيرهون اڳوان، رهبر ۽ اُپڪاري نمبر ٧ صفحو ٣٠٣.

(١١) ساڌو ٽانورداس ليلارام واسواڻي (ساڌو واسواڻي)- ساڌو واسواڻيءَ جو احوال پڙهو باب ٻارهون ۾ ليڪ نمبر ٨٥ صفحو ٢٣٦.

(١٢) ڀڳت سترامداس ڀڳت ڪوتارام - سري سوامي سترامداس صاحب ڀڳت ڪوتارام صاحب جن جا ٽيون نمبر پٽ هئا. سندن جنم سنبت ١٩٢٣ برابر سنہ ١٨٦٦ع ۾ ٿيو. هي پيءُ سان گڏ ستسنگ ۾ وڃڻ لڳو. هنکي ڪنهن بہ ذات جي سنت يا درويش جي خبر پوندي هئي تہ پرساد ڪٽي اُن وٽ پهچي ويندو هو ۽ آسيس وٺي ايندو هو. هوُ آنڌن مَنڌن لوُلن لنگڙن جي پنهنجي هٿ سان شيوا ڪندو هو. اهڙيءَ طرح پسن پکين ۽ بيمارن جي بہ شيوا ڪندو هو. هڪ دفعي پائي جوڙارام پنهنجي پائٽي کي دير سان اُتي شيوا ڪرڻ ڪري فرمايائون تہ شيوا سيني ڀڄنن جو مول آهي. شيوا ۾ جن جو پريم آهي، تن کي پڙهڻ لکڻ جلد اچي ويندو. جيئن تہ: ”ڪن پڙهندي ڪين پاتو، ڪن سُڻندي ڪين سڃاتو - ڪِن هڪ اکر مان ڄاتو، ڪن جي ويئي عمر وهاڻي.“ سائين سترامداس بہ ڪجهہ ڪرامتون ڏيکاريون. ماڻهن جو صدق وڌيو ۽ وٽس ايندا هئا. ڪين جهوليءَ ۾ جيڪي ملندو هو، سو سڀ وراهي ڇڏيندا هئا. غريب، اناٿ، اپاهَڪ، لوُلا لنگڙا پرش ۽ ناريون پاڻ سان گڏ ڀڄتين تي وٺي ويندا هئا، جي ڪين آسيس ڪندا هئا.

(١٣) پائي ڪلاچند رامچند گدواڻي - پائي ڪلاچند رامچند گدواڻي تاريخ ٦ اپريل ١٨٦٧ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ جنم ورتو. ماتا جو گهڻو پيار هوس. هڪ اتٽي ساڌو سندس ماتا کي چيو تہ هي يعني سندس پٽ اڳئين جنم ۾ يوگي هو. هي ١٤ ورهين جي ڄمار ۾ ٽيون انگريزي پڙهندو هو تہ سندس دل ۾ ويراڳ اُتپن ٿيو. هوُ اِسڪول ڇڏي جهنگل ۾ گهمڻ لڳو. راڳ سان پيار هوس. هن ڪراچيءَ ۾ هڪ ناٽڪ ڏٺو. ناٽڪ ڏسندي هنکي ويراڳ لڳو. گهمڻ ڦرڻ سڀ وسري ويو. گهر ۾ ٽنگيل ڪرشن مهراج جي مورتن اڳيان ويهي پريم جا لڙڪ وَهائي ناچ ۽ ورلاپ ڪندو هو. شادي ڪانہ ڪيائين. ايشور جي ڀڄن ۾ ۽ اپياس ڪرڻ ۾ لڳي ويو. بہ بہ ڏينهن سانده ماني بہ ڪونہ کائيندو هو. پاڻ کي ڪوٺيءَ ۾ بند ڪري ڀڄن ۾ محو ٿي ويندو هو. رات جو جهنگ پٽ ۽ ايڪانت آستان گهمندا هئا. هي صوفي پنٿ ۾ بہ آيو. پائي صاحب سنہ ١٨٩٠ع تائين ويراڳ ورتيءَ ۾ رهيا. ماڻهن کي درشن ڏيڻ لاءِ ڪجهہ وقت صبح ۽ ڪجهہ وقت شام جو پنهنجي ڪٽيا جو دروازو پٽيل رکندا هئا. ڏينهون ڏينهن سندس نالو پرسڌ ٿيڻ لڳو. رات جو روز ڪٿا ڪيرتن ڪندا هئا. هن ڏيتي ليتيءَ جي برخلاف پرچار ڪيو. هن پليگ وقت حيدرآباد ۾ ١٨٩٧ع ۾ خوب شيوا ڪئي.



جيڪي ملندو هوس، سو دان ڪندا هئا. بيمار رهندي تاريخ ١٢ ويساک سنبت ١٩٦٧ برابر ١١ مئي ١٩١١ع ۾ ديولوڪ پڌاريو.

(١٤) سنت هاٿيرام - سنت هاٿيرام جو جنم ڳوٺ چوڙا تعلقي هالا ضلع حيدرآباد سنڌ ۾ ١٧٥٥ع ۾ زميندار پانيهار شري چيلارام جي گهر ٿيو. هن جهنگل ۾ سنياسين سان گڏ رهي ١٢ سال جوڳ پڇايو. هي منزل تي پهچي ويو. آسوَندن جون آسون پڄايون. سنت چيو تہ مون ٻلاول مري ڳوٺ تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ ڪنڊي جي هيٺان ويهي تپسيا ڪئي آهي، تنهنڪري لڏي اُتي هلي وِهو. پوءِ گهر وارا اُتي لڏي آيا. هي بدن ۾ پريل هو. سندس ماتا هٿيارو سڏيندي هئي، تنهنڪري اُنجو نالو هاٿيرام پئجي ويو. هن ٻلاول مري ۾ پران تياڳيا ۽ اُن ڪنڊي هيٺ سماڌي ڏني ويئي، جتي هر سال هن جي سماڌيءَ وٽ ميلو لڳايو ويندو هو. هنجي ڪٽنب مان ڪي جوڌپور ۽ ڪي اجمير رهندا آهن.

(١٥) سنت امرورام وسڻ شاه - سنت امرورام سائين وسڻ شاه جو پٽ ۽ گاديسر هو. هي اٽڪل سنہ ١٨٧٠ع ۾ ڄائو هو. شادي ڪئي هئائين. دربار ۽ پنڊاري جي شيوا پاڻ ڪندو هو. دربار ۾ سدائين پنڊارو چالو هوندو هو. پاٽي بہ پاڻ پريندو هو. روهڙيءَ ۾ سنتن جي کوهہ جو پاٽي تمام ٿڌو ۽ منو هوندو هو. سڀ ڳوٺن جا اُتان پاٽي پريندا هئا. پائي امرورام ڳجها سنت هئا. ماڻهن جو هن ۾ پورو وشواس هو. پڙس يعني وسڻ شاه جي ورسي زوردار نموني ملهائيندا هئا. سندس برڪت سان سيڌو ايترو ايندو هو، جو ورسيءَ بعد سارو سال پنڊارو چالو هوندو هو. سندس ڪرامت بہ ڪنهن وقت ظاهر ٿي پوندي هئي. ورسيءَ تي سنت ڀڳت ڪنوررام جن اچي ڀڳتيون وجهندا هئا. آخر ديولوڪ پڌاريا.

(١٦) سنت وليرام - سنت وليرام جو جنم ڳوٺ ڇُنگن تعلقي پنو عاقل ضلع سکر ۾ ٿيو. هي مکي گهراڻي مان هو. هن جي گهراڻي وارا مکپائيءَ جي زور تي غريبن کي سَتائيندا هئا. پر وليرام جو لاڙو نندي هوندي کان شيوا جي پاسي هو. هي غريب غربي کي مدد ڪندو هو ۽ ان سان اِنصاف ڪندو هو. هڪ ڏينهن اُتي ڀڳت پيئي. سائين وسڻ شاه اُتِ آيل هو ۽ وليرام کي سندس شيوا ۾ رکيو ويو. وسڻ شاه هنجو سپاهُ ڏسي متن ديا ڪئي. هنکي رنگ لڳي ويو. هوُ سنت وسڻ شاه جي ٽڪاڻي ۾ ويندا هئا ۽ هن سنت کي رنگ چڙهندو ويو ۽ ڪين ويراڳ لڳو. هن گهر کي وساري ڇڏيو ۽ پنهنجي مستيءَ ۾ مست هئا. تپسيا ۾ مگن ٿي ويا. سرير جي سُڌ بہ پلجي ويا. ڳري ڪندا ٿي ويا. جيڪي گهر ۾ ڏسندا هئا يا ملندو هو، سو غريبن ۽ محتاجن ۾ وراهي ڏيئي ڇڏيندا هئا. گهڻو وقت باغ ۾ گذاريندا هئا. اهو سنتن جو باغ هن درويش جو ديرو ٿي پيو. هن سنت پنجن ئي وڪارن (ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موه ۽ اهنڪار) کي جيتيو ۽ اُنهن تي ضابطو رکيو. پراُپڪار بہ خوب ڪندو هو. ستگر لاءِ عزت ۽ پيار هوندو هون. نشو هر قسم جو واپرائيندا هئا. روزانو رات جو ٽي بجي اُٿندا هئا ۽ ڀڄن ۾ مشغول رهندا هئا. سنت چوندا هئا تہ: ”مڃتا ڪان پڇ ميان، توڙي سارو جڳ لڳيئي پٽ ميان.“ آخر هي سنت تاريخ ١ جنوري ١٩٤٦ع ۾ پرپات جو پرلوڪ پڌاريو.

**(١٧) سوامي رامانند ٽارومل ٽانوائي**- سوامي رامانند ٽارومل ٽانوائي ڳوٺ هالاڻي تعلقو ڪنڊيارو ضلع نواب شاهه ۾ مهني مانگهه سنبت ١٩٣٣ برابر سنه ١٨٧٦ع ۾ ڄائو هو. سندس ڄڻيءَ جو نالو منگترام هو. سنت ٿيڻ بعد هنجو نالو سوامي رامانند رکيو ويو. سندس پتا کي ڪپڙي جي ڪوٺي هئي. ننڍي هوندي ڏنڊو سنڀاليائون. ڏنڊي ۾ دل نه لڳي. ٢٢ سالن جي ڄمار ۾ سيلاني درويش ٿيا. جهنگلن ۾ سنتن سان گڏ گذاريندا هئا. سوامي رامانندي ڇبري ضلع جي مهاڏرنڊر پنڊت وشوانند صاحب کي پنهنجو گرو ڪيو. سوامي جن جي گروءَ جي سرڳواس ٿيڻ بعد ڪين وڏو آشرم اٽڪل ويهن لکن ملهه وارو پئي مليو ۽ گاديسر پئي بڻايائونس. پر سوامي جن صفا اِنڪار ڪيو. ١٠ سالن جي ياترا بعد موٽي سنڌ ۾ آيا ۽ خيرپور رياست جي شهر لقمان ۾ اچي رهيا. هڪ ڏينهن سوامي جن ڪمري ۾ ويٺا هئا، ٻاهران تالو بند هو. ڀڳت ڪنوررام ٤٠ ڪن پريمي وٽي درشن لاءِ ويو. ڀڳت چيو ته سوامي در کوليو ته درشن ڪريون. سوامي جن اَندران ئي جواب ڏنو ته درشن ڪرڻ آيا آهيو يا جنگ ڪرڻ آيا آهيو. ٻي ڏينهن ڀڳت اڪيلو ويو. سوامي جن دروازو کوليو ۽ ڀڳت سان ٻاڪر پائي گڏيا. سوامي جن جي دِويه درشٽي کُليل هئي. پاڪستان ٿيڻ بعد اُڏيپور اچي رهيا. آخر تاريخ ١٢ آڪٽوبر سنه ١٩٥٢ع ۾ اِسٽول سرير ڇڏي ايشور جي گود ۾ هليا ويا.

**(١٨) سوامي هرنامداس آوتراءِ**- سوامي هرنامداس جو جنم تاريخ ١٦ ڊسمبر سنه ١٨٨٠ع برابر وڏي ڏسمي پوهه سنبت ١٩٣٧ ۾ ڀائي آوتراءِ جي گهر ماتا ڪرشنا ٻائيءَ جي ڳرڀ مان سکر ۾ ٿيو. هن جو نالو نارائڻ رکيو ويو. ٧ سالن جي عمر ۾ ساڌ ٻيلي جي سنت جيرامداس کي ارپڻ ڪيو ويو. جنهن هنجو نالو نارائڻ مان ڦيرائي هرنامداس رکيو ۽ ساڌ ٻيلي جي آستان تي ڇهون نمبر گادي نشين ٿيو. ١٣ ورهين جي ڄمار ۾ سنبت ١٩٥٠ ۾ سندس گرو جيرامداس جي سرڳواس ٿيڻ ڪري هن کي گاديءَ تي وهاريو ويو. ستسنگ ڪندي ۽ شاسترن جي اڀياس ڪندي پورن سنت ٿي ويو. روز ستسنگ ڪندو هو. ماڻهو ٻڌڻ لاءِ جام ايندا هئا. سوامي هرنامداس نه صرف سنت هئا، پر سياست ۾ به ماهر هئا. سچي ساڌو مورتي هئا. دنيا جي سڀني عادتن ۽ علتن کان پري، پورن برهمچاري ۽ سداچاري هئا. هنجو ساهتيه سان به پريم هو. ساڌ ٻيلي جي قيمتي پستڪاليه جي هنڌين ماڳين هاڪ هئي. هنن ڪيترو قيمتي سنڌيءَ ۽ هنديءَ جو ساهتيه ڇپائي سرسوتي ديويءَ جي شيوا ڪئي. پاڪستان ٿيڻ بعد بمبئيءَ آيا ۽ اُتي اچي آستانو بنايائون. سوامي هرنامداس سنساري سفر پورو ڪري مهني پوهه سنبت ٢٠٠٦ برابر ١٣ ڊسمبر ١٩٤٩ع بمبئيءَ ۾ پرلوڪ پڌاريا. انهن جي جاءِ تي سوامي گڻيس داس کي گادي نشين ڪيائون.

**(١٩) سوامي ديالداس جيئومل (حاتم درويش)**- شري ديالداس زميندار ۽ داني پرش سيٺ جيئومل جي گهر ڳوٺ پيلاڙن تعلقو پنو عاقل ضلع سکر ۾ تاريخ ٨ جنوري سنه ١٨٨٤ع تي صبح جو جنم ورتو. سندس ماتا جو نالو لکڻ ٻائي هو. ڏکو (مکڻ) ماڻس ڪارائينديِ هئي ته نه کائيندو هو پر ٿورو ڪٿلين کي ڏيئي پوءِ ڪارائينديِ هيس ته کائي ويندو هو. هوُ پڙهڻ ۾ هوشيار هوندو هو. اِمتحان ۾ همشهه پهريون نمبر ايندو هو. جيڪا کيس خرچي ملنديِ هئي ته ٻين ڇوڪرن هندو



مسلمانن سان گڏ خرچيندو هو. سڀاءُ مانيٺو، هلت سادي ۽ ايڪتا پسند هو. هندو ۽ مسلمان کي هڪ نظر سان ڀائيندو هو. آگياڪاري به هو. کيس ڊڪ منشيءَ جي نوڪري ڳوٺ گهوٽڪيءَ ۾ ملي. پگهار مان فقيرن کي ڏيئي باقيءَ مان گذران ڪندو هو. ڊڪ ۾ ڊورن کي گاهه به هڙان ڪارائيندو هو. هن جو سنگ درويش سوامي مولارام سان ٿيو ۽ سندن شيوا ۾ لڳي ويو. پوءِ اِستعفا ڏيئي ماستري ڪيائين. شاگردن کي گيان ڏيندو هو. شاگردن کي ڪتاب پاڻ وٽي ڏيندو هو. هن کي به پٽ ڄاوا. مترداس ۽ لکيسر، پوءِ اِستعفا ڏنائين. وري تپيدار ٿيو. پگهار سڀ دان ڪري ڪپائي ڇڏيندو هو. سندس پتا اِستعفا ڏياري، بينگال مامن وٽ موڪليو. اُتي مزورن کي سُکي رکيائين. ڀائيوارن پٽس کي لکيو ته هي فقيرن کي دان خوب ٿو ڪري، نقصان پوندو. پر هن چيو ته ڪونه پوندو. حساب ڪيائون ته ڏهه هزار نفعو نڪتو. ڀائيوارن کي حيرت لڳي. پوءِ هن کي ڪامل فقير مڃڻ لڳا. پوءِ ٽڪرن ۾ جوڳيءَ وٽ وڃي شيوا ۾ لڳو. گهڻي ڳولا ڪيائون پر پتو ڪونه پيو. ڏهه سال اُتي رهيو، موٽي ڳوٺ آيو. پوءِ هنکي ”حاتم“ چوندا هئا. گهر جي اڪيلي ڪوٺيءَ ۾ ڏهه سال گذاريائين. ماڻهن جو منجهس صدق هو. چيٽ مهني جي سُڌي ستمي سنبت ١٩٩٩ برابر ١٩٤٣ع صبح جو ١٠ بجي جوتي جوت ۾ سمائجي ويو.

**(٢٠) تولارام مينگهراج ٻالاڻي ”عاجز“**- شري تولارام جو جنم شري مينگهراج ٻالاڻيءَ جي گهر شهر نوشهرو فيروز ضلع نواب شاهه ۾ ڏياريءَ جي ڏينهن نومبر ١٨٨٤ع ۾ ٿيو. ننڍي هوندي کان ئي هن جو لاڙو ڌرم پاسي هو. بيتن ٺاهڻ جو شوق هوس. شڪل سانوري، پيشاني کُليل، اکيون تجليدار، چهرو ڪلمک ۽ قد پورو پنو هو. انگريزي پڙهيل هو. رهڻي ڪهڻي سادي هيس، نماڻائي ڊيرج جو سروپ هو. لوڪ شيوا ۽ ديش شيوا ۾ رتو پيو هوندو هو. لاڙڪاڻو، حيدرآباد، شڪارپور ۽ ٻين شهرن ۾ پليگ ۽ ٻين بيمارين ۾ بيمارن جي خوب شيوا ڪئي. مُلڪي محبت ڏاڍي هئس. به اخبارون ”ديش ماتا“ ۽ ٻي هڪ ڪڍيائين. سال ١٩٠٥ع ۾ بينگال جي ورهاڱي وقت قومي هلچل ۾ ڀرو ورتائين. حيدرآباد سنڌ ۾ اخبار سنڌيءَ ۾ ۽ انگريزيءَ ۾ صداءِ دل Voice of Sind جي نالي سان برپا ڪيائين. لکڻ جو گوهر هو ۽ زبان ۾ عجب جادو هو. اڇوت اُڌار هن جو مکيه ڪم هو. هي رمتو فقير هو. جدا جدا شهرن ۾ ڌرم ۽ ايشور ڀڳتيءَ جو پرچار ڪندو هو. سچو ايشور ڀڳت هو. يڪتارو ڪٺي موج ۾ ڳائيندو هو. آواز ۾ ميناج هوس. شاعر هو. سندس تخلص ”عاجز“ هو. سنتن سان گڏ به گذاريائين. سندس ديهانت پاٽيءَ ۾ ٿيو. ١٣ جولاءِ سنه ١٩١٣ع ۾ سنگتين سان گڏ لاڙڪاڻي ۾ گهاڙ واهه ۾ سنان ڪندي گم ٿي ويو. اُن وقت ٢٩ سال عمر هيس. سندس ٻيو احوال پڙهو باب ٻارهين ۾ شاعر نمبر ٧٢ صفحو ٢٧٢.

**(٢١) سنت ٽيئون رام چيلارام**- سنت ٽيئون رام جو جنم شري چيلارام جي گهر ڪنڊو تعلقو هالا ضلع حيدرآباد سنڌ ۾ سنبت ١٩٤٤ آکاڙ شڪل پکش ۾ ڇنڇر ڏينهن برابر سنه ١٨٨٧ع ۾ ٿيو. سندس ماڻٽن جو ڪيتي واڙيءَ جو ڪم هوندو هو، سو هيءُ به ٻنيءَ جو ڪم ڪندو هو. هنکي اچي وئراڳ لڳو سو سِڌو ويو ڀُراڻن هالن. اُتي وڃي برهم کتري ماستر آسورام ولد ڏاندومل نک هرڳڻ

کي پنهنجو گرو ڪيائين. هوُ سنت صوفي هو سو هنڪي بہ صوفي طريقو سيکاريائين. اُتان گيان پراپت ڪري سڌو ٽنڊي آدم آيو. اُتي شهر جي ٻاهرين سرحد تي هڪ واريءَ جي ڊب تي جهوپڙي اڏي آستانو ڪيائين ۽ بندگي ڪرڻ لڳو. ٽنڊي آدم ۾ سنسڪرت پڙهيل گهڻا برهمڻ هئا. ٽنڊو آدم ”سنڌ جي ڪاشي“ سڏبو هو. سو برهمڻن کي سنت ٽيئون رام جو صوفي طريقو (بندگيءَ جو مسلمانڪو طريقو) پسند ڪونہ هو، تن هن لاءِ ڪنهن نہ ڪنهن طرح جون رنڊڪون ڪڙيون ڪيون ۽ تڪليفون ڏيڻ لڳا. پوءِ هن ڪنهن جي صلاح تي مسلمانڪو بندگيءَ جو طريقو ڇڏي هندڪو طريقو اختيار ڪيو تہ پوءِ برهمڻن هن کي تنگ ڪرڻ بند ڪيو. ٽيئون رام ”پريم پرڪاش منڊلي“ ناهي آستان جو نالو رکيائين ”امراپور.“ پوءِ روز اُتي ستسنگ ٿيندو هو ۽ ڪئين ماڻهو ٻڌڻ ايندا هئا. ستسنگ پوري ٿيڻ تي ڀوڳو چڻٽيءَ جو پرساد وراهيندا هئا. هن ڪتاب جو ليکڪ ڪئين دفعا هن ستسنگ ۾ ويو ۽ ٻاجهريءَ جو ڀوڳو ۽ ڦوڌني جي چڻٽيءَ جو پرساد کاڌو، جو ڏاڍو سوادي لڳندو هو. سنت سان ڪئين دفعا رهاڻ ڪرڻ جو موقعو بہ مليو. آخر سنت سنبت ١٩٩٩ وڪرمي چيٽ مهني جي شڪل پکش جي ڇٺ تي برابر سنہ ١٩٤٢ع ۾ وچي پريوءَ جي چرڻن ۾ واسو ڪيائين. پوءِ سندس چيلو، جو پاٽيجو بہ ٿيندو هوس، سنت سروانند گادي قائم ڪري گادي نشين ٿيو. پاڪستان ٿيڻ بعد جئپور اچي عاليشان آستان امراپور جي نالي سان بنايو. هن جا آستان ٻين هنڌ بہ آهن، جهڙوڪ اجمير، نصيرآباد، ڪوٽا، اُلهاس ننگر ۽ هردوار وغيره.

**(٢٢) ڀائي ايسرداس ڀائي پرمانند ٽيڪيدار** - ڀائي پاروشاهہ ۽ ڀائي وسڻ شاهہ جي ڏينهن ۾ روهڙيءَ ۾ ٻيو بہ هڪ سنت ٿي گذريو آهي، جنهنجو نالو هو ڀائي ايسرداس. هوُ اصل رانوتيءَ جو وينڻل هو. سندس پتا جو نالو پرمانند ٽيڪيدار هو. هي ننڍي هوندي ئي ساڌن، سنتن ۽ درويشن جي صحبت ڪرڻ لڳو. آخر فقير قبول محمد جنهنکي سچل فقير بہ ڪوٺين ٿا، اُن کي مُرشد ڪيائين. ڀائي ايسر مُرشد کان منتر وٺي ڪمائي ڪئي، جو سندس نالو اڄا پيو ڳائجي. هن ڪئين دفعا چاليها رکيا يعني سانده چاليهہ ڏينهن فقط روز هڪ ڪارڪ کائي، پاٽي پي ايڪانت ۾ ايشور جي ڌيان ۾ رهندو هو. هوُ گهڻو وقت مراقبي ۾ گذاريندو هو. يوگ اڀياس بہ ڪندو هو. سندس ڪلام ۾ اهڙا اهڙا اِشارا ڏنل آهن. رام ۽ رحيم هڪ ڪري ڄاڻندو هو. منجهس جيوُ ديا بہ هئي. صابر ۽ شاعر بہ هو. جيڪڏهن ڪائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ ملندو هوس تہ گهرندو ڪين هو. فاقہ ڪڍي گذاريندو هو. بيپرواهہ سنت هو. وٽس ٿورا ماڻهو ايندا هئا. هي سنت هر روز سج لٿي کان پوءِ وٺي پرڀات تائين پنهنجي ڪن خاص سنگين سان گڏ ڀڄن ڀاءَ ۾ ساري رات وهائيندو هو. هن تاريخ ١٤ مارچ ١٨٩٠ع ۾ رات جو چولو ڇڏيو. ٻئي ڏينهن ڏام ڌوم سان سندس شرير درياهہ شاهہ ۾ پروان ڪيائون.

**(٢٣) سوامي ڀوڏراج لوڪومل واڌواڻي** - سوامي ڀوڏراج لوڪومل واڌواڻيءَ جو احوال پڙهو باب ٻارهون شاعرن ۾ نمبر ٨١ صفحو ٢٧٤.

**(٢٤) سوامي پرمانند چوڪسرام آسراڻي ڇڳهہ** - سوامي پرمانند چوڪسرام آسراڻي ڇڳهہ سيٺ چوڪسرام جي گهر ماتا هيرل ٻائيءَ جي گرڀ مان شڪارپور ۾ ١٤ جنوري ١٨٩٨ع برابر



مانگهہ سپتمي سنبت ١٩٥٤ مڪر سنڪرات ڏينهن ڄائو هو. هنجو ننڍي هوندي کان ڌرم ڏانهن لاڙو هو. اِنڪري مائٽ پريشان ٿيڻ لڳا. ١٧ سالن جو ٿيو تہ دڪان تي وهاريائون پر هن چيو تہ ١٢ بجي کان پوءِ دڪان تان هليو ويندس. هڪ ڏينهن ١٢ بجي کان دير ٿي ويس تہ ٻئي ڏينهن کان دڪان تي وڃڻ بند ڪيائين. ماتا جي سرڳواس کان پوءِ هنکي وڏيڪ ويراڳ لڳو ۽ گهڻو وقت پڻس جي باغ ۾ گذاريندو هو. اُتي ستسنگ ۽ ڌيان ڪندو هو. سنہ ١٩١٦ع ۾ شڪارپور ۾ وڏي ٽپاولي (سخت مليريا) اچي پيئي ۽ لڏڻ پلاڻ شروع ٿي. پرمانند ڪراچيءَ ويو ۽ سندس ڪاڪي ڪوڏومل وٽ وڃي رهيو. اُتي گهڻو وقت باغن ۾ گذاريندو هو. هنکي خبر پيئي تہ سوامي سمرٿ ديو (سوامي مسترام) مُلتان ۾ رهي ٿو. هن پنڊت گوبندرام ۽ ڪراچيءَ جي ڀائي هريرام کي چيو تہ سنت کي ڪراچيءَ وٺي اچو ۽ سنت تن سان گڏجي ڪراچيءَ آيو. هنکي گورک آمري آستان تي رهايائون. سوامي پرمانند ڪائڻ يوگ اڀياس ساڌن بابت پڇيو. سمرٿ ديو جن ڪين پدم آسڻ سڌ ڪرڻ لاءِ سکيا ڏني. جنهنجي سڌ ڪرڻ لاءِ پرمانند کي ١ سال لڳي ويو ۽ ڪنڊلني شڪتي جاڳي. هن مسترام وٽ رهي ان جي شيوا ڪئي ۽ ساڌنا ڪئي. ١٢ سال يوگ پڇايا ۽ اننت جو انڀوُ ٿين. سوامي جن ١٩٢٦ع ۾ واپس شڪارپور اچي ديرو ڄمايو. ايڪانت ۾ گذاريندا هئا. ١٩٤٧ع ۾ سوامي جن اُتر ڪاشيءَ ۾ هئا تہ ورهاڱي جون خبرون مليون. هن هردوار ۾ آشرم ”پرمانند ڀنڊار“ ناهيو ۽ رهڻ لڳا. پريمين جي چوڻ تي ٤ مهنا سياري جا بمبئيءَ ۾ رهڻ لڳا. اُتي بہ ”پرمانند ڀنڊار“ ٺهرايو ويو. اُتي ستسنگ ٿيندو هو. سنہ ١٩٦٦ع ۾ الاجي ڪيڏانهن ويا ۽ ٩ آگسٽ ١٩٨١ع ۾ پرلوڪ پڌاريا.

**(٢٥) ڀائي ڀوڄنداس** - ڀائي ڀوڄنداس اصل پار ملڪ ۾ ڇنبڙاٽ ڳوٺ ۾ رهندا هئا، جو هاڻ ڦٽي ويو آهي. هي جتوين ۽ منياٽي جي ساڌن مان هو. ست ڀائر هئا پر هي سڀني ۾ وڏو هو. شادي ڪانہ ڪيائين. هيءُ ڏاڍيءَ کي زور ڏيندو هو، تنهن آسيس ڪيس. هڪ ڏينهن سيوهڻ ۾ نڪر وٽ آيو جو سندن ڪُل گرو هو، اُن کي عرض ڪيائين تہ نام جو رستو ڏسيو. نڪر چين تہ ڪارڪ تي چاليهو رکو. هي چاليهو رکي پورو ڪري اڙل واهہ تي سنان ڪرڻ آيو تہ ڀائي دلپتراءِ صوفي ڀڳت آسر صوفيءَ جو چيلو گڏين. حال احوال ڪري پوءِ هنکي خيرپور ميرس ۾ وٺي آسر ڀڳت جي ٽڪاڻي ۾ آيو. آسر ڀڳت هنکي ڏسي چيو تہ هي وڏو برڪت وارو ٿيندو. آسر ڀڳت اُداسي هو. آسر ڀڳت چڙڪلي ٽوپي ڏنس، پوءِ روهڙيءَ آيو. اُتي صوفي ميان جمن شاهہ سان مليو، جنهن چيو تہ هي فقير وڏو جهنڊ ٿيندو. اُتي راهہ وٺي ڄاڳرتو ڪيائين. پوءِ جتوئي ۾ آيا. مُکي آڏت مل هنکي ٽڪاڻي ۾ وهاريو. هنن وٽ پرساد جهجهو ايندو هو جو فقيرن کي وراهي ڏيندا هئا، پاڻ نہ کائيندا هئا. هي ورڪت ساڌو هئا. اِسترين کان پاسو ڪندا هئا. آخر ١٢٥ ورهين جي ڄمار ۾ سرير ڇڏيائون.

**(٢٦) سنت ڏاندورام** - ڀائي ڏاندورام منياٽي دربار جي ٽن چيلن مان ڀائي ڏاندورام هڪ هو. ڀائي وينلداس جي سرير تياڳڻ بعد ڀائي ڏاندورام کي گاديءَ تي وهاريو ويو. ڀنڊارو چالو هوندو هو. ڪا شيءِ ملندي هئن تہ وراهي ڇڏيندا هئا، داني پرش هئا. ڪڏهن بہ هٿ ڪونہ منجهين. سخا جا صاحب هئا. سڄو وقت دربار ۾ آئي وئي جي شيوا ۾ دل ڀري رهندي هين. پاڻ کي مهنت

ڪري ڪونہ سمجهندا هئا. پاڪستان ٿيڻ بعد دربار جو سڀ سامان درياءَ ۾ وجهي هڪ ڳرن جي منجي پاڻ سان کڻي اجمير آيا ۽ دربار کوليائون. گروءَ جو اڪٿ خزانو مليل هون، جو پئي لٽيائون. منياٽين وارا پنبدارا پئي هليا. جيڪو بہ درشن ڪرڻ لاءِ سوالي اچي تہ ڦهريائين اُنهن کي ڀوڏيو ۽ دال ڏين تہ پاڻي پيءُ. تمنا ۽ ترشنا کان آجا هئا. ڪنهن ۾ بہ موہ ڪونہ هئن. جيڪا شيءِ ايندي هئي، پنبداري ۾ موڪليندا هئا. چوندا هئا تہ ”ونڊي کائڻ بندگي، ڇپي کائڻ گندگي.“ جيڪا شيءِ ايندي هئن، دان ڪري ڇڏيندا هئا. سائين ڏاندورام کي ننڍي وهيءَ ۾ پڙهڻ کان وئراڳ لڳو سو گهر ڇڏي جتوين ۾ آيا ۽ ستگرن جا چرن پڪڙيا. پنهنجو وطن ڏيپارجا ڇڏڻ وقت سندن عمر ١٢ سال کن هئي. ننڍي اوستا ۾ ڀڳتيءَ ۾ پنل هئا، ڪوڙ ڪڏهن ڪونہ ڳالهائيندا هئا. ڪيترا پنبدارا ۽ اکنڊ پاٺ جدا جدا شهر ۾ ڪيائون. ماڻهو عجب کائيندا هئا تہ پئسو ڪٿان ٿو اچي ۽ اُهو هون سندس ڀڳتيءَ جو پرتاپ.

**(٢٧) ڀڳت پيرومل عرف پيروداس ولد اُتومل-** ڀڳت پيرومل عرف پيروَداس جو جنم شري اُتومل ولد ڪرمچند نُک ڏانڌا برهم کتريءَ جي گهر شهر مانجهند ضلعي دادوءَ ۾ اٽڪل سنہ ١٩٠١ع ۾ ٿيو. هن کي ننڍي هوندي کان ئي ڀڳتيءَ ڏانهن لاڙو ۽ ڳائڻ جو شوق هو. پنهنجي رنگ ۾ رتو پيو هوندو هو. بنا ڪم جي ڪنهن سان بہ ڪونہ ڳالهائيندو هو. هي عربي سنڌي چڱو پڙهيل هو. سنيءَ طرح لکي پڙهي ڄاڻندو هو. اکر بہ عمدا لکندو هو. هي ڏنڌو رڱاوت جو ڪندو هو. شادي ڪيل هو. کيس بہ پٽ ڄاوا- هڪ مولچند ٻيو ناڪرداس. پتني سرڳواس ٿيڻ کان پوءِ هنکي وڌيڪ ويراڳ لڳو ۽ گهر ڇڏي هليو ويو. هي عبادتي، ستسنگي ۽ راڳيندڙ تہ هو، اُن سان گڏ سنو شاعر بہ هو. آواز سُريلو، شيرين ۽ بلند هوس. ٻڌندڙن کي آنند اچي ويندو هو. ڪئين سندس ڀڄن، ڪافيون ۽ شلوڪ ٺاهيل آهن، اُهي سڀ هن هڪ ڪتاب ۾ قلم بند ڪيا آهن، جنهنجو نالو رکيو اٿس ”نرپکيہ نيشان گرنٿ“ جو سندس دستخط سندس پٽ ناڪرداس وٽ سانديل آهي ۽ ليڪڪ جو سڄو پستڪ پڙهيل آهي. هي مهاگياني هو. هي هماليہ پهاڙ جي تيرٿ استانن تي گهمندو ۽ تپسيا ڪندو رهندو هو. سنہ ١٩٤٨ع ۾ اچي نصيرآباد ضلع اجمير ۾ رهيو. پوءِ اُتان ڇڏي وڃي ستنا (مڌيہ پرديش) ۾ رهيو. اُتي هڪ ڪٽيا ۾ رهندو هو ۽ روز ستسنگ ڪندو هو. هن ڪيئي چمتڪار ڏيکاريا. سندس چولو ڇڏڻ، سماڌي ڏيڻ ۽ جاءِ ٻڌائڻ وغيرہ سڀ پريمين کي اڳوات ٻڌائي ڇڏيائين. آخر تاريخ ٣٠ ڊسمبر ١٩٧٤ع ۾ رات جو ٨ بجي پرماتما ۾ لين ٿي ويا ۽ تاريخ ٣١ ڊسمبر جي کيس سماڌي ڏنائون. هاڻي اُتي هر سال ميلو لڳندو آهي.

**(٢٨) ڀڳت بودرمل ٺهلرام (بابا مسترام)-** ڀڳت بودرمل جو جنم شري ٺهلرام ولد موٽيومل نک کوها برهم کتري جي گهر شهر مٽياري ضلع حيدرآباد ۾ اٽڪل سنہ ١٩١٣ع ۾ ٿيو. هي شادي ڪيل هو. ڪم ڇپائيءَ جو ڪندو هو. هن کي هڪ نياڻي ڄائي ۽ سندس پتني پرلوڪ پڌاري. هنکي سنہ ١٩٤٠ع ۾ اچي وئراڳ لڳو سو گهر تياڳي وڃي ساڌن جو سنگ ڪيائين. تيرٿ آستانن تي رٽن ڪندو ۽ يوگ پچائيندو رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن سنڌ ۾ ايندو هو. پاڪستان ٿيڻ بعد



سنہ ١٩٤٨ع کان ڳرنار جي ڪوٽ ۾ ئي رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ٻين شهرن ۾ اچي چڪر هڻي ويندو هو. هنجو نيم هو روز پرڀات جو اُٿي سنان ڪري جوڙو چوڪنڙي ڀڄن ڳائيندو هو. ڳرنارڳڙہ جي آس پاس وارن ماڻهن جو هن ۾ تمام گهڻو وشواس هو، جو هنن اُن جا چمتڪار ڏٺا هئا. تنهنڪري کيس چوندا هئا ”بابا مسترام.“ اٽڪل سنہ ١٩٨٠ع ڌاري ڳرنار واري آستان تان هليو ويو. پوءِ سُڌ ڪانهي تہ ڪيڏانهن ويو. پر اِئين سمجهجي ٿو تہ وڃي پرماتما جي گود ۾ وينو.

**(٢٩) ڀڳت واڌورام جهمٽمل ڪلناڻي-** ڀڳت واڌورام جهمٽمل ڪلناڻي ڳوٺ پرين تعلقو نوشهرو فيروز ضلع نواب شاهہ ۾ سنبت ١٩٢٥ برابر ٢٠ آڪٽوبر ١٨٦٨ع ۾ ڄائو هو. هي پيءُ جو سِڪيلڏو پٽ هو. هن جو پڙهڻ ۾ چاهہ ڪونہ هو تہ سندس پتا ١٠ ورهين جي عمر ۾ ڪراچيءَ ۾ پنهنجي دڪان تي ڪرت ڪرڻ لاءِ وٺي ويو. اُتي هندو سنڌي (واڻڪا) اکر سِکيو. جلدي سندس پتا سرڳواس ٿيو تہ موٽي اچي پرين ۾ پنهنجي ڪاڪي ويڙهي مل جي دڪان تي ڪم ڪار ڪرڻ لڳو. شادي ڪيائين. هو گرهست ۾ رهندي بہ يوگي هو ۽ تياڳ، تپسيا ۽ سادگيءَ جي مورتي هو. هن درويش جي بدن تي سياري توڙي اونهاري هڪ هٿ جي اُٽيل ننڍڙي ڌوتي هوندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن چانڊني يا چادر اوڍيندو هو. سندس کاڌو اڪثر ڀوڏيو پاڻيءَ سان هوندو هو. هن جو اِشٽ ديو اُڏيرولعل هو. گرو سيوهڻ جو نکر هوس. روز اکو پائي شيوا ۽ بندگي ڪرڻ لڳو. ڏنڌي جو چاهہ گهٽجڻ لڳو. صبح جو سويل اُتي ٺڪاڻي ۽ برهمڻن جي گهر جو پاڻي ڀريندو هو. رات جو رسوئي کائي ساڌن سنتن وٽ وڃي اُنهن کي زور ڏيندو هو. ٢٥ ورهين جو هو تہ سندس ڪاڪي بزار ۾ هن جي ڳل تي لپاٽ هڻي پر ڪُڇيو ڪونہ. پاڻ ڪاڪس جي هٿ کي زور ڏيڻ لڳو. ڪاڪس سمجهيو تہ هن جي منزل مٿي آهي، سو پشيمان ٿيو. ڪاڪس جي سرڳواس ٿيڻ کان پوءِ سؤنن کان ڌار ٿي بہ ٽي سو روپيہ سيڙائي ننڍو دڪان ڪڍيو ۽ اُپاسنا بہ ڪندو رهيو. تمام سادو گذاريندو هو. سڄي عمر شيوا ۽ بندگيءَ ۾ گذاري. هن تن من ڌن شيوا ۾ ارپڻ ڪيو. ڪڏهن بہ گهوڙي ۽ اُٺ جي سواري ڪانہ ڪيائين. جانورن ۽ پکين کي اَن پاڻي ڏيندو هو. بيماريءَ ۾ ڊاڪٽر يا حڪيم جو علاج نہ ڪرائيندو هو. ڪڏهن ڪُپت يا ننگي ڪانہ ڪيائين. وڌوائن جي گهر وڃي اُنهن جي سهائتا ڪندو هو. آخر تاريخ ٢٠ جنوري ١٩٢٥ع ۾ پرلوڪ پڌاريو.

**(٣٠) ڀڳت جئسنگ مل چيتنداس-** ڀڳت جئسنگ مل ولد چيتنداس منگهناڻي نک ڏانڌا برهم کتري ڳوٺ ٽنڊي فضل تعلقو ۽ ضلع حيدرآباد سنڌ ۾ تاريخ ٨ مارچ سنہ ١٩٠٤ع ۾ ڄائو هو. ننڍي هوندي کان ئي سندس لاڙو ڀڳتيءَ ڏانهن هو. ڳائڻ جو بہ شوقين هو. اِسڪول ۾ عربي سنڌي ٥ درجا پاس ڪيائين. ٻيا واڻڪا هٽائي اکر بہ ڄاڻندو هو. سڀاءَ جو سادو، حليم، وشواسي ۽ سچار ۽ شيواڀاوي هو. بدن جو پورو پُنو، شڪل جو ڪٽڪ رنگو، ڌوتي قميص ۽ گانڌي ٽوپي پائيندو هو. هي ڀڳت ڪيمن داس، جنهنجو ذڪر مٿي نمبر ٧ تي ڪيل آهي، اُن جي سنگ ۾ رهيو ۽ اُن کان ڀڄن ۽ ستسنگ جون ڳالهيون سِکيو. هن جو نيم هو روز سنجها مهل پنج اِسناني ڪري ديويءَ جو ڳگر جو واس ڪندو هو ۽ در تي لوٽي ڀاريندو هو. پوءِ تنبورو کڻي ڀڄنن جو جوڙو چؤنڪڙي ڪري پوءِ

روئي ڪائيندو هو. سمهڻ مهل به هنڌ تي ويهي ايشور جو نالو جپي پوءِ آرامي ٿيندو هو. هي شادي ڪيل هو. هنڪي فقط ٻه نياڻيون هيون جي ٻئي پرڻائي ڇڏيائين. هي ڏنڊو رڱائيءَ ڇپائيءَ جو ڪندو هو. ڪٿي به پڇڻ پاءِ ستسنگ جو ٻڌائين ته اُتي ويندو هو. وقت سر اُتي به وڃي ڳائيندو هو. سنه ۱۹۴۴ع ۾ ٽنڊي فضل مان لڏي ماتليءَ وڃي رهيا. سنه ۱۹۴۸ع ۾ اُتان لڏي پشڪر پوءِ بياور پوءِ آلور پوءِ اجمير آيو. مارگي شبد تمام گهڻا ياد هئس. آخر اجمير ۾ تاريخ ۱۰ فبروري ۱۹۷۹ع برابر ۱۲ مانگهه سنبت ۲۰۳۵ ۾ هن فاني سنسار کي الوداع ڪري وڃي پرماتما وٽ پهتو.

## ۲. مسلمانن جا پير فقير ۽ درويش

(۱) پير پاڳارو- پير پاڳارو ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۱۰ صفحو ۳۳۹.

(۲) مخدوم نوح- مخدوم نوح ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۶ صفحو ۳۳۸.

(۳) پير پٺو- پير پٺو ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۱ صفحو ۳۳۶.

(۴) منگهو پير- منگهو پير ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۹ صفحو ۳۳۹.

(۵) پير عثمان شاهه مروندي (لعل شهباز)- قلندر شهباز ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۷ صفحو ۳۳۸.

(۶) شاه عبدالڪريم- شاه عبدالڪريم ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۳ صفحو ۳۳۷.

(۷) شاه عنايت- شاه عنايت ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۴ صفحو ۳۳۷.

(۸) شاه عبداللطيف- شاه عبداللطيف ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۵ صفحو ۳۳۷ ۽ ڏسو باب ۱۲ شاعرن ۾ نمبر ۱۲ صفحو ۲۵۸.

(۹) صاحبڏنو فقير- صاحبڏنو فقير ڏسو باب ۱۲ شاعرن ۾ نمبر ۱۱ صفحو ۲۵۸.

(۱۰) روحل فقير- روحل فقير ڏسو باب ۱۲ شاعرن ۾ نمبر ۱۸ صفحو ۲۶۲.

(۱۱) عبدالوهاب (سچل)- عبدالوهاب (سچل) ڏسو باب ۱۲ شاعرن ۾ نمبر ۲۱ صفحو ۲۶۳.

(۱۲) مُراد فقير- مُراد فقير ڏسو باب ۱۲ شاعرن ۾ نمبر ۱۹ صفحو ۲۶۳.

(۱۳) ٻيدل شاه- ٻيدل شاه ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون نمبر ۱۱ صفحو ۳۳۹.

(۱۴) سيد مهاولي شاه- سيد مهاولي شاه ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون نمبر ۱۳ صفحو ۳۳۹.



(۱۵) فقير قادر بخش ''بيدل''- فقير قادر بخش (بيدل) ڏسو باب ۱۲ شاعرن ۾ نمبر ۳۸ صفحو ۲۶۷.

(۱۶) فقير محمد محسن ''بيڪس''- فقير محمد محسن (بيڪس) ڏسو باب ۱۲ شاعرن ۾ نمبر ۶۵ صفحو ۲۷۱.

(۱۷) نظر محمد شاه- نظر محمد شاه جو آستان شهر ٽنڊي محمد خان ضلع حيدرآباد ۾ آهي. هي هڪ درويش ٿي گذريو آهي. هن جو هر سال ميلو لڳندو آهي ۽ ڪئين زيارتي ايندا آهن.

(۱۸) سيد پني لڏو- سيد پني لڏو ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون نمبر ۱۵ صفحو ۳۴۰.

(۱۹) شهاب الدين قادري- شهاب الدين قادري ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون نمبر ۱۴ صفحو ۳۴۰.

(۲۰) خير الدين شاه- خير الدين شاه ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۱۸ صفحو ۳۴۰.

(۲۱) سخي هاشم شاه- سخي هاشم شاه ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۲۰ صفحو ۳۴۰.

(۲۲) مخدوم بلاول- مخدوم بلاول ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۲۱ صفحو ۳۴۰.

(۲۳) شاه حيدر- شاه حيدر ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۲۲ صفحو ۳۴۰.

(۲۴) مخدوم نور الله- مخدوم نور الله ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۲۳ صفحو ۳۴۰.

(۲۵) مخدوم فاضل شاه- مخدوم فاضل شاه ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۲۴ صفحو ۳۴۱.

(۲۶) مخدوم عبدالله- مخدوم عبدالله ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۲۵ صفحو ۳۴۱.

(۲۷) وَتايو فقير- وَتائي فقير جو جنم ميلارام جي گهر ماتا رڪمڻي ٻائيءَ جي گرڀ مان شهر تاجپور تعلقو ٽنڊو الهيار ضلع حيدرآباد ۾ تاريخ ۱۲ جنوري سنه ۱۷۶۸ع ۾ وسپت جي ڏهاڙي ٿيو. ميلارام کي ۳ پٽ هئا- ۱. ورايو ۲. وسايو ۳. وتايو ۽ هڪ نياڻي ورائي ٻائي هئي. ميلارام کي هڪ ڀاءُ نالي ساڌورام هو. ميلارام جن کي ڪپڙي جون ڪوٺيون هيون ۽ شاهوڪار هئا. گهر وارن جو ايشور ۾ پورو ويساهه هو ۽ اُن جو ئي پاٺ پوڄا ڪندا هئا. بندگيءَ ڏانهن لاڙو هون. ٿوري وقت کان پوءِ هي تاجپور مان لڏي پر واري شهر نصرپور ۾ اچي ويٺا. هنن جي آکهه ذات جي هندو کٽي

هئي. وتايو فقير خدا رسيده ڪامل درويش هو. ظاهري ٻالو ڀولو لڳندو هو ۽ رنگ ڍنگ ۾ نرالو هو. لوڪ هن کي چريو درويش ڪري سمجهندا هئا. پر جڏهن هُو ڳالهائيندو هو ته اهڙا گفتا ۽ نقطا چوندو هو، جو ٻڌندڙ عجب ۽ حيرت ۾ پئجي ويندا هئا. اُنهن ۾ گيان جي فلاسافي هئي. ان مان ظاهر ۽ ثابت آهي ته خالق خلقڻهار هن پنهنجي پيارن کان پياري بندي تي پورڙائيءَ ۾ ڏاڍا پال پلايا.

الا! ڏاهي مَ ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن - مون سان مون پرينءَ، پورائيءَ ۾ پال ڪيا. ـ شاه

وتايو جڏهن وڏو ٿيو ته پٽس امرڪوٽ مان ڪيس پرڻايو. ٿورن مهنن کان پوءِ سندس پتا سرڳواس ٿي ويو. اُن کان پوءِ وتائي، سندس ڌرمپتني ۽ سندس ماتا کي زوريءَ مسلمان ڪيو ويو ۽ وتائي جو نالو شيخ طاهر رکيو ويو. اُن وقت سندس عمر ۳۷ سال هئي. پر توڙ تائين سندس هندو نالو وتايو هلندو آيو. ٿن مهنن بعد سندس زال پرلوڪ پڌاري. هي جيتوڻيڪ اڻ پڙهيل هو پر ڳالهيون ۽ گفتا وڏن وڏن ودوانن ۽ گيانوانن جهڙا چوندو هو. ماڻهو عجب ۾ پئجي ويندا هئا. لوڪ چوندا هئا ته ٻاهران چريو ٿو لڳي پر اندر ۾ تمام سياڻو ۽ ڏاهو آهي. حياتيءَ جا پويان ۳۰ سال وچي شهر روهڙيءَ ۾ رهيو. ڪڏهن ڪڏهن ڳوٺ نصرپور ۾ ايندو هو. هن روهڙيءَ ۾ ڪئين ڪرامتون ۽ ڪرشما ڏيکاريا. هي ڪنهن کان ڪجهه به نه گهرندو هو. هن کي هندو خواه مسلمان ٻئي پائيندا ۽ چاهيندا هئا. هن جو رهڻ جو ڪوبه پڪو ٺڪاڻو ڪونه هو. جتي رات پيئي اُتي وِهاڻي ڪو ڪپڙو يا چادر پائي سمهي رهندو هو. هُو چوندو هو ته چريا ڪريا آهيون پر سياڻون سيني کي ٿا. هنجي هر گفتي ۽ نقطي ۾ سياڻپ ۽ سمجهه ڀري ڳالهه هوندي هئي. ماڻهو ٻڌي حيرت ۾ پئجي ويندا هئا جڻ ته ڪو فلاسافر يا گياني پيو ڳالهائي.

مرڻ کان اڳ ٽي ڏينهن پيو چوندو هو ته چوٿين ڏينهن وڃي مالڪ سان ملبو. برابر چوٿين ڏينهن روهڙيءَ جي هڪ گهٽيءَ ۾ ڪپڙو اوڍي سمهيو پيو هو. ماڻهن جڏهن سندس مُنهن تان ڪپڙو هٽايو ته ڏٺائون ته برابر سندس آتما ديهي ڇڏي هلي ويئي آهي. هندو مسلمان اچي گڏ ٿيا. هندن چيو ته اسين هنکي اگني سنسڪار ڪنداسون. مسلمانن چيو ته اسين هنکي دفن ڪنداسون. ايترو جو اچي جهڳڙي جي نوبت بني. اُتي وتايو فقير ڪپڙو پري ڪري اُٿي ويٺو ۽ چيائين ته آرام سان مرڻ به نٿا ڏيو، سو اچ ڪونه مرنداسون. اِئين چئي هليو ويو. سڀ ماڻهو اچرج ۾ پئجي ويا. ٽئين ڏينهن وري لٽو پائي ڪنهن گهٽيءَ ۾ سمهي پيو. سو هندو مسلمان اچي گڏ ٿيا ۽ ڪپڙو هٽايو ويو ته رڳو ڏڙ پيو هو، ٻسي ڪانه هئي. پوءِ هندن هنجي ڏڙ کي درياه ۾ پروان ڪيو. وتائي فقير جي ٻسي ڳوٺ ڪوٽ غلام شاه جي گهٽيءَ ۾ ڏني ويئي. مُسلمانن ٻسر کي دفن ڪري اُن جي مٿان قُبو اَڏارايو. هي ٦٣ سالن جي عمر ۾ ٻڌر ڏينهن تاريخ ۱۹ جون ۱۸۳۱ع ۾ پرلوڪ پڌاريو هو. اُهو سُهڻو قُبو اڄ تائين ضلع لاڙڪاڻي جي تعلقي قنبر جي ڳوٺ ڪوٽ غلام شاه ۾ ڳوٺ ٽنڊي الهيار کان ۳ ميل پري آهي. هنکي اڄ تائين ماڻهو ياد ڪندا آهن. هن درويش جي قُبي تي عقيدت مند زيارت ڪرڻ ايندا آهن. هن فقير جا گفتا ۽ نقطا ڪئين آهن پر محمد اِسماعيل عرساڻي اٽڪل ۳۴ نقل ۽ سياڻپ جا گفتا سنه ۱۹۵۲ع ۾ گڏ ڪري ڇپايا آهن.



نوٽ - (۱) ليکڪ يعني مورومل جا هينيان آستان ڏٺل ۽ ميلا به ڏٺل هئا - ۱. ڀڳت ڀڳوان ڪوٽڙيءَ ۾ ۲. ٻابي نارنگ جو آستان چنبڙن جي ڳوٺ کان اٽڪل هڪ ميل ڪن پري جهنگل ۾ تعلقو ٽنڊي الهيار ۳. ڀائي شيوارام جو ٺڪاڻو ٽنڊو الهيار ۾ ۴. سنت هاٿيرام جي سماڌي ٻلاول مري تعلقي ٽنڊي الهيار ۾.

(۲) ليکڪ هيٺين سنتن جا درشن ڪيا - ۱. ماستر نيڀراج سکر ۾ ۲. ڀڳت ڪنوررام نواب شاه، ٽنڊو آدم، ٽنڊو محمد خان ۾ ڀڳتي ڪندي ۳. سنت دوارڪاپوري سيلاني سنت ٽنڊي فضل ۽ ٽنڊي الهيار ۾ پڌارڻ تي ۴. ساڌو واسواڻي حيدرآباد ۾ ۵. ڀڳت بودرمل ڪوٽا (هندستان) ۾.

(۳) سوامي ليلاشاهه سان ته منهنجي اٽڪل ۵-٦ سالن جي عمر کان واقفيت ٿي. پوءِ مان سمجهه لائق ٿيس ته ستگرو ڪري مڃيم. سنڌ ۾ توڙي هند ۾ ڪئين جڳهين تي درشن ٿيم ۽ خط پٽ جو رستو به هو. آخر باقاعدي مان سندن چيلو ٿيس ۽ ستگرو ڪري مڃيم. ساڻس گڏ به گذاريم.

(۴) ڀڳت جئسنگ مل ته منهنجو ڀاءُ هو، جو مون کان ۴-۵ سال وڏو هو.

(۲۸) قطب علي شاه - قطب علي شاه ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۱۷ صفحو ۳۴۰.

(۲۹) فقير نصير محمد شاه - فقير نصير محمد شاه ڏسو باب ۱۴ (۵) مسلمانن جون پاڪ جايون (۲) جو نمبر ۱۸ صفحو ۳۴۰.

(۳۰) مسڪين هادي بخش شاه - مسڪين هادِي بخش شاه ٽنڊو جهانيان حيدرآباد سنڌ ۾ ۱۸۷۹ع ۾ ڄائو هو. هي ڪامل درويش هو. هن ۱۹۴۲ع ۾ وفات ڪئي.

### ۳. ميلا ۽ ورسيون لڳندڙ

(الف) هندو - (۱) راڄاوير - راڄاوير يعني شيخ پرڪيو جو ميلو شيخ پرڪئي ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ۳۲۸.

(۲) اُڏيرو لعل - اُڏيري لعل جو ميلو اُڏيري لعل ۽ نصرپور ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ۳۲۵، ۳۲٦.

(۳) رامڏيو (راماپير) - رامڏيو جو ميلو ٽنڊي الهيار ۾ بدي جي ڳيارس کان ستنارائڻ تائين لڳندو هو. ڏسو صفحو ۳۲٦.

(۴) پٿورو پير - پٿوري پير جو ميلو پٿوري ڳوٺ ۾ بدي جي چنڊ تي لڳندو هو. ڏسو صفحو ۳۲۷.

(۵) لڪي تيرٿ - لڪي تيرٿ جو ميلو لڪي تيرٿ تي شوراتڙيءَ جو لڳندو هو. ڏسو صفحو ۳۲۸.

(٦) سِڌ سوائي صاحب - سِڌ سوائيءَ جو ميلو ڳوٺ نوڙها لتڙين وارا ڌوڙئي جي ٻئي ڏينهن لڳندو هو. ڏسو صفحو ۳۳۱.

(۷) ٿلهي وارا ساڌ - ٿلهي وارن ساڌن جو ميلو ڪيبرن ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ۳۳۲.

(٨) ٻاٻو نارگ- ٻاٻي نارگ جو ميلو ٻاٻي جي سماڌِي جهنگ ۾ چنبڙن جي پرسان بدي جي چنڊ تي لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٣٦.

(٩) پارو شاهه- پارو شاهه جو ميلو روهڙِيءَ ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٤٩.

(١٠) پارو فقير (پاربرهم)- پارو فقير جو ميلو ڳوٺ مهو پٽڻ پرسان چارين ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٣٤ ۽ ٣٤٨.

(١١) ساڌ ٻيلو- ساڌ ٻيلي جو ميلو سکر ۾ سنڌو نديءَ جي ٻيٽ ۾ ساڌ ٻيلي ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٤٩.

(١٢) سنت رتن ڀڳت- سنت رتن ڀڳت جو ميلو تلهار ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٥٠.

(١٣) سنت منگهارام- سنت منگهارام جو ميلو ڏيپلي ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٥٢.

(١٤) چچلو ڀڳت- چچلي ڀڳت جو ميلو ڪَتيءَ ۾ ٽنڊي فضل ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٢٢.

(١٥) سنت ڪيشوداس- سنت ڪيشوداس جو ميلو ٽنڊي محمد خان ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٥٥.

(١٦) سوامي ليلاشاهه- سنت سوامي ليلاشاهه مهاراج جو ميلو آديپور ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٥٦.

(١٧) سنت دوارڪاپوري- سنت دوارڪاپوريءَ جو ميلو سورٺ ونٿليءَ ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٥٨.

(١٨) سنت گوبندداس- سنت گوبندداس جو ميلو مانجهند ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٢٢ ۽ ٣٥٧.

(١٩) سنت همت سنگهه- سنت همت سنگهه جو ميلو ٽنڊي جام ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٢٤.

(٢٠) سنت ٽيئونرام- سنت ٽيئونرام جو ميلو ٽنڊي آدم ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٢٤.

(٢١) ساڌو واسواڻي- ساڌو واسواڻيءَ جو ميلو پوني ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٣٦.

(٢٢) سنت پيرومل- سنت پيرومل عرف پيروداس جو ميلو ستنا ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٦٨.

(٢٣) هنگلاج ديوي- لس ٻيلي رياست ۾ هنگلاج ديوِيءَ جي مندر ۾ ميلو لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٢٣.

(٢٤) جهم پير- هِت شِوَ جو ميلو لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٢٧.

(٢٥) حيدرآباد- هِت ڪالي ديويءَ جي مندر ۾ ميلو لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٢٢.

(٢٦) هوا بندر (ڪلفٽن- ڪراچي)- هِت شِوَ جو ميلو لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٢٢.

(٢٧) منهوڙو (ڪراچي)- هِت لعل جو ميلو يعني درياهه شاهه جو ميلو لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٢٢.

(٢٨) ڳوٺ سالاري ۾- گهنڊو گهوٽ جو ميلو لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٥٩.

(٢٩) سنت پرسنارام (ٻاٻو پرسن)- هنجي قبي تي هٽونگي ۾ ميلو لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٥٢.

(٣٠) سنت هاٿيرام- بلاول مري جي ڳوٺ تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ هر سال ميلو لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٦٣.



(ب) مسلمان- (١) مخدوم نوح- مخدوم نوح جو ميلو هالن نون ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٣٨.

(٢) منگهو پير- منگهي پير جو ميلو سندس آستانن تي ڪراچيءَ ۾ لڳندو هو. ڏسو صفحو ٣٣٩.

(٣) لعل شهباز (قلندر شهباز)- لعل شهباز جو ميلو سيوهڻ ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٣٨.

(٤) شاهه عبدالڪريم- شاهه عبدالڪريم جو ميلو بلڙِيءَ ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٣٧.

(٥) شاهه عنايت- شاهه عنايت جو ميلو جهوڪ شريف ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٣٧.

(٦) شاهه عبداللطيف- شاهه عبداللطيف جو ميلو ڀٽ شاهه ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٣٧.

(٧) سيد مهاولي شاهه- سيد مهاولي شاهه جو ميلو ٽنڊي فضل ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٣٩.

(٨) نظر محمد شاهه- نظر محمد شاهه جو ميلو ٽنڊي محمد خان ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٤١.

(٩) شهاب الدين قادري- شهاب الدين قادرِيءَ جو ميلو بدين ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٤٠.

(١٠) مخدوم عبدالرحمان- مخدوم عبدالرحمان جي ميلو ساماري شهر جي نزديڪ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٤١.

(١١) سخي هاشم شاهه- سخي هاشم شاهه جو ميلو شهر مٽياري ضلع حيدرآباد ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٣٤١.

(١٢) سخي جام ڏاتار- سخي جام ڏاتار جو ميلو ڪڏڙي تعلقي سنجهوري ۾ لڳندو آهي. ڏسو صفحو ٩٣.

(ث) متفرقه- (١) چيٽ ۽ اَسوءَ جا ميلا- ٻنهي چنڊن تي شهدادپور ٽنڊو آدم، اُڏيرولعل ۽ گدو بندر لڳندا هئا.

(٢) گهوڙن جو ميلو- گهوڙن جو ميلو جيڪب آباد ۾ لڳندو هو. ڏسو جيڪب آباد صفحو ٤١.

:: باب سورهون ::

# هندستان (ڀارت) جي آزادي

## ۱. آزاديءَ جي هلچل

هندستان کي انگريزن جي راڄ مان آزاد ڪرڻ لاءِ هندستاني سُجاڳ ٿيا. اُن لاءِ هڪ آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي سن ۱۸۸۵ع ۾ ٺهي. اُن جا اڳوان بال گنگادر تِلڪ، پنڊت موتي لعل نهرو، پنڊت جواهرلعل نهرو، مهاتما موهنداس ڪرمچند گانڌي، مؤلانا ابوالڪلام آزاد، بابو سڀاش چندر بوس، سروجني نئڊو وغيره هئا. اُها هلچل سنڌ تائين به پهچي ويئي. اُنهن جا اڳوان هئا ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي، پروفيسر گهنشام شوداساڻي، آچاريه ڪرپالاڻي، پروفيسر نارائڻداس ملڪاڻي، جئرامداس دولترام وغيره. جن سنڌ ۾ ڪانگريس ڪاميٽي ٺاهي. اُها هلچل اهنسا جي اُصول تي هئي. ليڪچر ڪري پبلڪ کي سجاڳ ڪرڻ، ولائتي مال جو بهشڪار ڪرڻ ۽ ديسي مال واپرائڻ- پڪيٽنگ ڪرڻ، هرتالون ڪرڻ، لوڻ ٺاهي قاعدو ڀڃڻ وغيره وغيره. هن هلچل ۾ ڪيئن گرفتار ٿيا ۽ ڪيئن جيل ويا. اِنڊين ڪانگريس جا سنڌ ۾ به اجلاس ٿيا، هڪ سن ۱۹۱۳ع ۾، ٻيو ۱۹۳۱ع ۾. مهاتما گانڌي سنڌ ۾ سن ۱۹۱۶ع ۽ ۱۹۳۴ع ۾ سنڌ ۾ آيو هو.

## ۲. جن سنڌين خوب ڀرو ورتو، تن جو مختصر احوال هيٺ ڄاڻائجي ٿو:

ڀريائين چيٺومل هيرانند، گوورڌن شرما ۽ ويرومل بيگراج تي هلچل ڪري ڪيس هليو.

**(۱) شري لالچند جڳتياڻي-** شري لالچند جڳتياڻي ڀريون سنڌي هو، جنهن ۱۹۰۷ع ۾ سوديشي واري دؤر ۾ حيدرآباد جي نَوَوِديالَيه مان ماستري ڇڏي، قومي ۽ سَوَ ديشي هلچل ۾ ٽُڏي پيو ۽ حيدرآباد ”بند ماترم“ منڊليءَ جو باني هو.

**(۲) ”ڪاما ٽاٽامارو“-** ۱۹۱۴ع ۾ جپاني جهاز واري هلچل جا جوهرلعل منسڪاڻي، نارائڻداس منسڪاڻي ۽ سوامي گووندانند مکيه اڳوان هئا.

**(۳) هرڪشنداس پارداساڻي-** هرڪشنداس پارداساڻي ڀريون سنڌي هو، جنهن ۱۹۱۷ع ۾ سنڌ ۾ کاڌيءَ جو پرچار شروع ڪيو.

**(۴) شري هاسومل ڀرومل شوداساڻي-** شري هاسومل ڀرومل شوداساڻي ڀريون سنڌي آءِ- سي- ايس (I.C.S.) آفيسر هو، جنهن ۱۹۲۱ع ۾ اسهڪار هلچل ۾ سورت جي اسسٽنٽ ڪليڪٽريءَ جي عهدي تان استعفا ڏني هئي.

**(۵) شري تولارام مينگهراج ٻالاڻي ”عاجز“-** شري تولارام مينگهراج ٻالاڻي سنڌ جو ڀريون جوان هو، جنهن سؤراج ۽ سَوديشي هلچل جو سنديش ننڍن ننڍن ڳوٺن تائين پهچايو.

**(۶) شري آسانند مامتورا-** شري آسانند مامتورا سنڌ جو ڀريون شاگرد هو، جنهن اسهڪار هلچل ۾ اسڪول ڇڏيو.



**(۷) شريمتي گنگا ديوي-** شريمتي گنگا ديوي شڪارپور واري ڀرين اِستري هئي، جيڪا آزاديءَ جي تحرڪ ۾ سنڌ مان ڀرين گرفتار ٿي.

**(۸) سرو شري چيٺومل هيرارام، گورڌن شرما ۽ ويرومل بيگراج-** چيٺومل هيرارام، گورڌن شرما ۽ ويرومل بيگراج سنڌ ۾ ڀرئين راڄنيتي ڪيس ۾ سزاياب ٿيا.

**(۹) شري اُڌارام ڀرواڻي-** شري اُڌارام ڀرواڻي حيدرآباد سنڌ جو ڀريون پائيبند هو، جنهن آزاديءَ ڍيگ ۾ سيني ڪان اڳ آهوتي ڏني.

**(۱۰) شري آنند هِڱوراڻي-** شري آنند هِڱوراڻي، مهاتما گانڌيءَ سان گڏ ۱۹۳۰ع ۾ لوڻ جي ستياگره لاءِ ڊانڊيءَ تي ڪاهه ڪرڻ وقت شريڪ ٿيو.

**(۱۱) شري هريرام ماڙيوالا ۽ شري شيوڪ ڀوڄراج-** شري هريرام ماڙيوالا ۽ شري شيوڪ ڀوڄراج سنڌ مان ڌاراسن ستياگرهه ۾ سرگرم ڀرو ورتو.

**(۱۲) سرو شري چينمل پرسرام، هريرام ماڙيوالا ۽ درگاداس آڏواڻي-** چينمل پرسرام، هريرام ماڙيوالا ۽ درگاداس آڏواڻي رولٽ ائڪٽ خلاف سرگرم ڀرو ورتو.

**(۱۳) آچاريه ڪرپالاڻي-** ۱۸۸۸ع- ۱۹۸۲ع آچاريه ڪرپالاڻي مهاتما گانڌيءَ سان گڏ چمپارن ستياگره ۾ ڪم ڪيو ۽ ميرٺ سيشن ۾ سن ۱۹۴۶ع ۾ ڪانگريس جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو.

**(۱۴) شري چينمل پرسرام-** چينمل پرسرام سنڌ ۾ هاري حقدار هلچل جو اڳوان هو.

**(۱۵) شري چينمل پرسرام-** چينمل پرسرام ترقي پسند ليکڪن جي ڪانفرنس جيڪا شڪارپور ۾ ٿي، تنهنجي صدارت ڪئي.

**(۱۶) نيتاجي سڀاش چندر بوس-** سڀاش چندر بوس کي آزاد هند فوج لاءِ وڏ ۾ وڏ مالي مدد ڪئي، اُهي هئا سرو شري تيجومل واڌومل ڀوڄواڻي اِنڊونيشيا، سيٺ دوارڪاداس ٽوپڻداس جاڪرتا، ڪنڌنداس ٺاڪرداس ۽ بمبئيءَ جا هوتچند ۽ پرسرام ڀاڳناڙي.

**(۱۷) شري منگهن مل اُڌارام-** منگهن مل اُڌارام آزاد هند فوج ۾ مالي ڪاميٽيءَ جو ڪنوينر هو.

**(۱۸)** آزاديءَ جي هلچل ۾ ٽانواڻي آڪهُ ساهتي ڇڻ ڀيڙهين جا ۷ ميمبر زالن سميت جيل ۾ ويا.

**(۱۹) هيمون پيسومل ڪالاڻي-** ريل جي فش پليٽن ڪڍڻ ڪري ڦاسي ڏني ويئي.

## ۳. آزاديءَ هلچل ۾ ڀرو وٺندڙ

(۱) پرش- آچاريه ڪرپالاڻي، جئرامداس دولترام، ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي، پروفيسر گهنشامداس شوداساڻي، پروفيسر نارائڻداس ملڪاڻي، سوامي گووندانند اصل نالو پروفيسر جوهرمل طوطيرام منسڪاڻي، آچاريه آسودومل، چينمل پرسرام ۽ هريراج ماڙيوالا، درگاداس آڏواڻي، مهراج لوڪرام، مهراج وشنو شرما، آنند هڱوراڻي، ڊاڪٽر گوبندرام دادلاڻي، مينارام ڪلناڻي، شيوڪرام ڪرمچند، پروفيسر لالسنگهه اجواڻي، پروفيسر رام پنجواڻي، پيسومل چندناڻي، جي. جي. ماکيجاڻي، ڪشنچند بولچنداڻي، بلديو گاجرا، هاسانند پمناڻي، اُڌارام ڀرواڻي، هيمون ڪالاڻي ۽ ٻيا. سيٺ چيٺومل، ويرومل بيگراج، گووند شرما، مينگهراج ريواچند جيڪو ڪراچيءَ ۾ گولي لڳڻ سبب مارجي ويو ۽ جيرامداس دولترام کي به ۱۹۳۰ع ۾ ستر ۾ گولي لڳي.

(٢) استريون- ڄيني سپاهيملاڻي، ڪملا هيرانند، گومي ڪرپالاڻي، موهني لالچند، گنگا ڀيڻ، ڪڪي ڀيڻ لالواڻي، لڇمي ديوي، شريمتي پاروتي لالواڻي، ستي ڪشنچند ميلواڻي، ڪملا ٽوپڻ مکي، شانتا ٽوپڻ مکي، ستي ديوي واسواڻي، ديوي ڀيڻ هاسومل، سندري چوئٿرام وليچا، پدما ڀيڻ ڏرمچند جيئنداڻي، گنگا ڀيڻ ٻلناڻي، مولي ڀيڻ سدارنگاڻي، پاروتي گدواڻي، امي ڪلناڻي ۽ ٻيون.

(٣) سزائون- سن ١٩١٩ع کان ١٩٢٢ع تائين واري عرصي ۾ ٤٥ ڄڻن کي سزائون ڏنيون ويئون. اُن کان پوءِ به ڪيترائي گرفتار ٿيا ۽ اُنهن کي قيد جون سزائون مليون. خاص ڪري سن ١٩٣١ع ۽ ١٩٤٢ع واري سال ۾ گهڻيئي ڪانگريسي پڪڙيا ۽ کين سزائون مليون.

(٤) اِنڊين نئشنل ڪانگريس جو سنڌي پريزيڊنٽ- آچاريه جيوترام ڀڳوانداس ڪرپالاڻيءَ کي ١٩٤٦ع ۾ ميرٺ سيشن ۾ پريزيڊنٽ چونڊيو ويو.

## ٤. آزادي ملڻ بعد قل

انگريزن هندستان کي آزاد ته ڪيو ۽ تاريخ ١٥ آگسٽ ١٩٤٧ع جي واڳون ڇڏي هندستانين کي سپرد ڪيون. مگر هندستان کي ٽوڙي ٻه ٽڪر ڪيائون- هڪ هندستان، ٻيو پاڪستان. هندستان ۾ ٥٦٢ رياستون هيون، جنهن مان ٥٥٢ هندستان واريءَ ايراضيءَ اندر آيون ۽ فقط ١٠ رياستون پاڪستان جي حد اندر ويئون. اُنهن کي آزاد ڪيائون ۽ اُنهن کي ڇڏيائون ته رياستن جي راجائن ۽ نوابن کي جيئڻ وٽي ته هندستان ۾ شامل ٿين يا پاڪستان سان ٿين. آزاد هندستان جي اُپ پرڌان منتري سردار ولڀ ڀائي پٽيل، راجائن ۽ نوابن سان عهدنامو يا رضانامو ڪري هڪ سال جي اندر ٥٥٢ رياستون ئي هندستان ۾ ملائي ڇڏيون ۽ اُنهن کي پينشن مقرر ڪري ڏيڻيون ڪيون ۽ ٻيا به خاص حق ڏنائين، جي پرڌان منتريءَ اِندرا گانڌيءَ پارليامينٽ ۾ قانون پاس ڪرائي، اُنهن جون پينشون بند ڪري ڇڏيون ۽ ٻيا مليل حق به ختم ڪري ڇڏيا. سنڌ پاڪستان جي اندر اچي ويئي، اُتي هندستان مان مسلمان پناه گير سنڌ ۾ ويا ۽ هندن جي خونريزي ڪرڻ شروع ڪئي. لوٽ مار شروع ڪئي. هندن کي تنگ ڪري اُنهن جي ملڪيتن تي قبضو ڪيو. هندن کي لاچار ٿي ۽ مجبور ٿي پنهنجي جنم ڀومي سنڌ ڇڏڻي پيئي ۽ لڏڻ شروع ڪيو، جي هندستان ۾ آيا ۽ پنهنجون متحرڪ ۽ غير متحرڪ ملڪيتون ڇڏي آيا ۽ اُنهن جون اوڌرون پاڌرون هيون، اُنهن تان هٿ کڻڻو پيو. ڪجهه روز مره جو سامان جهڙوڪ هنڌ، ٻاسڻ برتڻ، پهرڻ جا ڪپڙا ۽ بدن تي پيل زيور کڻي نڪتا، تن مان به ڪيترو سامان پاڪستانين تلاشيءَ ۾ ڦري ورتو.

## ٥. سنڌي وير ناريون

(١) راجا دسرٿ جي راڻي ڪيڪئي به سنڌ ۾ ڄائي هئي.

(٢) مهاڀارت جي وقت سنڌ جي راجا ڄيدرٿ جي راڻي دشالا جيڪا راجا ڌرتراشٽر جي ڌيءَ ۽ ڪورون جي ڀيڻ هئي.

(٣) مهاراجا ڏاهرسين جي زال راڻي لاڏي.

(٤) سنڌ جي پدمڻي دروپدي عرف سدوري گنگا حيدرآباد سنڌ جي ديوان گدومل جي نياڻي.□



:: باب سترهون ::

# ٻارماها ڏينهن يا وڏا ڏينهن يا ڏڻ

ڏينهن- ١. سومر ٢. منگل يا اڱارو ٣. ٻڌر يا اربع ٤. وسپت يا خميس ٥. شُڪر يا ٿارون يا جمع ٦. ڇنڇر ٧. آرتوار يا آچر.

مهنا هندن جا- ١. چيٽ ٢. ويساک ٣. جيٺ ٤. آکاڙ ٥. ساوڻ ٦. بڊو ٧. آسُو ٨. ڪَتي ٩. ناهري ١٠. پوهه ١١. مانگهه ١٢. ڦڳڻ.

مهنا مسلمانن جا- ١. محرم ٢. صفر ٣. ربيع الاول ٤. ربيع الثاني ٥. جمادي الاول ٦. جمادي الثاني ٧. رجب ٨. شعبان ٩. رمضان ١٠. شوال ١١. ذوالقعد ١٢. ذوالحج.

مهنا انگريزي- ١. جنوري ٢. فيبروري ٣. مارچ ٤. اپريل ٥. مَئي ٦. جون ٧. جولاءِ ٨. آگسٽ ٩. سپٽمبر ١٠. آڪٽوبر ١١. نومبر ١٢. ڊسمبر.

## ١. هندن جا ڏڻ

هندن جا لڳ ڀڳ سڀ ڏڻ وگيانڪ سُوجهه ٻُوجهه جي آڌار تي مقرر ٿيل آهن. جيتوڻيڪ ڏسڻ ۾ فقط خوشيءَ ۽ آنند جا ڏڻ آهن. مگر هرهڪ جي پنيان وگيان جو تتو ڪم ڪري رهيو آهي.

مهنو چيٽ-

(١) چيٽي چنڊ (سنڌيت ڏينهن)- ڦڳڻ مهني جي آخري تاريخ تي جيڪو چنڊ ٿئي، اُن کي چيٽي چنڊ ڪري سڏبو آهي. اُن کان پوءِ چيٽ مهنو شروع ٿيو. وڪرمي سنبت جو نئون سال شروع ٿيو. اُڏيري لعل به چيٽي چنڊ ڏينهن جنم ورتو هو. ان ڪري لعل جا ڀهراڻا ڪڍي ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. واپاري نيون وَهيون رکندا آهن. جوتش ۾ چيٽي چنڊ جي ڏينهن کي ”وسنت سنپات“ چيو ويو آهي. جنهن تي رِشي مُني يگيه هوَن ڪندا هئا. هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ سنڌي هندن چيٽي چنڊ کي ”سنڌيت ڏينهن“ ڪري ملهائڻ شروع ڪيو آهي. گهرن ۾ چنڊ جي ڏينهن تاهري يا ڪيرٺي ناهي ويندي آهي.

(٢) چيٽي نوراتا- ديويءَ جا نوراتا سال ۾ ٻه دفعا پوکبا آهن. چيٽ ۽ آسُوءَ ۾. ڦڳڻ ۽ بدي جي اُماس رات پوکيا ويندا آهن. ايڪم کان اشٽميءَ تائين هلندا آهن. پوکيل جوارا رام نوميءَ جي ڏينهن درياه ۾ پروان ڪبا آهن. ست ان گڏي ديويءَ جي مڙهيءَ ۾ پوکبا آهن. روز رات جو جاڳرتو ڪري پوڄن پاو ڪري ديويءَ جا وِڌي پوروڪ منتر پڙهبا آهن. نوراتن ۾ ايڪاٽا رکبا آهن ۽ ويشنو به رهبو آهي. ڪي درگا سپتشتي گرنٿ جو پاٺ ڪندا آهن.

(٣) درگا اشٽمي- ٻنهي نوراتن چيٽ ۽ اسوءَ وارن ۾ اشٽمي تٿ ملهائي ويندي آهي. اُنهيءَ رات سڄي جاڳرتو ديويءَ جو ڪبو آهي ۽ پوڄن پاو هلندو ئي رهندو آهي ۽ ڏينهن جو هوَن به ڪبو آهي ۽ پرساد ڪيرٺيءَ جو ڪيو ويندو آهي ۽ جيڪي به ديويءَ جي مڙهيءَ ۾ ايندا آهن، تن ۾ وراهيو ويندو آهي.

(۴) رام نومي- چيٽ مهني جي سهائي نائين تٿ تي درگا اشتميءَ ڪانپوءِ ملهائي ويندي آهي. اُن ڏينهن سري رامچندر جو جنم ٿيو هو. ڪي اُن ڏينهن رامائڻ جو پاٺ ڪندا آهن، ڪي واپاري پنهنجي دڪانن ۽ ڌنڌن جون نيون وهيون رکي مهورت ڪندا آهن.

(۵) سنان شروع- سنانائڻ کان ويساکي سنان شروع ٿيندا يعني چيٽ جي پورڻما کان وٺي ويساک جي پورڻما تائين. ويساک جا خاص وڏيءَ سان سنان ڪيا ويندا آهن ۽ ورت نيم رکبا آهن.

مهنو ويساک-

(۶) اکڻ ٽيج (آکا ٽيج)- ويساک مهني جي سهائي ٽيج کي آکا ٽيج ڪوٺبو آهي، هيءَ شڀ تٿ سمجهي ويندي آهي. براهمڻ ۽ نياڻين کي ڪوريون دليون پاڻيءَ جون ڀري، گهراڙي پڪل، ڪچو سيڌو، وچڻي، انبڙيون، ننڍا صوف وغيره ڏبا آهن. گهر ۾ گهراڙيون ۽ ٻنا گڙ ۽ کنڊ جا پچائي کائبا آهن. پاڻيءَ جا نوان دِلا مٽ ڀري رکبا آهن. اجوڪو ڏان هميشهه قائم رهي ٿو. شادين لاءِ شڀ ۽ پڻچاتي مهورت آهي. پرسرام جو جنم ٿيو هو.

(۷) چتر چوڏس (نرسنگهه جينتي)- نرسنگهه جينتي ملهائي ويندي آهي. هن ڏينهن وشنو ڀڳوان نرسنگهه روپ ڌاري هرڻيڪشب جو سنگهار ڪيو هو، پرهلاد جي رکشا ڪئي. ورت رکي پوڄا ڪبي آهي.

(۸) ويساکي- ويساک مهني ۾ ويساکي ميک سنڪرات ڏينهن ٿيندي آهي. هن ڏينهن درياهه ۾ سنان ڪرڻ شڀ ڪرم ليکيو ويندو آهي. اُن ڏينهن گرو گوبندسنگهه خالصا پنٿ هلايو هو، تنهنڪري سِک پنٿ جو وڏو ڏينهن آهي.

(۹) ويساک پورڻما- سنان ختم- ويساکي سنان شروع ڪيل اڄ ويساک جي پورڻما تي ختم ٿيندا.

نوٽ- سنڌي سماج مهني جي شروعات چنڊ ڪانپوءِ ڪري ٿي، پر ڌرم شاستر موجب ورت نيمن لاءِ پورڻماسيءَ بعد مهنو سمجهڻ گهرجي.

سنان وقت ويساک جي اُستتي- ”ويساکڙو ويساکڙو- ٽڙيو ڪئينسر جو گلابڙو، جوڙي پسي نارائڻ، ڏسي منهنجا ڪم ڪندو راس. ويساکڙو نارائڻ، پپر پاڻي پايان، هردوار نايان، ساڌن سنگ ملايان، ويساک ڄڻي منهنجا تاپ ڪٽيندو سَتي.“

مهنو جيٺ-

(۱۰) نرجلا ايڪادشي- جيٺ جي سهائي گيارس تي نرجلا ايڪادشيءَ جو ورت رکبو آهي. هن ۾ کائبو نه ڪونه آهي پر پاڻي به ڪونه پيئبو آهي. پانڊوَ جڏهن بنواس ۾ هئا، تڏهن ڀيمسين ورت رکيو هو.

(۱۱) جيٺي اُماس- جيٺ مهني جي اُماس وڏي ليکبي آهي. هن اُماس ڪانپوءِ ديوَ چار مهنا آرام ۾ ويندا آهن. هن ڏينهن سيئون، هنڊ پيل چانور ۽ کُهر ۽ ٻيا طعام تيار ڪري کائبا آهن. پٽن لاءِ سُکا ڪبي آهي. پوڄا مهل مٽي ۽ پاڻي هٿ ۾ کڻي چئبو- ”ايسر گهوڙي چوڙي، آندي گنگا لوڙهي.“ جنهن ٽڙ ۾ آندي گنگا، سا سک پسندي انکا، ايسر گهوڙي چوڙي....



”پوريءَ جا پتار موتين ڪنڊل وارو، جيٺ آما ڪارائي جيٺ ليما ڪارائي آمري ليمڙي ڪائي پريوسين پيٺ، جيئن منهنجا پٽ پوٽا (نالا وٽبا) جن رکايو جيٺ.“

مهنو آکاڙ-

(۱۲) ديو شيني ايڪادشي- آکاڙ مهني جي سهائي گيارس ڀڳوان وشنو کيرساگر ۾ شيش ناگ جي سيڄا تي سمهندو آهي، اِنڪري هن ڏينهن کي ديوَ شيني (ديوتائن جي سمهڻ واري) ايڪادشي چئجي ٿو. وشنو ڀڳوان ڪتيءَ جي سهائي گيارس تي جاڳي ٿو، اِنڪري هن گيارس کي چئجي ٿو ديوَ پربوڌني ايڪادشي (پربوڌ = جاڳڻ، سڄاڳ ٿيڻ).

(۱۳) چاليهو ۽ نوروز- چاليهو آکاڙ مهني جي تاريخ ۲۰ کان ڏائبو آهي، جيڪو ٻن ٻڌيءَ ڏينهن پورو ٿيندو آهي يعني ۴۰ ڏينهن لاڳيتو ورت رکبو آهي. درياهه جا پوڄاري تلاءَ يا نديءَ ۾ کير چاڙهيندا آهن ۽ آخري ڏينهن تي بهراڻا ڪڍندا آهن. ڪي ته اهڙا به آهن جو ۴۰ ڏينهن لاڳيتا هڪ ڪارڪ کائي پاڻي پيئندا آهن. ڪي ته رڳو پاڻي پيئندا آهن، ڪاڌو اصل ڪونه کائين. جي ۴۰ ڏينهن ورت نه رکي سگهندا آهن ته نوَن ڏينهن جو رکندا آهن، جنهن کي نوروز چئبو آهي. جنهن ڏينهن ڪرڪ سنڪراتي ۾ اچي چاليهو ۽ چوماسو شروع ٿئي ٿو.

(۱۴) هريالي اُماس- آکاڙ مهني واري اُماس کي هريالي اُماس ڪونبو آهي، ڇاڪاڻ ته آکاڙ مهني ۾ مينهن پوندا آهن. وڻ ٽڻ ساوا ٿي ويندا آهن ۽ پٽن تي گاهه ڦٽندا آهن سي به ساوا ڏسڻ ۾ ايندا آهن ۽ چوطرف وڻن ٽڻن، پهاڙن جبلن، جهنگلن ۽ برپٽن ۾ ساوڪ ڦهلجڻ ڪري اُن کي هريالي اُماس چئبو آهي. سمجهو ته ساوڪ جي قوهه جواني آهي. اُن پاڇيون وغيره پوکيل به ساوا ڏسڻ ۾ ايندا آهن. اِنڪري ماڻهو هيءَ اُماس وڏو ڏينهن ڪري ملهائيندا آهن. سنان، ڌرم پنج ڪندا آهن.

مهنو سانوڻ-

(۱۵) گوگڙو (ناگ پنچمي)- سانوڻ جي پنجئين تٿ تي گوگڙو ٿيندو آهي. اهو ڏينهن گوگل وير نانگن جي ديوتائن جو ڪري ملهايو ويندو آهي. چوٽ تي مِنا لولا ۽ ٽڪيون پچائي ۽ ڪي تري رکبيون آهن. ٻي ڏينهن پنجم تي گوگل وير جي پوڄا ڪري کائيندا آهن، ته گوگل وير نانگ ٻلائن کان رکيا ڪري. هن ڏينهن جوڳي ڪارن ۾ نانگ ٻلائون کڻي ايندا آهن. درشن به ڪرائيندا آهن ۽ اُنهن کي کير پيارڻ لاءِ پئسا وٺندا آهن ۽ پاڻ لولا ٽڪيون وٺندا آهن.

گوگل وير جي ڪٿا- سنڌ ۾ ڪراچي ضلع جي جهوني شهر ٺٽي ۾ پير پٺي وٽ راجا گوپيچند جي راجڌاني اڄ به قتل حالت ۾ موجود آهي. راجا جي نوجوان ڌيءَ واڇل ٻائيءَ سنڌو نديءَ جا اگ ۾ اُتان وهندي هئي. ان ۾ هڪ عجيب گل لڙهندو ڏٺو. تنهن ٻانهيءَ کي موڪلي اُهو گل ڪڍارائي ورتو. جنهن ۾ بيحد خوشبوءِ هئي. اُن گل ۾ ڪنهن سٽپرش جو واسو هو. واڇل ٻائيءَ اُهو گل سنگهيو. سنگهڻ سان اُهو ست پرش هنجي پيٽ ۾ واسو ڪري ويو ۽ هوءَ گرڀوتي ٿي پيئي. راجا کي اِن ڳالهه جي خبر پيئي ته سوچيائين ته اِها ڳالهه لوڪ اعتبار ڪين ڪندو ۽ بدناموسي ٿيندي.

تنھن تي راجا حڪم ڪيو تہ واڇل ٻائيءَ کي جھنگ ۾ ڇڏي اچو. چار چڻا واڇل ٻائيءَ کي رٿ ۾ چاڙھي جھنگل ۾ وٺي پئي ويا تہ واٽ تي ڪپر نانگ جي چڪ سان رٿ وارو ھڪ ٻيل مري پيو. سپاھي اچي ششدر ٿيا تہ ھڪ ڏاند سان رٿ ڪيئن ھلندو؟ اُن وقت واڇل ٻائيءَ جي پيٽ مان آواز آيو تہ آما! آما!! ھيءَ جھاڙ پڙھي ڏين سان ڏاند کي ڇُوڪاريو. سپاھين اھا جھاڙ پڙھي ڏين سان ڇُوڪاريو تہ ڏاند اُٿي کڙو ٿيو. سپاھي عجب ۾ پيا ۽ واڇل ٻائيءَ جي گرڀ کي پرنام ڪري انکي جھنگل ۾ ڇڏي واپس وريا. واڇل ٻائيءَ کي نائين مھني پٽ ڄائو، جنھنجو نالو گوگو رکيائين. ھوُ بک ۾ رئندو ھو تہ نانگ اچي کنا ٿيندا ھئا ۽ ھن کي پنھنجو زھر پياري ماٺ ڪرائيندا ھئا. نانگن جي زھر پيئڻ ڪري ھن ۾ ڏاڍي طاقت ٿي. ھن اُٿي کڏ کوٽي پاڻيءَ جو چشمو پيدا ڪيو. گوگو اُن ويران ۾ نانگن سان رانديون ڪري پيو وقت گذاريندو ھو ۽ زھر پيئندو رھندو ھو. ھڪ ڏينھن چوھاڻ راجپوت جو سات سڳر اچي اُتان لنگھيو، اُنھن جو اُڃ ۾ ساھ تي ويو. گوگل کي چيائون تہ چشمي مان پاڻي پيئار. ھن چيو تہ وندر لاءِ منھنجي عمر جا ست ڇوڪرا ڏيو تہ پاڻي پياريانوَ. ھنن جان بچائڻ خاطر ست ڇوڪرا ڏيئي پاڻي پيتو. ھاڻي گوڳي کي اُنھن ڇوڪرن کي کارائڻ جي سمسيا ٿي. گوگو نانگن جو راجا بہ ھو تہ رکيڪ بہ ھو. تنھن نانگن کي چيو تہ ھنن ڇوڪرن کي پنھنجو زھر پيئاريو. نانگن ڏنو تہ ايترو زھر ڪٿان آڻيون؟ جو ھنن ستن کي بہ پيئاريون. اُنھن ۾ واٿويلا مڇي ويئي. پوءِ نانگن گوڳي کي مارڻ جو پھہ پچايو. نندو ھڻ ڪڻ گوڳي کي مارڻ لاءِ تيار ٿيو. پر ھن چيو تہ مون ۾ زھر ٿورو آھي، تنھن تي اجگر پنھنجو زھر اُنکي ڏنو. ڪاريھر نانگ چيو تہ پنھنجي گروءَ يا مرشد کي مارڻ گناہ آھي. جيڪڏھن ھڻ ڪڻ اُنکي ماريندو تہ آئون ھنکي ڳڙڪائي ڇڏيندس. گوڳي ۾ اِھا طاقت ھئي جو جتي نانگ چڪ پائيندو، اُن تي ھنجي نظر پيئي تہ زھر نڪري ويندو ھو. اِنڪري ھڻ ڪڻ گوڳي کي ڪياڙيءَ تي چڪ ھنيو، جتي ھو ڏسي نہ سگھي. ھنن ستن ڇوڪرن کي چيو تہ آئون مران ٿو. اُن ڏينھن کان وٺي اجگر ۾ زھر ڪونہ ٿيندو آھي. ھڻ ڪڻ ۾ زھر زيادہ ٿيندو آھي. ھن کي ڪاريھر نانگ ڏسندو آھي تہ ڳڙڪائي ڇڏيندو آھي. گوڳي مرڻ وقت ڇوڪرن کي چيو تہ منھنجي لاش کي رڌي کائجو تہ خلق جو خير ڪري سگھندا. گوگو مري ويو. ڇوڪرن لاش وڍي ٽڪي رڌو. پر خيال ڪيائون تہ دوست کي ڪيئن کائون سو گوشت وارو ديگڙو درياہ ۾ لوڙھي ڇڏيائون. اُھو ديگڙو وڃي ڇورن جي ھٿ چڙھيو ۽ ھنن اُھو گوشت کائي ڇڏيو. اھڙو ڪامل سڌپرش پيٽ ۾ وين جو ڇورن جا ڪپاٽ کُلي پيا. جيڪي آئيندہ ٿيندو سو سڀ نظر آين. پوءِ اُھي ماموئي فقير سڏجڻ لڳا. جيڪي اُنھن اڳڪٿيءَ جا بيت چيا، سي اڄ بہ سنڌي ادب ۾ جاءِ والارين ٿا، جي ماموئيءَ جا بيت سڏبا آھن. ماموئي فقير ۽ اُنھن جا بيت پڙھو صفحي ٢٠٥ تي.

گوگو مرڻ وقت ماڻھن کي چئي ويو تہ بنا سبب ماڻھن کي نہ ڏنگجو يعني چڪ نہ پائجو. ماڻھن کي چيائين تہ نانگن کي کير پيئارجو، جنھجي اڄ بہ پوئواري ٿئي پيئي. گوڳي جي ياد ۾ گوگڙو ملھائبو آھي. گوڳي کي گوگل وير بہ چوندا آھن ۽ گوگو چوھاڻ بہ چوندا آھن.



(١٦) مھاڏيوَ جو سڳڙو ٻڌڻ- مھاڏيوَ يعني شِوَ ڀڳوان جو سڳڙو ٻڌبو آھي ۽ پوڄا ڪبي آھي. ھي سڳڙو وگھن ڪٽڻ ۽ شڪتي ڏيڻ لاءِ ٻڌبو آھي. ڪچي سُٽ جون تندون تن کي ٤ ڳنڍيون ٤ مھنن جون ڏبيون. سانوڻ جي پھرئين سومر ٻڌبو ۽ ڪتيءَ جي پوئين سومر ڇوڙبو. چئن سيرن جو مودڪ ڪبو آھي.

(١٧) نندِي ستئين يا ٿڌڙي- سانوڻ جي سھائي ساتم تي نندِي ستئين يا ٿڌڙي ٿيندي آھي. ڇٽ ڏينھن ڪٽڪ جي اٽي ۾ ڪنڊ يا ڳڙ وجھي مٺا لولا کي پچائبا آھن، کي تربا آھن. ڪجھہ موٺيون بہ تربيون آھن، کُٽي بہ ٺاھبي آھي. ڪٺو پٽ (رڌل چانورن ۾ ڏڌ، اھر ۽ سنڌ وجھي تيار ڪبو آھي) ٺاھبو آھي. جنھن چلھہ تي دانگي رکي لولا پچائبا آھن يا ٽئيءَ ۾ تربا آھن تہ رات جو چلھہ ۾ آڪا پائي پاڻي وجھي چلھہ ٺاربي آھي. ٻي ڏينھن اُھي ڪيلا ۽ رک ساتم جي ڏينھن دانگي پچي درياءَ ۾ وجھبا آھن جي درياءُ نہ ھوندو آھي تہ سائي ٻوٽي يا وڻ وٽ ڇڏي اچبا آھن. سنان ڪري ٻارن کي لولڙيون ھٿن ۾ ڏيئي چنڊو ھٽبو آھي. اُن ڏينھن ٿڌو کائبو، چلھہ ۾ ٽانڊو ڪونہ ٻاربو.

(١٨) اَن پوکڻ، وڇ پوڄا ۽ ساتانا پوکڻ- سانوڻ جي سھائي ٻارس تي سنجھا جو ڳانءِ جي وڇڙي جي پوڄا ڪبي آھي. اجوڪي ڏينھن خاص ڪري ڪٽڪ نہ کائبي آھي. پوڄا وقت چئبو: ”تِر تِندر موران وَچان، مور نہ وَچان، ماءُ پُٽان بہ وچان، سَس پُٽان بہ وَچان، گھنڊٽيءَ گُھر ڪايو، وڇڙو ماءُ گھر آيو.“ ۽ ساڳئي ڏينھن ساتانا (ست اَن) پوکبا آھن. ٻدي جي چنڊ تي ساتانا پوڄي، موڪلاڻو ڪبو آھي. پوڄڻ وقت چئبو: ”ڪانگڙو وڻ چڙھيو ڏي اباسي، ماڻس مور نہ ڪٽي، ڪٽي ماسي.“ اِئين ٽي دفعا چئبو.

(١٩) ناريل پونم - رکڙي ٻنڌڻ- سانوڻ مھني جي پورڻماسيءَ تي ستنارائڻ ڏينھن رکڙي ٻڌڻ جو ڏينھن آھي. سنڌ ۾ برھمڻ رکڙيون (پيلي ڌاڳي ۾ ٣-٤ رنگين ٽئونر يا گل ٻڌل) گھر گھر ۾ ڏيئي ويندو ھو ۽ موٽ ۾ ھن کي ڏڪڻا ڏبي ھئي. پوءِ رکڙين جا ٣-٤ تندا گڏي ھرھڪ ياتيءَ جي ساڄي ڪرائيءَ ۾ ٻڌبيون ھيون. کي ڏنڌي جي شين کي بہ ٻڌندا ھئا. جھڙوڪ مس، قلم، پور، پٽيو، گزي، وال، ساھمي، ڪن اوزارن وغيرہ کي بہ ٻڌندا ھئا. پوءِ رکڙيون ڏياريءَ ۾ ڇوڙي ميلھوڙن تي رکبيون ھيون جي تلاءَ ۾ وڌيون ويندون ھيون. ھند ۾ برھمڻ ڪونہ ڏين پر بزار مان ڪئين ۽ عجيب قسم جون رکڙيون خريد ڪبيون آھن. ڀينرون ڀائرن کي ٻڌنديون آھن تہ آئي ويل رکيا ڪج. اُن سان گڏ مٺائي کارائي تلڪ ڏيئي ناريل بہ ڏيندي آھي. موٽ ۾ ڀاءُ وڳو يا ساڙھي يا روڪ ڏيندو آھي. اُن ڏينھن ناريل پونم بہ آھي. سمنڊ جي ڪناري رھندڙ سمنڊ ۾ ناريل وجھي پوڄا ڪندا آھن. رکشا ٻنڌڻ ڏينھن جٽيو بہ بدلائبو آھي.

(٢٠) ٿيجڙي- سانوڻ مھني جي اونداھي ٽيج تي ملھائبي آھي. ھيءَ رکشا ٻنڌڻ کانپوءِ وڏي ستئين کان اڳ ٿيندي آھي. اڳئين ڏينھن رات جون زالون ۽ ڇوڪريون ھٿن پيرن تي مينديءَ سان چِٽ گل ڪڍنديون آھن. ٻئي ڏينھن پريات جو مٺا لولا ۽ ڏنئرو کائي سھاڳڻيون ۽ ڪنواريون

چوڪريون ورت رکنديون آهن. رات جو چنڊ کي ارگ ڏيئي ورت ڇوڙينديون آهن. ارگ ڏيڻ وقت چونديون آهن : ”ارگ ڏيون ڪوني چڙهي، چندرما نڪتو کهنبا ويس ڪري، گوريون ڏينس کير ڪٽورا پري.“ چوڻ ۾ اچي ٿو ته پاورتي گهڻن ڏينهن جي وڇوڙي کانپوءِ شِوَ سان ملي هئي ۽ خوشي ملهائي هئائين.

ساوڻ جي سهائي گيارس تي براهمڻ مٽ پوڪيندا آهن، جيڪي ٽيجڙيءَ تائين وڏي سلا هٿ جيڏا ٿيندا آهن. ماٺهو ٽيجڙيءَ ڏينهن اُهي سلا براهمڻ جي گهران ڪٽي ايندا آهن. ورت واريون منجهند جو اُهي سلا پينگهي ۾ رکي لوڏينديون آهن. سنجها جو براهمڻ کان آکاڻي ٻڌي پوءِ چنڊ کي ارگ ڏيئي ورت ڇوڙينديون آهن.

(٢١) وڏي ستئين يا ٿڌڙي (شيتلا شيَن)- ساوڻ جي اونداهي ستئين تٿ تي وڏي ستئين يا ٿڌڙي ملهائبي آهي. اونداهي ڇٺ ۽ اُن کان به ٽي ڏينهن اگ منا لولا، ٽڪيون موٺيون، پڪوان، ڪاڪڙ تريندا آهن ۽ ڪي بيسڻ جون ڇهريون مانيون پچائيندا آهن. ڪُٽي يا چُورمون به ٺاهبو آهي. مرچ ۽ پڪوڙا به تربا آهن. مڱن جي دال ڇليل سُڪي تيار ڪبي آهي. ڪٽو پٽ به تيار ڪبو آهي، نيوج به تربو آهي. رات جو چلهه ٺاربي آهي. صبح جو ڪيلا ۽ رک ۽ دانگي پيچي درياهه ۾ يا ساون وڻن ۾ وجهبي آهي. ستئين ڏينهن پوڄا ڪري، چندو هٽي براهمڻ کي ڏبو آهي. چندو ٻارن کي هٽبو آهي جو ماتا ٻارن کي نڪرندي آهي، اُن ۾ دوا ڪانه ڪبي آهي. وڏيءَ ماتا نڪرڻ وقت هرمڙي جو واس ڏيئي، اوراٽا ڏبا آهن:

”ٺار ماتا ٺار پنهنجي ٻچڙن کي ٺار، ماتا تو شرڻ تو شام، ٺار ماتا ٺار....“

چنڊي هٽڻ وقت چئبو آهي:

”ساوڻ ۾ ستئين آئي، آئي ڪرشڻ پڪشي - مان سيتلا پوڄيان، پٽن پوٽن وڇ ڪري،
تـو در نِـواٽي، ميرِي وينتي سُٽيڄ، ڏيڄ آٺ ساٺ (هرشت پـرشت تـنـدرست ٻـار)،
لاڪڙو، ساڪڙو، هنبسرو، ڊبسرو نندي مائي - وڏي مائي، لنگهي پيا پار، ستي سيتلا جي آڌار.“

ڏينهن رات ٿڌو کائبو آهي، چلهه ۾ اُن ڏينهن ٽانڊو ڪونه ٻاربو آهي.

(٢٢) ڪرشڻ جنماشٽمي - وڏي ستئين جي ٻي ڏينهن جنما اشٽمي ٿيندي آهي. هن ڏينهن شري ڪرشڻ جو جنم ٿيو هو، ورت رکبو آهي. رات جو ڪرشڻ جي پوڄا ڪبي آهي. چنڊ کي ارگ ڏيئي ورت ڇوڙبو آهي. هي ڏينهن مندرن ۾ ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي.

(٢٣) چاليهو سماپت- هي ڏڻ سنڪرانتيءَ سان لاڳاپو رکي ٿو. ڪرڪ سنڪرانتيءَ کان شروع ڪيل ورت شنگهه سنڪرانتيءَ جي ڏينهن چاليهن ڏينهن کانپوءِ پورو ڪجي ٿو. اُهو لڳ ڀڳ جنماشٽميءَ جي آس پاس اچي ٿو.

(٢٤) اَن مَٽيو- ساوڻ مهني جي اونداهيءَ ٻارس تي اَن مَٽيو ڏينهن ملهائيندا هئا. اُن ڏينهن ڪاڌي جي مَٽ-سَٽ ڪبي هئي. ڪٽڪ جي ڦلڪي بدران ٻاجهري، جوُئر، ڳاڙهن چانورن



۽ بيسڻ جي مانِي کائبي هئي. ڪي وري سياري ۾ روٽي بدلائيندا هئا. ڏينهن جو چانور ۽ رات جو روٽي کائيندا هئا. موسم جي بدلاءَ ڪري اِئين ڪندا هئا.

(٢٥) اَننت ڏورڙو- هيءُ ڏورو سُڪا باسي ٻڌندا آهن. جڏهن هنن جي اُها ڪامنا پوري ٿيندي آهي ته ڇوڙي ڇڏيندا آهن.

(٢٦) پٿر پوڄا- بدي جي سهائي چوٿ تي چنڊ نه ڏسبو آهي. جي ڏسجي ته ڀاڳوت جي ڏهين سڪند ۾ آيل سراجت جي ڪٿا شڌيءَ سان پڙهي. چنڊ جي سامهون پٿر يا پٿر اُڇلجن ته ڪوُڙو ڪلنڪ نه لڳندو.

مهنو بڌو-

(٢٧) جوئر جو سڳڙو ٻڌڻ- جوئر جو سڳڙو اُهي ٻڌندا آهن، جن جي اهڙي سُڪا ڪيل هوندي آهي. اُهو سڳڙو گهر جو وڏو ٻڌندو آهي. جڏهن ڪيس پٽ ڄمندو ته اُهو ٻڌندو ۽ پيءُ نه ٻڌندو. اهڙو سڳڙو بدي جي پهرئين سومر تي ٻڌبو آهي ۽ ناهريءَ جي پهرئين سومر تي ڇوڙبو آهي. ڇوڙڻ جي وڏي مودڪ جي ڪُٽي ساڳي ڪبي آهي، فقط ڪڻڪ بدران جوئر جي اٽي ۾ ڪنڊ يا ڳڙ وجهبو. ٻيو سڳڙي ڇوڙڻ مهل جوئر جي ڳوهيل اٽي جي ننڍِي ڪونڊي ناهي اُن ۾ اڪ جي ڦلي يا ڪير وجهي ٿالهيءَ ۾ رکبو آهي. جوئر جي اٽي جو ڏيئو ٻاربو آهي. هيءَ ڪُٽي سڄ لهڻ کان اڳ کائي پوري ڪبي آهي.

(٢٨) شينهن ستئين- بدي جي سهائي ستئن تي شينهن ستئين ملهائي ويندي آهي. هيءَ به ساوڻ جي ستئين وانگر ملهائي ويندي آهي، پر هن ۾ شينهن جي پوڄا ڪئي ويندي آهي. مٽيءَ جون ٻيڙيون ۽ ڏاندڙا ٺاهي، ڇڄ يا وڇٽيءَ تي رکي پوڄبا آهن. تنهن مهل چئبو ته:

”شينهن رِي، جهليس، واگهوءَ رِي! جهليس، نيت نِياگيس، مان ته، وڇڙيس ڇُٽا، (٣ دفعا چئبو) پُٽ پوٽا به ڇُٽا (سيني مائٽن جا نالا وٺبا) جهر وَ جهنگ به ڇُٽا، واٽون پنڌون به ڇُٽا، گورون ٻيڙيون به ڇٽا، شينهن لاٿو بوسو، سائين اڌي مَنهُن.“

(٢٩) مهالڪشميءَ جا سڳڙا ٻڌڻ ڇوڙڻ- مهالڪشميءَ جو سڳڙو بدي جي سهائي اٺئين مهالڪشميءَ جي آکاڻي ٻڌي ٻڌبو آهي ۽ اونداهي اٺئين تي ڇوڙبو آهي. سڳڙي کي هيڊ ۾ رڱي ١٦ ڏينهن جون ١٦ تندون ۽ وچوٽيءَ تي ١٦ ڳنڍيون ڏبيون آهن. اُهي سڳڙا گهر جا سڀ ڀاتي ٻڌندا آهن. سڳڙي ڇوڙڻ کان اڳ ڪڻڪ جي اٽي يا ڪاڪڙ، ٽڪيون ۽ تتر جهڙا پتلا ٺاهي تربا آهن. هرهڪ پٽ لاءِ ڌار ڌار ٺاهبا آهن. ڪنوارن پٽن لاءِ ڦڪا، پرڻيلن لاءِ ڳڙ جا، پٽ وارن ڇوڪرن لاءِ ڪنڊ جا ٺاهبا آهن. سڳڙن ڇوڙڻ مهل ٿالهيءَ ۾ ٻريل جوت ۽ ڇوڙيل سڳڙا ۽ پرساد رکي برهمڻ کان ڳالهه ٻڌي آرتي ڪري، مٿيون تيار ڪيل پرساد وراهي ۽ براهمڻ کي پرساد ۽ ڏڪڻا ڏيئي پوءِ ٿالهيءَ وارو سامان تلاءَ ۾ وجهبو آهي.

(٣٠) ٻَن ٻَڌڙي- وامن دوادشي ۽ جينتي- ٻَن ٻڌڙي بدي جي سهائي ٻارس تي ٿيندي آهي. هن تٿ تي ڀڳوان وامن اوتار ورتو هو ۽ ٻالي راجا جو ايمان ٽوڙيو هو. اُنجي نمت ڇيٽي

جون گول چڪريون ٺاهي اُنهن جا ٻنا ٻڌي وچ ۾ گول چڪرو ڏِئي رکڻ لاءِ ٻنائي اڱوڻ ئي سڪائي رکبيون آهن، پوءِ اُن ڏينهن ڪنديون، ڦلا، پڳڙا جيون جي ڪاڏي لاءِ وجهي ڏيئو ٻاري ڳاه جو ترهو ٺاهي اُن ۾ ڏيئو رکي پوءِ اُهو ترهو ۽ چيٽي جون چڪريون تلاءَ يا واهه ۾ تاربيون آهن. پوءِ ٻار ڪي هنج ۾ وهاري چئبو : ”ٻنڊ پڳو، مون پٽ لڌو، ٻنڊ پڳو پاٽي آيو“ (اِئين ۳ دفعا چئبو). پوڄا ڪري تيار ڪيل ڪُٽي ڪائبي. مطلب تہ پاٽي موٽِي ويو ۽ ٻنو ٻڌو. ڪي ڪٽلين کي مُستِي ڏيندا آهن. ڏيئر پينر پيڪي گهر ويندِيون آهن.

(۳۱) شراڌ- ”شراڌ“ اکر شرڌا مان نڪتل آهي. سرڳواسيءَ جي نمت جيڪي شرڌا سان ڪارائجي ٿو، اُن کي شراڌ چئجي ٿو. شراڌ بڊي مهني جي ڪرشڻ پکش يعني اونداهين ۾ شراڌ ڪرڻ ۾ ايندا آهن. جنهن تِٿ تي ڪو سرڳواس ٿيو هوندو، اُن تِٿ تي اُنجو شراڌ ڪارائبو آهي. عام طرح شراڌ لاءِ براهمڻ کي يا ڪنوارين ڪنيائن کي جليبيون ڪارائبيون آهن ۽ ننڍن ٻارن لاءِ کير پياربو آهي ۽ اُنهن کي ڏڪڻا (ڪجهہ روڪڙو، ڦوٽو ۽ سوپارِي) ڏبي آهي. وڏو شراڌ پتا يا ڏاڏي جو سرڳواس ٿي ويو هجي، اُنجو ئي ٿيندو آهي. اُن ڏينهن سيرو پورِي، چانور، دال مُڱن جي ماکيل چڊِي ۽ سکي ۽ کيرڻِي ڪبي آهي. دال ۾ بصر يا ٿوم نہ وجهبي آهي. پنڊ ساراهي براهمڻ وغيره کي ڪارائي پوءِ گهر جا ڀاتِي ڪائيندا آهن. مرد جي شراڌ لاءِ براهمڻ مرد کي، زال جي شراڌ لاءِ براهمڻيءَ کي ئي ڪارائبو آهي. وڏي شراڌ ۾ براهمڻ کي ڏڪڻا سان گڏ بوچڻ يا ڌوتِي بہ ڏبي آهي. جنهن جا پِنڊ گيا ۾ ساراهيل هوندا، اُنجو ورِي بڊي ۾ نہ ساراهبو آهي. اُماس جي شراڌ وقت اهڙا ئي طعام ڪبا آهن.

(۳۲) اُماس تي پِتر موڪلائڻ- اُماس تي پِتر ڪان موڪلائبو آهي. گهر جي ٻنيِي يا ٻاهر ڳانءِ جي چيٽي سان ليپو پائي، ڪٽڪ جي اٽي جو ڦلڪو ويلي ڪچو ئي اُتي رکبو. اٽي جا ۱٦ ڏيئا ٺاهي ڦلڪي تي رکي ٻاربا، ڳچيءَ ۾ ڪپڙو وجهي، پيرئين پئي چئبو: ”تُسي تُسمان ٿيو.“ چوڻِي آهي تہ : ”ٻدو ڀُنو ٻانيڻن چاڙهيو ڪُنو، ڪانگن ويهي رُنو.“

مهنو اَسوُ-

(۳۳) نوراتا اَسوءَ جا- اسوءَ جا نوراتا بہ چيٽ جي نوراتن وانگر پوڪبا ۽ ملهائبا آهن. بڊي جي اُماس رات ڪان اسوءَ جي سهائِي نائين تائين ديوِيءَ جا ڏام ڌوم سان ملهائي پوڄا ڪئِي ويندِي آهي.

(۳۴) اسوءَ جو چنڊ- ويدڪ زماني ۾ اجوڪي ڏينهن کي ”شرت سنپات“ چئبو هو. سورج تُل راس ۾ پرويش ڪري ڏکڻ ڏانهن قدم وڌائي ٿو. هن ڏينهن تي رشِي مُنِي يگيہ هوَن ڪندا هئا. پر هاڻي اُڏيريلعل جا پوڄارِي ۽ شيواڌارِي لعل جي پوڄا ڪري ٻهراڻا ڪڍندا ۽ چيچون هڻندا آهن. رات جو سنگتيون ڀڳتيون وهاريندا آهن.

(۳۵) درگا اشٽمي- اسوءَ جي درگا اشٽمِي بہ چيٽ واري درگا اشٽمِيءَ وانگر پوڄا ڪري ملهائِي ويندِي آهي.



(۳٦) دسهڙو يعني وجئہ دشمي - اسوءَ جي مهني ۾ درگا اشٽمِيءَ ڪان پوءِ سهائِيءَ ڏسئين تي دسهڙو ٿيندو آهي، اُن کي وجئہ دشمِي يا سوڀ جو ڏينهن بہ چئبو آهي. اُن ڏينهن شرِي رامچندر لنڪا ۾ راوڻ کي جيتي سيتا هٿ ڪئِي. اُنهيءَ خوشِيءَ ۾ آتشبازِي ٻاربِي آهي ۽ مٺايون ڪائبيون آهن. کترِي راجائون نوراتن ۾ ديوِيءَ جي پوڄا ڪري دسهڙي ڏينهن هٿيارن جي پوڄا ڪري شڪار تي نڪرندا هئا. جي شڪار هٿ لڳن تہ سڄو سال دشمن تي سوڀ ڪري سمجهندا هئا. اُن ڏينهن راوڻ، ميگهناد ۽ ڪُنڀڪرڻ جا پُتلا ٺاهي اُنهن ۾ آتشبازِي ڀري تير هڻِي ٻاهہ ڏيندا آهن ۽ ساڙيندا آهن. ڪي ماڻهو اُن ڏينهن چيهو پکي يا چانهہ پکي ڏسڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. جي ڏٺائون تہ شُڀ سوڻ ڪري سمجهندا آهن. رام ليلا جيڪا ڪجھ ڏينهن اڳ شروع ڪندا آهن سا اڄ آخرِي کيل ڪري سماپت ڪندا آهن. اُن ڏينهن وڻ جي پوڄا ڪبي آهي. پرڪرما وقت چئبو: ”ڪنڊِي رامچندر جي ونڊِي“ برهمڻ ڳوهيل مٽيءَ جي ڏرِي هرڪنهن کي ڏيندو، اُها لنڪا جو سون سمجهبي آهي ۽ مُراديءَ ۾ رکبي آهي تہ برڪت پوندِي آهي.

(۳۷) شرڌ پونم - اسوءَ جي پورڻماسيءَ يعني سٽناراڻ ڏينهن شرڌ پونم ٿيندِي آهي. اُن ڏينهن ماڻهو کيرڻِي تيار ڪري چانڊوڪيءَ يعني چنڊ جي روشنيءَ ۾ سڄِي رات رکندا آهن تہ اُن ۾ امرت وسي. صبح جو اُها کيرڻِي ڪائبِي تہ اکين جي نظر وڌندِي. ڪي مهاتما، وئديہ ۽ حڪيم ڪنجهي جي ٿالهيءَ ۾ کيرڻِي پارائي اُن ۾ دم واسطي دوا ملائيندا آهن، پوءِ سڄِي رات چنڊ جي چاندنيءَ ۾ رکي هوندِي آهي. صبح جو اُها ڪائبي تہ دم جي بيمارِي لهي ويندِي. ڪي ماڻهو چانڊوڪيءَ ۾ ويهي جاڳرتو ڪندا آهن. لڪشمي آڪاس مان هيٺ لهندِي آهي ۽ هرڪنهن جي گهر ۾ ليئو پائي ڏسندِي آهي تہ سڄِي رات ۾ ڪوئي جاڳيو آهي؟ تنهنڪري سنسڪرت ۾ هن پونم جو نالو پيو ”ڪو جاگرتي“ يعني ڪير جاڳي ٿو. تنهن مان ڦرِي ٿيو ”ڪو جاگري.“ جيڪو صدق رکِي جاڳيو هوندو، لڪشمي اُنهيءَ ڀاڳوان جي گهر نواس ڪندِي آهي.

(۳۸) ڪارتڪ (ڪارڪت) سنان شروع- اسوءَ جي پونم ڪان وٺي ڪارتڪ (ڪارڪت) سنان شروع ٿيندا آهن، جي ڪتيءَ جي پونم تي ختم ٿيندا آهن. اُهي خاص سنان آهن.

(۳۹) ڪروا چوٿ- (ڪارڪت) ڪارتڪ ڪرشڻا چترٿِي يعني سنڌي اسو مهني جي ڪرشڻ پکش وارِي چوٿ جو مشهور نالو ”ڪروا چوٿ“ آهي. هن ڏينهن سهاڳڻيون ورت رکنديون آهن. هن ورت جو اڌڪار فقط سهاڳڻين کي آهي ۽ ورت رکڻ جو ڦل بہ اُنهن کي ملندو آهي. هِي ورت سهاڳ جي عمرِ ۽ سُک، پٽ پوٽي، لڪشمي ۽ جس ملڻ لاءِ ڪامنا رکِي ڪبو آهي. ڪرڪ ارٿات ڪروا (ٺڪر جي ڪِچل ۽ برتڻ وغيره) جو وڏيءَ سان دان ڪبو آهي. اُنکي ڪرڪ چوٿ يا ڪرواچوٿ چئبو آهي.

ورت وڌان- سڄو ڏينهن بنا ڪاڌي رهِي سنجها مهل آچمن ۽ سنڪلپ ڪري هڪ وڻ جو چِتر ٺاهي اُنجي مول ڀاڳ ۾ مهاديو، گڻيش، سوامي ڪارتڪ ۽ ديوِي پاروتيءَ جون مورتون بہ ٺاهيون وڃن. اُنهنجِي پِراڻ پرتيشٺا ڪري ڏيئو ٻاري واس ڌوپ ڏيئي اکا رکِي پوڄا ڪئي وڃي.

پوڄا جو منتر هي آهي:

منتر : ”نمو شِوايہ شرواڻيہ سوڀاڳيہ سنت شيام پرِيڇ پڪتي يڪتنا ناريڻا هروليي.“

مطلب تہ شِوَ شرواڻي ديويِ! توکي نمسڪار آهي، هي شنڪر جي پياريِ! ڀڳتي ڪندڙ زالن کي تون شڀ سوڀاڳيہ ۽ اولاد ڏي. اُن بعد پڪوان ۽ کيرڻي سان پورڻ ڏهن ڇلن ۽ پوڄن پدارت براهمڻ کي دان ڪرڻ گهرجي. پوءِ چنڊ اُڀرڻ بعد اُنجو درشن ڪري ارگ ڏي ۽ پوءِ ئي کاڌو کائڻ گهرجي. چنڊ ڏسڻ کانسواءِ کائڻ ڪري ورت کنڊت ٿي پوندو، جو اُبتو ڦل ڏيڻ مڃيو وڃي ٿو.

ورت جي ڪٿا - وامن پراڻ ۾ دروپديِ ۽ شريِ ڪرشڻ سان گفتگوءَ ۾ ٻڌائي ويئي آهي. جڏهن ارجن اندرڪيل پربت تي شِوَ کان پاشوپت استر وٺڻ لاءِ تپسيا ڪرڻ ويو، تڏهن دروپديءَ اُنجي تپ ۾ نروگهن سڦلتا لاءِ شريِ ڪرشڻ کان يوگيہ ورت لاءِ پڇيو. ڪرشڻ ڪرڪ چوٿ ورت جو نالو ورتو ۽ اُنجي مهاتم جيِ ڪٿا ٻڌائيِ. اِندرپرست تي ويد شرما ۽ ليلاوتيِ رهندا هئا. اُنهن کي ست پٽ ۽ ويراوتي نالي ڪنيا هئي. ماتا پتا اُنجو ڪنيا دان ڪيو. وهانءَ کانپوءِ ڪارتڪ ڪرشڻا چوٿ جو ورت ويراوتيءَ پنهنجي پاڇاين سان گڏ گڏوري ورت رکيو. ٻالڪ هئڻ سبب سنجها جو بک لڳڻ ڪري وياڪل ٿي ويئي. تڏهن اُنجي ڀاءُ هڪ ٻريل مشعال کڻي وڏي وڻ تي چڙهي ڏيکاري ڏني. جنهن کي ويراوتيءَ چنڊ سمجهي ارگ ڏيئي کاڌو کاڌو. اُنهيءَ اپراڌ ڪري ساهرن ۾ سندس پتيِ مريِ ويو. پڇتاءُ ڪرڻ لاءِ پنهنجي پتيءَ جو لاش پاسي ۾ رکي ويراوتي هڪ سال تائين بنا کاڌي ورت رکيو. پوءِ ڪرواچوٿ ڏينهن اِندراڻي پرگهٽ ٿي ۽ اُن خود لاش تي جل ڇنڪاري اُنکي جيئرو ڪيو. اِها ڪٿا ٻڌي دروپديءَ اِهو ورت رکڻ شروع ڪيو، جنهن ڪري سندس پٽين کي سوڀ ۽ جس جي ساڻ راڄ مليو. لوڪ ۾ مليل اُن ورت جيِ ڪٿا پراڻن ۾ عام آهي. جنهن جو نائڪ هڪ شاهوڪار آهي، اُن ۾ پٽن جو نالو ڪونهي. پراڻن ۾ نرديش آهي تہ هن ورت جو مقصد سوڀاڳيہ وتا (سهاڳڻ) آهي ۽ ١٠ نڪرن جو دان ڪرڻ وقت سهاڳڻ کي هر بار چوڻ گهرجي: ”چرنِ جيوت ۾ پتيِ“ (يعني منهنجو پتي جيئرو رهي) ۽ اکنڊ سهاڳ جي ڪامنا جو هيِ ورت پتيِ پريم جو آهي جو سکيِ رهڻ جو آڌار آهي. اهوئي سهاڳڻ رهڻ جو ورت آهي.

(٤٠) ٻڇ ٻارس- اسوءَ جي اونداهي ٻارس تي سنجها جو وڇڙي سان گڏ ڳانءِ جيِ پوڄا ڪبي آهي.

(٤١) ڌن تيرس- اسوءَ جي اونداهي تيرس تي ڌنونتريِ ڀڳوان جيِ پوڄا ڪبي آهي. ڌنونتري کير ساگر مان پيدا ٿيل چوڏهن رتنن مان هڪ آهي. سندس هٿ ۾ امرت جو ڪلش آهي. هن ئي آيروير (طب) جو شاستر پرگهٽ ڪيو. عام ماڻهو ڌن کي پئسو سمجهيِ اڄوڪي ڏينهن ڪا نئين شيءِ خريد ڪندا آهن. پر ڏنو ويو آهي تہ هن وقت ماڻهو نوان برتن خريد ڪندا آهن. ڳانين جي سڱن کي ڳاڙهو رنگ لڳائيندا آهن.

(٤٢) روپ چوڏس- روپ چوڏس اسوءَ جي اونداهيِ چوڏس آهي، هن کي ڪاريِ چوڏس بہ چوندا آهن. هيِ ڏينهن ڏياريءَ کان هڪ ڏينهن اڳ ٿيندو آهي. هن ڏينهن ماڻهو منترن جيِ ساڌنا ڪندا آهن جي سڄي سال اُهي منتر پڙهڻ سان ڦل ڏيندا آهن.



(٤٣) ڏياريِ- ڏياريِ اسو مهني جي اُماس ڏينهن ٿينديِ آهي. اُماس ڏينهن چنڊ ڪونہ ڏسبو آهي، تنهنڪري رات اونداهي ٿينديِ آهي. اُن ڏينهن ڏيئا ٻاري روشني ڪبيِ آهي، تنهنڪري اُن کي ڏياريِ يا ديپاوليِ چئبو آهي. سريِ رامچندر بنواس جا ١٤ سال پورا ڪري ايوڌيا ۾ موٽيِ آيو. راجا جي اچڻ ڪري آجيان ۽ خوشيءَ جو ڏينهن ڪري ملهائبو آهي، جو هاڻي هر سال ملهائبو آهي. ڏياريءَ کان اڳ ماڻهو پنهنجون جايون جڳهيون ۽ دڪان وغيره صاف ڪري پوچيون ۽ رنگ روغن ڪندا آهن. ڏياريِءَ ۾ لڪشميءَ جيِ پوڄا ڪئي وينديِ آهي ۽ دڪاندار نيون وَهيون رکندا آهن. گهر ۾ مٽيءَ جون رنگين هٽالڙيون بہ رکبيون آهن. براهمڻ کي ڏيئي، پوءِ گهر ۾ مٺايون کائبيون آهن ۽ آتشبازيِ ٻاربي آهي. ڪنجهي جي ڪٽوري ۾ کير ۽ سِينڌر وجهيِ، پوءِ سونا ۽ چانديِءَ جا سِڪا وجهبا آهن، جي ڏندن سان ڇُهائبا آهن. ميلهوڙا يعني جوئر جي کانن جا ٽڪر اُن ۾ ڪپہ تيل ٻڌل منهن ۾ ڏيئي ٻاربا آهن. گهر ۾ گهمائبا آهن. پريات جو ڇڄ کي ڏوئي سان ٺڪ ٺڪ ڪندي سيني ڪمرن مان گهمبو آهي تہ ڏرت نڪري لڇميِ واسو ڪري. رڪڙيون ٻڌل ڇوڙي ميلهوڙن ۾ وجهبيون آهن. چئبو آهي تہ ”ڏياريءَ جو ڏيئو ڏٺو نندو وڏو ڇيڙ منو.“

(٤٤) انّ ڪوٽ- ڏياريءَ جي ٻئي ڏينهن (ڪتيءَ جي سهائي پک تي) ڀڳوان اڳيان منايون ۽ کاڌن جا ڍير لڳائي جشن ملهائيندا آهن.

(٤٥) ٻڙهہ- ڏياريءَ جي ٻي ڏينهن ٻڙه ٿيندو آهي. آلي ڇيڻي جي گڻيس ناهي ڳاڙهي ڪپڙي جي ٽڪر ۾ ويڙهي ڪتين جي هينان رکبو آهي. ڪتيون ڪڙهہ جون يا آلي ڇيڻي جون ناهي پٽ تي چنبڙائبيون آهن. گڻيس کي نمسڪار ڪبي آهي. هن ڏينهن در جي هڪ پاسي ڏيئا رکبا آهن، تنهنڪري هنکي ڪاڻي ڏياريِ بہ چئبو آهي.

(٤٦) ڀاءُ ٻيج يا ڀائي دوج يا يم دِوتييا- ڏياريءَ جي ٽئين ڏينهن چنڊ ٿيندو آهي. چنڊ ٻيج جو ٿيندو آهي. اُن ٻيج کي ڀائي دوج چئبو آهي. اُن ڏينهن ڀيڻ ڀاءُ جو ستڪار ڪري روٽيِ ڪارائينديِ آهي. موٽ ۾ ڀاءُ ڀيڻ کي ڪپڙن جو وڳو يا ساڙهيِ ۽ خرچي ڏيندو آهي. هن ڏينهن بہ ڏيئا ٻاربا آهن ۽ آتشبازيِ ٻاربي آهي. مطلب تہ ڏياريِ ٽيئي ڏينهن ملهائبي آهي. چوٿين ڏينهن ميلهوڙا ۽ ڇيڻا تلاءَ يا سائي وڻ ۾ وجهبا آهن. کير تلاءَ ۾ وجهي سِڪا ڪڍيِ رکبا آهن ۽ هٽالڙيون اُتان کڻي ڪتي رکيِ ڇڏبيون آهن. يم راجا جيِ پوڄا ڪبي آهي.

مهنو ڪتي-

(٤٧) مهاڏيوَ جو سڳڙو ڇوڙڻ- مهاڏيوَ جو سڳڙو سانوڻ جي سومر تي ٻڌو هو، سو هاڻ ڪتيءَ جي پهرئين سومر تي ڇوڙبو. ڇوڙڻ جيِ وڌيِ: مودڪ جيِ ڪٽي ناهبي. ڇئن سيرن جو مودڪ ناهبو آهي. بہ سير ڪڻڪ جو اٽو، هڪ سير کنڊ، هڪ سير گيهہ گڏي ٺاهبو. براهمڻ کي ڪٽي ڏيئي آکاڻي ٻڌيِ ورت ڇوڙبو آهي.

(٤٨) گوپ اشٽمي- ڪتيِ مهني جي سهائي اشٽمي ڏينهن گوپ اشٽمي ٿينديِ آهي، اُن ڏينهن ڳانءِ جيِ پوڄا ڪبي آهي.

(٤٩) تلسي وواه- ڪتيءَ جي نائين تٿ کان ورت شروع ڪبو آهي. ٻارس تي اُدياپن (ورت ڇوڙڻ دان وغيره ڪرڻ) ۽ تلسي وواه ۽ پوڄا ٿيندي آهي. گيارس کان سٽنارائڻ جي وچ ۾ ڪڏهن ٻه تلسي وواه پوڄا ڪندا آهن.

(٥٠) پربوڌني ايڪادشي- ڪتيءَ جي پربوڌني ايڪادشي تمام پوتر ۽ وڏي سڏبي آهي. اڄوڪي ڏينهن وشنو ڀڳوان جاڳي ٿو (سمجهاٽي ڏسو چاليهو ورت). هن ڏينهن ورت رکبو آهي، رڳو ڦلهار ڪبو آهي جهڙوڪ ڦل، ڪتل، ڏونگهي يا ناريل، گجرون يا اُن جو سيرو ۽ رڌل سائون ڪائبا آهن، دان پڇ ڪبو آهي. شهر جي پرڪرما به ڏبي آهي.

(٥١) بيڪم- ڪتي مهني جي ايڪادشيءَ کان بيڪم ٿيندا آهن. اُهي پنج ئي ڏينهن اشٽ ديوَ جي مندر ۾ اکنڊ جوت ٻاربي آهي، جنهن ۾ ٣٦٠ وٽيون ٺاهي وجهبيون آهن ته سڄو سال ٻُکي رهون. پورڻماسيءَ جي سنجها جو چڻن ڪانن مٽان گول چيٽو رکي اُنجي مٿان اٽي جو ڏيئو رکي ٻاري تلاءَ يا درياءَ يا کڏ ۾ تاري ڇڏبو آهي. جڻ بيڪمن جي پوري ٿيڻ تي ديون کي ارپڻ ڪيو ويو. هن ڏينهن گرو نانڪ جو جنم ڏينهن به ملهايو ويندو آهي.

(٥٢) ڪارتڪ سنان ختم- اسوءَ جي پونم کان جيڪي سنان شروع ٿيندا آهن، سي ڪتيءَ جي پورڻماسيءَ تي ختم ٿيندا آهن. هنن ڏينهن ۾ ماڻهو ويشنو رهندا آهن. صبح جو سنان ڪري پوڄا پاٺ ڪبو آهي. مندرن ۾ درشن ۽ پوڄا لاءِ وڃبو آهي. هي ڏينهن پوتر سمجهبا آهن. جيڻي اُماس تي جيڪي ديوَ سمهيا هئا، سي هن وقت جاڳندا آهن. اِستريون تلسيءَ جي پوڄا ڪنديون آهن ۽ ڏيئو ٻاري رکنديون آهن. سهائي نومي کان ورت شروع ٿيندا آهن ۽ ٻارس تائين ڇوڙبا آهن.

مهنو نهري-

(٥٣) موڪشدا ايڪادشي ۽ گيتا جينتي- نهريءَ جي سهائي گيارس ''موڪش دا'' (موڪش ڏيندڙ) ٿيندي آهي. هن ڏينهن ڀڳوان ڪرشن ارجن کي يڌ جي ميدان ۾ گيتا جو اُپديش ڏنو هو، تنهن ڪري گيتا جينتي به ملهائبي آهي.

(٥٤) جوئر جو سڱڙو ڇوڙڻ- جوئر جو سڱڙو جيڪو بدي جي پهرئين سومر تي ٻڌو هو سو نهريءَ جي سومر تي ڇوڙبو آهي. سڱڙو ڇوڙڻ مهل جوئر جي ڳوهيل اٽي جي نندي ڪونڊي ٺاهي اُن ۾ اک جي ڦلي ۽ کير وجهي ٿالهيءَ ۾ رکبو آهي. جوئر جي اٽي جو ڏيئو ٻاربو آهي. ڪٿي سڄ لٿي کان اڳ ڪائي پوري ڪبي آهي. هي سڱڙو اوڏي مهل ئي ٻڌي ڇوڙبو آهي.

مهنو پوهه-

(٥٥) پوهه پورڻما - خاص سنان شروع- پوهه جي پورڻماسيءَ کان مانگهه جي پونم تائين خاص سنان ڪجن ٿا.

(٥٦) لال لوئي- لال لوئي اُتراڻ کان هڪ ڏينهن اڳ ٿيندي آهي. ماڻهو ڪانين جا مُڇ ٻاري دونهين دکائي اُن جي طرف نچندا ۽ ڳائيندا آهن. موسمون بدلجن ٿيون ته بيماريون ٿين ٿيون، تنهن لاءِ هوَن ڪبو آهي. تيئن لال لوئيءَ جو مڇ هوَن جو بگڙيل روپ آهي. مڇ ۾ ڳانءِ جا ڇيڻا



وجهبا آهن جي پوتر ۽ روڳ ناشڪ آهن. اڄ کان ڇهه هزار سال اڳ نئون سال ناهري مهني کان شروع ٿيندو هو، جيڪو هن وقت چيٽ کان شروع ٿئي ٿو. نئون سال هميشهه بهار جي مند ۾ شروع ٿيندو آهي، جنهن کي جوتش ۾ ۽ ڌرم شاسترن ۾ ''وسنت سنپات'' چئجي ٿو. ويدڪ زماني ۾ هن ڏينهن تي رِشي مني يگيه هون ڪندا هئا. هيءَ لال لوئي اُنهيءَ پراچين ڏڻ جي نشاني آهي.

(٥٧) مڪر سنڪرات- اُتراڻ- ترموري- اُتراڻ پوهه مهني جي مڪر سنڪرات تي ٿيندو آهي. انگريزي مهني جي هرسال ١٤ جنوريءَ تي ٿيندو آهي. هن ڏينهن تي سورج اُتر دشا ۾ وڃڻ شروع ٿيندو. هن ڏڻ ۾ تِرن جا ڳڙ يا کنڊ ۾ ٺاهيل بوٽيندا (پوريندا) ٺاهبا آهن. پوڄا ڪري براهمڻ کي ڏيئي پوءِ کائبا آهن. هن موسم ۾ اُهي بلڪل فائديمند آهن. چوڻي آهي ته ''اُتراڻ اُتريو اڌ سيارو ڪُتريو.'' اُنَ ڏينهن پارتي حساب موجب تِرن جا ڇهه سنسڪار آهن: ١. تل هوم ٢. تل سنان ٣. تل پان ٤. تل پوڄن ٥. تل ڪلف ٦. ترموري.

مهنو مانگهه-

(٥٨) گڻيش جينتي- مانگهه جي سهائي چوٿ تي شري گڻيش ديوتا جو جنم ٿيو. سڄو ڏينهن اُپواس رکي سنجها جو گڻيش جو پوڄن ڪري آڪاٽي ٻڌي، چنڊ کي ارگ ڏيئي ورت کولبو آهي.

(٥٩) بسنت پنچمي- بسنت پنچمي مانگهه مهني جي سهائي پنجئين تٿ تي ٿيندي آهي. هن ڏينهن خاص ڪري رَتي ۽ ڪامديو جي پوڄا ڪبي آهي. هندو ڌرم موجب سَتي گڏي ڪام جي وڏي مهما آهي. اٿرووِيد ۾ چيل آهي ته ''پهرين ڪام پيدا ٿيو، پر نه هنکي ديوتائن سُڃاتو، نه پيرن، نڪي مَنشن. تنهنڪري هي ڪام! تون مهان آهين، سنسار کي هلائيندڙ آهين. مان توکي نمسڪار ڪريان ٿو.'' گيتا ۾ ڀڳوان ڪرشن چوي ٿو- ''هي ارجن! مان اهو ڪام آهيان، جو ڌرم مريادا اندر آهي.'' ڪام موڪش پد پائڻ لاءِ ٽيون ڏاڪو آهي (ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش). مهاديو اوائلي ڪام شڪشا نندي گڻ کي ڏني، جنهن تي هلڻ سان سَتوگڻي سنتان پيدا ٿئي ٿو. هن ڏينهن ٻار پيلا ڪپڙا پائيندا آهن يعني سيارو هاڻي موڪلائي رهيو آهي ۽ بهار جي مُند شروع ٿيڻ واري آهي. هي شڀ ڏينهن ڳڻيو ويندو آهي. تنهنڪري بنا مهورت جي شاديون ٿينديون آهن.

(٦٠) مانگهه پورڻما- مانگهه سنان پورا- اڄوڪي ڏينهن مانگهه سنان پورا ٿين ٿا.

(٦١) مهاشوراتڙي- مانگهه مهني جي اونداهي چوڏس تي ٿيندي آهي. اُنهيءَ رات شو ڀڳوان جو پاروتيءَ سان وهانءُ ٿيو هو. رات جو جاڳرتو ڪري صبح جو درياهه يا پوتر تلاءَ ۾ ٽٻي ڏيئي سنان ڪري شوالي ۾ وڃي شوَ لنگ تي بيل پٽر، اک جو ڦلڙيون ۽ ڳڏيل کير پاڻي چاڙهي پوڄا ڪبي آهي. ورت رکبو آهي. ڪي وري ڀنگ کي شوَ جي ٻوٽي چئي گهوٽي پيئندا آهن. ميلا لڳندا آهن.

مهنو ڦڳڻ-

(٦٢) سِڌ ٻالي جو سڱڙو ٻڌڻ ۽ ڇوڙڻ- ڦڳڻ جي سهائي چوٿ تي سِڌ ٻاليءَ جو سڱڙو ٻڌبو آهي. هنکي ''سِڌ وِنايڪ'' چئبو آهي. سنجها جو گڻيش ڀڳوان جي آرتي ٻڌي چنڊ کي ارگ ڏبو. تنهن وقت چئبو- ''سِڌ وِنايڪ بينو آهين، لڏون کائين، منهنجي آس پڄائين.''

(٦٣) ڦاڳٽيِ سٽئين- ڦڳڻ جي سهائيِ ساتم تي ڦاڳٽيِ سٽئين ٿينديِ آهي. سانوڻ جيِ نِنديِ سٽئين وانگي ڇٽ ڏينهن لولا پچائي ياتري سٽئين ڏينهن پوڄا ڪري براهمڻ کي ڏيئي پوءِ گهر جا ياتي ٿڌو کائيندا آهن.

(٦٤) هولاشٽڪ- ڦڳڻ جي سهائيِ اٺئين کان وٺي پورڻما تائين اٺن ڏينهن کي ”هولاشٽڪ“ چئبو آهي. هنن ڏينهن ۾ شاديِ ۽ نئون ڪم نہ ڪبو آهي. هيِ اٺ ڏينهن بسنت رِتو جي شروعات جا ڏينهن آهن.

(٦٥) هوليِ- هوليِ ڦڳڻ مهني جي چوڏس يا پورڻماسيءَ ڏينهن ٿينديِ آهي. هولڪا هرڻاڪشپ جيِ ڀيڻ هئيِ. هنکي هڪ چادر هئيِ، جا ويڙهي باهہ ۾ وِهنديِ هئيِ تہ هنکي باهہ نہ ساڙينديِ. هرڻاڪشپ سندس پرهلاد پٽ کي سزا ڏيڻ واسطي هولڪا کي چيو تہ تون چادر ويڙهي پرهلاد کي جهليِ ويهہ تہ سڙيِ مَرِي وڃي. هولڪا اِئين ڪيو. پر هوا اهڙيِ زوردار لڳيِ، جو اُها چادر هولڪا تان لهيِ وڃيِ پرهلاد تي پيئيِ. جنهنڪري پرهلاد بچيِ ويو، هولڪا جَليِ سَڙيِ مَرِي ويئيِ. چوندا آهن تہ ”مارڻ واري کان بچائڻ وارو وڏو آهي.“ اُن ڏينهن کان مٽئين ٽٽ ملهائڻ لاءِ جهنگليِ ڇيڻن جو ڍڳ ٻاري، اُن تي اٽي جو ڪچو روٽ ڪچي سُٽ سان ويڙهيل پچائبو آهي. روٽ پچيِ ويندو آهي، پر اُن تي ويڙهيل ڌاڳا نہ سَڙندا آهن. يعني ”سچ جيِ جئہ آهي.“ ڏونهينءَ جي اڳيان سڳڙو ٻڌيِ پوڄا ڪبيِ آهي. اُن مهل چئبو ”ڌائي ڌرم، وڌي ڪرم شُسي ڏياري آشائتي آش ڪري، ورڙو ٻوليِ، شريِ سنوت راڻيِ! تنهن جي پهرين آڪاڻيِ.“ ڏوڙئيِ کان پوءِ پهرئين آرتوار تي ٽِڪيون تري سڄ ديوتا جي آڪاڻيِ ٻڌيِ سڳڙو ٻڌبو آهي. آرتيءَ مهل چئبو- ”جِس گهر وِرتر مان، تِس گهر راجا راڻيِ پوڄيو- راڻيِ موتيئڙيِ چونڪ چراءِ هرڪ منورا پوڄيو، راڻيِ راڻل ڏي، پهرئين منگل ورتيو.“ (اِئين ٣ دفعا چئبو). روٽ ڪوڪيون ڪٽي تيار ڪبيِ آهي. پوءِ هوليِ واريءَ ڏونهينءَ کي نمسڪار ڪري ڪجهہ پرساد اُن ۾ وجهيِ، ٿي ڦيرا ڙالون ڏينديون آهن. نوان شاديِ ڪيل گهوٽ ڪنئاريون پلئہ پليِ ٻڌيِ ڏونهينءَ وٽ پوڄا ڪري ٿي ڦيرا ڏيندا آهن. اُن ڏونهينءَ مان دُکيل ڇيڻو گهر جي چلهہ ۾ وجهيِ ٻاربيِ آهي، جا سڄو سال وسائبيِ ڪانهي. وريِ ٻيِ هوليءَ تي نئين باهہ شروع ڪبيِ. ان ڏونهينءَ مان ٿوريِ رک کڻيِ، اڱڙيءَ ۾ ٻڌيِ گهر جي ڪُنڊ ڪُڙڇ ۾ رکي ڇڏبيِ، جا سڄو سال پيئيِ هجي تہ ڪوبہ جيو جنت نانگ ٻلا نہ ايندا. گيهر کائبا.

(٦٦) ڌوڙيو- هوليءَ جي ٻئي ڏينهن ڌوڙيو ٿيندو آهي. اُن ڏينهن ماڻهو پُسيل رنگن جون پچڪاريون ڀري هڻندا آهن ۽ ڪئين رنگن جا گلال هڻندا آهن. هوليءَ جا سانگ بہ ڪندا آهن. ٻنپهرن کان پوءِ سنان ڪري اَڇا ڪپڙا پائي هڪ هنڌ گڏ ٿي ڀڄن ڀاءُ ڪندا آهن. گلال جو سوڻ ڪندا آهن. سنڌ ۾ ڪيسوڦل ڪاڙهي اُنهن جو پيلو پاڻي هڻندا هئا. پوءِ گيهر پڪوڙا وراهي کائيندا آهن. چوندا آهن تہ ”ڦڳڻ ڦلاريو ڏينهان اونهارو راتيان سيارو.“ ٻيِ چوڻيِ آهي تہ ”ڦڳڻ جي مهني ۾ سَوڙ ڪٽيِ ٻاهر سُمهجي ۽ ٻِڌي جي مهني وچٽيِ ڪٽيِ اندر سُمهجي.“

(٦٧) رنگ پنچمي- ڦڳڻ جي اونداهي پنڄئين تي هي ڏڻ ٿئي ٿو. هيءُ ڏينهن ڪرشن ڀڳوان جي مندر ۾ ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي. هن ڏينهن تي سڀئيِ هڪ ٻئي تي رنگ وجهندا آهن.



## متفرقہ ڏينهن

(٦٨) ايڪاڏشي يا گيارس- هر مهني ۾ ٻہ ايڪادشيون ٿينديون آهن. هڪ سهائيِ پکش ۾ ٻي اونداهيِ پکش ۾. اُن ڏينهن ماڻهو ورت رکندا آهن. ڀڳوان جو ڀڄن ۽ پوڄا پاٺ ڪندا آهن. اَن نہ کائيندا آهن ۽ ڦلهار کائيندا آهن. اُن ورت ۾ ڏاڙهون يا نارنگيون يعني کٽا ڦل نہ کائبا آهن. ڪتيِ ۽ ڦڳڻ جون سهايون گيارسيون مکيہ ليکبيون آهن. ڇيٽ جيِ ايڪادشيِ نرجلا ٿينديِ آهي. اُن ڏينهن نہ کائبو، نہ پيئبو آهي. گيارس جو ورت ٻارس تي ڀڳڙا کائيِ ڇوڙبو آهي.

### ايڪادشين جو نقشو

| جريان نمبر | مهنو | پکش | نالو ايڪادشيءَ جو | ورت رکڻ جو ڦل |
|---|---|---|---|---|
| ١- | چيٽ | شُکل | ڪامدا | اُتم سُک ڏيڻ واري. پاپ روپي ڪانين کي جلائڻ لاءِ اڳني آهي. |
| ٢- | | ڪرشڻ | ورروشيني | نروڳي ڪايا - اُتم آهي |
| ٣- | ويساک | شُکل | موهني | موهہ کان مکت ٿئي ٿو |
| ٤- | | ڪرشڻ | اَپرا | وڏا پاپ ناس ٿين ٿا. دان پڇ ڪجي. اِنڇا نہ ڪجي. |
| ٥- | جيٺ | شُکل | نرجلا | مکتي ملي. وئنکٽ ۾ واسو ملي ٿو. |
| ٦- | | ڪرشڻ | يوگني | ٨٨ هزار براهمڻن کارائڻ جيترو ڦل ملي ٿو، سنسار مان پار لنگهائڻ واري آهي |
| ٧- | آکاڙ | شُکل | ديوشَيني | هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ سک ڏيارڻ واري آهي. |
| ٨- | | ڪرشڻ | ڪامڪا | تلسي يا ڀڳوان اڳيان گيهہ يا ترن جي تيل جو ڏيئو رکي سرڳہ پراپت ٿيندو. |
| ٩- | سانوڻ | شُکل | پُتردا (پويترا) | اڳئين جنم جا پاپ ناس- پتر سنتان ٿيندو. |
| ١٠- | | ڪرشڻ | اَجا | سڀ پاپ نشٽ. انت سمي سرڳہ ۾ وڃي ٿو. |
| ١١- | بڊو | شُکل | وامن (جل جهولني) | برهما وشنو مهيش جي پوڄا ٿي، دان ڪجي، سڄو ڦل ملي ٿو. |
| ١٢- | | ڪرشڻ | اِندرا | دک نہ ٿيندا. مکتي پراپت. |
| ١٣- | اَسوُ | شُکل | النڪشا (پاپاڪنٽني) | ڌن دولت ان وغيره ۾ برکت، سکہ يوڳي سرڳہ ۾ وڃي. |
| ١٤- | | ڪرشڻ | رما | منوڪامنا پوريون. |
| ١٥- | ڪَتي | شُکل | هرپربوڌني (ديو پربوڌني) | منوڪامنا پوريون. |
| ١٦- | | ڪرشڻ | اُتپنا (اُتپتي) | ماسڪ روڳ ناس. |
| ١٧- | نهري | شُکل | موکشدا | دک سپرش نہ ڪندو. |
| ١٨- | | ڪرشڻ | سڦلا | سک ماڻي- مکتي حاصل ڪندو. |
| ١٩- | پوهہ | شُکل | پُتردا | پتر سنتان ٿيندو. |
| ٢٠- | | ڪرشڻ | شٽتلا | سرير نروڳو- سڀ پاپ ناس. |
| ٢١- | مانگهہ | شُکل | جيا | پريت جوڻ نہ پائيندو- وئڪنٽ ۾ واسو ڪري. |
| ٢٢- | | ڪرشڻ | وجيا | سوڀ ۽ جس ملندو. |
| ٢٣- | ڦڳڻ | شُکل | آملڪا (آملڪي) | ١٠٠٠ گئودان ڪرڻ جو ڦل ملندو- منوڪامنا پوري. |
| ٢٤- | | ڪرشڻ | پاپ موچني | سڌين ڏيڻ واري- ڪلياڻڪاري- پاپ ناس ڪرڻ واري. |
| ٢٥- | اڌڪ يا | شُکل | پدمڻي | سڀ روڳہ نشٽ- سک يوڳي- منوڪنا پوري. |
| ٢٦- | پرشوتم | ڪرشڻ | پرما (پدما) | سڀ دک دور. |

(٦٩) ستنارائڻ- پورڻماسيءَ جي رات جو چنڊ سڄو ڪڙندو آهي، اُهو ڏينهن شڀ ليکبو آهي. اُن ڏينهن ستنارائڻ ٿيندو آهي. ماڻهو ورت رکندا آهن. شام جو جهنگ مان گانين موٽڻ مهل ستنارائڻ جي ڪٿا ٻڌي ورت ڇوڙبو آهي. پرساد يوڳاڙي جو ڪبو آهي، اُن ۾ ڦل ملائبا آهن. آرتيءَ بعد چرڻامرت وني پرساد ورتائبو آهي. وشنو ڀڳوان جي نمت رکيو ويندو آهي.

(٧٠) گڻيش چوٿ- هر مهني ڪرشڻ پکش ۾ گڻيش چوٿ ٿيندي آهي. اُن ڏينهن سُهاڳڻ زالون ۽ ڪنواريون ڇوڪريون ورت رکنديون آهن ته سهاڳ جو سُک ماڻين. رات جو چنڊ کي ارگهه ڏيئي ورت ڇوڙبو آهي. اُن ڏينهن شام جو براهمڻ ورت جي آکاڻي ٻڌائيندو آهي. اُن مهل ٿالهيءَ ۾ اٽي جو ڏيئو ٻاري رکبو آهي ۽ اُن ۾ تِر به وجهبا آهن. آکاڻي ٻڌڻ بعد براهمڻ کي تِر ۽ ڏکڻا ڏبي آهي. ورت ڇوڙي تاهري کائبي آهي.

(٧١) منگل تي گڻيش چوٿ- جيڪڏهن منگل ڏينهن گڻيش چوٿ ٿئي ته هن کي ”سنڪٽ هرڻ گڻيش چوٿ“ چئجي ٿو. هن ڏينهن تي پوڄا ڪري سوپاري لوڏائي چئبو آهي ته ”ٽڪ چمني مون پيري، چوٿ منگل واري - مان جا پوڄيان چوٿڙي، سنڪٽ ڪاٽن هار، جهڙو راجا ڦل ڏئي، تهڙو سڀ ڏيار.“

(٧٢) پردوش ورت- پردوش ورت هر مهني ڪرشڻ پکش جي ٻارس ۽ تيرس تت گڏجي يا تيرس تي ٿيندو آهي. هن ڏينهن زالون ورت رکنديون آهن. هي ورت شوَ جو مڃيو ويندو آهي.

(٧٣) ٻيا ورت- ڪي ماڻهو سومر تي ڪي ماڻهو ڇنڇر تي به ورت رکندا آهن. اُنهن جي رکڻ ۽ ڇوڙڻ جي وِڌي ساڳي آهي، جيئن ٻين ورتن ۾ ڪبو آهي. ڪي ماڻهو وسپت ڏينهن ايڪاٽو رکي وسپت ديو جي ڪٿا ڪري ڪاري ڏاک ۽ ڀڳڙا پرساد ڪري وراهيندا آهن ته ڌن جو واڌارو ٿئي.

(٧٤) اُماس- اُماس هر مهني ڪرشڻ پکش ۾ ٿيندي آهي. هن رات چنڊ اصل ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو آهي. اِنڪري ڪاري رات به چوندا آهن. هن اُماس کي لوڪڪ يا ديو اُماس چئبو آهي. ڪڏهن ڪڏهن پتريڪ اُماس الڳ ٿيندي آهي. ان کي پِترن جي اُماس چئبو آهي ۽ پِتر ڪارائبو آهي. ڪي ماڻهو ديو اُماس جو ورت رکندا آهن.

(الف) چيٽي اُماس- چيٽي اُماس ڏسو ڏڻ نمبر ١١ صفحو ٣٨٠.

(ب) هريالي اُماس- هرياليءَ اُماس ڏسو ڏڻ نمبر صفحو ٣٨١.

(ث) سوموتي اُماس-
(د) سوموتي اُماس-
سوموتي اُماس يا موني اُماس سال ۾ هڪ يا ٻه دفعا سومر جي ڏينهن تي ٿيندي آهي. اُن ڏينهن صبح جو سوير اُٿي بنا ڳالهائڻ جي درياهه تي وڃي گونگي ٽُٻي ڏبي آهي. تنهن کان پوءِ ڳالهائبو آهي. اُن جو ڦل سُنو ملندو آهي. نياڻين کي جليبيون کارائي پئسو ٽڪو ڏکڻا ڏبي آهي. هاٽي وڏيڪ ڏيندا آهن.

(٧٥) چنڊ- هر سهائي ٻيج تي نئون چنڊ ڏسبو آهي. ڪڏهن تٿين جي گڏجڻ سبب ايڪم جو به ٿيندو آهي. مهني پوري ٿيڻ تي ٿيندو آهي. وڏيڪ ڏينهن ڪري ليکبو آهي. ماڻهو سنجها جو مِنو آکو درياهه يا کوه تي پائيندا آهن. اُڏيري لعل جا پوڄاري ڀهراڻو ڪيندا آهن. اڳي رات جو



ڪيرٽي يا تاهري کبي هئي پر هاٽي ڪو ڪو ٽو ڪري. ٻيج جو نئون چنڊ ڏسي ڪيس نمسڪار ڪبي آهي. چئبو آهي: ”چندرا ٻلي ڪرڪُل جي ڀلي.“ نئون چنڊ ڳولي به درشن ڪجي. ٻڌي ۾ چوٿ تي چنڊ ڏسڻ سان ڪوڙو ڪلنڪ لڳي ٿو. هن لاءِ ڏسو پتر پوڄائڻ ڏڻ نمبر ٢٦ صفحو ٤١١. چيٽي چنڊ جو مهتو وڏيڪ آهي، اُن لاءِ ڏسو ڏڻ نمبر ١، صفحو ٤٠٦.

(٧٦) گرهڻ- گرهڻ سال ۾ هڪ يا ٻه ٿيندا آهن. چنڊ گرهبو ته چنڊ گرهڻ پورڻماسيءَ تي ٿيندو آهي. سج گرهبو ته سج گرهڻ اُماس تي ٿيندو آهي. گرهڻ ۾ ١٢ ڪلاڪ اڳ سوتڪ لڳندو آهي. سوتڪ کان گرهڻ ڇٽڻ تائين کائبو پيئبو ڪونه آهي. پر ٻارن، ٻڍن ۽ بيمارن تي ميار ڪونهي. گرهڻ ۾ دان پڇ ڪرڻ سٺو آهي ته گرهن جي پيڙا لهي. دان ۾ گهڻو ڪري ٽامي جو سِڪو، لوهه جي ڪِلي، تيل ڪڙو ۽ نيرو ڪپڙو صفائي ڪرمچارين کي ڏبو آهي. گرهڻ وقت گرڀٽي زال ۽ اُنجو پتي ليٽي آرام ڪندا آهن پر اکيون نه پوربيون آهن، نه ته ٻار تي اثر پوندو جو جمڻ کانپوءِ ظاهر ٿيندو. کاڌي جي شين ۾ ڏڀ وجهي رکبا آهن ته اُنهن تي گرهڻ جو اثر نه ٿئي. گرهڻ ۾ ٻاندر ۽ ٻيا جانور به وڃي لڪندا آهن. گرهڻ ۾ هري ڪيرتن ڪيو وڃي. گرهڻ ڇٽڻ کانپوءِ سنان ڪري ڪپڙا بدلائي پوءِ کاڌو رڌي کائبو آهي. رکيل پاڻي به هاري ٻيو نئون پاڻي ڀربو آهي.

(٧٧) چار ڏڻ- هندن ۾ چار ورڻ آهن. ١. برهمڻ ٢. کتري ٣. وئش ٤. شودر. چئن ورڻن جا چار ڏڻ آهن. ١. برهمڻ لاءِ جنماشٽمي، ٢. کترين لاءِ دسهڙو، ٣. وئشن لاءِ ڏياري، ٤. شودرن لاءِ هولي. پر چارئي ورڻ چارئي ڏڻ ملهائيندا آهن. وهانءَ شادي وغيره ۾ پنهنجي پرٽيل نياڻيءَ کي چار ڏڻ ڏيندا آهن. ڪي ثابت ڏين، ڪي اُنهن جو ناڻو ڏين، ڪي ڪجهه ثابت ڪجهه ناڻو ڏين.

**٢. ٻوڌين جا وڏا ڏينهن-** (١) ٻڌ جينتي- ٻڌ ڌرم وارا مهاتما گوتم ٻڌ جي جينتي ملهائيندا آهن.

**٣. جينين جا وڏا ڏينهن-** (١) مهاوير جينتي- جيني مهاوير جي جينتي ملهائيندا آهن.

(٢) ورت- اُنهن جا خاص ورت مقرر آهن جي اُنهن ڏينهن تي ورت رکندا آهن.

**٤. سِکن جا ڏينهن-** (١) گرو نانڪ جينتي- گرو نانڪ جينتي ڪتيءَ جي پورڻماسيءَ ڏينهن تي ملهائيندا آهن. گرو گرنٿ جو پاٺ رکندا آهن، پرساد وراهيندا آهن ۽ ڀنڊارو به ڪندا آهن.

(٢) گرو گوبندسنگهه جينتي- گرو گوبندسنگهه جينتي پوهه مهني ۾ مٿئين طرح ملهائيندا آهن.

(٣) ۽ (٤) گرو ارجن ديوَ ۽ گرو تيغ بهادر جو شهيدي ڏينهن- گرو ارجن ديوَ جو شهيدي ڏينهن جيٺ ۾ ۽ گرو تيغ بهادر جو شهيدي ڏينهن نهريءَ ۾ ملهائيندا آهن.

(٥) ويساکي- ويساکي ويساک ۾ ميک سنڪرات تي ٿيندي آهي. اُن ڏينهن گرو گوبندسنگهه خالصا پنٿ هلايو، تنهنڪري وڏو ڏينهن ڪري ملهائيندا آهن.

**۵. مسلمانن جا وڏا ڏينهن** - (۱) عاشورا- محرم جي مهني ۾ ڪربلا جي مئدان ۾ مارجي ويل مير حسن ۽ حسين جي يادگيريءَ ۾ ماتم ڪندا آهن. پٽيندا آهن ۽ مرثيه پڙهندا آهن. پڙ ۾ انگاس چاڙهيندا آهن، تابوت ۾ سيج گهمائيندا آهن. سنڌ ۾ رکي چڙهيندا هئا پر پارت ۾ اُهي ڪربلا جي مئدان ۾ دفن ڪندا آهن. هي سڀ شيعا مسلمان ڪندا آهن. سُني مسلمان مائيٽي نموني ۾ شوڪ ڪندا آهن.

(۲) صفر پوئين اربع- صفر جي مهني ۾ آخري ٻڌر تي هي ڏينهن ملهائيندا آهن.

(۳) عيدالفطر- رمضان جو سڄو مهنو روزا رکي آخري چنڊ ڏسي عيد ملهائيندا آهن. نوان ڪپڙا پائي جامع مسجد يا ٻين مسجدن ۾ وڃي نماز پڙهندا آهن پوءِ پاڻ ۾ ڀاڪر پائي ملي عيد مُبارڪ ڏيندا آهن ۽ رات جو سيئون يا ٻيا سنا طعام تيار ڪري کائيندا آهن.

(۴) عيد الظها- ذوالحج واري مهني ۾ ٿيندي آهي. هنڪي ٻاڪري عيد به ڪري چوندا آهن. جو اُن ڏينهن ٻڪر يا ڇيلي جو گوشت ۽ ٻيا سنا طعام کائيندا آهن. نماز پڙهندا آهن. عيد مُبارڪ ڏيندا آهن. مٿئين نموني ملهائيندا آهن.

(۵) عيد ملاد- (۶) ٻارهه وفات- حضرت پيغمبر محمد صاحب جو جنم ڏينهن جو خوب ملهايو ويندو آهي. خوشيون ڪيون وينديون آهن. نوان ڪپڙا پائبا آهن ۽ سنا طعام کائيندا آهن.

(۷) روزا- رمضان واري مهني ۾ ۳۰ ئي ڏينهن روزو رکندا آهن. صبح جو روزو رکندا آهن ۽ سج لٿي کانپوءِ ڇوڙيندا آهن. سڄو ڏينهن نه کائيندا آهن نه پاڻي پيئندا آهن.

(۸) نماز- روز ۵ ئي وقت نماز پڙهندا آهن. خاص ڪري جمع ڏينهن منجهند واري نماز مسجد ۾ وڃي پڙهندا آهن.

**۶. ڪرستانن جا وڏا ڏينهن** - (۱) گڊ فرائيبڊي- اپريل جي مهني ۾ شڪروار ڏينهن ملهائيندا آهن، جو اُن ڏينهن حضرت يسوع مسيح کي صليب تي چاڙهي هٿن ۽ پيرن ۾ لوه جون ڪِليون هڻي شهيد ڪيو ويو. اُن ڏينهن ديول ۾ ويندا آهن، بائيبل پڙهندا آهن، شهيدي ڏينهن ملهائيندا آهن.

(۲) ايسٽر- حضرت يسوع مسيح ڪن شرڌالن کي ساکيات درشن ڏيئي نهال ڪيو هو، تنهن کي ايسٽر چوندا آهن ۽ ڏينهن ملهائيندا آهن.

(۳) ناتال- تاريخ ۲۵ ڊسمبر حضرت يسوع مسيح جو جنم ڏينهن آهي، تنهن ڪري ديول ۾ ويندا آهن. بائيبل پڙهندا آهن. نوان ڪپڙا پائي خوشيون ملهائيندا آهن.



:: باب ارڙهون ::

# راڳ، ساز ۽ پڳنيون

## ۱. راڳ يا ڳائڻ

راڳ آتما جو انگ آهي. اسانجي رڳن ۾ سمايل آهي. راڳيندڙ اُنهن کي ڇيڙي لرزش پئدا ڪري ڇڏين ٿا. راڳ اِنساني دل مان نڪرندڙ ياونائن جي پئدائش آهي. من مان اُٿندڙ جزبا يا اُمنگ آهن. اِنسان جو راڳ سان جمڻ کان وٺي مرڻ تائين لاڳاپو آهي. موسيقيءَ جو ماڻهو، مرون ۽ ماحول سان گهرو لاڳاپو آهي. راڳ ڪل مخلوقات جو رُوح آهي.

"دل جي ڌڙڪڻ اندر لئه به آ تال پيي - ساهه ۾ پڻ سمايل ڪو سنگيت آ؛
آهه سنسار سارو به چڻ ساز ڪو - هيءَ حياتي به چڻ ڪو مڌر گيت آ."

وشنوُ طبلو ۽ مردنگ وڄائيندو آهي، برهما ڪنجهوُ ۽ جهانجهه وڄائيندو آهي ۽ شِوَ نچندو آهي. اِنهيءَ مان سمجهي سگهجي ٿو ته راڳ ۽ راڳڻين جو ڪيڏو نه مهتوَ آهي. راڳ سان بيمارين جا علاج ٿيندا آهن. راڳ تي جانور به مست ٿيندا آهن. جيئن هرڻ مردنگ تي ۽ نانگ مُرليءَ تي. هڪ درويش چيو آهي ته: "تن را تنبور سازم، رڳها چه تار تار - ديگر سرود نيست، بجز يار يار." اُن جو مطلب ته تن کي تنبورو ڪاهيو اٿم ۽ رڳن کي تارون، ٻيو ڪو ساز ناهي، اِهي ئي پيئون ڳائن يار يار. شاه عبداللطيف چيو آهي ته: "تن تسبيح من مڻيو، دل دنبورو جن سي سُڻائي جاڳن، ننڊ عبادت اُن جي." اِنسان پنهنجي ذاتي سڀاءَ ڪري شاعر آهي ۽ راڳ سندس روح ۾ آد کان سمايل آهي. "راڳ" لفظ جي اصلي معنيٰ ئي آهي موج يا روح ريلو. راڳ تمام دلپذير شئه آهي ۽ منجهس جادوءَ جهڙو اثر آهي. وشنوءَ جي اوتار شري ڪرشڻ مُرلي وڄائي. سرسوتي ديوي سازن جي راڻيءَ ويڻا وڄائي.

گونجيا گيتن سان اوتارا، خوب وڄائڻ وارا، چنگ گهڙا نڙ ۽ يڪتارا؛
ڳوٺ جي باغ ۾ ايندا هوندا، ڳائڻ وارا، سارنگي منڪو ۽ يڪتارو وڄائڻ وارا؛
سڀ ڪنا ٿيندا هوندا، رنگ جمائڻ وارا، عشق الله جو آلاپ ٻڌڻ وارا.

۱- راڳ جي پئدائش- راڳ اصل پئدا ٿيو هڪ پکيءَ مان، جنهنجو جوڙو ٿيندو آهي. هو جڏهن مرڻ جي نزديڪ ٿيندو آهي، تڏهن ڪاٺين جهوپڙي ناهي، ديپڪ راڳ ڳائيندو آهي. راڳ ڳائڻ ڪري جهوپڙيءَ کي اچي باه لڳندي آهي ۽ اُن ۾ پاڻ سڙي ويندو آهي. وري اُن مان آنو پئدا ٿيندو آهي جو وري پکي ٿيندو آهي.

۲- راڳن جا نالا- ڪل راڳ ڇهه آهن، هرهڪ کي ۵ اِستريون ۽ ۸ پٽ آهن. سي ٿيا ۶ راڳ، ۳۰ راڳڻيون، ۴۸ پٽ ڪل ٿيا ۸۴. راڳ: ۱. ڀيروُ ۲. هنڊول ۳. مينگهه ۴. سريراڳ ۵. ديپڪ ۶. مالڪوُنس. هندو ماڻهو ورهيه ۾ ڇهه رُتيون ليکيندا آهن. هرهڪ رُت لاءِ هڪ راڳ رکيائون.

راڳ (ديوتا)- راڳن کي تمثلي طرح ديوتائون ڪري سڏيائون. هرهڪ ديوتا کي پنج زالون ۽ اَٺ پٽ آهن. زالن کي راڳڻيون ڪري ڪوٺيائون. راڳن ۽ راڳڻين کي مجسم ڪري هرهڪ جي دلڪش تصوير سندس مضمون موافق ڪڍيائون. مثلا-

(۱) ڀيروَ- ڀيروَ کي شِوَ ڀڳوان وانگر ٽي اکيون آهن. پيشانيءَ تي چنڊ پيو چمڪي، جٽائن مان گنگا پيئي وَهيس. مٿي تي واسينگ نانگ ويڙهيل اٿس ۽ ڳچيءَ ۾ کوپرين جي ڪنٺي پيل اٿس.

(۲) هنڊول- هنڊول سوني هندوري ۾ پيو لڏي. سندس چوڌرد ڪيتريون اپڇرائون بيٺل آهن، جي هندورو پيئون لوڏين ۽ راڳ پيئون ڳائين.

(۳) ميگهه- ميگهه لفظ جي معنيٰ ئي آهي ڪڪر ۽ اُنهيءَ مان سنڌي لفظ مينهن (برسات) نڪتو آهي. ميگهه جو ورن ڪارو آهي، پيلي پوشاڪ اٿس، هٿ ۾ تکي ترار اٿس ۽ ڪڪر تي سوار آهي. عام طرح اِئين چوندا آهن ته ميگهه راڳ کي پوريءَ وڌيءَ سان ڳائي ته اُمالڪ مينهن پوي.

(۴) سريراڳ- سريراڳ هڪ سهڻو جوان آهي. اڇي پوشاڪ پيل اٿس. لعلن ۽ بلورن جي ڪنٺي ڳلي ۾ اٿس ۽ هٿ ۾ ڪنول گل جهليو بيٺو آهي.

(۵) ديپڪ- ديپڪ لفظ اُهو آهي جنهن مان سنڌي لفظ ''ڏيئو'' نڪتو آهي. ديپڪ کي باه وانگر چمڪاٽ ڪندڙ ڪپڙا پهريل آهن. پيشانيءَ مان آگ جا اُلا پيا نڪرنس ۽ هڪ مست هاٿيءَ تي سوار آهي. چوندا آهن ته ڏيئي ۾ تيل ۽ وَٽ وجهي ڪو پوريءَ طرح وِڌيءَ سان ديپڪ راڳ ڳائي ته ڏيئو پاڻمرادو ٻري پوي. ڪي ته اِئين به چون ٿا ته اِهو راڳ پوريءَ وِڌيءَ سان ڳائي ته آگ جون اليلون سندس اندر مان نڪري خود کيس جلائي پورو ڪن.

(٦) مالڪوَنس- مالڪوَنس هڪ ڏٺو مٺو جوان آهي. مُنهن مان رت پيو ٽِمي‌يس. اکيون نشي ۾ مخمور اٿس ۽ هٿ ۾ لٺ اٿس، لباس سندس نيلو آهي. ڳچيءَ ۾ موتين جي مالها پيل اٿس.

بيت : دوارڪا پرساد ڀاٽيا روهڙيءَ واري فبروري ۱۹۱۲ع ۾ هيٺيون بيت ڏنو هيو:

پهريون ڀيروَ بادشاه، ٻوجا مالڪوَنس وزير؛
ٽيجو هنڊول قاضي، چوٿان ديپڪ ڪوٽوال؛
پنجون سري جلوه دار، ڇهون ميگهه مَلهار.

۳- مشهور ڳائيندڙ- (الف) گويو- گسائين يا گوسوامي برهمانند پٽ گوسوامي چيتن گر، هي سنياسي ٻائو هو ۽ مشهور هوشيار راڳيندڙ هو. هي حيدرآباد سنڌ جو رهندڙ هو. هي گائن وديا ۾ تمام قابل هو. سڀ راڳ ۽ سُر ڄاڻندڙ ۽ ڳائيندڙ هو. هي پورو گويو هو ۽ سڏبو به گويو ئي هو. هي ساز به ڪيترائي وڄائڻ ڄاڻندو هو. هي پروفيسر به هو. هن هارمونيم سِکڻ لاءِ ڪتاب به لکي ڇپايا هئا. جهڙوڪ سنگيت سار پرڪاشڪ جلد ۱ ۽ ۲، تنهن کان سواءِ ٻيا ڪتاب لکيا هئائين پر نالا معلوم ڪونه ٿي سگهيا آهن. هي پاڪستان ٿيڻ بعد ۱۹۴۸ع ۾ سنڌ مان لڏي اچي جئپور رهيو. هتي جئپور جي راجا جي گائن وديالي ۾ پرنسيپال جي نوڪريءَ تي هو ۽ ڪاليج جي وديارٿين کي گائن وديا سيکاريندو هو. سنڌ ۾ ته مشهور هو پر هندستان ۾ به نالو ڪڍيائون. جئپور ۾ هي سرڳواس ٿيو.



(ب) سنڌ جي ڪوئل- سنڌ ۾ هڪ مسلمان عورت ''جيوڻي'' نالي هئي. هوءَ شڪل شبيه جي شاندار ڪانه هئي. بدن ۾ ڀريل ۽ رنگ جي سانوري هئي. پر خدا تعاليٰ هنجي ڳلي کي اهڙو سُريلو بڻايو هو جو ڪيا بات! آواز بُلند ۽ شيرين هو. جڏهن ڳائيندي هئي ته ٻڌندڙ مگڌ ٿي ويندا هئا ۽ تعريف ڪرڻ کانسواءِ رهندا ئي ڪونه هئا. هوءَ ''سنڌ جي ڪوئل'' سڏبي هئي. هنکي پنهنجي سازيندڙن جي ٽولي هئي. هيءَ عام طرح ميلن ۾ ڳائيندي ۽ نچندي هئي. ماڻهو ٽڪيٽ وٺي اندر ويندا هئا پر ٻڌندڙ هنکي اِنعام طور روپيا به جام ڏيندا هئا. هنکي شاهوڪار شادين ۾ به ڳائڻ لاءِ گهرائيندا هئا.

(ث) سنڌ جي بُلبل- ڪماري ڀڳونتي ناواڻيءَ جو جنم نصرپور تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ تاريخ ۱ فبروري ۱۹۴۰ع ۾ ٿيو. هيءَ به تمام سني ۽ مشهور راڳيندڙ هئي. ڳلو سُريلو ۽ آواز تمام سنو هوس. لئه تال ۾ شيري هئس. ٻڌندڙ گاني تي موهت ٿي پوندا هئا، تنهنڪري ''سنڌ جي بُلبل'' سڏبي هئي. هنکي به سازيندڙن جي پنهنجي ٽولي هئي. ٽوليءَ جو اڳوان گوبند مالهي هو. ماڻهو هنکي ميلن، جلسن ۽ شادين ۾ گهرائيندا هئا. هوءَ اسٽيج تي وڻي ڳائيندي هئي ۽ مزيدار موڄ مچائيندي هئي. هيءَ ننڍي وَهيءَ ۾ بمبئي شهر ۾ تاريخ ۲۲ آڪٽوبر ۱۹۸٦ع ۾ پرلوڪ پڌاري وڃي پرماتما وٽ پهتي. هن جا رڪارڊ گهڻيئي ڀريل آهن جي ماڻهو وڄائي آنند وٺندا آهن ۽ اڄ به هنکي ياد ڪندا آهن.

(د) ڪبير شاعر جو شعر - بغدي بلوچن جا، اَٺ ويهون اُٺن - ڏاڙي خاطر ڏاريا، مَهري ملوڪن؛ ٽنگن ڊگها وچن سگها، جن جا چيريا چَپ چُرن - ڪنڍن ڪارا ڇِپ ڀُهارا، جنجا ڪرُ نه ڪڙڪو ڪن؛ نڪ ۾ نوڙي، وچن ٻوڙِي، پختي بلوچن - منزل مارڻ، پوءِ نهارڻ، اهو عيب اُٺن؛ وڃي واءُ چڙهن، ته به ڪنبن ڪين ''ڪبير'' چوي.

(ع) پلو-

۱. اول ۾ الله پلو، پلا يار سنڌوءَ جا تازا پلا، لطف ۽ لذت ۾ سڀ کان پلا؛
وٽي خوب وه واه، پلي جو پلاه، پڪل ۽ تريل، الا ڙي الا.

۲. مڙس کي ته ناڻو پلو، انڌن ۾ ڪاٺو پلو، مڪڻ ۾ چاٺو پلو، مڇيءَ لئه مهاڻو پلو.

۳. محبت جو ماسو پلو، دلبر جو دلاسو پلو، خِلوَتي خاصو پلو، لفنگ کان پاسو پلو.

۴. مال به اونو پلو، گهر جو ڪوئو پلو، سودو به سوئو پلو، پچڻ لاءِ پونو پلو.

۵. روپيو به روڪ پلو، بڪرين ۾ ٻوڪ پلو، ماني ٽڪر سوڪ پلو، بي ڳِلائو لوڪ پلو.

٦. چور کي پادر پلو، سچي کي آدر پلو، آس لٿي قادر پلو، جاءِ کي سَر در پلو.

۷. ڪٽڪ تان سوئو پلو، مينهن تان گوهو پلو، اٺ جوتان ٿوهو پلو، گاڏيءَ جو دونهون پلو.

۸. گهوڙو ته ڪُميت پلو، مٿي ڪارو ڪيس پلو، ديس کان پرديس پلو، مرد کي اڇو ويس پلو.

۹. ڪوه تي رَسي پلي، عورت کي هَسي پلي، دوست سان چيس پلي، بلا سان جا وسي پلي.

۱۰. تڙ مٿي لِڪ پلي، منڍيءَ تي ٽِڪ پلي، پاڻيءَ مٿي تِڪ پلي، سڄڻ جي سِڪ پلي.

(۴) گيتن جا قسم- گيتن جا ڪيئين قسم آهن، جن جا نالا هيٺ ڄاڻائجن ٿا: ۱. لوليون، ۲. لاڏا، ۳. ساکيون، ۴. گيت (ڳيچ)؛ هنن جا ڪيئين قسم آهن، ۵. ٻال گيت، ۶. پوڄا جا گيت، ۷. ڪٿا جا گيت، ۸. اوراڻا، ۹. ڇالا، ۱۰. ٻيلڻ، ۱۱. مورا، ۱۲. هيرا، ۱۳. جمالو، ۱۴. پڄڻ (شبد)، ۱۵. سميا، ۱۶. ڪافيون، ۱۷. ڪلام، ۱۸. وايون، ۱۹. مداحون، ۲۰. جهولڻا، ۲۱. اپنگ ۲۲. مانجهيئڙو، ۲۳. ڪانگڙو، ۲۴. پنجڙا، ۲۵. راسوڙا، ۲۶. پلاڻا، ۲۷. بيت، ۲۸. سلوڪ (دوها يا دهرا)، ۲۹. ڏوهيڙا، ۳۰. ڳاهون، ۳۱. ڏور، ۳۲. مناجات، ۳۳. مؤلود، ۳۴. پار، ۳۵. مرثيه، ۳۶. سماع، ۳۷. ڪوڏاڻو، ۳۸. همرچو.

گيتن جا نمونا- هرهڪ گيت جون نموني طور ڪي سٽون هيٺ ڏجن ٿيون-

۱- لولي- لوليءَ جا ٻه قسم آهن- ۱. جيجل لولي ۲. مجازي لولي ۳. شاعراڻي لولي ۴. واقعاتي لولي ۵. وَر لولي ۶. پَر لولي ۷. سينگار لولي ۸. مذهبي لولي ۹. سُرائتي لولي (عبدالڪريم سنديلو).

(الف) لولي- لولي لولي لولي، مان آهيان تنهنجي گولي -

جهلي اٿم جهولي، مان توکي ڇوان لولي.

(ب) لولي- وٺن جهليو ٻوڙ، مارو ٿيم ڏوڙ - وڏيو دل جو سوڙ، لولي لولي لولي.

(پ) مذهبي (ڌرمي) لولي- ڪنئيا لولي ڪان لولي - تنهنجي ڪرشن جهولايان، مان ته ڏولي.

(پ) مذهبي (ڌرمي) لولي- پائي پينگهن ۾ ڏيان، گرونانڪ توکي لولي -

نانڪ توکي لولي، ستگر توکي لولي.

(ڀ) لولي- جيجل لولي- ونگووار تنهنجو ڪڏهن ڪونه ٿيندو - تتوواءُ توکي ڪڏهن ڪونه لڳندو، سدائين اڱڻ ۾ لڏي تنهنجي ڏولي - لولي ڏيانءِ لعل لولي.

۲- لاڏا- لاڏل ڪي ٿي پرڻايان، پوُرل ڪي ٿي پرڻايان - آءٌ پرڻايان، مينڌڙي لايان.

اسانجي لاڏيءَ بئنسر سوُهندي، قليون جوڙ بنايان، سيج وڇايان.

۳- ساکي- مُکي اٿائينم سوکڙي، اچي سڄي سوپاري-پڇي وڌم وات ۾، منهنجي وات چڙيو پاڻي؛ چئجو منهنجي راڻل کي، تنهنجي ونڃي ويڳاڻي.

۴- گيت- ڏيءَ ٻائي تون پوپٽ ءِ پٽ راڻي-توکي جا سهندم سون جي ڏاڻي. ڏيءَ ٻائي .... چير گهڙايم ڏيءَ ٻائيءَ ڪارڻ - لاڏي آندي سا لاڏيءَ جوڙيو. ڏيءَ ٻائي ....

۵- پوڄا جو گيت- تلسي ماتا سالگرام - توکي وار وار پرڻام،

مان ڏيان توکي جل جي لوٽي - ڏينديءَ تون وئنڪٽ ۾ ڪوٺي.

۶- اوراڻو- ٻاجهه ڪجان مائي ٻچڙن تي، هي تنهنجا ٻار -

نندڙا نندڙا نازڪ آهن، لهجان سار سنڀار.

۷- ڇالا- چلو ڇيڄ ڀاتم، لوڪئون لڪايان - ڳڻ تنهنجا ڳايان،

ڏنو يار جاني - ڪري مهرباني.

۸- ٻيلڻ- ٻيلڻ والا ڦڻ تيرا ٻيلڻ ڳاوي - دڪان دي ماري، هئڻ کهڙا بار ڇاوي.



۹- مورا- راڻل مورو وينئي ڏيان، راڻل مورو وينئي ڳايان - راڻل مورو موڪل ڏي، -

جبل مٿي چنڊ، تون ڪير سڄڻ، مان ڪنڊ، او راڻل مورو وينئي ڏيان.

جبل مٿي ٻير، ڇا لئي لاتئه دير، او راڻل ٻورو وينئي ڏيان.

۱۰- جمالو- هوجمالو، جيڪو ٽي اينڊو خيرسان، هوجمالو-جنهنجي سوني منڍي ڇيچ ۾ هوجمالو.

جنهن جا وار گهنڊيدار آلا، هوجمالو - جنهن جون اکيون رب رکيون الا، هوجمالو.

۱۱- پڄڻ (شبد)- منهنجي ٻيڙي اٿئي وچ سير تي، پلئه پاپان مان جند پير تي،

جوتين وارا لعل اُڏيرا، ڪيئين ڪن ٿا تو وٽ ڦيرا - تنهنجي مهر اَمير فقير تي.

۱۲- سميا- رل مل منگل ڳايو، سنتو ليئو وڌايو، ساڌو ليئو وڌايو،

اڄ تيڙا ميري اڱڻ آيا، سي ميري من پايو، والو جي وڌايو.

۱۳- ڪافيون- رسي رات راڻو ويو دل ڦسائي-هاڻي مان ڪريان ڪيئن ڏايو پيو ڏسائي،

اهڙو عشق آهي رُلائي پنائي، رکيو سر اڏيءَ تي قتل تو ڪرائي.

۱۴- ڪلام- ڪنڌڙيءَ ۾ ڪلتار ڏنوسين - منهنجو رانجهن رمزن وارو يار،

روحل رام مليو من موهن - ڪٿيو چوراسيءَ جو چارو يار.

۱۵- وائي- تل- آئون راڻا ره رات تنهنجي چانگل ڪي چندن چاريان،

(۱) راتيان ڏينهن روُح ۾ تن تونهين جي تات.

(۲) وينئي نت نهاريان، اچين جي پريات.

(۳) مونکي آهي ميندرا وائي تنهنجي وات.

(۴) اديون عبداللطيف چوي ڏاتر ڏيندم ڏات.

۱۶- مداح- مان مدامي تو سندو، پرتل اٿو جاني بندو-

عرض آزيون تو ڪندو، يا محب مُشفق مهربان.

۱۷- جهولڻو- ماڙِي وچ محبوب ڏٺم، عجب رخ تنهن مُل دا -

ڪڙا خوش ڪلدا، ترس نه تنهن ڪون تِل دا؛

ايجها شمس نه قمر ڏٺوسين، واشبيه شڪل دا-ترس نه تنهن ڪون تِل دا....

۱۸- پنجڙو- اُتر ڏهون آيون سوڌو سانول شاهه - وڻ ٽڻ سڀ ساوا، ساٿو تيڙو ڳاهه،

ماءُ چوي ٿي پٽ ڪي، مکڻ وٺي ڪاءُ-ترندو تارازيءَ، پئسو لڳڙم پاءُ،

اهڙو سانول شاهه، ڏيندو ڏاڻ سين ڪي.

۱۹- بيت- داتار تون، ٻيا مڙيئي منگتا-مينهن منداڻتا وسڻا، پر سدا وسين تون،

جي گهر اچين مون ته ميريائي مان لهان.

۲۰- سلوڪ دوهو- جاڳ مسافر جيئڙا، وينين وطن وساري-

رکي دم دنيا جو، تو ڏيهه ڪي ڏيکاري،

گئو ڪڏي گهر مان، تو ڏڻ ڪتن ڏاري-ڳپڻ ۾ گاري، تو ڌرمون جنم اَمول کي.

٢١- ڏوهيڙو- ڀُنهون پاراتو ڏيان ٿي، مان تہ ٻئي هٿ ڪٽي - هڪڙو تہ جيئرو هجين جهان ۾،
ٻيو ڏاتر ڏينئي عمر گهٽي - هاڻي موت مُئيءَ جا ڏٽي، جو پرچا رهون پاڻ ۾.

٢٢- مناجات- اي ڏٽي آهين اسانجو آسرو آڌار تون- نت نوازش جي نظر رکہ پريو پالڻهار تون،
هن حياتيءَ جو سفر شل سوپ سان سڦلو ڪريون-
بخش سگهہ سائين سباجها، ڏي سُمت سردار تون.

٢٣- مؤلود- ساريو سردار کي نيڻ مون پنا- سرهو سڳ رسول جو، ٻيا مڙيئي ڪنا،
جائو بيبي جام کي، مرڪي سا آمنا- آءُ محمد عربي، عاصي آهن ڏنا.

٢٤- پار - ابل جواني نہ ماڻيہ، مڙهي ماڻ رلاينہ- ابل مقام تنهنجو هنڌ، پيگہہ ماءُ مُنيءَ جو ڪنڌ.

٢٥- مرثيہ- جڏهن حسيني قافلو، ڪاهيائون شام کي- قيدي مڙي امام جي آيا سلام کي!

٢٦- ڪوڏائو- ابل پلي جائو، مون تان لٿو ڏولائو- شل وڏي وڏو ٿيندو، ونې ونې گهر ايندو،
ٿيندم اولادي، نريو نرندي ڏاڏي.

٢٧- همرچو (يعني همراهہ اچو)- همرچي او ويليو ڙي- همر چوڙي لا،
ٻيئان متي ٻگلا ڙي - همر چوڙي لا،
وگر لوتان هونگاري ڙي - همر چوڙي لا.

٢٨- سماع- عربي لفظ ”سماع“ جو سنسڪرت ۾ برابريءَ وارو لفظ آهي. ”سمهن“ جنهنجو مطلب آهي دل جو سُڪون، اندر جو آنند، نجات يا مڪتي، هن روحاني راڳ ۾ ڪافي جٿا حصو وٺن. هي ناچ مَردن جو آهي. درويشن جي درگاهن خانقاهن عيد يا عرس تي ڪيو ويندو آهي. هن ناچ ۾ چوٽيدار ڪلاه پائي، وڏا چوڙيدار پڙا ٻڌي زور زور سان وڏيون ڦيريون پاتيون ويندون آهن. ٻانهن کي هوا ۾ اُڇليو ويندو آهي. پيرن جي چرپر سان هٿ متي ڪري هٽبا آهن. راڳ سان نچندا ويندا آهن.

## ٢. ناچ ۽ اُن جا قسم

ناچ جا بہ ڪيترائي نمونا آهن، اُنهن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

(١) سنڌي ڀڳتن جو ناچ- ڀڳت ۾ ناچو مُرين ۾ گهنگهريا ٻڌي طرح طرح جا ناچ ڪندا آهن. سازن جي سُرن تي تال ملائي سڌو، پاسيرو، گول چڪر ۾ نچن ۽ ڦيريون پائي نچن وغيره وغيره.

(٢) ٽپڙو- ٽپڙو اِسترين جو ناچ آهي ۽ گجراتي گربي سان مشابهت رکي ٿو. هي ناچ اڪثر هوليءَ جي چانڊوڪين راتين ۾ کُليل اڱڻ يا گهر جي کُڏ تي ڪيو ويندو هو.

آيو مهنو مانگهہ جو ڦڳڻ ڦولاريو - توکي هيڄ هلاس مان، اچ سُرتين سنياريو.

ٽپڙو ڪندي ڳائيندي يون- اديون! مون سان هولي کيڏڻ ڪا هلندي - سانگ پنهنجي ساڻ!
اديون! مون سان ڳائڻ نچڻ ڪا هلندي - سانگ پنهنجي ساڻ!
هوليءَ ۾ ڏينهن چار - امان ٻائي کيڏڻ ڏي.



(٣) جمالو- جمالي ۾ نچندڙ ٻي ساخت هٿ ڪٽي، ٻانهن لوڏي ٽپا ڏيئي نچندا آهن. ڪي تہ هٿ ۾ لٺ اُڀي ڪري جهلي بہ نرت ڪندا آهن. گول ناهي گهمڻ جو رواج آهي.

(٤) سماع- مٿي راڳين ۾ لکيو ويو آهي، جو ٻنهي ۾ اچي ٿو.

”سنڌ جي مدنيت“ ۾ سيد منظور نقويءَ سنڌي ناچن جو نمبر ٥ کان ١٨ تائين جو ذڪر ڪيو آهي.

(٥) ڪڳي- هيءُ خوشيءَ جي اِظهار وارو ناچ آهي. ڪڳي هڻندڙ ٻانهون ڪڇن سان وڄائيندو آهي ۽ ڪڇن مان نڪاءُ ڪندو آهي ۽ ”هہ- اخ- دل- اخ“ ٻول چوندو آهي. هاڻي اِهو پنڻ وارن تائين محدود ٿي ويو آهي.

(٦) هنيوڇي- ڪڳي يا هنيوڇي قميص لاهي هڻن جو ڪڇون اِئين وڄي ڪونہ سگهنديون. هيءُ بہ خوشيءَ جو اِظهار ڪندڙ ناچ آهي. هونئن بہ هڪ اصطلاح آهي ”هنيوڇيون هڻڻ“ معنيٰ خوشيون ڪرڻ. هنيوڇيون هڻندڙ سڄو هٿ ڪنڌ تي رکندو آهي، کٻو هٿ سڌو جهليندو پوءِ چوندو:

ڪاڪي ڪوڏي تيل ۾ ڪري، سانول گهوڙي ڪين پلاڻي،
هنيوڇي- ڇي اوڇي، هنيوڇي - ڇي اوڇي.

اِئين چوندو ويندو ۽ سڄو هٿ ڪنڌ تي ۽ کٻو هٿ سيني تي هڻندو بہ ويندو.

ڪڇ سال اڳ هنيوڇيءَ جا ماهر گلابسنگهہ ۽ محمد فقير اوڏ هئا. اهو ناچ ساهتي ايراضيءَ ۾ وڌيڪ مروج هو.

(٧) گهڙي جو ناچ- اِهو ناچ جو نڪ چئجي. چار فوٽ ڊگهي ۽ بہ اِنچ موڪري گول جنڊي چڙهيل سِڌي ڪاٺي کڻن، جنهنجا ٻئي مٿا وينل هجن. پاٺي پريل گهڙو ڪٽي هڪ مٿي تي پوري وزن سان ٻهاريندا، سينهوڙو مٿي تي رکي اُها ڪاٺي گهڙي سميت اُڀي ڪري ٻهاريندا، فنڪار جي هٿن ۾ بہ ڏونڪا گهنگهرو ٻڌل هوندا ۽ پيرن ۾ چير ٻڌل هوندي. دهل وڄندو ۽ فنڪار ڪاٺيءَ کي هٿ لاهڻ کانسواءِ ويندو نچندو. بعد ۾ ڪاٺيءَ کي هٿ ۾ جهلي اُڇل ڏيندو تہ ڪاٺي وڃي پٽ تي پوندي ۽ دلو جهٽي وٺندو. پير تال تي ڪٽندو رهندو.

(٨) دَسُ- سنڌ ۾ ٿي ”دَسُ“ هڻڻ جو رواج آهي. بہ دهل هوندا آهن. هڪ وڏو جنهن کي اڳوان چون، ٻيو ننڍو دهل جو اڳوان کي مدد ڪري .دس شاديءَ يا مڱڻي تي صبح شام هڻن. ڪي دهلاري مُٿو بہ آڻين ۽ مُٿي وارو دس وڌيڪ مزو ڪندو آهي. مُٿو سج لهڻ ڪري چونڪي ڏيڻ مهل وڄائين. مڱڻهار دس شروع توڙي ختم ڏمال تي ڪن. پهرين ڏمال وڄائين، پوءِ اولنگ، پوءِ شادمانو پوءِ چيٽون، جُهمر، وهول، جُهمٽ (جهرمٽ) ۽ آخر ۾ ڏمال وڄائي دس پورو ڪن. اڳ جُهمٽ کان پوءِ ٻندرايني وڄائيندا هئا.

(٩) ڏمال- ڏمال وقت فقير ڦيريون، نقيلون، گهڙيال بہ آڻين ۽ وقت سر اُنهن کي وڄائين. نغارن ۽ دُهلن اڳيان کي تال تي نچن. ڏمال کي ڏمار بہ چون ۽ اُن ۾ اٺ ماترائون ٿين.

جها- ني- گهنا- جهين تا- ڪتا- گهين.

ڌمال وقت ڳائڻو به ڳايو ويندو آهي، سو آهي:

”دمادم مست قلندر، سيوهڻ دا پهلا نمبر.“

هي قلندري ناچ آهي.

”ڌمال جو ڏڏڪارو - مست مست قلندر نارو.“

(١٠) اولنگ- ڌمال کان پوءِ اولنگ وڄائين، جنهن ۾ ستن ماترائن جو تال ٿئي. ”گهنا-تيندا-کيتندا-جها“ هي تال سنڌ جي خاص پئدائش آهي.

(١١) شادمانو- اولنگ کان پوءِ شادمانو ڪن، جنهن ۾ چوڏهان ماترائون ٿين. هي خالص سنڌي تال آهي. هن ۾ ڌهل وڄائين ته نغاري جو به اِستعمال ڪن.

(١٢) چيٽيون- هي اٺن ماترائن وارو تال آهي، جو شادماني کان پوءِ وڄائين. هيءُ ناچ سنڌ توڙي مُلتان ۾ مشهور آهي. خود بُلي شاهه به ڏُن تي بول ٻڌا آهن: ”چيٽيان اين چڙهي سان يار“ هن تال تي ناچ به ٿين ته زالون هي لاڏو به چون:

”آ لٽي ٿي، دروازي، لاڏي دي چهڄ آ لٽي ٿي - آ لٽي ٿي دروازي، ڳاشي جوڙ ٻڌايا.“

(١٣) جهمر - (الف)- ڏهلاري چيٽي کان پوءِ جهمر وڄائين. اٺن ماترائن وارو تال. ”ڏند-تن-گنداڙا-تِنڪ تن-گنداڙا.“ هن تال ۾ ڪافيون چون. جهمر ٽئي اُهو تال آهي، جو ڳايو ويندو آهي. ناچ تال کي جهمر بول کي جمالو چون.

(ب) شري گورڌن ڀارتيءَ موجب ته هي ناچ راجستاني ”گهومر“ ۽ پنجابي جهمر سان مُشابهت رکي ٿو. هي عورتن جو ناچ آهي. هڪ جٽي ڍولڪ وڄائيندي. ٻي ڪا ٿالهه تي اُن سان تال مِلائيندي. ڍولڪ تي خالي ڪاٺ جي ريل يا ڪنهن سِڪي يا چمچي سان ٺپ جٽي ٺڪ ٺڪ ڪندي رهندي. زالون گهنگهريا چير پيرن ۾ ٻڌي گول ٺاهي گهمڻ شروع ڪنديون آهن ۽ ٻانهن هٿن ۽ آڱرين کي گهمائي نرتيه جون مُدرائون ٺاهينديون آهن. سيني جا لوڏ ۾ اِشارا هڪ جهڙا هوندا آهن.

(ث) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي ٿو ته جهمر سنڌ جو مشهور عوامي ناچ آهي ۽ ٽن قسمن جو آهي - ١. آڱرين جي اِشارن ۽ جهمرين وارا ناچ ٢. تاڙين وارا ناچ ٣. سانگ وارا ناچ.

(١٤) وهول- جهمر کان پوءِ دهل وڄائڻ جو ٺيٺ سنڌي تال آهي اٺن ماترائن وارو.

”ڏين-تگ-تين تڪ-ڏين تگ- تين تڪ.“

(١٥) جُهمٽ- وهول کان پوءِ جُهمٽ وڄي. هي به ٺيٺ سنڌي آهي. ڇهن ماترائن وارو. هن تال ۾ چيٽي، جهمر وانگر ناچ به ٿئي.

(١٦) ٽلو- هي ناچ جو نالو آهي ته اُن جي تال جو به نالو آهي. چار ماترائون جن جا بول آهن. ”ڏين-تا-تا-تڪ“ نج سنڌي تال آهي. تڪڙي لئه ۾ آهي. اِنڪري آدائون تڪڙيون ٿين. نچڻ جو انداز چيٽي، جهمر، وهول ۽ جُهمٽ وارو. بول گهڻو ڪري هي اچن: ”لئي لئي لاڙو، ڙي ٽلو، لئي لئي لاڙو.“ هن لئي تي سانگ وارا ناچ وڌيڪ مزو ڪن. ڪي ناچ وارا وري هي بول بولين:



”ماما مار گدڙ کي نور نور سانڊو - گدڙ مُئو پيو گهٽ گهيڙ تي.“ ڪي وري سانگ جا بول چون ۽ اِئين ڪري ڏيکارين: ”هِش ڀتاري گوُنري.“

(١٧) ڏانڊيا يا ڇيڄ- هي ناچ سنڌ ۾ اپي-لمي مشهور آهي. ڪي ڪيس ڏونڪا به چون. هي گولائيءَ ۾ اِنچ ڏيڍ ۽ ڊگها فوٽ ڪن ڪاٺ جا ٺيندا آهن. هرهڪ ماڻهوءَ کي ٻه ڏونڪا هٿن ۾ هوندا آهن. هي ناچ به آهي ته تال به، اُنجي تال ۾ اٺ ماترائون ٿين.

”ڏين-داڪ-تين تاڪ-داڳ-ڏين داڳ.“ هٿن ۾ ڏونڪا هوندا آهن. دهلاري دائرو ٻڌي بيهي، نچندڙ پير به ڪٽندا ۽ ٻين همراهن کان ڏونڪن وارو به جهلائيندا ايندا، گهنگهرا به ٻڌن. ڪڏهن خاص بول به چون.

”اسين سيوهڻ هلنداسين - ميلو لڳو دولهه لعل جو.“

(١٨) مغرمان- هي سنڌ ۾ شيدن جو ناچ آهي. ڏانڊين وانگر ٿئي. ڏمر کي واس ڏوپ ڪري ميدان ۾ رکن. پهرئين ڊري لئه ۾ وڄائين ۽ ڏانڊين وانگر هڪ دائري ۾ نچن ۽ ڏمر جي چوگرد ڦرن. پوءِ اِئين تکي ٿيندي وڃي. وڃڻ به ڏمر جا بدلجندا وڃن. ”ڏاڏا - دٽ - گدٽ“ سوُراشٽر ۾ شيدين جي ناچ کي ڌمال چون.

(١٩) ٻيا ناچ- ٻيا ناچ آهن ڇينگهو، ڳڪي وغيره.

### ٣. ساز يا ڳائڻ نچڻ جا ساڌن ۽ نالا

راڳ ڳائڻ لاءِ سات سازن جو به ضروري آهي. سازن وڄڻ ڪري ڳائيندڙ تال، سُر ۽ لئه ۾ ڳائيندو ۽ آواز ساز جي لاڙهي چاڙهيءَ موجب سنهو، هلڪو، ڳرو ۽ تيز ڪري سگهبو جو وٽندڙ لڳندو. موسيقيءَ جو ماڻهو، مروڻ ۽ ماحول سان گهرو لاڳاپو آهي. راڳ ڪل مخلوقات جو روح آهي.

”دل جي ڌڙڪن اندر لئه به آ، تال ۾-ساهه ۾ پڻ سمايل ڪو سنگيت آ،
آهه سنسار سارو بــ چڻ ساز ڪو - هيءَ حياتي بــ چڻ ڪو مڌر گيت آ.“ (ڀارتي)

سنڌي ساز پڻ سنڌ جي ماڻهن ۽ ماحول جي پئداش آهن. اِنڪري سنڌ جي ديهاتي زندگيءَ سان وابسته آهن. جانورن جي رنڀاٽ، پکين جون لاتيون ۽ هوڪون، نار جو رينگٽ، ڏبي گاڏيءَ جي ڦيٿن جي چرراهٽ، مينهن جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل چڙا (گهنډ)، اُٺن جي گوڏن وٽ ٻڌل چير، ڏڳن جي ڳچين جا چنگ، ٻڪرين ۽ رڍن جي ڳلي ۾ ٻڌل ڇڙيون ۽ ڪرڪ. اِهي سڀ سنڌي سازن جي آوازن جا اوائلي سر چشما آهن. (ڀارتي)

سنڌي لوڪ ساز- دهل، نغارو، ڪنجري، گهڙو، چنگ، ڪرتال، يڪتارو، سرندو، چڙو، تنبورو ۽ ٿال، بين، بنسري، پيرُ، دف.

دهل، نغارو، ڪنجري، گهڙو، چنگ، ڪرتال - يڪتارو، سرندو، چڙو، تنبورو، ٿال،
بين بنسري پير دف ڪنجهين ڪيو ڪمال - بوڙيندو نڙ، سنگُري، گهاگهر ۽ گهڙيال،
مرليءَ مٽ نه مثال، پڻ شرنائي، دنبور جو. (ڀارتي)

(۱) ڦوڪڻ وارا ساز - (الف) ٻوڙيندو- ٻوڙيندو موهن جي دڙي جو آڳاٽو ساز آهي. ٻال وانگر گول پر پورو، چيڪيءَ مٽيءَ جو ٺهيل، وچ ۾ هڪ وڏو سوراخ ڦوڪ ڏيڻ لاءِ، باقي ننڍا ٽي چار سوراخ جن تي آڱريون رکڻ سان الڳ الڳ سُر نڪرندا آهن.

(ب) نفيل يا سڱري- سڱري جهنگلي پهاڙي ٻڪريءَ جي سڱ جون ٺهيل پڇڙيون ڪٽي اُن ۾ ڦوڪ ڏيڻ سان توتاريءَ جهڙو آواز ڪندڙ ساز آهي. ننڍي ماپ واري ”سڱري“ ۽ وڏي ماپ واري ”ناد“ يا ”نفيل“ چون.

**”مُرليون سُرليون ناد نفيلا، در در بين وڃايان ڙي يار، جوڙ جتيءَ جو ناهيان!“**

هي فقيرن، جوڳين جو ساز، اوائلي زماني ۾ جنگي جوڌن جو ناد هو.

(ب) نڙ- ڪنگور جو پورو ڪانو، جنهن ۾ هيٺين پڇڙيءَ طرف چار پور وڇوٽ ٽنگ ڪيا ويندا آهن. ڪاني جي مٿئين کُليل پڇڙيءَ مان ڦوڪ ڏيئي، سوراخن تي آڱريون رکي، سُر ڪڍيا ويندا آهن. شرنائي ۽ بنسري ته عام ساز آهن.

(پ) مُرلي يا پُونگي- نانگ نچائيندڙ جوڳين يا سپيرن جو ساز آهي. مٿان سڪل پوريءَ لوڪيءَ (ڪدو) جي ڏگهي تنبي. هيٺان اٽن ۽ ٻن سوراخن واريون ڪاني جون ٻه ڳنڍيل نليون ٽينديون آهن.

(ڀ) بينون يا پاوا- بنسرين جو جوڙو، هڪ نر ٻيو مادي، نر ۾ اٺ سوراخ ۽ ماديءَ ۾ ٻارهن سوراخ ٽيندا آهن.

(ت) بنسري- هي ٻه هڪ فوٽ ڪن ڏگهي پوري نلي ڪاٺ يا پتل جي هوندي آهي، اُن ۾ ٻه سوراخ ٽيندا آهن. هي ٻن هٿن سان جهلي پاسيري چپن تي رکبي آهي. وات مان ڦوڪ ڏبي آهي ۽ ٽونگن تي آڱريون رکي گهٽ وڌ ڪرڻ سان سُر ڪڍبا آهن.

(ٿ) شرنائي- هيءَ به بنسريءَ وانگر پوري نلي ٽيندي آهي ۽ سوراخ به ٽيندا آهن، پر اُنجو مٿيون مُنهن وات ۾ وجهبو آهي ۽ ٻي پاسيري نه پر اُڀي جهلبي آهي. هيءَ گهڻو ڪري مڱڻهار ئي وڄائيندا آهن.

(ٽ) چنگ- هي ننڍو گول چڪر وانگي آهي، اُن ۾ سنهي تار لڳل هوندي آهي. چنگ چپن تي رکي ڦوڪ ڏبي آهي ۽ سنهي تار کي آڱر سان وڄائبو آهي.

(ٺ) ناد- ناد معنيٰ سنک هي سمنڊ مان نڪرندو آهي. اُهو وات سان ڦوڪي وڄائبو آهي. هي لڙائين ۾ اڳ وڄائيندا هئا ۽ اڄڪلهه پوڄا مهل مندرن ۾ وڄائيندا آهن.

(۲) تارن وارا ساز - (الف) يڪتارو- يڪتارو ڪافيءَ ۽ وائيءَ لاءِ خاص ساز آهي. ڪدوءَ جي پوري ڪٽيل تنبيءَ تي جانور جي کل ڪوڪن سان لڳل. تنبيءَ ۾ ڪاٺ جي لٺ ۽ لٺ ۾ هڪ تار ڏگهائي ٻڌل. کل مٿان تار کي مٿي ڪرڻ لاءِ نڪر يا ڌاتوءَ جي ننڍڙي چنڪي. تار کي ڏسٽي آڱر سان ڇيڙي وڄايو ويندو آهي.



(ب) دنبورو- ڪاٺ جي بيضوي تنبي. ٽي فولادي تارون جنکي ڪاٺ جي مضراب يا چلي سان ڇيڙي وڄائبو آهي. اولهه ڪوهستان ۽ لس ٻيلي جو روايتي ساز آهي.

(ب) تنبورو- مصر، ايران ۽ عربستان واري تنبور جي چئن تارن ۾ هڪ ٻي به تار جوڙي، سگهوري شاهه لطيف ڀٽ شهر ۾ هن ساز جو سنائُ ڪيو. شاهه صاحب ”طنبور“ کي ”غم دور“ سڏيندو هو.

(پ) سُرندو- چارڻن ۽ منگتن جو ساز جنهن جي جادوءَ پريل سُرن سان ٻيجل راءِ ڏياچ جو سِر ونيو آيو. سرندي ۾ ڌاتوءَ جي تارن بدران ٻڪريءَ يا رڍ جي آنڊن جا ۵-۷ ڏورا ٻڌل هوندا آهن، جن کي گهوڙي جي پڇ جي وارن مان ٺهيل گز سان وڄايو ويندو آهي.

(ڀ) چنگ- هن کي مور چنگ به چون جو قد ۽ شڪل ۾ مور پنک جي چوٽيءَ جهڙو ٿئي. لوهي فريم ۾ لچڪيدار فولادي پتي لڳل ساز- چپن ۾ جهلي آڱر سان پتيءَ کي ڇيڙي وڄايو ويندو آهي. هي ساز خاص قسم جي گونج ۽ لرزش سبب ديهات مان فلمي دنيا ۾ پهچي چڪو آهي.

(ت) سِتار- هيءَ تنبوري وانگر هوندي آهي، هن ۾ ست تارون ٽينديون آهن. مٿي ڳنيءَ ۾ پتل جا پٽ لڳل هوندا آهن. هڪ هٿ سان آڱر ۾ پيل تارن جي چلي سان ڇيڙبو آهي، ٻي هٿ سان آڱريون واري سان پٽ تي هٽبيون آهن. اُنهن مان سُر نڪرندا آهن.

(ث) ويڻا- هيءَ سِتار وانگر ٽيندي آهي، هن ۾ ٻه تارون لڳل هونديون آهن. اُها گوڏي تي يا پٽ تي رکي آڱرين سان تارن کي ڇيڙي سُر ڪڍبا آهن.

(ٽ) فدل- (Fiddle) هي انگريزي ساز آهي. پر سنڌ ۾ به انگريزن جي راڄ جي پوئين وقت ۾ مروج ٿيو. هن ۾ تارون لڳل آهن، اُنهن سان ٻٽن فِٽ ٿيل آهن. ڌاتوءَ جي ننڍِي ٽڪريءَ سان تارون وڄائبيون آهن، ٻي هٿ سان ٻٽنن تي آڱريون رکي دٻائي سُر ڪڍبا آهن.

(ٺ) سارنگي- سارنگي سرندي وانگر ٺهيل هوندي آهي ۽ وڄائبي به گز سان ئي آهي، پر هن ۾ آنڊن جي تارن بدران لوه وغيره ڌاتوءَ جون تارون هونديون آهن.

(۳) ٻڪريءَ جي چم چڙهيل ساز- (الف) ڍُهل- هي ڪاٺ جو گول تنهن کي ٻنهي پاسي چمڙي جا پڙدا چڙهيل ٽيندا آهن ۽ ٻنهي پڙدن جي وچ ۾ ڪاٺ جي گولي مٿان سُٽ جي وَٽيل ڏوريَ مڙهيل هوندي آهي، جنهن جي ڇِڪڻ سان ڍهل مان آواز سٺو نڪرندو آهي. ڍهل ٻنهي هٿن سان وڄائبو آهي. پر مڱڻهار هڪ هٿ ۾ ڪاٺ جي ڏنديءَ سان ٺهيل ڏونڪي سان وڄائيندا آهن يعني ساڄو هٿ خالي کابي هٿ ۾ ڏونڪو کڻي ڍهل وڄائيندا آهن.

(ب) ڏُڪڙ يا طبلا- گول آڪار جا ٻه ڌاتن جا ٺهيل هوندا آهن ۽ اُنهن جو هڪ پاسو کليل هوندو آهي، اُن تي چمڙي سان ڍهل وانگر مڙهيل هوندو آهي. هڪ نر ٻيو مادي ٽيندو آهي. هڪ هٿ هڪڙي تي ٻيو هٿ ٻئي تي رکي وڄائبا آهن.

(پ) ڍولڪ- ڍولڪ ساڳي ڍهل وانگر ٽيندي آهي ۽ وڄائبي به اُن طرح آهي، فقط هنجو آڪار ڍهل کان ننڍو هوندو آهي.

(پ) مرڏنگ- هي وڏو گول چڪر ڪاٺ جو هوندو آهي. ڍهل وانگي چمڙو چڙهيل هوندو آهي. هٿ سان وڄائيندا آهن.

(ڀ) نغارا- هي گول پيالي وانگر ٽامي جا ٺهيل هوندا آهن ۽ مُنهن تي چمڙو چڙهيل هوندو آهي. اُهي ٻه گڏ رکيا آهن. ٻنهي هٿن ۾ ڪاٺ جا ڏونڪا ڪٺي هڪڙو هڪڙي تي ٻيو ٻئي تي هٽي وڄائبا آهن.

(ت) ڪنجري- ڪنجري هڪ گول لوه يا پٽل جو چوڙو (ويڪرو) پٽو هوندو آهي ۽ هڪ پاسي چمڙو لڳل هوندو اٿس ۽ پٽي ۾ ٻه ٽي گول پٽلا جا چڪر پيل هوندا اٿس ۽ ٻيو پاسو خالي هوندو آهي. هڪ هٿ ۾ جهلبي آهي، ٻئي هٿ سان وڄائبي آهي.

(۴) پٽل وارا ساز- (الف) ڪنجهون- ڪنجهون ٻه ڪنجهي مان ٺهيل ڍڪڻين وانگر هونديون آهن، اُنهن جي تري ۾ ٽونگ هوندا آهن، اُنهن ۾ هڪ ڌاڳو وجهي هڪ چيڙي ۾ هڪڙي ٻئي چيڙي ۾ ٻي ٻڌبيون آهن. پوءِ ٻئي ٻنهي هٿن ۾ ڪٺي هڪ ٻئي تي هٽي وڄائيبيون آهن.

(ب) جهانجهه- جهانجهه ٻه ڪنجهي يا پٽل جا ٺهيل ٿورا ڪنجهن کان وڏا ٿيندا آهن. بناوت ۾ ٿوري فرق سان اهڙي اٿن ۽ وڄائبا ساڳيءَ طرح آهن.

(ٿ) گهنڊ- هي ٽوپ وانگيان پٽل جو ٺهيل هوندو آهي. مٿان ٽوپيءَ ۾ ڪڙو هوندو اٿس جنهن ۾ نوڙي ٻڌي مندر جي دروازي اڳيان ٽنگي ڇڏبو آهي ۽ هينان وچ ۾ هڪ پٽل جي ننڍي ڏنڊي ڳنڍيل هوندي اٿس جا پيئي لڙڪندي آهي ۽ اُن ڏنڊيءَ کي زور سان ٺيلهو ڏبو ته وڃي گهنڊ جي ٻاهرين ديوار سان لڳندو ته اُن مان آواز نڪرندو. جيڪي مندر ۾ ويندا آهن، سي پهرين گهنڊ وڄائي پوءِ ديوتا جو درشن ڪندا آهن.

(۵) متفرقه ساز- (الف) دِلو (گهڙو)- دلو يا گهڙو ٺڪر جو ٺهيل هوندو آهي، اُن کي اڳيان رکي هڪ هٿ منهن تي ٻيو هٿ پاسي تي هٽي وڄائبو آهي.

(ب) ڪڙتالون- ڪڙتالون ٻه ڪاٺ جا اٽڪل منو فوٽ ڪن ڊگهيون هونديون آهن، وچ ۾ هٿ ۾ جهلڻ لاءِ ڪانچ هوندو آهي ۽ اُن ۾ پٽل جون گول ۳-۴ چڪريون لڳل هونديون آهن. پوءِ ٻئي هڪ هٿ ۾ وجهي هٿ پٽبو پوربو آهي ته اُهي پٽل جا گول چڪرا هڪ ٻئي سان لڳي آواز ڪڍندا آهن.

(پ) ٿالهي پٽل جي يا ڪنجهي جي- زالون شاديءَ ۾ هڪ ڍهل وڄائيندي آهي ته ٻي هٿ ۾ ٿالهي ڪٺي ٻئي هٿ سان سِڪو يا منڊي يا ٻي ڪا شيءِ ڪٺي ٿالهيءَ تي هٽي وڄائيندي آهي.

(پ) ڪاٺ جون ڏنڊيون- هي ٻه ڏنڊيون ڪاٺ جون اٽڪل ۷-۸ اِنچ ڊگهيون ڪٺي، هڪ ٻئي تي هٽي وڄائيندا آهن. گهڻو ڪري سترا جي هر شهر ۾ گهمندا در در تي وڃي ڏنڊيون وڄائي پنندا آهن.

(پ) ڏانديا- هي اٽڪل فوٽ ڪن ڊگها ڪاٺ جا ٿيندا آهن جي چيچ مهل ٻنهي هٿن ۾ هڪ هڪ ڏانديو ڪٺي پوءِ پر وارن جي ڏانديڻ کي واري سان هٽي چيچ هڻندا آهن.



(ٿ) ڏنڊو- هي ڏنڊو ڪاٺ جو اٽڪل ساڍا ٽي فوٽ ڊگهو جنهن جي منهن وٽ گهنگهريا ٻڌل هوندا آهن، پوءِ ڳائڻ وارا ڏنڊي کي گهنگهرين جي هينان هٿ وجهي جهليندا آهن، پوءِ لئي تال سان هٿ کي لوڏي گهنگهريا وڄائيندا آهن.

(ٺ) هارمونيم- هي ڪاٺ جو فريم پيٽيءَ وانگر ٿيندو آهي، تر ۽ اڳيون پاسو تختي ڪانءِ سان بند هوندو آهي. پنيان ڌنوڻ ٿيندي آهي. مٿان ننڍيون ۲-۳ اِنچ پٽيون هڪ ٻئي سان رکيل هونديون آهن ۽ اُهي پٽل جي تارن سان جهليل هونديون آهن پوءِ ڌنوڻ هڪ هٿ سان هٽبي آهي، ٻي هٿ مان اُنهن پٽين تي آڱريون هٽبيون آهن ته آواز نڪرندا آهن.

(ٽ) بئنڊ- هي ساز ولائتي آهن. انگريزن جي راڄ ۾ پوئين وقت ۾ سنڌ ۾ بئنڊ شروع ٿي. هن ۾ ڍهل، شرنايون، سرندا، ڏڪڙ وغيره سڀ اوزار ۽ ساز آهن. پرديسي نموني ڪان اُنهن جا آڪار بدليل آهن. ٽوليءَ ۾ ۱۰-۱۲ ڄڻا هوندا آهن، هرهڪ کي هڪ ساز هوندو آهي، پيا وڄائيندا آهن. بئنڊ گهڻو ڪري وهان شاديءَ جي پيشڪن ۽ سرڪسن ۾ وڄائي ويندي آهي.

بنا ساز جي ڳائڻ- مسلمان مؤلود ڳائڻ وقت بنا ساز جي ٻن ٽولين ۾ ٿي وهندا آهن ۽ هڪ ٽي سُر ۾ مؤلود ڳائيندا آهن. ۾ هڪ پارٽي هڪ مصرع چوندي ته ٻي پارٽي ٻي مصرع چوندي. اهڙيءَ طرح ٻئي ٽوليون واري سان ڳائينديون رهنديون هيون.

(٦) سازن تي شعر ۽ بيت-

۱- نيڻن ننڊ حرام، آهي وٽ روز ازل- سرندو سوز سڄڻ جو آهي ساز مونکي.

۲- نڙ ڪان ٻڌ کهڙي حڪايت ٿو ڪري - ۽ جدائيءَ ڪان شڪايت ٿو ڪري.

۳- ٻيلي پار ٻري، مونکي ڇڙن چوريو - محبتي ميهار جي مُٽي شاخ چري،
مٿي جهوڪ جهري، پوندس ٻاريڇن جي.

۴- سامي سگڙين سان، خوديءَ کي ڪائين- هوجو تار تڳائين، آءٌ نه جيئندي ان ري.

۵- اڄ رسيلا رنگ بادل ڪديا برجن سي- ساز سارنگيون سرندا وڄائي پرچنگ.

۶- تان نه آهي تند جون، رو رون ڪري راز- هٽندڙ سندا هتڙا، سيڪو چوي ساز،
ست ڏيئي شهباز، ٿيءُ نه نوڪ پرائين.

۷- ڪتي ٿيو ميهار، ڪتي تو گهنڊ گهڙي- ڪتي دونهين دوست جي ڪتي پريون پار.

۸- سمرٿيون سورين آڏي رات اُداسي- ناد نفليون سنڪ سرت جا، ساڻ الڪ اورين.

۹- جام جائن جتڙا، نه تنهن نڙ جهڙي- مرليءَ کي جنهن مات ڪيو، نه تنهن تل تنبري،
تاريو جنهن توڏيءَ کي، سو گهنڊ نه گهنڊڙي.

۴. پڳتيون ۽ پڳت

(ا) پڳتيون يا سنگتون- پڳت ۾ ۸-۱۰ ڄڻن جي ٽولي ٿيندي آهي، جنهن ۾ سازيندڙ، راڳيندڙ، ناچو ۽ هڪ مسخرو هوندو آهي. اُنهن ۾ هڪ اڳوان ٿيندو آهي، جنهن جي نالي پڳت سڏبي آهي. پڳت وهانءَ شادي وغيره ميلن ۾ ۽ ٻين خوشيءَ جي موقعن تي گهرائبي هئي. اُنهن

مان هڪ هارمون ، ٻيو ڏڪڙ يا طبلا، ٽيون سارنگي، چوٿون ڍولڪ وڄائيندو هو. باقي جيڪي هوندا هئا سي نچڻ ڳائڻ وارا ناچُو هوندا هئا سي اڇو ڊگهو پيرن تائين جامون پائي ٻهندا هئا. اُنهن جو اڳوان مٿي ۾ هڪ قسم جي پڳ پائي ٻهندو هو. مرين ۾ گهنگهريا يا ڇير ٻڌندا هئا. اڳوان سازيندڙن جي اڳيان ٻهندو هو. پهرين اُهو سلوڪ چوندو پوءِ پٺيان ٻيا ناچُو بہ سلوڪ ڏيندا، جي اڳوان کان ۲۰-۲۵ فوٽ پري سامهون ٻهندا هئا. هڪ بہ ڪافي ڳائي پوءِ اڳوان ڀڳت آڪاٽي ڪٽندو ۽ وچ وچ ۾ ڳالهہ ۽ موقعي انوسار ڪافي چوندو جا اُن ڳالهہ سان ٺهڪي اچي. ٻولڙيا ڀڳت کي سُر وٺائيندا ۽ وچ وچ ۾ نچندا ۽ موقعن تي ڏوهيڙا بہ ڏيندا. اڌ ڀڳت ۾ ڪجهہ ۱۰-۱۵ منٽن لاءِ مسخرو مسخري وجهندو جو ماڻهن کي خوب کلائيندو.

(۲) ڀڳتيون وجهندڙ ڀڳت- ڀڳتين وجهندڙن جا اڳوان جن جي نالي ڀڳتيون هيون تن جا نالا ڏجن ٿا. پراڻي وقت جي تہ خبر ڪانهي باقي جيڪي سنہ ۱۹۲۰ع کان ۱۹۴۷ع جي اندر جيڪي ٿيا آهن، تن جا نالا هيٺ ڄاڻائجن ٿا:

ڀڳت ڪنوررام، ڀڳت جاڙا رام، ڀڳت موٽڻ رام، ڀڳت چيتارام (چيتو ڀڳت)، ڀڳت سترامداس، ڀڳت ڪوتارام، ڀڳت نارومل، ڀڳت ٽيڪومل (نارو ۽ ٽيڪو)، ڀڳت ڪندن ڳر، ڀڳت شمن گڏي (لالو)، ڀڳت سويومل، ڀڳت ليلارام، ڀڳت تخت لعل، ڀڳت تنسڪرام، ڀڳت پنجورام، ڀڳت نيپورام، ڀڳت ٽئونرمل، ڀڳت گوئندرام وڏو، ڀڳت گوئندرام ننڍو، ڀڳت خانورام، ڀڳت چتارام، ڀڳت سنتو، ٽيئون ڀڳت، ڀڳت ڪندارام، ڀڳت پرسو (ڏتو ڀڳت)، ڀڳت پرمانند، ڀڳت پوجو، ڀڳت پيسورام، ماستر مکڻ، ڀڳت چيٽورام، ڀڳت ٺهليارام، ڀڳت لالورام، مدن ڀڳت، ڊيلو-ٻاشو، ڦرياسنگهہ، نارو لاڙي، چيٽو ڀڳت وغيره وغيره.

(۳) ناچُو- شمن گڏي، مِنو، پاون ڀڳت، گلاٻسنگهہ، گوئند ۽ رچند ڀڳت.

(۴) راڳن جا ماهر- گسائين ڪندن گر، گوسائين چيتن گر، گسائين برهمانند ۽ وشنداس پارواڻي.

(۵) مسخرا- چئنچل دادو وارو، لونگ ابجي وارو، دائود حيدرآباد وارو، پنهون ٽنڊي آدم وارو، پنوهاز ميرحسن مري وارو ۽ نورو.

(٦) ٻاٻا- پنارام، ڪلارام، مينگهورام، ٺهلرام ۽ چوهڙمل.

## ۵. وِندر جا نمونا - رانديون ۽ ڪسرتون

وِندر- وندر جي لاءِ هينيون ڳالهيون ۽ ساڌن هئا، جي ٻارن کان وٺي ٻڍن تائين ڪنهن نہ ڪنهن وندر ۾ وندريا وينا هوندا هئا. اڳي زماني ۾ ٻجلي ڪانہ هوندي هئي، تنهنڪري ماڻهو ڏينهن جو ڌنڌا ڌاڙيون ۽ ڪم ڪار ڪندا هئا. اِنڪري خاص طور رات جو وندر سيني لاءِ هوندي هئي. پر ٻڍن ۽ ٻارن لاءِ تہ ڏينهن جو شام وقت بہ وندر هوندي هئي. وندر جا قسم ۽ نمونا ۽ طريقا هيٺان هوندا هئا. ٻاهر جي ميدان جون رانديون خاص ڪري چانڊوڪين راتين ۾ ڪبيون هيون. ۱. ڪئين قسمن جون رانديون، ۲. ڪيترن نمونن جون ڪسرتون ڪرڻ، ۳. اسڪول ۾ ڊبيٽنگ



(Debating) ڪرڻ، ۴. ذڪئي زباني حساب ڏيڻ ۽ پڇڻ، ۵. پروليون ۽ ڳجهارتون ڏيڻ ۽ پڇڻ، ٦. راڳ ڳائڻ ۽ ٻڌڻ، ۷. ڀڳتيون ۽ سنگتيون ٻڌڻ، ۸. آکاڻيون ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ، ۹. سانگ ڪرڻ ۽ ڏسڻ، ۱۰. ناٽڪ ڪرڻ ۽ ڏسڻ، ۱۱. ڇيڇ هڻڻ ۽ ڏسڻ، ۱۲. ڪٺ پتلين جو ناچ ڏسڻ، ۱۳. جوڳين (سپرين) جا نانگ بلائون ڏسڻ ۽ مُرلي ٻڌڻ، ۱۴. ٻهروپي جو بدليلن روپن جو ڏسي آنند وٺڻ، ۱۵. جادوگرن جا کيل ڏسڻ ۱٦. مداريءَ جا کيل ڏسڻ، ۱۷. چلم تي ڪچهريون ڪرڻ ۽ ٻڌڻ، ۱۸. انگريزن جي راڄ ۾ فونا وڄائڻ ۽ راڳ ٻڌڻ، ۱۹. ريڊيو تي راڳ ۽ خبرون ٻڌڻ، ۲۰. سئنيما جو کيل ڏسڻ.

(۱) رانديون- ۱- گلي ڏڪر يا اِٽي ڏڪر- ڳِلي يا اِٽي ڏڪر راند ننڍا وڏا ٻئي ڪندا هئا. ڳِلي ۲-۳ اِنچ ڊگهي اِنچ ڏيڍ قطر ۾ ٿلهي ۽ ٻئي پاسا ڇهنبدار گهڙيل هوندا هئا. ڏڪر اٽڪل اڍائي فوٽن کان ساڍن ٽن فوٽن تائين ڊگهو قطر ۾ اِنچ ڏيڍ ٿلهو گهڙيل هوندو هو. زمين ۾ ڊگهي ۽ اڳيان منڍ کان هيٺ لاهيءَ تي بہ يا اڍائي اِنچ هيٺ ٻڊِ کوٽبي هئي. ٻڊِ ۾ ڳِلي رکي ڏڪر سان ڇهنب وٽان ڌڪ هڻبو تہ ڳِلي ٻُل کائيندي تہ يڪدم اُنکي ڏڪر سان ڌڪ هڻبو تہ پري هلي ويندي. آڳ ڏيندڙ ڳِلي کٽي رانديگر کي ڏيندو. اهڙيءَ طرح راند ڪبي هئي.

۲- ڏڙهي ڏوٽي- ڏڙهو يعني ڪينهوڙو يا ٻال، اُهو پُراڻين اڳڙين جو گول ٺاهي، مٿان ڪپڙي ٽڪر سبي ٺاهبو هو. ڏوٽي معنيٰ ڏڪر. رانديگر چوڪرا وچوٽيءَ تي پير سان مٽيءَ ۾ گول چڪر ٺاهي اُن ۾ هڪ پير رکي ٻهندو. پوءِ جيئن ڏڙهو ويجهو ايندو تہ هڪ ٽنگ تي ٽپ ٽپ ڪري هلي ڏوٽي سان ڏڙهي کي ڌڪ هڻندو. ورِي موٽي اچي پنهنجي جاءِ تي ٻهندو. اِها راند چوڪرا ئي ڪندا هئا.

۳- سَٽ ڪُٽَ- سَٽ ڪُٽَ ۾ راند ڪندڙ چوڪرا ٻال کڻي هڪ ٻئي کي هڻندا. خاص ڪري پٺن ۾ هڻندا هئا. جنهن کي ٻال لڳندو، اُهو ٻال کڻي ٻئي کي هڻندو. ٻيو ٽي کي. اِئين راند ڪندا هئا.

۴- ٺاپو- زمين تي ليڪا ڪڍِي ننڍيون وڏيون ۹-۱۰ دريون يا ٻاريون ٺاهبيون، پوءِ ٺِڪريءَ جو گول ٺاپو ٺاهي اُهو ٻارين ۾ اُڇلبو. پوءِ رانديگر هڪ ٽنگ تي ٽپ ٽپ ڪري اُتي ويندو ۽ پير سان ٺاپوءَ کي ٺڏو هڻي ٻاهر ڪڍندو. پوءِ واپس اچي پير کوڙيندو. واري سان سيني درين ۾ اِئين ڪندو. هيءَ ڇوڪراڻي راند آهي.

۵- گولي ٻلور- زمين ۾ اِنچ کن جي ننڍِي گول کڏ ٺاهي، ۱۰-۱۲ فوٽن تان ٻلور اُڇلي اُن ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪبي. پوءِ ٻيو ٽيون ڇٽو ڪندو. پوءِ هڪ ٻئي جي ٻلورن کي آڱر سان ڇٽيندا. هيءَ راند بہ ٻارن جي آهي.

٦- ڪوڏِي ڪوڏِي- مئدان جي وچ ۾ ليڪو ڪڍِي بہ پاڱا ٺاهبا. رانديگرن جون بہ ٽوليون ٺاهبيون. هڪ ٽولي هڪ پاسي ٻي ٽولي ٻي پاسي ٻهندِي. اُنهن مان هڪ ڇٽو ليڪو ٽپي ٻئي پاسي ويندو ۽ وات سان ڪوڏِي ڪوڏِي ڪندو چوندو ويندو. اُن وچ ۾ ٻي ٽولي واري کي هٿ لائي واپس ۽ ساهہ نہ ڪنيائين تہ اهو ڪاتو ۽ ويهي رهندو پر اُنهيءَ وچ ۾ ٻئي ٽولي وارن هن کي جهليو

۽ هن جو ساھ ڪٽي ويو تہ اھو ڪاٽو پر جي انهن کي گھلي ليڪي کي هٽ لاٿائين تہ ٻي ٽولي وارو ڪاٽو. اِها راند ننڍا وڏا ٻئي ڪندا آهن.

٧- ونجهوٽي- زمين تي ٻارين ناهيبون آهن ۽ رانديگرن جون ٻہ ٽوليون ٺينديون. هڪ ٽولي وارا ٻارين ۾ ٻهندا، ٻي ٽولي وارا آگ وٺندا. اُهي اندر ٻارين مان ٽي واپس آيو تہ نيڪ پر جهلجي پيو تہ ڪاٽو. ويهي رهندو. هيءَ راند ننڍا وڏا ٻئي ڪندا آهن.

٨- لڪ لڪوٽي- هيءَ راند ٻارن جي آهي. ڪي ٻاروڇي لڪندا ٻيا ڳولهي اُنهن کي هٿ ڪندا.

٩- ٻڍيءَ ٻوڙ- هڪ ڇوڪرو ڪنهن شيءِ کي آڌار ٻڌائي نمي ٻهندو. ٻيا ٻوڙي اچي هن جي پنيءَ تي چڙهندا. جو ڪِري پيو سو ڪاٽو.

١٠- ٻوڙ پائڻ- ڇوڪرا لائين ڪري ٻهندا. هڪ ڇوندو هڪ ٻہ ٽي تہ سڀ وٺي ڊوڙندا، جيڪو اڳ نڪري ويو، تنهن کٽيو.

١١- پتو يا تاس راند ڪرڻ- هيءَ راند ننڍا وڏا ٻئي ڪندا آهن. پتي راند پيس ڪوٽ ۽ مارڪن ڪندا آهن. ڪليل ٻہ راند ڪندا آهن. خاص ڪري هيءَ ٻڍن جي وندر آهي.

١٢- چؤپڙ- هيءَ راند وڏا ڪندا هئا. ڪپڙي تي ڪراس وانگر ناهيل اُن تي پرت پريل چؤنڪڙيون هونديون هيون ۽ ڪاٺ جون ساريون هونديون هيون. پوءِ عاج جا ٣ ڏارا اُڇلائيندا، اُن آڌار تي سارين کي اڳتي ڪندا. پوءِ جي ڪو ٻيو اُن سارين تي پهتو تہ ڏڪ هٽي ساري ڪٽي وٺندا.

١٣- شطرنج- هيءَ راند وڏا ۽ پڙهيل ماڻهو ڪندا هئا. هيءَ راند ذرا دماغي آهي. هڪ تختيءَ تي خانا هوندا هئا، اُن تي ڪاٺ يا عاج جا ماڻهو، گهوڙا، هاٿي وغيره ٻن رنگن ۾ هوندا هئا. هڪ اڇو ٻيو ڪارو. هڪ ٽولي هڪ رنگ ٻي ٽولي ٻيو رنگ کڻندي. اُها جنگ جي نموني راند هوندي هئي. اُهي پنهنجو لشڪر اِئين ٽپائيندا، جيئن ٻي کي جيتي.

١٤- ٽِنٽي يا نو ٽِٽي- هيءَ راند ننڍا وڏا ٻئي ڪندا هئا. پٽ تي ليڪا ڪڍي خانا ناهبا. هڪ ڏُر پتر کڻندي ٻي ڏُر آڱر کڻندي. ڪي وري ڪتل جون ڪڪڙيون کڻندي هئي تہ ٻي تہ ٻير جي پلڙن جا چڇڪا کڻندي راند ڪندا هئا. پوءِ اُنهن کي ٽپائي راند ڪندا هئا.

١٥- ٻيون رانديون- ارچڪ مرچڪ ڏاٽا ڏرچڪ، پٽ پٽاني سر ميداني، نانگيل ڦوسيل ۽ اسين ٻير چونڊڻ اچون ٿا.

سنڌي اسڪول جون رانديون- هڪ راند ڊرل هوندي هئي جا ماسٽر ڇوڪرن کي پريڊ جي نموني ڪرائيندا هئا. ٻي ٽپ اُيائيءَ ۾ ۽ پٽ تي وڇوٽيءَ ۾ ڪرائيندا هئا. جيڪو ٽاپ تي پهتو تنهن کٽيو.

انگريزي اسڪول ۾ رانديون- اونهاري ۾ ڪرڪيٽ يعني بئٽ بال ۽ سياري ۾ فوٽ بال ڪندا هئا. اِنڊور گيمس ۾ ورڊ ٽيڪنگ ميڪنگ راند کبي هئي.

- ٻيون رانديون- لنڱ اُڏائڻ، لاٽون ڦيرائڻ، اک ٻوُٽ، ڏاڪ چمي، ڪڪڙو ڪوُ پڇ ڪُتا ٻلي آئي، چل ميري گهوڙي، پيچ مولي، پينگهہ ڪلابازي، ريل گاڏي (ڇو-ڇو)، نوڙي راند، تندي



ماڪوڙي، مڇي ماني کير کائي ويو، لي لي لاوان، پيرڙو پنڊڙو، اڪڙي ٻڪڙي، ارچڪ مرچڪ، گڏوگڏي، گل ڦيري، منڊڪ منڊي، لڪ چپ، ڦر ڦر سوٽو وغيره وغيره. هي سڀ ٻارن جون رانديون هيون. ڇوڪريون خاص ڪري گڏين سان رانديون ڪنديون هيون.

(٢) ڪسرتون- (الف) ڪسرت يا ورزش- ڪسرت معنيٰ بت کي ساه کڻڻ جي انداز سان نيمن انوسار ورائڻ ۽ ڦيرائڻ. اسڪولن ۾ ڇوڪرن کي ڊرل ڪرائڻ بہ هڪ ڪسرت آهي. بدني پورهيو ڪرڻ بہ هڪ ڪسرت آهي. پر باقاعدي ڪسرتن جا نيم يوگ آسڻ آهن. يوگ آسڻن جي وسيلي سرير جي هرهڪ انگ کي ڪسرت جي انداز ۾ آڻي سگهجي ٿو ۽ سڀ عضوا آسانيءَ سان ورائي سرائي سگهجن ٿا.

(ب) ملهہ وڙهڻ- ٻہ جڻا چيلهہ ۾ سندرو ٻڌي اچي ميدان ۾ هڪ ٻئي جي سندري کي جهلي پاڪر پائي وڙهڻ شروع ڪندا پوءِ ٽنگن سان هڪ ٻئي انگزيون هٽي اٽڪلون سٽڪلون لڳائي ڪيرائڻ جي ڪندا. جيڪو ڪريو سو دسيو. ٻہ ملهون يعني جوڙو ملهن جو ڪندا، جنهن پوٺين ملهہ دسي تنهن کٽيو. سنڌ ۾ ميلن ۾ ملاڪڙا لڳائيندا هئا. تنهن ۾ ڪئي مَلهہ اچي ملهون وڙهندا هئا ۽ کٽندڙ کي اِنعام بہ ملندا هئا.

(ٻ) ڪُشتي وڙهڻ- ملهہ وانگر ٻہ جڻا ڪُشتي لڙڻ وارا ميدان ۾ ايندا. اُهي هڪ ٻئي کي ڪنهن مهل ڪنڌ ڪان ڪنهن مهل سٿر کان جهلي ڪيرائڻ جي ڪندا. جيڪو ڪِريو تنهن هارايو. جيڪو نہ ڪِريو تنهن کٽيو. سنڌ ۾ ڪشتي وڙهڻ جو رواج تمام گهٽ هو.

(پ) پڇريون کڻڻ- ڪاٺ جون چورس ۽ مستطيل نهريون ٺهيل هونديون هيون. وچ ۾ هڪ ڪانچو هٽ وجهي جهلڻ لاءِ ٺهيل هوندو هو. اُن ۾ هرهڪ جو وزن ڏار ڏار هوندو هو. جيئن ٥ سير، ١٠ سير، ١٥ سير، ٢٠ سير، ٢٥ سير، ٣٠ سير، ٣٥ سير ۽ ١ مڻ. اُنهن کي پڇريون ڪوٺبو هو. اُهي ڪنهن ميدان ۾ رکيون وينديون هيون. شام جو ماڻهو ايندا ۽ گڏ ٿيندا. ڪي پڇرين کڻڻ ۽ زور آزمائڻ وارا هوندا هئا تہ ڪي ڏسڻ وارا هوندا هئا. سيڪو پنهنجي طاقت سارو اهڙي وزن واري پڇري کڻندو هو. پڇريءَ جي هٿئي ۾ هٿ وجهي هڪ ٻانهن جي زور تي متي کڻندو ۽ ٻانهن سڌي ڪري ڪجهہ منٽ جهلي ٻهندو. وري هيٺ ڪندو پر زمين کي نہ ڇهائيندو. وري متي ڪندو تہ ڪيترا دفعا اِئين ڪري سگهي ٿو. ڪو ڳري پڇري کڻي متي ڪري جهلي وري هيٺ ڪري اُڇلائيندو. ڪسرت جي ڪسرت ٿي ۽ هرهڪ جي زور جي خبر بہ پيئي.

(٣) وندر جا ٻيا نمونا- (الف) ڊبيٽنگ- (Debeting) انگريزي اسڪول ۾ هفتي ۾ هڪ ڏينهن شام جو ڪنهن وشئہ تي بحث مباحثو ٿيندو هو. هڪ درجي وارا اُنجي فائدي ۾ ڳالهائيندا ۽ اُن لاءِ ثابتيون ۽ مثال ڏيندا. ٻي درجي وارا اُنجي برخلاف ڳالهائيندا ۽ اُن لاءِ ثابتيون ۽ مثال ڏيندا. جڏهن ڊبيٽ پورو ٿيندو تہ ماسٽر دليلن جي آڌار تي فتوٰي ڏيندا. جي چيائون تہ اُن وشئہ مان فائدو آهي تہ فائدي وارن کٽيو. جي چيائون تہ اُن مان نقصان آهي تہ جن نقصان جي ٻاري ۾ ڳالهايو، اُنهن کٽيو.

(ب) ڏڪئي زباني حساب ڏيڻ ۽ پڇڻ- ڳوٺن ۾ چلم جي ڪچهريءَ ۾ ڪڏهن ڏڪئي زباني حسابن جي ڳالهه نڪرنديِ تہ هڪ حساب ڏيندو ٻيا پڇندا. واري تي ٻيا حساب ڏيندا هئا. حساب تمام دماغي ۽ پيچيدا هوندا هئا. مان (ليکڪ) ٽن ڏينهن ۾ ۴ درجو پڙهندو هوس، پر اهڙن حسابن جو شوق هوندو هوم. پوءِ ڪو اُتي حساب ڏيندو تہ فقط مان ئي صحيح ڪري پڇي ٻڌائيندو هوس. اُن لاءِ مون هڪ ڪتاب تيار ڪيو جو سنڌ ۾ رهجي ويو.

(ٻ) پروليون ۽ ڳجهارتون- پروليون ۽ ڳجهارتون بہ هڪ ٻئي کي ڏيندا هئا. هڪڙا ڏيندا هئا، ٻيا پڇي ٻڌائيندا هئا. هنن جو تفصيلوار ذڪر اڳتي ڪيو ويندو، جو اُتي پڙهندا.

(پ) راڳ ۽ پڳتيون- هنن بابت اڳ ئي لکي چڪو آهيان، ڏسو صفحو ۳۹۷ ۽ ۴۰۹).

(ڀ) آکاڻيون- ڪڏهن ڪڏهن ننڍا توڙي وڏا تن مان ڪو هڪ آکاڻي ڪٿندو هو ۽ ٻيا ٻڌندا هئا. اُهي آکاڻيون بہ ڏاڍيون دلچسپ هونديون هيون. وڏا آکاڻي ڪٿندا هئا تہ وچ وچ ۾ ڳاهہ بہ چوندا هئا. ڳاهہ بيت يا ڏوهيڙي وانگر هونديِ هئي جا سُر سان ڳائيندا هئا. اُها ڳاهہ آکاڻيءَ سان تعلق رکندڙ هونديِ هئي. جهڙي موقعي تي آکاڻي هوندي هئي تہ ڳاهہ بہ اُن موقعي جي چوندا هئا. اُن آکاڻيءَ ۾ ڏاڍو مزو ايندو هو.

(ت) سانگ ڪرڻ- هوليءَ يا ڏوڙئي ڏينهن سانگ ڪيو ويندو هو. ڪنهن نہ ڪنهن آکاڻيءَ جي آڌار تي سانگ ڪندڙ اهڙا ويس ڌاري ٿيندا هئا. عجيب ڪپڙا پائيندا هئا. مُنهن تي سُتين کي ساڙي اُنجو پائوڊر ٺاهي مُنهن تي مَکيندا هئا. هڪ جٽي کي عجيب قسم جون ۽ کل جهڙيون مالهائون پارائي گڏه تي اُبتو چاڙهي شهر ۾ گهمندا هئا.

شاديءَ وغيره ۾ جڏهن جڃ گهوٽ پرڻائڻ لاءِ وينديِ هئي تہ پنيان زالون سانگ ڪنديون هيون پر اُهي شاناٽتو پارٽ ادا ڪنديون هيون. گهر جو گهر ۾ ڪنديون هيون. پر کِلائيندڙ سانگ هوندو هو، ڏسنديون بہ رڳو زالون ئي هيون.

(ٿ) ناٽڪ- ڪن ماڻهن جي ٽولي پڙدا هڻي ڪنهن نہ ڪنهن آکاڻيءَ کي کڻي اَهڙا پارٽ ڪٽي کيل ڪندا هئا. ڏسڻ وارن لاءِ ٽڪيٽ رکندا هئا، ٽوليءَ جو گذران اُن ڪمائيءَ تي هوندو هو.

(ٽ) ڇيڄ- ڇيڄ ڏسو صفحو ۴۰۵.

(ٺ) ڪٺ پتليون يا ڪاٺ پتليون- ڪي ماڻهو جن جو ڌنڌو ئي ڪاٺ پتلين جي ناچ ڪرائڻ جو آهي، سي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ گهمندا ناچ ڏيکاريندا رهندا آهن. ڪاٺ جو پتليون جن جو رڳو ڪاٺ جو مٿيون ڌڙ هوندو آهي ۽ هيٺيون ڀاڱو ڪپڙن سان ڍڪيل هوندو آهي. اُنهن کي رنگ روغن بہ ڪيل هوندو آهي، تن کي سُٽ جا ڌورا ٻڌل ٿيندا آهن. اُنهن جي وسيلي اُهي پتلين کي نچائي کيل جي روپ ۾ ڏيکاريندا آهن. وات سان اُن آکاڻيءَ جو بيان ٻڌائيندا رهندا آهن. ڪڏهن مومل راڻو، ڪڏهن سَسئي پنهون وغيره کيل ڪري پتلين کان پارٽ ادا ڪرائيندا آهن.

(ٿ) جوڳين (سپيرين) جون نانگ بلائون ۽ مُرليون- جوڳي جهنگلن ۽ پهاڙن مان نانگ بلائون جهلي ڪارن ۾ وجهي گهمندا، اُهي ڏيکاريندا ۽ مُرليون وڄائي ٻڌائيندا رهندا آهن. مُرليءَ



جي سُر تي واسينگ نانگ ڦڻ ڪڍي جهوليندو آهي. پوءِ نانگن کي پيئارڻ لاءِ کير ۽ پنهنجي گذران لاءِ ڪجهہ پئسا وٺندا آهن. اُهي سپيرا اُنهن جا مَنڊ ۽ منتر بہ ڄاڻندا آهن. اُهي جنجي گهرن ۾ نانگ هوندا آهن، سي اُنهن کان ڪڍائيندا آهن. اُهي ڪجهہ منترن جي زور تي ڪجهہ مُرليءَ جي آواز جي وسيلي نانگ گهرن مان پڪڙي کڻي ويندا آهن ۽ اُجورو وٺندا آهن.

(ڦ) ٻهہ روپي- ٻهہ روپي شهر شهر گهمندو رهندو آهي ۽ هرهنڌ ۵-۷ ڏينهن رهندو آهي. هي روز نئون ويس ۽ نئون روپ ناهي شهر ۾ گهمندو آهي ۽ ماڻهن کي اهو روپ ڏيکاريندو رهندو آهي. پڇاڙيءَ واري ڏينهن دڪانن تان ۽ گهرن مان جيڪي مليس، سو وٺي ويندو آهي. هن جي گذران جو طريقو ئي اهو آهي.

(ڦ) جادوگر- جادوگر بہ شهر گهمندو رهندو آهي. پنهنجي کيل ڏيکارڻ جي ٽڪيٽ رکندو آهي. پوءِ کيل ڏيکاريندو آهي. ڪي ڪجهہ هٿ جا کيل ڏيکاريندو آهي ۽ ڪجهہ مِسميريزم جا کيل ڏيکاريندو آهي.

سنڌ جو مشهور جادوگر، جو سڄو ئي جادوءَ جو اُستاد هو، نالو هوس پروفيسر هاسانند. وينل هو شهر ڪنڊياري ضلع نواب شاهہ جو. هن دنيا جي ڪيترن ئي شهرن جو سئر ڪري راجائن مهاراجائن، بادشاهن، وڏن رئيسن ۽ نوابن کي عجيب کيل ڏيکاريا. جن هنکي سونا ميڊل، سرٽيفڪيٽ ۽ اِنعام ڏنا. کيل ڪندي هڪ واسڪوٽ پائيندو هو، جو سڄو ئي ميڊلن سان ڀريو پيو هوندو هو.

(ڪ) مَداري- مداري پاڻ سان گڏ ۲-۳ ٻولڙا ۽ باندر ۽ هڪ رِڇ وٺي ڳوٺ ڳوٺ گهمندو رهندو هو. ڪجهہ هٿ نات جو سامان ٻگريءَ ۾ وجهي کڻندو هو. پوءِ ڪنهن چوڳان يا چوسول ۾ ويهي ننڍڙي ڊبڪي وڄائي ماڻهو ڪٺا ڪندو هو. ماڻهن گڏ ٿيڻ بعد ڪجهہ هٿ نات جا کيل ڏيکاريندو رهندو هو ۽ ڪجهہ باندر ۽ رڇ کان سيکاريل بازيون ڪرائي ڏيکاريندو هو. وچ کيل ۾ هڪ پٽ ۾ چادر وڇائي چوندو هو تہ توهان کان جيڪي پڄي، سو هن چادر ۾ وجهو. پوءِ ماڻهو اُن چادر ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ اُڇلي وجهندا هئا ۽ ڪجهہ چوڌاري ڦريِ ماڻهن کان گهري وٺندو هو. هنجو اهوئي گذران هو. ماڻهن لاءِ وِندر هئي.

(ک) مسخرا- مسخرا گهڻو ڪري مسلمان هوندا هئا. هندو ڪو ورلو هوندو هو. هيءُ گهڻو ڪري پڳتين جي وچ ۾ مسخري وجهندا هئا. کِل جهڙيون ڳالهيون ۽ ڪَوتُون ٻڌائيندا هئا، جو ٻڌندڙ کِلي کِلي کيرا ٿي پوندا هئا. ڪنهن مهل ڪا اهڙي ڪچهري يا محفل ٿينديِ هئي تہ اُتي مسخري ڪري کِلائيندا هئا.

(ڳ) چرچائي يا يوڳائي- چرچائي يا يوڳائي هندو ۽ مسلمان ٻئي هوندا هئا. اُهي چرچا خوب ڄاڻندا هئا. خاص ڪري زميندارن ۽ وڏن سيٺين جي ڪچهريءَ ۾ چرچا ڪري وندرائيندا هئا. چرچا يوڳ بہ اهڙا ڪندا هئا، جو وينل ماڻهو کِلڻ کان سواءِ رهي ڪونہ سگهندا هئا. پر چرچا مريادا جي اندر ئي ڪندا هئا. اُگهاڙا چرچا ۽ بي حيائيءَ وارا ڪونہ ڪندا هئا.

(ڪ) ڦُلُوَ واڍيو- هڪ واڍيو ڦُلُوءَ نالي شهر پريا تعلقو نوشهرو فيروز ضلعو نواب شاهه سنڌ ۾ ٿي گذريو آهي. مزي جهڙو ماڻهو هو. عجيب عجيب ڳالهيون ڪندو هو. ننڍي توڙي وڏي کي کِلائيندو، عجيب ڪپڙا پائيندو هو. هي اَڻ پڙهيل هو، پر ڪو نه ڪو ڪتاب ڪڇِ مُنهن سامهون جهلي ڪجهه نه ڪجهه پيو چوندو هو. ٻيو سمجهندو ته هي ڪتاب پڙهي پيو. خيالات به ڪمال جا هيس. ڪي سنڌي لفظ پنهنجا ناهي ٻڌائيندو هو. ڪن انگريزي ۽ پارسي لفظن جي معنيٰ به حيرت ۾ وجهندڙ ٻُڌائيندو هو. ديوان ڪوڙومل چندن مل ڪلناڻي ڳوناڻي هوس، جو هن بابت ڪئين ڳالهيون ٻڌائيندو هو. ڦُلُو واڍيو پراڻيون ڄُتيون گڏ ڪري، اُنهن پادرن جي مالها ناهي ڳلي ۾ پائيندو هو. سندس گهر جي ڄڀَهه ۾ يڪي سِر ماڙي اَڏيائين. ڦلوءَ تي بيت-

ڦُلُوَ هڪ ڳوناڻو هو،
مزي جهڙو واڍيو هو،
صبح جو امير هو،
سانجهيءَ جو فقير هو،
سياءَ ۾ ٻار هو،
سڀ ڪنهن جو يار هو،

چاڻندو اکر به نه هو،
پڙهندو وڏا پستڪ هو،
پارسي هن پنهنجي ناهي،
انگريزي هن نئي بنائي،
هن جون ٻوليون ٻڌي ها ڪو،
کِل ۾ اونڌو ٿئي ها سو،

ماڙي يڪي سِر جوڙي هئائين،
پراڻيون ڄُتيون ميڙيون هئائين،
ڦُلُوَ ڏاڍو مزي جهڙو هو،
ننڍي وڏي لاءِ وِندر هو،
ڦُلُوَ هڪ ڳوناڻو هو،
مزي جهڙو واڍيو هو.

(ي) ڪڳي- ڏسو صفحو ٤٠٣.

(د) هنبوڇي- ڏسو صفحو ٤٠٣.

(ذ) چلم تي ڪچهري- ننڍن شهرن ۾ وڏن گهرن ۾ چلم روز ٢٤ ئي ڪلاڪ تيار هوندي هئي. اونهاري ۾ شام جو ٻاهر ٿلهي تي ٽپڙو وِڇائي چلم رکي ڇڏيندا هئا. آيو ويو پيو ڦوڪ ڪڍندو هو. رات جو روٽي کائي اوڙي پاڙي وارا اچي گڏ ٿيندا هئا، واري سان چلم به پيا ڇڪيندا، ڳالهيون به پيا ڪندا ۽ ڪچهري لڳي ويندي هئي. ڪڏهن ڌنڌن جون ڳالهيون، ڪڏهن روزگار جون ڳالهيون، ڪڏهن جِنن ڀوتن جون ڳالهيون، ڪڏهن نانگن ٻلائن ۽ وِڇن جون ڳالهيون، ڪڏهن چوپائي مال ۽ اُنهن جي بيمارين ۽ علاجن جون ڳالهيون، ڪڏهن جهنگلي جانورن شينهن، رِڇن، بگهڙن، گدڙن ۽ مرن جون ڳالهيون، ڪڏهن گيان ۽ ڀڳتيءَ جون ڳالهيون، ڪڏهن زباني ڏکئي حساب ڏيڻ ۽ پڇڻ بابت، ڪڏهن پروليون ڳجهارتون ڏيڻ پڇڻ بابت، ڪڏهن ڪورٽن ۽ ڪيسن جون ڳالهيون ٿينديون هيون. رات جو ١١-١٢ بجي هليا ويندا هئا، وڃي گهرن ۾ آرامي ٿيندا هئا.

(ڌ) فونا-ريڊيو-سئنيما- انگريزن جي راڄ جي پڇاڙيءَ وارن سالن ۾ ڦهريائين فونا نڪتا. فونو هڪ پيٽيءَ وانگر چورس هو، اُن ۾ اندر مشين رکيل هئي. پاسي کان اُن کي چاٻي ڏيرائي پربي هئي. مٿان هڪ گول پليٽ وانگر رڪارڊ رکبو هو، اُنجي مٿان هئنڊل هو، اُن ۾ سُئي فِٽ ڪبي هئي، جا رڪارڊ جي ٻاهرئين ڪناري وٽ رکبي هئي. رڪارڊ ڦرندو رهندو هو ۽ سُئي اُن تي ڇُهي ڇُهي ڪندي رهندي هئي، اُن مان آواز نڪرندو هو. رڪارڊ ۾ ڳانا پريل هوندا هئا جي ٻڌبا



هئا. پوءِ وري ريڊيا ۽ فلمون نڪتيون جي لائيٽ تي هلندا هئا. وڏن شهرن ۾ جتي لائيٽ هوندي هئي، اُتي ريڊيو سان تار ملائي ڇڏبي هئي پوءِ ٻٽڻ سان کڙي به ٽيشن لڳائبي ته ڪٿان راڳ پيا ٻڌبا هئا، ڪٿان خبرون پيئون ٻڌبيون هيون. فلمون ته وڏن هالن ۾ ڏيکاريون وينديون هيون، اُتي ٽڪيٽون ڪلاس موجب هيون. ماڻهو اندر ويندا، اڳيان پڙدو لڳل هوندو هو، پٺيان مشين جي ذريعي فلم هلندي هئي جا پڙدي تي ڏسڻ ۾ ايندي هئي. ڦهريائين گونگيون فلمون نڪتيون، پوءِ ٻولتيون فلمون نڪتيون.

## ٦- پِروليون ۽ ڳجهارتون

(ا) پِرولي- پِرولي اصل سنسڪرت لفظ پرهليڪا جي بگڙيل صورت آهي، جيڪا هنديءَ ۽ اُڙدوءَ ۾ انکي پهيلي چيو ويو آهي. هيءَ لوڪ ادب جي شاخ آهي. کهاڻي يا چوڻي هڪ نصيحت آميز چيز آهي پر پِرولي فقط واندڪائيءَ جي وِندر آهي. سنڌ ۾ شام جو ڪم وغيره مان واندائي روٽي کائي ڪچهري ڪندا هئا، اُن ۾ پروليون به ڏيندا هئا. پراڻي زماني ۾ پرولين رستي ڳجها نياپا ۽ ڪي راز به موڪلبا هئا. اُن پوءِ پروليءَ کي جنم ڏنو. اوائلي پرولي نظم جي صورت ۾ هوندي هئي، جا سولي ياد ڪئي ويندي هئي. ڪچهرين ۾ جڏهن پرولين ۽ ڳجهارتن جو دور شروع ٿيندو هو ته پِرولي ڏيڻ وارو چوندو هو ته "اچئي ٿي" ته اڳلو پڇڻ وارو چوندو هو "پلي اچي" يا "اچي وڃي." پِروليءَ جا ٽي طبقا آهن. ڏيڻي، پڇڻي ۽ وچ جو بند. پروليءَ جو واهپو هندن ۾ نه هوندو هو پر اسڪولي ٻار ڪي هٿ ڪري يا پنهنجون گهڙي هڪ ٻئي کي ڏيندا هئا. مسلمانن ۾ پرولين ۽ ڳجهارتن ڏيڻ ۽ پڇڻ جو رواج وڌيڪ هو. مثال طور پروليون:

پرولي ١. ٻاهران ڪڙ ٻڙ پوتي، اندر ڳاڙها موتي. — پڇڻي: ڏاڙهون.

پرولي ٢. اڇو اڇو ڪير جهڙو، پوڄانس پير جهڙو، ٻڌانس چور جهڙو، اڇو اڇو ڪير جهڙو. — پڇڻي: رپيو ڪلدار.

پرولي ٣. هيڏڙي ترِ جيڏڙي بادشاهن جا ٿي پٽڪا لهرائي. — پڇڻي: جُوَن.

پرولي ٤. گهر گهر ۾ ڳاڙهي ڪنوار. — پڇڻي: باهه.

پرولي ٥. ٻه زالون نالو هڪ، ٻئي ڏارُون ڏار، پٽ ٻنهي جي پيٽ ۾، پر ڄڻين ڪين ڄمار. — پڇڻي: اکيون.

پرولي ٦. هيڏڙي ترِ جيڏڙي وڻن ۾ ٿي واڪا ڪري. — پڇڻي: ڪهاڙي.

پرولي ٧. پاڙون جنهن جون پاتال ۾، لامون جنهنجون لس- هيءَ پرولي پيرن ڏني، ميرن ڀڳي مس. — پڇڻي: ڪِپ جو ٻوٽو.

پرولي ٨. ويس پئي وڻڻ، هن اڳيئي ويني ڏني، جيڪا ڏئي پيئي سا ڪيئن ڏيندي؟ جيڪا نه ڏئي ها، سا ڏئي ها. — پڇڻي: ڦٽي.

پرولي ٩. آءٌ هنجي پيٽ ۾، هوءَ منهنجي هٿ ۾. — پڇڻي: آرسي.

پرولي ١٠. هيءَ پرولي نظم ۾ آهي:

مان هڪ سهڻو وڻندڙ گهوڙو، پيرن جو آهي جوڙو-
آن ۽ پاڻي مور نہ چاهيان، فرض ڪندو تہ بہ پورو آهيان،
پڪڙي هل تون منهنجو ڪنڌ، سولو ٿيندو تنهنجو پنڌ. پيچٽي : سائيڪل.

(٢) ڳجهارتون- حقيقت ۾ ڳجهارت اُنجو نالو آهي، جنهن ۾ دماغي مٿاڪٽ نہ پر سوچ ڪرڻو ٿو پوي. باقي طور ڏنو ويندو آهي. پروليون گهڙيل هونديون آهن، جڙيل نہ هونديون آهن، اِنڪري گهڙيل هونديون آهن. جيئن:

-”گول گول ڍِڳو، پائي وڳي مٿان وڳو“. پيچٽي: بصر.

پر ڪي راز رمزون جنهن ۾ سمايل هجن، اُهي ئي ادبي شاخ ۾ شمار آهن. جيئن:

- ”هم دم ڪي قسم، هم دم ڪي ليئي-هم دم سي گئي، هم دم نہ ملا.“

١. هم دم = دوست = معشوق، ٢. هم دم = دوست، ٣. هم دم = دم نڪرِي ويو، ٤. همدم= دوست.

پيچٽي: معشوق جو قسم، دوست جي خاطر، مان مرِي ويس، پر دوست نہ مليو.

اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ ميان الله بچائي سمي پنهنجي ڪتاب ”سير ڪوهستان“ ۾ ڏني آهي. اها ڳجهارت ڏيڻ وارِي مارئي آهي، جيڪا همير سومري کي چوي ٿِي، مگر سلٽِي توهانکي آهي.

ڳجهارت- ”تو نہ پاري سومرا! سا پاري پليتن-ڪڏهن ٻڌيسين ڪانڪا، پٽ تي پليتن،
آڏي چاڙهي سومرا! پٽي پليتن - سانگي ماڙهو پن چرا، رات بہ پليتن،
جوڙي ڏنئءِ جان ۾، هوند بہ پليتن - اهہ پهہ پليتن، آچيو عمر چام کي.“

هن ۾ ٻي سچِي ڳالهہ جيئن جو تيئن آهي پر پورِي معنيٰ سمجهہ ۾ ڪانہ ايندِي، جيسين آيل ”بند“ مکيہ لفظ ”پليتن“ کي پيچي جا اصلي لفظ جي مرڪب آهي. هر سٽ ”پليتن“ جِي معنيٰ الڳ آهي، جي هيٺ ڏجن ٿيون، پوءِ پيچِي سگهبي.

پلي + تن (يعني مارن جي پلي = نپائي - پلي + تن (معنيٰ مٽرن جي گاهہ جي پلي.
پلي + تن (معنيٰ رات پلي يا گذاري - پلي + تن (معنيٰ پلي چڙي، چڙي ڏنو، هٿ ڪٽي ڇڏيوسين.
پلي + تن (معنيٰ ناپا ڪن يا جيڪي پاڪ نہ آهن - پلي + تن (معنيٰ پليتا ٻارڻ جا يا بندوق جا.

پيچٽي : ”تو نہ پاري سومرا ! سا مارن نپائي -ـ ڪڏهن ٻڌيسين ڪانہ ڪا پٽ تي مٽرن جي پلي،
آڏي چاڙهي سومرا ! مون رات گذارِي، سانگي ماڙهو پن چرا جن هٿ ڪٽي ڇڏيو،
جوڙي ڏنئہ جان ۾ جي پاڪ نہ آهن - اُهي پهہ بندوقن جا، آچيو عمر چام کي.“

ڳجهارت- شهر مٿي شهر هو، نرنا مٿي نار هئي، واهہ ڪاريگرِي ڪپڙي جِي.

پيچڻ وارو- ڪوبہ نالو شهر جو، نرنا جو يا ناريءَ جو ٻڌايائين تہ ڳجهارت پڳي-پوءِ ڏيندڙ سچي ڪندو.

پيچٽي: شهر جو نالو سکر ٻيو بکر، نرنا = درياهہ، نار = موري يا پُل، ڪپڙي جي جوڙِي.

جواب: سکر مٿان بکر ۽ روهڙِي هئي، درياءَ مٿان پُل هئي، واهہ ڪاريگر جوڙِي هئي.



ٻيون ڳجهارتون ماستر محمد صالح ولد عبدالواحد پنهنجي ڪتاب ”سنڌي عجيب ڳجهارتون“ ۾ لکيون آهن. ڪجهہ هيٺ لکجن ٿيون:

ڳجهارت: هٿ جو ڏنائون نالو ڪيائون. بند: هٿ جو ڏڪو، نالو چڱو.
پيچٽي: ڏڪو ڏنائون چڱو ڪيائون.
ڳجهارت: وڻ گهڻو ئي اٿم ڙي جيڏيون، پر ذات پنهنجي ماري آهيان.
بند: وڻ تہ اڪ، ذات جهڄڻ، پنهنجي جهوري.
پيچٽي: عقل گهڻو ئي اٿم ڙي جيڏيون، جهڄڻ جهورِي آهيان.
ڳجهارت: نالا تون نالو ٿيءُ نہ آءٌ عضوي وڃان. بند: نالو عارب ٻيو راضي، عضوو تن.
پيچٽي: اي رب تون راضِي ٿيءُ تہ آءٌ وطن وڃان.
ڳجهارت: ڪاني تڏهن ٿيس، جڏهن ڪاٺ جو وٺي نالو ڏنم.
بند: ڪاني هلڪِي، ڪاٺ هر، نالو يارو.
پيچٽي: هلڪِي تڏهن ٿيس، جڏهن هار وٺي يار ڏنم.

حقيقت ۾ چوٽيون يا ڪهاوتون ۽ پروليون يا ڳجهارتون همذات آهن. ٻولي يا ڪهاوت بہ ڪا نصيحت آميز چيز هوندِي جا سمجهي سگهبي. پر اُنجي پنيان تواريخي راز بہ هوندو آهي، جو سمجهيو ويندو آهي. جهڙوڪ : ”عقل ري عذاب، گهڻا سهنديںءَ جندڙِي.“ پر پرولِي يا ڳجهارت ۾ اهڙِي ڳالهہ ڪانهي. اُن جو لطف تڏهن آهي، جڏهن شعر ۾ چيل هجي. پر ايمانداريءَ جو سچ اِهو آهي تہ ڳجهارت سنڌِي مسلمانن جو شغل آهي، نہ ڪِ سنڌِي هندن جو. مسلمان ئي پرولين ۽ ڳجهارتن جا سُگهڙ آهن.

## ٠٧ ويڙهيون ۽ ڊوڙون

(١) ڪڪڙن جي ويڙهہ- مسلمان ڪُڪڙ پاليندا هئا. ڪڪڙن جا بہ ڪئين قسم ٿيندا آهن. پوءِ اُن ۾ جيڪي سنا وڏا ۽ مضبوط ڏسندا هئا، اُنهن کي چڱيءَ طرح ڪارائي پيئاري ويڙهہ لاءِ تيار ڪندا هئا. اُنهن جون ڪڙهيون ڪپ سان ڇلي ڇهنبدار بنائيندا هئا تہ اڳلي جي ڪڪڙ کي اُنهن ڇهنبن سان ڦٽي وجهي. مئدان ۾ ڪڪڙ وٺي ايندا ۽ هڪ هڪ ڏر جو ٻيو ٻي ڏر جو ويڙهائيندا هئا. اُنهن ويڙهہ ۾ ڏسندڙ شرطون لڳائيندا هئا تہ ڪنهن جو ڪڪڙ ٿو ڪٽي. ڪڪڙن جي ويڙهہ سٺي نموني ٿيندِي هئي. ڪڪڙ پاڻ ۾ وڙهڻ مهل ڪڙهون هڻندا هئا، جنهن ۾ هڻي هڪ ٻئي کي ڦٽي وجهندا هئا. ڪڙهيون پيرن کان ٿورو مٿي ٿينديون آهن. پوءِ ڏٺي اُنهن کي جهلي ساهيءَ جي خيال کان اُنهن کي پاڻيءَ جا ڦوڪارا هڻندا هئا. جيڪو ڪڪڙ گهڻو زخمي ٿيندو هو سو مئدان ڇڏي پڇِي ويندو، ڇئبو تہ اُن جي مالڪ هارايو. جيڪو اڃا بہ مئدان ۾ تيار بيٺو هوندو، ڇئبو اُن جي ڏٺيءَ ڪٽيو. ويڙهہ پورِي ٿي.

(٢) تِترن جي ويڙهہ- تتر بہ ٻن قسمن جا ٿيندا آهن، هڪڙا اڇا ٻيا ڪارسرا. مسلمان تترن کي بہ پاڻ ۾ ويڙهائيندا هئا. جهڙيءَ طرح ڪڪڙ ويڙهائيندا هئا، ساڳئي نموني تتر بہ ويڙهائيندا

هئا. هن ويڙه ۾ بہ شرطون لڳنديون هيون جو تتر مئدان ڇڏي ڀڄي، اُنجي مالڪ هارايو؛ جو مئدان ۾ بيٺو هوندو، اُنجي ڏٽيءَ کٽيو.

**(٣) گهوڙن جي ڊوڙ-** گهوڙن جون ڊوڙون هڪ وڏي مئدان ۾ ٿينديون هيون. جيڪي تازي ۽ تکا گهوڙا هوندا هئا، اُنهن جا مالڪ اُنهن کي اُتي وٺي ايندا هئا. سنا ۽ نوان سنج وجهي گهوڙن کي سينگاريندا هئا. پوءِ اُنهن گهوڙن تي سوار چڙهي تيار ٿي لائين لڳائي بهندا. پوءِ ماڻهو هڪ بہ ٿي چوندو تہ سوار وٺي گهوڙن کي هڪليندا ۽ گهوڙن کي ڊوڙائيندا ويندا. بہ ٽي فرلانگ پنڌ ڪري مقرر حد کان موٽ کائيندا. جنهن جو گهوڙو سيني کان اڳ نڪري ويو، تنهن کٽيو. هنن گهوڙن جي ڊوڙ کي (Race) بہ چوندا آهن. اُهو گهوڙو سڀ کان وڌيڪ تکو ليکبو، جو پهريون نمبر ايندو. هن ڊوڙ لاءِ بہ ماڻهو شرطون لڳائيندا هئا.

**(٤) اُٺن جي ڊوڙ-** اُٺن جا بہ قسم ٿيندا آهن هڪ مهري ٻيا لاڏو. مهري اُٺ سواريءَ لاءِ ٿيندا آهن ۽ لاڏو اُٺ بار کڻڻ لاءِ، نار ۾ وهڻ لاءِ، گهاڻي ۾ وَهڻ لاءِ، گاڏي ڇڪڻ لاءِ ڪم ايندا آهن. ماڻهو مهري اُٺن تي ڏاڍيون سهڻيون جهلون وجهي تيار ڪري مئدان ۾ وٺي ايندا آهن پوءِ گهوڙن جي طرح اُنهن کي ڊوڙائيندا آهن. جنهن جو اُٺ اڳ نڪري ويندو، تنهن کٽيو ۽ اُهو مهري اُٺ تکو ليکيو ويندو.

**(٥) گهوڙن جو ميلو-** اُتر سرحد سنڌ ۾ جيڪب آباد شهر ۾ گهوڙن جو ميلو لڳايو ويندو هو. سڄي سنڌ ۾ فقط اُهوئي هڪ ميلو لڳندو هو. اُتي گهوڙا جهجهي تعداد ۾ ايندا هئا. اُنهن جي خريد فروخت بہ ٿيندي هئي. اُتي گهوڙا ڊوڙندا بہ هئا. ڪي گهوڙا ناچ بہ ڪندا هئا. سرڪار طرفان تکن گهوڙن وارن کي اِنعام بہ ڏيندا هئا.

## ٨. فلمون

**(١) فلم اِنسان يا شيطان-** هڪ سنڌيءَ هنديءَ ۾ فلم ”اِنسان يا شيطان“ خانچند درياڻي جي لکيل آکاڻي ١٩٣٣ع ۾ بنائي.

**(٢) فلم ايڪتا-** سنڌيءَ ۾ پهرين فلم ”ايڪتا“ ١٩٤٢ع ۾ تيار ٿي. جنهنجو پهريون سنڌي هيرو ڪريم بخش نظاماڻي هو.

**(٣) ناٽڪ-** سنڌ ۾ پهريون گروپ ناٽڪ ڪرڻ لاءِ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج اميچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ ناٽڪ ”نَل دمَينتي“ ١٨٩٤ع ۾ ڪيو. دمينتيءَ جو پارٽ درگاداس آڏواڻيءَ ڪيو.

**(٤) پهريون ناٽڪ گروپ-** ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۽ امئچوئرس ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ پهرين ناٽڪ ڪرڻ شروع ڪيا.

**(٥) پهريون ناٽڪ-** سنہ ١٨٩٤ع ۾ پهريون ناٽڪ نل دمينتي ٿيو. دمينتيءَ جو پارٽ درگاداس آڏواڻيءَ ڪيو.

□□



:: باب اوڻيهون ::

# جانوَر، جيت، پکي، سوڻ ۽ وَهم

## ١. چوپايو مال ۽ گهروُ پاليل جانوَر

**(١) ڳانيون-** ڳانءِ کي ڏڳي بہ چئبو آهي. هن جا رنگ اڇو، ڳاڙهو، ڪارو ۽ ڇٽڪمرو ٿيندو آهي. هن کي ٤ ٿڻ ٿيندا آهن. کير ڏيندي آهي. رڳو ڳاهہ، ڪکڙا، ڪڙٻُٽر ۽ گوار جو ڏارو کائيندي آهي. هيءَ ڪنهن بہ جانور جو گوشت نہ کائيندي آهي. جڏهن جوان ٿيندي آهي، تڏهن هن کي وَهر ٿيندو آهي. ان حالت ۾ هن کي ڏڳي (ڏاند) کان ڦرائبو آهي تہ پيٽ سان ٿيندي آهي، تڏهن هن کي ڏُڪي چئبو آهي. جڏهن وِيامندي آهي ۽ کير ڏيڻ شروع ڪندي آهي (٢ کان ١٠ سيرن تائين) تہ هنکي سُئا چئبو آهي. جڏهن کير ڏيڻ بند ڪندي آهي تہ هنکي ڦنڊي چئبو آهي. ڳانءِ جي لڳ ڀڳ عمر ٢٠ ورهيہ ڪن ٿيندي آهي. هيءُ پوتر گهروُ جانور آهي. هندو هن کي گئو ماتا ڪري مڃيندا آهن. هندو زالون ڪنهن ڏڻ تي هنجي پوڄا بہ ڪنديون آهن. هنجي نر کي ڏڳو يا ڏاند يا ٻيل چوندا آهن. جڏهن جوان ٿيندو آهي تہ ڳانين جي ڦرڻ لاءِ هنکي ڪُٽ ڪرڻ کان سواءِ ڇڏي ڏيندا آهن تہ اُن کي ساڻ چوندا آهن. ٻين ڏڳن کي ڪُٽ ڪندا آهن يعني آنورن جي نَس کي ڪُٽي ڇڏيندا آهن تہ اُهي مٽي چڙهي ويندا آهن. پوءِ هنن ۾ مستي ڪانہ رهندي آهي ۽ ڦرڻ جي لائق ڪونہ ٿيندا آهن. ڏڳا گاڏيون ڇڪين، گهاڻي، هرلي ۽ نار ۾ وَهن، بار ڍوئين، ڪوهہ مان پاڻي ڇڪين، پاڻيءَ جون پکالون کڻن. ڳانءِ جي اولاد کي ننڍي نر کي گابو، ٽورو وڏو ٿيو تہ وهڙو ۽ ماديءَ کي گابي، ٽوري وڏي ٿي تہ وَهڙي سڏبي آهي.

**(٢) مينهون-** مينهون سڀ گهڻو ڪري ڪاريون ٿينديون آهن. ڪا ڪا ڀُوري ٿيندي آهي. ڪاري مينهن جا چارئي پير ۽ پڇ جو ڇيڙو اَڇو ۽ مُنهن تي نراڙ وٽ اَڇو ٽڪو ٿيندو آهي. اُن کي چال مينهن چوندا آهن. جي مينهن جا ٻئي سِڱ هڪ ئي ليول ۾ سِڌا گولائيءَ ۾ ۽ پچڙيون وريل هونديون آهن تہ اُن کي ڪُنڍي مينهن چوندا آهن. جنهن جا سِڱ تمام ننڍڙا هوندا آهن تہ اُن کي موڏي مينهن چئبو آهي. هيءَ بہ کير ڏيندي آهي. ڳانءِ وانگر ساڳيو ڪاڌو کائيندي آهي. ساڳي طرح ڦربي، ڏڪي، سُئا ۽ ڦنڊي ٿيندي آهي. هي کير ٥ سيرن کان اڌ مڻ تائين ڏيندي آهي. هن جي اولاد نر کي پاڏو، ماديءَ کي وڇ ۽ بنا ڪٽ پاڏي کي ساَن چئبو آهي.

**(٣) ٻڪريون-** ٻڪريءَ کي بہ ٿڻ ٿيندا آهن. هي رنگ جون اڇون، ڳاڙهيون، ڪاريون ۽ ڇٽڪمريون ٿينديون آهن. هيءَ بہ کير ڏيندي آهي، اڌ سير کان ڏيڍ سير تائين. هيءَ سڀ وڻڪار کائي ويندي آهي. اِن ڪري چوڻي آهي تہ ”اُٺ چري ٻٽيهہ، ٻڪري چري ڇٽيهہ.“ هيءَ ماس ڪونہ کائيندي آهي. گهر ۾ ڏارو وغيره بہ کائيندي آهي. عام طرح هنن جا ڪن وڏا ٿيندا آهن جي پيا لڙڪندا آهن. هنن کي بہ ڳانءِ مينهن وانگر سِڱ ٿيندا آهن. جن جا ڪن ننڍڙا ۽ ڪڙا هوندا آهن، اُنهن کي ٻري ٻڪري چئبو آهي. ٻڪريءَ کي ايمڻا يا پنهون، جوان کي پانو يا پانر

نَنڍي نر کي ڇيلو يا ليلو ۽ ماديءَ کي ڇيلي يا ليلي چئبو آهي. ساڳيءَ طرح هيءَ به ڍڪي سُٺا ۽ ڦَنڍي ٿيندي آهي. هنن جا وار ڪتري نوڙيون ۽ تپڙ ٺاهيندا آهن. ڦريندڙ نر کي ٻڪر چون، باقي ڇيلا تن تي ڪاتيءَ جي وار ٿيندي رهندي آهي جو ڪئين ماڻهو هنن جو ماس کائيندا آهن.

(۴) رِڍون- رِڍون رنگ جون اڇيون ۽ ٻُوٽ ڪاريون ٿينديون آهن. هنن کي به ٿڻ ٿيندا آهن. هيءَ کير ڏينديون آهن. هنن جو کير گهاٽو ۽ دير هضم ٿئي ٿو، انڪري کير جزوي پيئندا آهن، باقي کير جمائي مکڻ ڪڍي گيهه ٺاهيندا آهن. هنن جي نر کي گهٽو يا گهيٽو ڪوٺبو آهي. هنجي پُڇ وٽ ماس ڳوڙهي وانگر پيو لٽڪندو آهي. هنن جا وار ڪُتري اُن هٿ ڪندا آهن، جن مان ڪئين شيون ٺهنديون آهن.

(۵) گهوڙا- گهوڙو رنگ جو اڇو ۽ اڇي کي سنهيون ٻڙيون هجن ته اُنکي سَمند يا سنجاف، ڳاڙهي کي بور، نقرو ڪريم رنگ، ڪاري کي مُشڪي، ڀوڙهو ڳاڙهو (ناسي) پير ڪارا ۽ ڳچيءَ جا وار ڪارا، مُنهن تي اڇو ٽِڪو (بانو) ته اُنکي ڪُميت. اڇي کي ڪارا يا ڳاڙها پٽا يا ٽڪر هجن ته ابلق چئبو آهي. گهوڙو سواريءَ جي ڪم ايندو آهي. جو تمام تکو هوندو آهي، اُنکي تازِي چئبو آهي. گهوڙو بار ڍوئڻ ۾ به ڪم ايندو آهي ۽ گاڏيءَ ۾ ٻڌبو آهي. قد جو بندرو ۽ ننڍو هوندو آهي ته اُنکي ٽٽون چئبو آهي. هن جي ماديءَ کي گهوڙِي، اولاد نر وڇيرو مادِي وڇيرِي سڏبِي آهي. گاهه ۽ اَن جو داڻو کائيندو آهي. ماس هي به ڪونه کائيندو آهي.

(۶) گڏهه- گڏهه گهوڙي کان قد بت ۾ ننڍو ۽ هلڪو ٿيندو آهي. رنگ جو اڇو، ڀُورو ۽ ڪارو ٿيندو آهي. هنجي مادِيءَ کي گَڏِهه چئبو آهي، اولاد کي کودو ۽ مادِي کودِي سڏبِي آهي. ڪن گڏهن تي سوارِي ڪبِي آهي. عام طرح بار ڍوئڻ جِي ڪم ايندا آهن. ڪو ڪو گاڏيءَ ۾ ٻڌبو آهي.

(۷) خچر- خچر به گڏهه جو قسم آهي. هن جو رنگ ڀُورو لالائي تي هوندو آهي. هنجي ماديءَ کي خچرِي سڏبو آهي. هي به بار ڍوئڻ جي ڪم ايندو آهي. سنڌ ۾ نالي خاطر هئا.

(۸) هِسترُ- هستر گهوڙيءَ ۽ گڏه جي ميلاپ جو اولاد آهي. ڪنهن گهوڙيءَ کي وڏي گڏهه کان ڦرائبو ته گهوڙي ڍڪي ٿينديِ ۽ جيڪو ڦر ڄڻيندِي اُنکي هستر چئبو. هن ۾ ڪي نشان گهوڙِي جهڙا باقي گڏهه جهڙا ٿيندا آهن. هي ڪيترو به بار کڻي سگهندو آهي ۽ پهاڙن تي چڙهي ويندو آهي، پر سنڌ ۾ ڏسڻ ۾ ڪونه آيو.

(۹) اُٺ- اُٺ قد جو وڏو، ڳِچي ڊگهي گولائيءَ تي ڪمان وانگر اٿس. هن جو رنگ ناسي ٿيندو آهي. ڪو ڪو ڪارائڻ تي مائل هوندو آهي. هنجي ماديءَ کي ڏاچي چئبو آهي ۽ اولاد کي گُوڏرو ۽ گُوڏرِي چئبو آهي. هن جا نالا گهڻيئي سڏبا آهن. جيئن اُٺ، توڏو، بوتو، ڪرهو، ميو، چانگو، ڏاگهو، اوڳو، بودو، ڀُور، ليڙو، ڇپران ۽ موڏو.

اُٺ جيڪي سواريءَ جي ڪم اچن، تن کي مَهري سڏبو آهي. جيڪو بار کڻي تنهن کي لاڏو چئبو آهي. هي جهنگ جي وڻن ئي ڪائيندو آهي. خاص ڪري هن کي به وڻ ٻوٽا وڻندا آهن، هڪ ڪبڙ ٻيو لاٽُو. هن جا به وار ڪتريندا آهن، اُن وارن کي ڏاس چئبو آهي. اُن مان تپڙ وِڇائڻ



جا ٺاهيندا آهن. اُٺِ جو کير فقط جلندر واري بيمار کي پيئاربو آهي. کير ڏُهي اُن ۾ اُٺ جو پيچ وجهي کير پيئبو ته دست ٿيندا ۽ پيٽ جو پاڻي نڪرندو، پيٽ هلڪو ٿي پوندو. بيماريءَ ۾ فائدو ٿيندو. اُٺ کي ڳاڏين، نارن، هرلن، گهاڻن ۾ به واهبو آهي. اُٺ واريءَ ۾ تکو هلندو آهي، اُن کي چئبو آهي ”ريگستان جو جهاز.“ اُٺ پاڻيءَ کان ڊهندو آهي، اُن لاءِ پهاڪو آهي: ”اُٺ پنهنجي مُٽ ۾ ٽِرڪي.“ اُٺ ٻيڙيءَ ۾ چڙهڻ جِي نه ڪندو آهي، لڪڻ سان سٽي چاڙهيندا آهن. اُن تي پهاڪو آهي: ”اهڙِي مار ملندءِ جهڙِي اُٺ کائي پتڻ تي.“

## ٢. جهنگلي جانوَر ۽ پاڻيءَ جا جانوَر ۽ مڇيون

(١) جهنگلي جانور- جهنگلن ۽ ٻيلن ۾ هينيان جانور هوندا هئا: ٻگهڙ ۽ سوئر يعني مِرون خوفناڪ هئا؛ ٻيا هئا، گدڙ، هرڻ، ڦاڙها، سها، لومڙ، سيڙه، شينهن ۽ چيتا ڪي ورلي، هالار هاڙهي ۽ پب جبلن ۾ ڪيچ مڪران جي سرحد تي اِتفاقي ڏسبا هئا. هاتي، شترمرغ ۽ ممون ٻاهران آڻي ڪراچيءَ ۾ جانورن جي باغ ۾ رکيا هوائون. ڪڏهن ڪڏهن سنياسي ٻاوا ۽ ساڌو پنهنجي جتي سان هاٿي آڻيندا هئا، سي ڏسبا هئا. سنڌ ۾ باندر ۽ ڀولڙا ڪونه هئا، نڪي رڇ هئا، سي ٻاهران آڻي رکيا هئا. ڪڏهن ڪڏهن مدارِي وني ايندا هئا. ٻيا هئا نور، ڀورپٽ، نوريئڙا، چاها (ٻاٻيها) به هئا. ڪڏهن ڪڏهن جهنگل ۾ جهنگراڙ ٻلو هوندو هو، ڏيڏر ۽ ڪوئا به هئا.

(٢) رولو شهرِي جانور- ڪتا ۽ ٻليون جام هيون جي گهرن ۾ بازارين ۾ پيا گهمندا هئا. ڪي ڪتا شڪار لاءِ يا واڙن جي پهري لاءِ يا شوق لاءِ پاليندا هئا.

(٣) پاڻيءِ جا جانور- سنڌو نديءَ ۾ واگهو، لڌڙا، ٻلهڻيون، سيسار، ممون، ڪڇئون، ڪُم هوندا هئا. ڍنڍن ۽ تلائن ۾ سُٽيون، ڪوڏ، ڏيڏر، ڄرون ۽ کوهين ۾ پونئرا ٿيندا هئا.

(۴) مڇيون- سنڌو نديءَ ۾ ڪئين قسمن جون مڇيون، گندڻ ۽ پلا ٿيندا هئا جي سرڪار نيڪي تِي ڏيندِي هئي. واهن، تلاون، ڍنڍن ۾ ڪئين قسمن جون مڇيون ٿينديون هيون. جهڙوڪ ڏنيرو، ڪرڙو، سيڱاري، جرڪو، رڙو، گانگٽ، تيري، گوج، ڦاٻڙو، دوٿر، ڍانگرو، گندڻ، ڪڳا، ملي، موراکي، پوپري، شاڪر تيلي وغيره. ٻيون نَنڍيون مڇيون ٿينديون هيون. پلا ٻن قسمن جا هوندا هئا هڪ آنيارا جنهن ۾ اندر آنيون ٿينديون هيون، ٻيا کيرا جن ۾ هڪ ڦوٽو هوندو هو. پلا مُهاڻا ماري نيڪيدار کي ڏيندا هئا ۽ اُنهنکي لوازمو ملندو هو. جي مياڻي تي ڪنا ٿيندا هئا، اُتان ساٿي خريد ڪري وچي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ وڪڻندا هئا. گانگٽن کي سڪايو ويندو هو، اُنکي هڪم چوندا آهن. ننڍيون مڇيون به سڪايون وينديون هيون، اُنهن کي لوَجريون چوندا هئا.

## ٣. پرندا ۽ پکي - خشڪيءَ ۽ پاڻيءَ جا

(١) خشڪيءَ جا پکي- سنڌ ۾ هينيان پکي عام جام هئا:

ڪانءَ، ڪبرون، ڳيرا، جهرڪ ۽ جهرڪيون، باز ۽ شُڪرا، عقاب ۽ چندول، باشو، تيتهر، سرڻون ۽ ڳِجهون، طوطو (ڇتون)، مئنا، ڪوئل ۽ چڪور، چانهه ۽ چيهو، تارو ۽ تتر (ڪارا ۽ اڇا)، مور ۽ ڊيل، ڪٽياڻي ۽ سوناري، ڪوري ۽ ڪاٺ ڪُنو، هيڙهو ۽ هُد هُد، چبرا ۽ چمڙا، چئنچل، ڪڪڙ ۽ ٻنيرو،

ٻگھہ ۽ لقلق، بلبليون (سنڌي ۽ ٽاريلي)، ڪاڪاٽئو ۽ وهيو، ڪونج ٻوڙي يا روڏي، شترمرغ ۽ ابابيل، بدڪ ۽ آڙي، فيل مرغ (ترڪي) ۽ ڪارڪٽچي. ڪبوتر (پاريل) (اڇا ۽ آسماني)، ٽيٽهاري، گونھ- خور، ٻاٽيپڙ وغيره.

(٢) پاڻيءَ جا پکي - هي پکي تلاون ۽ ڍنڍن ۾ پيا ترندا آهن. بدڪون، آڙيون، ٻگھہ، ڪنگ، لقلق هنن جون آڱريون پڙدي سان ڳنڍيل آهن.

(٣) پالڻ وارا پکي - ڪڪڙ ۽ ڪڪڙيون، ڪبوتر ۽ تتر، باز ۽ شڪرا، طوطا ۽ بلبليون.

## ٤. زهري جيت ۽ ٻيا جيت

(١) زهري جيت- (الف) نانگن جا الڳ الڳ قسم آهن، هڪ واسينگ نانگ يعني ڪاريھر نانگ، هن ۾ زهر تمام گھڻو ٿيندو آهي. هي ٻنا ڇيڙڇاڙ جي نالو نہ وٺندو آهي. ڪي هنڪي ڪير پيئاريندا آهن. ٻيا ڳدا نانگ ٿيان هڻ ڪڻ هنن ۾ زهر گھڻو آهي. هي چڪ هڻي پاڻيءَ ۾ ڪِرندو تہ ماڻهو مري ويندو پر جنهنکي چڪ هنيائين سو اگ وڃي پاڻيءَ ۾ گھڙيو تہ هڻ ڪڻ مري ويندو. چوتان اجگر هن ۾ زهر ڪونہ ٿيندو آهي پر ماڻهوءَ کي ڳرڪائي ويندو آهي. ڪپر، ارڙ.

(ب) بلائون- بلائن جا ٻہ ڪيترائي قسم آهن: ١. ڪوراڙ رنگ جي پيلي ٥-٦ فوٽ ڊگھي ٿيندي آهي. ڪن کي مٿي تي جهنڊ ٿيندي آهي. هيءَ ماڻهوءَ سان وڙهندي ۽ چڪ پائيندي آهي. ٢. گھوڙيال ننڍي چٽڪمري ٿيندي آهي، پڇڻ ۾ گھوڙي وانگر ٽڪي هلندي آهي. ٣. لُنڊي هيءَ ننڍي ڳسن ۽ پيچرن جي لنگھن وٽ وهندي آهي. جيڪو لنگھيو ناهي تنهن کي چڪ پاتو ناهي. ٤. ٻہ مُنهين بلا هيءَ ٣ فوٽ کن لنبي ٿيندي آهي، هنکي ٻنهي پاسي منهن ٿيندا آهن، هن ۾ زهر ڪونهي. ٥. پيڻ- هيءَ ننڊ ۾ سُتل ماڻهوءَ جي سيني تي چڙهي وهندي آهي. هنجي وات ڏانهن پنهنجو منهن ڪري ساهہ پيئندي آهي، تان جو ماڻهو مري ويندو آهي. ٽر ۾ گھٽيون ٿينديون آهن.

(ٿ) وِڇون (پٽون)- هي وڇون پيلي رنگ جا ننڍا وڏا ٿيندا آهن. ڪو ڪارو وڇون ٿيندو آهي، اُهو هٿ جيڏو ڊگھو ٿيندو آهي، هن جي پڇ ۾ ڪنڊو ٿيندو آهي. اُنجي هيٺان زهر جي ڳوٿري اٿس، جنهن کي ڪنڊي سان ڏنگ هڻندو آهي ۽ سات ئي سات زهر ٻہ اُڇليندو آهي، ڄڻ ڊاڪٽر جي سُئي لڳي ويئي. ماڻهوءَ کي زهر چڙهي ويندو ۽ تمام گھڻو سور ٿيندو آهي. جيسين وڇون کي ماربو نہ آهي، تيسين اُهو گھمندو رهندو آهي تہ ماڻهوءَ ۾ ٻہ زهر ڦرندو رهندو آهي، ڏاڍو سور ٿيندو اٿس. ڪن وِڇن ۾ ايترو زهر ٿيندو آهي جو ڏنگڻ سان ماڻهو مري ويندو آهي. وڇونئڙي ويامندي ڪانهي پر سندس پيٽ جا ٻچا ماءُ جو ماس ڪائي پيٽ ڦاڙي ٻاهر نڪرندا آهن. ٻچا تمام گھڻا ئي هوندا آهن، اُنهن نڪرڻ سان سندن ماءُ تہ مري ويندي آهي.

(د) ڏينيو، ڇيلاٽو ۽ ماڪيءَ جي مک ۽ ڇڇي - ڏينيو، ڇيلاٽو، ماڪيءَ جي مک اِهي زهري آهن، ڏنگ هڻڻ سان سور ٿيندو آهي. سوپيريءَ ۾ ٻہ زهر ٿيندو آهي، هيءَ اِتفاقي چڪ هڻندي آهي. چڪ هڻندي تہ اُن جاءِ تي چنبڙي پوندي آهي. ماڻهو مٿانئس ڪپڙو وجهي پوءِ هٿ سان



پٽي لاهيندا آهن. ڇِڇي يا ڪرڙي هن ۾ تمام گھڻو زهر ٿيندو آهي، هيءَ چڪ ڪانہ هڻندي. هيءَ ڪير ۾ يا ٻي ڪنهن طعام ۾ ڪِري پوندي آهي تہ اُهو ۽ طعام زهري ٿي پوندو آهي، جي ماڻهو اُهو ڪير پيئندا يا طعام کائيندا تہ مري ويندا. ٻيا آهن ڪوئا، ڏيڏر، ڳوه ۽ سانڊو.

(ع) ٻيا جيت- مکيون (ڪاريون، ڪاڪا سائي) ۽ منگھڻ، مڇر ۽ ڪارڙا، ڪُٽ ۽ ڄُوا، ماڪوڙا ۽ ماڪوڙيون هي سڀ چڪ هڻندا تہ ٿورو سور ۽ ٿوري خارس ٿيندي آهي. ٻيا آهن ڇچڙ، مڇر، ٽنڊڻ، ٽنڊٽيون، مڪڙ ۽ مڪڙيون، پوپٽ ۽ پنيوريون، پتنگ ۽ ڪڙڪٻيتا، پئونر ۽ منگھڻ، ٻگھي، گھرتيڙيون، جون، اُڏوهي (پيلي ۽ ڪاري)، سوٻٽ ۽ ڪينئان، سانپا اِهي چڪ ڪونہ هڻندا آهن.

## ٥. ماڻهن، جانورن ۽ پکين جا سوڻ ۽ اَپسوڻ

| جريان نمبر | ڪير | سوڻ ۽ اپسوڻ |
|---|---|---|
| ١. | ماڻهو | ماڻهوءَ جي کابي اک ڦڙڪي تہ مسافريءَ جي مُراد پوري ٿيندي. |
| ٢. | ماڻهو | مسافريءَ ويندي اڇي ڏاڙهيءَ وارو ماڻهو ڳڏبو تہ ڪم نہ ٿيندو. |
| ٣. | ماڻهو | مسافريءَ وغيره وڃڻ لاءِ گھر کان ٻاهر نڪرڻ وقت ڇنيان سڏ ٿئي تہ ڪم نہ ٿيندو. |
| ٤. | ماڻهو | مسافريءَ وغيره وڃڻ لاءِ گھر کان ٻاهر نڪرڻ وقت ڪير ڇِڪ ڏيندو تہ ڪم نہ ٿيندو. |
| ٥. | ماڻهو | سودو وٺڻ يا ڪنهن ڪم ڇنيان وڃجي، جي ڳالهہ وسري وڃي تہ موٽي گھر اچجي. |
| ٦. | ماڻهو | ڪنهن عورت جي ساڄي اک ڦڙڪي تہ سياڳي، مرد جي ساڄي اک ڦڙڪي تہ نياڳي. |
| ٧. | ماڻهو | ماڻهوءَ کي ڳالهائيندي يا کائيندي ڄڀ ۾ چڪ پوي تہ ڪنهن عزيز ياد ڪيو آهي. |
| ٨. | ماڻهو | چيلهہ تي ٻئي هٿ رکي ويهڻ نياڳ آهي. |
| ٩. | ماڻهو | ماڻهوءَ جي ساڄي هٿ جي ترِيءَ ۾ خارس ٿئي تہ ڪٿان نہ ڪٿان پئسا ملندا پر کابيءَ ۾ تہ پئسا ويندا يا ڏبا. |
| ١٠. | ماڻهو | ماڻهوءَ جي پير جي تِريءَ ۾ خارش ٿئي تہ مسافري ٿيندي. |
| ١١. | ماڻهو | ٻاهہ تي پير سيڪڻ نياڳ جي نشاني آهي. تنهن سان اکين جي نظر گھٽبي. |
| ١٢. | ماڻهو | ماڻهوءَ جي پير ۾ پدم هئڻ سياڳ جي نشاني آهي. |
| ١٣. | ماڻهو | ڪنهن ڪم ويندي ٽاٻو کائجي تہ ڪم نہ ٿيندو. |
| ١٤. | ماڻهو | ڪنهن جي جُتيءَ جو پادر ٻي پادر تي چڙهي تہ مسافري ٿيندي. |
| ١٥. | ماڻهو | ٽنگ ٽنگ تي رکي نہ سُمهجي، اُن مان گھر ۾ غريبي ايندي. |
| ١٦. | ماڻهو | ننهن لاهي گھر ۾ نہ ڇڏجن، اُن مان ٻہ گھر ۾ غريبي ايندي ۽ مايا ويندي. |
| ١٧. | ماڻهو | سهائي يا پهرئين آرتوار تي سُهاڳڻ اِستري نہ وِهنجي. |
| ١٨. | ماڻهو | جنهن ٻار کي مٿي ۾ ”پڳ وَر“ هوندو، سو سياڳو ٿيندو. ڇنيان پاءُ آڻيندو. |
| ١٩. | ماڻهو | ٻار چلهہ يا منگلي مان ٻريل ڪاٺي يا ڪک ڪڍي هٿ ۾ جهلي ڦيرائي تہ منع ڪجي تہ اِئين ڪندين تہ هنڌ ۾ مُتندين. |
| ٢٠. | ماڻهو | پٽ ڏند ڪرٽي تہ سياڳ ۽ جي ڏيءَ ڏند ڪرٽي تہ نياڳ جي نشاني آهي. |

| ترتيب نمبر | ڪير | سوڻ ۽ اپسوڻ |
|---|---|---|
| ٢١. | ماڻهو | سڏ ڪندڙ کي ”جيءُ“ چئي ورندي ڏجي، نه ”هان“ جو سنو سوڻ نه آهي. ”هان ڦٽ تان، جيءُ ڪير ڪٺورو پيءُ.“ |
| ٢٢. | مُڙدو | جيڪڏهن مسافريءَ تي ويندي، شهر ۾ گهڙندي سامهون مُڙدو ڏسي ته ڪم پورو ٿئي. |
| ٢٣. | مُڙدو | مسافريءَ ويندي گڏجي - ڪابي خر، ساڄي سپ، مُنهن سامهون مُڙدو ڪم اوس پورو ٿئي. |
| ٢٤. | چانهه | چانهه پکي جنهن گهر مٿان لوندو ته اُن گهر دولت ايندي. |
| ٢٥. | چانهه | چانهه پکي اُتراڻ ڏينهن ڏسجي ته شاهوڪار ٿئي. |
| ٢٦. | چانهه | چانهه ماتا درشن ڏي ته گوڏي جيڏي مايا ڏي. |
| ٢٧. | مور | مور کي نچندو ڏسبو ته آسودگي ۽ ڪاميابي ٿيندي. |
| ٢٨. | مور | چوڻي ”مور گهڻو ٿي سهڻو پير ونگا.“ جتي مور گهڻا هوندا اُهو شهر ڦٽي ويندو. |
| ٢٩. | مور | مور جا کنڀ گهر ۾ رکبا ته نانگ بلائون گهر مان ڀڄي ويندا ۽ ٻيا نه ايندا. |
| ٣٠. | مور | مور جا کنڀ ڪتاب ۾ رکبا ته علم وڌندو. |
| ٣١. | مور | مور جي کنين سان بيمار جي چئني طرفن ٣-٣ دفعا مٿي کان پيرن تائين گهمائيندو ته بيماري لهي ويندي. |
| ٣٢. | ٽِتر | تتر کابي پاسي تنواري ته ”پوُن بارهن“ يعني مطلب سڌ ٿيندو. |
| ٣٣. | ٽِتر | تتر ساڄي تنواري ته مطلب سڌ نه ٿيندو. |
| ٣٤. | طوطو | طوطي جو آواز ساڄي پاسي کان اچي ته سفر سنو ٿيندو. |
| ٣٥. | ڪانءُ | ڪانءُ صبح جو ”ڪان-ڪان“ ڪري ته سنو ليکجي. |
| ٣٦. | ڪانءُ | ڪانءُ گهر جي ڇِت تي ويهي ”ڪان-ڪان“ ڪندو ته مهمان ايندو. |
| ٣٧. | ڪانءُ | ڪانءُ وڻ تي ويهي صاف ”ڪان-ڪان“ ڪري ته سک سمپتي ايندي. |
| ٣٨. | ڪانءُ | ڪانءُ رات جو بي وقتائتو ”ڪان-ڪان“ ڪري ته خطري جو اطلاع آهي. ڏکر پوندو يا بادشاهه کي نقصان پهچندو. |
| ٣٩. | ٻگهه | ٻگهه پکيءَ کي ڪبيءَ ٽنگ تي بيٺل ڏسو ته دولت ۽ زال ملندي. |
| ٤٠. | چِبرو | چبرو ڇت تان يا ڇت مان سانده ست ڏينهن آواز ڪري ته اُن گهر جي بربادي ٿيندي. |
| ٤١. | چِبرو | چبرو جادوگر آهي، هنکي سڀ خبر پوي ٿي. هنجي رازن جا ماڻهو هن کان ڪئين ڪم وٺندا آهن. |
| ٤٢. | چِبرو | چبرو گهر جي مٿان اچي ويهي لنوي ته اُها نياڳ جي نشاني آهي. |
| ٤٣. | ڳانءِ | ڳانءِ جو ڳونت ڪنهنجي اڱيان اُڇلائجي ته جيڪو ڦِرين اورانگهيندو سو بيمار ٿئي. |
| ٤٤. | ڳان-ڳابي ڏڳي ڳاڏي | ڪم تي ويندي جيڪڏهن سامهون ڳانءِ ۽ ڳابي گڏ بيٺل هجن يا پريل ڏڳي ڳاڏي ويندي هجي ته ڪم ٿيندو. |
| ٤٥. | گهوڙو | گهوڙو هڻڪارون ڪري ۽ ڦوڪارا هڻي ته سمجهبو ته هنجي اڱيان ڄڻ آهن جي هن ڏنا آهن. |



| ترتيب نمبر | ڪير | سوڻ ۽ اپسوڻ |
|---|---|---|
| ٤٦. | گڏهه | مسافريءَ وقت وڃڻ مهل گڏهه کبي پاسي کان هينگ ڏيندو ته ڪم ٿيندو. |
| ٤٧. | گڏهه | ڳالهه ڪندي گڏهه هينگ ڏي ته جيڪي چئجي سو سچ آهي. |
| ٤٨. | ڪتو | ڪتو گهڻا اوناڙ ڪريءَ اُتي ڪو بيمار هجي ته مري ويندو يا بيمارِي نه لهندي، اپسوڻ آهي. |
| ٤٩. | ٻلي | ڪاري ٻلي ڏسجي ۽ ڪم تي وڃجي ته اُهو ڪم نه ٿيندو. |
| ٥٠. | ٻلي | گهر کان ٻاهر نڪرڻ وقت ڪاري ٻلي رستو ڪپي ويئي ته ڪم نه ٿيندو، اِهو اپسوڻ آهي. |
| ٥١. | ٻلي | ٻليءَ کي لوهه جي شيءِ اُلارڻ پاپ آهي. |
| ٥٢. | نانگ | مسافريءَ تي وڃي ساڄي پاسي نانگ ڏسجي ته ڪم پورو ٿيندو. |
| ٥٣. | ڇڇي | ڏياريءَ رات گهر ۾ پٽ تي هلندڙ يا ڊوڙندڙ ڇڇي ڏسجي ته ڏنوان ٿيندو. |
| ٥٤. | ماڪوڙا | ماڪوڙا گهڻا پڌرا ٿين ته برسات پوندي. |
| ٥٥. | ماڪوڙيون | ماڪوڙيون گهٽيون ٿين، ڪجهه نه ڪجهه کاڌي لاءِ وات ۾ کڻي وڃن ته ڏکر پوندو. |
| ٥٦. | مڪڙ | مڪڙ اچن ته اُن سال مينهن گهڻو پوندو. |
| ٥٧. | ڏيڏريون ڪنيڙيون ڪڙڪبيتو | ڏيڏريون، ڪنيڙيون ۽ ڪڙڪبيتو گهڻا ٿين ته اُن سال برسات گهڻي پوندي. |
| ٥٨. | تاريخون | تاريخ ١ ۽ ٢ اوير ڏي، ٣ ۽ ٤ ڏکڻ ڏي، ٥ ۽ ٦ اولهه ڏي، ٧ ۽ ٨ اُتر ڏي وڃبو ته نقصان رسندو. |
| ٥٩. | ڏساسول | مسافريءَ تي وڃڻ وقت ڏساسول سامهون هجي ته نه وڃجي. ”ڏساسول ڏاڍو يلو يوگني ڏجي پٺ.“ |
| ٦٠. | يوگني | مسافريءَ تي وڃڻ وقت يوگني پٺئن طرف هوندي ته ڪم ٿيندو. |

## ٦. عام سوڻ ۽ اپسوڻ

| ترتيب نمبر | ڪهڙو | سوڻ ۽ اپسوڻ |
|---|---|---|
| ١. | مڪان جي پيڙهه | مڪان جي پيڙهه ڪوٽڻ وقت يوميءَ جي پوڄا ڪجي. پيڙهه ۾ سونو نانگ، ڪير ۽ کنڊ به وجهبو آهي. جيئن رهڻ وارا سکيا ستابا رهن ۽ ڪير کنڊ تي رهن. ڪي ٽامي جو پئسو به وجهندا آهن. |
| ٢. | گهر ۾ ٻير پوکڻ | گهر جي اڱڻ ۾ ٻير نه پوکجي جا نياڳي آهي. |
| ٣. | گهر ۾ نم پوکڻ | گهر جي اڱڻ ۾ نم پل پوکجي جا چڱي آهي. |
| ٤. | ڏيئو ٻارڻ ۽ وسائڻ | ڏيئو ٻارن جي بدران چئجي ”جوت جاڳاءِ“ وسائڻ بدران چئجي ”ڏيئو گل ڪر.“ |
| ٥. | ماني ڪائيندي ٻتي وسامي | ماني ڪائيندي ٻتي وسامي ته اپسوڻ آهي. اڳ روٽيءَ تان اُٿي ويندا هئا، وري نه ڪائيندا هئا. |
| ٦. | ٿاليءَ ۾ ٣ روٽيون | رسوئي پرچڻ وقت ڪنهن کي به ٿاليءَ ۾ ٣ ڦلڪا يا روٽيون پائي نه ڏجن. |
| ٧. | مانيءَ ڳِره ڪِرڻ | مانيءَ ڪائيندي ڳِره ڪِري پوي ته اپسوڻ آهي. |
| ٨. | ميز تي ڪائڻ | ميز تي ١٣ ڄڻا گڏ نه ڪائين. |

| جريان نمبر | کهڙو | سوڻ ۽ اپسوڻ |
|---|---|---|
| ۹. | مانيءَ ڦوڪجي | دانگيءَ يا تئي تي مانيءَ ڦوڪجي يا اُپامي ته ڪائڻ واري کي گهٽي بکَ آهي. |
| ۱۰. | روٽيءَ پاٽي گڏ ڏيڻ | هڪ هٿ ۾ روٽي ٻئي هٿ ۾ پاٽي گڏ نه ڏجي. |
| ۱۱. | ڪُنو چٽڻ | مَرد ماڻهو ڪُنو چَٽيندو ته سندس شاديءَ ۾ مينهن وسندو. |
| ۱۲. | کٽ تي ويهي پير لوڏڻ | کٽ تي ويهي پير نه لوڏجن، اِها نياڳ جي نشاني آهي. |
| ۱۳. | رات جو پينگهي ۾ لڏڻ | رات جو پينگهي ۾ نه لڏجي. |
| ۱۴. | اونڌو ٿُمهڻ | اونڌو ٿيءَ نه سمهجي، اِهو اپسوڻ آهي. |
| ۱۵. | ڦٽي ڏيندي | ڦٽي ڏيندي، ڦٽي هٿ مان ڪِري پوي ته مهمان ايندو. |
| ۱۶. | تيل لڳائڻ | منگل ڏينهن بدن کي تيل نه مَکجي. |
| ۱۷. | رات جو چوٽي ڪرڻ | زال رات جو چوٽيءَ نه ڪري. |
| ۱۸. | وار لهرائڻ | منگل، وسپت ۽ ڇنڇر تي نه وار لهرائجن، نه ڏاڙهيءَ ڪوڙجي. |
| ۱۹. | ڪُنجيون ڇٽڪائڻ | رات جو ڪُنجيون نه ڇٽڪائجن جو گهر ۾ جهيڙو ٿيندو. |
| ۲۰. | ڀچر تارو نڪرڻ | جيڪڏهن آسمان ۾ ڀچر تارو نڪتو ته ملڪ ۾ لڙايون لڳنديون. |
| ۲۱. | چنڊ ۾ ڀڙُ | جيڪڏهن چنڊ جي چوڌاريءَ وڏو ڀڙُ نهيو ته ڪو وڏو ماڻهو مرندو. |
| ۲۲. | ڇنڇر ڪم ڪرڻ جي منع | ڇنڇر تي وار نه لهرائجن، ننهن نه ڪٽجن، تيل يا لوه جي شيءِ خريد نه ڪجي جو اڻ هوندي ٿيندي. |
| ۲۳. | جتيءَ جو هڪ پادر پائڻ | هڪڙو پادر پير ۾ پائي گهمبو ته ست ڏيئر ڇمنديون. |
| ۲۴. | ڪٽولي جي واڌڻ | رات جو ڪٽولي جي واڌڻ ڇڪبي ته ڌيءَ ڇمنديءَ. |
| ۲۵. | اونڌيءَ منجهي | اونڌيءَ منجهيءَ تي نه سمهجي. |
| ۲۶. | سهائيءَ ۾ کير پيئڻ | سهائيءَ يعني چنڊ جي چانڊنيءَ ۾ کير نه پيئجي. |

## ۰۷ وَهم ۽ ڀرم

عام طرح ماڻهن ۾ خاص ڪري زالن ۾ هينيان وهم ٿيندا آهن، پوءِ الاجي سچا آهن ڪي ڪوڙا. پر ڪي ڀرم سچا ٻه ٿيءَ پوندا آهن. پر اِها خبر ڪانهي ته ڪهڙا سچا آهن؟

| جريان نمبر | شيءِ | وَهم ۽ ڀرم |
|---|---|---|
| ۱. | ننڊ مان اُٿڻ | جو ماڻهو سج اُڀرڻ ڪانپوءِ اُٿندو ته ٻين جي سومت ڪٽندو، جا نياڳ جي نشاني آهي. |
| ۲. | اوڙانگهڻ | جو ماڻهو سمهيل مٿان اوڙانگهي لنگهندو ته اُنجي عمر گهٽبي. |
| ۳. | يادگيري | جنهن ماڻهوءَ جي ڳالهه هلنديءَ هجي، يادگيريءَ ڪجي، جي اُهو اچيءَ وڃي ته اُنجي عمر وڌنديءَ. |
| ۴. | منڻ تاءِ انب نه ڪائڻ | منڻ تائين زال انب نه ڪائي، نه ته ٻار گونگو ٿيءَ پوندو. |
| ۵. | ڪارو ڪپڙو | سهاڳڻ زال ڪارو ڪپڙو نه پائي، اِها ماتم جي نشاني آهي. |



| جريان نمبر | شيءِ | وَهم ۽ ڀرم |
|---|---|---|
| ۶. | اڇو ڪپڙو | سهاڳڻ زال سفيد ڪپڙا نه پائي، اِها نياڳ جي نشاني آهي. |
| ۷. | لسو ڪپڙو | سهاڳڻ زال لسو ڪپڙو نه پائي، اُن تي ٽورو گهٽو گل ڀريل هجي سو پائي. |
| ۸. | بينيءَ سُٿڻ پائڻ | بينيءَ سُٿڻ نه پائجي، اُن سان اڻ هوند ٿينديءَ. |
| ۹. | پاروٿو ڪائڻ | پاروٿو ڪائڻ سان عقل گهٽبو ۽ علم نه ايندو. |
| ۱۰. | هٿ ڌوئڻ | جنهن ٿالهيءَ ۾ ڪائجي اُن ۾ هٿ نه ڌوئجن، نه ته اڻ هوند ٿينديءَ. |
| ۱۱. | ٽي مهمان | گهر ۾ ٽي ڄڻا مهمان ٽيءَ نه اچن، جي آيا ته گهر تي مصيبت پونديءَ. |
| ۱۲. | ٽي ڇِڪون اچڻ | ٽي ڇِڪون اچن ته پئسا ملندا. |
| ۱۳. | ننهن ۽ وار | گهر ۾ ننهن ۽ وار نه اُڇلجن، نه رات جو لاهجن، جي ڪندو ته نياڳ ٿيندو. |
| ۱۴. | ڏندڻ | ڏندڻ جو نالو رات جو نه وٺجي پر وٽو پوي ته ڏندڻ نه چئيءَ پرپاتيو چئجي. |
| ۱۵. | ڦٽي ۽ ٽوپو | رات جو نه ڦٽيءَ ڏجي نه ٽوپو ڏجي. |
| ۱۶. | ميٽ | گهر جي چانئٺ تي ويهيءَ يا رڌڻيءَ ۾ ميٽ نه ملجي. |
| ۱۷. | ميٽ تيل | منگل ۽ وسپت ڏينهن ميٽ تيل سان سنان نه ڪجي. |
| ۱۸. | ميٽ لوڻ | ميٽ ۽ لوڻ رات جو خريد نه ڪجي. |
| ۱۹. | ڇارو | گهر ۾ ڇارو هوندو ته قرض چڙهندو. |
| ۲۰. | ٻهاري | گهر ۾ ٻهاريءَ نه پونديءَ ته آسودگيءَ وينديءَ. |
| ۲۱. | ٻهارو | رات جو ٻهارو نه ڏجي نه نالو وٺجي جو اڻ هوند ٿينديءَ. صفائي ڪپتان ٽڪر سان ڪجي. |
| ۲۲. | ٻهاري-سونٽي | ٻهاريءَ، مُهريءَ ۽ سونٽيءَ اُڀيءَ نه رکجي، جهڳڙي ٿيڻ جو اِمڪان آهي. |
| ۲۳. | رات جو آرسي ڏسڻ | آرسيءَ رات جو نه ڏسجي. |
| ۲۴. | ٻار کي آرسي ڏيکارڻ | ننڍڙي ٻار کي آرسيءَ ڏيکاربيءَ ته هنگڻ ٿيءَ پوندس. |
| ۲۵. | رات جو ڀڳڙا ڪائڻ | رات جو ڀڳڙا ڪائبا ته قرض چڙهندو. |
| ۲۶. | چانئٺ تي وِهڻ | چانئٺ تي نه وِهجي نه ٻهجي. |
| ۲۷. | آڱريون ڀڃڻ | آڱريون نه ڀڃجن، نڪي اُنهن مان ٽڪا ڪڍجن. |
| ۲۸. | کٽ هيٺان ٻهاري | کٽ تي ڪو سُمهيل هجي ته کٽ هيٺان ٻهارو نه ڏجي. |
| ۲۹. | ڇاتيءَ تي هٿ رکڻ | سمهيءَ ڇاتيءَ تي هٿ نه رکجن. |

## ۸. بيمارن ۽ ٻارن بابت سوڻ ۽ علاج

(۱) بيمارين بابت- بيمارين بابت سوڻن وغيره جا علاج هينئين طرح ڪيا ويندا آهن:

| جريان نمبر | بيماري | علاج |
|---|---|---|
| ۱. | ٽيهڙ تپ | ٽيهڙ تپ اُهو آهي جيڪو تپ ٻه ڏينهن ڇڏي ٽي ڏينهن اچي. علاج: (۱) ٻڪريءَ جنهن ٽي ڦر گڏ ڄاوا هجن ته اُنجا وار ڪُتريءَ ٻڌجن. |

| ڄاڻان نمبر | بيماريِ | علاج |
|---|---|---|
| | | (٢) جنهن مرد تي دفعا شاديِ ڪئي هجي تہ اُن کان سڳو وٺائي ٻڌائجي. |
| | | (٣) ٽواٽي تي ٽي روٽيون رکي اڇبيون تہ بخار لهي ويندو. |
| | | (٤) ٻريل ڪاٺي يعني اُماڙيءَ سان پنهنجي پاڇي کي ڏنيجي تہ ٻيهڙ تيهڙ تپ لهندو. |
| | | (٥) تپ وارو پنهنجي پاڇي کي ٽي دفعا روز پادر هڻندو تہ بخار ڀڄي ويندو. |
| ٢. | چور تپ | جيڪو تپ رات جو اچي ۽ ڏينهن جو لهي وڃي اُن لاءِ علاج: (١) چور کان ڌاڳو وٺائي تپ وارو ٻڌي تہ بخار لهي ويندو. (٢) بيمار ماڻهوءَ جي کٽ جي واڻ ۾ سيرانديءَ واري پاسي واڻ ۾ اهڙيءَ طرح تالو لڳائي جو اُنکي خبر نہ پوي. |
| ٣. | واري جو تپ | جنهن ڏينهن تپ جو وارو هجي، اُن ڏينهن بيمار جي بستري تي لٽ رکيِ چادر پائي چڙهي. |
| ٤. | ڪنگهہ | جنهن کي ڪنگهہ ٿئي تہ چانڊوڪيءَ رات ۾ ٻاهر گهمندو ڦرندو تہ ڪنگهہ لهي وينديِ. |
| ٥. | ٻارکي وڏيِ ڪنگهہ | گڏهہ جو کير سامهون ڏهائي يڪدم پيئارجي ٣ ڏينهن ۽ ناناڻيِ گهنڊلي ڳچيءَ ۾ ٻڌجيس. |
| ٦. | سڪي ڪنگهہ ۽ گهيو | ڪُڌي واري کان ڪنگهہ واري کي ڳاهہ جو ٻنڊڻ ڳلي ۾ وجهارائي ڏاٽي سان وڍائجي. |
| ٧. | اڌ مٿي جو سُور | پاڻيءَ جو لوٽو ڀري سج جي سامهون لوٽي مان پاڻيِ هاريندو رهي ۽ اُن مان سج کي ڏسندو رهي. |
| ٨. | نظر | باهہ تي پير سيڪڻ سان يا پيرين اُگهاڙو گهمڻ سان اکين جي نظر گهٽبي. |
| ٩. | اکيون اُٿڻ | (١) اکيون اُٿن تہ پيرن جي آڱوٺن ۾ سڳا ٻڌبا تہ نيڪ ٿيِ وينديون. (٢) اُٺيل اکين واري جي اکين ۾ نهاربو تہ اُنجون بہ اکيون اُٿيِ پونديون. |
| ١٠. | اک ۾ انڙيِ نڪرڻ | (١) پٽ کي ڇُن جي پوڇيِ ڏنل هجي تہ پٽ تي آڱر گهيِ آنڙيءَ کي لڳائجي. (٢) ڪنهن در جو ڪڙو ڪڙڪائي ۽ چهائي چئجي تہ ''آنڙيِ گونهن ڪانڙيِ مون تان لهي ٿُهن تي پوي.'' |
| ١١. | هڏڪوئي | (١) هڏڪوئي ٿئي تہ ياد ڪندڙ جو نالو وٺجي تہ لهيِ وينديِ. (٢) نڪ بند ڪري ساهہ منجهائي ۽ پاڻيِ ٧ ڍُڪ پيئي. |
| ١٢. | پيٽ جو سُور | هٿن جون ڇيڇون ٻاچن سان ملائي سور واري جي پيٽ تي ٧ دفعا گهمائي سور لهي ويندو. |
| ١٣. | ڇِڪي | پيرن جي آڱوٺن ۾ ڌاڳا ٻڌجن لهي وينديِ وريِ نہ پونديِ. |
| ١٤. | ڇُڪَ | ڪُڌي واري کان ٽي ڏينهن سات ڪرائي. |
| ١٥. | هئو | ڪلهي جي ڦڻ وٽ گيهہ يا ڇار سان مالش ڪجي لهيِ ويندو. |
| ١٦. | کُونگهرا | سيرانديءَ کان پادر رکبو تہ کونگهرا نہ هڻندو. ٽواٽي جي مٽي وجهي تہ کونگهرا بند ڪندو. |



## ٩. ٻارن بابت سوڻ ذريعي علاج

| ڄاڻان نمبر | بيماريِ ۽ نقص | علاج |
|---|---|---|
| ١. | گرهڻ جو ٻار تي اثر | سج يا چنڊ گرهڻ وقت ڳرڀڻي زال ڪو بہ ڪم نہ ڪري، جي ڪنديِ تہ ٻار تي اثر پوندو. |
| ٢. | گرهڻ جيِ پيڙا | گرهڻ مهل وٽيءَ ۾ تيل وجهيِ اُن ۾ ڏسبو، اُهو پنگيءَ کي ڏبو يا ٽواٽي تي هاري ڇڏجي. |
| ٣. | ٽڪڙ ڏيءَ | ٽڪڙ ڏيءَ نہ پيڪن لاءِ نہ ساهرن لاءِ سياڳي ٿينديِ، اِنڪري سوڻ ڪبا آهن. |
| ٤. | ٢ آڱوٺا يا ٦ آڱريون | ٻن آڱوٺن يا ڇهن آڱرين وارا ٻار ڏکيا ڏينهن نہ ڏسندو ۽ هُنرمند ٿيندو. |
| ٥. | ٻار جو شاهوڪار ٿيڻ | ٻار ڄمڻ تي سون چانديِ ڌوئيِ ٻار تي هاربو. ٻيا بہ اُن پاڻيءَ سان ڌوئيِ ٿڃ ڏجي تہ دولتمند ٿيندو. |
| ٦. | ٻار جو گهٽو روئڻ | ٻار گهٽو روئي تہ ٻڪريءَ جون ڦولڙيون سيرانديءَ رکجن. |
| ٧. | ٻار جو ٻڄڻ | ٻار ڄمڻ بعد اُنجي سيرانديءَ ترار يا ڪاتيِ رکجي تہ ٻار نہ ٻڄندو نہ ڇِرڪ پريندو. |
| ٨. | ٻار جو ٻڄڻ ۽ ڇِرڪ پرڻ | تہ رات جو انجو گهڙيالو ڪجي، طريقو: خاليِ دلي جي منهن تي منديئڙي وانگر بہ ڪاٺيون رکجن، ڪپہ جون وٽيل وٽيون تيل ۾ ٻوڙي اُن تي رکجن. اُهو دلو ٻار تان ٣ دفعا گهوري پاڻيِ ٿالهہ ۾ پيل اُن تي اونڌو ڪري رکجي. |
| ٩. | ٻار جلد نہ ڳالهائي | جو ٻار جلد نہ ڳالهائيندو هجي اُنکي ڪانءَ جو جوٺو ڪارائجي تہ جلد ڳالهائيندو. |
| ١٠. | ٻار جو وات اُٿڻ | ٻار جو وات اُٿي پوي تہ دانگيءَ جيِ ڪاراڻ وات کيِ لڳائجي يا ٻڪريءَ جي کير جا گوها هڻجن. |
| ١١. | مٽيان ڏند اچڻ | ٻار کي پهرئين مٽيان ڏند اچن تہ ناناڻن لاءِ چڱا نہ آهن. ناناڻن کي گهرجي تہ چانديءَ جو تير ڪمان نهرائي ٻار جي ڳچيءَ ۾ ٻڌن تہ نياڳ دور ٿيِ ويندو. |
| ١٢. | ڏندن ڪري دست | ٻار کي ڏندن ڄمڻ ڪري دست ٿين تہ ٽامي ۽ جست جون تارون گڏي ڳچيءَ ۾ هسيءَ وانگر پائين. |
| ١٣. | ٻارن کي دست | ٻار کي دست ٿيِ پون تہ سد پاڪ جو سات ڪجي. |
| ١٤. | ٻار کي نظر نہ لڳي | ٻار کي سينگاري ٻاهر ڪڍجي تہ منهن تي ڪارو نشان ڪجي، نظر نہ لڳنديِ. |

| نمبر | بيماري ۽ نقص | علاج |
|---|---|---|
| ١٥. | ٻار کي نظر لڳي | (١) ٻار کي نظر لڳي هجي ته ڦٽڪي ٣ دفعا ٻار تان گهوري چلهه ۾ وجهي صبح جو ٽواٽي تي چڙهجي. (٢) ٽواٽي جي مٽي ڪٽي ٻار تان گهوري باهه ۾ اُڇلائجي. (٣) ڳاڙها مرچ گهوري ٻار تان پوءِ باهه ۾ اُڇلائجن. |
| ١٦. | ٻار کي ڪس | ٻار کي ڪس ٿيندي ته پپر جي وڻ جي چوگرد ٣ ڦيرا ڏياربا ۽ ڪڪڙا گهوري ڳانءِ کي کارائبا يا چنچر ڏينهن تيل ۾ منهن ڏيکاري ٽواٽي تي هاري ته وار ونگو نه ٿيندس. |

## ١٠. ٻار جي پرک پٽ يا ڌيءَ

| نمبر | سبب | پٽ يا ڌيءَ |
|---|---|---|
| ١. | نوان ڪپڙا | ڳرڀڻي زال ٽئين، پنجين، ستين ۽ نائين مهني نئون ڪورو ڪپڙو پائيندي ته پٽ ڄڻيندي. |
| ٢. | پير ڪڍڻ | اگر ڳرڀڻي زال هلڻ مهل پهرين ساڄو پير ڪڍي ته پٽ، جي کابو ته ڌيءَ ڄڻيندي. |
| ٣. | سونهن ڪيڻ | پيٽ واري زال سونهن ڪئي ته ڌيءَ ۽ بدن ۾ لڙهي وڃي ته پٽ ڄڻيندي. |
| ٤. | ٿڃ | پٽ ماءُ جي ٿڃ ڳري ۽ گهاٽي ۽ ڌيءَ ماءُ جي ٿڃ هلڪي ۽ ڇڊي ٿيندي آهي. |
| ٥. | واڏڻ ڇڪڻ | جيڪو مرد رات جو کٽولي جي واڏڻ ڇڪيندو ته اُنجي زال ڌيئرون ڄڻيندي. |
| ٦. | اڳٺ پائڻ | جيڪو مرد رات جو سُٿڻ ۾ اڳٺ پائيندو ته اُنجي زال ڌيئرون ڄڻيندي. |
| ٧. | نند گهٽي | جنهن ڳريوتي زال کي نند گهٽي ايندي ته ڌيءَ ڄڻيندي. |
| ٨. | گهر بدلائڻ | جيڪا عورت ڌيئرون ڄڻيندي هجي ته اُنجو وير گهر بدلائي ٻئي گهر ۾ ڪرائي ته پٽ ٿيندو. |

## ١١. ماءُ جي ٻار کي پٽ دعا برابر

جيڪڏهن نندي هوندي کو ٻار ماءُ يا پيءُ کي تنگ ڪندو يا ٻي ڪا ائنترائي ڪندو ته ماءُ تنگ ٿي ٻار کي دڙڪو ڏيندي يا ڇنڊ ڪيندي پر اجا به ٻار اِها روش نه بدلائي ته ماءُ لاچار هنکي هينيان پاراتا ڏيندي هئي: ١. ٻيڙي ترئي، ٢. دشمن مرنئي، ٣. ڪارو مٿو ٿينئي (يعني جوان هجين)، ٤. اڇو مٿو ٿينئي (يعني پوڙهو ٿين، وڏي عمر ٿينئي)، ٥. سياڳا، ٦. ياڳ ڀلا، ٧. سدورا. ٨. ڇو مُئيءَ کي ستايو اٿئي.

سسئي- جيئن سسئي پنهل کي پاراتا ڏنا پر اُنهن پاراتن ۾ به ڪيس دعا ڪئي اٿس:

”پنهون پاراتو ڏيانءِ، مان ته ٻئي هٿ ڪٽي، هڪڙو ته جيئرو هجين جهان ۾،
ٻيو ڏاتر ڏينئي عمر گهٽي، هاڻي موت مئي جا ڏٽي، جو پرچا رهون پاڻ ۾.“

□□



:: باب ويهون ::

# نجومت، جوتش، رمل، جفر جو علم، علم همزاد، جنتر، منتر، تنتر، مسمريزم، هپناٽزم، يوگ، سڳڙا ڌاڳا وغيره.

## ١. نجومت، جوتش، رمل، جفر جو علم ۽ همزاد جو علم (جنتر، منتر، تنتر) ۽ سڳڙا ڌاڳا

(١) نجومت- نجومت ۾ نوَ گرهن ٻارهن راسين اٺاويهن نڪشترن ۽ ستن ڏينهن جي ساعتن جي ڄاڻ پوي ٿي ته گرهه ڪهڙي دشا ۾ آهن ۽ ڪهڙي گرهه سان گڏ آهي ۽ ڪهڙي راس ۾ هلي رهيو آهي. اُن وقت ڪهڙي نڪشتر ۾ آهي، اِها سڀ خبر نجومت مان پوندي. اِن ريت حساب ڪري جوتش موجب ڦل ڪڍبو آهي.

(٢) جوتش- نجومت جي آڌار تي سيني سيارهن جي حالت جو حساب ڪري اُن جي ڦل تي پهچبو آهي ته ڪهڙو فائدو ۽ ڪڏهن پوندو يا ڪهڙو نقصان ڪڏهن ٿيندو، سا سڀ ڄاڻ جوتش جي حساب مان پوندي ۽ اڳڪٿي ڪري سگهبي. هن حساب جي نتيجي سان ٽنهي وقتن يعني ماضي، حال ۽ مستقبل جي خبر پئجي سگهندي. جوتش موجب ڪنهن شخص جو گرهن جو ڦل خراب دشا ۾ تو نڪري ته اُنهن گرهن جي پوڄا وغيره ٿيندي آهي ته اُها نحس گهڙي ٽاري سگهبي ۽ هاڃي هئڻ کان بچي سگهبو.

(٣) رمل- رمل به هڪ علم آهي، جنهن جي وسيلي سڀ ڪجهه ڄاڻي سگهجي ٿو. هن لاءِ ستن ڌاتن جا ننڍڙا به ڍارا ٿيندا آهن. اُهي ڍارا ڳرهڻ جي وقت سوناري وٽ ويهي پنهنجي روبرو ست ڌاتو ملائي نهرائبا آهن. اُنهن ۾ چئن ئي پاسي نشانيون ٿينديون آهن. پوءِ ايشور يا خدا جو نالو وٺي اُڇلائبو آهي. جيڪي شڪليون سامهون آيون سي هڪ پني تي لکبيون. طبيعتون چار ٿينديون آهن بادي، خاڪي، آبي ۽ آتشي. اُنهن ۾ ڏسبو ته شڪليون ڪهڙيون ۽ ڪٿي ڪنهن حالت ۾ آهن، اُنهن کي ضرب ونڊ ڪبي. پڇاڙيءَ ۾ جيڪو جواب آيو، اُهو رمل جي ڪتاب انوسار ڄاڻي ٻڌائبو آهي. هڪ رمل ڄاڻندڙ نالي حاجي جانو عالماڻي ننڍڙي ڳوٺ عالماڻين ڳوٺ ٽنڊي فضل کان ٻن ميلن جي پنڌ تي تعلقي حيدرآباد ۾ رهندڙ هو. اهڙو قابل هو جو ڪو به وٽس آيو نه آهي بنا ڪجهڻ پڇڻ جي هنکي سندس نالي سميت سڄو گهر جو احوال ۽ جنهن مقصد سان هو آيل آهي، سو احوال سڀ ٻڌائي ويندو هو. (ليکڪ يعني مورومل هنکي ڏٺو هو) تڏهن منهنجي عمر ١٥-١٦ سال هئي ۽ حاجي جانو جي عمر اٽڪل ٧٠ سالن جي بيشڪ هئي، هن جي بدن جا وار به سڀ اڇا ٿي ويا هئا. هن فقط به شاگرد ڪري اُنهن کي هي علم سيکاريو، هڪ سندس پاڻيٺيو محمد عثمان، ٻيو ٻاڻ

رامداس جو ٽنڊي فضل ۾ ٽڪاڻي ۾ رهندو هو. هن علم ۾ سوال جواب يا ڏارو هڻڻ، جهڙ مينهن ۽ طوفان ۾ نہ ڪبو آهي .

(۴) جفر جو علم - هن جفر جي علم ۾ نجومت وانگر ۱۲ راسين وانگر ۱۲ برج ٿيندا آهن. گرهن جي بدران ستارن جي گردش جاچي ويندي آهي. اُنجي زير هڪ ابجد جو حساب آهي، جنهن عربي يا پارسيءَ جي ۳۰ اکرن جا عدد مقرر ٿيل آهن، جنهن جي وسيلي تعويذات جو ڪم سنو ٿي سگهندو آهي. ابجد جي وسيلي عرضدار جي نالي جا عدد ۽ سندس والده جي نالي جا عدد ڪڍي جوڙ ڪري پوءِ حساب سان ونڊ ڪٽ ڪري تعويذ جي ميزان ڏانچي ۾ وجهبا آهن. تعويذن جا بہ قسم آهن. مربع-مثلث، مخمس يعني ڪو ۹ خانن وارو، ڪو ٦ خانن وارو، ڪو ۲۵ خانن وارو. وري هن جون ۴ طبيعتون آهن: آتشي، آبي، بادي ۽ خاڪي. اُن موجب عمل ڪمائبو تہ فائدو ٿيندو. سنڌ ۾ جفر جي علم وارا بہ چڱي انداز ۾ هئا.

(۵) علم همزاد- همزاد معنيٰ گڏ ڄمڻ. توهان کي خبر هجڻ گهرجي تہ اِنسان سان گڏ ٻيو ڪير ڄمي ٿو؟ جواب پاڇو. پاڇو ڄمڻ سان گڏ جائو آهي مرڻ تائين هلندو. ماڻهو جيڪي علم همزاد ڄاڻندڙ آهن سي پهرئين پنهنجي پاڇي تي ساڌنا ڪندا آهن. مثال طور رات جو اڪيلي ڪمري ۾ هڪ ڏيئو ٻاري هڪ طرف رکبو. اُن ڏئي جي سامهون پٺ ڏيئي تہ سندس پاڇو هنجي مُنهن طرف ٿيندو، پوءِ ٻهي پوڄا ۽ ساڌنا ڪرڻي آهي. ساڌنا پوري ٿيڻ بعد هن کي سڀ خبر پئجي سگهي ٿي ۽ ان مان ٻيا بہ ڪم وٺي سگهي ٿو. پر ٻڌڻ ۾ آيو آهي تہ علم همزاد ڄاڻندڙ جو انت سنو ڪونہ ٿو ٿئي. مون سنڌ ۾ ٻڌو هو تہ هڪ مسلمان علم همزاد ڄاڻندڙ هو. ٽنهي وقتن حال، ماضي ۽ مستقبل جو احوال ٻڌائيندو هو. ڪئين ڪرشما ڏيکاريائين پر هنجي پڇاڙي مرڻ وقت تائين سني ڪانہ ٿي ۽ خراب حالت ۾ ٿي گذاري ويو.

(٦) جنتر- جنتر اُن کي چئبو آهي، جو پني تي ڪي خانا ڪڍي اُن ۾ انگ لکي هڪ رکيا تيار ڪبي آهي جا ڪن نيمن ۽ وڌين سان لکي ويندي آهي. ان سان گڏ هن تي منتر بہ پڙهيو ويندو آهي. پوءِ ٽامي يا چانديءَ جي تائيت ۾ بند ڪبو آهي. پوءِ اُن کي واس ڏيئي نهرائڻ وارو ڳچيءَ ۾ پائيندو آهي يا ٻانهن ۾ ٻڌندو آهي. جنهن ڪم لاءِ رکيا نهرائي ويئي هوندي آهي، اُهو ڪم ٿي ويندو. رکيا کي تعويذ بہ چئبو آهي.

(۷) منتر- منتر ڪن لفظن يا جملن جو ٿيندو آهي. اُن ۾ ڪنهن ديوتا جي آراڌنا جا وچن هوندا آهن. جيئن ”اوم نمو شوايہ.“ اُنهن جي ساڌنا ڪبي آهي، اُنهن جي وڌي ٿيندي آهي. ساڌنا ۾ گهڻ ۾ گهٽ ساڳيو منتر ۱۰۸ دفعا پڙهڻو آهي. ڪن ۾ سَون جو تعداد، ڪن ۾ هزارن جو تعداد بہ ٿيندو آهي. هرهڪ وشيہ لاءِ الڳ منتر آهن. ساڌنا بعد عمل ۾ ايندا. ڪڏهن بہ ڪم آڻي سگهي ٿو. ڪن منترن کي جهاڙون بہ چئبو آهي. جيئن وڇونءَ جي سور لاءِ جهاڙ ۽ نانگ جي چڪ کي زهر ڪڍڻ لاءِ بہ جهاڙون وجهبيون آهن.



(۸) تنتر- تنتر اُن کي چئبو آهي، جو ڪجھ شيون ملائي ٻڌايل رستي موجب اُن جو اِستعمال ڪبو آهي تہ جنهن ڪم لاءِ ڪبو تہ اُهو پورو ٿيندو. تنتر هرهڪ وشيہ لاءِ الڳ الڳ ٿيندا آهن. مثال طور سينڌر هر تال ۽ هڪ بہ ٻيون شيون ڪيوڙي جي پاڻيءَ ۾ ملائي تلڪ ڏيئي ڪنهن وٽ ويندو تہ جنهن ڪم لاءِ هوُ ويندو، سو هنجو ڪندو. بشرطيڪ اڳلي جي تلڪ تي نظر ضرور پوڻ کپي.

نوٽ- سنڌ ۾ ڪئين پنڊت مُلان ۽ ٻيا جنترن، منترن ۽ تنترن جا ڄاڻوُ هئا. خاص ڪري سکر، ٽنڊو آدم، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ چڱا ئي ڄاڻندڙ هئا.

(۱۰) مِسمريزم- مِسمريزم سِکڻ لاءِ پهريان هڪ ٽڪ نظر پڇاڻڻي آهي. پوءِ هٿن جي پرئڪٽس ڪرڻي آهي. ان لاءِ ٻيون بہ اهڙيون ڳالهيون آهن، جن جي پرئڪٽس ڪرڻي پوندي آهي. پوءِ هوُ عامل ٿئي تہ معمول کي پنهنجي مرضيءَ موجب هلائي سوال جواب ڪري سگهي ٿو.

(۱۱) هئپنانزم- هي مسمريزم جي ٻي منزل آهي. ان لاءِ ڪئين پرئڪٽسون ڪرڻيون پون ٿيون. جڏهن ڪامل ٿيندو تہ ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ ڪو دل ۾ خيال ڪندو تہ اهو ڪندو. هيءَ ٻي منزل آهي. سنڌ ۾ مسمريزم ۽ هئپنانزم جا نالي خاطر ماڻهو هئا پر پروفيسر هاسانند جادوگر مشهور هو، جو هي ڄاڻندو هو.

(۱۲) يوگ- يوگ ٽين ۽ آخري منزل آهي. هن جون سڀ ڪِريائون ڪري پورن ٿيو تہ هنجي ڪنڊلني جاڳندي آهي. ان بعد هنکي سڀ خبر پئجي سگهندي آهي. پوءِ ان کي يوگي سمجهبو آهي. پوءِ هنجو لاڙو ايشور ڏانهن ٿي ويندو آهي. رِڌيون سِڌيون سڀ هنجي وس ٿي ويندون آهن. پر هلائڻ نہ چاهيندو آهي. جي هلائيندو تہ پگتي مارگ کان هيٺ ڪِري پوندو. پر تنهن هوندي بہ يوگيءَ جي ڪنهن وقت ڪرامت ڏسڻ ۾ ايندي آهي. يوگي سنڌ ۾ بہ ڪي ڪي هئا، جي ڪامل هئا.

(۱۳) سَڳڙا ڏاڳا- ڪن دردن مٽائڻ لاءِ ڏاڳا ڪاري سُٽ جا، اُن تي منتر پڙهي، ان کي ٿوري ٿوري مفاصلي تي ڳنڍيون ڏيئي ڏيندا آهن. ڪي ڳچيءَ ۾ پائبا آهن، ڪي ٻانهن ۾ ٻڌبا آهن. جهڙوڪ نظر جو ڏاڳو. ڪي مٿي جي سوُر، سائيءَ جي مرض وغيره لاءِ ٿيندا آهن.

## ۲. شفاخانہ ۽ اِسپتالون - وئديہ، حڪيم ۽ ڊاڪٽر

اڳ ڪاڏا شڌ هوندا هئا ۽ کاڌي جي شين ۾ مِلاوت ڪانہ هوندي هئي. ماڻهو نيم ٽيم ۽ پرهيز سان هلندا هئا. ورزشون ۽ يوگ آسڻ ڪندا هئا، اِنڪري تندرست ۽ سگهارا هوندا هئا. تنهنڪري بيماريون تمام گهٽ هونديون هيون، اِنڪري شفاخانہ بہ ايترا ڪونہ هئا. رڳو وڏن شهرن ۾ ڪي ٿورا شفاخانہ هوندا هئا. ٻهراڙين ۾ تہ هوندا ئي ڪونہ هئا. ڪو بيمار ٿيندو تہ گهرو ڏس پنڌ ڪندا هئا ۽ چوٽڪارو پائيندا هئا.

(۱) شفاخانہ- وڏن شهرن ۾ شفاخانہ يا دواخانہ هوندا هئا. پهرئين زماني ۾ وئديہ هوندا هئا ۽ وئدڪ نموني سان دوائون تيار ڪري بيمارن کي ڏيندا هئا. ان بعد يوناني حڪمت بہ شروع ٿي. اُن وقت حڪيم يا طبيب يوناني طريقي سان دوائون ٺاهي ڏيندا هئا تہ مريض شفا حاصل ڪري سگهندا هئا. مطلب تہ ٻئي طريقا پئي هليا.

**(۲) اِسپتالون-** انگريزن جي راڄ شروع ٿيڻ بعد اُنهن وري پنهنجي ملڪ جو دوائي سرشتو يعني ائلوپٿي شروع ڪيو ۽ وڏن شهرن ۾ اِسپتالون کوليائون. اُهي دوائون ته ڏيندا هئا پر ڊاڪٽر وڌيڪ هيءَ سسٽم چالو ڪئي. هڪ آپريشن يعني وَڍ ڪُٽ، ٻي اِنجيڪشن يعني ترت سرير ۾ دوا پهچائڻ لاءِ پچڪاريءَ ۾ دوا وجهي اُن ۾ اڳيان پوري سُئي وجهي سَٿر ۾ يا دڏي تي ۽ ٻانهن ۾ سُئي ٿُنبي پچڪاريءَ جي پِسٽن کي دٻائيندا ته دوا سڄي سرير ۾ داخل ٿي ويندي هئي ۽ ترت اثر ڏيکاري فائدو ڪندي هئي. ڪوڙه لاءِ اِسپتال ڪراچيءَ ۾ منگهي پير تي ”ليپر آشرم منگهو پير“ نالي سان شروع ٿي، پوءِ هيرانند ليپر هاسپيٽل سڏجڻ ۾ آئي.

**(۳) وئديه-** وئدڪي طريقي سان علاج ڪندڙ کي وئديه چوندا هئا. هي رشين مُنين کان وئدڪ پستڪ پڙهي ۽ سکيا وٺي اچي شفاخانه کوليندا هئا ۽ دوائون ڏيندا هئا.

**(۴) حڪيم يا طبيب-** يوناني طريقي وارا علاج ڪندڙ حڪيم يا طبيب سڏبا هئا. هي ڪنهن حڪيم وٽ رهي ۽ حڪمت جا ڪتاب پڙهي سِکي اچي دواخانه کوليندا هئا. دوائون ڏيندا هئا ۽ اُهي مريض ڇُٽي ويندا جيڪي حڪيم وڍ ڪٽ ٻاهرين ڪندا هئا. اُنهن کي جراح حڪيم سڏبو هو. تنهن رت جي خراب ٿيڻ ڪري نبض ۾ سِر ڇوڙيندا ۽ ڇوڙائيندا هئا. جيئن ڪِنو رت نڪري وڃي. ڦٽ ڦرڙيون ٽنگن وغيره تي نه ڇٽنديون هيون ته اُتي جرون هٽائيندا، جي ڪِنو رت چوُسي ڪڍنديون هيون. نانگ ٻلا جي ڪاڏل کي زهر ڪڍائڻ لاءِ سڱيون هٽائيندا هئا. چڪ لڳل جي پرسان پاڪيءَ سان ٽُڪو ڏيئي مٿان سڱي رکبي اُن جي مخروطي چوٽيءَ ۾ ٽونگ هوندو هو ته سڱي هٽڻ وارو اُن ۾ وات وجهي مٿي چوُسيندو هو ته زهر بدن مان نڪري اچي سڱيءَ ۾ پوندو. ڪن بيمارين ۾ ڏنڀ ڏياريندا هئا. باهه ۾ لوهه جي شيخ يا نڪ وغيره تپائي ان سان مقرر جاءِ تي ڏنڀ ڏيندا هئا. اِهي ڪم سڀ هڪ ٻئي کان سِکندا هئا. باقي هنن ڪمن لاءِ ڪو اِسڪول ڪونه هو.

**(۵) ڊاڪٽر-** هي ڊاڪٽر باقاعدي ڪاليجن ۾ پڙهي سِکي ڊگريون حاصل ڪري پوءِ اِسپتالون کوليندا هئا. اڳ ڊگري هئي .L.C.P.S پوءِ ان کي ختم ڪري ان جي جاءِ تي ڪيائين .M.B.B.S ان بعد اِسپيشل ڪورس ۽ .M.D جي ڊگري. ڊاڪٽر ائلوپٿي طريقي واريون دوائون ڏيندا هئا. ضرورت پوڻ تي آپريشن به ڪندا هئا. مريض جي نازڪ حالت ڏسي اُن کي ترت سرير ۾ دوا پهچائڻ لاءِ اِنجيڪشن هڻندا هئا. ڊاڪٽر يوناني حڪيمن وارا طريقا جهڙوڪ سير ڇوڙائڻ، جرون هٽائڻ، سڱيون لڳائڻ وارا رستا اِستعمال ڪونه ڪندا هئا. ماڻهن کي فائدو پوندو هو.

**(٦) هوميوپٿي ڊاڪٽر-** ڪي ڊاڪٽر هوميوپٿي سسٽم جي ٽريننگ وٺي ايندا هئا. هن طريقي ۾ ڪنڊ جون ٻاجهر جي داڻي جيڏيون اڇيون گوريون نهيل هونديون هيون. اُنهن ۾ هرهڪ دوا جو سپرٽ يعني عرق وجهن، جي گوليون ڇُهي وينديون. پوءِ انهن گورين کي اهو نالو ڏيندا، جيڪو عرق وڌائون. هي سڀ گوريون منيون هونديون هيون. هنن مان ماڻهن کي فائدو ٿيندو هو.

**(۷) مرڪب طريقو-** ڪي خانگي ڊاڪٽر خانگي اِسپتالن ۾ انگريزي ۽ يوناني دوائون به گڏ پيا ڏيندا هئا. ڪي حڪيم يوناني دوائن سان گڏ ڪي انگريزي دوائون به پيا ڏيندا هئا. مگر



هوميوپٿي سسٽم وارا ٻي طريقي جون دوائون ڪونه گڏ ڏيندا هئا. هنن جي دوائن جي سسٽم ئي نرالي هئي. مطلب ته انگريزن جي پڇاڙيءَ واري راڄ جي حصي چارئي طريقا وئدڪي، يوناني، ائلوپٿي ۽ هوميوپٿي چالو هوندا هئا.

**(۸) پليگ جي بيماري-** پليگ جي نُگري بيماري هينين شهرن ۾ پيئي، جنهن ڇڱو ٻُڪ ورتو-

۱. ننگر ٺٽو- سنه ۱٦۹۹ع ۾ هن شهر ۾ اچي پليگ جي بيماري اچي پيئي، جنهن ۾ سوين ماڻهو مري ويا. ڪيترن اُپائن ڪرڻ سان به بيماري بند ڪانه ٿي. ڪيترائي ماڻهو حيدرآباد، ڪراچي ۽ ٻين شهرن ڏانهن لڏي ويا. پاڙن جا پاڙا خالي ٿي ويا. گهٽي پاڱي شهر ئي ڦٽي ويو. پوءِ اِتفاق سان شهر کي اچي باهه لڳي، جنهن ۾ اڌ کان مٿي شهر سڙي پسم ٿي ويو. اُن ۾ پليگ جا جيوڙا جلي ويا ۽ بيماريءَ جو انت آيو.

۲. ڪراچي- ڪراچيءَ ۾ پليگ جي بيماري سنه ۱۸۹٦ع ۾ اچي پيئي. اُن ۾ ڪئين ماڻهو مري ويا. اُتي سڄو ڪم ڪارائڻ پيئارڻ جو، اِسپتالون جاري ڪرڻ ۽ دوائون ميسر ڪرائڻ وغيره جو سڄو بندوبست سيٺ وشنداس نهالچند پارواڻيءَ مانجهوءَ واري ڪيو. جيڪي شهر ڇڏي لڏي ويا، تن کي پاڙو به هن ڏنو ۽ ٻيا گهٽيئي ڪم ڪيا.

۳. حيدرآباد سنڌ- حيدرآباد سنڌ ۾ پليگ جي بيماري ۱۸۹۲ع ۽ ۱۸۹۷ع ۾ اچي پيئي. اُن ۾ به ڇڱا ئي ماڻهو مري ويا.

۴. ٽکر- سکر ۾ به پليگ جي بيماري فبروري ۱۸۹۷ع ۾ اچي پيئي. جنهن ۾ گهڻيئي ماڻهو مري ويا. شري گوڪلداس گرداس مل لُلا شڪارپوري بيمارن جي خوب شيوا ڪئي. شيوا ڪندي پاڻ به جهلجي پيو ۽ ۲ اپريل ۱۸۹۷ع ۲۷ سالن جي عمر ۾ ڀڳوان جو پيارو ٿي ويو.

۵. ڪوٽڙي- ڪوٽڙيءَ ۾ پليگ جي بيماري سنه ۱۸۹۸ع ۾ اچي نازل ٿي. سيٺ وشنداس نهالچند پارواڻيءَ هت به ساڳيا ڪراچيءَ وارا ڪم ڪيا. هت به خاصا ئي ماڻهو مري ويا.

٦. شهر ۽ ٻهراڙيون- اٽڪل سنه ۱۹۱۹ع ڌاري به پليگ جي بيماريءَ ڪن شهرن ۾ مُنهن ڪڍيو ۽ ڪيترن ٻهراڙين ۾ ڦهلجي ويئي. جنهن ۾ ڪن گهرن جا ۴-۲ ۽ ٦-۴ ڀاتي مري ويا ۽ ڪن گهرن جا سڀ ڀاتي به وڃي پرماتما وٽ پهتا.

۷. سنڌ جا ڪي شهر- سنه ۲۹-۱۹۳۰ع ۾ سنڌ ۾ ڪن شهرن ۾ خاص ڪري لاڙڪاڻو، حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر جي ڪن تعلقن ۾ وبا يعني ڪالرا جي بيماري اچي پيئي، جنهن ۾ ڪئين ماڻهو مري ويا. ڪيترن شهرن مان ماڻهو لڏي سلامتيءَ وارن هنڌن تي هليا ويا. خاص ڪري وڏا شهر ٽنڊو الهيار ته لڳ ڀڳ، خالي ٿي ويو هو. جڏهن ڪالرا ختم ٿي، پوءِ ماڻهو موٽي پنهنجي گهرن ۾ آيا.

## ۴. ماپ، تور، سڪا ۽ اگهوتري

**(۱) ماپ ۽ تور جون جدولون-** اڳ ماپ تور جا طريقا هئا، ڪاٺ جا ماپا، هٿن جون آڱريون ۽ ٻانهون، پيرن جا قدم- جهنگل جي ٻوٽن جون رتڙيون، منگ، جَوَ، سڄ اُيرڻ ۽ لهڻ جون گهڙيون

ڀل، ڏينهن، ٻاجهر جا ڪانا وغيره وغيره- پوءِ ڪجهه جدولون مقرر ڪيون ويئون. انگريزن جي راڄ ۾ هر وشئہ جي ماپ تور لاءِ جدولون مقرر ڪيون ويئون، جي هيٺ ڏجن ٿيون-

### (١) جدول اَن ماپڻ جي

٤ چوٿايون برابر ١ پاٿي
٤ پاٿيون برابر ١ ٽويو
٤ ٽويا برابر ١ ڪاسو
٤ ڪاسا برابر ١ خرار يعني ٢٤ مَڻ

### (٢) جدول اَن ماپڻ جي

٢½ ٽويا برابر ١ پَڪي
٥ پڪيون برابر ١ دري
٦ پڪيون برابر ١ ڪاسو
٦ ڪاسا برابر ١ ٽوڪو
٦٠ ڪاسا برابر ١ خرار

### (٣) انگريزي جدول اَن ماپڻ جي

٤ سنگل پائنٽ برابر ١ پائنٽ
٤ پائنٽ برابر ١ ڪوارٽ
٢ ڪوارٽ برابر ١ پاٽل
٢ پاٽل برابر ١ گئلن
٢ گئلن برابر ١ پيڪ
٢ پيڪ برابر ١ بوشل
٨ بوشل برابر ١ ڪوارٽر

### (٤) انگريزي جدول ماپ جي

٤ پائنٽ برابر ١ ڪوارٽ
٤ ڪوارٽ برابر ١ گئلن
٣٢ گئلن برابر ١ باريل
٤٢ گئلن برابر ١ تيرس
١½ تيرس يا ٦٣ گئلن برابر ١ هاگزيد
٢ تيرس يا ٨٤ گئلن برابر ١ پنچن
٢ هاگزيد برابر ١ پائيپ
٢ پائيپ برابر ١ ٽن

### (٥) عام شين تورڻ جي ديسي جدول

١½ تولو برابر ١ پاءُ آنو
٤ پاءُ آنہ برابر ١ آنو يا ٥ تولا
٤ آنا يا ٢٠ تولا برابر ١ پاءُ
٤ پاءُ يا ٨٠ تولا برابر ١ سير
٤٠ سير برابر ١ مڻ
٨ مَڻ برابر ١ ڪنڊِي
٢٨ مڻ يا ٣½ ڪنڊيون برابر ١ ٽن

### (٦) جدول ڪپڙي ماپڻ جي

٤ آڱر برابر ١ چاڙڪي
٤ چاڙڪيون برابر ١ هٿ (گزي)
٤ آنہ برابر ١ پاءُ وال
٤ پاءُ وال برابر ١ وال

### (٧) جدول سون ۽ رپي تورڻ جي

٤ مڱ برابر ١ رتي
٨ رتيون برابر ١ ماسو
١٢ ماسا برابر ١ تولو (ڏُڪو)
٨٠ تولا برابر ١ سير

### (٨) جدول موتين تورڻ جي

١٦ وسواس برابر ١ بادام
١٦ بادام برابر ١ ڏوڪڙ
٦½ ڏوڪڙ برابر ١ ٽَڪو
١٠ ڏوڪڙ برابر ١ رتي
٢٤ رتيون برابر ١ ٽامڪ
٦٢ رتيون برابر ١ تولو
٧٥ رتيون برابر ١٢٨½ جؤن



### (٩) انگريزي جدول دوائن تورڻ جي

٢٠ گرين برابر ١ اِسڪروپل يا ٤ ماسا
٢ اِسڪروپل برابر ١ ڊرام
٨ ڊرام برابر ١ آئونس
١٦ آئونس برابر ١ پائونڊ

### (١٠) انگريزي جدول دوائن جي ماپ جي

٦ منم برابر ١ ڊرام
٨ ڊرام برابر ١ آئونس
٢٠ آئونس برابر ١ پائنٽ
٨ پائنٽ برابر ١ گئلن

### (١١) جدول آيرويدڪ دوائن تورڻ جي

١٢ اڇا سرنهن جا داڻا برابر ١ يَوُ (جَوُ)
٢ يَوَ برابر ١ گنجا (رتي) لالڙي
٣ گنجا برابر ١ ول
٨ يا ٧ گنجا برابر ١ ماسو
٤ ماسا برابر ١ شاڻ، نشڪ، ٽنڪ
٦ ماسا برابر ١ گدياڻ (اڌ تولو)
١٠ ماسا برابر ١ ڪرش (تولو)
٤ ڪرش برابر ١ پل (٤ تولا ١٠ ماسا)
٤ پل برابر ١ ڪنڊو (١ پاءُ)
٤ ڪنڊا برابر ١ پرسٿ (سير)

### (١٢) جدول يوناني دوائن تورڻ جي

١ سرڪ برابر ١ رتي
١ ڊرام برابر ساڍا ٽي ماسا
١ ساگ برابر ساڍا چار ماسا
١ مشقال برابر ساڍا چار ماسا
١ دام ڪچو برابر ١٤ ماسا
١ دام پڪو برابر ٢١ ماسا
١ اوقيا برابر پوڻا ٣٦ ماسا
١ رتل برابر ٤٥ يا ٤٢ تولا ١ ماسو
١ سرساهي برابر ١ دام پڪو
١ سراڪري برابر ٣٠ دام پڪا
١ سرساه جهاني برابر ٤٠ دام پڪا
١ سرساه عالمگيري برابر ٤٤ دام پڪا
١ سير برابر ٤٨ دام پڪا
١ مڻ برابر ٢ رتل (١ سير ٨٠ تولن جو)
١ مڻ تبريزي برابر ٦٠٠ مشقال (٢ سير ١٥ تولا)
١ مڻ شاهجهاني برابر ٤٠ سير پڪا (سڪو مڻ)

### (١٣) جدول پراڻي ١ مڻ ڪان مٿي تور جي

ڳُڙ جو ڏِگهو برابر ٤ مڻ
ڪجور جو جوٽو برابر پوڻا ٤ مڻ
ڪارڪن جو پوٽيو برابر ٣ مڻ ٢٤ سير
تماڪ جو وهٽ برابر ٣ پنڊيون يا ٦ مڻ
١ پِنڊي برابر ٢ مڻ
تماڪ يا پنگہ جو ڏِگهو برابر ٢ پنڊيون يا ٤ مڻ

### (١٤) جَدِوَل ٻني ڪڇڻ جي

٤ آڱر برابر ١ مُٺ
٣ مُٺيون برابر ١ گرانٺ
٢ گڏ مُٺيون برابر ١ ٻٽو هٿ يا نرِي
٥ نريون برابر ١ ڳنڊو
٢٠ ڳنڊا برابر ١ ويسوو
٢٠ ويسوا برابر ١ جريب
٢ جريب برابر ١ ايڪڙ
١٦ آنہ برابر ١ گهنٽو
٢٠ گهنٽا برابر ١ جريب
٢ جريب برابر ١ ايڪڙ

### (١٥) جدول زمين جي ڊيگهہ ڪڇڻ جي

٢ وِکون برابر ١ قدم
٤٥٥ قدم برابر ١ ڪَسُ
٢ ڪَسُ برابر ١ ميل
٢ ميل برابر ١ ڪوهہ
٤ ڪوهہ برابر ١ جوجن

### (١٦) جدول انگريزي زمين ڪڇڻ جي

| | | |
|---|---|---|
| ٣ جَوَ ڊگهائي ۾ | برابر | ١ اِنچ |
| ١٢ اِنچ | برابر | ١ فوٽ يا ١٦ آڱر |
| ٣ فوٽ | برابر | ١ وال (يارڊ) |
| ½٥ وال | برابر | ١ پول |
| ٤٠ پول يا ٢٢٠ وال | برابر | ١ فرلانگ |
| ٨ فرلانگ يا ١٧٦٠ وال | برابر | ١ ميل |
| ٣ ميل | برابر | ١ ليگ يا فرسنگ |

### (١٧) جدول ناڻي جي جهوني

| | | |
|---|---|---|
| ٤ ڪوڏيون | برابر | ١ چؤنڪ |
| ٥ چؤنڪ | برابر | ١ پائي |
| ١٥ چؤنڪ | برابر | ١ پئسو |

### (١٨) جدول ناڻي جي پوئين

| | | |
|---|---|---|
| ٢ دمڙيون | برابر | ١ ڪسيرو |
| ٢ ڪسيرا | برابر | ١ آڌيلو |
| ٢ آڌيلا يا ٣ پايون | برابر | ١ پئسو (ڏوڪڙ) |
| ٢ پئسا يا ٦ پايون | برابر | ١ ٽڪو |
| ٤ پئسا يا ٢ ٽڪا | برابر | ١ آنو |
| ١٢ پايون يا ٨ آڌيلا | برابر | ١ آنو |
| ٢ آنہ يا ٤ ٽڪا | برابر | ١ ٻياني |
| ٢ ٻيانيون يا ٤ آنہ | برابر | ١ پائلي |
| ٢ پائليون | برابر | ١ آڌيو |
| ٢ آڌيا | برابر | ١ رپيو |
| ٥ روپيا | برابر | ١ پتلي |
| ٢ پتليون يا ١٥ رپيا | برابر | ١ مُهر (گِني) |
| ١٦ آنہ | برابر | ١ رپيو ڪلدار |
| ١٠ آنہ | برابر | ١ رپيہ ڪورو |

### (١٩) جدول گاهہ جي ماپ جي

| | | |
|---|---|---|
| ١٠ ڪانا | برابر | ١ مُٺ |
| ١٠ مُنيون | برابر | ١ سَترِي |
| ١٠ سَتريون | برابر | ١ گڏو |
| ١٠ گڏا | برابر | ١ اُٽ |
| ١٠ اُٽ | برابر | ١ ڏَنُ |

### (٢٠) جدول ڳٽپ تي ماپ

| | | |
|---|---|---|
| ٢ شيون | برابر | ١ جوڙو يا جُٽ |
| ١٢ شيون | برابر | ١ درجن (ڊزن) |
| ١٢ درجن | برابر | ١ گروس |
| ٢٠ شيون | برابر | ڪوڙِي |

### (٢١) جدول وقت جي نمبر

| | | |
|---|---|---|
| ٦٠ وِپل | برابر | ١ پَلُ |
| ٦٠ پَل | برابر | ١ گهڙِي |
| ساڍا ست گهڙيون | برابر | ١ پَهر |
| ٨ پهر | برابر | ١ ڏينهن رات |
| ٣٠ ڏينهون راتيون | برابر | ١ مهنو |
| ١٢ مهنا | برابر | ١ سال (ورهيہ) |

### (٢٢) جدول وقت جي نمبر

| | | |
|---|---|---|
| ٦٠ گهڙيون | برابر | ١ تِٿ |
| ١٥ تٿيون | برابر | ١ پَکُ |
| ٢ پک | برابر | ١ مهنو |
| ٢ مهنا | برابر | رُت (مُند) |
| ٦ رتون يا ٣٦٠ تٿيون | برابر | ١ سال (ورهيہ) |

نوٽ: ١٥ سُهاين تٿين کي شُڪل پکش چئبو آهي.
١٥ اونداهين تٿين کي ڪرشن پکش چئبو آهي.
هر ٽي سالي پرشوتم يا اڌڪ مهنو سال ۾ گڏبو آهي.

### (٢٣) جدول انگريزي وقت جي

| | | |
|---|---|---|
| ٦٠ سيڪنڊ | برابر | ١ مِنٽ |
| ٦٠ منٽ | برابر | ١ ڪلاڪ |
| ٢٤ ڪلاڪ | برابر | ١ ڏينهن رات |
| ٧ ڏينهن راتيون | برابر | ١ هفتو |
| ١٢ مهنا يا ٥٢ هفتا يا ٣٦٥ ڏينهن | برابر | ١ سال (ورهيہ) |

نوٽ: هر چوٿين سال ليپ سال ٿيندو آهي، اُن ۾ ٣٦٦ ڏينهن ٿين. اُن سال فبروري مهنو ٢٩ ڏينهن جو ٿيندو آهي.



### (٢٤) جدول ڪاغذن ڳڻڻ جي

| | | |
|---|---|---|
| ٢٤ پَنا | برابر | ١ دَستو |
| ٢٠ دستا | برابر | ١ ريم |

### (٢٥) جهوني قديمي وقت جي جدول

| | | |
|---|---|---|
| ١ اٽوُ | = | ايٽم |
| ٢ اٽوُ | = | ١ پرماٽو |
| ٣ پرماٽوُ | = | ١ تِرس ريٽو |
| ١ تِرس رِيٽو | = | ١ تِرِورو |
| ٣ ترورا | = | ٣ تِرس ريٽو = ١ تروُٽ |
| ١٠٠ تروٽيون | = | ٣٠٠ ترورا = ١ ويڌ يا اتنپروُ |
| ٣ ويڌ | = | ١ لَوُ |
| ٣ لَوَ | = | ١ نميش (اک چنپ) پلڪ، ١ ماترا |
| ٣ نميش | = | ١ ڪِن، لِڪ، لحظو، ساعت، ٥ ڪيڻ |
| ١٥ نميش | = | ١ ڪاشٽا، ٣٠ پريتي وپل، ١٢ پريتِي سيڪنڊ |
| ٢ ڪاشٽائون | = | ١٠ ڪيڻ، ٣٠ نميش، ٦٠ پريتِي وپل |
| ١ وِپل | = | ٢٤ پريتِي سيڪنڊ |
| اڍائي وِپل | = | ٦٠ پريتِي سيڪنڊ، ١ منٽ |
| ١٥ ڪاشٽائون | = | ١ لگهوُ، ١ حسب سُوَر، ساڍا ست وِپل، ٣ سيڪنڊ |
| ٣٠ ڪاشٽائون | = | ٢ لگهوُ، ١ گرو (ديرگهہ) سُوَر، ١٥ وِپل، ٦ سيڪنڊ |
| ٦٠ ڪاشٽائون | = | ٤ لگهوُ، ٢ گرو، ٣٠ وِپل، ١٢ سيڪنڊ |
| ١ اَسُ | = | ١ پراڻ = ١ دم = ١ ساهہ، اندر ڪڍي ٻاهر ڪڍڻ ۾ جيڪو وقت لڳي |
| ٦٠ وِپل | = | ١ پَل = ٢٤ سيڪنڊ |
| اڍائي وِپل | = | ٦٠ سيڪنڊ، ١ منٽ |
| ١٥ لگهو | = | ٦٠ پل = ١ گهڙِي = ١ ناسڪا = ١ دنڊ = ٢٤ منٽ |
| ٢ گهڙيون | = | ١ مهورت = ٤٨ منٽ |
| اڍائي گهڙيون | = | ٦٠ منٽ = ١ ڪلاڪ |
| ساڍا ست گهڙيون | = | پوڻا چار مهوُرت = ٣ ڪلاڪ = ١ پهر |
| ٨ پَهر | = | ٣٠ مهورت، ٦٠ گهڙيون، ٢٤ ڪلاڪ، ١ ساون، ١ ڏينهن رات |

## (٢٦) ڳڻپ جون جدولون

| عام جدول جا اسڪول ۾ پاڙهي ويندي آهي | | جوتش پرسڌ گرنٿ ليلاوتيءَ موجب | |
|---|---|---|---|
| ايڪا | ١ | ايڪا | ١ |
| ڏهاڪا | ١٠ | ڏهاڪا | ١٠ |
| سَوَ | ١٠٠ | سَوَ | ١٠٠ |
| هزار | ١٠٠٠ | هزار | ١٠٠٠ |
| ڏهه هزار | ١٠,٠٠٠ | ڏهه هزار - آيُٽ | ١٠,٠٠٠ |
| لک | ١,٠٠,٠٠٠ | لک - نِيُٽ | ١,٠٠,٠٠٠ |
| ڏهه لک | ١,٠٠٠,٠٠٠ | ڏهه لک - پِريُٽ | ١,٠٠٠,٠٠٠ |
| ڪِروڙ | ١٠,٠٠٠,٠٠٠ | ڪِروڙ ، ڪوٽ، اَربُد | ١٠,٠٠٠,٠٠٠ |
| ڏهه ڪروڙ | ١٠٠,٠٠٠,٠٠٠ | نَـربُـدِ | ١٠٠,٠٠٠,٠٠٠ |
| ارب | ١,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ | ا بَج، وِرندِ | ١,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ |
| ڏهه ارب | ١٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ | کَرِوَ - کرب - يَـرَ | ١٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ |
| کِرب | ١٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ | نِکرَب - نِکَرِوَ | ١٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ |
| ڏهه کرب | ١,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ | مَها پَديہ | ١,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ |
| نيلَ (سنک) | ١٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ | شَنک، شَنکُ | ١٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ |
| ڏهه نيل | ١٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ | پديَہ - جَلڌِي | ١٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ |
| پدم - (ساڻن) | ١,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ | اَنِتيہ | ١,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ |
| ڏهه پدم (ڏهه ساڻن) | ١٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ | مَڌيہ | ١٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ |
| پراردهه (برهدن) | ١٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ | پَرارڌ | ١٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠,٠٠٠ |

نوٽ : جدول ساڳي هڪجهڙِي آهي، فقط ٻوليءَ جو فرق آهي.

**(٣) اگهوتري-** ڪن شين ۽ جنسن جون اگهوتريون ڪوٽليہ جي راڄ کان ١٩۴٧ع تائين جيڪي ملي سگهيون، سي هيٺ ڄاڻائجن ٿيون:

**(الف) آڌار ڪوٽليہ شاستر:** سنہ ٧٠٠ ع ۾ اُن وقت جا اگهہ هاڻوڪي ملهہ ۽ تور جي حساب سان.

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| چانور | ١ مڻ | ۴ آنہ | ڪڻڪ | ١ مڻ | ۴ آنہ |
| گيهہ | ١ مڻ | ۴ آنہ | ڪنڊ | ١ مڻ | ٦ آنہ |

**(ب) ٻاهرين ياترين جي زباني -** اُن بعد هيوسانگ البروني ۽ ٻيا ياترِي ڀارت ۾ آيا، تنهجي زباني :



| هڪ مڻ | خلجي گهراڻي وقت اگهہ | تغلق جي وقت جا اگهہ | هڪ مڻ | خلجي گهراڻي وقت اگهہ | تغلق جي وقت جا اگهہ |
|---|---|---|---|---|---|
| ڪڻڪ | ساڍا ست جيتل | ١٢ جيتل | گيهہ | ٢٠ جيتل | ١ روپيہ ٧ آنہ |
| جَوَ | ۴ جيتل | ٨ جيتل | کنڊ | ٢٠ جيتل | ١ روپيہ |
| چانوَر | ٥ جيتل | ١٥ جيتل | هڪ رِڍ | – | ١ روپيہ |
| چڻا | ۴ جيتل | ۴ جيتل | هڪ ڏِڳو | – | ٢ روپيا |
| | | | ٣٠ وال سوٽي ڪپڙو | – | ٢ روپيہ |

جيتل جو ملهہ اڄ جي اگهہ جي حساب سان هڪ پئسي برابر آهي.

**(ٿ) ترڪ ڪال جي اگهوترِي-** ترڪن جي راڄ ۾ هينئن اگهوترِي هئي-

| | | | |
|---|---|---|---|
| چانور ١ مڻ | ۴ آنہ | مينهن | ۴ روپيہ ٢ آنہ |
| ڪڻڪ ١ مڻ | ٨ آنہ | ڪڪڙ | ١ آنو |

**(د) بادشاهہ همايون وقت جي اگهوتري-** سنڌ ۾ اگهہ (همايون نامون)

هڪ پلِي ٻڪرِي ۴ آنہ

**(ع) ١٦ صديءَ جا اگهہ-** آئين اڪبرِيءَ موجب- اُن وقت جو مَڻ اڄ جي برابر ٢۴ سير

| هڪ مَڻ | پراڻو سِڪو | نئون سِڪو | هڪ مڻ | پراڻو سِڪو | نئون سِڪو |
|---|---|---|---|---|---|
| ڪڻڪ | ١٢ دام | ٣٠ نوان پئسا | جَوَ | ٨ دام | ٢٠ پئسا |
| چانور | ٢٠ دام | ٥٠ نوان پئسا | چڻا | ٨ دام | ٢٠ پئسا |
| گيهہ | ١٠٥ دام | ٢ روپيہ ٦٢ پئسا | کنڊ | ١٢٨ دام | ٣ روپيہ ٢٠ پئسا |

**(ف) اورنگزيب بادشاهہ جي وقت ۾-**

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| چانوَر | سوا مڻ | ١ روپيہ | تيل | ٢١ سير | ١ روپيہ |
| گيهہ | ساڍا ١٠ سير | ١ روپيہ | | | |

**(گ) ميرن جي صاحبيءَ ٢٥-٣٠ ورهيہ پوءِ-**

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| ڪڻڪ | ١ خرار (٢۴ مَڻ) | ١ روپيہ | ١ ٽويو | برابر | ۴ سير |
| چانور | ١ خرار | برابر ٢۴ مَڻ | ڪڻڪ ٻاجهر جوئر خرار | | ٢۴ مڻ |
| مَڪڻ | ۴ سير | ١ روپيہ ڪورو | ١ ٽويو لوڻ | – | ٣ پايون |
| ١ پلو | – | ٢ پايون | مکڻ ١ سير | برابر | ١ لپو ڪوڏر جو |

**(ح) ميرن جي صاحبيءَ ۾-** ليکڪ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي.

| | | | |
|---|---|---|---|
| جوئر في خرار (٢۴ مَڻ) | اڍائي کان ٣ روپيہ | گوشت ١ سير | ٢ آنہ |
| ڪڻڪ في خرار (٢۴ مَڻ) | ٥ روپيہ | لوڻ ١ ٻورو | ١ پئسو |
| اڇا سگداسي چانور في خرار (٢۴ مَڻ) | ٨ روپيہ | آڙيِ يا بدڪ | ٢ ڪوڏيون |
| ڳاڙها مرچ في خرار (٢۴ مَڻ) | ٦ روپيہ | ڪڪڙ ١ | ١ ڪسيرو |
| مَکڻ ١٠ سير | ١ روپيہ | ڪڪڙ جو بيضو | ١ ڪسيرو |
| کير ١ سير | ٢ ڪوڏيون | ١ پلو | ٢ ڪوڏيون |

(ڄ) سنڌ ۾ پاڪستان ٺهڻ کان ١٩٤٧ع ۾ - انگريزن جي راڄ ۾ پاڪستان ۽ هندستان ٺهڻ کان ٿورو اڳ هينيان اگهه هئا. هيءُ اگهه مهاڀاري لڙائيءَ ١٩٣٨ع کان ١٩٤٢ع تائين هلي، اِنڪري وڌيل هئا، نه ته ١٩٣٨ع کان اگهه اُنهن کان به گهٽ هئا.

| | | | |
|---|---|---|---|
| چانور سگداسي ١ مڻ- | ٦-٧ روپيه | پڪوڙا شڌ گيهه جا ١ سير- | ١٢ آنه |
| چانور ٻيا ١ مڻ- | ٣ کان ٤ روپيه | پاڇيون سڀ قسم جون ١ سير- | ٨ کان ١٠ آنه |
| ڪڻڪ ١ مڻ- | ١٢ کان ١٥ روپيه | سون ١ تولو - | ٤٠ روپيه |
| ٻاجهر ۽ جوئر ١ مڻ | ٤-٥ روپيه | مُهر (گِني)- | ٣١ روپيه |
| شڌ گيهه سوا سير- | ١ روپيه | چانديِ ١ تولو - | ٨ آنه |
| مکڻ ١ سير - | ١٠ آنه | ڪاٺين جو اُٺ (٤-٥ مڻ)- | ڏيڍ کان ٢ روپيه |
| داليون ١ سير - | ٤ آنه کان ٦ آنه | ڪٽڪ ١ مڻ - | ٤ کان ٥ روپيه |
| تيل ڪڙو ١ سير- | ٧ آنه کان ١٠ آنه | پگهار آبدار ٽپيدار دارغو- اِسڪيل | ٣٠ کان ٧٥ روپيه |
| ڪارا مرچ ١ سير- | ٣ روپيه | پگهار مقدم، ٻيلدار ڪوٽار- | ١٠ کان ١٢ روپيه مهنو |
| ڳاڙها مرچ ١ سير- | ١٢ آنه ١ روپيه | پگهار اسڪول ماستر- | ٢٥ کان ٥٠ روپيه مهنو |
| مٺائي شڌ گيهه ١ سير - | ١٠ آنه کان ١ روپيه | پگهار ڪلارڪ- | ٣٠ کان ٧٥ روپيه مهنو |

## ٥. ٻنڌيان

(١) براهمڻ ۽ ٻاوا- براهمڻ ۽ ٻاوا روز گهرن ۽ دڪانن ۾ ايندا هئا ۽ سٺن هٽندا هئا. ڪي چوندا ”ڌرم سهاءِ“، ڪي چوندا ”وڏي واڙي“ ته اُنهن کي اَٽي جو ٻُڪ يا اَن جو ٻُڪ ڏبو هو، اُها ٻکيا وٺي ويندا هئا. ڪن گهرن مان هنن کي ڀُڳت وينديِ هئي يعني ڏينهن جي روٽي جيڪا گهرن ۾ تيار ٿينديِ سا هنن کي موڪلبي هئي. تنهن کانسواءِ براهمڻ کي ڏڻ وار تي ڀِهرين ٿالهي موڪلبي هئي، پوءِ گهر وارا کائيندا هئا. جيڪو به هندن ۾ وهانءُ وڏاڻ يا ٻيو ڪارج ٿيندو هو ته براهمڻ کي گهرائبو هو. اُتي اچي پوڄا يا ڪريا ڪرم ڪندا هئا، پوءِ اُنهن لاءِ هرهڪ ڪارج لاءِ ٻنڌيان مقرر هوندو هو، سو ڏبو هو.

(٢) ڀنگي ۽ ٻاليشاهي- ڀنگِي هندو هئا ۽ ٻاليشاهيِ مسلمان هوندا هئا. اُهي گهرن جي صفائي ڪندا هئا، اُنهن کي ميونسپالٽي يا سيئنٽري ڪاميٽي مقرر پگهار ڏينديِ هئي. ڀنگي منڄهند جو هندن جي گهرن مان روٽي وٺي ويندا هئا ۽ ٻاليشاهي هندن جي گهرن مان ۽ مسلمان سرندلن جي گهرن مان ڏينهن جي روٽيِ وٺي ويندا هئا.

(٣) ڪڍِڙا- هندو يا مسلمان جي گهر ۾ ڪو گهوٽ پرٽڃي آيو يا ڪو ڇوڪرو ڄائو ته ٤-٥ ڪڍڙا اُتي ايندا هئا ۽ ڳائي پنهنجو مقرر ٿيل ٻنڌيان وٺي ويندا هئا. ڪي ڪڍڙا ضد ٻڌيِ وهندا هئا ته هيترو ڪيِ هيترو ڏيو. لاچار مجبور ٿيِ اُنهن کي ٻنڌيان کان ڪجهه وڌيڪ ئي ڏيڻو پوندو هو.



## ٦. ٺوئڪي يا اهت

هينين ڪاسبين کي سندن ڪم ڪرڻ لاءِ زميندار فصل لهڻ تي مقرر ٿيل ٺوئڪي يا اهت اَن جي صورت ۾ ڏيندا هئا.

(١) واڍا- واڍا زميندارن کي ٻنين ۾ پاڻي پهچائڻ لاءِ هُرلا ۽ نار واهن ۽ کڙين تي چاڙهي فٽ ڪري ڏيندا هئا. تنهن کانسواءِ وقتي هنن جي ڀڳ ٽُڪ جي مرمت به ڪندا هئا. کيتيءَ جي اوزارن ۾ ڪاٺ جا ڳن وجهي ڏيندا هئا. فصل لهڻ وقت واڍا زميندارن وٽ ايندا، پوءِ اُنهن کي اَن جي صورت ۾ مقرر ٿيل ٺوئڪي يعني اهت ملندو هو، جو وٺي ويندا هئا.

(٢) لوهار- لوهار به زميندارن کي کيتيءَ ۾ ڪم ايندڙ لوه جا اوزار جهڙوڪ ڪهاڙيِ، ڪوڏر، رنبو، هر جي چوني ٺپي ڏيندا هئا، جي ٽڪا ٿيندا هئا. ڏاٽي جا ڏندا ڪڍيِ ٽڪا ڪري ڏيندا هئا. فصل لهڻ وقت لوهار به ايندو. اَن جي صورت ۾ هيِ به ٺوئڪي يعني اَهت وٺي ويندو هو.

(٣) حجام- حجام به زميندار ۽ هارين جيِ سنوارت وغيره لاهيندا هئا. فصل لهڻ تي حجام به اُتي پهچي ويندو، اُنکي به اَن جيِ ٺوئڪي ڏني وينديِ هئي.

## ٧. مڱڻهار يا ڌُهلارِي

شادين ۾ دهلارِي يعني مڱڻهار گهر ۾ دهل ڏيئي ويندو هو، پوءِ زالون گهر ۾ ٻُڪيِ کان پرٽي تائين پيئون دهل وڄائينديون هيون ۽ ڳائينديون هيون. ڏِک ۽ شاديءَ ڏينهن مڱڻهار اُهو دهل وٺي شاديءَ واري جي گهر اڳيان دَسُ وڄائيندا هئا، پوءِ مڱڻهار کي گهور به ملنديِ هئي. مقرر ٻنڌيان به ملندو هو ۽ شاديءَ ۾ اُن کي روٽي به ڏبي هئي.

## ٨. پِنَ ۽ فقير

سنڌ ۾ فقير به ڇڱا هوندا هئا. ڪي سنڌِي هوندا هئا ته ڪي ٻين پرانتن جهڙوڪ ڪڇ، گجرات ۽ مارواڙ مان ايندا هئا، سي پِني واپس هليا ويندا هئا. فقير دڪانن ۽ گهرن ۾ وڃي سٺن هٽندا هئا ۽ ٻيک وٺندا هئا. ڪي سڌو مُکيءَ وٽ ايندا هئا. مُکِي هنن کي پئنچاتِي ڳوٺريءَ مان ڪجهه نه ڪجهه ڏيندو، جي وٺي ويندا هئا. فقير هندو ۽ مسلمان ٻنهيِ ذاتين جا هوندا هئا. ڪن کي روڪ پئسو، ڪن کي روٽِي، ڪن کي اٽي جيِ لپ، ڪن کي پراڻو ڪپڙو ملندو هو. ڪي فقير ضد به ڪندا هئا ته اسان کي هيِ نه هيِ ڏيو، پوءِ گهٽ وڌ ڪري ڪڇ ڏيئي روانو ڪبو هو. خاص ڏڻ وار تي ته گهڻائي فقير ايندا هئا ۽ ڏڻ وار جو ٿاهيل طعام اُنهن کي ڏنو ويندو هو.

(١) هندو فقير- ڪي سنياسِي ساڌو، ڪي نانگا ٻاوا، ڪي اڪيلا، ڪي جهنڊن ۾ ايندا هئا يا جماعت وٺي ايندا هئا. اُهي ڪڏهن ڪڏهن ايندا هئا. اُهي سڌو ڳوٺ جي مُکيءَ وٽ ايندا هئا. مُکِي اُنهن کي پئنچاتِي ڳوٺريءَ مان ٻڌل ٻنڌيان ڏيندو هو، جي وٺي ويندا هئا. ڪڏهن جنگم جي گهنڊ وڄائيندا، دڪانن تان جيڪي مليو وٺي ويندا هئا. ٻيا سُٽريا ٧-٨ اِنچن واريون به ڏنڊيون وڄائي در در تي ايندا هئا، اُنهن کي به جيڪيِ مليو سو وٺي ويندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ڪاٺ

ٻانيڻ ۽ ڇنڇرِي براهمڻ ايندا هئا، سي بہ ساڳيءَ طرح وٺي ويندا هئا. هي سڀ هندن کان ئي وٺندا هئا، مسلمانن وٽ ڪونہ ويندا هئا.

**(٢) مسلمان فقير-** هي فقير هندن ۽ مسلمانن ٻنهي وٽ وڃي پِنندا هئا. قلندرِي فقير سڱ مان ٺهيل توتارو وڄائي پِنندا هئا. ٻيا پِٽ فقير ايندا هئا، سي بہ پِنندا هئا. قلندرِي فقير ۽ پِٽ فقيرن مان ڪي ضد ڪندا هئا تہ هيترو ڪي هيترو ڏيو، پوءِ گهٽ وڌ ڪري اُنهن کي ڏبو هو جو وٺي ويندا هئا. ٻيا جوڳِي (سپيرا) ايندا هئا جي نانگ ٻلائون کڻي ايندا هئا، اُهي ڏيکاري مُرلِي وڄائي جيڪي ملندو هون وٺي ويندا هئا. ڪي مدارِي ڀولڙا ۽ رِڇ وٺي ايندا هئا، اُنهنجا ڪرتب ڏيکاري جيڪو ملين سو وٺندا هئا. ڪي عام فقير سِڌو هٽِي گهرن ۽ دڪانن تان ڀيک وٺي ويندا هئا. هي سڀ فقير هندن ۽ مسلمانن ٻنهي کان وٺي ويندا هئا.

**(٣) گهٽ ذاتين وارا فقير-** ڪي گهٽ ذاتين وارا فقير ايندا هئا، جي هندن ۽ مسلمانن ٻنهي وٽان پِنِي جيڪي ملين وٺي ويندا هئا؛ جهڙوڪ ڪُوچڙا، گرگلا وغيره. ڪُوچڙا پِنندا تہ هئا پر ساڳِئي وقت ڪا شيءِ هٿ لڳن تہ چوري بہ ڪري ويندا هئا. گرگلا وري مٽيءَ مان ننڍڙا ننڍڙا رانديڪا ٺاهي اُنهن کي ٻاهه ۾ پچائي کڻي ايندا هئا، اُهي روٽي وغيره وٺي ويندا هئا. رانديڪن ۾ ٻار ريجهي خوش ٿِي وٺندا هئا.

## ٩. هندن ۽ مسلمانن جو پاڻ ۾ لاڳاپو ۽ ميلاپ

پهريائين سنڌ ۾ رڳي هندو رهندا هئا، مسلمان جو نالو بہ ڪونہ هو. انين صديءَ ۾ عربن جي پاران محمد بن قاسم سنڌ تي ڪاهون ڪري آخر سنہ ٧١٢ع ۾ سنڌ فتح ڪئي. اُن بعد مسلمان سنڌ ۾ اچڻ لڳا. پوءِ سما ۽ سومرا مسلمان ٿيا، پوءِ ارغون، ترخانن، مغلن، ڪلهوڙن ۽ ميرن راڄ ڪيو؛ اُنهن جي حڪومتن ۾ مسلمان عربستان، افغانستان، ايران کان آيا. ڪن وري مذهبي ڪٽر حاڪمرانن هندن کي زوريءَ مسلمان ڪيو. اهڙيءَ طرح مسلمانن جي آدمشمارِي وڌندي رهي. ١٢٠٠ سالن ۾ مسلمان ايترا وڌِي ويا جو ويهي صديءَ جي وچ ڌاري يعني ١٩٤٧ع ۾ هندستان مان ڇڄي پاڪستان ٺهيو، جنهن ۾ سنڌ بہ هلي ويئي. اُن وقت هندن جي آدمشمارِي مسلمانن جي آدمشماريءَ جي ٽئين پتي هئي يعني هڪ پتي هندو ۽ ٻہ پتيون مسلمان، تنهن هوندي بہ هندن ۽ مسلمانن جو پاڻ ۾ سٺو ميلاپ هو ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان سٺو وهنوار ڪندا هئا. جيتوڻيڪ مسلمانن حڪومت سبب مسلم سڀيتا جو هندن تي اثر ٿيو، ٻوليءَ تي اثر ٿيو، جو اُنهن جي حڪومتن ۾ سرڪارِي ٻولي پارسي هئي. عربيءَ ۽ پارسيءَ جا ڪيترائي لفظ سنڌيءَ ۾ گڏجي ويا. ڪيترا هندن ۽ مسلمانن جا نالا پارسيءَ ۽ عربيءَ ٻوليءَ مان نڪتل هڪجهڙا آهن. هندن جي ٻٽن نالن جي پڇيان "مل"، "چند"، "داس" ۽ "راءِ" وغيره ايندا آهن. مسلمانن جي نالن پڇيان "خان" ۽ "محمد" گڏبو آهي. مثال طور عربي ۽ پارسي نالا هيٺ ڏجن ٿا:



| هندوڪو نالو | مسلمانڪو نالو | هندوڪو نالو | مسلمانڪو نالو |
| --- | --- | --- | --- |
| صاحبراءِ | صاحب خان | فتحچند | فتح خان يا فتح محمد |
| لالچند | لعل خان | گلابراءِ | گلاب خان يا گل محمد |
| عالمچند | عالم خان | خانچند | خان محمد |

سنڌِيءَ ٻوليءَ جا نالا

| هندوڪو نالو | مسلمانڪو نالو | هندوڪو نالو | مسلمانڪو نالو |
| --- | --- | --- | --- |
| ڪؤڙومل | ڪؤڙو خان | ڪرمچند | ڪريم خان |
| ڦوٽومل | ڦوٽو خان | ڇيڙمل | ڇيڙخان |
| لونگ مل | لونگ خان | پيروُ مل | پيروُ خان |

ڪيترا نالا هندو زالن جا پارسيءَ ٻوليءَ مان هئا، جيئن: پِسند، پيوند، تحمل، قيمت ۽ قسمت. مسلمانن جو وڏو ڏينهن جمع آهي. هندو جمع کي ٿاروُن چون، اُنکي وڏو ڏينهن ڪري ليکين، جو اُڏيرولعل اُن ڏينهن ڄائو هو. ڪاڏي جي طعامن ناهڻ ۾ تيوَڻ ۽ ڀاڄِي رڌڻ ۾ بصر جو داغ پچائي رڌڻ، پُلاهہ تيار ڪرڻ، قيمون، ڪوفتا ناهڻ ۽ حلوو ناهڻ، مسلمانن کان ئي هندن ۾ آيا. پلاهہ، قيمون، ڪوفتا، داغ ۽ حلوو پارسيِ ۽ عربيِ ٻوليءَ جا ئي لفظ آهن. ڪلهوڙن ۽ ميرن جي راڄ ۾ هندو جيڪي مسلمانن جي نوڪريءَ ۾ هئا، اُنهن جي پوشاڪ مسلمانن عملدارن جهڙِي هئي. زالن جو ويس بہ مسلمانن زالن جي نموني جهڙو هو. پيشگير، پائجامون، چادر، رَئو پارسيِ ٻوليءَ مان نڪتل آهن. مسلمان زالن ۾ پڙدي جو رواج هو، ٻاهر نڪرنديون هيون تہ برقع پائي نڪرنديون هيون. هندو زالن ۾ سَترِ جو رواج هو، ٻاهر نڪرنديون هيون تہ چادر سان سڄو بدن ڍڪي رڳو ڏسڻ لاءِ اکڙِي کڏِي پوءِ ٻاهر نڪرنديون هيون. هندن تعليم ۾ واڌارو ڪيو، نوڪرين ۾ گهڻا هندو هئا. پهريون ڪاليج "ڏيارام جيٺمل ڪاليج" ڪراچيءَ ۾ کليو، پوءِ "ڏيارام گدومل ڪاليج" حيدرآباد ۾، سيتلداس چيلارام ڪاليج شڪارپور ۾ کليو. سنڌ ۾ اڻ پڙهيل کي "ڄٽ" چئبو هو.

هندن ۽ مسلمانن جو پاڻ ۾ وهنوار- هندن ۽ مسلمانن جو پاڻ ۾ وهنوار هيٺئين طرح هلندو هو:

(١) شادين ۾ هڪ ٻئي کي دعوت ڏيندا هئا. هندو طعام تيار ڪري شادين ۾ مسلمانن کي کارائيندا هئا ۽ ڪچو سيڌو گهر گهر ڏيئي ايندا هئا. مسلمان شادين ۾ هندن کي ڪچو سيڌو ڏيندا هئا تہ رڌي سڀ کائو يا ڪچو سيڌو گهر گهر ۾ ڏيئي ايندا هئا.

(٢) هندن جي شاديءَ ۾ يا ٻي ڪنهن ڪارج ۾ مسلمان مڱڻهارن يا لنگهن کي گهرائيندا هئا جي اچي گهر وٽ دهلن جا دس وڄائيندا هئا. ٻهراڻن ۾ ڇيڄ وغيره ۾ دهل ۽ شرنايون کڻي اچي وڄائيندا هئا.

(٣) ڏڻ وار تي ڪيترائي هندو ۽ مسلمان هڪ ٻئي کي ڏيندا وٺندا هئا. ڪو ڏڻ گڏجي ملهائيندا هئا. جيئن هندن جي ڏياريءَ وقت مسلمان مٺايون کائيندا هئا ۽ آتشبازِي ٻاريندا هئا، ڪي روشني بہ ڪندا هئا. عاشورن ۾ هندو مسلمانن کي پاڻي پيئاريندا هئا. هندو ٻارن کي تابوتن هيٺان لنگهارائيندا هئا. هندو ڏونگهيءَ کي سڳو وجهي هار ٺاهي عاشورن ۾ ڏيندا هئا. هندو مسلمانن

جو حشر جي ڏينهن مرثيه پڙهندا هئا. ٽڏڙيءَ تي هندو مسلمانن کي تريل لولا ۽ پڪوان کارائيندا يا ڏيندا هئا. راند پتي ۽ ڀاري ۾ هندو ۽ مسلمان گڏجي راند ڪندا هئا.

(۴) ڏنڌي ۽ واپار ۾ هندن ۽ مسلمانن جي پاڻ ۾ سني ڏيتي ليتي ٿيندي هئي ۽ هڪ ٻئي کي اُڌارو ڏيندا هئا. اوڌر تي مال وٺندا هئا، اوڌر تي مال ڏيندا هئا.

(۵) هندو زميندارن وٽ هاري مسلمان هوندا هئا. هندو اُنهن کي رقم تقاوي طور اُڌاري ڏيندا هئا. فصل لهڻ تي زميندار بٽئي ڪري فصل جو پنهنجو مقرر حصو وٺندو هو ۽ هاري تقاوي جا ٻج يا ٻي شيءِ واسطي ڪنڌو ڪنيو هوندائين ته موٽائي زميندار کي ڏيندو هو.

(٦) ڪيترن ئي مسلمانن زميندارن وٽ منشي محرر ۽ ڪاراها هندو هوندا هئا جو سڄو ڪاروبار اُهي سنڀاليندا هئا.

(۷) پاڻ ۾ هندو ۽ مسلمان رانديون رونديون به گڏجي ڪندا هئا.

(۸) هندن جو خريد تيل سامان شهرن مان دڪان تائين آڻن يا ڦٽين جون برقيون اِنجڻ تائين پهچائن، جو ڪم ڏڳي گاڏين يا اُنن ذريعي مسلمان ئي آڻيندا هئا ۽ ڪٽي ويندا هئا.

(۹) سڄي ڳوٺ جي ڪم لاءِ يا ٻنهي سان لاڳاپو رهندڙ ڳالهه لاءِ گڏجاڻو هوندو هو ته هندن جي پنچات ۽ مسلمانن جي پنچات ٻئي گڏجي ميٽنگ ڪنديون هيون، اُن کي ''راڄ مهاڄڻ'' جو ميڙ چئبو هو. اُتي جنهن ڳالهه لاءِ گڏبا هئا، اُن کي هندو ۽ مسلمان ٻئي سوچيندا ويچاريندا هئا ۽ پنهنجا رايا ٻڌائيندا هئا، پوءِ مُکي ۽ پٽيل هليل بحث ۽ راين جي آڌار تي پاڻ ۾ يڪراءِ ٿيائي راڄ مهاڄڻ کي ٻڌائيندا جا سڀني کي قبول ڪرڻي پوندي هئي ۽ اُن تي عمل ڪندا هئا.

(۱۰) مُکي يا پٽيل ڪنهن ڳوٺ جو گذاري ويندو هو ته راڄ مهاڄڻ گڏجي اُن جي پٽ کي پڳ ٻڌائيندا هئا، پوءِ اُهوئي مُکي يا پٽيل ٿيندو هو.

مٿين حقيقتن ۽ حالتن ۽ مثالن مان معلوم ٿي سگهندو ته هندن ۽ مسلمانن جو پاڻ ۾ سٺو ميل ميلاپ ۽ وهنوار هو. پاڻ ۾ ڀائر ٿي هلندا هئا. هندن جون ٻڍڙيون جڏهن نند مان صبح جو اُٿنديون هيون ته چونديون، هي ايشور! ''اڍائي گهرن جو خير ڪج'' يعني هڪ گهر هندن جو ٻيو گهر مسلمانن جو، اڌ گهر ۾ ٻيون سڀ ذاتيون. اُن جو مطلب ته هندو زالن کي به مسلمانن لاءِ اِها ڀاونا هوندي هئي ته اُنهن جو به خير ڪج ته خوش گذارين.

**هندن ۽ مسلمانن ۾ ڦوٽ-** انگريزن جي حڪومت ۾ جيستائين لوڪلبورڊ، ميونسپالٽين ۽ ڪائونسلن ۾ عيوضي هندن ۽ مسلمانن جي گڏيل چونڊبا هئا، تيستائين هندن ۽ مسلمانن ۾ ڦوٽ ڏسڻ ۾ ڪانه آئي. سنه ۱۹۱۹ع ۾ سڌارن ڪانپوءِ هندن ۽ مسلمانن جا عيوضي جدا جدا چونڊجڻ جو سرشتو جاري ٿيو. اُن وقت کان وٺي ڦوٽ جو سلسلو پيو جو آهستي آهستي وڌندي وڌندي وڃي وڌيو يعني ويڇو وڌندو ويو. هندستان جي آزاديءَ لاءِ ورهاڱي کان ٿورا سال اڳ سنڌ ۾ مسلم ليگ پيدا ٿي، جنهن جي ورتاءَ ۽ پرچار ڪري ڪٽرپڻو وڌي ويو. هندن ۽ مسلمانن جا ناتا پاڻ ۾ بگڙجڻ لڳا. سنڌ ۾ هندو مسلمان فساد شروع ٿي ويا. جهڙوڪ سکر ۾ منزل گاه جو جهيڙو، جنهن ۾ ٻنهي فرقن



جا ڪيترائي ماڻهو مري ويا. وري مسلم نئشنل گارڊ پيدا ٿيا، اُن بعد خاڪسار ٿيا. اهڙيءَ طرح فرقيپرستيءَ جو زهر ڦهلجندو ويو ۽ منجهن وڏو نفاق پئجي ويو.

جڏهن تاريخ ۱۴ آگسٽ ۱۹۴۷ع ۾ پاڪستان پاران مسٽر محمد علي جناح انگريزن کان چارج ورتي ۽ پاڪستان وجود ۾ آيو، جنهن ۾ سنڌ به پاڪستان ۾ هلي وئي. پوءِ مٿين جماعتن جي بيگهي مچي وئي. گهڻي ڀاڱي مسلمان هندن کي تڪليفون ڏيڻ لڳا، ڌڪ درد ڏنا ۽ حملا شروع ڪيا. متحرڪ توڙي غير متحرڪ ملڪيتن تي زوريءَ قبضو ڪرڻ لڳا. سنڌ جي وڏن شهرن حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جهڙن وڏن شهرن ۾ منصوبا ٺاهي زبردست حملا ڪري هندن جا خون ڪيا، هندن جون ملڪيتون لٽيون؛ جن جو اثر ٻين شهرن ۽ ڳوٺن تي پيو. پوءِ هندو پنهنجي ملڪيتن جو آهو پلي عزت بچائڻ خاطر سنڌ مان لڏپلاڻ شروع ڪئي ۽ اچي هندستان ۾ پهتا، جيڪي ٿورا هندو رهيا سي مسلمانن جي رحم ڪرم تي رهيا.

## ۱۰. سنڌ جو سئر

۱- اَچو يارو توهان کي سئر، سنڌ جو مان ڪرايان ٿو؛
سنڌ ئي جن ڏني ڪانهي، تنهين کي ڀي گهمايان ٿو.

**زمين ۽ زرعي پيدائش**

۲- ڏکڻ اوير ڪُٽئي واري، ڏکڻ اولهه ڪَلر ڪارو؛
جبل اولهه قطارن ۾، زمين چيڪي ٻني ٻارو.

۳- وَهي سنڌ مان سنڌوُ ندي، ڪري آباد ۽ سائو؛
زمين زرعي ڀَري باغن، ٿئي سڀ شيءِ ملڪ ڀائو.

۴- جوُئر باجهر ڪڻڪ چانور، چڻا مُڱ مَٽر لڀبا هئا؛
ڪُليون انجٽيون ڦٽيون ڪڪڙا، ڪپه ڪاٽي ته ڪڍبا هئا.

**جانور**

۵- اُنن خچرن گڏهن گهوڙن، گهمائي ڏين گهمتاري؛
رڍون ٻڪريون مينهون ڳانيون، چرن چارو ته چوڏاري.

۶- ٿين ڏڌ کير مکڻ ماوا، مَلايوُن گيهه گهڻا سارا؛
سُکيا سهنجا گذر پارا، مَڇيءَ مانيءَ هئا وارا.

**پکي**

۷- پَکي پرندا چُگن چوڳو، ڪري چوُن چوُن ٽپن ٽاريون؛
اُڏامن کي هلن پٽ تي، شڪاري ڪٽ وجهن جاريون.

۸- ڪري ڪوئل ته ڪوُڪوُڪوُ، ڪَبر ڪانگ ته ڪان ڪان ڪان؛
ڪڪڙ ڏي ٻانگ جهرڪي چوُن، ڪبوتر زون ۽ ٽان ٽان ٽان.

۹- سِرڻ کان ڪار ڪٽچي ڊاءُ، ڪاري ڪونج ڏي ڦيرو؛
تتر تنوار چيهو چِپ، نچي بُلبل ڳِجهه ڳيرو.

۱۰- شڪارِي باز ماري ٿو، ته شڪرو ڀي شڪاري ٿو؛
زُرو تنڪي سنڀاري ٿو، عقاب ان کي ڏڪاري ٿو.

۱۱- مئنا طوطو چڪوري ڏيل، ناچي مور ٽيٽهياري؛
ٻٽيرو چانهه وَهيو واهي، تلور سان تہ تـرڪاري.

۱۲- لِڪي چمڙو ٻيو چبرو، چڊي ڏينهن، رات نڪرن ٿا؛
بدق آڙي ڪُنگ لقلق، ٽبيون ڏيئي تہ تگڙن ٿا.

حڪومتون

۱۳- هندوُ ڪترين حڪومت ٿي، اصل ڪان ئي سچي سنڌ ۾؛
ٿيو قبضو برهمڻن جو، عرب آيا پيا پنڌ ۾.

۱۴- وري سوُمرا سما اَرغون، تـرخـانن مڇيو مُغلن؛
ڪلهوڙن ڪان ڦُريو ميرن، تنڪي جيتيو انگريزن.

۱۵- ڪيو آزاد انگـريـزن، ڪري ٽُـڪرا هندستان؛
سنڌ ويئي حصي نئين ۾، پئدا ٿيو پاڪستان.

سيپتا ۽ تهذيب

۱۶- سنڌ جي سڀيتا تهذيب، ٿي اوچي چوَن زاهد؛
ڏڙا ڪوٽي ڪيو ظاهر، پُراڻا ڪنڌهر ٿـيا شاهد.

واپاري، سنڌورقي ۽ ساک

۱۷- مگر ماڻهو سچا سنڌ جا، قرب وارا ڪلا ڌاري؛
علم ۾ سي اَڪابـر ٿـيا، هئا هوشيار واپاري.

۱۸- سنڌ جي ساک دنيا ۾، سنڌ ورقـي ولائت ۾؛
هلن هُنڊيوُن هند سنڌ ۾، هئا پوُرا صداقت ۾.

ڌرم ۽ ڪرم

۱۹- ڌرم ڪرم ۾ هئا قائم، پـرشارٿ ۾ دلي داني؛
سني شيوا ڪن دل سان، سچي سِڪ سان تہ مهماني.

شاعر

۲۰- ڪوي شاعر ۽ ليکڪ واه، ڪُنڊ سنڌ ڪانہ ڪا خالي؛
وڏو شاعر سيِن ۾ شاهہ، عبداللطيف ٿيو عالي.

۲۱- سندس ڏاڏو عبدالڪريم، بلڙيءَ وارو سنت صوفي؛
عنايت شاه جهـوڪ وارو ۽، حيدر بخش جـتوئي.

۲۲- سچل روُحل حمل سامي، ڪشن بيوَس ٿيو اعليٰ؛
"عزيز" ليکراج گل محمد، ڀلو بيدل بيڪس بالا.

۲۳- نارائڻ "شيام" چندر ڀي، "وَفا" پريو، ڪيئل "فاني"؛
منگهو "مستان" لاهوتي، هري "دلگير" آ ثاني.

۲۴- ڪوي پهلاج ايم ڪمل، قليچ مِرزا ڪمل "پياسي"؛
چيتن "يمراج" ۽ قاسم، تہ دلپت گورڌن "پارتي".

۲۵- هرو "خادم" ديال "آشا"، ٻيو اَرجن "سِڪايل" آ؛
ڀائي آسر ليلو "خاڪي"، هوندراج "دُکايل" آ.



۲۶- شمس "بُلبل" ضيا پرسو ۽ تولارام "عاجز" آ؛
ڏيوَن "آزاد" ارجن "شاد"، حامد ٽکڙ حافظ آ.

ليکڪ

۲۷- گهڻا ليکڪ ٿيا آهـن، وڏا ودوان ناميارا؛
لکين شايع ٿيا پستڪ، ٿيو ساهت امرت ڌارا.

۲۸- ڪشنچند جيٽلي جي، ۽ ڪؤڙومل چندناڻي؛
وڏو لعل سنگهہ اجواڻي، ۽ ڏيارام جيج شهاڻي.

۲۹- محمد صديق ميمڻ ڀي، ۽ ساڌو واسواڻي آ؛
سدا تيرٿ وسنت ياڻي، جشن ٿيو واسواڻي آ.

۳۰- پـرمـانـنـد ميـوارام، فتحچند واسواڻي آ؛
عمر محمد دائود پوٽو، ڀيرومل آڏواڻي آ.

۳۱- گوبند مالهي نبي بخش، ٻيو ڪلياڻ آڏواڻي؛
۽ گنگارام "سمراٽ"، هوتچند گربخشاڻي.

۳۲- مـرلـيـڌر جيٽلي شرما، نارائڻداس ملڪاڻي؛
لالچند جگـتـياڻي، نـارائـڻـداس ڀنياڻي.

۳۳- ليلارام رچـنـداڻي، پـروفيسر پنجواڻي؛
سپاڻي تيـرٿ پوپٽي ايچ، منگهارام ملڪاڻي.

سوُرما ۽ شهيد

۳۴- سنڌي ڀـي سوُرما آهن، شهيدي جام پيتو جِن؛
ڀڳت ڪنوَر، نـتوُ شرما، ڪيو قتلام ڪن شودن.

۳۵- ميرن ڪان بچائڻ سَت، ڪئي دروپدي قرباني؛
پتا اُن جي گـدوُمل ڪي، عذابن سان ڪيو فاني.

۳۶- ڇُمي سوُلي چڙهي قاسي، تہ هيمون وِير ڪالاڻي؛
چوڻ سچ تي لڳي گولي، تـہ هـاسارام پمناڻي.

۳۷- خبيثن خون خنجر سان، ڪيو نيٽوُ تہ شرما کي؛
گونڊن ماريو ڪري حملو، نارائڻ ديـوَ آريہ کي.

پراُپڪاري ۽ سڌارڪ

۳۸- پراُپڪاري هئا سينيون، وڏا نائون يوجواڻي؛
مانجهوءَ جو سيٺ هو داني، وشنداس ياروائي.

۳۹- ڀلو ڪندڙ نولراءِ ۽ هيرانـنـد آڏواڻي؛
سڌارڪ ڪوڙ ساٿي ٿيا، رشي ڏيارام شهاڻي.

۴۰- مُکيءَ شيوا منگهارام جي، چوئٿرام گدواڻي؛
۽ ريجهوُمل لاهوري، شيوارام ڦيـرواڻي.

**درٻاريون، درگاهون، سنت**

٤١- درٻاريون ۽ درگاهون، هيون سنڌ ۾ ڪراماتي؛
سنڌي سنتن ۽ درويشن، هندو مسلم دعا پاتي.

٤٢- سدا مشهور ليلاشاهه، هندن جو سنت ناميارو؛
هئو مشهور مُريدن ۾، ته مسلم پير پاڳارو.

٤٣- ٺٽي ۾ پير پٺو آهي، پيران مڪليءَ سنڌي ٽڪري،
نوَن هالن مخدوم نوُح، لڳي ميلو جهجهي وِڪري.

٤٤- عبداللطيف ڀِٽَ وارو، ٿيو مشهور لوڪن ۾؛
عبدالڪريم ٻُلڙيءَ ۾، عنايت شاهه جهوڪ ن ۾.

٤٥- قلندر مست سيوهڻ ۾، شهاب الدين بدين وارا؛
سَخي هاشم مٽيارين ۾، ڀلو ڪن ٿا وَڻِن وارا.

٤٦- ٽنڊي الهيار راما پير، ٿي هنگلاج لَس ٻيلو؛
ٽنڊي آدم ۾ ٽيئون رام، ڊَپ ستسنگ ڏنو ريلو.

٤٧- سکر ۾ ساڌ ٻيلو آ، نصرپور ۾ اُڏيرو آ؛
سَوائي سڌ لُنڙ نوڙها، وڪرم هي شيخ پرڪيو آ.

٤٨- مڙهي ديويءَ سوائيءَ جي، شهدادپور شغل واري؛
لڪي مندر پهاڙن ۾، ته سيوهڻ برتري ڏاري.

٤٩- ٿلهي تي ساڌ ڪبير ۾، وسي درٻار هالاڻي؛
ٻاٻو پرسن هٽونگي ۾، گهڻا تيرٿ ته ٽر ساڻي.

**شهر ۽ مشهوري**

٥٠- ڪريان هاڻي ذڪر شهرن، گهمو بازار راحت سان؛
لڳي ميلو ته گهوڙن جو، جيڪب آباد حاجت سان.

٥١- سکر بندر هلن ٻيڙيون، وڏي واپار جي وڪري؛
منارو شاهه معصوم جو، جي-بي بسڪوٽ فئڪٽري.

٥٢- پُل جي پار روهڙي آ، هليلا جام ۽ ڏونڪا؛
وسڻ شاهه جو آسائو تڙ، ۽ پارُوشاهه جا جهٽڪا.

٥٣- شڪارپور وڏيو واپار، وچ ايشيا هليون هُنڊيون؛
چئن ميلن جي گهيري ۾، ۽ ڏيساور هيون ڪوٺيون.

٥٤- رياست خيرپور شهر، گنبت نير راڻيپور؛
هجي ناٺو گهمي ڏس لاڙڪاڻو، وٺ شيءِ سا گهر.

٥٥- ضلعي هن لاڙڪاڻي ۾، دڙو موهن اٿن ڪوٽيو؛
پراڻا شهر مليون چيزون، ٻيا زيوَر مُهرون لوچيو.



٥٦- ٽين ساريون ملن چانوَر، وڪيل شاعر وڏشائُون؛
ٻيا ڏاڙيل هٽن ڏاڙا، ۽ جاگيردار درٻارُون.

٥٧- ٽکر سارا ته سيوهڻ ۾، ٻيو قلندر سندو ميلو؛
پراڻو شهر گادي هو، اُتي آ برتري ڏيلو.

٥٨- وندر جو ڳوٺ لس ٻيلي، پنهُون سَسئي اُتي قبرُون؛
اچي آواز تن مان ٿو، چوَن ماڻهو اُهي خبرُون.

٥٩- پهريان هالا حڪيمن ڪان ۽ شاعرن ڪان متاثر ٿيا؛
جنڊي جو ڪم ڪچي خانوٽ مان آيو پلا هٽ مٺا.

٦٠- نوان هالا ته گربين ڪان، ٺهن پيهون سُني ڪاشي؛
لڳي نوح جو ميلو، اچن ماڻهو سُڪا ٻاسي.

٦١- اَنگوچا نارنگيون سنيون، ته نارُوشاهه ۾ گهٽيون؛
پِريا مشهور پڙهائيءَ ۾، نواب ي شاهه ۾ ٻيڙيون.

٦٢- شهدادپور ۾ اِنجڻيون، ڦُٽن لئي جاءِ خاصي آ؛
ٽنڊي آدم ۾ سنسڪرت، سندا ودوان ڪاشي آ.

٦٣- ڪنڊو باغات ڏاڍِي آ، پريتمگر سنڌي مَڙهي؛
شهر مانجهو رڳاوت ڪان، اجرڪون جام ڦُرجن ڙي.

٦٤- ندي تي ڪوٽڙي بندر، مڇين جي مياڻ تي آهي؛
رهن ٿا مَلڪ هٽ، درٻار واڌو جي اُتي آهي.

٦٥- مَڙهي ڪلياڻگر جي آ، ڀڳت ڀڳوان جو ٿاڻو؛
سماڌيون سنياسين جون، وڏي واپار مان ناڻو.

٦٦- جبل تي جِهرڪ اَڏيل آ، ميٺوڙي ميٽ ٿو نڪري؛
سلهه اسپتال ٺهيل آ، هوا موافق پسند پڌري.

٦٧- شهر مانجهد قِتي اَڏجي، ندِي ڪائي ته ڪيرائي؛
سنت گوبند سنڌي درٻار، ماڻهن ڪي ته سيبائي.

٦٨- ٽنڊو الهيار رڳاوت جو، ڏيساور مال هلندو هو؛
ٽِڪون چانهيون ٻيو عاجي ڏنڌو ريشم جو هلندو هو.

٦٩- نصرپور ۾ لڳي ميلو، اُڏيري جو وڏو شاهي؛
ٺهن ٿا کيس ۽ پيڙا، ۽ ڪاشي ڪم شهنشاهي.

٧٠- اُڏيري جي ڪرامت سان، مفت ميمڻ ڏني ڌرتي؛
ڪيل اَنجام سان ميمڻ، مُجاوَر جاءِ هٽ ورتي.

٧١- ڦٽين اِنجٽيون ٺٺڊي ٽيون جام، همتسنگهہ جي دربار؛
پٽاشا ريوڙيون مصرِي، ۽ صوفِي ٻير جا انبار.

٧٢- مٺارين جون گهٽيون سوڙهيون، اُتي مسجد وڏي آهي؛
مٺارين مؤت ويندي ويرم، مصبيت ٽي هندن آهي.

٧٣- سيد ۽ پير ميمڻ پِي رهن چاموت سهندڙ هئا؛
اُٽيون گربيون ڇُري اجرڪ، وڏا واپار ٿيندڙ هئا.

٧٤- حيدرآباد عاليشان، اَڏيل ڪوٽ چؤڏارِي؛
عجب واپار صدر بازار جهرمدار گلزارِي.

٧٥- سنڌ ورقي سنت صوفي، پڙهيل عامل عمدا ليڪ؛
سنا شاعر، قبا ميرن، مندر ڪالي عجب رؤنق.

٧٦- لڳي ميلو عبداللطيف، ڀِٽ شاه تي ياري؛
هڪڙا ناظرو مشهور، هٽڻ ۽ ڪٽڻ جا چارِي.

٧٧- نٽو ننگر قديمي آ، ۽ مڪلي پير پنو آهي؛
سوا لک پير قبرن جو، مقام ٿيل ڪنو آهي.

٧٨- سچا موتِي ۽ عمدي عاج، جو واپار ٿيندو هو؛
سوسيون لونگيون ٽين هاٽي، نٽي کي باه لوڏيو هو.

٧٩- اَڏايو سيٺ ڀوچومل، ڪلاچيءَ مان ڪراچي آ؛
بنايو ڪوٽ ۽ ڪونيون، هتي جي جڳهہ جاچي آ.

٨٠- منو در ٿيو نديءَ پاسي، ۽ کارو در سمنڊ پاسي؛
رکايا ڪوٽ دروازا، بني بازر مِني پاسي.

٨١- هوا بندر ڪيا ماڙِي، ۽ منهوڙو گهمي سپ ڏس؛
وچي هر شيءِ سڄي سنڌ ۾، هتان ٿيندِي پلاوڻ پس.

٨٢- گهمي ڏس باغ راٹيءَ جو، جتي هر جانور ملندو؛
منگهي جي پير وٽ چشمو، گندڪ جل گرم لڳندو.

٨٣- ملي ميسو حلوو چاپو، چهرا گانيا مني در تي؛
ڪتل عربي نمڪ ڪارو، ۽ ڪپڙو سپ نظر وَڙ تي.

٨٤- هلي ڏس هوسڙي هاٽي، رڱاوت باغ ٿيا عمدا؛
قليليءَ تي نظارو ڏس، جو ماڻهو شام جو گهمندا.

٨٥- فضل ٺنڊي لڳن ميلا، مهاولي شاه چچلي جا؛
ڏنئورن هڱورن ڏسي ماڙيون، پڪوڙا ڪاڻ دنبي جا.



٨٦- ٺنڊي محمد سندا پيهون، اَنب مُربا وني ڪائو؛
ڪمند زيتون ۽ ڏاڙهون، منائي ۽ پُڳل مائو.

٨٧- هتي ميرن کي جاگيرون، ڏنڊي ڏوڙيءَ لڳل ميمڻ؛
نظر محمد ۽ ڪيشوَداس، جا ميلا ورهيہ موٽڻ.

٨٨- وسي ٿي ماتلي گونيءَ، ٻنهي پاسي وچان ڦڙدو؛
انب پيهون چپيل ڪپڙو، ملي ٿو در سندو پڙدو.

٨٩- وجو تلهار ڪائو لعل چانور ۽ ڪمند ڪارو؛
ٺنڊي باگي جو لامبٽ مير، مدرسو جنهن جو موچارو.

٩٠- بدين لاڙ مچر آزار، شهر ۽ ريل جو چيڙو؛
ڪمند ساريون رڱيل ڪپڙو، ۽ يارهين پير جو ميڙو.

٩١- لُنوارِي پير طلسم تي، دفن ڏن کي ڪڍي ٿي ويا؛
اُتي مسجد زيارت کي ورِي اڏ حج چئي ٿي ويا.

٩٢- سَڏِي هيءَ ميرپورخاصي ضلعي ٿر جي هئي گادِي؛
ڦُٽين ٽاٹڻ سنديون اِنجٽيون، دڙو ڪاهو هتي آدِي.

٩٣- ٿئي ٿر ۾ ڀورو نارو، جتي واپار گيهہ چانور؛
امر جي ڪوٽ ۾ سنسڪرت وديالو ٿيو جنم اڪبر.

٩٤- روُحل راڻو چنيسر پاءُ دودو هت هئا رهندا؛
قديمي هت مندر مڙهيون، رشي تپسيا هئا ڪندا.

آزاديءَ جي هلچل

٩٥- هلي آزاديءَ جي هلچل، ورتو هندن گهڻو بهرو؛
ويا کي جيل ڪن گولي، سَنو هندن قهر جبرو.

٩٦- دلي درد پِرايا جن، ڪئي جِند جان قربانِي؛
وطن ۽ ڏن وڃايو تن، رهي اُت ڪانہ اِنسانِي.

وِندر

٩٧- وندر ورزش پروليون پِي، ٻيون رانديون نچڻ ڳائڻ؛
اُنن گهوڙن سنديون ڊوڙون، تتر ڪڪڙن کي ويڙهائڻ.

هندو مسلم ميلاپ ۽ قوُت

٩٨- هندوُ مسلم سندو ميلاپ، عاليشان هو سنڌ ۾؛
مگر فرقا ٿيا پئدا، وڏِي جن قوُت هر جِند ۾.

٩٩- ڦُري ملڪيت لُٽي ماري، هندوُ سنڌ مان هڪاليا ويا؛
هندوُ تياڳي ڇڏي سپ ڪجهہ، بچائي عزت هت آيا.

سنڌ کي سلام

١٠٠- جنم يوميءَ سلام وارِي، ڳوڙها ڳاڙي تہ نڪتاسين؛
وطن مان ”بيوطن“ ٿي الوداع ساري تہ آياسين.

## ١١. سنڌ مان هندن جي لڏپلاڻ

سنڌ ۾ تاريخ ٢١ فبروريءِ سنه ١٨٤٣ع کان وٺي انگريزن جي حڪومت چالو ٿي. حالانڪ اُنهن پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ سڌارا به سنا ڪيا، پر اُنهن پنهنجي راڄ ۾ قاعدا قانون اهڙا پاس ڪري جاري ڪيا جو ڪچو مال ته هندستان مان ويندو هو، اُتان اُن مان ڪئين شيون تيار ڪري هندستان ۾ گهرائيندا هئا، جنهنڪري سچو نفعو ۽ ناڻو ولائت ۾ انگريزن کي پلئه پوندو هو. وڏين نوڪرين ۾ پڻ خود انگريز هئا جي تمام وڏا پگهار کڻندا هئا. اُنهن سان گڏ ڪئين ٻيا لوازما ۽ الاونس به کڻندا هئا ۽ هندستانين کي ننڍيون نوڪريون هيون، اُنهن جا پگهار به ٿورا هوندا هئا. هندستانين ڏٺو ته سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح هندستان جو ڌن انگريز پنهنجي ملڪ ۾ کڻي وڃن ٿا. انگريزن اِنتظام به ڏاڍو سنو رکيو، شينهن ٻڪريءَ هڪ ڪري ڇڏيائون. اُن لاءِ هندستانين هڪ آزاديءَ جي هلچل لاءِ هڪ جماعت ١٨٨٥ع ۾ ناهي، نالو رکيائون اِنڊين نئشنل ڪانگريس. (Indian National Congress) تنهن هلچل هلائي ساري هندستان ۾، جنهن ۾ سنڌ به اچي ويئي. اُن جا پهريان اڳوان ٻيا هئا پر پوءِ مهاتما موهنداس ڪرمچند گانڌي هو. ٻيا هئا پنڊت موتي لعل نهرو، جواهرلعل نهرو، سردار ولڀ ڀائي پٽيل، آچاريه جيوترام ڪرپالاڻي ۽ مولانا عبدال ڪلام آزاد. جيڪي اڳوان هئا سي هرهڪ شهر ۾ وڃي ليڪچر ڪندا هئا ته اسين هينئر انگريزن جا غلام آهيون. اسان کي انگريزن کي ڀڄائڻو آهي ۽ هندستانين کي آزاد ڪرائڻو آهي. بال گنگاڌر تِلڪ نعرو لڳايو ته ”سوراڄ اسانجي جنم جو حق آهي.“ اُنهيءَ ۾ ڪئين ڳالهيون ٿيون. ڪانگريس ۾ نرم ۽ گرم ڌُر جا نيتا ٻئي هئا، اُنهن مان هڪ نيتاجي سباش چندر بوس گرم ڌُر جو هو. ڪانگريس جي هلچل اهنسا جي اُصول تي هئي. پر سباش چندر بوس هنسا جي فائدي ۾ هو. آخر ڪانگريس مان اِستعفا ڏيئي هن ٻي پارٽي ناهي فارورڊ بلاڪ (Forword Block). انگريزن هنکي گرفتار ڪري گهر ۾ ئي نظربند رکيو. هيءُ نظربنديءَ هونديءَ به ڪلڪتي مان ڀڄي وڃي جرمنيءَ نڪتو، اُتان هي برما ۾ آيو ۽ اُت اچي هڪ ”آزاد هند فوڄ“ ناهي، چيائين ته ”توهان مونکي خون ڏيو ته مان توهان کي آزادي ڏيان.“ آزاد هند فوڄ هندستان تي حملو ڪيو. هيڏانهن ڪانگريس جي هلچل به زور هئي. آخر انگريزن کي مجبور ٿي پارليامينٽ ۾ قاعدو پاس ڪرڻو پيو ته هندستان کي آزادي ڏني وڃي ۽ اُن کي به ٽڪر ڪيو وڃي، جتي گهڻائي هندن جي آهي، اُها ايراضي هندستان ۾ وڃي ۽ جتي مسلمانن جي گهڻائي آهي، اُها ايراضي پاڪستان ۾ وڃي ۽ هندستان ۾ ٥٦٢ رياستون هيون اُنهن کي آزاد ڇڏيائون ته جنهن کي وڻي سا هند ۾ وڃي، جيڪا پاڪستان وڃڻ چاهي، سا پاڪستان وڃي. ڪانگريس به هندستان جو ورهاڱو قبول ڪيو. آخر انگريزن پاڪستان جي چارج تاريخ ١٤ آگسٽ ١٩٤٧ع جو مسٽر محمد علي جناح کي ڏني، پر هندستانين جوتش جي حساب سوجب ١٤ تاريخ رات جو ١٢ بجي ڪانپوءِ ورتي جا هندستان جي چارج پنڊت جواهرلعل نهروءَ ورتي ته تاريخ ڦري ويئي ۽ ١٥ آگسٽ ٿي ويئي. مسلمانن جي سنڌ ۾ گهڻائيءَ سبب پاڪستان ۾ هلي ويئي.



آزاديءَ ملڻ بعد سنڌ جي ڪيترن ئي پرڳڻن ۾ فساد شروع ٿي ويا. ماڻهن جي خونريزي، مال جي ڦرلٽ ۽ ملڪيتن کي باهيون ڏيڻ شروع ٿي ويئون. سنڌ به اُن لهس ۾ اچي ويئي. اُتي به هندن جون خونريزيون، اُنهن جو مال لٽڻ، اُنهن کي دڪانن کي ۽ گهرن کي باهيون ڏيڻ ۽ سندن ملڪيتن تي قبضو ڪرڻ چالو ٿي ويا. ٻيا ڪيترا هندستاني لڏي سنڌ ۾ آيا، اُنهن پناهگيرن به اچِي سنڌ جي مسلمانن کي ڀڙڪايو. سنڌ ۾ فرقيبازي ۽ هندن ۽ مسلمانن ۾ ڦوٽ وجهڻ واري آخري وقت ۾ مسلم ليگ هئي، جنهن جو اڳوان سيد غلام مرتضيٰ شاه (G. M. Sayed) وينڊ ڳوٺ سن ضلع دادو وارو هو، اُن به اهڙو پرچار ڪيو جو ڇڻ هوَن ۾ آهوتيءَ جو ڪم ڪيو. پناهگيرن سنڌِي مسلمانن کي به ڪيترن کي سات ۾ ڪنيو. سنڌ جي وڏن شهرن حيدرآباد ۾ تاريخ ١٥ ڊسمبر ١٩٤٧ع ۾ ۽ ڪراچيءَ ۾ تاريخ ٦ جنوريءِ ١٩٤٨ع ۾ منصوبا ناهي هندن جي گهرن ۽ دڪانن کي نشان لڳائي ڦريو لٽيو ۽ باهيون ڏنيون ۽ هندن جا خون ڪيائون. سنڌِي مسلمان به خوش هئا ته هندو لڏي وڃن ته اُنهن جون ملڪيتون ڦٻايون ۽ قرضن کان آجا ٿي ويندا سون. جڏهن مهاجرن سنڌين کي هر طرح تنگ ڪيو ۽ سڄي ڏور واڳ حڪومت جي پنهنجي هٿن ۾ ڪئي، تڏهن ساڳِئي جي. ايم. سيد پڇتايو. هن پنهنجي ڪتاب ”سنڌوءَ جي ساڃاه“ جلد ١ جي صفحي ١٢٧ تي لکيو آهي ته مهاجرن جي اچڻ ڪانپوءِ سنڌ جي هندن کي منظم سازش هيٺ مارِي ڦري ملڪ مان هڪالي ڪڍڻ جا مثال اسان جا اکين ڏٺا واقعا آهن. هندو لاچار ٿي ۽ مجبور ٿي پنهنجن اباڻن ڪکن ۽ ملڪيتن کان آهو کڻي عزت بچائڻ خاطر سنڌ مان لڏڻ جو اِرادو ڪيو. چوڻي آهي ته ”ڏيڻ، ڏيهه ڇڏڻ ۽ ڏيهي ڇڏڻ“ ٽيئي ڏکيا آهن. جيڪو سون زالن کي پيل هو، هنڌ سمهڻ لاءِ ڪپڙا پائڻ لاءِ، باسڻ رڌڻ ڪائڻ لاءِ کڻي نڪتا، اچي ڪراچيءَ حيدرآباد ۽ ميرپورخاص ڪئمپن ۾ ويٺا، جيسين وڃڻ جو وارو ملي. ڪراچيءَ مان پاڻيءَ جي جهاز رستي، حيدرآباد ۽ ميرپورخاص کان ريل گاڏيءَ رستي هندستان وڃڻ لاءِ روانا ٿيندا هئا. وات تي ڪيترن هنڌ مسلم ليگ جا رضاڪار ۽ مسلم نئشنل گارڊ ڪجهه سرڪاري ملازم تلاشي وٺڻ وارا ڪنيل سامان مان ڪڍي کڻي ويندا هئا، جيڪو بچيو سو کڻي اچي هند ۾ پهچندا هئا. ڪيترن جي اباڻن ڪکن ۽ جنم ڀوميءَ کي ڇڏڻ جي مرضي ڪانه هئي، تنهن هوندي به مجبور ٿي لڏڻ لڳا ته ”جاڙي به جڳ سنئين.“

هندو سرڪاري نوڪرين ۾ به گهڻا هئا ۽ ڌنڌو ۽ واپار هندن جي هٿ ۾ هو، سي جي لڏي آيا ته اُنهن جون جايون پناهگيرن پريون ته حڪومت ۽ واپار ٻئي اُنهن جي هٿ ۾ اچي ويئون، تن سنڌِي مسلمانن کي به تنگ ڪيو. جن سنڌِي مسلمانن هندن جي زمينن جاين تي قبضو ڪيو، سي به سرڪار الاٽ ڪري پناهگيرن کي ڏنيون ته سنڌِي مسلمانن کان ٻئي ڳالهيون ويئون. هڪ هندن واريون هٿ ڪيل ملڪيتون ويئون، ٻيو هندو هنن کي اُڌارو ڏيندا هئا، سو به هنن جو بند ٿي ويو. پناهگير سنڌين کي اُڌارو ڪونه ڏيندا هئا. جيڪي غريب هندو گهٽ ذات وارا رهيل هئا، جهڙوڪ ڪولهي، ڀيل، مينگهواڙ، ڀنگي، اوڊ وغيره لاچار ٿي لڏڻ جو اِرادو ڪيو ته پاڪستان سرڪار اُنهن تي بندش وجهي ڇڏِي. جي لڏي ڪونه سگهيا، اُهي ۽ ٻيا هندو جيڪي رهيا، سي سنڌِي

مسلمانن ۽ پناهگيرن جي رحم ڪرم تي رهيا. سنڌي مسلمانن کي هندن جي ڇڏيل گهرو سامان ۽ ڏنڊي ڪنڊڙن جي دڪانن واريون شيون ڦٻيون. پاڪستان ٺهڻ تي پهريائين سنڌي مسلمان خوش ٿيا، پر جڏهن پناهگيرن هنن کي تنگ ڪيو، اٽڪل ۱۹۵۰ع ۾ ڪراچي شهر کي سنڌ کان الڳ ڪيو ويو ۽ اُنهن جي سرڪار سنڌ پرانت ٿي ۱۹۵۵ع ۾ ختم ڪري سنڌ پنجاب سان لڳائي ڇڏي ۽ هڪ يونٽ ڪيو ويو. اسڪولن ۾ سنڌي ٻولي ۱۹۵۸ع ۾ ختم ڪري اُردو ٻولي نازل ڪئي ۽ سرڪاري نوڪرين ۾ سنڌين کي ڪونه ڪڍندا هئا. قاعدو قانون اُهو پاس ڪندا هئا جو سنڌن فائدي ۾ هو. پوءِ سنڌي مسلمانن محسوس ڪيو ته هنن دين ڀاين کان وري به هندو چڱا هئا. چوندا آهن ته ''تنگ آيد بر جنگ آيد'' يعني جيڪو تنگ ٿيندو سو جنگ ڪندو. سنڌي مسلمان سجاڳ ٿيا ۽ ''جيئي سنڌ'' جي هلچل هلائي. شيخ اياز مشهور وڪيل ۽ شاعر پنهنجي شعر ۾ چيو آهي:

(۱) ''منڙو آ هر چيز کان، سنگهارن جو ساهه - ڀِٽيون ٻَڌن پيٽ سان، ٻُڪن ۾ ڀاهه؛
ڏيکاريان ڪيئن ڏکين کي، چانڊوڪي ۽ چاهه - آ الله، اِنسان جو آسرو.''

(۲) ''منهنجا منڙا ٻچڙا تون مُجَڳ مُجَڳ جيءُ - ڪير جي بدلي ٻچڙا پنهنجا ڳوڙها پيءُ؛
مانيءَ عيوض منڙا لنيون ڳوليون ڪاءُ - توتان صدقي ساهه جيجل سنڌڙي ماءُ.''

(۳) ''جيئُون تو لاءِ جندڙي، مرُون توسان ماءُ - ڳوڙها ڳاڙ نه سنڌڙي، وري ورندو واءُ؛
چرڪن پيئُون جندڙيون، تن من آهي تاءُ - لڙُن لڙُن منجهه لڳاءُ سڀ کي آساٽيهه جو.''

آخر ڪجهه سالن کانپوءِ سنڌ پنجاب کان واپس وٺي اڳين وانگر الڳ ۽ ڌار پرڳٽو ڪيو. سنڌي ٻولي به وري قائم ڪري اسڪولن ۾ چالو ڪئي ۽ اُردو ٻولي هٽائي. ساڳيو سيد غلام مرتضيٰ شاه پڇتايو ته ناحق هندن کي سنڌ مان لڏايو ويو. پوءِ هو بمبئي چڙهي آيو ۽ سنڌي هندن کي چيائين، واپس سنڌ ۾ هلو، مان توهان کي وٺڻ آيو آهيان. ڪن هندن ته مُنهن تي ئي چئي ڏنس ته اسانکي لڏايو به تو ۽ هاڻي کهڙي مُنهن سان واپس وٺڻ آيو آهين. اُتي سرڪار يا اسيمبلي ۾ ڪو هندو وزير ڪونهي، ڪو گزيٽيڊ آفيسر ڪونهي. نالي خاطر ڪي هندو ننڍين نوڪرين ۾ هئا، سي به هميشهه ڊپ ۾ رهن ٿا، متان ڪا نه ڪا اوچتي آفت نه مٿن پوي.

سنڌ جي هڪ مسلمان ''گدائي'' سنڌي مسلمانن جي حالت کي ڏسي چيو:

وطن ۾ بيوطن - اسان سمجهيو ته پنهنجي وطن ۾ خوشحال ٿينداسين؛
دنيا ۽ دين جي دؤلت سان مالا مال ٿينداسين؛
گمان به ڪونه گذريو هو ته هيئن ڪنگال ٿينداسين؛
وطن ۾ بيوَطن، بيوَس، ٻُڪيا، بدحال ٿينداسين. (گدائي - سنڌ)

ڀارت ۾ سنڌ مان اچڻ کان پوءِ سنڌي هندو سڄي ڀارت ۾ پکڙجي ويا، جنهن کي جتي ڪو اجهو رهڻ لاءِ يا گذر جو وسيلو مليو، سو اُتي ئي ويهي رهيو. ڪو به سنڌي هندو پنيو ڪونه ۽ ڪنهن



جي اڳيان هٿ ڪونه ٽنگيائون. اُنهن جا ٻار به اسڪولن ۾ ڪونه ويا، جيسين سنڌن مائٽ ڪنهن گذران کي لڳن، تيسين اُهي گوليون، بسڪوٽ، دال، سيئون ٽوڪرن ۾ کڻي شهرن ۾ ريل گاڏين ۾ وڪڻڻ لڳا. پوءِ وڏن به ڪوشش ڪري ڌنڌا شروع ڪيا، ڪن گذران جا ذريعا بنايا ۽ پنهنجي پيرن تي بيهڻ لڳا. جيڪي ماستر سنڌ مان آيا، تن اِسڪول ۽ ڪاليج کوليا. پوءِ اِسڪولن ۾ داخل ٿيا. محنت ڪري پڙهي پاس ڪري ڊگريون هٿ ڪري چڱين نوڪرين کي لڳي ويا. ڍيري ڍيري ڪمائيندا ويا ۽ بچائيندا ويا. ان مان پنهنجون جايون رهڻ لاءِ ٺهرايون ۽ دڪان خريد ڪيا. هاڻي گهڻي ڀاڱي سنڌي هندو ڀارت ۾ جمي ويا آهن ۽ خوش آهن ۽ سُکي آهن. غريب پنهنجو پيٽ قوت ڪڍيو وينا آهن. جيتوڻيڪ سنڌي هندو ڪن ٿورن کان سواءِ سڀ پنهنجي جنم ڀوميءَ سنڌ کي ڇڏي هندستان ۾ اچي رهيا آهن ۽ گهڻي ڀاڱي پنهنجي پيرن تي بيهي وَسي ويا آهن. تنهن هوندي به اباڻو وطن نٿو وسري. جيڪي سنڌ ۾ ڄاوا آهن ۽ سنڌ گهڻي ڏٺي اٿن، تن کي ته پڇاڙيءَ دم تائين نه وسرندي. چوڻي آهي ته :

شاهه عبداللطيف چيو آهي ته:

''سڄڻ ۽ ساٽيهه، ڪنهن اٽاسي وسري.''

''حيف تنهين کي هوءِ، وطن جن وساريو.''





اوم

# شڀ سنديش

## شري نٿورام هاسانند ليئا، پريزيڊنٽ،
## اکل ڀارت سنڌي برهم کتري پئنچات (سرب نيات) جي قلم مان

## شڀ سنديش



سانگانير - ٢٨ آگسٽ ٢٠٠٢ع

آدرڻيه شري مورومل چيتنداس ڏانڌا، برهم کتري رتن. توهان صاحب هڪ ڪتاب لکي رهيا آهيو، اُن وشئه ۾ هڪ پتر مليل آهي. ڪتاب جو نالو توهان ”سنڌ جي تصوير“ عرف ”سنڌ جو اِتهاس“ رکي ڇپائي رهيا آهيو. هي ڪتاب پنهنجي ماتر ڀوميءَ جي ڄاڻ لاءِ آهي. سنه ١٩٤٧ع ۾ هندستان جا ٻه ٽڪر ٿي ويا. الڳ ٿيڻ واري ٽڪر ۾ پنهنجي سنڌ به اچي ويئي، جنهن جو نالو ”پاڪستان“ پيو. پنهنجي ماتر ڀومي ڇڏي ڀارت ۾ اچڻو پيو ۽ گهڻيون مشڪلاتون سَهي پنهنجي سماج اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اڄ به جن کي سنڌ جي ياد آهي، اُنهن کي سنڌ وسارڻ ڏاڍي ڏکي لڳي، ڇاڪاڻ ته قديمن ڪان اسانجي ماتر ڀومي رهي آهي. پنهنجو وطن وسارڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهه آهي. اُنکي ياد تازي ڪرڻ لاءِ، جن ڀارت ۾ جنم ورتو آهي، اُنهن کي هن پستڪ پڙهڻ مان پوري ڄاڻ ملندي. سنڌ ۽ سنڌو نديءَ تي نالا ڪيئن پيا؛ قومون، ذاتيون، آدمشماري، سوريه ونسي ۽ چندر ونسي، کتري، گوتر، نُکون، سمنڊ، نديون، تلاءَ، بندر، پتڻ پليون؛ پاڻي سمنڊ ندين، ڍنڍن، واهن، کوهن ۽ برسات جو؛ جبل، پهاڙ ۽ لڪ، آمدرفت جا مارگ، شهر، ڳوٺ ۽ ڀراڙيون، پراڻا قلعا ۽ ڪوٽ، جڳهين جي اڏاوت ۽ ڊول، آب هوا ۽ وڻڪار، زمين جا قسم ۽ پئدائش، فصل ۽ اناج؛ سنڌ تي حڪومتون ڪهڙين قومن ڪيون؛ واپار ۽ ڏنڌا، ماپ ۽ تور، ڪاريگري ۽ ڪارخانا، ڏوه ۽ سزا، ڪاليج ۽ اسڪول، ٻيون ٻوليون ۽ اخبارون، مهتوپورڻ حقيقتون، مان ۽ مريادا؛ پهرڻ جا ويس ۽ وڳا، ڳهه ڳٺا ۽ زيور، رڌ پچاءَ جا برتڻ ۽ نمونا، تهذيب، ادب ۽ ساهتيه، ڏڻا ڪنڌهر ۽ چشما، ماڻهن کي لقب ۽ خطاب، ليکڪ ۽ شاعر، بهادر ۽ شهيد، اڳوان ۽ رهبر، داني ۽ پراُپڪاري، ڌرم ۽ مذهب ۽ پنٿ، ڌرمي پستڪ ۽ آستان، ميلا ۽ ورسيون، سنت، ڀڳت ۽ درويش ۽ پير فقير، آزاديءَ جي لڙائيءَ ۾ ڀهرو ونندڙ؛ ٻارهه ماها ڏينهن ۽ ملهائڻ جا طريقا، راڳ ۽ ساز، ڀڳتيون ۽ سنگتون، وِندر جا نمونا، چوپايو مال ۽ جانور ۽ جيت، پسون ۽ پکي ۽ اُنهن جا قسم، سوڻ ۽ وهم، جوتش ۽ نجومت، جنتر ۽ منتر، مسمريزم ۽ يوگ، سگهڙا ۽ ڏاڳا، شفاخانه ۽ اسپتالون، وئيد، حڪيم ۽ ڊاڪٽر، سنڌ جو سٺر ۽ پاڪستان پئدا ٿيڻ بعد لڏ پلاڻ وغيره وغيره.



مطلب ته سنڌ بابت سڀ ڳالهيون هن ڪتاب ۾ پڙهڻ سان معلوم ٿي سگهنديون. سچ پچ هيءُ وڏو جفاڪشيءَ ۽ محنت وارو ڪاريه آهي، اُن لاءِ ليکڪ جي جيتري ساراه ڪجي، اوتري گهٽ آهي. جيئن سورج کي آرسي ڏيکارڻ برابر آهي. بيشڪ هيءُ هڪ ناياب ڪتاب ثابت ٿيندو. ساه سان سانڍڻ جهڙو ٿيندو. هيترو مصالح گڏ ڪرڻ سولو ڪم نه آهي. اِهو شري مورومل جن آهن، جنجي من ۾ هيءَ ڳالهه پئدا ٿي ته هڪ اهڙو يادگار ڪتاب لکجي جو اِتهاس جو روپ ٿئي ۽ اُن کي انجام ڏيئي رهيا آهن. عمر کي ڏسندي ڪنن ڪاريه ڪري رهيا آهن ۽ هن نموني شيوا ڪري رهيا آهن. شري مورومل جن ڪڏهن به ٿڪجڻ جو نالو ڪونه وٺندا آهن، اُنهن تي سوامي ليلاشاه مهاراج جن جي اسيم ڪرپا آهي. هن ڪاريه کي انجام ڏيئي رهيا آهن. اسان ته هميشه شڀ ڪامنائون ڏينداسين ته شل شاد ۽ آباد رهن. وڌيڪ سک.

شيوا ۾ : نٿورام هاسانند ليئا

پريزيڊنٽ، اکل ڀارت سنڌي برهم کتري پئنچات (سرب نيات)

----

## شڀ سنديش



**AKHIL BHARAT**
**SINDHI BRAHAM KHATRI**
**SAHAITYA VIDYA TRUST**

**CHAIRMAN**

**SHRI KEWALRAM**
**KHANCHAND MAMTORA**



جئپور، ٢٣ جولاءِ ٢٠٠٢ع آدرڻيه مورومل ”بيوطن“

مورومل چيتنداس ڏانڌا ”بيوطن“ برهم کتري رتن جو لکيل ڪتاب ”سنڌ جي تصوير“ عرف ”سنڌ جو اِتهاس“ جي باري ۾ ڪانپور سميلن ۾ ٢٠ بابن جا سَرِسَري طور مضمون ٻڌم. وري مورومل جو ليٽر تاريخ ١٠ ميءِ ٢٠٠٢ع واري ۾ مختصر فهرست پڙهيم، جنهن مان مونکي معلوم ٿيو ته اسانجي ابن ڏاڏن ڪان جهونو وطن سنڌ جو احوال آد ڪان لڏ پلاڻ تائين يعني سنه ١٩٤٧ع تائين هن ڪتاب ۾ ورنن ٿيل آهي. سنڌ جي باري ۾ هن جيڪي پڙهيو ۽ ڏٺو آهي، سو احوال ملائي انيڙ جي آڌار تي ذڪر ڪيو آهي. جيڪي به سنڌ ۾ گذريو ۽ آهي، سو سڀ ڄاڻايو اٿس ۽ ڪابه ڳالهه ڇڏي ڪانه اٿس. جيئن ته سنڌ جو اِتهاس، بناوت، حدون ۽ حصا، زمين ۽ پسگردائي، جبل ۽ پهاڙ، سمنڊ ۽ نديون، قومون ۽ ذاتيون، پاڻيءَ جا وسيلا، شهرن ۽ ڳوٺن جون اڏاوتون ۽ حالتون، مشهوريون ۽ واپار جا ذريعا، آبهوا ۽ وڻڪار، زرعي ۽ معدني پئداش، فصل ۽ جنسون، حڪومتون ۽

ڪاروبار، اِنتظام ۽ ضابطو، ادب ۽ ساهتيه، سڀيتا ۽ تهذيب، سورما ۽ شهيد، اڳوان ۽ رهبر، پر اُپڪاري ۽ داني، ڌرم ۽ مذهب، سنت ۽ ساڌو، پير ۽ فقير، ٻارهماها ڏينهن ۽ اُنهن جو ملهائڻ، وندر ۽ ورونهن، ساز ۽ سنگيت، پڳتيون ۽ سنگتون، ميلا ۽ ورسيون، جانور ۽ جيت، جوتش ۽ رمل، شفاخانه ۽ اسپتالون، رسمون ۽ رواج، ويس وڳا ۽ زيور، ڪاڌو ۽ پيتو، وديا لاءِ مڪتب اسڪول ۽ ڪاليج، اِتهاسڪار، ليکڪ ۽ ڪويِ، واپار ۽ ڌنڌو ۽ سنڌ ورقي، هندو مسلم ميلاپ ۽ فرقه پرستي، آخر ۾ هندن جو سنڌ مان لڏڻ لاءِ حالتون ۽ مجبوريون، متحرڪ ۽ غير متحرڪ ملڪيتون ۽ اوڏرون پاڏرون ڇڏڻ وغيره جو سلسليوار ۽ سربستو وچور سان لکيو اٿس. مطلب سنڌ ۾ ڪابه ڳالهه يا واقعو ٿيو، اُن جو بيان رهايو ڪوبه ڪونه اٿس.

شاباس هجي هنجي دل دماغ ۽ اڀياس کي، محنت ۽ جفاڪشيءَ کي. هن ٨٩ ورهين جي ڄمار ۾ لکڻ، پڙهڻ ۽ ڇپائڻ جي ڪمن کي لڳو پيو آهي. واندو اصل ڪونه وهي. اِها سڀ سوامي ليلاشاه مهاراج جن جي پريرڻا، آڳيا ۽ آسيس مٿس آهي جو اهڙو ڪٺن ڪم ڪري رهيو آهي. مان هنڪي لک لک واڌايون ۽ ڌنيواد ڏيڻ کان رهي نٿو سگهان ۽ آشا ٿي ڪجي ته سماج لاءِ پنهنجو قلم هلائيندو هلي.

شيوا ۾ : ڪيولرام

چيئرمن- اکل ڀارت سنڌي برهم کتري سهائتا وديا ٽرسٽ

۽ اڳوڻو وائيس پريزيڊنٽ، اکل ڀارت سنڌي برهم کتري پئنچات (سرب نيات)

----

## شڀ سنديش

آدرڻيه شري مورومل چيتنداس ڏانڌا ”بيوطن“ برهم کتري رتن

جئه رام جي ڪي - جئه رام جي ڪي

ڏاڍي خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو شري مورومل پنهنجي سماج لاءِ هڪ ٻيو ڪتاب لکيو آهي، جنهن جو نالو ”سنڌ جي تصوير“ عرف ”سنڌ جو اِتهاس“ آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي باري ۾ ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين هر ڳالهه جو ورنن ڪرڻ لاءِ اُنکي ويهن بابن ۾ وراهيو آهي. جن کي سنڌ جي باري ۾ گهٽ ڄاڻ آهي يا بلڪل ڄاڻ ڪانه آهي، اُنهن جي لاءِ هي ڪتاب ڏاڍو ڪارائتو سِڌ ٿيندو ۽ اُنهن کي سنڌ جي باري ۾ سٺي ڄاڻ ملندي. سنڌ جي باري ۾ هيتري ڄاڻ ڏيڻ لاءِ شري مورومل جن جيڪا محنت ۽ جفاڪشي ڪئي آهي، اُن لاءِ ڌنيواد جا پاتر آهن.

شيوا ۾: دولارام ڏيونداس ڪاڪوپوٽا

پريزيڊنٽ، اکل ڀارت سنڌي برهم کتري سماج ڌرمشالا ٽرسٽ

----



## شڀ سنديش

رامگنج منڊي - ٢٥ مئي ٢٠٠٢ع

سوامي ليلاشاه مهاراج جن جي آسيس سان پنهنجي برهم کتري نيات ۾ هڪ ئي اِتهاسڪار ٿيو آهي، جنهن سماج لاءِ ٢٢ ڪتاب ڇپائي نيات ۾ وراهيا آهن. هن سماج جو اِتهاس لکي اُن کي غورو ٻڌايو آهي. ڇو جو جنهن سماج، نيات ۽ قوم جو اِتهاس قائم آهي، اُهائي زنده آهي. حالانڪ هو ڪنهن کان به لکل ڪونهي. پر آئينده پيڙهين کي معلوم ٿئي، اُن لاءِ توهان کي ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان. اُهو آهي مورومل چيتنداس ڏانڌا ”بيوطن“ برهم کتري رتن. ڪيتري نه محنت ۽ جفاڪشي تو ڪري. ڪيترن ئي ڪتابن جو اڀياس ڪري، اُنهن مان نوٽ وٺي، نيات جي مُکين، بزرگن ۽ سماج شيوڪن بلڪ ڪن حالتن ۾ عورتن کان به احوال وٺي نوٽ ڪرڻ ۽ سرڪيولر ڪڍي پئنچاتن مان حال احوال گهرائڻ وغيره ڪري ايترو مواد ڪٺو ٿو ڪري. پوءِ اُنکي سوڌي سلسليوار بنائي ڪتاب لکي تيار ڪري. وري اُنکي دؤر ڪري فيئر ڪري، پوءِ اُن لاءِ نياتين کان چندو وٺي گڏ ڪري. ڪن حالتن ۾ ڪن نياتين کان پنهنجي رسوخ سان پئسا وٺي اُنهن جي وڏن جي ياد ۾ ڪتاب ڇپارائي. پريس ۾ ڇپائڻ لاءِ اجمير وڃي، پروف جاچي سيٽنگ ڪرائي. اورينٽ يا مئپ لِٿو، آرٽ پيپر، ڪوَر شيٽ جاچي خريد ڪري. پڪي جلد لاءِ ريگزين پنو پسند ڪري بائينڊر کي گهرائڻ لاءِ چوي. ريگزن تي اِسڪرين پرنٽنگ ڪرائي. اُن وچ ۾ اجمير ڪيترا ڀيرا وڃي ۽ اچي. ڇپڻ ۽ بائينڊنگ بعد ڳامن ۾ موڪلڻ لاءِ پارسل ٻڌائي مفت ۾ ٽرانسپورٽ ۾ موڪلڻ لاءِ بندوبست ڪري يا اجمير مان جئپور گهرائي اُتان موڪلي. اڪيلي سِر ايڏيءَ وهيءَ ۾ ايترو ڪم ڪرڻ ڪيترو نه ڪٺن آهي. اِهو سڀ مونکي معلوم ٿيو جو مان هن سان گڏ هڪ ڪتاب ”سنڌي برهم کترين جي ڊئريڪٽري“ لاءِ ساڻس ڪلهي سان ڪلهو ملائي چندو اُڳاڙڻ لاءِ هڪ مهنو لاڳيتو هندستان جو دؤرو ڪري، پوءِ ڇپجڻ لاءِ وقت به وقت اجمير، ٻڙودي ۽ جئپور آيو ويو آهيان. پنو خريد ڪرڻ وغيره لاءِ پريس ۾ وقت به وقت ساڻس گڏ هليو آهيان. تنهن ڪانسواءِ هي جنرل سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ مون سان گڏ نوَ سال گهري ٽچ ۾ رهيو آهي ۽ هنجي ڪم ڏسڻ جا موقعا مليا اٿم. محسوس ڪيم ته واقعي مشڪل ڪم آهي، هر ڪنهن جي وس جي ڳالهه ڪانهي.

هن وقت به ٻه ڪتاب تيار ڪيا اٿس، هڪ ”سنڌ جي تصوير“، ٻيو ”سماجي سڳنڌ“ جي هاڻي ڇپائڻا آهن. ”سنڌ جي تصوير“ ڪتاب لاءِ چندي ڏيڻ لاءِ ڪانپور سميلن ۾ نيات کي اپيل ڪئي، جنهن ۾ ڪجهه مليو آهي ۽ ڪافي پئسن جي ضرورت آهي، اُن لاءِ وري هنکي هندستان جو دؤرو ڪرڻو پوندو، تڏهن چندو ڪٺو ٿي سگهندو.

هاڻي اچان ٿو مقصد تي، ”سنڌ جي تصوير“ ڪتاب ۾ هن سنڌ لاءِ جيڪي پڙهيو آهي، ٻڌو آهي ۽ ڏٺو آهي، توڙي ڀارت ۾ اِتهاس تي پستڪن جو اڀياس ڪيو، سڀ درج ڪيو اٿس. جهڙوڪ سنڌ جي طبعي بناوت، قدرتي نعمتون حاصل ٿيل، آد ڪان سنہ ۱۹۴۷ع تائين، حڪومتون ۽ اُنهن جي سرشتي جو ورنن، سنڌ جا اِتهاسڪار، ليکڪ، شاعر، سنت مهاتما، درويش، ڀڳت، بزرگ، راڄنيتي ۽ سماجي اڳوان ۽ ڪاريہ ڪرتا، سخي، ڏاتار، داني، پراُپڪاري، بهادر، شهيد، شيواڌاري، سنڌ ورقي ۽ صوفين جو ذڪر ڪيو اٿس. سماجي ريتيون رسمون، رواج، نيم، ڏڻ، قوم، ڌرم، مذهب، جاتيون، حڪمت، جوتش، راندين ۽ وندر جي قسمن، پروليون ۽ ڳجهارتون، سوڻ ۽ اپسوڻ، جيوَ جنتر ۽ جانورن جو اِظهار ڪيو اٿس. معدني ۽ زرعي پئداڻش، ڏنڊا ڏاڙيون، ڪم ڪاريون سڀ تحرير ۾ آنديون اٿس. مطلب تہ ڪابہ پائنٽ وساري ڪانہ اٿس. سنڌو نديءَ جي پلائيءَ سان ساوڪ ۽ سبزي بہ ظاهر ڪئي اٿس. سنڌ ۽ سنڌو نديءَ تي نالا ڪيئن پيا، سي بہ ٻڌايا اٿس. ڪهڙين حالتن ۾ صدين ڪان ماترڀومي سونهاري سنڌ سبز ۽ آباد ڪي هميشهہ لاءِ ڇڏي، متحرڪ ۽ غير متحرڪ ملڪيتون اوڏرون پاڏرون تياڳي لڏي، ڀارت ۾ آياسون، اُهي حالتون ۽ مجبوريون بہ ذڪر ڪيون اٿس.

شاباس آهي هن جي اُمنگ ۽ اُتساه، محنت ۽ مشقت، سماجي گيان ۽ وهنوارڪ ورتاوَ ڪي. آفرين آهي هن جي علميت ۽ قابليت ڪي. اِها سڀ سوامي ليلاشاه مهاراج جن جي اسيم ۽ بيحد ڪرپا هن جي مثان آهي. نيات بہ قدر ڪري هن ڪي ”برهم کتري رتن“ جو خطاب عطا ڪيو آهي، جو نيات ۾ وڏي ۾ وڏو لقب ٿورين هن اڪيلي کي ئي مليو آهي. منهنجي خيال ۾ اجا بہ وڌيڪ هنجو قدر ڪرڻ گهرجي جو هرطرح لائق ۽ حقدار آهي.

هن ڪتاب ۾ سيني سنڌي ڀائرن کي پنهنجي جنم ڀوميءَ جي پوري پوري ڄاڻ ۽ حقيقت ملي ويندي. پر پوين کي پڻ سنڌ جو سچو گيان معلوم ٿي سگهندو تہ آد ڪان سنڌ وطن سرسبز ۽ ساڻو ۽ آباد، صلح پسند، اُداردل، مهمان نواز ۽ ڀائيچاري وارو ملڪ هو جو هتي مان هليو ويو ۽ آخر ۾ هنکي لک بار ڌنيواد ڏيان ٿو.

جئہ نيات

**هرداس مل ٻوچومل ڏاوڙيا**

اڳوڻو پريزيڊنٽ، اکل ڀارت سنڌي برهم کتري پئنچات (سرب نيات)

نوٽ : ”سماجي سڳنڌ“ ڪتاب ڇپجي ويو ۽ نيات ۾ وراهيو بہ ويو.

----



## شڀ سنديش

اگروال فارم مانسرووَر - ٦ جولاءِ ٢٠٠٢ع



آدرڻيہ شري مورومل چيتنداس ڏانڊا، برهم کتري رتن، خوش هجو. احوال تہ پٽر توهان صاحبن جو پهتو. سنڌ جي اِتهاس تي توهان طرفان تيار ڪيل پستڪ لاءِ شڀ ڪامنائون ۽ واڌايون ڏيندي لکجي ٿو تہ:

ساري رات سبحان جاڳي جن ياد ڪيو،
تن جو عبداللطيف چئي مٽيءَ بہ لڌو مان،
ڪوڙين ڪن سلام آڳهہ اچي تن جي. (شاه عبداللطيف)

رشين مُنين جي تپو ڀومي، پراچين سنڌو سڀيتا جو سر چشمو ويدن جو سرجن اِستل سنڌو ديش سنتن ۽ صوفين جو ديس آهي. اُن پوتر ديس ۾ سوَن سنتن گيان ڀڳتي ۽ سوَن صوفي پريم ساڌنا جي راهہ ٻڌائي هزارين لوڪن کي پريوءَ جي راه ۾ ڇڪيو. ڪين روحاني رستو ڏيکاريو ۽ سچي سونهپ ڪئي. اُنهن سنتن ۽ درويشن جي سُرهاڻ نہ صرف سنڌ تائين رهي پر هند ڪان بہ ٻاهر تائين وچي وديشين کي واسيو. اُنهن سنتن ۽ درويشن جي مِٽي بہ مُلهائتي هئي. سندن در جي دز بہ دک دور ڪري ڪشٽ ۽ ڪليش ڪٽي ڇڏيا ۽ اُنهن سنتن ۽ درويشن ۾ پنهنجي نيات جا شرومڻي سنت ستگرو ۱۰۰۸ سوامي ليلاشاه مهاراج جن بہ آهن، جن جي ڪرپا ۽ رهبريءَ ۾ پنهنجي نيات جي سنگهٺن جي شروعات ٿي ۽ تعليم وديا ڏانهن لاڙو وڌيو ۽ پڻ ديش وديش ۾ پرمڻ ڪري ستيہ ۽ آنند جو پيغام سڻايو، جيئن :

سنتن جو سنگ آ سڪدائي، ڪلپ ورڪش جان آ ڦلدائي.

سنت شري ۱۰۰۸ سوامي ليلاشاه مهاراج جن جي ڪرپا سان پنهنجي نيات جي بزرگ، برهم کتري رتن شري مورومل چيتنداس ڏانڊا جئپور وارا جيڪي ساهتيڪ گڻن سان ڀرپور ڀنڊار آهن، سنڌ جي اِتهاس تي هڪ پستڪ لکي تيار ڪيو آهي ۽ جنهن کي پوڄنيہ نياتين جي آرٿڪ سهيوگ سان ڇپارائي رهيا آهن جو جلدي ڇپجي نياتين جي هٿن ۾ اچي ويندو. هن پستڪ ۾ ويهہ باب رٿيا ويا آهن ۽ پڙهڻ سان هرهڪ باب مان الڳ الڳ سرهاڻ ملندي. جيئن تہ سنڌ جو اِتهاس، قومون، ذاتيون ۽ آدمشماري، سمندر ندين نئين جي ڄاڻ، شهرن ۽ ڳوٺن جي ڄاڻ، آبهوا، زرعي ۽ معدني پئداش جي ڄاڻ، سنڌ تي راڄ ڪرڻ، واپار ڏنڌا، رهڻي ڪهڻي، ويس وڳا، ڳهہ ڳنا، آهار، ڪان پان، وديا ۽ تعليم، تهذيب ۽ ادب، ساهتيہ جي ڄاڻ، ليکڪ شاعر ۽ ڪوين جي ڄاڻ، سنڌ جا سورما شهيد، اڳوان، رهبر، پراُپڪاري، ڌرم مذهب پنٿ جي ڄاڻ، ڌرمي آستان، پکي پسن جا قسم، نجومت، جنتر منتر ۽ راڳ ۽ ساز کي بہ ياد ڪيو آهي. اُنهن سيني ڄاڻڪارين ملڻ جي مدنظر شري مورومل جن جي ڪيل محنت کي ساراهيندي تہ:

ورلي ماءُ ڄٽي ڪا پريمي پتر ڳرڀ مون، سامي سپرين جي جنهن کي پڳت وٽي،
ڄاڻ وڄائي پنهنجي سڀ جو داس ٻٽي، ليڪو ڪين ڳٽي، ڏسي اليک اکين سان.

پستڪ سنڌي لپي ۽ پڻ ديوناگري لپيءَ ۾ ٻہ ڇپارايو ويو آهي، جيئن نوجوان پنهنجي اباڻي وطن سونهري سنڌ جو اِتهاس پڙهي، پنهنجي اباڻي جهوني وطن کي ياد رکن. اُميد تہ هي پستڪ نہ پر هڪ ملهائتو گرنٿ ٿي رهندو، جنهن جو ساري سنڌو سماج کي لاڀ ملندو.

منهنجي امڙ

جئہ سنڌ جئہ هند جئہ نيات

شيوا ۾

**ريواچند ڏالومل سونيجا** (پواڻيءَ منڊيءَ وارا)

اڳوڻو چيئرمن ۽ هاٺوڪو پٽتراڻ، اکل ڀارت سنڌي برهم کتري سهائتا وديا ٽرسٽ

اڳوڻو پريزڊنٽ ۽ جنرل سيڪريٽري، اکل ڀارت سنڌي برهم کتري پئنچات (سرب نيات)

اڳوڻو وائيس پريزيڊنٽ، اکل ڀارت سنڌي برهم کتري سماج ڌرمشالا ٽرسٽ

SFS 6/154 ، اگروال فارم مانسروور (جئپور)

----

## شڀ سنديش

جئپور، ١ آڪٽوبر ٢٠٠٢ع

آدرڻيہ مورومل ”سنڌ جي تصوير“ ڪتاب لاءِ شڀ سنديش موڪلجي ٿو. سڳوري سنڌ اسانجي ڀڳن ڪان ڀومي آهي. اسانجا وڏا ڪئين پيڙهين تائين ڄاوا، نپنا اُتي هئا. تاريخ ١٥ آگسٽ ١٩٤٧ع ۾ جڏهن هندستان کي انگريزن آزاد ڪيو، تڏهن هندستان جا ٻہ ٽڪر ڪيا. نئي ٽڪر کي نالو پاڪستان ڏنو ويو. سنڌ پاڪستان کي ڏني ويئي. پر بين جي ڀيٽ ۾ سنڌي هندن کي زبردست قرباني ڪرڻي پيئي. مسلمانن کي فرقيپرستيءَ جو جنون پئدا ٿيو، جن اهڙيون حالتون پئدا ڪيون جو هندن کي مجبور ٿي سنڌ مان لڏڻو پيو ۽ ڀارت ۾ هليا آيا. تنهن هوندي بہ اسان اُميد ڪانہ لاٿي آهي. ڪڏهن نہ ڪڏهن وري بہ سنڌ ۾ هلبو. سنڌ ۾ هندن پنهنجون متحرڪ ۽ غير-متحرڪ ملڪيتون تياڳي، ڏنڌا ڌاڙيون بند ڪري اوڏرن پاڌرن تان هٿ ڪڻي ايتري قرباني ڪري اصلي شان شؤڪت ۽ مان-عزت بچائي ڀارت ۾ آيا.

اسانجو اولاد ۽ پويان جيڪي ڄاوا ئي هند ۾ آهن، تن کي کهڙي خبر تہ سنڌ ڪهڙي هئي. اُن لاءِ شري مورومل چيتنداس ڏانڌا ”ٻيوطن“ برهم کتري رتن سالن جا سال محنت ڪري سؤ



ڪن ڪتاب پڙهي اُنهن مان حوالا ڪڍي ۽ اُن سان پنهنجا آزمودا جوڙي ”سنڌ جي تصوير“ عرف ”سنڌ جو اِتهاس“ ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ هر قسم جي وشئہ تي قلم هلايو اٿس ۽ ڄاڻ ڏني اٿس. ڀارت ۾ بين پرڳڻن جي مقابلي ۾ سنڌ گهٽي ڀاڱي وڏيڪ سرسبز ۽ آباد، صلح پسند ۽ انتظام، محبت ۽ ميلاپ وارو ملڪ هو. سنڌ جا ماڻهو رلڻا ملڻا، ويساهہ جوڳا، دياوان، داني، ڌيرجوان هوشيار واپاري، بيدار مغز ۽ مهمان نواز هئا. پنهنجي قابليت جي ڪري دنيا جي ڪنڊڪڙڇ ۾ وڃي ڪري واپار ڪري ڍيرو ڄمايائون ۽ پئسو ڪمايائون، جي سڏبا ئي سنڌ ورڪي هئا. سنڌن ايمانداريءَ ۽ ويساهہ ڪري سنڌ جون هنڊ ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ هُنڊيون هلنديون هيون. سنڌ ۾ سنڌو نديءَ جي ڪناري رشين ويد لکيا. سنڌ سنتن ۽ مهاتمائن، سيدن، پيرن فقيرن، ڀڳتن ۽ درويشن جي ڀومي هئي. منجهس سڀ قسم جون قومون ۽ ذاتيون رهنديون هيون. اُنکي سبز ۽ سائو ۽ آباد سمجهي ۽ هاڪ ٻڌي ٻاهرين ملڪن گهڻيون ڪاهون ڪري لٽيو ۽ ڦريو. مگر سنڌ اهڙي جي اهڙي رهي. چوندا آهن تہ ”ڳاهہ سائي جو سائو، ڳاهي ٻڪئي جو ٻڪيو“ سنڌ مان سنڌو ندي نڪرڻ ڪري پاڻيءَ جا سڀ وسيلا هئا، اِنڪري هر قسم جا اناج ۽ وڻڻ، باغات وغيره جي زرعي پيدائش جام ٿيندي هئي. ڳاهہ ميسر هئڻ ڪري چوپايو مال جام هو. اِنڪري کير ڏڌ، مکڻ گيهہ بہ جهجهو هو. اِنهن سڀن ڪري واپار ۽ ڌنڌو سنو هو، ماڻهو سُکيا ستابا هئا. ڪراچي شهر مکيہ بندر هو، سڄو مال ايندو ويندو هتان ئي هو. کيتي ٻاڙي، گهرو ۽ جهنگلي جانور ۽ جيوَ جنتو، طبيب ۽ حڪيم، ليکڪ ۽ شاعر، سورما ۽ شهيد، رهبر ۽ پراُپڪاري، سنڌ جي بناوت ۽ اڏاوت، وندر ۽ وسيلا، محبت ۽ ميلاپ وغيره جا تفصيلوار بيان ڪيا اٿس. مطلب تہ ڪابہ ڳالهہ ڇڏي ڪانہ اٿس. هندو مسلمانن ۾ پورو پورو ايڪو هو، پر آخرين وقت ۾ ڪي فرقي پرست پئدا ٿيا، جن حالتون نفاق جون پئدا ڪيون ۽ ماحول کي ناساز بڻايو. مٿان ٿيو پاڪستان ۽ ڀارت مان مسلمان لڏي ڀارت ۾ آيا، تن پناگيرهن سنڌي مسلمانن کي ڀڙڪائي سڄي سنڌ جي فضا خراب ڪئي. ”ڇري ڪئڻ جي ويران وير وڌ.“ پوءِ هندو لاچار ٿي سنڌ ڇڏي آيا.

هي ڪتاب نہ رڳو سنڌي هندن لاءِ ڪارائتو ٿيندو پر سنڌ ۾ رهندڙ سنڌي مسلمانن کي بہ اهڙو ئي ڪارائتو ٿيندو. مورومل ڪيترائي ڪتاب لکي ڇپائي نيات کي ڏنا آهن، پر هن ڪتاب ۾ خوب محنت ڪيل آهي ۽ سڀ قسم جي ڄاڻ ڏني آهي. مورومل جا ڪتاب يادگار ٿي رهندا. پويان بہ پڙهي حقيقت حاصل ڪري سگهندا ۽ ٿورائتا ٿيندا. آخر ۾ مورومل کي ڌنيواد ڏيڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهان. لک بار کيس ڌنيواد هجي.

شيوا ۾:

**نترمل پوڄ ٺئونرمل سورٺيا**

اڳوڻو پريزيڊنٽ، اکل ڀارت سنڌي برهم کتري پئنچات (سرب نيات)

----

## شڀ سنديش



جيتپور - ۱۵ نومبر ۲۰۰۲ع

آدرڻيه شري مورومل پوڄ چيتنداس ڏانڊا ”بيوطن“ برهم کتري رتن، سانگانير (جئپور)

شري مورومل ڏانڊا صاحب جن سنڌي برهم کتري نيات جي پنهنجي قلم معرفت تمام سٺي ۽ نسوارٿ شيوا ڪئي آهي ۽ هينئر پڻ ڪري رهيا آهن. شري مورومل جن سوامي ليلاشاهه مهاراج جن جي حياتيءَ ۾ ۽ اُن کانپوءِ به نيات جي سماجڪ ۽ ليکڪ طور سٺي شيوا ڪئي آهي. خاص ڪري اسين شري مورومل جن جا گهڻا شڪر گذار آهيون. هن وقت به وڏي عمر هوندي به قلم معرفت نيات جي سهڻي شيوا ڪري رهيا آهن ۽ ڪندا رهندا. اهڙيون منهنجون شڀ ڪامنائون آهن.

هينئر ”سنڌ جي تصوير“ عرف ”سنڌ جو اِتهاس“ لکي ڇپائي رهيا آهن، جنهن ۾ سنڌ جي هر وشئه جو بيان ڪري خوب ڄاڻ ڏني اٿن جو سنڌين لاءِ هڪ سوکڙي آهي ۽ بلڪل ڪارائتو ٿيندو. سڀ ڪنهن سنڌيءَ کي پنهنجي جنم ڀوميءَ جي سچي واقفيت ملي ويندي.

شيوا ۾:

**موهن لعل نارومل رامناڻي، سورٺيا**

اڳوڻو پريزيڊنٽ، اکل ڀارت سنڌي برهم کتري پنچات (سرب نيات)

----

## شڀ سنديش



ڇا چوان، ڪيئن چوان، ڪڇ ڇئي نٿو سگهان،
اگر ڪڇ به نه چوان، تڏهن به رهي نٿو سگهان.

اسانجي آدرڻيه سرمور ليکڪ ڪوي ۽ ساهتيڪار پوڄ شري مورومل جن بابت ڪڇ به لکڻ جو آءٌ ذرڙو اِنسان ڇا ساهس ڪري ٿو سگهان. هن جي جادوئيءَ اٽڪ قلم مان الائجي ڪيترا پستڪ ۽ ڪويتائون ڇپيون هونديون، جنهنجو اندازو لڳائڻ ته ڏاڍو مشڪل آهي. هينئر وري مهان پستڪ ”سنڌ جي تصوير“ (سنڌ جو اِتهاس) شايع ڪري رهيا آهن. هن کان اڳ جا پستڪ ۽ رچنائون ته امر يادگار آهن ۽ هن مهان گرنٿ جو اڏين ڪري لاڀ وٺندا.

جن کي پنهنجي اِتهاس ڄاڻڻ جي جگياسا هوندي، اُهي وري وري پيا پڙهندا ۽ ٻين کي به پڙهائيندا. مونکي چيو ويو آهي ته هن رچنا لاءِ شڀ سنديش ڏيان. سوال آهي ته ڪهڙو سنديش



ڏيان؟ جيئن ڪو چوي ته سورج ڀڳوان لاءِ ڪڇ شبد چئو ته ڇا چئي سگهبو؟ سورج سمان هي پستڪ سيني کي روشني ڏيندو ۽ امر يادگار رهندو. هزار سالن کان پوءِ به اسان جا پويان هي گرنٿ هٿ ۾ ڪٽندا ته اُهي به مالا مال ٿي ويندا.

اسانجي دادا مورومل جن تي هميشه ستگرو سوامي ليلاشاهه مهاراج جن جي ڀرپور آشيرواد رهي آهي، شل جيوَن ڀر قائم دائم رهي. اڃا به جهجها سال نيات جي شيوا ڪندا رهن. آخر ۾ داس هن مهان ليکڪ کي پرڻام ٿو ڪري. هن گرنٿ ”سنڌ جي تصوير“ عرف ”سنڌ جو اِتهاس“ لاءِ شڀ ڪامنائون.

توهان جو پاءُ

**اجيت ڪمار بولچند نانڪاڻي مکڙيا**

ڪانپور ۽ سورت

وائيس پريزيڊنٽ، اکل ڀارت سنڌي برهم کتري پنچات (سرب نيات)

اڳوڻو وائيس چيئرمن، اکل ڀارت سنڌي برهم کتري سهائتا وديا ٽرسٽ

----

## شڀ سنديش



پشڪر - ۷ نومبر ۲۰۰۲ع

آدرڻيه مورومل چيتنداس ڏانڊا ”بيوطن“ برهم کتري رتن، خوش هجو شال.

ڄاڻ رامجي کي، توهان جو لکيل ڪتاب ”سنڌ جي تصوير“ عرف ”سنڌ جو اِتهاس“ ڇپائي رهيا آهيو. اُن جي فهرست مان ئي معلوم ٿو ٿئي ته سنڌ ۾ آد کان اڄ تائين جيڪي به ٿيو آهي، اُن جي هر وشئه ۾ ورنن ٿيل آهي ۽ تفصيلوار ذڪر ڪيو اٿس. جيئن ته قدرتي بناوت ۽ نظارا، حڪومتون ۽ اُنهن جو سرشتو ڪاروبار ۽ اِنتظام ۽ سنڌين جون لياقتون ۽ همتون ۽ ڪاريگر، جانور ۽ جيت، پکي پکڻ وغيره وغيره. يعني سڀ ڳالهيون ۽ حقيقتون ڄاڻايون اٿس. هي ڪتاب نه رڳو هندو سنڌين لاءِ پر پاڪستاني مسلمانن لاءِ به ڪم وارو ڪتاب ٿيندو، جي پڙهي حيرت ۾ پوندا ۽ خوش ٿيندا. مورومل ۹۰ ورهين جي عمر ۾ به ههڙو سندر ڪتاب لکي تيار ڪيو آهي، جو ڇپجڻ کانپوءِ سيني جي هٿن ۾ ايندو. مورومل جي سماج لاءِ شيوا هرطرح جي آهي سا هر نياتيءَ کي خبر آهي. اسان پربوءَ کي پرارٿنا ٿا ڪريون ته هنکي حياتي ۱۰۰ سال ڏي ۽ سماجي شيوا هن وقت قلم سان ڪندو رهي. ڌنيواد. وڌيڪ سک.

شيوا ۾:

**ڀڳوانداس ڪيمچند پوٽ**

وائيس پريزيڊنٽ، اکل ڀارت سنڌي برهم کتري پنچات (سرب نيات)

## شڀ سنديش

سدا شال خوش بهار هجو،

آدرڻيہ برهم کتري رتن، سماج جا روشن سِتارا، مورومل چيتنداس ڏانڌا ”بيوطن“ توهان صاحبن جو پتر پڙهي دل باغ باغ ٿي. اِهو پڙهي ته توهان وري هڪ نئين سوکڙي ”سنڌ جي تصوير“ عرف ”سنڌ جو اِتهاس“ نالي ڪتاب لکي پيش ڪري رهيا آهيو. جيئن ته ڪتاب جي صرف فهرست ڏنل آهي، اُن مان ئي معلوم ٿو ٿئي ۽ وشواس آهي ته اِهو ڪتاب ڪمائتو ۽ لاجواب هوندو. چاڪاڻ ته هيل تائين جيڪي بہ پستڪ يا رچنائون توهان صاحبن ڏنيون آهن، اُنهن سڀني مان ڪجهہ نہ ڪجهہ حاصلات ملنديِ رهي آهي.

سوامي ليلاشاهہ مهاراج جن جي ڪرپا جو ڦل آهي جو توهان صاحبن جو قلم نوي سالن جي عمر ۾ بہ چالو آهي. سچ پچ توهانجي محنت ۽ جفاڪشيءَ کي ڏسندي شرڌا سان سِر جهڪيِ ويندو آهي ۽ دل مان آواز ايندو آهي تہ ”چودويهين ڪا چاند هو يا آفتاب هو، جو ڪجهہ پڻ هو خدا ڪي قسم لاجواب هو.“ نياتيِ بہ مجرا ڏ ين ٿا، چونہ ڏين! قدردان ئي قدر ڪندا آهن. توهان صاحبن پنهنجو قرب واري قلم سان پنهنجي سماج جي وڏن بزرگن، سنتن، ڀڳتن جيِ واقفيت، سماج جي ريتين رسمن، ادب ۽ تهذيب ۽ سماجڪ ڳالهين جيِ ڄاڻ ڏيئي ايندڙ پيڙهيءَ لاءِ راهہ روشن ڪئي آهي. گڏوگڏ اِها پريرڻا پڻ ملي ٿي تہ ڏيڻ ۽ وٺڻ اِنسان جو فرض آهي. جيڪو گيان قدرت توهان صاحبن کي ڏنو آهي، اُهو توهان هن عمر ۾ بہ ورهائي رهيا آهيو. لڳي ٿو تہ توهان کي سماج سان سچو عشق آهي ۽ اُها طاقت يا ٻل آهي، جنهن توهانجو قلم جارِي رکيو آهي. سنڌِي برهم کترين جو ڌارمڪ ۽ سماجڪ اِتهاس، ونشاولين جو پستڪ ۽ ٻيا سماج سان واسطو رکندڙ ڪتاب لکِي ڇپائي تحفي طور ڏنا آهن. آشا آهي تہ نياتيِ ڀائر اُنهن کي سانڍِي رکندا. وڏن جيِ وراهست سنڀالڻ ۾ ئي ايندڙ پيڙهيءَ جو ڀلو آهي. اسين ڏسون پيا تہ اڄڪلهہ پراڻين شين کي سنڀالڻ ۽ قائم رکڻ لاءِ لکين روپيہ خرچ ٿي رهيا آهن. تنهنڪري اُنهن ڳالهين مان سبق سِکيِ اسان جي اڄ جي نوجوانن کي پنهنجي سماج جي وجودگي قائم رکڻ لاءِ ڪارگر قدم کڻڻ جڳائين.

توهان صاحب جيترِي جفاڪشي ۽ محنت ڪريو ٿا، سچ پچ شبدن ۾ اُنجو بيان ڪري نٿو سگهان، ليڪن اِهو پڻ سمجهان ٿو تہ توهان کي ڪا تڪليف يا ڪشٽ محسوس ڪونہ ٿيندو هوندو، اِنجي اُبتڙ پاڻ راحت ۽ تسليِ ٿينديِ هونديِ. جنهن مان هڪ قسم جو آنند پراپت ٿيندو آهي. نشڪام شيوا مان آنند ملي ٿو، اِئين شاستر چون ٿا.

توهانجي روشن ڌارا مان ٻين کي بہ راهہ نظر اينديِ، توهان بہ اهڙِي آسيس ڪريو منهنجا مهربان.

ادب، سِڪ ۽ شرڌا سان

**داس نارائڻ پوڄ مينارام ڪوُهاڙ، رٽايرڊ- مئنيجر اِي. ايس. آئِي. ڪارپوريشن**

اڳيون وائيس پريزيڊنٽ، اکل ڀارت سنڌِي برهم کترِي پئنچات

اڳيون وائيس چيئرمن، اکل ڀارت سنڌِي برهم کترِي سهائتا وديا ٽرسٽ

”سنڌِي برهم کترِي سنديش“ سماهي اخبار جو چيف سمپادڪ



## شڀ سنديش

بياور - ٢٥ مئي ٢٠٠٢ع



آدرڻيہ شرِي مورومل چيتنداس ڏانڌا ”برهم کترِي رتن“ جئپور، نمسڪار- اِهو ڄاڻي گهڻي خوشي ٿي جو توهان صاحب ”سنڌ جي تصوير“ عرف ”سنڌ جو اِتهاس“ نالي ڪتاب لکي تيار ڪري ڇپائي رهيا آهيو، جنهن ۾ ڪل ويهہ اڌياءَ رٿيل آهن. هيڏو وشال اِتهاس ويهن اڌيائن ۾ لکڻ هڪ مشڪل ڪاريہ آهي. سنڌ بابت وڏن کان وقت بہ وقت ٻڌندا رهيا آهيون. وڌيڪ پڇي ڄاڻ حاصل ڪندا هئاسون. اُهي ڳالهيون ڪي ياد رهنديون هيون، ڪي وسرِي وينديون هيون. توهان جيڪو هي ڪتاب لکي اسانجي سامهون رکيو آهي، سو رڳو هن وَهيءَ وارن لاءِ نہ پر نوجوان ٽهيءَ لاءِ بہ تمام گهڻو ڪارائتو ٿيندو. آءٌ اِئين چوان جو ضرورِي بہ آهي تہ هن مان گهڻي ڄاڻ ملنديِ، چاڪاڻ تہ منهنجو جنم آزاد هندستان جي بياور شهر ۾ ٿيو آهي.

هن ڪتاب ۾ ڏِيان ڇڪائڻ جهڙا اسم هي آهن: نُکون گوترن جيِ ڄاڻ، ڳوٺن ٻهراڙين ۽ شهرن جيِ ڄاڻ، ريتيون رسمون، واپار ۽ ڏنڌو ۽ سنڌ ورقي، جڻ تہ اُنهن سان روبرو ملون پيا. ڏڻ ۽ ڏينهن وار ملهائڻ وارِي ڳالهہ فخر وارِي آهي. سنڌ جون سڀ حقيقتون ڄاڻايون اٿوَ، اُنهن ۾ ڪي ڳالهيون تہ عجيب ۽ شاندار محسوس ٿين ٿيون. اهڙِي سبز ۽ سائي ملڪ کي ڇڏي اچڻ لاءِ اُتي جنم وٺندڙن ۽ رهندڙن کي افسوس آهي، پر اسان جيڪي ڄاوا ئي ڀارت ۾ آهيون، اُنهن کي بہ سنڌ ڇڏڻ لاءِ افسوس آهي.

توهان کي هن عمر ۾ ڪيترِي نہ لڳن آهي، جو هھڙو ڪٺن ڪم بہ سٺي نموني تيار ڪري برثواب ٿيو ٿا. ڪيترِي نہ محنت ۽ جفاڪشي ڪئي اٿوَ. قلم جيِ ڪلا بہ بخوبيِ ڪم آنديِ اٿوَ. توهان جي قلم معرفت نيات کي ڪيترو نہ عمدو ساهتيہ ڏيئي رهيا آهيو، اُن لاءِ ڪهڙن اکرن ۾ ڌنيواد ڏيان، اُهي اکر جڻ سمجهہ کان ٻاهر آهن. هن اِتهاس روپي تصوير تيار ڪرڻ لاءِ اوهان کي لک لک واڌايون. آشا ٿو ڪريان تہ هي ڪتاب هر ٽهيءَ کي ڪارائتو ٿيندو. شرِي مورومل تي سوامي ليلاشاهہ مهاراج جن جيِ آسيس رهي آهي ۽ اڳتي بہ رهنديِ.

شيوا ۾:

نيازمند

**آسنداس ٽيڪمداس ڪاڪوپوٽا (آسن پنجون)**

جنرل سيڪريٽرِي، اکل ڀارت سنڌِي برهم کترِي پئنچات (سرب نيات)

----

## شڀ سنديش



سانگانير - ۹ نومبر ۲۰۰۲ع

آدرڻيه شري مورومل چيتنداس ڏانڌا ”برهم ڪتري رتن“، ڄيئه رامجي ڪي. جيئن ته توهان جو لکيل ڪتاب ”سنڌ جي تصوير“ عرف ”سنڌ جو اِتهاس“ جو وچان وچان پڙهي ٻڌايو ۽ اُنجي فهرست پڙهائي. اُن مان معلوم ٿيو ته سنڌ جي باري ۾ سڀ ڳالهيون ڄاڻايون آهن، جيئن ته سنڌ جو نالو، حدون نديون ۽ واهه، پئداش، قومون، جاتيون، رهڻي ڪهڻي، آبهوا، موسم، ڏڻون ڏوڻا، جانور ۽ پکي چوپايو مال، حڪومتون ۽ اُنهن جي راڄ ڪرڻ جا نمونا سنت ۽ درويش، ميلا ملاکڙا، سنڌ جي ساراهه تي ڏارين جون ڪاهون، ليکڪ ۽ ڪوي، سورهيه داني، واپاري ۽ سنڌ ورقي وغيره وغيره. جيڪي ڳالهيون ڏٺيون ته پري رهيون پر ٻڌيون به ڪونه هيون، اُنهن جو به بيان ڪيو آهي. هنن جي ايمانداريءَ سبب سنڌ جون ڦهليون ديس پرديس ۾ هلنديون هيون، تن بابت به لکيو اٿس. مطلب ته خوب محنت ڪئي اٿوَ. اُن لاءِ توهان کي شڀ ڪامنائون ۽ ڌنيواد ڏجي ٿي.

شيوا ۾:

**خوشيرام نانڪرام ڪوُها**

خزانچي، اکل ڀارت سنڌي برهم ڪتري پئنچات (سرب نيات)

----

## شڀ سنديش



مالويه ننگر - ۹ سيپٽمبر ۲۰۰۲ع

”سنڌ جي تصوير“ عرف ”سنڌ جو اِتهاس“ ڪتاب اسانجي برهم ڪتري رتن آدرڻيه شري مورومل چيتنداس ڏانڌا جن لکيو آهي، جنهن مان اڄ جو نوجوان ٿهيءَ کي اسانجي وڏن جي وطن بابت ڄاڻ ملندي ۽ اُنهن کي فخر پڻ محسوس ٿيندو. سنڌ جي ڄاڻ ڪانسواءِ اسانجو اولاد پڻ سنڌيءَ ٻوليءَ لاءِ اُتساهت ٿيندو، اهڙي اُميد ڪجي ٿي. اسين سنڌي آهيون ۽ سنڌ اسانجي جنم ڀومي رهي آهي.

شري مورومل جن جي لکيل ڪتاب ۾ الڳ الڳ ويهه باب رٿيل آهن، جن مان سنڌ جي هر چيز جي وچور ملندي. خاص ڪري سنڌ جي سنسڪرتي، سنت، ڀڳت، پير ۽ درويش وغيره بابت ڄاڻ ملڻ سان اسان کي ڪافي پريرڻا ملندي. اُنهيءَ ڪانسواءِ ڪتاب مان سنڌ جي باري ۾ ڪافي واقفيت پڻ ملندي. سنڌ ته اسين ڪونه ڏسي سگهياسين پر سنڌ جون



سمرتيون پڙهڻ سان سنڌ جو نقشو سامهون اچي ويندو. سنڌ جو اِتهاس آرسيءَ مثل ثابت ٿيندو. هن ڪتاب روپي آرسيءَ ۾ سچيءَ سنڌ جو درشيه ڏسڻ ۾ ايندو، اهڙي آشا رکجي ٿي.

هن ڪتاب ۾ سندن آزمودي، ٻڌل، ڏٺل ڳالهين ۽ ڪئين ڪتابن جي نچوڙ جي آڌار تي ڪافي محنت ڪري سوچنا تيار ڪئي ويئي آهي ۽ هي ڪاريه لڳ ڀڳ پنجن سٺن ورهين بعد ئي راس ٿيو هوندو. مان جڏهن به آدرڻيه شري مورومل جن جي گهر ويندو آهيان ته هوُ صاحب ڪجهه نه ڪجهه لکندا ئي رهندا آهن، ڪڏهن به واندا ويٺل ڪونه هوندا آهن. ۸۹ ورهين جي عمر ۾ هيڏي محنت ۽ اُها وري به سماج شيوا جي ڀاونا سان ڪن ٿا. اُن لاءِ ڪين وارون وار ڌنيواد ڏيندي پرم پوڄنيه يوگيراج سوامي ليلاشاه مهاراج جن کي پرارٿنا ٿي ڪجي ته شري مورومل جن کي اٿاهه شڪتي ۽ تندرستي بخشين، جيئن هوُ سماج شيوا جي لاءِ سدائين ڪتاب لکندا رهن ته سماج کي سني دِشا ۽ پريرڻا ملندي رهي.

ڄيئه هنگلاج - ڄيئه برهم ڪتري نيات

**پرشوتم تولارام منگهواڻي ڪوُها**

سيڪريٽري، اکل ڀارت سنڌي برهم ڪتري سهائتا ودياٽرسٽ

----

## شڀ سنديش



جئپور - ۱ جولاءِ ۲۰۰۲ع

مان ته ”سنڌ جي تصوير“ عرف ”سنڌ جو اِتهاس“ ڪتاب شري مورومل چيتنداس ڏانڌا ”بيوطن“ برهم ڪتري رتن جي لکيل جو نالو ئي ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيس ته واهه واهه اسان جي وڏن ڪان وٺي آدي وطن سنڌ به اسانجي پوين يعني اولاد ڪان وسري ڪونه ويندو، جو هميشهه ياد رهندو. اُميد ايشور ۾ آهي ته ڪڏهن نه ڪڏهن وري موٽي هلي سنڌ وسائينداسين، چاڪاڻ ته اهڙا مثال دنيا ۾ موجود آهن. جيئن ته يهودي پنهنجي ازرائيل ملڪ مان لڏائي ڪڍيا ويا هئا، جي آسي پاسي ملڪن ۾ وڃي وسيا پر اباڻو وطن ڪونه وساريائون. جدا جدا ملڪن ۾ رهندي به ڪوششون ڪندا رهيا. آخر چار سوَ سالن بعد پنهنجو ملڪ ازراعيل وري ورتائون ۽ جيڪي لڏي ويا هئا، تن جو اولاد اچي اُتي رهيو. هنن ايتري ترقي ڪئي آهي جو سندن وطن آباد ۽ سائو ۽ مضبوط ٿي ويو آهي. طاقت ۽ جنگ جي وسيلن سان ٻين ملڪن تي حملا ڪري رهيا آهن جهڙوڪ فلسطين. اسين سنڌي هندو سڀ ته ڀارت ۾ لڏي آياسون. سنڌ به ڀارت جو حصو هئي. اسين اڳي به ڀارتواسي هئاسون، هاڻي به آهيون، پوءِ به رهنداسون؛ فرق رڳو پوندو ته هينئر الڳ الڳ علائقن ۾ رهون ٿا، پوءِ سڀ هڪ ئي علائقي سنڌ ۾ رهنداسين جا آد ڪان اسانجي جنم ڀومي آهي.

شري مورومل جي ڪتاب ۾ سنڌ جي هر چيز جو بيان ٿيل آهي، جيڪا سنڌ ۾ هئي ۽ آهي. ڪاٻه پائنٽ ڇڏيِ ڪانه اٿس، جنهن تي هن قلم نه هلايو هجي.

آد ڪان وٺي سنه ۷۱۲ع تائين سنڌ ۾ رڳو هندو ئي رهندا هئا، پوءِ مسلمانن جي ڪاهن ۽ ملڪ هٿ ڪرڻ بعد چوطرف ڪان مسلمان ايندا رهيا، جو سنه ۱۹۴۷ع ۾ ۷۰ سيڪڙو ٿي ويا ۽ هندو فقط ۳۰ سيڪڙو وڃي بچيا. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ هندن کي هڪالي ۽ لڏائي هاڻي ۹۵ سيڪڙو تي پهچي ويا آهن. هي اِتهاس آرسيءَ جي مثل آهي. جيئن پنهنجي شڪل آئيني ۾ پسي سگهجي ٿي تيئن هن ڪتاب روپي درسنيءَ ۾ سچي سنڌ جو درشن، وڪاس، هلڻي چلڻي، اُٿڻي وهڻي، رهڻي ڪهڻي سڀ روشن ٿيندو. هن ڪتاب ۾ اٽڪل ۱۰۰ ڪن ڪتابن جو نچوڙ ۽ سنڌ جي ڏٺل ٻڌل ڳالهين جو آزمودو ملائي لکيو اٿس. هن ڪتاب تي بي انداز محنت ٿيل آهي. ڏهن سالن ڪان وٺي اڀياس ڪندي ڪتاب تيار ڪيو اٿس. ۷۶ ڪتابن جي لسٽ به ڄاڻائي اٿس ۽ ٻين جا نالا وسري ويا اٿس. اِنڪري مان مورومل کي وارون وار ۽ بار بار ڌنيواد ڏيان ٿو. سوامي ليلاشاه مهاراج جن جي مٿس آشيرواد آهي ۽ اڃا مٿس ڪرپا ڪري ته تندرست رهي ۽ سماج لاءِ ڪتاب لکندو رهي.

شيوا ۾

**لالچند پهلومل ڪملاڻي چوُنڇا**

رٽائرڊ بئنڪ مئنيجر، وديا سهائتا ٽرسٽ جو ٽرسٽي ۽ ميڊيڪل ڪاميٽيءَ جو ڪنوينر

----

## شڀ سنديش



پاونگر - ۱۸ سيپٽمبر ۲۰۰۲ع

آدرڻيه مورومل پوچ چيٽنداس ڏاڏا ''بيوطن'' برهم کٽري رتن سانگانير (جئپور)

گهڻي خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو توهان ''سنڌ جي تصوير'' عرف ''سنڌ جو اِتهاس'' نالي ڪتاب لکي ڇپائي رهيا آهيو. هن ڪان اڳ به توهان ڪئين ڪتاب برهم کٽري سماج جي باري ۾ لکي ڇپائي برهم کٽري سماج جي شيوا ڪئي آهي ۽ هاڻي هي ڪتاب لکي توهان نه صرف برهم کٽري سماج بلڪ سڄي سنڌي سماج جي شيوا جو قدم کنيو آهي.

ڪتاب لکڻ ۽ ڇپائڻ ۾ توهان جيڪي محنتون ۽ مشڪلاتون سَنيون آهن، سي سماج ڪان لڪل ڪونهن. ڪچي پڪي ماڻهوءَ جو هي ڪم ئي نه آهي، تنهن هوندي به توهان پنهنجي ڪاريه ۾ اٽل رهي ڪري جيڪو هي ڪاريه ڪري رهيا آهيو سو ساراه جوڳو ته آهي بلڪ ڌنيواد جي به قابل آهي.

توهان جا هي ڪتاب جيستائين منش ذات پرٿويءَ تي رهندي، تيستائين يادگار رهندا ۽ گڏوگڏ توهان جو نالو به امر ته رهندو ئي بلڪ اِتهاس جي پنن تي سونهري اکرن سان ۽ سماج ۾ ڌروُ تاري



جيان چمڪندو رهندو، تنهن ۾ ڪا شڪ ڪانهي. سڀني مشڪلاتن ۽ رڪاوٽن کي پار ڪري ٻين ڪتابن وانگر هي ڪتاب به ڇپجي پار پوندو ۽ سماج ۾ سڀني جي ساراه جوڳو ٿي رهندو، اهڙي آهي اڀلاشا.

توهان جو

**وَسنت جمناداس پمناڻي، ڪاراٽيلا**

ائڊووڪيٽ، پاونگر

ٽرسٽي، اکل ڀارت برهم کٽري سهائتا وديا ٽرسٽ

----

## شڀ سنديش



ڊيسا - ٦ جون ۲۰۰۲ع

پوڄنيه شريمان مورومل پوچ چيٽنداس ''بيوطن''

اسانجي سماج لاءِ توهان صاحبن جيڪي به گرنٿ تيار ڪيا آهن، اُنهن لاءِ توهان صاحبن کي لک لک وڌايون هجن. نيات تي توهان هڪ وڏو احسان ڪيو آهي ۽ انمول ڌن سمپن ڪيو آهي. توهان جا جيڪي به ڪتاب تيار ٿيا آهن سي ساراهڻ جوڳ آهن. اُنهن ڪتابن پنيان توهان صاحبن اُتساه ۽ پريم سان جفاڪشي ۽ محنت ڪئي آهي، اُن لاءِ ڌنيواد.

توهان جي مٿان سنت شرومڻي سوامي ليلاشاه مهاراج جن جي آشيرواد آهي ۽ اُتان ئي توهان کي پريرڻا ملي آهي. سنت جن جي مهر ميا سان ئي سڦلتا ملي ٿي. توهان جي ڪتابن مان اسانکي ڏاڍو آنند مليو آهي. شاباس آهي توهانجي محنت ۽ جفاڪشيءَ کي.

اسانجي کٽري سماج ۾ سوامي ليلاشاه مهاراج جن شرومڻي سنت ۽ يوگي مهاتما هئا. گرهستي جيوَن ڪانه گذاريائون. سڄي عمر سنياسي ٿي رهيا، اُنهن مهاتمائن جي ئي اسان برهم کٽري سماج تي آسيس آهي.

هن وقت توهان صاحبن ''سنڌ جي تصوير'' عرف ''سنڌ جو اِتهاس'' ڪتاب جيءَ کي جفا ڏيئي تيار ڪيو آهي، سو سماج کي پريرڻا ڏيندو. اُن لاءِ حقيقت ۾ توهان ڌنيواد جا پاتر آهيو. سوامي جن جي ڪرپا سان توهان سماج جي شيوا ڪري رهيا آهيو. اُن لاءِ به توهان صاحبن جو شڪرگذار آهيان ۽ سوامي جن کي پرارٿنا ڪريان ٿو ته سماج جي شيوا ڪرڻ لاءِ توهان کي شڪتي ڏين.

شيوا ۾ : **کيمچند پوچ چوهڙمل ولبرا** B.Com., LLB.

مُکي، برهم کٽري پنچات، ڊيسا

پريزيڊنٽ، دي سردار ٽرسٽ B.C.A. ڪاليج

چيئرمن، دي سردار ڪو آپريٽو ڪريڊٽ سوسائٽي ٽرسٽ

ٽرسٽي، سرووديه ايڊيوڪيشن فائونڊيشن ٽرسٽ

ٽرسٽي اکل ڀارت سنڌي برهم کٽري سهائتا وديا فنڊ

## سنيهه پريو سنديش



جام ننگر - ۱۸ جُون ۲۰۰۲ع

وطن جي پيار جو جذبو، وساريان ڪيئن وري!
اُهو اِنسان ڪيئن سڏبو، جو اُن جذبي کان خالي آ.
چرڻ چٽڪن چت ۾، وساريان ڪيئن وري؛
جن تي پاٽي پيئاريو، منجهان سِڪ سري؛
سڪين ويڙهچين جي، اسٽائن سڪري؛
ترن توڪ ذري، اوني وئڙا اُڪري. شاهه لطيف

مربي آدرڻيه شرِي مورومل چيتنداس ڏانڊا پنهنجي قلم جي ذريعي انيڪ ڪتاب لکي ڇپائي سنڌي برهم ڪتري ذات ۽ سنڌي قوم لاءِ ادبي ميدان ۾ ڪافي شيوا ڪئي آهي، جنهن جي بدؤلت پوچ سنڌي برهم ڪتري سرب نيات طرفان ڪيس ”برهم ڪتري رتن“ جو خطاب عطا ڪيو ويو آهي. هي سڀ سندس اٽڪ محنت جو ڦل آهي.

وري به هڪ اٿاهه وشئه ڪٽي ”سنڌ جو اِتهاس“ نالي ڪتاب لکي ڇپائي رهيا آهن، جنهن ۾ سنڌ جي اِتهاس سان گڏوگڏ جاگرافي، راجنيتڪ اُٿل پٿل، سنڌ جي پراچين تواريخ کي کوجي ڪنيو آهي. سنڌ جي واپار، هُنر، سنڌي حاڪمن جي رهڻي ڪهڻي، پوشاڪ، تعليم، سنڌ جي تهذيب ۽ ادب، راڳ ۽ ساز جي پڻ اوڪ ڊوڪ ڪئي آهي. سنڌ جي ليکڪن ۽ شاعرن جي ڄاڻ وڏي پئماني تي، سورما شهيد، سنڌ جا تيرٿ ۽ ڌارمڪ اِستان، سنڌ جي پڳتن، سنتن ۽ درويشن کي به ڪونه ڀلايو ويو آهي. سنڌ ۾ آزاديءَ جي هلچل جو پڻ ذڪر ڪيو آهي.

هن وشئه تي سنڌ جي ٻين ليکڪن پڻ قلم هلايو آهي، جهڙوڪ اعليٰ ودوان مرزا قليچ بيگ جي ”سنڌ جي تاريخ“ جي. ايل. ڏوڏيجا جي ”سنڌ ڙي تي سڏي.“ هرڪنهن ليکڪ پنهنجي پنهنجي ڪلا جو جوهر ڏيکاريو آهي. پر معزز شرِي مورومل ڏانڊا ”سنڌ جو اِتهاس“ اهم جڳهه والاري ٿو. هيءُ ڪتاب ادبي دوستن ۽ تواريخ جي شائقن لاءِ عظيم تحفو آهي. اسين سنڌ ڇڏي آيا آهيون پر پنهنجي پهچان (Identity) نه ڇڏيون. اهڙو مقصد هن ڪتاب جو ٿي سگهي ٿو. سنڌي قوم جي سنتن ۽ مهاتمائن جي اندر جي اُڪير کي درگذر نٿو ڪري سگهجي، ڇوته آخر ۾ آهيون ته سنڌي. جيئن دادا ٽي. ايل. واسواڻيءَ چيو آهي:

ڇا ڇڏيان آءٌ اباڻن جا ايوان؟ درويش جا ڏيرا فقيراڻا مڪان؛
واريون وسن جت نديون ۽ پهاڙ؛ وطن جا هي وڻ ۽ سندر نظارا.

شيوا ۾

**پيتامبرداس پوچ ناڪومل ٺهلياڻي ڪوٺا**

رٽائرڊ اِنڪم ٽئڪس اِنسپيڪٽر.





## مددي ڪتابن جي لسٽ

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال | ليکڪ جو نالو |
|---|---|---|---|
| ۱. | سنڌي عجيب ڳجهارتون | ۱۹۲۶ع | ماستر محمد صالح ولد عبدالواحد |
| ۲. | سري ڪرشن ولاس | ۱۹۳۲ع | ڪوي پهلاجرام |
| ۳. | ميراڻي سنڌڙي | ۱۹۳۶ع | پروفيسر نارائڻداس رتن مل ملڪاڻي |
| ۴. | تاريخي مضمون | ۱۹۴۶ع | چيتن ماڙيوالا |
| ۵. | هندستان جو ورهاڱو | - | ڊاڪٽر راجيندر پرساد |
| ٦. | سنڌو نديءَ ۽ سنڌ جو پراچين اِتهاس | چيٽ ۱۸۸۸ | هوندراج پارورام شرما |
| ۷. | چونڊ سنڌي نثر | ۱۹۵۳ع | ڏيارام وسٽمل ميرچنداڻي ۽ جمناداس ولبداس سڏاڻي |
| ۸. | جيوَن چرتر سوامي ٻوڙراج | ۱۹۵۶ع | منگهارام شيوڪرام ”مستان“ |
| ۹. | ڀڳوان ٻڌ | ۱۹۵۶ع | پرمانند ڪوسجي انوادڪ پروفيسر نارائڻداس ملڪاڻي |
| ۱۰. | جنت السنڌ | ۱۹۵۸ع | رحيمداد خان مولائي شيدائي |
| ۱۱. | سنڌو سڀيتا | ۱۹۵۸ع | مهراج دوارڪا پرساد روچيرام شرما |
| ۱۲. | واهه ڙي سنڌ اڻڪل | ۱۹۶۰ع | ويرو ايس. بسنتاڻي ”رتن“ |
| ۱۳. | سنڌ جا رهبر | ۱۹۶۲ع | الڳ الڳ ليکڪ ڇپائيندڙ سرستي ساهتيه گهر-اجمير |
| ۱۴. | سنڌ جي ادبي تاريخ-انگريزن کان اڳ زمانو | ۱۹۶۲ع | خانبهادر محمد صديق ميمڻ دفع ٦ |
| ۱۵. | سنڌي ادبي گلدستو | ۱۹۶۳ع | آشا درگاپوري |
| ۱٦. | ايڪادشي ڪٿائون، برهم ڪترين اُتپتي، ليلاشاهه پروچن | ۱۹۶۳ع | ڇپائيندڙ هيرانند ٻالچند لڪاڻي ڏيريا |
| ۱۷. | درويشن جو دؤر | ۱۹۶۳ع | رنجيتسنگهه واسواڻي |
| ۱۸. | سنڌ جا سورما | ۱۹۶۴ع | ڪرانتي ڪرپالاڻي |
| ۱۹. | سنت ساهتيه ۽ اِتهاس | ۱۹۶۵ع | موتيرام لڇيرام ٻٽاڻي |
| ۲۰. | سنڌي سپوت | ۱۹۶۶ع | وشن ٻنيجا |
| ۲۱. | سنڌ جا اڳوڻا هندو | ۱۹۶۶ع | ٽيڪچند نولراءِ تاراچنداڻي |
| ۲۲. | ديوان چندر-چندر سان رهاڻيون ڀاڱو ۲ | ۱۹۶۶ع | ڪويراج چندر آسنداس داني |
| ۲۳. | هندواسي هفتيوار-سنڌي اخبار | ۱٦-۳-۱۹٦۹ع | اخبار سرڪاري انگ اکر ڇپيا |
| ۲۴. | ڀارت جي سڀيتا، سمپردائون ۽ سنت | ۱۹۶۹ع | رامداس وشنداس لڪاڻي |
| ۲۵. | ڀارت جا سنت | ۱۹۷۲ع | رامداس وشنداس لڪاڻي |
| ۲٦. | ڪمار ڀارتي-درجو ڏهون | ۱۹۷۴ع | مهاراشٽر راجيه ماڌيمڪ شڪشڻ منڊل، پونا |
| ۲۷. | شري هنگلاج جي ياترا | ۱۹۷۴ع | رامچند سترامداس دگيا جوتڻي |
| ۲۸. | تحفته الڪرام | ۱۹۷٦ع | مير علي شير قانع مترجم مخدوم امير احمد مرتب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ |

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال | ليکڪ جو نالو |
|---|---|---|---|
| ٢٩. | سنڌي برهمڻن جو ڌارمڪ ۽ سماجڪ اِتهاس | ١٩٧٧ع | مورومل چيتنداس ڏانڌا |
| ٣٠. | History of Sindhi Literature II Ed | ١٩٧٧ع | لعل سنگهه هزاري سنگهه اجواڻي |
| ٣١. | سنڌي ادب جي تاريخ | ١٩٩١ع | لعل سنگهه هزاري سنگهه اجواڻي انوادڪ هيرو شيوڪاڻي |
| ٣٢. | سنڌي وياڪرڻ (حرف نحو) ڇاپو ٣ | ١٩٧٧ع | پيرومل مهرچند آڏواڻي |
| ٣٣. | سنڌي چونڊ گل | ١٩٧٨ع | ديپچندر تلوڪچند بيلاڻي |
| ٣۴. | ساهتيڪارن جون سمرتيون | ١٩٧٩ع | پروفيسر منگهارام اُڌارام ملڪاڻي |
| ٣٥. | برهم پرڪاش (پارو فقير) | ١٩٨٠ع | ڀڳت لونگرام بولچند |
| ٣٦. | تواريخ دربار صاحب هالاڻي ١٧٨٧-١٩٨٠ع | ١٩٨٠ع | نارائڻداس ميوارام پنياڻي |
| ٣٧. | سنڌوءَ جي ساڃاهه ڀاڱو ١ ۽ ٢ | ١٩٨١-٨٢ع | غلام مرتضيٰ شاهه سيد |
| ٣٨. | ڪليات حمل | ١٩٨٢ع | حمل فقير لغاري، سهيندڙ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ |
| ٣٩. | وساريو نه وسرن منهنجو وطن منهنجا ماڻهو | ١٩٨٣ع | لوڪرام ڏوڏيجا |
| ۴٠. | The Sind Story | ١٩٨۴ع | ڪي. آر. ملڪاڻي - پبلشر موتيلعل جوتواڻي |
| ۴١. | منگهارام ملڪاڻي | ١٩٨٥ع | اي. جي. اُتم |
| ۴٢. | ليکراج عزيز | ١٩٨٧ع | اي. جي. اُتم |
| ۴٣. | سنڌ ۽ اسانجو ورثو جلد ١ ۽ ٢ | ١٩٨٧-١٩٩۴ع | موتيرام سترامداس رامواڻي |
| ۴۴. | Sindhi through the eges Vol.I | ١٩٨٨ع | پرڪاش ڀاردواج |
| ۴٥. | Sindhies International year Book | ١٩٩٠-١٩۴١ع | پرڪاش ڀاردواج |
| ۴٦. | گيان سنڌو | ١٩٩٠ع | گنگارام سمرات |
| ۴٧. | شاهه جون آکاڻيون ڀاڱا ٣ ڇاپو ٻيو | ١٩٩٠ع | چينمل پرسرام گلراجاڻي |
| ۴٨. | منهنجي حياتيءَ جا سونا روپا ورق ڇاپو ٣ | ١٩٩٢ع | پوپٽي رامچند هيراننداڻي |
| ۴٩. | چونڊ سنڌي ڪلام ۽ ڏوهيڙا | ١٩٩٢ع | چونڊ ۽ ترتيب پارو چاولا |
| ٥٠. | قديم سنڌ ڇاپو ٣ | ١٩٩٢ع | پيرومل مهرچند آڏواڻي |
| ٥١. | سنڌي نثر جا ٽنيا | ١٩٩٣ع | لڇمي کلاڻي |
| ٥٢. | ادبي املاڪ (ادبي تنقيد) | ١٩٩٣ع | روپ ڪمار ”گهايل“ |
| ٥٣. | سنڌي ڏڻ | ١٩٩۴ع | پنڊت ڪشنچند جيٽلي |
| ٥۴. | سنڌي ورثو | ١٩٩۴ع | روشن گولاڻي |
| ٥٥. | فتحنامو سنڌ عرف چچ نامو دفع ۴ | ١٩٩۴ع | مترجم امير محمد، تصحيح، تحقيق ۽ تشريح ڪندڙ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ |
| ٥٦. | سنڌ ۽ سنڌي | ١٩٩۴ع | پيرومل مهرچند آڏواڻي |



| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپجڻ جو سال | ليکڪ جو نالو |
|---|---|---|---|
| ٥٧. | ”آريه وير“ مهاوار اپريل مئي ١٩٩٥ع | ١٩٩٥ع | گنگارام سمرات |
| ٥٨. | نظرثاني ڀاڱو ٢ (ساهتيڪ مالا) | ١٩٩٦ع | ڊاڪٽر ڪملا گوڪلاڻي |
| ٥٩. | سنڌي لوڪ ڪٿي لوڪ سنسڪرتي (مقالا) | ١٩٩٦ع | لڇمي کلاڻي |
| ٦٠. | ساهتيه سنسار (مضمون) | ١٩٦٩ع | ڊاڪٽر موتي لعل جوتواڻي |
| ٦١. | خوراڪ پوشاڪ زيور ۽ لاڳاپن جا رواج | ١٩٩٧ع | مورومل چيتنداس ڏانڌا |
| ٦٢. | سماج جا سِتارا | ١٩٩٨ع | مورومل چيتنداس ڏانڌا |
| ٦٣. | ادبي ويچار | ١٩٩٨ع | چينو لالواڻي |
| ٦۴. | سنڌو ندي | ١٩٩٨ع | ڊاڪٽر موتي لعل جوتواڻي |
| ٦٥. | صحت جو سينگار | - | سمپادن منوهرداس ڪؤڙومل ڪلناڻي |
| ٦٦. | سنڌو جوت (ٽماهي) اپريل - سيپٽمبر | ١٩٩٨ع | ڊاڪٽر موتي لعل جوتواڻي |
| ٦٧. | Something about Sindh & Sindhies Ed. II | ١٩٩٩ع | صاحب ايم. بجاڻي |
| ٦٨. | سائين پرسنارام ساڌ هٿونگو جيون درشن | ١٩٩٩ع | ساڌ موتيرام ساڌ ڪٿورام ”سائل“ |
| ٦٩. | سنڌي شبد مهراڻ - سنڌي ديوناگري | ١٩٩٩ع | ڊاڪٽر مرليڌر ڪشنچند جيٽلي |
| ٧٠. | رهاڻ مئگزن (ساليانو رسالو) | ١٩٩٩-٢٠٠٠ع | راجستان سنڌي اڪادمي |
| ٧١. | سنڌي سماج ۽ سنڌ جو احوال ڀاڱو ٥ | ٢٠٠١ع | جيئانند جهمٽ مل لالواڻي |
| ٧٢. | هندو ڌرم جي ڪماليت | - | اڳيان پنا ڦاٽل، سال ۽ ليکڪ نامعلوم |
| ٧٣. | رسالو منٺار | - | اڳيان پنا ڦاٽل، سال ۽ ليکڪ نامعلوم |
| ٧۴. | هندواسي هفتيوار سنڌي اخبار | - | بمبئي مان نڪرندڙ - ڪي پرچا |
| ٧٥. | وينجهار ستون دفعو | ١٩٦١ع | عبدالڪريم سنديلو لاڙڪاڻو (سنڌ) |
| ٧٦. | سنڌي لوڪ ورثو - ڪي پرچا | ٢٠٠٠-٢٠٠١ع | ليلارام رچنداڻي ۽ جڳديش شهدادپوري |

لکي تصوير سنڌ ساري، ستين مارچ ڪيم پوُري؛
ٻه هزار ٻه سن ڪري ٿو ”بيوطن“ سنڌ جي لنگهي دوُري.

جئه سنڌ - جئه هند - جئه نيات

سماپت

□□



# سوامي ليلاشاهہ سنڌي ڪتري نؤيُوَڪ منڊل سمتي (رجسٽرڊ) جئپور

هن منڊل سمتيءَ طرفان سماجڪ شيوا جا ڪم ڪيا ويندا آهن:

(۱) هنگلاج ماتا مندر جئپور ۾ هر سال پوهہ وڏي جو پرو ملهايو ويندو آهي. پرساد ورهايو ويندو آهي ۽ رات جو روٽي بہ کارائي وينديِ آهي. تنهن ڪانسواءِ سانگانير، پرتاپ نگر، اگروال فارم، مانسروور ۽ مالويہ ننگر کان جئپور مندر تائين نياتين کي وڻي اچڻ ۽ واپس ڇڏي اچڻ لاءِ بندوبست ڪيو ويندو آهي.

(۲) مڱڻي لائق ٻارن جو ميلاپي ميڙ تاريخ ۲۰۰۴-۴-۱۱ ڪيو ويو. جنهنجو اُدگهاٽن اکل ڀارت پئنچات جي پريزيڊنٽ صاحب شريِ نٿورام هاسانند ليئا جن ڪيو. هنگلاج ديويِ ۽ يوگيراج سواميِ ليلاشاهہ مهاراج جن جي تصويرن اڳيان سِڌ سوائيءَ جو گاديسر ڀڳت صاحب ايشورداس ڀڳت مورجرام کوها جن ديپ پرجولت ڪري تصويرن تي مالهائون چاڙهيون.

هن ميڙ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ڀارت جي الڳ الڳ پرانتن مان ٻارن جا ۴۲۲ فارم پهتا، جنهن ۾ ۲٦۸ ڇوڪرا ۽ ۱۵۴ نياڻيون هيون. ڪن نياتين جوڙن جي ٻڌجڻ وارن کي -/۱۱۰۰ روپيا ڏيڻ جو اعلان ڪيو.

شريِ ڀڳوانداس نارائڻداس کوُها (اڌيکش)
شريِ ٽيکمچند نارائڻداس سورنيا (سنرکشک)

